Roshni Book

"شاهه جو رسالو"
مرتب: ڪلياڻ آڏواڻي


پنجون ايڊيشن © جون 1993ع
ڪمپوزنگ: (راڻو ميگهواڙ، حسين سومرو ) سنڌ ٽيڪ ڪمپيوٽرز حيدرآباد، سنڌ.
ڇپيندڙ: سهيل آرٽ پريس، ڪراچي.
ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ.

ٽائيٽل ڊزائين
عبدالرسول عباسي

SHAH JO RISALO
{POETRY COLLECTION OF SHAH ABDUL LATIF BHATAI}
Compiled and Edited by
Kalyan Adwani
Composed by Sindh Tech Computers, Hyderabad.
Printed Suhel Art Press, Karachi.
Published by Roshni Publication, Kandiaro, Sindh.
Fifth Edition ©June 1993

# شاھہ جي حياتيءَ جو احوال - سالن ۾ ۽ سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا

هتي ڏنل ڪي سن لکيل تاريخن مان ورتا ويا آهن ۽ ڀيا اندازي موجب ڏنا ويا آهن. شاھہ صاحب جن جي حياتي ۽ سندن وقت جي سياسي ۽ سماجي حالتن جو اڀياس ڪري، اهو سڀ سندن عقيدت ۽ محبت ۾ ڪيو ويو آهي، جيئن سندن زندگيءَ جو ڀرپور احوال حاصل ٿي سگهي. جيڪو لکيل تاريخن موجب تمام گهٽ آهي. سندن جنم ۽ وفات جون تاريخون ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جي ڏنل شاھہ جي احوال تان ورتيون ويون آهن. جيڪو صاحب ٻين سڀني شاھہ جي تاريخدانن کان ٣٠ سال اڳ ۾ جو هو ۽ سندن عرصي ڪي ويجهي ۾ ويجهو هو. هو ذاتي طرح وڏو محقق هو ۽ شاھہ صاحب جي آفاقي شاعريءَ جو معتقد پڻ. جنهن پهريون ڀيرو سنڌي ٻوليءَ ۾، ليپزگ جرمنيءَ مان شاھہ جو رسالو سن ١٨٦٦ع ۾ ڇپائي دنيا تي پڌرو ڪيو.
(عبدالغفور الستي)

| عيسوي سن | شاھہ جي حياتي جو احوال | سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| ١٦٧٨ع | شاھہ جو پهريون جنم (هالا حويلي ۾).<br>پاڻ جلدي جهان ڇڏي ويو. | نوٽ: ان وقت هندستان ۾ مغلن جي حڪومت هئي. اورنگزيب پنهنجي پيءُ شاھہ جهان کي قيد ڪري، وڏي ڀاءُ دارا شڪوھہ کي ماري، ١٧٥٨ع کان دهليءَ جي تخت تي ويٺو هو. هن اسلام جو غلط استعمال ڪري هزارين پنهنجا سياسي مخالف، اسلام جي نالي ۾ قتل ڪرايا. هو خاص طور صوفين، ويدانتين، فنڪارن ۽ راڳيندڙن جو دشمن هو. اهي ماڻهن ۾ سچ جي جوت جڳائيندڙ هئا. جيڪا ڳالھہ سندس ذاتي اقتدار لاءِ خطرناڪ هئي. | |
| ١٦٨٠ع | شاھہ جو ٻيو جنم (هالا حويلي ۾).<br>پاڻ ٦٧ ورهيه حياتي رهيا. | | |
| ١٦٨٥ع | سندن والد صاحب، سيد حبيب شاھہ لڏي اچي ڪوٽڙيءَ ويٺا، سندن ٻن پٽن هر هڪ جمال شاھہ ۽ عبداللطيف کي، آخوند نور محمد ڀٽيءَ جي مشهور مڪتب ۾ تعليم ڏيارڻ جي خيال کان، جيڪو ڪوٽڙيءَ کي ويجهو هو. | | ٥ |

| عيسوي سن | شاهه جي حياتي جو احوال | سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| ١٦٨٥ع کان ١٦٩٠ع تائين | واڻي ڳوٺ ۾ آخوند نور محمد ڀٽيءَ جي مکتب ۾ ديني تعليم. | مرڻ مهل هن پنهنجا اهي ظلم مڃيا ٻه. سندس آخري لفظن ۾ "منهنجا سال سڀ نڪمٽا ويا آهن. خدا | ٦ - ١٠ |
| ١٦٩١ع کان ١٧٠٠ع تائين | عبداللطيف شاهه جي علمي شوق ۽ روحاني طبيعت جي ڪري کيس تصوف ۽ ويدانيت جي وڏيڪ تعليم. (حبيب شاهه پاڻ صوفي هو. سندس هن پٽ جو جنم هڪ الله واري جوڳي جي دعا ۽ اڳڪٿي کان ٿيو هو. ان ڳالهه کي هن هڪ خدائي ڳجهه ڄاتي، ان کي اها الاهيت جي تعليم ڏياري، جنهن ڏانهن ننڍي هوندي کان هن جو لاڙو هو. ٿي سگهي ٿو ته شاهه صاحب کي ٺٽي جي ڪنهن درسگاهه ۾ به تصوف پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو هجي. پر بدين جي هڪ جڳ مشهور وشو وديالي ۾ کيس ويدانيت سکڻ لاءِ ويهاريو ويو هو، اها ڳالهه تاريخ ۾ آهي.) | منهنجي دل ۾ هو، تنهن هوندي به منهنجي انڌ سان ڏکيل اکين، منهنجي اندر ۾ سندس اها جوت نه سڃاتي. آئينده جي اُميد وقتائتي آهي ۽ بهتري لمحو وري واپس ڪونه ٿو اچي. آءٌ ڪجهه به پاڻ سان دنيا ۾ کڻي ڪونه آيو هئس، پر هتان گناهن جا وڏا بار پاڻ سان کڻي پيو وڃان." شاهه جي ڄمڻ وقت دهليءَ جي تخت طرفان سنڌ جو گورنر نواب خانزاد خان هو. | ١١ - ٢٠ |
| ١٧٠١ع کان ١٧٠٦ع تائين | هن عرصي ۾ شاهه ڪوٽڙيءَ ۾ پنهنجي ڪٽنب سان گڏ رهيل ٿو ڏسجي. مطالع ۽ رياضت ۾ مشغول يا مريدن جي ڪم ڪار ۾ مدد ڪندي. ڀاڻس جمال شاهه شايد شادي ڪري چڪو آهي، پر هن آچان نه ڪئي آهي. هن جي دل تي ننڍي هوندي کان پنهنجي ننڍپڻ جي والد جي ساٿي | يار محمد ڪلهوڙو سنڌ جو مٿيون حصو سبيءَ کان سيوهڻ تائين، مغلن جي ملتاني گورنر کي شڪست ڏيئي پنهنجي قبضي ۾ ڪري چڪو هو. دهليءَ جي تخت، لاچار ٿي کيس بکر جو گورنر مقرر ڪيو. (ڪلهوڙا اصل ۾ سنڌي هئا. سندن هڪ ڏاڏو چام چنو نالي هو، جنهن | ٢١ - ٢٦ |

| عيسوي سن | شاھ جي حياتي جو احوال | سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| | سعيده بيگم، جيڪا مرزا مغل بيگ جي ڌيءُ هئي، پنهنجي محبت جي سورة پڙهي چڪي آهي، جيڪا اڳيان هلي الله جي آية ٿيڻ واري هئي. محبت اڃان ظاهر نہ ٿي آهي. هوءَ وڏي ٿي گهر ۾ پردي اندر ويهي رهي آهي. | ڪري هو چنا بہ سڏائيندا هئا. پهريون هندو هئا، پوءِ مسلمان ٿيا ۽ عباسي سڏائڻ لڳا. منجهائن هڪ پهتل شخص آدم خان ڪلهوڙو ٿي گذريو آهي، جنهن کي مغلن جي گورنر ويساھ گهاتي ڪري ملتان ۾ مارائي ڇڏيو. سندن سياسي طاقت سنڌ ۾ شاھ جي جنم کان پوءِ شروع ٿي، جنهن ١٧٠١ع ۾ مٿين قانوني شڪل ورتي.) | |
| ١٧٠٧ع | مشهور چيچ جو واقعو. | اورنگزيب مري ويو ۽ سندس پٽ بهادر شاھ عالم دهليءَ جي تخت تي ويٺو. | ٢٧ |
| ١٧٠٧ع کان ١٧٠٩ع تائين | محبت جو ظاهر ٿيڻ. شاھ جو محبوب جي فراق ۾ بي خود ٿي بيت ۽ وايون ڏيڻ. واريءَ هيٺ سندس دفن ٿي وڃڻ جو مشهور واقعو. بدناميءَ کان مرزائن جي ساداتن سان دشمني شروع ۽ انهن کي آزارڻ. | | ٢٧ - ٢٩ |
| ١٧١٠ع | حبيب شاھ جو دشمنيءَ کان ڪنارو ڪرڻ. ڪوٽڙيءَ مان لڏي پاسي ۾ وڃي پنهنجو جدا ڳوٺ آباد ڪرڻ. | | ٣٠ |
| ١٧١٠ع کان ١٧١٢ع تائين | شاھ جو مائٽن کي وڏيڪ، پنهنجي محبت جي جي آزارن کان بچائڻ جي خيال کان هڪ رات مات منيءَ ۾ | ١٧١٢ع ۾ بهادر شاھ مري ويو، ۽ سندس پٽ معظم الدين شاھ تخت تي ويٺو، پر نوَ مهينا حڪومت | ٣٠ - ٣٢ |

| عيسوي سن | شاهه جي حياتي جو احوال | سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
| --- | --- | --- | --- |
| | مهيسي جوڳين سان ڪنيات ڏانهن نڪري وڃڻ. ساندهه ٽي سال انهن جي ٽولي سان گڏ هندستان جي سيني وڏين تيرٿن جي جاين تي وڃڻ ۽ ڪانئن جوڳ وديا پرائڻ. (جوڳ وديا معنيٰ خدا سان ميلاپ پائڻ جو علم. ان موجب ميلاپ ٽن رستن سان ٿئي ٿو. (١) ڏيان ۽ گيان سان، (٢) ڪرم يا خلق جي خدمت سان، (٣) ڀڳتي يا محبت جي راڳ رستي.) | ڪيائين ته سندس ڀائيٽي فرخ سيار ڪيس قتل ڪيو ۽ پاڻ تخت جو مالڪ ٿي وينو. هيستائين ٺٽي ۾ خانزاد خان کان پوءِ ١٢ گورنر بدلجي چڪا هئا. پر بکر ۾ اجان يار محمد ڪلهوڙو، مغلن جو گورنر هو. هو هاڻي گهڻو خودمختيار ٿي چڪو هو، فقط دهلي تخت جي ڍل ڀريندڙ هو. سندس رهائش جو هنڌ خدا آباد هو. | |
| ١٧١٣ع | ٽن سالن جي ياترا کان پوءِ پنٿ جو هڪبئي کان موڪلائي گهرن ڏانهن وڃڻ. شاهه جو به وطن ورڻ ۽ ٺٽي کان ٿيندو ڪوٽ اچڻ. (ٺٽي ۾ سندن دل جو دوست مخدوم ميون ٺارو رهندو هو. جوڳين سان شاهه جو واپس ورڻ هنگلاج جي طرف کان ٿيو هو، سندن ڪوٽ اچڻ جو مقصد هاڻي مجازي محبت کان وڌيڪ حقيقي محبت هو. شاهه انهن جوڳين سان ٽي سال رهڻ کان پوءِ، خدا جي محبت جي رنگ ۾ رنگجي چڪو هو. اهي مهيسي جوڳي خدا سان ميلاپ وارا رستا، اهي ٽي متيان ڏسيندا هئا، پر انهن جو پنٿ، پرشوتم تائين پهچڻ لاءِ پرش جي پريم ۽ شيوا جو وڌيڪ پرچارڪ هو. معنيٰ خدا تائين | هن سال مرزا مغل جي گهر ڪي به ڌاڙو لڳو. هو ۽ گهڻا سندس خاندان جا مرد، ڌاڙيلن هٿان مارجي ويا. (شاهه ان وقت ڪوٽ ۾ هو. جڏهن مرزا، ڌاڙيلن جو پيڇو ڪندي اتان متيا، شاهه انهن کي پنهنجي مريدن سميت مدد جي آڇ ڪئي، جنهن تان مغل بيگ کيس بدشد ڳالهايو. چون ٿا ته مغل بيگ ۽ ٻين مردن جو موت شاهه جي ان دل آزاريءَ جي ڪري ٿيو. ان کان پوءِ مرزائن جي زالن اچي سيدن جي در تي آهه زاري ڪئي. سندن مردن جي اهڙي خطا تي ڪانئن معافي ورتي ۽ سيده بيگم جو سڱ به آڇيائون.) | ٣٣ |

| عيسوي سن | شاهه جي حياتي جو احوال | سنڌ وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| | پهچڻ لاءِ انسان جي محبت ۽ خدمت کي وڏيڪ درجو ڏيندو هو. شاهه اهو علم پرائي هاڻي پنهنجن ئي هم وطنين مان اها سچي انسان ذات جي خدمت گذاريءَ جو مقصد کڻي ڳوٺ آيو هو. | | |
| ١٧١٥ع | شاهه جي سيده بيگم سان شادي. | | ٣٥ |
| ١٧١٦ع | شاهه جو پنهنجي عيال سان شاهه ڪريم بلڙي، پنهنجي مائٽن ڏي وڃڻ. (شادي کان پوءِ مائٽن ۾ دعوتن جو سلسلو شروع ٿيندو آهي. ان ڪري ضرور اتي پنهنجي عيال سان ويو هوندو. اتي هن شاهه عنايت صوفي فقير وٽ به حاضري ڀري هوندي، ان جي صحبت ۾ ويٺو هوندو، ڇاڪاڻ ته شاهه پاڻ انهيءَ صوفي مت جو هو. جا شاهه عنايت جي هئي. جيتوڻيڪ ڀيا سيد پير ان مت جي خلاف هئا. هتي شاهه وطن جي محبت، سُر مارئيءَ جو به مطالعو ڪيو هوندو.) ان وقت مارئيءَ جو داستان سنڌ ۾ فقير عام ڳائيندا هئا. | هي سال ان ڪري اهم آهي جو ان سال شاهه عنايت صوفي فقير وٽ، جهوڪ ۾ وڏيرن جي پيڙهيل ۽ سيدن پيرن جا ستايل غريب ماڻهو تمام گهڻا گڏ ٿي رهيا هئا. هن جي صوفي تعليم اها هئي ته خدا سيني ۾ موجود هو، تنهن ڪري سڀ انسان برابر آهن. هي سڄو جهان خدا جو آهي، تنهن ڪري سڀ انسان ان جا برابر ڀاڱي ڀائيوار آهن. اها روحاني سوشلزم هئي، جيڪا پهريون دفعو عملي طرح دنيا ۾ ڏني پئي وئي. ان تان سيد پير وڏيرا ڪاوڙجي آتيا. مغلن جا ڪن ڀريائون ۽ ٻي سال سندن شهادت جو واقعو آندائون. | ٣٦ |
| ١٧١٧ع | (شاهه عنايت جي شهادت وقت شاهه ڪوٽڙيءَ ۾ هو. شهادت جو هن کي تمام سخت صدمو پهتو. جهوڪ جا فقير هاڻي هن وٽ اچڻ لڳا. ڇاڪاڻ | شاهه عنايت کي دوکي سان ٺٽي ۾ شهيد ڪيو ويو. مغل بادشاهه فرخ سيار جي حڪم تي ائين ڪيو ويو. پر يار محمد ڪلهوڙو ٺٽي جي مغل | ٣٧ |

| عيسوي سن | شاهہ جي حياتي جو احوال | سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| | تہ سيني سيدن پيرن ۾ هي ئي اڪيلو هو، جو شاهہ عنايت جو حمايتي هو. هن ڀين فقيرن کان پنهنجي "مارئي" کي ورتو. انهيءَ مظلوم وينگس کي هاٿي هن وڏيڪ زنجير پارايا ۽ وڏي سوز ۽ فراق سان ان کي ڳائڻ لڳو. ماٺهو سندن بيت ۽ وايون ٻڌي حيران ٿي ويا. اهڙو درد جو داستان مارئي جو هن ڪڏهن ڪونہ ٻڌو هو، جيڪي سندن دلين کي وطن جي پُڪار جو پتو ڏيئي ٿي ويو. فقير اهو داستان ڪٺي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي ويا. سنڌي زالون مُنهن مٿو پٽي رستن تي نڪري آيون. هي سندن دل جي پُڪار هئي. غلام سنڌ ۾ هن ئي گهٽو سَنو هو. هو رستن تي بيهي وار کولي، زنجيرون پائي، مارئي جيان اوسارون ڪرڻ لڳيون. سنڌ ۾ جتي ڪٿي باهہ ٻري وئي. هندو مسلمان سڀ ويچا وساري پنهنجي وطن لاءِ هڪ ٿي ويا. فرخ سيار ان سال ئي مري ويو. يار محمد ڪلهوڙو، سنڌين جي ڊپ کان دهلجي ٻئي سال مري ويو. نور محمد ڪلهوڙي ۽ سندس پٽ ڊوڙي اچي شاهہ صاحب کان معافي ورتي. ان سال کان شاهہ جي زندگي جي عملي جدوجهد شروع ٿي، جنهن ۾ نيث هن وطن کي آزاد | گورنر نواب اعظم جي مدد لاءِ پنهنجو سنڌي لشڪر بہ وٺي آيو، جنهن ڳالهہ سنڌين ۾ ڪلهوڙن خلاف وڏو تاءُ پيدا ڪيو. فرخ سيار انهيءَ تي ساڳي سال شاهہ جي بددعا ۽ فقيرن جي پاراتن سان سندس شاهي محل ۾ قتل ٿي ويو. انهيءَ سال کان مغل حڪومت جو هندستان ۾ زوال شروع ٿيو. جيڪو ١٧٥٠ع ۾ احمد شاهہ جو تخت چڙي پڇڻ سان وڃي پڇاڙيءَ کي پهتو. | |

| عيسوي سن | شاهہ جي حياتي جو احوال | سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| | ڪرايو ۽ هند مان بہ مغلن جو تڏو ڪڍيو ويو. | | |
| ١٧١٨ع | شاهہ ١٧١٧ع کان ١٧٢٧ع تائين پنهنجو گهڻو وقت سفر ۽ پنڌ ۾ گذاريندو رهيو. هن کي محسوس ٿي چڪو هو تہ هو هڪ خاص مشن ڪٺي دنيا ۾ آيو آهي. هن جي سُر مارئيءَ جيڪا سنڌ جي عوام ۾ زبردست سجاڳي آندي هئي، ان هن کي يقين ڏيئي ڇڏيو هو. | يار محمد ڪلهوڙو مري ويو. سندس پٽ نور محمد ڪلهوڙو سندس گادي نشين ٿيو. فرخ سيار کان پوءِ بہ شهزادا رفيع الدرجات ۽ رفيع الدولہ هڪ ٻئي پويان ڪجهہ مهينن لاءِ تخت تي ويٺا، جيڪي مري ويا. | ٣٨ |
| ١٧١٩ع | هو ان عوامي سجاڳي کي هاڻي بلوچستان، جيسلمير، ڪاٺياواڙ، ڪڇ ڏانهن وڌائڻ لڳو. هُو هڪ الهامي ۽ انقلابي شاعر هو. هن لاءِ انساني تقدس سڀ کان پهرين هو. اهو تيستائين پيدا نہ ٿِي ٿي سگهيو، جيستائين انسانُ، انسانَ جي غلاميءَ مان آزاد نہ ٿيو هو. ان ڪري سنڌ ۽ هند جي عوام جي غلاميءَ مان آزادي هن جي عملي جدوجهد جو پهريون خدا ئي مقصد هو. هن جي شاعري ۽ ڪرامت، سنڌ ۽ هند ۾ وڏي شهرت حاصل ڪري چڪي هئي. هن عرصي جي پڇاڙيءَ ۾ ڪيترا مريد ۽ معتقد سائس هاڻي سڄو وقت گڏ رهڻ لڳا هئا. | محمد شاهہ (رنگيلو) تخت تي ويٺو. هن جي حڪومت ١٧٤٧ع تائين هلي، پر جهڙي هئي تهڙي ڪانہ. رڳو دهلي ۽ ان جي آسپاس تائين سندس حڪم هلندو هو. | ٣٩ |
| ١٧٢٨ع | شاهہ، ڀٽ تي پنهنجو روحاني مرڪز | | ٤٨ |

| ان وقت سندن عمر سالن ۾ | سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | شاهہ جي حياتي جو احوال | عيسوي سن |
|---|---|---|---|
| | | بنائڻ لاءِ، اتي جاين وجهائڻ جو ڪم شروع ڪيو. پاڻ ٻہ ھٽ سان اهو ڪم ڪيائون. | |
| ٥١ | | سيد حبيب شاهہ، سندن والد صاحب گذاري ويو. شاهہ پوءِ پنهنجي خاندان ۽ فقيرن سميت ڀٽ تي اچي پنهنجو آستان ڪيو ۽ اتي هاڻي گهڻو وقت ڏٺيءَ جي ڀڳتي يا سماع ۾ گذارڻ لڳو. | ١٧٣١ |
| ٥٧ | نور محمد ڪلهوڙي جي حوالي مغلن ٺٽي جي صاحبي ٻہ ڪري ڇڏي. مغلن جو پڇاڙيون گورنر نواب صادق علي، نور محمد ڪلهوڙي جي موڪليل نمائندي شيخ عزيزالله کي چارج حوالي ڪري دهلي روانو ٿي ويو. | | ١٧٣٧ع |
| ٥٩ | نادر شاهہ، هن "تلوار جي پٽ" جي دهليءَ تي چڙهائي ۽ ان ۾ تاريخ جو وڏو قتل عام. | | ١٧٣٩ع |
| ٦٠ | نادرشاهہ موٽندي، نورمحمد ڪلهوڙي کي سندس تابعداري نہ مڃڻ ڪري سيکت ڏيڻ لاءِ سنڌ تي چڙهائي ڪئي. نور محمد ڪلهوڙي جي قيد ۽ رهائي ۽ سندس حڪومت جي بحالي. ١٧٤٠ع کان ١٧٤٧ع | | ١٧٤٠ع |

| عيسوي سن | شاهه جي حياتي جو احوال | سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| ١٧٤٧ع | شاهه رحلت فرمائي. اِنا لله و اِنا اليه راجعون. کين ڀٽ تي دفن ڪيو ويو ۽ اُتي آرامي آهن. شاهه ۽ شاهه جي تعليم، سنڌين لاءِ پوءِ هميشه لاءِ سندن سنڌي وجود جي ضمانت رهيا آهن، ۽ سڄي انسان ذات لاءِ پائپي، محبت ۽ امن جي علامت. | تائين سنڌ وري ٻي تخت جي تابعدار ٿي. پر پوءِ نادر شاهه جي ان سال قتل ٿيڻ شرط نور محمد ڪلهوڙي **سنڌ جي آزاديءَ جو اعلان ڪيو** ايئن سنڌ جي ڌرتي، جا هڪ هزار سال ڪڏهن ڀاڱا ٿيندي، ڪڏهن غلام ٿيندي آئي، هڪ دفعو وري شاهه جي روحاني انقلاب سان ملي نيٺ هڪ ٿي ۽ آزاد ٿي، ۽ پنهنجي ئي پٽن ڌيئرن جي راڄ ٿي. شاهه، ماروئءَ جي آزادي پنهنجي اکين سان ڏسي پوءِ دم ڏنو. سندس اها دعا بہ ڌڻيءَ سچي ڪئي. **......پوءِ مر پڄنم ڏينهڙا!!** | ٦٧ |

# شاھ جو رسالو

## سُرن جو وچور

# شاهه جو رسالو

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

## سُرُ ڪَلياڻُ

### داستان پهريون

١

اَول اَللّٰه عَليمُ[1]، اعليٰ[2]، عالَمَ جو ڌڻي؛
قادِرُ[3] پنهنجي قُدرت سين، قائمُ[4] آهِ قديمُ[5]،
والي[6]، واحِدُ[7]، وَحْدَهٗ[8]، رازق[9]، رَبُّ رَحيمُ[10]،
سو ساراهِ سچو ڌڻي، چَئِي حَمدُ[11] حَڪيمُ[12]؛
ڪري پاڻ ڪَرِيمُ[13]، جوڙُون جوڙَ جهان جي.

٢

وَحْدَهٗ لاشَرِيڪَ لَهٗ[14]، جان تو چئين ائين،
تان مَ مُحَمَّدُ ڪارَڻي، نِرتُون[15] منجهان نِيئين[16]،
تان تون وڃيو ڪِئين، نائين[17] سر ٻين کي؟

٣

وَحْدَهٗ لاشَرِيڪَ لَهٗ، جڏهن چيو جن،
تن مڃيو مُحَمَّدُ ڪارَڻي، هيجان ساڻ هِيئَن[18]،
تڏهن منجهان تن، اَوَتَڙِ[19] ڪو نه اوليو[20].

۴

وَحْدَهٗ لاشَرِيڪَ لَهٗ، جن اَلِو[21] سين ايمانَ،
تن مڃيو مُحَمَّدُ ڪارَڻي، قَلبَ[22] ساڻ لِسانَ[23]،
اُوءِ فائِقَ[24] ۾ فرمانَ[25]، اَوَتَڙِ ڪنهن نه اوليا.*

٥

اَوَتَڙِ ڪنهن نه اوليا، سُتَڙِ[26] وِيا سالِمَ؛
هيڪاني[27] هيڪَ ٿيا، اَحَدَ[28] سين عالِمَ[29]؛

---

١- جاڻڻهار ٢- سرشٽي ٣- سرو شڪتيوان ۴- شڪتي ٥- آنادي ٦- مالڪ ٧- هڪ ٨- هو هڪ آهي ٩- روزي ڏيندڙ ١٠- ٻاجهارو ١١- ساراهه ١٢- ڏاهپ وارو ١٣- احسان ڪندڙ ١۴- سندس ڪو ثاني ناهي ١٥- رچنا جو ڪارڻ ١٦- نرمع سان ١٧- نمائين ١٨- قرب سان ١٩- اُبتوڙ، گمراهي ٢٠- ڏڪجي ويو ٢١- اُچاريو ٢٢- دل ٢٣- زبان ٢۴- اوچ ٢٥- خدائي حڪم ٢٦- شڌ هردي وارا ٢٧- لئي يا محو ٿيل ٢٨- هڪ (خدا) ٢٩- سڀ علم وارا، گياني.

*جن ڌڻيءَ جي حڪم ۾ رهي، اوچ درجو پاتو، سي ڪڏهن به گمراه نه ٿيا.

بِي ڀِها ڀالِم، آڳي ڪيا اَڳهِين.*

6

آڳي ڪيا اَڳهِين، نسوروئي نُورُ؛
لاخَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَاهُمْ يَحْزَنُوْنَ، سڄڻ ڪونهي سوُرُ؛
مولي ڪيو مَعمُوُرُ، اَنگُ اَزَلَ ۾ اُنِ جو.

7

وَحْدَهٗ جي وِڍِ يا، اِلَّااللہ سين اورِينِ.§
هنيون، حقيقت گَڏيو، طريقت تورِينِ،
معرفت جي ماڳ سين، ڏيساندَرُ ڏورِينِ،
سُڪَ نہ سِتا ڪَڏهِين، وِيهي نہ ووڙِينِ،
ڪُلهَنئُوُن ڪورِينِ، عاشق، عبداللطيف چئي.

8

وَحْدَهٗ جي وِڍِ يا، اِلَّااللہ اَڏَ ڪيا،
مُحَمَّدْ رَسُوْلُ چئي، مسلمان ٿيا،
عاشق، عبداللطيف چئي، اُنهِين پَڪِ پيا،
ٿيلان ڏٺيءِ ڏُٺا، جيلان ويا وحدت گڏجي.‡

9

وَحْدَهٗ جي وَڍِ يا، ڪيا اِلَّااللہ اَڏَ،
سي ڏڙ پَسي سَڏَ، ڪنهن اَياڳيءِ نہ ٿئي.

10

وَحْدَهٗ لاشَرِيْڪَ لَهٗ، ٻُڌءِ نہ ٻوڙا،
ڪِ لو ڪنين نہ سُڻا، جي گَهتَ اَندر گهوڙا،
ڳاڙيندين ڳوڙها، جت شاهد ٿِيندءِ سامُهان.

11

وَحْدَهٗ لاشَرِيْڪَ لَهٗ، اِهو وِهائيج وِيُّ،
ڪَتيِن جي هارائين، هندَ تُنهنجو هِيُّ،
ڀاڻان چوندءِ ڀِيُّ، پِري جام جَنَّتَ جو.

12

وَحْدَهٗ لاشَرِيْڪَ لَهٗ، اِيُ هيڪڙائي حَقُّ،
ٻيائِيَ کي ٻَڪُ، جن وڌو، سي وِرِسيا.

13

سِرُ ڀوُنڊيان، ڏڙ نہ لهان، ڏڙ ڀوُنڊيان، سِرُ ناهِ،
هَتَ ڪَرايُوُن آڱريون، ويا ڪپجي ڪانهِ،

---

١- اَملهہ ٢- اوچ ٣- ڏٺي ۴- آڏ ڪان ۵- نبج ٦- جوت ٧- نہ ڪين ڪو خوف آهي، نہ ڪو ڏک رسندن ٨- ڏٺي ٩- آباد ١٠- تقدير ١١- اصل ١٢- سواء الله جي ١٣- ذڪر ڪن ١۴- صوفين جي چوٿين منزل (حق سان هڪ ٿيڻ) ١۵- ٻي منزل (اَنيڪ آپدائون) ١٦- ٽين منزل (گيان) ١٧- نوڪنڊ ١٨- گذارين ١٩- ڪاهن ڪان ٢٠- وڍين ٢١- خيال ٢٢- تنهن صورت ۾ ٢٣- جنهن صورت ۾ ٢۴- ٻڌا ٢۵- دل ٢٦- وڻجيج ٢٧- واپار ٢٨- پيالو ٢٩- گمراه ٿيا ٣٠- ڪيڏانهن.

*ڏٺيءِ اُنهن اعليٰ پدويءِ وارن اِنسانن جو بخت آڏ ڪان ئي بلند ۽ بالا ڪيو هو.

§جي حق يا ايشور جي هيڪڙائيءِ جي لنوَ ۾ ڪنل آهن، سي اِهوئي ڏوُر پيا ڪن تہ "سواء الله جي، ڪو الله ناهي."

‡جنهن صورت ۾ اهي عاشق وحدت ۾ محو آهن، تنهن صورت ۾ ڏٺيءِ ڪين ڏوئي اوجل ڪيو آهي

وحدت جي وِهاڻ، جي ويا، سي ويا۔

١٤

عاشق ڇڏ م اُن کي، م ڪي ڇڏ معشوق؛
خالق ڇڏ م خام تون، م ڪي ڇڏ مخلوق؛
سالڪ لنهن سُلوڪ، جو ناقِصنا نِڪيو۔*

١٥

وحدتان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪُل؛
حق حقيقي هيڪڙو، ٻوليءَ ٻيءَ م ڀُل؛
هُو هُلاچو هُل، بالله سندو سچڻين۔

١٦

پاڻهين جلّ جلالهُ، پاڻهين جانِ جمالُ؛
پاڻهين صورت پرينءَ جي، پاڻهين حُسن ڪمالُ؛§
پاڻهين پير مُريد ٿئي، پاڻهين پاڻ خيالُ؛
سڀ سڀوئي حالُ، منجهان ئي معلوم ٿئي۔

١٧

پاڻهين پسي پاڻ کي، پاڻهين محبوب،
پاڻهين خلقي خوب، پاڻهين طالب تن جو۔

١٨

سو هِيُ، سو هُو، سو اَجَلُ، سو اَلله؛
سو پرين، سو پساهُ، سو ويري، سو واهُرُو۔

١٩

پڙاڏو سو سڏُ، ور وائيءَ جو جي لهين،‡
هُئا اَڳهين گڏ، ٻُڌڻ م ٻه ٿيا۔

٢٠

ايڪ قصر، دَرَ لک، ڪوڙين ڪَڙس ٻڙڪيون،
جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهون۔

٢١

ڪوڙين ڪايائُون ٿُنهنجيون، لکن لک هزار،
جيءَ سيڪنهن جيءَ سين، دَرسن ڏاروڻ ڏار،
پريم! ٿنهنجا پارَ، ڪهڙا چئي ڪيئن چوان۔

وائي

سيڪا پريان ڪون ٻُڄي؛
نينهن نيڻين، ڳُڙُ ڳالهه، وو۔†
جا چِتايم چِتَ م، سچڻ سا تو ٻُجهي؛
لاٽ جا لطيف جي، سڏُ ٿَنهنجو سُڄي۔

---

١- وصال، شادي ٢- خاقيندڙ ٣- اي اَلڙ، اَڻ آزمودگار ٤- خاقيل ٥- صوفيانو طريقو ۽ اُن جا راز ٦- عيب يا اوڻائيءَ کان نڪتو ٧- هيڪڙائيءَ مان ٨- گهڻائي ٩- سموري ١٠- سائينءَ جو قسم ١١- وڏي شان وارو ١٢- سندرتا ١٣- پورن ١٤- سندر شيون ١٥- عاشق ١٦- موت ١٧- مددگار ١٨- پيچ، وٽ، رمز ١٩- محلات ٢٠- ڪروڙين ٢١- ڪيس ٢٢- دريون ٢٣- نظر، درشٽي ٢٤- صورتون، روپ ٢٥- اَهڃاڻ، نشان ٢٦- سانديم ٢٧- جاڳي ٢٨- ٻڌجي۔

*صوفي طريقي جا راز ۽ رمزون اُنهيءَ کي ٻڌائج، جنهن پاڻ کي عيبن کان آجو ڪيو هجي۔

§ايشور پاڻ ئي دنيوي معشوق جي صورت ۾ نمايان آهي ۽ پاڻ ئي پورن سندرتا آهي۔

‡جي ٻوليءَ جي رمز يا پيچ سمجهين ته ٻروڙ پوندئي ته جو سڏُ آهي، سوئي پڙاڏو آهي۔

†نينهن، نيڻن مان ئي اُڀري ٿيندو آهي — اِها اُنجي خاص خوبي آهي۔

## سر ڪلياڻ - داستان پهرئين جو سار

ڏٺي ئي ساراهه جو لائق آهي. هو آدي، سروَ شڪتيوان ۽ لاشريڪ آهي. جن سندس وحدت جو راز پروڙيو آهي، سي ازل کان "بي بها بالم" آهن. حق يا ايشور، 'حسن ڪمال' آهي، جنهن پاڻ کي سهسين روپن ۾ ظاهر ڪيو آهي. اِهو راز اُنهنکي ئي اَندر مان معلوم ٿو ٿئي، جن پنهنجو قلب ڌوئي صاف ڪيو آهي. وحدت جا وڏيل عاشق، هنڌون حقيقت سان هڪ ڪري، سارو وقت "معرفت جي مات سين" نوڪند پيا ڏورين. حق يا ايشور، معشوق به پاڻ آهي، ته عاشق به پاڻ؛ پير به پاڻ آهي، ته مريد به پاڻ. روپ روپ ۾ سندس "درسن ڏارون ڏار" آهي. هيءَ سرشٽي هڪ انيڪ درن ۽ درين وارو محل آهي؛ هرهڪ در ۽ دريءَ مان محبوب حقيقيءَ جي ئي حسن ۽ جمال جو ديدار ٿو پڙپي.

•

### داستان ٻيو

١

اَکهي اَکهائِي، رنجُ پريان کي رسيو،*
ڇکيم ڇگائِي، سورانگهي سوُرِيءَ تان.

٢

اَندا اوُندا ويچَ! کَلَ ڪچاڙ با ڪانئيين؟
اسان ڏکي ڏيِلَ ۾، تون پيارئين پيچَ!
سوُري جنين سيجَ، مرڻ تن مُشاهدو.§

٣

سوُريءَ سڏ ٿيو، ڪا هلندي جيڏيون؟
وچڻ تِن پيو، نالو نينهَن ڳنهَن جي.

٤

سوُري سڏ ڪري، اُپي عاشقن کي،
جي اُٿيئي سَڏَ سِڪڻ ۾، ته ڪَرُ ۾ پيرُ ٻري،
سِبي ڏارَ ڏري، پيچ پوءِ پرينئو.

٥

سوُري آهِ سينگارُ، اَڳهين عاشقن جو،
مُڙڻ، موڙڻ ميهڻو، ٿيا نِظاري نِروارُ،
ڪُسڻَ جو قرارُ، اصل عاشقن کي.

٦

سوُري سينگاري، اَصلِ عاشقن کي،
لُڏيا ڪين لطيف چئي، ٿيا نيزي نظاري،
ڪونيو ڪِناري، آٽيو چاڙهي اُنِ کي.

---

١- قبول پيئي، اَکهه پالو ٢- ناچگائي، عليلائي ٣- اورانگهي، پار اُڪري ٤- بت، ڪايا ٥- آش، پيچي ٦- سيج، چپر کٽ ٧- درشن، ديدار، لقاءُ ٨- پوٺتي نه هٽاءِ ٩- عشق، پريم ١٠- گوشت ٽنگڻ لاءِ ڪنڍن جي قطار.

*منهنجي اَکهائي، پريتم يا معشوق وٽ قبول پيئي ۽ سندس من ۾ مون لاءِ درد جاڳيو.

§جيڪي عاشق، سوريءَ کي سيج ٿا سمجهن، تن لاءِ موت، محبوب جي مشاهدي يا ديدار ماڻڻ جو وسيلو آهي.

٧

سُوريءَ مٿي سيڄَ، کهڙي ليکي[1] سَنرا[2]؟
جيلہَ[3] لڳا نينھَن، تي[4] سُوريائي سيڄَ تي.

٨

سُوريءَ چڙهڻ، سيڄ پسڻ، اِيءُ ڪم عاشقن،
پاهُون[5] ڪِينَ پسن، سائُو[6] هَلنِ سامهان.

٩

سُوريءَ تي سَؤُ[7] وارَ، ڏِهاڙيو[8] چَنگ چڙهين،
جِمَ[9] وِرچي چڏئين، سِڪڻ جي پچار،
پِرت[10] نہ پَسين پار[11]، نينھن جِتان ئي[12] نِگيو.

١٠

ڀِرين ڪاتي پاءِ، پيچ پوءِ پرينءَ،
ڏُکُ پريان جو ڏيلَ ۾، واڃَتَ جِئن وَڃاءِ،
سيکَن ماهُ[13] پچاءِ[14]، جي نالو گِيڙءِ نينھَن جو.

١١

ڪاتيءَ ڪونهي ڏوهُ، ڳنُ وڍيندڙ هٿ ۾،
پَسيو پِرَ[15] عجيب جي، لِڇيو[16] وڃي لوهُ،*
عاشقن اَندوهُ[17]، سدا معشوقن جو.

١٢

ڪاتي لکي مَ ٽَئي، مَرُ[18] مُنيائي[19] هوءِ،
مانَ وِرمَن[20] لوءِ، مُون پريان جا هٿڙا.§

١٣

ڪاتي جا قَرِيبَ[21] جي، سا هَڏُ چِيري چَمُ،
عاشقن پڌهنجو اَنگُ[22]، اللهَ ڪارڻ وڍيو.

١٤

جي تون سِڪڻ سکيو، تہ ڪاتيءَ پَئي مَرڪَنجهُه[23]،
سُپيريان جي سُورَ جو، ماڻهن ڏِجي نہ مَنجهُه،
اَندر اِيءُ اَهنجُ[24]، سانڍيج سُڪائون ڪري.

١٥

جان وَڍين، تان ويڻُ نہ ڪه، ونيو وات وَنءَ لون،
هِيءُ ٽنين جو ڏيهُ، ڪاتي جنين هٿ ۾.

١٦

ڪاتي جن ڳَري[26]، مان لَنوَ[25] لڳي تن سين،
محبت جي ميدان ۾، وڃان پيرَ پَري،
اَڏيءَ[27] سِرُ ڌري، مانَ کُهَنئُون سُپرين.

---

١- عاشق ٢- سرها، خوش ٣- جنهن صورت ۾ ٤- تنهن صورت ۾ ٥- پنتي ٦- نيڪ اِنسان ٧- سؤ گهمرا ٨- ڪنڌي (سوريءَ) ٩- مٿان ١٠- پريت ١١- حد، اَنت ١٢- جتان ١٣- گوشت ١٤- ڳڏءِ ١٥- محبوب، حيرت اَنگيز حسن وارو ١٦- ڪنبيو يا لرزش ۾ اَچيو وڃي ١٧- غم، ڪر ١٨- ڀل تہ ١٩- مڏي، لمي ٢٠- ترسن ٢١- دلدار ٢٢- بدن، عضوو ٢٣- نہ ڪرڪ، داڻهن نہ ڪر ٢٤- درد، سور ٢٥- وت، گهر ۾ ٢٦- نينهن، عشق، پريم ٢٧- ڪاٺ جو ٽڪر، جنهن تي مڇي يا گوشت ڪپبو يا ڪٽبو آهي.

*محبوب جي روش ڏسي، ڪاتي (لوه) بہ ڪنبيو، لرزش ۾ اَچيو وڃي؛ پوءِ اَزخود وڃيو عاشق کي وڍي.

§ ڪاتي تيز نہ هجي، ڀل تہ مڏي هجي؛ من ائين، محبوب جا هٿڙا، مون مٿان ڪجهہ وقت رهن.

١٧

اڳيان اَڏِنِ[1] وَٽِ، پوين سِرَ سنباهيا،
کات نہ پوين قبولَ ۾، مَڇُڻ[2] پائين گهٽِ،
متا مُهايَنِ[3] جا، پيا نہ ڏسين پَٽِ؟
ڪَلالڪي هَٽِ[4]، ڪُسڻ[5] جو ڪوپُ وَهي.

١٨

جي آتيئي سَدَ سُرڪَ جي، تہ وَنءُ ڪلالن ڪاڻي،
لاهي رَکُ، لطيف چئي، متو وَٽِ ماڻي،
لِڪُ[6] ڏيئي پِڪَ[7] پِيءُ تون، منجهان گهوٽ! گهاڻي،
جو وَرُ[8] نَہَ[9] وِهاڻي، سو سِرَ[10] وَٽِ سَرو[11] سهانگو*

١٩

جي آتيئي سَدَ سُرڪَ[12] جي، تہ وَنءُ ڪلالڪي هَٽِ،
لاهي رکُ، لطيف چئي، متو ماڻي وَٽِ،
سِرُ ڏيئي ۾ سَٽِ[13]، پِيءُ ڪي پياليون.

٢٠

جي آتيئي سَدَ سُرڪَ جي، تہ وَنءُ ڪَلالڪي ڪُوءِ[14]،
مَهيَنسر[15] جي مَنڌَ[16] جي، هُتِ هَڏِهين[17] هُوءِ،
جان رمز پروڙيم[18] رُوءِ[19]، تان سِرَ وَٽِ سُرڪي سَگهُڻي[20]§

٢١

جي آتيئي سَدَ سُرڪَ جي، تہ وَنءُ ڪلالڪي گهر،
وِڍڻ، چيرڻ، چِيرڻ، پَهتِ[21] اُنين جي پَرِ،
جي وَڻي پوئي وَرِ[22]، تہ سَهَنگي آهِ، سيڌ چئي.

٢٢

ناڻي ناهِ ڪَکُوهُ[23]، ڪي مُلهہ مهانگو مَنڌُ،
سنباهِجِ، سيڌ چئي، ڪاڻِ ڪارڻِ ڪَنڌُ،
هِيءُ تنين جو هنڌُ، مَٿن[24] پاسِ مَرَنِ جي.

٢٣

عاشق زهر پياڪَ، وِهُ[25] ڏسي وِهُسَنِ[26] گهڻو،
ڪڙي ۽ قاتلَ جا، هميشہ هيراڪَ،
لڳين لَڌِ، لطيف چئي، فنا ڪيا فِراقَ،
توڻي چِکَنِ چاڪَ[27]، تہ بہ آهَ نہ سلن عامَ کي.

٢٤

مَ ڪَرِ سَدَ سَري جي، جي تون ناڙين نُوهُ[28]،
پيتي جنهن پاسي ٿئي، منجهان رڳُن روحُ،‡

---

١- جمع اَڏيءَ جو ٢- مڇان ٣- ڪلڻ ٤- ڪلال جي هٽ تي (يعني ڪامل مرشد جي حضوريءَ ۾) ٥- قهر ٦- ڳيت ٧- يڪ ٨- نوجوان ٩- بيهوش ڪري ١٠- سر جي عيوض ١١- شراب ١٢- چڪو ١٣- سودو ١٤- گهٽي ١٥- شو مهراج، نشي جو ديوتا (يعني مرشد ڪامل، جو طالب کي حقيقي نشو ٿو ڏئي) ١٦- شراب ١٧- سدائين ١٨- ڳجهارت ١٩- طرح ٢٠- سڻي ڳڻ واري ٢١- چال ٢٢- حاصل ٿيئي ٢٣- شراب ٢٤- پاسي ۾ ٢٥- زهر، وڪ ٢٦- سرها ٿين، خوش ٿين ٢٧- هنجا زخم ڪڙن، سور ڪن ٢٨- برپٽ ۾ اُپرندڙ سهڻو ڀر ڪوڙو ٿل.

*جو شراب جوانن کي نهوڙيو يا غش ڪيو ڇڏي، سو سر جي عيوض بہ سهانگو آهي.

§ڳجهارت سمجهڻ سان پروڙيم تہ سر جي عيوض ۾ سرڪيءَ جو سودو نفعي وارو آهي.

‡جنهنجي پيڻ سان رڳن مان ساه يا پران نڪريو وڃي (يعني پيئندڙ فوت ٿيو وڃي).

ڪاڻي[1] چڪ ڪڪوهه، لاهي سِر، لطيف چئي.

٢٥

سڌڙ يا شراب جون، ڪُهه[2] ٻڪارون ڪنِ؟

جُهه[3] ڪاس ڪلالن ڪِڍيا، ته مونيو ٻوءِ وڃنِ؛

ڀِڪون سي ٻِينِ، سِر جنجا سَت ۾.

٢٦

سِر جُدا، ڌَڙَ ڌار، دوڳ[4] جنين جا ديڳ ۾،

سي مَرُ ڪن ٻڪار، حاضر جن جي هٿ ۾.

٢٧

ديڳين دوڳ، ڪڙهن، جت ڪَڙئين[5] ڪڙڪو نه لهي،

لنئي طبيبن، چاڪ چِڪندا چِڏيا.

٢٨

سِپي سي گهُرنِ، جي واڻيندڙ[6] وچ ۾،*

اوءِ ڪي ٻيو ٻچنِ[7]، سرو جن سنباهيو؟

٢٩

اصل عاشق ٻنهجي، سِپي نه ساندين،

لاهيو سِرُ، لطيف چئي، ساهُ سَلهاڙيو[8] ڏينِ،

ڪُلهنئون ڪورينِ[9]، ٻچنِ[10] ٻوءِ ٻريتڻو.

٣٠

اصل عاشقن جو، سِرُ نه ساندڻ ڪم،

سَرِ سپنان[11] آڳرو، سَندو دوسان[12] دمُ،

هِيءُ هڏو ۽ چَمُ، پِڪ پِريان جي نه پڙي[13].

٣١

جي مٿي وٽ مڙن[14]، ته سيڪدهن سَدَ ٿئي،

سِر ڏني سَت جڙي[15]، ته عاشق اِئن اچن،§

لِدا[16] تي لَيَن، مُلهه مهانگا سُهرين.

٣٢

مُلهه مهانگو قطرو، سِڪڻ شهادت،

اَسان عبادت، نظر ناز پرين جو.‡

وائي

منڊ ٻئندي مون، ساڄن سهي سُڄاتو،

پي پيالو عشق جو، سيڪي سمجهيو سون،

پِريان سندي پار[17] جي، اَندرِ آڳ اَٽون،

جنڻ ناهي جڳ ۾، ڏينهن مڙيئي ڏون[18]،

اَلا! عبداللطيف چئي، آهين تون ئي تون.

---

١- بنيءَ لي، گنتي تي، يا شرابخاني لي ٢- چو ٣- جلهين ٤- سڏيون، گوشت جا ٽڪرا ٥- ڪڙاهين يا ديگين جو ٦- وراهيندڙ ٧- تيار ڪيو ٨- شامل ڪيو ٩- ڪلهن ڪان ١٠- وڍين ١١- سرن ڪان ١٢- دوستن جو ١٣- برابر ٿئي ١٤- سر جي عيوض ۾ ملن ١٥- سودو ١٦- پاڳ، نصيب سان ١٧- آگ ١٨ ۾.

*جي شراب وراهيندڙ (ڪامل شخص) آهن، سي سر تا طلبين.

§جي سر ڏيڻ سان سودو بحال ٿئي ته عاشقن جا ڪتڪ اچي ڪڙڪن.

‡شراب جو قطرو به وڏي بها وارو آهي ۽ عشق ڪرڻ آهي شهادت قبول ڪرڻ. عاشق معنيٰ بي سر. اسان جو فرض آهي عبادت ڪرڻ، پرينءَ جو ور آهي اسان لي ناز واري نظر اُڇاڻ.

## سر ڪلياڻ - داستان ٻئي جو سار

عشق جي بيماري، طبيبن جي علاج کان ٻاهر آهي. جي عاشق، پرينءَ جي نظر جا نهوڙيل آهن، سي سوريءَ تي بہ سرها آهن. سوري هنن لاءِ سيج آهي ۽ مرڻ مشاهدو. تيمهن اڙائڻ معنيٰ پاڻ کهائڻ. حقيقي شراب جو ملهہ اَڪت آهي. اُنهي سرڪي، جي سر ڏيڻ سان ملي، تہ بہ سستي ڇٽي. دوست جي صحبت جو هڪ دم بہ سؤ سون کان اَگرو آهي.

سڌرين جي مجال ناهي جو اُنهي پچار ڪري سگهن. آهي، ڪلال جي ڪاليءَ جو تاب نہ ٿا سهي سگهن. سچن پياڪن جو مرڪ آهي سر ڪاٽي، ماٽي اَڳيان رکڻ. ڪلالن وٽ سارو وقت ڪسڻ جو ڪوپ پيو وهي ۽ وٽن شراب بہ نسورو قاتل آهي، جنهنجي پيئڻ سان رڳن مان ساهہ نڪريو وڃي. عشق جي پچار اُهي ڪن، جنجا سر جدا، ڌڙ دار ۽ عضوا ديگ ۾ هجن.

•

## داستان ٽيون

١

اُتياري[1] اُتي وِيا[2]، مَنجهان مون آزارَ،[3]*
حبيبَ ني هَٿي وِيا، پِيڙا[4] جي پَچارَ،
طَبيبن تَنوارَ[5]، هَڏِ نہ وٺي هاڻِ مون.

٢

هَڏِ[6] نہ وٺي هاڻِ مون، وِهڻِ جي وِصالَ،
هِنَ منهنجي حالَ، حَبيبُ[7] ني هادِي[8] ٿِيو.

٣

حَبيب ني هادِي ٿِيو، رَهَنُما[9] راحتَ،
پِيڙا نِيائِين پاڻ سين[10]، لائي ڏِيهي لَتَ،
سُپيريان صِحتَ، ڏِنيمَ منجهان ڏُکندي[11].

٤

اُورِ[12] ڏُکندو اُوُ ٿئي، هادِي جنهن حَبيبُ،
تَہِ تفاوتُ نہ ڪري، تنهنکي ڪو طَبِيبُ،
رَهَنُما رَقِيبُ[13]، ساٿَرِ صِحتَ سُپِرِين.§

٥

ساٿَرِ صِحتَ سُپِرِين، آهي نہ آزارُ،
مجلسَ وِيَرَ مِٺو ٿئي، ڪوئِيندي[14] قَهارُ،
خَنجرُ لَنهن خوبُ هَٿي، جنهن سين ٿئي يارُ،
صاحبُ رَبُّ[15] سَتّارُ[16]، سوجهي رَڳُوُن ساهَ جون.

٦

رَڳُوُن تيون رَبابُ، وَڄَنِ وِيلَ سَيَڪَنهِين،

---

١- جاڳائي ٢- پاڻ نڪري ويا ٣- پيڙا ٤- مرض ٥- ڳالهہ ٻول ٦- مڪاميلو ٧- محبوب ٨- هدايت ڪندڙ، راه ڏيکاريندڙ ٩- وات ڏيکاريندڙ ١٠- لت هٿي ١١- بيماري ١٢- نرالو ١٣- نگهبان ١٤- ظالم ١٥- ستر يا پردو رکندڙ (ايشور) ١٦- پرکي، صاف ڪري، جاچي.

*معشوق منهنجي اَندر ۾ محبت جي پيڙا اُتاري، پاڻ نڪري ويا.

§محبوب وات ڏيکاريندڙ بہ آهي ۽ پرگهور لهندڙ بہ ۽ صحت لاءِ ٻيڻ اَڪسير دوا آهي.

لڇڻ، ڪڇڻ نه ٿيو، جانب ري جباب.*

سوئي سنڌيندم[1] سُڙ[2]، ڪيس جنهن ڪباب،

سوئي عين عذاب، سوئي راحت روح جي.

٧

سوئي راه رد ڪري، سوئي رهنما،

وَتُعِزُّ مَنْ تَشَاءُ، وَتُذِلُّ مَنْ تَشَاءُ.§

٨

ٻِرِ[3] ٻڇيائون، عشق جي اسباب[4] کي،

دارون[5] هن درد جو، ڏايو ڏسيائون،

'آخِرُ وَالْعَصر'[6] جو، اِئين اَٿائون[7]،

لهان پوءِ آئون، سڪان ٿي سلام کي.

٩

سڪين ڪه سلام کي، ڪرين ڪه نه سلام؟‡

ٻيا ڏر تن حرام، اِي ڏر جنين ڏيکيو.

١٠

مِنايان مِنو گهڻو، ڪڙو ناه ڪلام،

سُڪوڙُ[8] ٿي سلام، پِريان سنڌي پار جو.

١١

پِريان سنڌي پار جي، مِڙيئي مِنائي،

ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيٽ[9] ڪري.

١٢

جاڻي ٻُجهي جن، ٻُرسين سُور سنج[10] ڪئي،

ٿون ڪيئن سنڌيون تن، ٻرسين ٻجارون[11] ڪرين.

١٣

تو جدين جي تاس، تن ٻڻ آهي تِهنجي،

'فَاذْكُرُونِي اَذْكُرْكُمْ'[12]، اِي ٻُروڙج باس[13]،

هت ڪالي ڳڙ[14] واس، ٻُجهڻ ٻر ٻرين جي.

١٤

حبيبن هيڪار، منجهان مهر سڏ ڪيو،

سو مون سڀ جمار[15]، اورڻ آهوٽي ٿيو.

١٥

پاٻوهي هيڪار، مون ڪان ٻُجهيو سڄڻين،

اَلَسْتُ[16] بِرَبِّكُم[17]، چياٿون جنهن وار[18]،

سنڌي سور ڪنار، تن ڏاهڪون[19] نه لهي.

١٦

پاٻوهيو ٻُجڻ، ڪٿي هت حبيب جو؟

نيزي هيئان نيهن جي، پاسي پاڻ نه ڪن،

عاشق اَجل سامُهان، اوچي ڳاٽ اَچن،

١- مرهم رکي چٽائيندم ٢- نسورو ٣- ڳجهه ڳوه ٻر ٤- سبب جو جمع ٥- علاج ٦- سوره والعصر جو آخرين لفظ يعني صبر ٧- فرمايائون ٨- ماٺ ٩- هوش ڌاري، دل لائي ١٠- سڌٻڌ ١١- ڌارين يا بيگانن سان يعني اُنهن سان، جي عشق کان اَڻواقف يا ناآشنا آهن ١٢- ياد ڪريو مونکي ته مان به اوهانکي ياد ڪريان (قرآن شريف) ١٣- ڳالهه، سخن ١٤- زبان تي ميناج ١٥- سمرڻ، ڏور ڪرڻ ١٦- مشڪي ١٧- "ڇا، نه آهيان مان اوهانجو رب؟" ١٨- مهل ١٩- نوڪ، ڪنڊو.

*عاشق لاءِ لڇڻ آهي، نه ڪڇڻ؛ معشوق پاڻ خاموش (ري جواب) آهي.

§جنهنکي وڻيئي تنهنکي عزت وارو ڪرين، جنهنکي وڻيئي تنهنکي ذليل ڪرين. (ق ش)

‡محبوب جي سلام لاءِ ڇو ٿو سڪين؟ تون ڇو نه ٿو وڃي سلام ڀرين؟

ڪُسَڻُ قُربُ جَنِ، مَرَڻُ تَنِ مُشاهِدو.

١٧

ڪوني ڪُهي سُپرِينِ، ڪوني ڪُهڻَ ساڻُ،
نيزي هينان نيهُن جي، پاسي ڪِر مَ پاڻُ،
جُلُ[1]، وِڃائي جاڻُ[2]، عاشق! اَجَلَ سامُهون.

١٨

ڪونڙُ قربن جو، عين تَڙڻُ آهِ،
اِيَ اُلٽي ڳالهڙي، سڪَ[3] وَرَندي ساهِ،
آسَرُ[5] هَنِڌَمَ لاهِ، چِڙڻُ ڳَنڍَڻُ اُنِ جو.*

١٩

ڪُهَنِ تان ڪَرَ[6] لَهَنِ، ڪَرَ لَهَنِ تان ڪُهَنِ،
سيئي، ماءُ![7] مُهَنِ[8]، سيئي راحتَ روحَ جي.§

٢٠

ڪُهي سو ڪَرَ لَهي، ڪوني سو قَرِيبُ،
اِها عادتَ سِکيو، هَر زَمان حبيبُ،
تيئي سو طبيبُ[9]، سوئي راحتَ روحَ جي.

٢١

ڪُهَنِ ۽ ڪونِينِ، اِيَ پَرِ سندي سَڄڻين،
سُوريءَ چاڙهيو سُپرِينِ، ڏَنبَ ڏِهاڙي ڏيِنِ،
وِينا وِرهَ[10] وَڻِينِ[11]، آءٌ وائِوڙِ[12] يا! وِهاءُ[13] تون.

وائي

تيندو تَنَ طبيبُ، دارُون مُنهنجي دَردَ جو،
ڪِي ڏيندَم پاڄهَ جي[14]، اَچي شالَ عجيبُ[15]،
پِرينِ اَچي پاڻَ ڪيو، سندو غورُ غريبَ،
ڏُکندو سيوني ڏُورِ ڪيو، مَنجهون تَنَ طبيبَ،
اَديُون! عبداللطيف چئي، هاتڪُ[17] آهِ حبيبُ.

## سر ڪلياڻ - داستان ٽئين جو سار

جن کي عشق جي پيڙا لڳل آهي، تن کي طبيبن جو منهن ڏسڻ به نه ٿو وڻي. حبيب پاڻ ئي طبيب آهي. پاڻ ئي عذاب ڏيندڙ آهي، پاڻ ئي راحت بخشيندڙ. پاڻ ئي راهه رد ڪري، پاڻ ئي راهه ڏيکاري. عاشق کي صبر اختيار ڪرڻو آهي ۽ ڪسڻ قبول. سچا عاشق، اَجل جي سامهون اوچي ڳاٽ سان ٿا وڃن ۽ نيزي هيٺان پاڻکي هرگز پاسي نه ٿا ڪن. جيڪي محبوب طرفان عطا ٿئي، تنهن ۾ حڪمت آهي. جي ڪيس ياد ٿا ڪن، تن کي هو به ياد ٿو ڪري. جن کي ڪوني ٿو، تن کي ڪهي ٿو؛ جن کي ڪهي ٿو، تن کي ڪوني ٿو!

**"سر ڪلياڻ"**- ديپڪ راڳ جي اُن پٽن مان هڪ آهي ۽ سڀڄها ڪان پوءِ ڳائبو آهي. اُنجي ڳائڻ ڪري من کي آنند ۽ سک پراپت ٿا ٿين. 'ڪلياڻ' شبد جي معنيٰ ئي آهي سک يا شانتي.

---

١- هل، قدم وڌاءِ ٢- خودي، وجود ٣- سک يا عشق جي وراڻي ٤- اِهاڻ، سا ٥- آسرو، اُميد ٦- سماءُ، سڌ ٧- اي اَمڙ ٨- ويڍين، زخم ڪن ٩- وِڍ وجهي ١٠- ٻره، عشق جو آزار، فراق ١١- وراهين، ونڊين ١٢- اي وِڍيل يا عاشق ١٣- خريد ڪر، سودو ڪر ١٤- دوا، سنتي ١٥- دلبر ١٦- لباس، نظر ١٧- حاذق، ماهر.

*تون اُميد نه لاهه، ڇو ته اُنهنجو چڙڻ به ڳنڍڻ آهي؛ يا ڇو ته چڙڻ ۽ ڳنڍڻ اُنهنجي اختيار آهي.

§اي جيجل! اُهي جي ويڍين ٿا، سي جان جي راحت به آهن.

# سُر يمَنُ ڪَلياڻُ

## داستان پهريون

۱

توُن حبيبُ، توُن طبيبُ، توُن دَردَ جي دَوا،
جانِبَ! منهنجي جيءَ ۾، آزَرَ[1] جا اَنوا[2]،
صاحبَ! ڏي شِفا، ميان! مريضنِ[3] کي.

۲

توُن حبيبُ، توُن طبيبُ، توُن دَردَ جو دارُوُن[4]،
دَوا آهينِ دِل کي، تنهنجون تَنوارُون[5]،
ڪريان ٿي ڪارُون[6]، جئن ٻُڪي[7] پينئُون[8] نہ ٿئي.

۳

توُن حبيبُ، توُن طبيبُ، توُن ئي دَٿَنِ[9] دَٻُ[10]،
توُن ڏِئين، توُن لاهئين، توُن ئي هادي[11] رَبُّ،
آهر اي عجبُ[12]، جئن واريو ويجَ وِهارئين.*

۴

توُن حبيبُ، توُن طبيبُ، توُن دارُوُن کي دَردَنِ،
توُن ڏِئين، توُن لاهئين، ڏاتَرَ[13]! کي ڏُکندَنِ[14]،
تڏهين ڦِڪيوُن فَرَقُ ڪن، جڏهين اَمرُ[15] ڪريو اُنِ کي.§

۵

جانِ ڪي[16] ڪري طبيبُ، دارُوُن هن دَردَ جا،
هٿيو سي حبيبُ[17]، اکوڙيو اَڌَ ڪري.

۶

هَٿُ، حبيبَ! هڻُ ڪِٿي، تيڪِ مَ[18]، توروُ[19] لَهُ،
پِريَم! تنهنجي گهاءَ[20]، مَران نہ ماڻُ لهان.

---

۱- آزار، درد ۲- (انواع) نمونا، قسم ۳- مرض کان ڇوٽڪارو ۴- دوا ۵- منا سخن ۶- پڪارون، وس ۷- دوا، علاج ۸- بين کان ۹- ڪريلن (جن جي صحت بدنل آهي) ۱۰- دوا، مرهم ۱۱- رهبر، هدايت ڪندڙ ۱۲- موٽايو، ورايو ۱۳- اي ڏاتار ۱۴- مرض ۱۵- حڪم، آگيا ۱۶- جڏهن ڪي ۱۷- محبوب ۱۸- هڻاءِ نہ (ڪاٽيءَ ڪي) ۱۹- پلاٿي ڪر ۲۰- زخم سبب.

*اهو عجب آهر نہ توُن ڪئن نہ دنيوي طبيبن کي نااميد ڪري، واپس ٿو وارين.

§ دوائون، مرض ۾ تڏهين ٺيون ڦيرو آڻين، جڏهين اُنهن کي تنهنجو فرمان يا آگيا ٿي ٿئي.

٧

هَڻُ، حبيبَ! هَٿَ ڪٽي، دِل ۾ ڌ يري[1] دانهَن،
ڪُهان تان ڪڙڪَ ٿئي، صبرُ آئون نہ سَهان،
ڪنهن کي لائن چوان، تہ مونکي ماريو سڄڻين.

٨

هَڻُ، حبيبَ! هَٿَ ڪٽي، ٻنگان[2] لهي ٻاڻُ[3]،
ماڳهين مون مِنهُن[4] ٿئي، جهوليءَ وِجهان ٻاڻُ،*
اِنَ پِرِ[5] ساڃَن ساڻُ، مانَ[6] مُڪابلو[7] مون ٿئي.

٩

جت حبيبَ هَڻن، ناوُڪَ[8] پَري نيڻهن جي،
لَٿي طبيبن، وِجا[9] وِڃي وِسري.

١٠

هَڻين[10] جي حبيبَ! محبتي مُيا ڪري،
پُڇان ڪين طبيبَ، هوند گهائن سين ٿي گهاريان.

١١

چوري چِنگُ[11]، ٻَنگُ لهي، حبيبن هَنيوس،
ٻُجهان[12] ٻاڻُ لڳوس، ڪانارِيو[13] ڪَرَ ڪٽي.§

١٢

ڪانارِيا ڪُهڪَنِ[14]، جنين لوهُ[15] لڳن ۾؛
محبتَ جي ميدانَ ۾، پيا لالَ لُڇَن،
پاڻهين ٻَدَنِ پَٽيُون[16]، پاڻهين ڇڪيا ڪَنِ،
وَٽان واڍوڙِين[17]، رهي اَڇهي راتڙي.

١٣

رهي اَڇهي راتڙي، تن واڍوڙِين وَٽاءِ،
جن کي سورُ سرير[18] ۾، گهُتَ مَنجهاران گهاءِ،
لڪائي لوڪاءِ[19]، پاڻهين ٻَدنِ پَٽيُون.

١٤

اَڄُ پڻ ڪَنجهو[20] ڪَنجهي، واڍوڙِ[21] ڪيءَ مَنهِين[22]؛
ڄڻ[23] پڻ ڀِينِ[24] سَنجهي، هوُ پٽيُون[25] هوُ پَٽيُون.‡

١٥

اَڄُ پڻ کهڙي دانهَن، واڍوڙَ ڪيءَ مَنهِينءَ؟
وِيچ وِرائي ٻانهَن، چوري چاڪَ[26] نِهارِيا.

١٦

وِيچارا واڍوڙَ، سَدا شاڪرَ[27] سوُرَ سين،
تاڻين[28] مٿي توڙَ[29]، اوري ڪَنِ نہ آسرو.†

---

١- اُونهي، ڳجهي ٢- ٻنگ مان، پيچ يا ور مان ٣- تير ٤- بهانو، عذر ٥- اَهڙيءَ ريت ٦- شل ٧- مڪاميلو ٨- تير ٩- وديا (طبابت جو علم) ١٠- ديا ١١- ڪمان ١٢- ٻانيان تو ١٣- ڪان يا تير لڳل ١٤- ڪرڪن، ڪنجهن ١٥- تير ١٦- علاج ١٧- وڍيلن ١٨- اَندران ١٩- ماڻهن کان ٢٠- دانهن ٿي دانهن ٢١- واڍوڙن جي ٢٢- ڀُونگيءَ ۾ ٢٣- جڏهن ٢٤- نماشام ٢٥- (پٽيءَ جو جمع) لپريون ٢٦- گهاوَ، زخم ٢٧- راضي ٢٨- ڪشين، ستين ٢٩- آخرين منزل يا مقصد.

*مون لاءِ ٻاڻ بهانو نهي اَچي، جو مان ٻاڻ کي اَچي لنهنجي جهوليءَ ۾ وجهان.

§سمجهان ٿو تہ تير لڳو اَٿس، جو هو (تير لڳل) ڪر ٻيو ڪٽي.

‡جيئنو ٽيڪ سنجها اَچي ٿي اَٿن، تڏهن ٻہ اُهي ٿي لپريون پيا هڻن ۽ اُهي ٿي پٽيون پيا ٻڌن.

†هو آخرين منزل تائين يا توڙ تائين هلندا ٿا هلن ۽ اوريان ڪٿي ٻہ ٻيهڪ نہ ٿا ڪائين.

١٧

سَدا آهي سُورَ جي، وايون ڙِين وائي،
جيڪا اُتن مَنَ ۾، سَلَنِ نہ سائي،
اوڙَڪِ اُهائي، ڳوليو لَهَنِ ڳالهڙي.

١٨

سَگَهنِ سُدِ نہ سُورَ جي، گهايَلَ ڪيئن گهارِينِ،*
پيَلَ پاسو پَٽَ تان، وايون ڙَ نہ وارِينِ،
پَرَ ۾ پَچَنِ پرينءَ لَءِ، هَيءَ! هَنجُون هارِينِ،
سَچَڻَ جي سارِينِ، تن رويو وِهامي راتڙي.

١٩

سَگَهنِ سُدِ نہ سُورَ جي، تا رُنڪَن رَنجُورِي،§
پِيا آهن پَٽَ ۾، مَتِنِ ماهُورِي،
لگين لَنؤ، لطيف چَئي، سَدا جي سُورِي،
پِرِتِ جن پُورِي، تن رويو وِهامي راتڙي.

٢٠

آيَل! اُنِ نہ وِسَهان، هَنجُون جي هارِينِ،
آڻيو آبُ اَکِينِ ۾، ڏِيہَ کي ڏيکارِينِ،
سَڄَڻَ جي سارِينِ، سي نَکي روئن نہ چون ڪي.
وائي

ورسيا ويجَ ويچارا! دِل ۾ دَردُ پِرِيَنِ جو،
اُتيو ويچا! مَ وهو، وَڃو دَبَ ڪٽي،
ٻَڪي ڏيندا ٻاجهہ جي، آيا سُورَ ڏٽي،
آيا جيءَ جيارا، دِل ۾ دَردُ پِرِينِ جو.

## سر يمن ڪلياڻ - داستان پهرئين جو سار

محبوب (رب)، حبيب بہ آهي، طبيب بہ آهي. هو ئي دردمندن جو درد ميٽي ٿو سگهي. دنيوي طبيب جي هٿ جاء ناهي. ڪيون لڌهن اَثر ڪن، جڏهن سندس اَمر ٿئي. طبيب، عشق جي مريضن جو دارون تو ڪري تہ حبيب اُنکي "اَکوڙيو اَڏ" ڪيو ڇڏي. جتي حبيب تير تو هڻي، لتي طبيبن کي وديا ئي وسري وڃي. معشوق، جي ٻاجهہ ڪري، عاشق کي پنهنجي اُلفت جو تير هڻي تہ هو جيڪر ويڄن جا در ئي نہ پڇي. عشق جي گهايلن کي ڪو اَهڙو وِيڌ پيل آهي، جو هو پٽ ٻان پاسو ئي نہ ٿا وارين. هو ساري رات رويو ٿا گذارين ۽ پنهنجي آزار بنسبت ڪنهن سان چپ بہ نہ ٿا چورين. پرينءَ جي "پلاري پٽڪ" ئي هنن کي شفا ڏيئي ٿي سگهي.

---

١- پڇاڙيءَ يا آخر ۾ ٢- تندرست اِنسان، چڱن ڀلن ٣- ياد ڪن ٤- ڪرڪن ۽ ڪنجهن ٥- رنج ۾ گرفتار ٿيل، مريض ٦- ڳري بيماري (ڏٽيءَ طرفان آيل) ٧- دائمي درد ٨- پريت ٩- اي اَمڙ يا جيجل ١٠- لڙڪ، ڳوڙها ١١- دنيا، جهان ١٢- ورچيا، نااُميد ٿيا ١٣- درد جا مالڪ (ڏيندڙ ۽ لاهيندڙ).

*چڱن ڀلن کي درد جي سڌ نہ آهي ۽ نہ وري اِنهيءَ جي تہ گهايل ڪيئن ٿا وقت گذارين.
§تندرست اِنسان کي سور جي سمجهہ ناهي؛ آزار ۾ ورتل ڪرڪن ۽ ڪنجهن پيا.

## داستان ٻيو

۱

ڪَنَ طبيب نہ ڪُون، سُڌِ نہ لهين سوُرَ جي،

سانڍِ پنهنجا ڏَ[۱]ڏَرا[۲]، ڪَڏَ ڪٽي ۾ پوُن،

ڪانَ گُهرجي مؤن، حيالي هوتَنِ ري.

۲

ويڄنِ سين وائيءَ پيا[۳]، ڪِري نہ ڪياڙُون،

جي پَندِ[۴] پارياڙُون، تہ سِگهاني سَگها ٿِيا.

۳

ويڄنِ سين وائيءَ پيا، ڪِري ڪَنِ نہ پاڪَ،

اَگها اِنَ اهڃاڻَ[۵]، پسو! سوُرَ سِڃهاڻيا.

۴

آهي گهَٽو اَگهنِ جو، ڪَرسُ[۶] طبيبنِ،

ڪيو وَسُ[۷] ويڄنِ، تان ڪِريءَ[۸] ري ڪينَ ٿئي.

۵

اَگهاڻي سَگها ٿِيا، جي وينا وِت ويڄنِ،

ٿَرَسي طبيبنِ، چيٺي[۹] هوند چڱا ڪيا.

۶

پاڙي ويڄَ هُٿام، تان مون موُر نہ پُڇيا،

تيلاهين پيام، مورِيَسَرُ[۱۰] اَڪين ۾.

۷

هارِيا[۱۱]! ڏو هِري[۱۲]، ڪُچَهُ[۱۳] ڪايا[۱۴] سين ڪيو،*

ڪَرِنين جي ڪِري[۱۵]، تہ ڪون ڏَوانو ٿئين.

۸

جي پائين پرِينءَ مِڙان[۱۶]، تہ سِکُ چوران[۱۷] کي ذاتِ[۱۸]،

جاڳُڻُ جَشَنُ جن کي، سُکُ نہ ساري راتِ،

اُجهي ٻُجهي آئيا، وائي ڪَنِ نہ واتِ،

سَلي سوُريءَ چاڙهيا، ٻيان[۱۹] ڪَنِ نہ باتِ،

ڏوٿي ڪُسَنِ ڪاتِ[۲۰]، تہ ٻہ ساڳي سَانِ ڪينَ ڪي.§

۹

ڏٺي طبيبنِ، گهايَلَ گهران ڪَڍيو،

چڪيا چاڪَ[۲۱] چيهوُن[۲۲] ڪري، ڪَڙِيُون مور نہ ڪَنِ،‡

دونسهَ جي درسنَ سين، ٿئي ڏارُ[۲۳] ڏَمِنَ،

وِرچيو ويڄَ وَڃنِ، آءٌ[۲۴] تہ پِريَمِ اَبهان.

---

۱- ڏيپ ۲- ڌرلي ۳- واتِ پيا، سخن ڳالهايائون ۴- نصيحت ۵- نشان، سبب ۶- قياس، خيال ۷- ڪوشش، حيلو ۸- پر ۹- حيلا هلائي ۱۰- موليا، قلا ۱۱- نادان، مورک ۱۲- عادت ۾ پئي ۱۳- ناپرهيزي، ضرر ۱۴- جسم، بدن ۱۵- سگهو، تندرست ۱۶- ملان ۱۷- چورن جي ۱۸- رمز، روش ۱۹- هڪ ٻئي سان بڌجي، عذاب ڏيئي ۲۰- ڪات سان ۲۱- زخم ۲۲- چيروُن ۲۳- زخمن لئي ۲۴- آئان (بيماريءَ مان)، نؤبسو ٿيان.

*اي مورک! عادتن يا نفس جو مطيع بڻجي، تو پنهنجي سرير کي ڇيهو رسايو.

§جي پرينءَ سان ملڻ تو چاهين تہ چورن جي روش اختيار ڪر (جي ساري رات جاڳن ٿا ۽ سوريءَ تي چڙهندي بہ سڏي نہ ٿا ڪن).

‡چاڪ چيرون چيرون ٿيو پيا ڪڙهن ۽ مٿن ڪڙيون موُر نہ ٿيون، بڌجن.

10

وائڙن ويڻي ٿي، دوست پنهنجي در آئيو،
صحت جي سرير ۾، ڪلّ ڪرين پيئي،
پيڙ پري ويئي، اچڻ ساڻ عجيب جي.*

11

وڏي جن وڏياس، وري وڃ ٿي سي ٿيا،
ٽرت ٻڌائون ٻنيون، روڳ ڪيائون راس،
هينئڙا! لنئين پاس، گهار ته گهايل نه ٿئين.

12

هاريا ويڄ! مياس! سُڌ نه لهين سور جي،
پريان ڪي چونڊياس، ته ترس طبيبن ڇڏيو.

13

ويڄ! م ٻڪي ڏي! الا چڱي م ٿيان!
سڄڻ مان اچي، ڪر لاهو تي ڪڍهين.§

14

وهڻ ويڄن وٽ، جي سڪين ته سگهو ٿئين،
اڳين عادت مٽ، ته اگها! عاجز نه ٿئين.

15

هئين ته ويڄن وٽ، تون ڪٺن جيءَ جڏو ٿئين؟
سر ڏيئي ۾ سٽ، ڪه نه ڪيءَ ٻڙا؟

16

ڪنيس ڪوئڙن، تن طبيب نه گڏيا،
ڏيئي ڏنب ڏڏن، پاڻان ڏيل ڏکوئيو.

17

ترس طبيبن جو، جڏن ڪيو نه جاء،
جو ويڄن جي واء، داروُنئان تنهن دور ٿيا.

18

داروُن ۽ ڪاروُن، جان ڪي ڪيا ويڄ مون،
ٻڪي ڏيندا ٻاجهه جي، نهاري ناڙون،
جن جون سيڻ لهن سارون، تن تان ڏکندو ڏور ٿئي.‡

19

اگهن مڙي اڄ، ڪيو سڌ صحت کي،
ڏور، ڏکندا! ٻڄ، مهريءَ منهن ڏيکاريو.

وائي

اچي سار لهيج، ساجن سور ٽماري آئون ماري!
سور ٽماري جي مران، تان مون ڏوه م ڏيج،
ڏٻن ٻري هنڙا، دارون، دوست! ڪريج.

1. ڪرن يا لڳن ۾ 2- پيڙا، بيماري 3- هڪ ڏينهن ۾ 4- تندرست، نوبنو 5- اي هينئڙا! 6- وٽ 7- مان ميس 8- سار لهندڙ، ڪر لهندڙ 9- عيوض يا مٽ ۾ 10- چو 11- نيم طبيبن 12- سرير 13- پٽيءَ، هرگز 14- داروُنءَ يا دوا ڪان 15- دوائون 16- حيلا وسيلا، وس 17- ناڙ جو جمع (ناڙ=نبض) 18- قريب، پريتم 19- سنيارون، خبرون 20- اي مرض 21- دياوان دوست، صاحب فيض 22- تنهنجي.

*محبوب جي اچڻ سان مرض دفع ٿي ويو.

§اي طبيب! تون مونکي دوا نه ڏي؛ ڏٻي ڪري ته تندرست نه ٿيان. من اٿين منهنجو محبوب ڪنهن ڏينهن مون وٽ منهنجي سار لهڻ لاءِ پنهنجي اچي.

‡جن جي سار پريتم پاڻ تو لهي، تن تان پيڙا هٽيو وڃي.

## سر يمن ڪلياڻ - داستان ٻئي جو سار

دنيوي طبيبن کي حقيقي عشق جي مرض جي شناس ناهي. عاشق جي دوا، دوست جي ديدار ۾ آهي. پرينءَ کي ملڻ لاءِ عاشق ۾ چورن جون وصفون هئڻ گهرجن. چور، ساري رات جاڳندي ٿا گذارين ۽ ڪاٺ سان ڪسندي ٻه سهي نه ٿا ڪن. محبوب ئي مرض ڏيندڙ آهي ۽ پاڻ ئي اُنجو لاهيندڙ. ويڄن ويني، دوست در ۾ پيهي ٿو اچي ته عاشق جي جلدي جسم ۾ نئين جان اچي ٿي وڃي. ڪامل رهبرن جي هدايتن تي هلڻ ئي سچي ڪري آهي؛ اُنجي برڪت سان حقيقي صحت ٿي سري. اِنسان، نفس جي تابع ٿي، پاڻ کي پاڻيهي ضرر رسايو آهي. جي هو اڳين عادت مٽي، ته هوند ترت دائمي شفا حاصل ڪري. جنجي سڀرين سار ٿو لهي، تن تان ئي ڏکندو ڏور ٿو ٿئي.

•

## داستان ٻيون

١

هَيءَ هَيءَ! وَهي هاءِ[1]، مَنَ ۾ محبوبنِ جي!
جيرا جوشَ جَلائِيا، ٻُڪين ٻَري ٻاهِ!
ٻَسو مَچَ مَتاءِ، جي ويساهَ نه وِسَهو!*

٢

هَيءَ هَيءَ! وَهي هوءِ[2]، مَنَ ۾ محبوبنِ جي!
جيرا جوشَ جَلائِيا، ٻُڪين مُڪي ٻوءِ!
اَچي ٻَسو روءِ[3]، جي ويساهِ نه وِسَهو!

٣

ڪاندين[4] ٽاندين[5] ٻاٻرين[6]، ٻَهان مَرُ پيئي!
جيرا، جِگرَ، ٻُڪيُون، سيخُنِ ۾ ڏيئي!
ويڄڙيُون[7] ويئي[8]، ٿي وهيڻي سَڄڻين![9]§

٤

سَرُ[10] جو سَچيو[11] سَڄَڻين، ٻَرُ[12] پيڏيءَ[13] ڏيئي،
ڪانَ ڪَرنگهَرُ[14] ڪيِيو[15]، پَکَنِ سرِ پيهي![16]
جيرا، جِگَرَ، ٻُڪيُون، پاساڙا[17] پيئي!
ويڄڙيُون ويئي! ٿي وهيڻي سَڄڻين!

٥

سَرُ جو سَچيو سَڄَڻين، ٻَنگان[18] ٻاڻُ ٻَري،
وِچو وُجُودان[19] نِڪري، ڪَڙ ڪَڙ[20] ڪانُ ڪَري!
پُڇيو پيرَ ٻَري، ته ڪِ ٽَرِيو هَٿُ حبيبَ جو؟

١- پيئي هلي ٢- ڪوڪار ٣- روبرو ۴- ڪنديءَ جي ٥- ٽاندن تي ٦- ٻهر جي ٧- ويڄن کان ٨- ڳالهه وس کان ويئي ٩- اختيار ١٠- تير ١١- ڪشيو ١٢- آڏار ١٣- ڪرائيءَ جي هڏي تي ١۴- ٻاڻ ١٥- ڪرنگهو ١٦- پکن سوڌو ١٧- پاسريون ١٨- ٻنگ مان (ڏسو داستان پهريون، صفحو ١٢) ١٩- جسم مان ٢٠- تير جو آواز.
*جي منهنجي سخن تي اعتبار نه اچيئو ته اچي روبرو منهنجي مٿان مچ ٻرندو ڏسو.
§ويڄن جي وس کان ڳالهه ويئي ۽ محبوب جي هٿ وس ٿي.

٦

سُرُ جو سَچيو سَڄڻين، ٻيهَرَ ٻاڻُ پري،
چمڪيو[1] سو چوڻ مان، ڪڙڪڙ[2] ڪانُ ڪري،
جيرا، جگر، ٻُڪيوُن، لنگهي پيو پري،
لڳو جيءَ[3] جڙي[4]، ڏاٽيان[5]، ٽيرُ نه نڪري!

٧

سُرُ جو سَچيو سَڄڻين، سِيڱَ[6] منجهان سيلو[7]،
ٽنگرُ[8] ٽڪيو ڪينَ ڪي، پارِ لنگهيو پيلو[9]،
هڏڻ سين هيلو، جانبَ جيڏوئي ڪيو!

٨

ڏڪايو[10] ڏئين[11]، جيرو[12] اندر[13] جندڙي!
لڳي سيخ وُجودَ ۾، سندي نينهن نئين!*
مُشاهدي[14] تنهين، مون کي وِڌو مَچ ۾!

٩

پُڇُ پتنگن کي، سنديوُن ڪامڻ خبروُن،
اٽيو وجهن آڳِ ۾، جيءُ پنهنجو جي،
جيري جنين جي، لڳا تيزا نينهن جا!

١٠

پتنگ چائين ڀاڻ کي، ته اچي آڳِ اجهاءِ!
ڀڀڙ گهٽا ڀڃانيا، تون ڀڀڙ کي ڀڃاءِ!§
واقف ٿي وِساءِ، آڳِ، نه ڏجي عامَ کي.

١١

پتنگ چائين ڀاڻ کي، ته جيري[15] ڀُڙو[16] جاٽي!
تان تان تاٽيج توَ ڏي، جان آڳِ نه اجهاٽي!‡
وِسهُ[17] وِهاٽي[18]! آڳِ، نه ڏجي عامَ کي!

١٢

پتنگ چائين ڀاڻ کي، ڀسي مَچ ۾ موتُ!
سُهائيءَ سُپيرين[19] جي، گهڙُ نه ٿئين گهوٽُ!
اچا[20] تون اروٽُ! ڪُوڙي خبرَ نه لهين!

١٣

پتنگن پَرُهُ ڪيو، مڙيا مٿي مَچَ،
ڀسي لهسَ نه لڇيا[21]، سڙيا مٿي سَچَّ!†
سندا ڳچين ڳچَّ، ويچارن وچائيا.

---

١- چم چم ڪئي ٢- تيز رفتار، تک ٣- جان سان ٤- ڪُهي ٥- چڪيان ٦- ڪمان ٧- تير ٨- تير (ٽنڪار ڪندڙ) ٩- تير (هن بيت ۾ تير جا جدا جدا نالا آيل آهن) ١٠- ڏڪايو، مچايو ١١- ڏوٽيءَ کي ڦوڪي ١٢- مچ، آتش، باهه ١٣- وجود، جيءُ ١٤- ديدار، درشن ١٥- مچ يا باهه ۾ ١٦- جاٽي ٻجهي، ڏسي وائسي ١٧- اعتبار ڪر ١٨- اِجها گذري ١٩- جوت، پرڪاش ٢٠- اَڻ پڪل، خام ٢١- لڏيا يا پٺتي هٽيا.

*منهنجي جيءَ ۾ عشق جي نئين ميخ لڳي آهي.

§ ڀڀڙ (آگ) گهڻن کي پاڻ ۾ سمائي جلايو آهي، پر تون خود آگ کي پاڻ ۾ سمائي جلائي ڇڏ.

‡ جيسين ٻره جي آگ ديدار سان نه اُجهاٽي آهي، تيسين مچ ڏانهن ڪاهيندو هل.

† هو (پتنگ) مچ ڀسي ڪين لڏيا، پر هنن اگنيءَ روپي سچ مٿان پاڻ جلائي ڇڏيو.

١٤

چڙهيو چڪاسڻ چاءِ[1]، آڳ برندي آئيا،
وِهسڻ[2] واڙيءَ[3] ڦُلَ جئن، محبتي مچ لاءِ،
آڻي ٻاڻ اَڙاءِ، ڪڍي ڪُوري وچ ۾.

١٥

جي ڪِتو ڪَنُ ڪڏوُرَ[4] جئن، نہ ڇَڏي ساڻُ ڇِماءِ[5]،
آڻي آڳِ، اَدب جي، ٻاري جانِ جَلاءِ،
بُرقعان[6] اَندر ٻاريون[7]، ٻنهنجون سڀ ٻچاءِ،
لُڪَڻُ لنءُ، لطيف چئي، پَڌر هَڏِ م پاءِ،
متان لوڪ[8] لَکاءِ[9]، وصالان[10] وڃ ٻَٽي!*

١٦

اَچا ڪڏوُران[11]، ڪالهہ ڪڍياسون سڄڻين،
پڻ تاپائون[12] تڪڙو[13]، وحدت جي وَڏان،
محبتين متان، مچُ مُورائين نہ لهي!

١٧

ٻچائي ٻهاڻُ[14]، جن رساڻيو رُکَ کي،
تنين سندو جاڻُ[15]، آهي آڳڙينِ کي.

١٨

ڏنءِ ڏنءِ[16] ڏَمڻ[17] وار، اَچ پڻ آڳڙين جي،
ٻاري مچ مَجاز[18] جو، اوليائون آڳارَ،
ڏُوڏا![19] تيءِ مَڏار[20]، جِم ڪِچو رُکُ ڪَٺيوُن ٿئي.§

١٩

ڏُوڏا! تون نہ ڏَئين! آڳِ، اوڏو نہ وڃين!
اَلا جي عشق جا، سي تان تون نہ سهين!
اَيو اِئن چئين، تہ آئون آڳڙيو آهيان!

٢٠

سِرُ ساندان[21] ڪري، ٻُجهہ ڳهُرُ لهارَ جو!
ڏَکن هيٺ ڏري، مانَ گڏيئي رُکَ سين!

٢١

سَهين جئن ساندانڻ، ڏَکن متي ڏَکڙا!
وَهِ[22] وِڃائي ٻاڻ، ڏي ڏَٻائون[23] ڏَڳرين[24].‡

٢٢

هيءِ![25] ٻرا! اَڳارن، ٻڌاهين[26] ٻرن جي،†
هڪ ڪُوري ڪانئيا، ٻيو ڏُوڏي[27] منجهہ ڏَڳن،
پاٽان لُهارن، ميڙي رکيا مچ لئي!

---

١- چکيا ٢- خوش ٿين ٣- ولين جا سهڻا ۽ زرد گل ٤- هئني صبر ٥- جهڪو ڪر ٦- برقعي يعني اَندر ۾ ٧- روحاني منزلون ٨- معلوميت ٩- وصال ڪان ١٠- ويڇو ١١- ڪوري مان ١٢- ٽپايائون ١٣- واڌ ڪان ١٤- ڪچولوه ١٥- لهارن ١٦- ڏوڏيءَ جو آواز ١٧- ور ور ڏمڻ ١٨- مجازي محبت ١٩- اي ڏمڻ وارا (اي ڪچا طالب) ٢٠- پرزا پرزا ٢١- سندان ٢٢- عشق جي تک ٢٣- ڏک ٢٤- ڪاٺ جي ڳُرن کي ٢٥- هاءِ، اَفسوس ٢٦- ٻٽا ٢٧- ڏوڏي.

*لڪڻ ۽ عشق (لنءُ) کي هرگز ظاهر نہ ڪر، متان عام جي ڄاڻ ڪري وصل ۾ ويڇو ٿئي.

§اي ڏوڏا! ٻاهہ جي ٽئو کان ڊار يا ٻري نہ ٿيءُ، متان ڪچو لوهہ رهيون ٿي پوي.

‡عشق جي تک ۾ ٻاڻ وڃائي، اُلٽو متڙڪن کي مهميزون ڏي.

†اَفسوس آهي ويچارن اڳرن تان، جي دوبارہ (ٻہ دفعا) جلن ٿا.

٢٣

باريو اُجهائينِ، پرين اُجهايو بارنِ!

مون کي تا مارينِ، لُنّا[1] لهارن جا.

٢٤

اَڄ آڳڙيا آئيا، سوُڌا[2] سراٽي[3]،*

پياري پاڻي[4]، ليغوُن[5] کندا لکيون.

٢٥

اَڄ آڳڙيا آئيا، سائوُ[6] کي سڃاڻ،

لاهيندا موُرياڻَ[7]، رُکُ ڪَرِيندا پڌرو.

٢٦

ڪَٽُ ڪڙهي، لوهہ ٻري، ڏُودا جت ڏَڃنِ!

متر ڪن مُنهن ڪيا، سانداڻيون سَڪَنِ[8]،

اَڄ ٻڻ آڳڙين، ميڙو آهي مَڇ تي!

٢٧

سَرها ڏِٺم سي، جن ساڃاءَ[9] سِراڻِ سِينِ،

ليغَ تنين جي کي، ڪَٽُ نہ لڳي ڪڏهين.

## وائي

جيءَ جيارا ريو، جيءَ جيارا ريو، ڪين منهنجڙو هاريو؟§

پرينءَ جيءَ پچار، سيڻن جيءَ سنيا رَ، جَڏڙو جيءَ جيارا ريو،

اُجيو[10] لن عميق[11] مان، پرين پوَجَ[12] پيارِيو،

مرض مريضن تان، اِشاري ساڻ اُتاريو[13]،

ڪَرمَ ڪريمن جي مون کي، اُهڪيءَ مان اُڪاريو،

سنڌوُن مُنهن ڪري، سپرين! آئين نرمل[14] نور نهاريو،

سائلن[15] جِنھن سڏ ڪري، آئين طالبن کي تاريو[16].

## سر يمن ڪلياڻ - داستان ٽئين جو سار

عشق جي آگ، عاشق جا جيرا، جگر ۽ ٻڪيوُن جلايو ڪباب ڪيو ڇڏي. هر ساعت سندس زبان مان محبوب لاءِ "هاءِ! هاءِ!" ۽ "هيءِ! هيءِ!" جي صدا پيئي نڪري. محبوب جو هنيل تير، سندس وجود چيري ٿو ڇڏي. قريب جو ڪان، تاڻڻ سان ٻہ ٻاهر نہ ٿو نڪري. اِنهيءَ حال ۾ ٻہ عاشق اِئين پيو چوي تہ "پيو پير پري، نہ ڪہ ترِيو هٿ حبيب جو." عاشق کي پتنگ مثل مڇ ۾ ڪڏي ڪاهي پوڻو آهي. ڪامل رهبر لهار مثل آهي. جئن لهار، لوهہ کي تپائي ۽ ٽپي، اُن کي ڪٽ ڪان آجو ٿو ڪري ۽ آخر وڃيو اُن کي رُک جي صورت ڏئي، تئن مرشد ڪامل ٻہ پنهنجي طالب کي ڪاڙهي، خلط کان پاڪ ٿو ڪري ۽ آخر کيس سچو سالڪ بنايو ڇڏي.

---

١- ڇڻگون، اُلا ٢- شد يا ڪامل ٣- سراڻ وارا (سراڻ تي اوزار تکا ڪيندا آهن) يعني ڪامل ٤- پاڻي ڏيئي، جوهردار بنائي ٥- ترارين ٦- پلا اِنسان ٧- ڪٽ، زنگ ٨- ڪنبن ٩- سڃاڻپ، واقفيت ١٠- اُجايل ١١- اونهي ساگر (فيض جي) ١٢- جام، جهجهو ١٣- لاهيو، دفع ڪريو ١٤- صاف درشنيءَ وارا، پوري جوت وارا ١٥- سوالين، منگڻهارن ١٦- اُياڻن.

*منهنجي جيءَ ۾ جان وجهو ۽ منهنجو من ملول يا نااُميد نہ ڪريو.

§اَڄ ڪامل آهنگر (لهار) ۽ ماهر سراڻ وارا آيا آهن. اُهي ترارين کي پاڻي ڏيئي، آبدار ۽ تيز ڪندا.

## داستان چوٿون

۱

ايڪ پيالو! ٻه ڄڻا! عشق نه ڪري ايئن!
ليکيا[1] جي لِکڻ[2] ۾، سي قرب رسندا ڪيئن؟*
هُڻڻ[3] ڪيا هيڻن، وانجيا[4]، ٻَسُ! وِصال کان.*

۲

ايڪ پيالو! ٻه ڄڻا! عشق نه ايئن ڪري!
آئِي[5] سي ايڪ ٿيا، جي ڳَنا[6] نيڻهن ڳري،§
ڏوئي[7] ڏار ڏري، جُه[8] خُلت خنجر آئيو.

۳

ايڪ پيالو! ٻه ڄڻا! عشق نه ڪري اَڏَ!
لاءِ تان، ساعر![9] سَڏَ، ڪَيءَ جا قَوال[10] سين.

۴

جيڏانهن قاتل ڪوڙ[11]، اَکيون اوڏانهين ڪٺي،
وِهُ[12] لنين جي ووڙ[13]، جنين سانگ نه ساهه جو.

۵

اَکيون اوڏانهين ڪٺي، جيڏانهن قاتل ڪُلّ[14]،
مٿو ڪن نه مُلّ، ڦِڪ[15] برابر پانهنجو.

۶

قاتلَ ڪمائي ڪري، وِهُ ماکي جي ڪن،‡
وٽان ويهي تن، پيچ ڪي پيالون.

۷

هوندو هَڏِ مَ سَنڌِ[16]، لاءِ پياڪن پانهنجو،
ٻوڄَ[17] ٻيارج پَنهيڙا[18]، ويندا وٺيو ڪندِ[19]،
تہ هَٽَ تنهنجي هندِ، موکي![20] ڪو مانُ لهي.

۸

هوندو هَڏِ مَ رَڪُ[21]، لاءِ پياڪن[22] پانهنجو،
وٺي واٽاڙئن[23] ڪي، تان پياري ٻُرَڪُ،
سا لِڪَ[24] لهي تي لَڪَ، جا تو ايندي اُنِ سين.

۹

گهَٽِنِ[25] ۾ گهُٽڪنِ[26]، وَٺيوُن پينِ وِهه گاڏيُون[27]،
برخيز بده ساقي![28] پيار کي پرين،
ڪين نه ٻرچن[29]، مت لڪياڙون مجهيان.

۱۰

آئي اَنرُ واءِ[30]، موکيءَ مت اُپٽيا[31]،

---

۱- ڳڻيا ۲- حساب ۳- هستي ۴- محروم ۵- ڳري ۶- چنبي ۷- ٻيائي ۸- محبت ۹- شاعر ۱۰- راڳيندڙ ۱۱- ڪروڙن جا قاتل ۱۲- زهر ۱۳- ڳولا ۱۴- ڪل دنيا جا قاتل يعني لياڳي ۱۵- سرڪي ۱۶- سانڍ ۱۷- جام ۱۸- پانڌيڙا (طالب) ۱۹- ڪمارو ۲۰- شراب وڪڻندڙ ۲۱- موجود شراب ۲۲- پيهندڙن ۲۳- واٽهڙن ۲۴- ذري ۲۵- نڙين ۲۶- گهٽڪا کائين ۲۷- گڏيل ۲۸- اٿ، ڏي اي ساقي! ۲۹- سرڪين سان ۳۰- انر جي هوا ۳۱- کڙايا.

*جي ڳڻڻ ۾ ٿا اَچن، سي محبوب جي حضوريءَ ۾ ڪيئن رسندا؟ ڏس ته هٺن کي لِنهيءَ ريت ٿي خوديءَ وصال کان محروم رکيو آهي.

§جي عشق جي اُڙيءَ ۾ اَڙيا، سي رجي (معشوق سان) هڪ ٿي ويا.

‡اهي ڪامل، جي ڪشالا ڪري، زهر کي به ماکي ڪيو ڇڏين، تن وٽان وڃي وٺيون پيءُ.

١١

مَتارا تنهن ساءَ[1]، اَچن سِرَ سَنباهيو.

١١

وجهج واٽاڙُن تي، ميخاني[2] جي ماڪَ[3]،
ٽيمدي سُڌ سيڪنهين، هنڌ هنڌ پوندي هاڪَ،
پِره[4] جا پياڪَ، جُ سي اَگڻ آئيا.

١٢

جُ سي اَگڻ آئيا، نہ سَرو[5] ڪندا سُبح،
سائي ٽيمدين اَچ، هي پيتو! هو آڻ ڪي!*

١٣

موکي چوکي[6] نہ ٿئي، اصل اوڇي[7] ذاتِ،
وَٽيون ڏيئي واتِ، مَتارا[8] تنهن ماريا.

١٤

مَتارا مري ويا، موکي! تون نہ مَرِين!
ڪيهيءَ[9] پِرِ[10] پَرِين[11]، ڏُکي! ڏاتارن[12] ري؟

١٥

مَتارا مري ويا، موکي! تون بي مَرُ،
تنهنجو ڏوسُ[13] ڏمرُ، ڪونَ سهندو اَنِ ري!§

١٦

سَري ڪين ڪيونِ، ويڻَ[14] موکيءَ جي ماريا!
ڪو جو سخن ڪلال جو، پِٽي[15] تي پيونِ!
ٿهان پوءِ ٿيونِ، مرڻ مَتارنِ کي!

١٧

اَڃا ڪوري ماٽَن[19]، مٽ[18]، ڪُنڊا[17]، ڪَٽَ[16] گهڻا،
لاهي ويهہ مَ لاڳَ[20]، موکي! مَتارنِ جا.

١٨

ڪَنڌ[21] ڪَٽارو[22]، مُنهن وٽي، عادت سندين اِيَّ،
لنين لِڪُون ڏنيون، جُنبي[23] منجهان جيّ،
سرو تن سَبيّ[24]، جَن حاصل ڪيو حال[25] ڪي.‡

١٩

موکيءَ مَٽو نہ گهُريا، وِهُ نہ وِهائيا،
سُرڪيءَ[26] ڪاڻ، سيّد چئي، اُتي ٿي آئيا،
جي ڳالهين ڳنگهائيا[27]، تن ٻَنَنِ پاسي ٻُنيون[28].

---

١- سواد، لذت ٢- شراب خاني ٣- شراب جي ٻُوند ٤- پرڀات ٥- شراب ٦- شريف، چڱي ٧- خسيس، نيچ، ڪميڻي ٨- جڳ پياڪ (طالب) ٩- ڪهڙي ١٠- ريت، طرح ١١- گذر ڪرين ١٢- سخاوت جي صاحبن ١٣- دوش، عتاب ١٤- سخن، عتاب ١٥- پٽي تي پوڻ = دل ۾ چڀڻ يا اثر ڪرڻ ١٦- ڀٽي ١٧- هنڌ يا آستان تي ١٨- مٽيون ١٩- وڏا مٽ ٢٠- لاڳاپو، آسرو ٢١- ڪنڌ يا گردن تي ٢٢- خنجر ٢٣- جوش ۽ جولان ۾ اچي ٢٤- جام، گهڙو ٢٥- بيخودي ٢٦- ڳاهٽ ٿيا ٢٧- ٿاريا، محو ڪيا ٢٨- قبرون.

*هنن کي اَهڙي اُڃ هوندي، جو اَڃا هي (حاضر شراب) پيتو ناهي تہ چوندا: "اَڃا ڪي آڻ".

§تنهنجو عتاب هنن کان (طالبن کان) سواءِ ٻيو ڪونہ سهندو.

‡اُنهن لاءِ سرو (شراب) مٺُو آهي، جي بيخوديءَ يا وجد واري حالت کي رسيا آهن.

٢٠

سِرُ ڏيئي سَتِ[1] جوڙ، ڪنهن پَرِ ڪلالن سين!

ڪاني ڪَرِتُ[2] ڪپار ۾، خنجرُ آڻي ڪوڙ!

مرڻان مُنهن مَ موڙ، وَٽي ٿي وڏِ لهي!*

٢١

وَٽَ[3] وَٽَ وٽيءَ ۾، مَٽَ مَٽَ مَنڌُ[4] پيو،

قدر ڪيفَ ڪلال جو، پياڪَن پيو،

اَڄ دُرسُ[5] دڪان تي، ڪَنڌَ قبول ڪيو،

سُرها سِرُ ڏيو، ڇَڪَن سُرڪَ سيّد چئي.

٢٢

آئِي ٿي اَگارَ[6]، ڪامي ڪِردارن سين!

پَسِين سي پِتارَ[7]، پُرُ[8] پيتوءَ جن سين.

٢٣

ڪلالڻيون ڪاءِ[9]، مَتِ[10] نه سگهين مون هِنئان!§

روئندي رات وِهاءِ، ڇِڪائيندي ٻنيون!

وائي

دوسُ[11] پيهي در آيو، ٿيو ملڻ جو ساعيو[12]،

ڏينهين پڇاڙون آڻي اسان ڪي[13]، مولي مُحب ملايو،

ويو وڇوڙو، ٿيو ميلاپو[14]، واحد واهُ ورايو،

هو جنهين جو ڏَسُ ڏُوراڏو، اوڏو اَڄ سو آيو،

عبداللّطيف چئي، اَڇِي[15] عجيبن پاڻ[16] فَضلُ فرمايو.

## سر يمن ڪلياڻ - داستان چوٿين جو سار

عشق جي معاملي ۾ دوئيءَ جو حساب ناهي. خلت (محبت) جو خنجر خوديءَ کي کهيو فنا ڪيو ڇڏي. عاشق ۽ معشوق هڪ ئي هستي آهن ۽ محبت جي سرڪي به هڪ ئي پيالي مان ٿا پيئن. جدا جدا جام ورتائڻ، شاعر ۽ قوال جو مرڪ آهي، نه عاشق ۽ معشوق جو. مرشد ڪامل يا پورن گرو 'ڪلال' يا 'موکي' آهي، جنهن وٽ زهر جهڙو شراب موجود آهي. افسوس جو اَڄ اُنهن سچن پياڪن (متارن) جو قحط آهي، جي مٽن ڪاڻ سان سر سنباهي اَچي موکيءَ وٽ مڙن. جن کي حقيقي شراب جو شوق آهي، سي پڪن سان نه ٿا پرچن، پر هر وقت مٽن جي تار ۾ آهن. شراب جي طالب کي ڪپار ۾ ڪرت وجهي، "ڪلال" سان وهنوار رکڻو آهي. "مرڻان منهن م موڙ، وٽي ٿي وڏ لهي."

---

١- سودو ٢- وڏي ڪارائي ٣- لذت، سواد، قسم ٤- نشو، خمار ٥- درست، سچ پچ، برابر ٦- خريدارن (سچي عشق جي) ٧- ڪامل شخص ٨- خوب، پوَ ئي ٩- ڪلالن کان ١٠- نصيحت ١١- دوست ١٢- سعيو ١٣- کان پوءِ ١٤- وصل جي هير ١٥- ڏورانهون ١٦- نوازش، عنايت.

*مرڻ کان منهن نه موڙ، ڇو ته حقيقي شراب جي وٽيءَ جو ملهه، سر جي ٻها کان سرس آهي.

§اي منهنجا هنئان! تون ڪلالن کان ڪا نصيحت نه ٿو سکين، جي ساري رات ٻنيون ڇڪائيندي، اکين مان آب پيا وهائين.

## داستان پنجون

۱

صوفي سالم[1] سي ويا، جي اَکٿر[2] سين اَڏيار[3]،*
باري[4] بارِندنِ[5] کي، آهي اويسار[6]،
پِريان سين پهڪار[7]، رنديءَ[8] رساڻي[9] ڪيا.§

۲

صوفيءَ سيرُ سين ۾، جئن رڳن ۾ ساهه،
سا نه ڪري ڳالهڙي، جئن پويون[10] پروڙي پساهه،
آهِس[11] اِيءَ گناهه، جي ڪا ڪري پڌري.

۳

ڏِني[12] ڏُکويا، اَڻ ڏِني[13] راضي ٿيا،
صوفي تي ٿيا[14]، جئن ڪِينَ[15] ڪنيائون پاڻ سين.

۴

صوفي لاڪوفي[16]، ڪونَ پاڻئيس ڪيرُ[17]،
منجهيان[18] ٿي منجهه وڙهي[19]، پڌر ناهِس پيرُ،
جنين ساڻس وير، ٿئي تنين جو واهرو[20].

۵

صوفيءَ صاف ڪيو، ڏوئي ورق وُجوُد جو،
تهان پوءِ ٿيو، جيئري پسڻ پرينءَ جو.

۶

صوفي چائين[21]، سَڏَ ڪرين! صوفين اِيَ نه صلاحَ[22]،
ڪاٽي رک ڪُلاهَ[23]، وجهه اچلي آڳ ۾.

۷

جي ڪُلاهَ رکين ڪندتي، نه صوفي سالم[24] ٿيئين،
وِه[25] وٽي همت ڪري، پُر پيالو پيئي،
هند تنين جو هيءَ، جن حاصل ڪيو حال[26] کي.

۸

جُسي[27] ۾ جَبّار[28] جو، خَفي[29] خِيمو[30] کوڙ،
جَلّي[31] لون زبان سين، چار ٿي پهر چور[32]،
فڪر[33] سين فُرقان[34] ۾، اِسم اعظم[35] ڏور،
پيا در وجهي مَوڙ[36]، اِيءَ اَمُلَ[37] اِتائين[38] سَمجهي[39].

۹

عالَم آئون[40] ساڻ، پِريو[41] تو پيرَ ڪري،
پاڻ نه آهي جاڙُ[42]، مانديءَ مَنڊُ پکيڙيو.

---

۱- سلامت ۲- خلق ۳- گوشو ڪندڙ ۴- راند (عشق جي) ۵- راند ڪندڙن ۶- نه وسرندڙ ۷- صلاح ڪندڙ ۸- مستيءَ (محبت جي) ۹- پهچايا ۱۰- پويون پساهه=ذڪر مٿي آڻڻ ۱۱- ڪيس آهي ۱۲- ڏيڻ سان ۱۳- نه ڏيڻ سان ۱۴- تهڏڪري ۱۵- ڪجهه نه ۱۶- لامذهب ۱۷- سمجهيس ۱۸- اندر جو اندر ۾ ۱۹- نفس سان جنگ ڪري ۲۰- مددگار ۲۱- چوائين ۲۲- مرڪ ۲۳- ٽوپي ۲۴- سچو ۲۵- زهر جي ۲۶- روحاني مستي ۲۷- وجود ۲۸- ڌڻي ۲۹- ڳجهو ۳۰- تنبو ۳۱- ظاهر ۳۲- هلاءِ ۳۳- ڌيان ۳۴- قرآن شريف ۳۵- ڌڻيءَ جو اعليٰ نالو ۳۶- ڳول ۳۷- بي بها مولي ۳۸- هتان ئي ۳۹- حاصل ٿئي ۴۰- اهنڪار ۴۱- گهومائيون ڪاٽي ۴۲- جادوگر

*منزل مقصود تي اُهي صوفي صحيح ۽ سلامت پهتا، جن خلق کان گوشو ڪيو.

§عشق جي مستيءَ هنن کي پرينءَ وٽ پهچائي، ڪين هن سان هم صلاح ڪري ڇڏيو.

١٠

طالِبُ ڪَثرَ، سونھن سَرُ، اِيَ رومِيءَ جِي رؤءِ،*

جنين ڏٺي جؤء، تنين ڪُھِيو ڪين ڪِي.

١١

طالِبُ ڪَثرَ، سونھن سَرُ، اِيَ رومِيءَ جِي راهُ،

ماڙھؤ اِتِ ڪِياءِ، مَنڊُ نہ پسين مَنڊيو!§

١٢

طالِبُ ڪَثرَ، سونھن سَرُ، رومِيءَ چيو آھي،

تاڙي جي لاھي، تہ مَنجھين مُشاھدو ٿئي.

١٣

طالِبُ ڪَثرَ، سونھن سَرُ، اِيَ رومِيءَ جِي رِھاڻِ،

پِھرين وڃائڻ پاڻَ، پوءِ پسڻ پِرينءَ کي.

١٤

طالِبُ ڪَثرَ، سونھن سَرُ، اِيَ جي رومِيءَ جِي راحت،

جنين ڏٺي سَٽَ، تنين ڪُھِيو ڪين ڪِي.

١٥

طالِبُ ڪَثرَ، سونھن سَرُ، اِيَ رومِيءَ جِي اوطاقَ،

جي پچي ڏَرُ فراقَ، تہ مَنجھين مُشاھدو ٿئي.‡

١٦

ظاھر ۾ زاني، فِڪرَ منجھہ فنا ٿيا،

تنين کي تعليم جي، ڪُڙہ اَندر ڪاني،

حرفُ حَقّاني، دَورُ ڪيائون دل ۾.

١٧

جن کي دَورُ دَردَ جو، سبق سوُرَ پڙھنّ،

فِڪرَ فُرھي ھت ۾، مات مُطالع ڪنّ،

پَنو سو پڙھنّ، جنھن ۾ پَسن پِرينءَ کي.

١٨

وسريوم سبق! پھرين سِٽَ نہ سنيران!

آڇا ھيءُ وَرَقُ، ھَيءَ! مُطالع نہ ٿيو!

١٩

ڪيو مُطالع مون، ھو جو وَرَقُ وصال جو،

تنھن ۾ توُن ئي توُن، ٻي لات نہ لکي جيتري.

٢٠

سا سِٽَ نہ سارين، اَلف جنھن جي اَڳ ۾،

ناحقُ نھارين، پنا پيا پِرينءَ لئي.

٢١

سا سِٽَ سارياءُون، اَلف جنھن جي اَڳ ۾،

"لَامَقصُودَ فِي الدَّارَيْنِ" اِن پَرِ اُٿائوُن،

١- ڪثرت (ساري سرشٽي) ٢- منھن، سر چشمو ٣- مولانا رومي، جنھنجي "مثنوي" ۽ "ديوان شمس تبريز" مشھور آھن ٤- متو ٥- رايو ٦- ڪتان ٧- چيو ٨- اَڳيان جو پردو ٩- سچ ١٠- برا، بدڪار ١١- ڪک، اَندر ١٢- تير ١٣- سچو، ايشوري ١٤- قرھي، تختي ١٥- پڙھن ١٦- اھا سٽ جنھنجو پھريون اکر 'اَلف' آھي يعني "اَلست بربکم" (ڇا، نہ آھيان مان اوھانجو رب؟) ١٧- سواء الله جي ٻنھي جھانن ۾ اُنھنجو مقصد ٻيو ڪو ناھي ١٨- چيائون.

*ايشور يا حق، حسن جو سر چشمو آھي ۽ ساري ڪائنات سندس ڳولائو آھي؛ اِھو رومِيءَ جو رايو آھي.

§ماڻھو ھتي ڪتان آيا؟ ھي سارو رچيل طلسم (مايا) نہ تو پسين!

‡جي فراق يا وڇوڙي (اَلڳ- ھستيءَ) جو در پچي تہ اَندر ۾ ئي ديدار حاصل ٿئي.

سَڳُرُ سونائُون، ٿيا رَسِيلا رحمانَ سين.

٢٢

ٿيا رَسِيلا رحمانَ سين، سَڳُرُ سونهين جي،

آئيُون تنين کي، وادايُون وِصال جون.

٢٣

اَکرَ پڙهي اَياڳِيا! قاضي تُنين ڪِياءِ؟

پيرئين ۽ پاندئين، ايڏان اِئن نہ آءِ!

اِنَ سُرکيءَ سند و ساءُ، پڇج عَزازِيل کي.*

٢٤

عاشق عَزازِيل، بيا مڙيئي سَدڙ يا،

منجهان سِڪ سَبِيلَ، لعنتي لال ٿيو.

٢٥

جو مون پڙهيو پاڻ لَيَءِ، سبقُ سابِقُ جو،

ڀرين سڄائر پانهنجي، نفسَ جو نِهو،

جِت عِرفانُ اَصلَ ۾، ٿي روحن روزَ ڪيو،

وري وَرَقُ پيو، گڏيم وَڏُ وصال جو.§

٢٦

اَکرَ چُئي، هيڪڙي، ٻهُوُن جي نہ ٻُجهن.‡

ڪوهُ ڪبو کي تن، سڄي سُٺائي ڳالهڙي.

٢٧

پڙهيو تا پڙهن، ڪَڙهن ڪين قُلوُب ۾،

پاڻان ڏوهُ چڙهن، جڻ وَرَقَ ورائين وِتَرا.

٢٨

پڙهيو پڙهيجانءِ، سبق اِنهيءَ سوُرَ جو،

ميمُ رکجانءِ من ۾، اَلف لَنهن اَکِيانءِ،

چِتان چوريجانءِ، اِها لات لطيف چئي.

٢٩

اَکر پڙهه اَلف جو، وَرَقَ سڀ وسارِ،

اَندرُ تون اُجارِ، پنا پڙهندين ڪيترا.

٣٠

جڻ جڻ وَرَقَ وَرائِين، تڻ تڻ ڏنو ڏوهُ،

لنهن ڪَهڙي ءَ ڪبو ڪوهُ؟ جي رهڙيءَ رهيو نہ سُهرين.

---

١- سوڙهو پيچرو ٢- ڳولي لڌائون ٣- راضي ٤- ٻاجهاري ڏٺيءَ ٥- ڳولي لهن ٦- نياڳا ٧- ڪٿان ٨- گهومائيون ڪائين ٩- خودي ڪرين ١٠- شيطان يا ابليس (جو سواءِ رب جي ٻئي ڪنهن اَڳيان ڪين نميو) ١١- ڪوڙي سڏ ڪندڙ ١٢- اَڪيچار ١٣- ڏڪاريل ١٤- سچو عاشق ١٥- اَلست جو سبق ١٦- آدي ١٧- خزانو ١٨- حقيقي علم ١٩- وڇوڙي ٢٠- گهڻا ٢١- تون پڙهج ٢٢- حضرت محمد ٢٣- الله ٢٤- چت مان، اندر مان ٢٥- تون چورج ٢٦- صاف ڪر.

*سارو جهان عزازيل کي لعنت تو هڻي، پر شاهه صاحب فرمائي ٿو تہ ”سچي عشق جي خبر عزازيل کان پڇو.“

§هاڻي اهڙو ورق وريو، جو سائينءَ جي وصال ڪان جا وٿي پيل هيم، سا ڳنڍجي ويئي.

‡هيءَ سولي ڳالهہ، جا هڪ اکر سان اُڪلي وڃي، سا گهڻي سمجهائڻ سان بہ نہ ٿا سمجهن.

٣١

كاتِبَ! لِكِين[1] جئن، لايو لامُ اَلف سين،*

اَسان سڄڻُ تئن، رهيو آهي روح ۾.*

٣٢

ڪوه[2] تو ڪاڳر ڪورئين؟ ويئو وڃائين مَسُ،

ڏورِ ٿيائين[3] ڏَسُ، اَڪَرَ جيائين[4] جُڙيا.§

٣٣

ٿهڙا ڇاليها نه ڇالِيهَ[5]، ڇهڙو پسڻ پرينءَ جو،

ڪهڙي ڪاتِبَ! ڪرئين، مٿي پنن پيهَ،

جي وَرقَ وارين ويهَ، ته اکر اهوئي هيڪڙو.

٣٤

تَنُ ڪُنڊي[6]، مَنُ حُجِرو[7]، ڪيمَ ڇاليها رَکُ،

ڪوه نه پوڄيو پوڄئين، اَنٿي پهر اَلَکُ[8]؟

ڪان ٽون پاڻُ[9] پَرکُ! سيڪنهن ڏانهن سامهون.‡

٣٥

سيڪنهن ڏانهن سامهون، ڪو هند خالي ناهِ،

اَحَدا[10] جي اُرَڪَ[11] ٿيا، سي ڪانئرَ ڪبا ڪانهَ؟

مُحبَّ مدجهين مَنَ مانهِ، مون اَجانڌيءَ[12] اُجهيو[13].

وائي ١

وَنڙيو هوسَ وڃن، وو! جهليان پليان، هيئڙو[14] نه رهي!

آئون جنين جي آهيان، ڪَڙي مَ ٿيان تن،

گهوريان گهٽي پَنئين[15]، سندي باجهه پين،

مَرُ مران، مارينِ مون، پرزا پرزا ڪن،

آئون ميائي گهوري، جي مان محب مِان.

وائي ٢

وسارج مَ ويڻَ، جوين ۾ ٿي ڏينهڙا.

اونيؤن[16] سهن لوڪ جا، وِهاڻيءَ[17] ٿيون ويڻَ،

اَصل اَسارِيُن[18] جا، سُتي وِيڙا[19] سيڻَ،

جيڏيون! جي مان وِسهو، نند مَ هيريو نيڻَ،

راتڙيؤن جاڳن جي، سي آئون ڪندڙي سيڻَ،

آڏيءَ رات اُٿي ڪري، جهل تون نِندان[20] نيڻَ.

١- لڪندڙ ٢- ڇو ٣- ٿيائين ٤- جتائين ٥- ڇاليهو=ڇاليهن ڏينهن جو روزو، جو صوفي رکندا آهن ٦- مسجد ٧- خلوت خانو، ايڪانت وارو آستان ٨- ايشور ٩- سڄاڻ، ڏس ١٠- هڪ الله، ڏٺيءَ ڪان ١١- غافل، اَلگ، ١٢- اَبوجهه، وسوڙيءَ ١٣- پروڙيو ١٤- دلڙي ١٥- نمونن سان ١٦- بي حيا ناريون ١٧- پرياڻ، پره ڦٽي ١٨- ويسلين ١٩- پريتم ٢٠- ننڊ ڪان.

*اي ڪاتب! جئن ٽون لام ۽ اَلف گڏ تو لکين يعني ”لا“، تئن اسانجو پريتم به اسان سان رليو پيو آهي.

§ ٿيائين اشارو پروڙ، جتان اکر جڙيا آهن يعني اَلله، جنهنجو پهريون اکر ”اَلف“ آهي.

‡ ٽون پاڻ سڃاڻ ته سيڪنهن جي سنمک صاحب پسين.

## سُر يمن ڪلياڻ - داستان پنجين جو سار

صوفي لاڪوفي (لامذهب) آهي. هو هن ڪثرت (خلق) کان ڪنارو ڪندڙ آهي ۽ سدائين پنهنجي محبوب سان همراز آهي. هو ڪائنات جي هر جزي ۾ وياپڪ آهي. هو قناعت جو صاحب آهي: ڏيڻ تي ناراض، نه ڏيڻ تي راضي. جو صوفي هئڻ جي دعوىٰ ڪري، سو سڀ سڌون ساڙي ڇڏي. مٿي تي ڪلاه رکڻ سان ڪو به صوفي ٿي نه ٿو سگهي. ظاهري ڪلاه کي مڃ ۾ داخل ڪرڻ گهرجي. هيءَ سر ٻئي هڪ ٿي نُور مان اُپن ٿي آهي. جن پاڻ وڃايو آهي، ٿن کي هي طلسم نه ٿو ڀلائي سگهي. محبوب حقيقيءَ جو مشاهدو چاليهن رکڻ ۽ ورقن ورائڻ سان نه ٿو ملي، پر قلب اُجارڻ سان. هيءَ ديهي ئي عبادتخانو آهي. پاڻ سڃاڻڻ سان ئي محبوب جو مشاهدو هرهنڌ ماڻي ٿو سگهجي.

•

## داستان ڇهون

١

داٺودي دَيوُن ڪري، رَنڪَن ڪونهي رنگ[1][2][3][4]،
گهوڙيءَ هيٺ اَينگ[5]، ڪاهيو پاڪَرئين هٽي[6].*

٢

داٺودي دَيوُن ڪري، رَنڪَن ڪونهي ڇيٽُ[7]،
گهوڙيءَ هيٺ سُڇيٽُ[8]، ڪاهيو پاڪَرئين هٽي.

٣

او قابِيلَ[9]! اَڪين ۾، لوڪي باري بانَ[10]،
اَيو اَگرايوُن ڪرين، ماڳِ[11]، هٽيو مَستانَ[12]،
جانبَ! تون زيانَ، اَڪين سين ايذا ڪرين!

٤

او قابِيلَ! اَڪين ۾، لوڪي لڪا تيِرَ،
ساجن! انهيءَ سِيگَ، سين؛ قَتيَءَ گهٽا فقيرَ،
ٻيو مَ مارج مِيرَا! تنهنجو ٻهريون ٿي پورو ٿيو.§

٥

او قابِيلَ! اَڪين ۾، تيِرَ لڪا لوڪي،
ساجن! اِنهيءَ سوُرجي، ڪَلَ نه آه ڪنهن کي،
مارين تو مون کي! ڇاڙهي لوهَ[13] لطيف چئي.

٦

او قابِيلَ! اَڪين سين، تيِرَ چلايو تو،

١- حضرت دائود جهڙو، وڏي شان وارو ٢- جلوا ٣- مسڪين ۴- رونق ٥- بي پرواه ٦- زره ڪٽندڙن کي ٧- سرت، خودي ٨- هوشيار ٩- حضرت آدم جو پٽ جنهن پنهنجي ڀاءُ هابيل کي قتل ڪيو هو (يعني قاتل) ١٠- ٻاڻ ١١- سنئون ١٢- پوري جاءِ تي ١٣- تير.
*هوڏانهن دائودي شهسوار (محبوب)، جلوا پيو ڏيکاري، هيڏانهن اسان فقيرن ۾ نه ڪي رنگ، نه رونق. هو بي پرواه شهسوار آهي ۽ پنهنجي خادمن کي گهوڙيءَ هيٺان لتاڙيندو وڃي.
§تون ٻيو تير نه ڇوڙج، ڇو ته تنهنجو ٻهريون ئي ڪانُ ڪافي آهي.

ٻيو مَرُ ماري سو، جنھنجو ڀڃيون ڀورو نہ ٿئي.

۷

جي ھو ٻاڻينِ ڪانُ ڪمانَ ۾، تہ سينو سِڄو رَکُ،[1]
منھن ۾ معشوقن جا، چاڪَ چَٽڪا چَکُ،[2]
سوري ٻانءِ مَ شڪُ، عاشقُ ٿِي تہ اُٻھِين.

۸

جي ھو ٻاڻينِ ڪانُ ڪمانَ ۾، تہ سينو سِڄو ڏيجِ،
منھن ۾ معشوقن جا، جھالُوُ[3] تي جھليجِ،
ڀاھان پَگِ[4] مَ ڏيجِ[5]، عاشقُ ٿِيُ تہ اُٻھِين.

۹

جي ھو ٻاڻينِ ڪانُ ڪمانَ ۾، تہ نَمِي[6] ڏج سِينو،
ڪجي نہ ڪِينو[7]، وچي دِرِ دوستن جي.

۱۰

ٻاڻي ڪانُ ڪمانَ ۾، ميان! مار مَ مون،
مون ۾ آھين تون، متان تنھنجو ئي توکي لڳي.

۱۱

ڪيو چڏين ڪانُ، ھَڏِ نہ ھَٽائين تا،*
ٿيا جي نيشانُ، تہ ڀرئين سان ڀورا ھئا.

۱۲

لورِي[8] جت لڳوم، اُتِ اِيو ئِي آھيان،
سورهُ[9] ٻرين سَندوم، مانَ ٻاجھائي[10] ٻيو ھَٽي!§

۱۳

محبّت جي ميدان ۾، عاشق! ٿِيُ آچارُ،[11]
سُمھان[12] سَلَ[13]، سيّد چئي، ڪَندَءِ تيرَ تمامُ،
ڪَھجِ ڪوم ڪلامُ، جِمَ دوسَنئُون[14] دُورِ ٿئين.‡

۱۴

محبّت جي ميدان ۾، اَچي ٻير ٻيانِ،
سِرَ ويڙھُ، ڏَڙُ ڏارَ ڏرڪُ، اي سينگار سَندانِ،[15]
ڏيندا مون ڏنانِ، مَتا محبوبنِ لِيءِ.

۱۵

محبّت جي ميدان ۾، ڪر پِڙاڏو پَٽُ،†
سِرُ سوريءَ،[16] ڏَڙُ ڪُنگرين، متان ڪُڇِين ڪَٽُ![17]
عشق نانگ نِھَتُ[18]، خبر ڪاڏن ڪي ٻوي.×

---

۱- ڀال ۲- زخم، عذاب ۳- پختو، محڪم ۴- پنني ۵- پير ٦- نمي، نياز سان ۷- بخيلي، بغض ۸- تير ۹- سوروير، پھلوان ۱۰- ٻاجھہ ڪري ۱۱- نشان ۱۲- سامھان، سدا ۱۳- سوراخ ۱۴- دوستن کان ۱۵- سندن ۱٦- ڪنگرن يا برجن تي ۱۷- ھرگز، ڪٿيءَ ۱۸- ننگو، بي حيا.

*تير گسايو تا چڏين ۽ ھرگز ٻاڻ کي اُن جو نشان نہ تا بنائين (ڪوڙن عاشقن ڏانھن اِشارو).

§من منھنجو دلبر دلبر مھر ڪري مونکي ٻيو تير ھڻي.

‡زبان سان ڪوبہ سخن نہ چئج متان ھڪاڄي محبوب کان ڀري ٿيڻو پوئي.

†محبت جي ميدان ۾ اھڙيءَ طرح عشق جو نعرو ھڻ، جو خود ميدان بہ پڙاڏو ٿي ٻوي. (رواجي طرح کليل ميدان مان پڙاڏو نہ نڪرندو آھي).

×عشق بي حيا ڪاريھر آھي؛ اِھا سڌ اُنھنکي، جنھنکي اِھو نانگ ڪَکي.

١٦

محبّت جي ميدان ۾، سِرَ جو سانگُ[1] مَ ڪر،

لاهي سِرُ لطيف چئي، اَڳيان دوستن ڌر،

عشق نانگ اَپَرِ[2]، خبر ڪاڏنِ کي پوي.

١٧

محبّت جي ميدان ۾، سِرَ جو ڪر مَ سانگُ،*

سوريءَ سُپيرينِ جي، چَڙهُه نه ٿئين چانگُ[3]،

عشق آهي نانگ، خبر ڪاڏنِ کي پوي.

١٨

محبّت جي ميدان ۾، ڪُڏي پَوُ ڪاهي،

چڏ آسانگا[4] اَرواح[5] جا، لاهوتي[6]! لاهي،

عشق نانگ آهي، خبر ڪاڏنِ کي پوي.

١٩

عشق نه آهي راند، نه ڪي ڪَسِ ڳيرُو،

جِيَ جُسي ۽ جانِ جي، ڳچي جو هيڪاندِ[7]،

سِسي نيزي پاندِ[8]، اَچل نه اَڏ ٿئي.

وائي

عشق تمام[9]، ٻره تمام، ووا! مٺن[10] اوُٺي[11] يارَ لوڪو!

سيجَ سُتي نُون جهَپَ[12] نه آوي، نيڻين ننڊ حَرامُ،§

راتيان جاڳڻُ، صاحبُ سنڀالڻُ، اِي فقيراندا[13] ڪامُ[14]،

مَتِ عقلَ دي مُنجهه گئي، آيا عشق اِمامُ[15].‡

## سر يمن ڪلياڻ - داستان ڇهين جو سار

محبوب، دائودي شهسوار آهي ۽ عاشق هڪ نماڻو ۽ بيحال رنڪ. معشوق ڪمال بيپرواهيءَ سان عاشق کي گهوڙي هيٺ لتاڙيندو وڃي. سندس اکين ۾ ڦهري تير آهن، جن سان فدائي فقيرن کي ڦٽيو ڇڏي. عاشق کي گهرجي ته سينو سپر ڪري، محبوب جا باڻ، صبر ۽ چوج سان سهي. ڪوڙا عاشق هن جي تاب اَڳيان جٽي نه ٿا سگهن. عشق ۾ هڪ نسورو ڪارهر آهي، جنهنجي "خبر ڪاڏن کي پوي". عشق ڪا راند ناهي، جا ڳيرو ڪري وٺن. هتي سر سهسائڻ اَول شرط آهي. جن عاشقن محبت جي ميدان ۾ پير ڌريو آهي، تن سوريءَ لي سر ڏنو آهي. عشق آهي نسوري شهادت. عاشق جو ڪم آهي "ارواح جا آسانگا" لاهي، محبت جي ميدان ۾ پير ڌرڻ. فقير جو ڪم آهي راتيون جاڳي، صاحب سنڀالڻ.

---

١- سانگو، ويچار ٢- بي حد ٣- تندرست ٤- آسرا، اميدون ٥- جان، زندگي ٦- اي لاهوت جي منزل وارا فقير! ٧- ميلاپ ٨- نوڪ ٩- پورن ١٠- مان ١١- لٽي، مٺي ١٢- ننڊ ١٣- فقيرن جو ١٤- ڪم ١٥- رهبر، مهندار.

*محبوب جي ليار ڪيل سوُريءَ لي چڙهي، شهادت قبول ڪر ته سچي صحت حاصل ٿيئي.

§سيج لي ستل کي ننڊ نه ٿي اچي، هن جي نيڻن لاءِ ننڊ حرام آهي.

‡عقل جي مت منجهي ويئي، جڏهن عشق رهبر آيو.

## داستان ستون

١

عاشقن الله، ويروتار نہ وسري،
آہ ڪريندي ساھ، ڪڏھن ويندو نڪري۔*

٢

عاشقن آرام، ڪڏھن تان ڪون ڪيو،
طعني ڪيا تمام، حبيبائي هيڪڙي۔

٣

عاشق ائين نہ ھون، جئن تون سڃي اکڙين،
وڃي در دوستن جي، رت ڏھائي روُن،
پي پر ڪنھين نہ پون، ماڪر محبوبن سين۔

٤

جان عاشق مٿي رت، تان دعوا ڪري مڙنيھن جي،§
سائو مُنھن، سوُنھن گھي، سِڪ اي شرط،
نڪي گوڏ گرت، مٿا سر سوُدا ڪري۔‡

٥

آيا تہ منجھان، ڪک ڇني رت نڪري!
منھن ۾ محبوبن جا، ڪئن جھليندين گھاءَ؟
سو تون ڪُھاڙيا، سِڪ جون سدون ڪرين؟

٦

سِڪ ائين نہ سَٺ، جئن لِکيو لياڪا پائين،
پُٺي پريان جي نہ ٿئين، مٿي اگڻ اَڌ؟
اِيَ پڻ ڪوڙي سَٺ، جئن ڪليو ڪايو سمھين،

٧†

سِڪ ۽ سوري، ٻئي اکر هيڪڙي،
وھڻ وانڙين تي، ڪارڻ ضروري،
ٻنھي جي ٻوري، جيءَ ڏني رِيَ نہ جُڙي۔

٨

جيڪي سِڪ سِڪ، ناٺ پَس سِڪندئين،×
پاسي لنين مَ لِڪ، نينھن نہ سُھاڻن جي۔

٩

عاشق! معشوقن جي، وٺي وئہ ڳري،

---

١- هميشه، سديو ٢- فنا ٣- حبيبن يا محبوبن جي ٤- لڳين ٥- قبول، آنگيڪار ٦- ويٺي ٧- ڪمر، چيلھ ٨- ناٹو ٩- لڳڻ سان ١٠- جھاليون ١١- يا تہ ١٢- نہ تہ ١٣- سڪندڙن ڪي ١٤- گھٽي، گلي۔

*ڪڏھن عشق جي آہ ڪندي، سدن جان نڪري ويندي۔

§جيسين عاشق جي جسم ۾ رت آهي، تيسين عاشقيءَ جو دم هڻڻ نہ گھرجيس۔

‡ڪمر ۾ ناٹو ٻڌل ڪونهيس، پر هو سر جو سودو تہ ڪري۔

†سڪڻ ۽ سوُريءَ ٻئي اکر ''س'' سان شروع ٿا ٿين. عاشقن کي محبوب ڪاڻ، وانن تي وھڻ لازم آهي. سڪڻ ۽ سوُريءَ (ٻنھي) جي پورائي، سواءِ سر ڏيڻ جي نہ ٿي ٿئي۔

×يا تہ سڪڻ جي رمز سک يا تہ سڪندڙن جو هلي ديدار ڪر۔

جَمَ ورچي ڇڏئين، سَندي دوست دَري!
ڏيندا ٻُڪي ٻاجھہ جي، ويندء نَپَ نَري،
اَسان ٿان نہ سَري، تو ڪئن سَري سپرين؟

١٠

عاشقَ! معشوقن جو، وٺي ويھج سَيرُ[١]،
اَچي پڇندء پاڳهين، پرينِ پري پيرُ،
پلاڻ سندو پيرُ[٢]، رهبرُ ٿيندء راهَ ۾.

١١

عاشقَ! معشوقن جو، وٺي ويھج دَرُ،
اَچي پڇندء سُپرين، لهندء سار سَيرُ[٣]،
پلاڻيء جو پَرُ[٤]، رهبرُ ٿيندء راهَ ۾.

١٢

عاشقَ! معشوقن جو، وٺي ويہ دڪاڻ[٥]،
پڇ پيش پرينِ جي، پَٽيء[٦] وجھي پاڻ،*
تہ لون لنئين ساڻ، سدا رهين سُرخُرو[٧].*

١٣

عاشقَ! معشوقن جو، وٺي ويھج گهٽُ[٨]،
جمَ ورچي ڇڏئين، موڪيء سندو مَٽُ،
ڪري سَرَ جي سَٽُ[٩]، پيچِ ڪي پيالئون.

١٤

عاشقَ! معشوقن جو، وٺي ويھج رَندُ[١٠]،
پيار يندء پاڳهين، مَيخاني جو مَندُ[١١]،
ڪيمَ ڪيج ڪند، اوڏو ٿي اُنِ ڪي.

وائي

سُپيريان جي سونهن جي، ڳالهہ ڪيئن وڃي؟§
وڃي دَر دوستن جي، سوريء سِرُ هَڃي[١٢]،
عاشقَ اَنگُن[١٣] چڙهيا، پيو سيڪو پَڃي،‡
پڇج پوء پرينٺون[١٤]، پهرين سِرُ سَڃي،
عاقِلَ ٿي اوچون[١٥] ٿيا[١٦]، پورو ڪين پَڃي.†

١- لنگهہ ٢- پندار ٣- بلوان، شڪتيوان ٤- ست، جوهر ٥- دڪان، هٽ ٦- پلاند، ڪپڙو ٧- مان يا عزت وارو ٨- گهٽيء جو منهن ٩- سودو، نذرانو ١٠- وات، رستو ١١- شراب ١٢- هڻجي، عذاب سهي ١٣- ڪنڊن يا نؤڪن تي ١٤- سنبھائي، تيار ڪري ١٥- ڇيهون ڇيهون، حيران ١٦- مونجهارو، پرولي، معما.

*ڳچيء ۾ پلاند پائي، محبوبن جي حضوريء ۾ سر نوائج، جئن تون سدائين هنن وٽ آب ۽ مان پائين.

§محبوب جي حسن جي وارتا وسرڻ جي ناهي.

‡عاشق ته سوريء تي سوار ٿي شهادت ٿا قبولين، ٻيو هرڪو پڇيو وڃي.

†سياڻا ذرا ذرا يا حيران ٿي ويا پر هيء پرولي حل نہ ٿي.

## سر يمن ڪلياڻ - داستان ستين جو سار

عاشقن کي هڪ دم به ڌڪي نه ٿو وسري. هنن جو ساه ڪنهن وقت به عشق جي آه ڪندي هليو ويندو. جيسين عاشق، محبوب جي در تي رت نه ٿو روئي ۽ پاڻ نه ٿو وڃائي، تيسين سندس حضوريءَ ۾ قبول نه ٿو پوي. جيسين عاشق جي جسم ۾ رت جو هڪ به ڦڙو آهي، تيسين عاشقيءَ جي دعويٰ نه ڪري. "سائو منهن، سونهن گئي، سڪڻ لاءِ شرط." لڪي لياڪا وجهڻ، عاشق جو مرڪ ناهي. هن کي جڳائي ته پاڻ کي معشوق جي اڳڻ ۾ اڇلائي، ۽ اُتي ڪري ڇڏي. سچن عاشقن کي سندس در ڇڏڻ نه گهرجي. جو چاهي ته محبت سکان، سو وڃي اُنهن جي صحبت اختيار ڪري، جن کي نيڻهن جي پروڙ آهي. عاشق کي گهرجي ته معشوق جي در تي ڏهاڙي رت وڃي روئي ۽ ڪڏهن به ورچي سندس گهٽ نه ڇڏي.

•

## داستان اٺون

۱

هَرَ[1] هَرَائِي[2]، وڃڻ دَرِ دوستن جي،
ٻاڙي ڏانهن پرين جي، اُڄَ[3] مَرَ[4] اُوائي!
اَلڙُ تي آڇِ مَ ڏون، واڻاڙن[5] وائي،
لائيندءِ، لطيف چئي، سوَران[6] سَرهائي[7]،
ڳُجهو ڳالهائي، پِرِت وَڻجي[8] پاڻ ۾.

۲

جان جان ناهِ ضرور، تان تان طبيبُ ناهِ ڪو،*
جُه سو سَريو سوُر، ته ڪَرَ ويجَ وَرِ پيو.

۳

سوُرُ جنين کي سَريو[9]، سَري[10] تن صحت،
مِنِي مصيبت، آهي عاشقن کي.

۴

سيئي سوُرَ طبيبَ، جنين سوُرَ سَنجَ ڪي،
جو لِکيو هُتِ، لطيف چئي، سوئي ڪن قَريبَ،§
جي نَوازيا[11] نصيبَ، داروُنءَ[12] سي دُرسُتُ[13] ڪيا.

۵

جي پياري پاڻَ، ته ڪَرهو[14] تي پاڻي پيئن،‡
اَڳي لَنَ نِياڻَ[15]، اَڄَ ڪوٺيو ڪونَ گهڙِي.

---

۱- ور ور، گهڙيءَ گهڙيءَ ۲- هلڪائي ۳- لڪڙو وڃ ۴- اي مورک ۵- مَنجهه ۶- سوَرن مان ۷- سڪ ۸- ونڊجي ۹- اُپڙيو ۱۰- حاصل يا پراپت ٿي ۱۱- نوازش ڪيل ۱۲- دوا، علاج ۱۳- تندرست ۱۴- اُٺ (جو گهڻو پاڻي پيئندو آهي) ۱۵- حوض، واه.

*جيسين ضرورت ناهي يعني ڪو مرض لڳل ناهي، تيسين ڪو طبيب به ناهي.

§جيڪي لوح محفوظ ۾ لکيل آهي، سوئي محبوب ٿو ڪري.

‡جي محبوب توکي پاڻ پاڻي پياري ته تون هوند اُٺ تي پاڻي پيين.

٦

اَڻَ ڪي عيان نه ٿئي، ڪي ٻروڙي ڪونَ،*

سچي جيھي سونَ، منھن نه پيئي ماڙھوئين.*

٧

اَڻَ ڪي عيان نه ٿئي، ڪي ٻروڙي ڪونَ،

سا سُونهين ٿئي سونَ، اَمرُ عطا جنھن جو.§

٨

جيڪي ڏنائون، سو مان ڳڻُ ڳنيد ٿيو،

مون ڪي ڀانئون، توڪي اِنھيءَ توڪَ سين.

٩

جيڪي ڏنائون، سو سِرُ ڏيئي سَهُ جِندڙا!

مَ چؤ چنائون، اِيءُ ٻڻ ڳنديو سڄڻين.

١٠

چِنَنِ توءِ مَ چِئُن، ٻاءِ اَميري اِنِ سين،

جي هوا اَوڳڻ ڪنئي، اَسُونهين! نه تون ڳڻان ٿي ڳِڻُن،‡

ٻانڌ جھليو تون ٻِئُن، هن سُونهاري سَڳَ ۾.

١١

نَمي ڪمي نهار تون، ڏمرُ وڏو ڏک،

مڏجهان صبرَ سُکَ، جي سنوارئا! سمجهين.

١٢

نَمي ڪمي نهار تون، ڏمر ڏولائو،

ٽبيءَ ساڃاءُ، جي ايھين اُنھيءَ ٻيڙ ۾.

١٣

ڏمَرَ ٻاسو ڏک سين، ڪاندِ ڪتوُري ٿيءِ،

وَاللّٰهُ مَعَ الصّابِرِيْنَ، آڳو اِيھين چوءِ.

١٤

ڪَمُ! ڪَمَندَنِ ڪئيو، هارايو هوڙِنِ،

چڪيو نه چوندنِ، هو جو ساءُ صبرَ جو.

١٥

ڪمندڙن گھر ڪينِ، چوندڙ چڱا نه ٿيا،

ويطَنِئُون ويڏ پئي، هٿ نه اَچي ڪين.

١٦

هو چوئي، تون مَ چؤ، واتان وَرائي،

اَڳ اَٻرائي جو ڪري، خطا سو کائي،

ٻانڌ ۾ ٻائي، ويو ڪيئي وارو ڪينَ ڪي.

١٧

هو چوئي، تون مَ چؤ، واتان ورائي وڻِ،

سيني سين سيڏ ڇڻي، مَنُ ماري ڪر مڻِ،

---

١- اَڻ ڪيل ٢- ٻدري ٣- ڪيل ٤- جهڙي ٥- رهبر ٦- ڌڻيءَ جو حڪم ٧- ڀلائي ٨- اي منهنجي جند ٩- چنل لغد جو ڳنيڻ ١٠- بي رهبر ١١- وٽ، سمجھ ١٢- سڳوري ١٣- نالي ١٤- صبر ڪري ١٥- پريشاني ١٦- ساچه ١٧- ٻيهين ١٨- صبر ١٩- مشڪ ٢٠- ڌڻي، صبر وارن جو حامي آهي ٢١- ڌڻي ٢٢- چوي تو ٢٣- هوڏين ٢٤- چوندڙن ٢٥- سواد ٢٦- خير، سک ٢٧- ويڙن مان ٢٨- زيان ٢٩- ڪي ٣٠- بعض.

*اَڻ ڪيل ڳالھ ٻدري نه ٿي ٿئي ۽ ڪيل ڳالھ ڪو ٻروڙي نه ٿو. هيءَ سون جهڙي سچي ڳالھ ماڻهن کي آئڙي نه ٿي.

§ اِها سون جهڙي عاشقاڻي رمز آهي ۽ انسان جي رهبر ٿيندي، جنهن جي حق ۾ ڌڻيءَ جو اَمر لکيل هوندو.

‡ جي هو لوسان اَوڳڻ ڪن، نه تون اُنهن کي ڳڻ ڪري وٺ يا سمجھ.

کاند وڏيائي ڪيڻ، ڪيني منجهان ڪين ٿئي.

١٨

ڪنين ڪين پرائيو، ڪيني منجهان ڪين،
جي هوءِ سَتاڻي سيڻ، ته رَهَ ڇيني جوڪو ٿئي.*

١٩

سُٺي ويڻَ ڪَنَن سين، وڙائيج مَ وري،
هاديءَ جي هدايت جي، آهي اِيَ ڳري،
تن سَڃي ساهِ سَري، جن مارِيو نفسُ مات سين.

٢٠

چوندن ڪيمَ ڇڏيج، ويڻَ ورائي ساموهون،
ڪا مَتِ قيمت جهڙي، روز ڏمَر کي ڏيج،
ويڻُ مَ ورائيج، ته سڀ ڏر سُهاڳي ٿئين،

٢١

اَڻ چوندن مَ چؤ، چوندن جيو وسار،
اَنئي پهر اَدب سين، پرِ اِهائي پار،
پايو مُنهن مؤن پر، غُربت ساڻ گذار،
مُفتي منجهه وهار، ته قاضيءَ ڪانيارو نه ٿئين.§

٢٢

جنهين سنديءَ بوڏ پر، پٽون پٽين جي،
تن! تنين سين پيءِ، اوڏا اوڏي پڪڙاءِ.

٢٣

ويئي جنين وٽ، ڏُکندو ڏاڍو ٿئي،
سا مجلس ٿي مَٽِ، جي حاصل هوءِ هزار جو.‡

٢٤

ويئي جنين وٽ، ڏُکندو ڏوُر ٿئي،
تن! تنين سين کَٽِ، اوڏا اَڏي پڪڙاءِ.†

وائي

يار سڄڻ جي فراق، ڙي جيڏيون! آئون ماري!
ڏر دوسن جي ڪئين جوهوندا، مؤن جيها مُشتاق،
جاڻي ڪاڻي محبوبن جي، آهه حُسن جي هاڪ،
سُرمو سَهي ڪر اکين جو، خاص پريان جي خاڪ،×
عبداللطيف چئي، پرين اَسانجو هميشه آ حُسناڪ.

---

١- طعام ٢- سخت، ڪشيل ٣- ڪمان ٤- ڏور ٥- ڳچيءَ جو ڳهڻو ٦- ساري سريو جا مٽيا ٧- حاصل ٿي ٨- نصيحت ٩- قيمتي ١٠- سياڳي ١١- گوڏن ١٢- فتوي ڏيندڙ (ووڏيڪ ضمير) ١٣- محتاج ١٤- طعني، ويڻ ١٥- قسمين قسمين ١٦- جي چوڻ ١٧- اي منهنجا جسم! ١٨- پاڻي پيءُ ١٩- مرض، ڏک ٢٠- زياده ٢١- فائدو ٢٢- گهار، گذار ٢٣- عاشق ٢٤- حسن وارو.

*جي ڪمان ڪشيل هوندي ته زه يعني ڇڄي پوڻ سان ضرر رسندو.

§ تون اندر واري مصنف کي سڃاڻ، ڪ ته قاضيءَ جو هرگز محتاج نه ٿين.

‡ اها مجلس ٿي چڏي ڏي، پوءِ پل اُن مان هزار جو فائدو هجي.

† اي منهنجا جسم! تون انهن جي اوڏو پهنجا جهوپڙا اَڏي، انهن سان گهار.

× محبوب جي پيرن جي پٽي، پهنجي اکين جو خاص سرمو ڪر.

## سر يمن ڪليان - داستان آئين جو سار

دوست جي در تي هر وڙهه هلڪائي آهي. عاشق کي گهرجي ته ڪنهن کي به پنهنجي پريم جو انت نه ڏئي. عاشقن لاءِ سور ئي صحت آهي. طبيب به ليکين نه ٿو ملي، جيسين ڪو درد لڳل ناهي. عام ماڻهو عشق جو راز نه ٿا سمجهن. پرينءَ جي طرفان جيڪي ملي، تنهن ۾ حڪمت آهي. صبر وارن سان آگو به همراه آهي. صبر، مشڪ سمان آهي. ڪو ويڙ ڇڻي وڃي ته به ڪيس ڪو جواب نه ڏيڻ گهرجي، "سڀ در سهاڳي" ٿيڻ لاءِ اهڙي ئي مارڳ رٿيل آهي. جن پنهنجو نفس ماٺ سان ماري ميڻ ڪيو آهي، سي سراپا سونهن آهن. اٺ ئي پهر ادب ۾ گهارڻ ۽ مونن ۾ منهن وجهي غربت سان گذارڻ، سچن عاشقن جي وصف آهي. صحبت انهن ڪان انسانن جي ڪجي، جن مان سچو آنند پراپت ٿئي. هرڪنهن مجلس کان ڪنارو ڪرڻ جڳائي.

•

"سر يمن ڪلياڻ" - سر ڪلياڻ جا مڙيئي پنج قسم آهن، جن مان سر يمن ڪلياڻ هڪ آهي. اهي پنج قسم آهن: شام ڪلياڻ، يمن ڪلياڻ، حمير ڪلياڻ، پوپالي ڪلياڻ، ڪيدار ڪلياڻ. سر ڪلياڻ کي "شڌ ڪلياڻ" چوندا آهن. عام چوڻي آهي: "جهڙن موتين ۾ هيرو، تهڙن راڳن ۾ ڪلياڻ." هن سر جي ڳائڻ ۽ ٻڌڻ سان، من ۾ سک ۽ شانتي اچي ٿا پرويش ڪن. اسانجا صوفي شاعر، سنگيت يا گائن وديا جا به ماهر ڄاڻو هوا. سنسڪرت ۾ "يمن" شبد جو ارٿ آهي: روڪڻ يا وس ۾ رکڻ. هتي اشارو، من کي روڪڻ يا وس ۾ رکڻ ڏانهن آهي. "يمنيڪا" شبد جي معنيٰ آهي "پردو". هن سر جي ڳائڻ ۽ ٻڌڻ سان، من جي وڪارن تي پردو اچي ٿو وڃي ۽ منجهس سک ۽ شانتيءَ جو واسو ٿو ٿئي. هي سر، سر ڪلياڻ کان پوءِ رات جو ڳائبو آهي. شاهه صاحب جي "سر يمن ڪلياڻ" ۾ من کي روڪڻ ۽ اجارڻ جون هدايتون سمايل آهن، خاص ڪري انهن داستان ۾: جيڪي صاحب طرفان ملي، تنهن تي راضي يا شاڪر رهڻ، منهن مونن ۾ وجهي غربت ۾ گذارڻ، نمي ڪمي نهارڻ، ڏمر کان پاسو ڪرڻ، صبر ۽ ادب ۾ رهڻ ۽ انهيءَ مجلس يا صحبت ۾ وهڻ، جت اندر کي آرام اچي. نفس يا من کي مارڻ جا اهي طريقا آهن.
'تن سچي ساهه سري، جن ماريو نفس ماٺ سين.'
سارو داستان سهڻين نصيحتن سان پريو پيو آهي.

# سر کنڀات

## داستان پهريون

١

ڀلائي آهين، پرين ڀلائيءَ پانهنجي،
سَباجها سِرِ چڙهيو، ڏوراپو نه ڏينِ،
مان ڏي مَديون تينِ، سَچَڻَ سَڄاڻِ ۾.

٢

پيشانيءَ ۾ پرينءَ جي، ڀلائيءَ جا پير،
اَگَڻَ اُڪنڊينِ جي، ڏي پاٻوهي پير،
قمرُ پاڙي ڪير، شمسُ سُپيرينِ سين؟*

٣

تون چنڊَ! اُهوئي، جو هُتِ پسين تو پرينءَ ڪي،
آڏِتُ ڇڄ اِن کي، ڏيانءَ جو روئي،
هيڪانديءَ هوئي، سانگُ مَ ڀوي سڄڻين!

۴

مَرُ هيڪاندا هُونِ پرين، سانگ مَ وڃن سيڻَ!
رهيا آهينِ روحَ ۾، نتُ جنين جا نيڻَ،
وِماسيا جن ويڻَ، تو تاريءَ لڳي تن هِنئون.§

٥

رات سَهائي، پوُن سَنئين، پَٽين وڏو پَنڌُ،
هلندي حبيبن ڏي، ڪَرَها! موڙ مَ ڪنڌُ،
ٻَنڌڻُ سوئي ٻَنڌُ، جو ڀڃائي پرين ڪي.

٦

رات سَهائي، پوُن سَنئين، پائي! گهرجي ڀلُ،

---

١- سنمک تي ٢- ٻرايون ٣- چڱاين ۴- ڀمدار ٥- سڪندڙن ٦- چندرما ٧- سج ٨- سنيهو
٩- ايڪانت ۾ ١٠- سفر ١١- سمجهيدا، فهميدا ١٢- سخن، قولِ ١٣- آڌار، ڀروسي، لنؤ ١۴- پرتوي
١٥- ميدانن ١٦- سندرو، ڪمر، ڪو ٻه يا ارادو ١٧- ٻڌ ١٨- مهر، عنايت، همت.

*چنڊ ۽ سج ڪي ڪير محبوب جي مٽ ڪندي؟

§جن (محبوبن) جا سخن سمجهيدا يا موزون آهن، تن جي آڌار تي ئي منهنجي دل پيئي لڳي، يا تن جي لنؤ ۾ ئي منهنجو هردو لين ٿيو پيو لڳي.

آهر[1] ۾ ايلاچيون، چندن چري چل،
مون توئي سين ڳالهڙي، ٻئي ڪنهين م سل،
هاهُر[2] ڪندو هل[3]، ته ڪجايون ڪرن[4] ڪي.*

٧

رات سهائي، ٻون سنئين، ٻرت نئين، پنڌ پور،[5]
ميا! محبوبن جي، هلي وانءُ حضور،[6]
جي چٽڪن[7] چت ۾، سي ڪئن سڄڻ ڏور؟§
الله لڳ اسور،[8] اُثان[9] ٿي تي آءُ تون.‡

٨

رات سهائي، ٻون سنئين، ٻرت نئين، پنڌ ٻس،
ميا! محبوبن ڏي، وڃڻ ڪجي وس،
رات هلي تون رس، ته خبر ڪرن نه ٻوي.

٩

اَج پڻ اچائي، چوڏهينءَ ماهہ چنڊ جي،
مون گهر مون پرانِ جي، اچڻ جي وائي،
مون گهر واڌائي،[10] پيئي ڪام ڪرن ۾.

١٠

اَج پڻ اُمارو،[11] چوڏهينءَ ماهہ چنڊ جو،
مون گهر مون پرينِ جي، اچڻ جو وارو،
سڄڻ سوڀارو،[12] پيچ پنيءَ گهر آئيو.

١١

چوڏهينءَ چنڊ اُڀريو، اوڪتيڪا[13] پسيس عام،[14]
مٿس ڙاهہ ملامَ[15] جيڪي ڏٺين ٻنهي سو.

١٢

چوڏهينءَ چنڊا! تون اُڀرين، سهسين ڪرئين سينگار،
ٻنڪ ٻرياڻ[16] جي نه ٿئين، جي حيلن ڪرئين هزار،†
جهڙو تون سڀ جمار، تهڙو دم دوست جو.

١٣

سهسين سڄڻ اُڀري، چوراسي چنڊن،
بالله[17] ري ٻرينِ، سڀ اونداهي ڀانئيان.

١٤

چنڊ! تنهنجي ذات، ٻاڙيان[18] نه پران سين،
تون اُڀرو ۾ رات، سڄڻ نت سوجهرا.

---

١- وٿاڻ، آهار يعني ڪاڌو، قوت ٢- هونگار (اٺ جو آواز) ٣- ڪار ڏياريون، ڇيڙايون
٤- رقيبن، ٻيڙن انسانن ٥- پورو ڪر، نباهہ ٦- حاضري، موجودي ٧- وسن، چمڪن ٨- اسر،
پره ڦٽي ٩- اُٿان ٿي ١٠- پيچ، ساڙو، ايرڪا ١١- سازياڄو، تياري (اُڀرڻ جي) ١٢- پره ڦٽيءَ جو
١٣- اوڪتيڪا تاريخ، جڏهن عام ماڻهو چنڊ ڏسڻ لاءِ منتظر هوندا آهن ١٤- عام خلق
١٥- ملامت، قصور، ميار ١٦- برابر يا مٽ يا ثاني ١٧- ڌڻيءَ (الله) جو قسم ١٨- برابر سمجهان.
*تون هونگار ڪندو هل ته رقيبن کي ٻوسرايون.
§جي محبوب من ۾ ٻيا وسن، سي ڪئن ٻري ڇڏيا؟
‡ڌڻيءَ جي واسطي تون پره ڦٽيءَ جو اُٿان ٿي اَچ.
†تون هزارين حيلا هلائين ته به دلبر جي هڪ دم برابر نه ٿيين.

۱۵

چنڊ! چٽائي تنهنجي، سياهيءَ ۾ سُورُ،
لايان لال لِڱن کي، چندن پري پُورُ،
ڪُوماڻو ڪپُورُ، مون واجهائيندي پرينءَ کي.

۱۶

چنڊ! لڳنئي منڊ، سنجهيئي سيخ ٿيئين،
ڪر اونداهي اُنڊ، ته ملان محبوبن کي.

۱۷

چنڊ! چوانءِ حقُ، جي وڏهين جي وچ ۾،
ته اکيُون ٿيون نڪ، تو ۾ ناهِ پرينَ جهو.

۱۸

چنڊ! چوانءِ سچُ، جي منئي نه پانئين،
ڪڏهن اڀرين سنهڙو، ڪڏهن اڀرين ڳچ،
منهن ۾ ٻريئي مچُ، تو ۾ ناهِ پيشاني پرينءَ جي.

۱۹

ڪٽي نيڻ خمار مان، جان ڪياٺون ناز نظر،
سُورج شاخُون جهڪيُون، ڪُوماڻو قمرُ،*
تارا ڪتيُون تائب ٿيا، ڏيکيندي دلبرُ،§
جهڪو ٿيو جوهرُ، جانب جي جمال سين.

۲۰

اونداهيءَ اڌ رات ۾، پرينءَ پساڻو پاڻ،
چنڊ ڪتين ساڻ، پيهي ويو پڙلاءَ ۾.

۲۱

تارا تيليءَ روءِ، لڌا لالن! اڀرين؛
جهڙي تو صُبوح، تهڙي صافي سڄڻين.‡

۲۲

توڏانهن گهڻو نهاريان، تارا! تيلاهين،
سڄڻ جيڏاهين، تون تيڏاهين اڀرين.

۲۳

هن تاري، هن هنڌ، هت منهنجا سپرين،
سڄڻ ماکيءَ منڌ، ڪوڙا ٿين نه ڪڏهين.

۲۴

هن تاري، هن هيٺ، هت منهنجا سپرين،
سڄڻ ماکيءَ ميٺ، ڪوڙا ٿين نه ڪڏهين.

---

۱- اونده ۲- چندن جو چُورو ۳- ڪافور ۴- جادو ۵- سنجها جو ۶- سيخ وانگر اڀو ٿي تو ٻهين ۷- سچ ۸- بيزار ٿين ۹- جهڙو ۱۰- ٻرو ۱۱- سج جا ڪرڻا ۱۲- جهڪو ٿيو ۱۳- چنڊ ۱۴- تارن جو ميڙ ۱۵- پيش پيل ۱۶- ڏسندي ۱۷- جواهر ۱۸- حسن، سونهن ۱۹- پڙلاءَ ۲۰- تهڙي طرح ۲۱- شعري يا سهيل تارو، جو يمن ملڪ ۾ نهايت تاب ۽ آب سان اڀرندو آهي. سندس اڀرڻ جو وقت اسر آهي ۲۲- سهڻا ۲۳- چمڪ ۲۴- تنهن ڪري ۲۵- جنهن طرف ۲۶- تنهن طرف ۲۷- ميناج، شيريني.

*سورج جا ڪرڻا جهڪا ٿي ويا ۽ چنڊ پڻ چٽائي وڃائي.
§دلبر کي ڏسندي ئي تارا ۽ ڪتيون پيش پيا.
‡جهڙي چمڪ تو ۾ اسر جي وقت آهي، تهڙي پرينءَ ۾ هميشه آهي.

٢٥

هُن تاري، هُن جاءِ، هُتِ منهنجا سُپرِينِ،
سَجَڻ ماڪيءَ ساءِ، ڪَوڙا تِين نہ ڪڏهين.

٢٦

تارل، تِرَ، ترِوڪِڙيُون، مٿن ڦلڙيُون،
ڪوءِ! سي راتڙِيُون، جي مون پرينءَ پڄاڻا پيئيون.

وائي ١

جيڏيُون! هِيءُ ضرورُ، آيل! ڪيئن رهندو پرينءَ ري؟
سُکهو ساعت نہ جِندڙو، اَنئي ٻهر مَلوُرُ،
مَن پر مشتاقن جي، ساڄَنَ! تنهنجو سوُرُ،
پيرين آئُون نہ پُڇِي، ڏ يہ پريان جو ڏوُرُ،
وڃي وِلَ سيڪنهِين، هنئڙو پرينءَ حضورُ.

وائي ٢

اَگَڻ آيامِ پيهي، يا اَلا! مون سارِيندي سُپرِين.
مُشڪ عطر مون پرِينِ، سِڪيس جَمُ سيئي،
اُن جنين جو طالبُ، روحَ تنين سي رڳهي،
ساڄَن سندي سونهن جي، آئُون ڳالهہ ڪريان ڪيهي
تيو لطفُ، لطيف چئي، دوسُ آيو دَرِ پيهي

وائي ٣

وَهلي وَنءُ مَرِوهامي! رَهُ رات! رائبِنديس پرينءَ کي
شَمع ٿيِنديس شب پر، اِن خوشيءَ کان ڪامي.
بانوُن سنديءَ باهه جَتن، پَران شال اَجهامي!
پِرتِ جا پيتمَ جي، سا ڪين پروڙي عامي،
مونکي مون پرانِ جو، آهي دَردُ دَوامي،
آهيان يارُ سَيّدَ جو، ڪانَ رهي ڪا خامي،
هوءَ جا لَنوُ، لطيف چئي، مونکي آهي مُدامي،
روشن ٿيان رڃِن پر، جي هئان لَنوُ لِنهيءَ لامي،*
ڪاري سا قِيامَ سنئين، هوتُ جنهنجو حامي،§
آيم تنهين لوڪ سان، جيسين مان چون سامي.

١- سواد ٢- ننڍڙا ٽِر يا خال ٣- ننڍيون ڦليون ٤- ڪڏهن ٥- جيجل ٦- ماول، اُداس، مايوس ٧- عاشقن ٨- پيرن سان يعني پنڌ ٩- هروقت ١٠- حضوري ١١- سنڀاريندي ١٢- مشڪ ۽ عطر جهڙو منهنجو محبوب ١٣- ساري ڄمار ١٤- مشتاق ١٥- رهاڻ ڪري ١٦- مهر ١٧- دوست ١٨- سٿت ١٩- نہ وڃ ٢٠- گذري ٢١- رڳجهائيندس ٢٢- رات ٢٣- جوڳين ٢٤- دونهي ٢٥- پريت ٢٦- پريتم ٢٧- سمجهي ٢٨- عام خلق ٢٩- دائمي ٣٠- سردار يعني پيغمبر صاحب ٣١- ڪچائي ٣٢- محبت ٣٣- لاٽو ڪندڙ ٣٤- اندڪار واري ٣٥- قيامت ٣٦- سهڻجي ٣٧- مددگار ٣٨- عام ماڻهو ٣٩- سوامي (گرو).

*جيڪڏهن مان لِنهيءَ سچي عشق يا پريم جي سرڻ وٺان تہ هوند رڃن پر بہ مشهور ٿي وڃان.

§جنهنجو همراهه يا مددگار محبوب آهي، تنهن لاءِ ڪاري قيامت بہ سهنجي ۽ سٺري ٿيو پوي.

## سر ڪنيات ـ داستان پهرئين جو سار

محبوب، پلاڙيءَ جو پندار آهي ۽ حسن جو خزانو. جهڙو آهي سندس چهرو سندر، تهڙا آهن سندس سخن سنجيدا. اهڙي معشوق جو پري هئڻ، عاشق لاءِ نسورو ستم آهي. هو مبي (اُن) کي ور ور منٿون پيو ڪري ته "رات جو مون کي پرينءَ وٽ رساءِ". چنڊ گهٽوئي سندر، پر دلبر جا چشم، نڪ ۽ پيشاني ڪيس ڪٿي آهن! ساجن جي سونهن اَڳيان سڄ، چنڊ، تارا ۽ ڪتيون لڄ وچان لڪيو وڃن. سهسين سڄن جو به سندس حسن سان مقابلو ناهي. معشوق ۾ عطر ۽ مشڪ جي سرهاڻ آهي ۽ هو ماڪيءَ کان به مٺو آهي. سندس منهن ۾ اهڙا ئي سهڻا خال آهن، جهڙا آسمان ۾ ستارا. تارن ڏانهن نهاريندي به شاعر کي جانب جي جوءِ ئي ياد ٿي اچي: "هُن تاري، هُن هيٺ، هٿ منهنجا سپرين."

•

### داستان پهريون

۱

ناسيندي[1] نگاهَ، ڀهرين ڪج پرينِ ڏي،*
احوالَ عاجزنِ[2] جا، آکبج[3] لڳِ اللّهَ[4]،
روزُ نهارينِ راهَ، آکيوُن اوهانجي آسري.

۲

ناسيندي نظرُ ڀهرين ڪج پرينِ ڏي،
قمرَا[5]! ڪهجِ قريبَ[6] کي، نسُتَ[7] ۽ نبرُ[8]،
بي پيٺي ناهہ پرُ[9]، آکيوُن اوهانجي آسري.

۳

ناسيندي نرتِ[10]، ڀهرينِ ڪج پرينِ ڏي،
قمرَا! ڪهجِ قريبَ کي، ساري سارَ سُرتِ[11]،§
پيو پروسو نہ پتِ[12]، آکيوُن اوهانجي آسري.

۴

ناسيندي نهارَ، ڀهرين ڪج پرينِ ڏي،
آئوُن جي ڏِيَنءِ سَنيها، چئج چَنڊَا! اَپارَ[13]،
ساجَنَ! سَيَ جمارَ، آکيوُن اوهانجي آسري.

۵ ‡

چگا چَنڊَا! چئيج، سَنيها کي سڄڻين،
مٿان اَگڻ اَيري، پرانِ جي پڻيج،
جهيڻو[14] ڳالهائيجِ، پيرين وجهي هٿڙا.

---

۱- اَيرندي لي ۲- نماڻن ۳- چئبج ۴- الله ڪارڻ ۵- چنڊ ۶- محبوب ۷- نبل ۸- هيڻو ۹- آذار ۱۰- نگاه، درشتي ۱۱- هوش، سڄيتي ۱۲- آذار، ٽيڪ ۱۳- بي شمار، اَڪٿ ۱۴- نرمائيءَ سان.

*اَيرندي ئي ڀهرين نظر محبوب ڏي ڪج.

§اي چنڊ! تون هوش ڌاري، پريتم کي سڀ ساري (دل تي آڻي) چئج.

‡اي ڀلارا چنڊ! پريتم کي وڃي اسانجا پيغام ڏج. سندن اَڱڻ جي مٿان وڃي اَيرج، ۽ سندن پير پڪڙي، نهايت نرمائيءَ سان ڳالهائج.

٦

آئُون جي ڏِينِءَ سَنيها، سي تون چنڊا! پليءِ پَنڌُ،[1]
ڇڄع حالُ حبيبَ[2] کي، نيئي نوڙائي[3] کَنڌُ،
تو تيڏانهين پنڌُ، جيڏانهن عالمَ آسرو.[4]

٧

اُيرُ چنڊا! پَسُ پرينِ، تو اوڏا، مون ڏُورِ،
سچڙ سُتا وِلهَه[5] ۾، چوٽا پري کَپُورِ،
پيرين آئون نه پُڄِٽي، بابَلُ[6] ڏئي نه ٻُورِ،[7]
جنهن تي چڙهي اُسُورِ،[8] سَنجهي سچڙ سيڻيان.[9]

٨

آئون اُکنڍِيائي[10] مران! پرين پلل پرِ ڏُورِ،[11]
بابَلُ ڏئي نه ٻُورِ، پنڌ نه جوڳي پيڙي.*

٩

ڏٽي! ڪريندين ڪڏهين، حياتيءَ هيڪاندِ؟[12]
من ۾ مُشتاقن[13] جي، ڪي رنجائي[14] راندِ؛§
پرينِ ڏيساندرَ[15] پاندِ، پُڄهه پُرهيان[16] ڪن سين؟

١٠

هنڙي سچڙ ساريا،[17] ڪٿي هوندم هير؟[18]
اَچي لالَنَ![19] نه ڏٺين، مٿي پلنگن پير؟
تي وروُنهڻ ويرَ،[20] پُڄهه پُرهيان ڪن سين؟

١١

وَڏُقُڙو[21] ۽ واءُ، ڪَرهي ڪاڏو ڪوڙيو،[22]
ڪوءِ! پَنِ! پلاٽيان![23] اولاٽيو[24] نه اُٿيي.

١٢

پلاٽيان، پيو! اولاٽيو نه اُٿيي!
جيڏانهن وَڪُ،[25] ويو، اُيو ترسي اوڏهين.

١٣

ڪَرهو[26] نه ڪيڪانُ،[27] پيرين آئون نه پُڄٽي،
جو مون رات رَساٽي، نيئي ساڄَنَ ساٿُ،
مون نه وَهيڻو[28] پاڻُ! ويئي نيڻ نِڇوئيان.[29]

١۴

ڪَرها! ڪَسرَ[30] چڙ، وڪون وڄهه وڏنديون،
هيڪَرَ حبيبن سان، مون کي نيئي گڏ،
مَڇڙ[31] پونئي هَڏ،[32] آهون اُکنڍين[33] جون.‡

١٥

ڪَرها! ڪَسرَ چڙ، وِکَ وڏندي پاءِ،[34]
منهنجو هاڻ اُتهين، جتي جانِبَ جاءِ،

---

١- چمٽ ۾ وهار ٢- محبوب ٣- نڙائي ۴- جهان جو آڌار ٥- ڪلي ۽ سرد هوا ٦- بابَلُ، پتا ٧- پوري رنگ وارو اُٺ ٨- اُسر، صبح ٩- ڪاهيان ١٠- سڪايل ئي ١١- پرديس ١٢- ميلاپ ١٣- پريمين ١۴- آزار ١٥- پرڏيهه ۾ ١٦- سليان ١٧- ياد ڪيا ١٨- هيمثر ١٩- پرين ٢٠- وهاڻ جي ويل ٢١- وڏُقڙو ميهن ٢٢- جهڪي ويهي رهيو ٢٣- پلاڻ پيل ٢۴- اَڻ پلاٽيل ٢٥- ولر ٢٦- اُٺ ٢٧- گهوڙو ٢٨- هٿ وس ٢٩- اکين مان جل هاريان، اوسيڙي ۾ نهاريان ٣٠- پرائي سستي ٣١- مڻان ٣٢- هڏن ۾ پيهي وڃئي ٣٣- سڪايلن، پريمين ٣۴- اَگتي وک وڌاءِ.

* بابل اُٺ نه تو ڏنيم ۽ مان پٽ ۾ پيل پنڌ جي لائق (جوڳي) نه آهيان.

§ عاشقن جي اندر ۾ عشق جي آزار راند مچائي آهي.

‡ مڻان عاشقن يا سڪندڙن جون آهون هڏن ۾ هٽي هند ڪئي.

توکي چَندَنُ چاريان، ڀيو وَڳَ[1]، لاٽي ڪاءِ؛*
رائين اُٺَ! اُناءِ جيئن هونديءَ[2] رات هُتِ مِڙُون.

١٦

ڪَسَرَ[3] چڙ ڪنوات! وِڪوُن وجهه وڏنديوُن،
سَنڌين سُپيرين جي، وِنگي[4] ياڻ مَر وات،
چڙ جهوري[5]، ڏي جهاتَ[6]، نه هونديءَ رات هُتِ مِڙُون.

١٧

ڪَرَها! ڪُرُ[7] سچاڻُ، پِيڪو[8] ۽ پانهنجو،
اَصلِ آهي اوهانجو، ناليرو[9] نِداڻُ،
ڪَرَها! اَسان ساڻُ، ڪي چانگا! ڪج چڱائيون.

١٨

آٽي پَدَمِ[10] وڻ جاءِ، مان مُکريوُن چَري،
ڪُڏاتُورو[11] ڪَرَهو، لِکيو لاٽي ڪاءِ،
اِنَ مٿي سندي، ماءِ! مؤُن کي ڳالهڙين[12] ڳوڙها ڪيو.§

١٩

مَيا! مَچ مَنتَ، اَچ منهنجي ڪَرَها!
جهاڳيندي جَرَ[13] ٽِيوُن[14]، متان ڪرئين ڪَٽ،
سُپيرِيان جي سَٽَ[15]، مؤُن کي نيئي ميڙئين.

٢٠

ڳِلِ[16] ڳانا ياقوُتَ[17] جا، موليِن ڳُتِيس مالَ[18]،
ڪَدِهِن[19] جي ڪَرَها! هيدي[20] پايِنءَ حالَ[21]،
چَندَنُ چارينءَ جالَ[22]، جي مون رات رساٽئين.

٢١

ڳِلِ ڳانا ياقوُتَ جا، موليِ مَنجهه مَهارَ،
چانگا! چَندَنُ چارينءَ، اَنٽي ڀَهرَ اَپارَ،
سَنديءَ پِيَ[23] پَچارَ[24]، جي مون رات رساٽئين.

٢٢

مَيا! تو مَهارَ، سچي پايان سونَ جي،
چارينءَ چَندَنُ[25] چوليوُن[26]، نايو ميندِيءَ ڏارَ[27]،
سَنديءَ پِيَ پَچارَ، جي مون رات رساٽئين.

٢٣

اُٺَ نه وِهي وَڳَ، سين، چَري نه لاٽُو،
مَيي کي مَجازَ[28] جو، توهي[29] ٻر تاٽُو،
پَتاري[30] پاٽُو[31]، مرندي[32] سينگن نه مَٽيو.‡

٢٤

اُٺَ نه وِهي وَڳَ، سين، چَري نه چانگو،

---

١- ڳاهه جو قسم ٢- رات جو رات ڀر ٣- اي جوان اُٺ ٤- ڏنگي ٥- ڳارو ٦- سَٽَ ٧- ٻڻ ٨- اُباڻو ٩- خاندان ١٠- شل ١١- ڪليڇو ١٢- منجهائي ڇڏيو ١٣- جل ٿل ١٤- ڳڻ ڳوت ١٥- ڪهڙيءَ ١٦- ڳچيءَ ڀر ١٧- (ڳاني جو جمع) پٽ جي ڏاڳي سان جڙيل، ڪوڏن ۽ شيشن واري پٽي، اُٺ جي سينگار لاءِ ١٨- مالها ١٩- ريشم ٢٠- مهار ٢١- نهر ڀهر ٢٢- جهجهو ٢٣- پرينءَ ٢٤- پيچري ٢٥- مکريون، ڪچريون ٽاريون ٢٦- نمايو، جهڪايو ٢٧- ٽاريون ٢٨- مستي، مغروري ٢٩- جاءِ، منزل ٣٠- پلو اُٺ (پيار جو لفظ) ٣١- مجاز، مغروري ٣٢- مرڻ سوڌو.

*اي اُٺ! توکي اُن هنڌ چندن چاريان، جتي ڀيو ولر لاٽي پيو چري.

§اي جيجل! انهيءَ اُٺ جي ڳالهين يا ڪرتوتن مون کي منجهائي ڇڏيو آهي.

‡اُٺ پنهنجي لندي مرڻ تائين نه ڇڏي.

لڳيس نائڪ نيڻهن جي، نهوڙيو نانگ،
ڇڏي سر سانگ، رڙهي رند پرين جي.

۲۵

وهي منجهه-هين وڳ، ڪتوريءَ ڏار چري،
ماءِ! منهنجي ڪرهي، پدر پڳ نه لڳ،
جڳ سين جهڙو جڳ، هنئين سين هت چري.

۲۶

پور نه چري نه پور، ڇڏيو ٽور، ٽڪون ڪري،
مونين هٽي موليو، ڪرهو رات ڪهور،
ميو تيو معمور، چندن چکي آئيو.

۲۷

اڄ نه اڳين پار، ڪرهو جيئن ڪالهه هو،
اڳڻ آيو نه ڪري، پاهوڙي پچار،
جيڪس منجهه قطار، ڪا ول چنائين وه جي.

۲۸

مڇي ماڪائي، وڏو وات ولين کي،
خبر ٿي کيمت ڏٺين کي، وڏوڙا واهي،
ڪرهي ڪاڪت ڇڏي، وريس نه وائي،
چانگي چريائي، ويئي ويچاري وسري.

۲۹ *

منيون لهي مهان، جي تو، چانگا! چنيون،
ولڙيون وه ساءِ، اڃا تو مهنديون.

۳۰

ولي سيت سوت، پاءِ پنهنجي ڪرهي،
وليون واس ورنيون، ڀريون مٿي پٽ،
چانگي چکي چت، ته پوءِ نه رهندو پند ري.

۳۱

ڪي جو ڪيڏانهين، چانگو چکي آئيو،
تائيو تيڏانهين، نيت چنايو نڪري.

۳۲

ڪرهي کي ڪئين، وڏم پند پاڻ جا،
ليڙو لاٽيءَ کي چري، نير ساڻ نئين،
چانگي سندي چت پر، صاحب وجهه سئين،
او باهيوس آئين! لطف ساڻ لطيف چئي.

۳۳

ڪرها! توکي ڪام، مون سچو پسي سچي،

۱- پاڻ ۲- پيچري ۳- پير جو نشان ظاهر نه ٿو لڳيس (عشق کي پوشيدو ٿو رکي) ۴- پوري رنگ جو اٺ ۵- مکرين ۽ گلن متان قلهار ۶- مکرين ۽ گلن اندران قلهار ۷- ڪنڊ ڦيرايو ڇڏي ۸- گوڏن هيٺ لتاڙي ۹- پاول ۱۰- روش ۱۱- لوڙي جي ۱۲- چريائين ۱۳- زهر ۱۴- ڪڍ ڪري ۱۵- ٻنيءَ جي مالڪن ۱۶- ڪاوڙيا ۱۷- رڪپال ۱۸- طاقت ۱۹- زبان مان اکر نه اُڪليس ۲۰- منهن سامهون ۲۱- وڪ يا زهر جهڙيون ڪوڙيون ۲۲- ڪهنديون ۲۳- رسا ۲۴- سنا ونيل، مضبوط ۲۵- سرهيون، واس سان ڀريون ۲۶- پکڙجي ويئون ۲۷- ٿورو چشڪو ۲۸- ڏانوڻ، پيرن جا نير ۲۹- نيت جا مڙهيل، پڪا رسا ۳۰- اٺ ۳۱- زنجير ۳۲- نئڙي ۳۳- مرض کان شفا ڏيئي، اُپو ڪريوس ۳۴- اوهين ۳۵- ڇهو، ڇهڪ ۳۶- هنئي، لڳائي.

*اي چانگا! تو منهن سامهون منيون وليون چريون آهن؛ اڃا لوکي وک جهڙيون وليون ڪهنديون.

مانَ ٻروڙي مامَ[1]، ساڳاهي سَنئين[2] وَهين.*

۳۴

ڪَنڀاتڙي تَڙ[3] وري، اَيي تَڙِ واجهاءِ،
مانَ اَچِهوُن[4] ڪاءِ، سُواڌائي[5] سڄڻين.

۳۵

چانگي چَئي چُڪياسِ، مٿان اَڪَ نه اُلَهي[6]!
جنهن وَلِ گهٽا وِهاڻيا[7]، اُنَ سين آرِ[8] لَڳياسِ،
چوڌاري چَندَنَ وڻَ، ٻَجي ٻوُجَ[9] پياسِ،
رِ ٿاري رسُ ڪياسِ، هِنَ ڪُڌاتوُري ڪَرَهي!

۳۶

اُتي اَڙائينس[10]، ڇڏيو تہ ڇيڪ[11] ٿيو،
ڪارايان، ڪِڙيو[12] وڃي، ٻَلاٽي[13] پائينس،
ڏانوڻِ تنهن ڏائينسِ، جنهن چري ۽ چنگهي پٽو[14].

۳۷

ڏُوڏَستي[15]، ڏُوپيرَ[16]، سيني سَنگهَر[17] رُڪَ جي،
ماءِ! منهنجي ڪَرَهي، تاڙي[18] ڦُلَنِ هيرَ[19]،
تنهن ڪامَڻَ ڪنڌي ڪيرَ[20]؟ جو موُنهين وَٽ مس رهي!

۳۸

ڪنين ڪامَڻَ ڪياءِ؟ ڪيئن ٻنيوليُين[21]؟ ڪَرَها!
اَڪين مٿي اَڪيا[22]، پَڙَ[23] ٻر ٻيرَ گناءِ!
وَڳَ، ڪِ وِسَرِياءِ؟ ٻَدو جنهن گهاٽي[24] وَهين!

۳۹

نَوَ نِيرَ پائي، جان مون هِنڙو جهليو،
وِيڙو ڇِنائي، ٻوٽين[25] راتِ پرينِ ڏي.

۴۰

نَوَ نِيرَ، ڏَهَه ڏاوَڻيوُن، ٻَنرهن[25] ٻڌ پياسِ،
جڏهن سڄڻ ياد پياسِ، ڇِڪَ ڇِنائين هيڪڙي.

۴۱

ڪائي نه ڪَنڌَهارَ[26]، چَندَنَ جا چوُپا[27] ڪري،
اَڳَرَ[28] اوڏو نه وڃي، سِرڪَندَ[29] لهي نه سارَ،
لاٽيءَ جي لغارَ[30]، مَيو مٿارو ڪيو.

۴۲

چانگا! چَندَنُ نه چَرِين، مَيا! پئين نه موڪَ[31]،
اَڳَرَ اوڏو نه وڃين، ٽُڪيو[32] ڇڏئين ٽوڪَ،
لاٽي وچان لوڪَ[33]، تو ڪهڙي[34] اَڪرِ آڙي؟

۴۳

جِٺان ڪوڙ[35] ٻه ڪانيوُن[36]، ٻَنجين لَکين پاءُ،

---

۱- ڳجهارت ۲- سنئين راه تي ۳- ڪنڀات جي نار واري ٽڙ تي (يعني محبوب جو مڪان)
۴- اَچيٺون ۵- خوشخبري، سني واڌائي ۶- هيٺ لهي ۷- حوصلي ڪان وڃايا ۸- پيار
۹- جام ۱۰- ٻڌينس ۱۱- آزاد ۱۲- ٽهيو وڃي ۱۳- ٻوجو وجهينس (جنهن ٽاه يا مستي لهيس)
۱۴- رنڀي پيو ۱۵- اڳين ٽنگن ٻڌڻ جي رسي ۱۶- پوين ٽنگن ٻڌڻ جي رسي ۱۷- زنجير
۱۸- عادت ۱۹- ڇل ول ۲۰- مون ٽي ۲۱- ٻنيلجي ۲۲- اَڪين جا ڪوپا ۲۳- گهاٽي جي ٽڙ،
پٽ ۲۴- ڪهڙي ريت ۲۵- ٻند رهن ۲۶- سفيد گل ۲۷- ٽوڪاريو ڇڏي ۲۸- سرهين ٽارين
وارو وڻ ۲۹- چندن ۳۰- رس ۳۱- پاٽيءَ جي اُٿل ۳۲- عمدا ڪاڏا ۳۳- ساري سرشتيءَ مان
۳۴- ڪهڙي ڪارڻ ۳۵- جنان ۳۶- ڪروڙ.
*من ڳجهارت ٻروڙي، سنئين راه تي هلين.

مَيو تنهن ماڳاءِ[1]، ڏِيهاڙي ڏارَ چَري.

۴۴

جِتان ڪوڙِ بہ ڪانيوُن، پنجين لکين پَنُ،
تِتان چاڙهي چُڳيوُن[2]، مئي رَتو[3] مَنُ،
تنهن وَلِ سَندو پَنُ، ڪُوماڻو ڪوڙين لَهي.

۴۵

جِتان ڪوڙِ بہ ڪانيوُن، پنجين لکين پَڪَ[4]،
تِتان ڏيئي تِڪَ[5]، مَيو مٺارو نيو.

۴۶

لَکِ لاکيڻو[6] کَرَهو، ڪوڙين ڏيئي ڳَدومِ،
آکين سوُنهن ٿيومِ، مُلهہ مهانگو مَ چئو.

۴۷

لَکِ لاکيڻو کَرَهو، ڪوڙين[7] ڏيئي چوڙِ،*
اِهَا سَتَ[8] سِيَدَ چئي، جنهين لنهين جوڙِ،
ترتُ رساڻي توڙِ[9]، جُ پَلاڻيو[10] تہ پِرِينءَ[11] مڙي.§

۴۸

لَکِ لاکيڻو کَرَهو، ڪوڙين ڏيئي ڪاهِ،
ايلاچيون[12] آڪُرَ[13] ۾، ٻُوجَ[14] مَٿي کي پاءِ،
ڪَتَ نہ ڪند ڪاءِ، جُ پَلاڻيو تہ پِرِينءَ مڙي.‡

وائي ۱

آهيئيم ڳالهڙيوُن، ماءِ! مرادوُن پِرِينءَ سين.
جي مان پڇيوُن پِرِينءَ ري، ڪوءِ! سي راتڙيوُن،
جي مان اوريوُن پِرِينءَ سين، وَرَسي[15] راتڙيوُن،
پَسَڻَ ڪارڻِ پِرِينءَ جي، پاتيم جهاتڙيوُن[16]،
آڏيءَ، عبدُاللطيفُ چئي، کُهَن ڪاتڙيوُن[17].

وائي ۲

سَڏين سيڻَ نہ هوُنِ[18]، نينهونُ نيايي[19] نہ ٿئي،†
ڪاريءَ راتِ رَتَ ڦڙا، جان جان نيڻَ نہ روُنِ،
موُنڻَ جنين ميهڻو، پِڙَ تي سيئي پوُنِ،×
جن مسافر سُپرين، سي مرُ[20] رويو روُنِ.

وائي ۳

لوڙهي تَڙِئين[21] توُن، يا اَلا! تو دَرُ توءِ نہ ڇڏيان!
مون کي سو مُشاهدِو[22]، جي منهن نہ ڏئين مون،
مون پيا دَرَ گهڻا نهاريا، آهئين توُن ئي توُن.

۱- ماڳ، تان ۲- نندا ڇڳا ۳- من پرسن ڪيو ۴- سُرڪي ۵- ڳيت ۶- لکن جي ملهہ جو ۷- ڪروڙين ۸- سڙدو (سَتِ جوڙ=سڙدو ناهہ) ۹- منزل مقصود ۱۰- جنهن وقت پلاڻيو ۱۱- ملي ۱۲- ڦوٽا ۱۳- ڪاچ ۱۴- جهجها ۱۵- پلي ۱۶- جهاتيون ۱۷- ڪاتيون ۱۸- سڪٽين سڏن سان ۱۹- پرين ۲۰- پل، بيشڪ ۲۱- لڙي ڪڍين ۲۲- درشن.

*اي خريدار! هي لاکيڻو اٺ، ڪروڙين روپيا ڏيئي، ڇوڙي وڄ (خريد ڪر).

§جلد هليو منزل تي رسائي؛ اَجا پلاڻيو ناهي تہ پرينءَ وٽ پهتو ناهي.

‡هو ڪابہ ڳڻ ڳوڻ نہ ڪندو؛ پلاڻيو ناهي تہ محبوب وٽ رسيو ناهي.

†سڪٽين سڏن يا خالي نياپن موڪلڻ سان پرين نہ ملندا آهن.

×محبت جي ميدان (پڙ) ۾ اُهي ئي سر ڏيئي سگهندا، جن لاءِ پٺتي موُنڻ مهڻو يا عيب آهي.

## سر ڪنڀات ـ داستان ٻئي جو سار

شاهه صاحب هتي انسان جي من کي اُٺ سان مشابهت ڏني آهي. انسان جو من بڙين خصلتن سان ڀريل آهي. اُن جو لاڙو بديءَ ڏانهن آهي، جيئن اُٺ جو لاڙو ڏانهن. اُٺ جي اڳيان اَگر، چندن، ڪٿوري ۽ ايلاچين جا انبار ڪٽي رکَ ته به وڃي اَڪ تي اَلهندو. سون جي مهار ۽ جوهر جڙيا ڳانا پائينس ته به بڙين عادتن ڪين ڇڏيندو. ساڳيءَ طرح انسان جو من به سولو ٻار نه ٿو اچي. سوين گرهه ٻڌائينس ته به دنيوي لغار نه ڇڏيندو. پر هڪواريءَ جي قبضي ۾ اچي ويو ته پوءِ روحاني منزلون طيءِ ڪرڻ ۾ ويرم نه ٿو وجهي ۽ وڃي هڪ اهڙي ولايت جي بستانن جا سير ٿو ڪري، جتي ”پنجين لکين پن“ آهي. اهو ساڳيو نفس، جو اڳ، نڪار ۽ ندورو هو، سو هاڻ هڪ اَملهه ماڻڪ ٿيو پوي.

•

**”سر ڪنڀات“**ـ ”سر ڪنڀات“ کي ”سر ڪماچ“ به ڪري چوندا آهن. هن سر جي ڳائڻ جي مهل رات جو ڏهه ٻجا آهي. اُن جي ڳائڻ سان من کي وسرام ۽ ڌيرج پراپت ٿو ٿئي. ڪنڀات شهر، ڪنڀات نار تي (گجرات جي اولهه طرف) هڪ شهر آهي، جو ڪنهن زماني ۾ هڪ ڀاڪارو بندر هوندو هو. چون ٿا ته هي سُر اصل ۾ اُتي جي ڪنهن نامڪنيي گوئيي جو رچيل آهي. عالمن جو رايو آهي ته ”ڪنڀات“، ”سڪمڀ ليرٿ“ جي بگڙيل صورت آهي. اهو نالو مهاديو جي چشمي جو هو، جو انهيءَ شهر ۾ هوندو هو.

---

# سُر سريراڳ

## داستان پهريون

١

مان ڀانئين سُپرين، ڇنان[1] لاهه م ڇڙ[2]،
اُنين جا اَمر، ڪڏهن ته خالي نه ٿئين.

٢

مان ڀانئين سُپرين، ڇنان ڇڙ م لاهه،
ٻرين اڳيان ٻاهه، ٻاڦ مَ ڳڻ ڀار جن.

٣

مان ڀانئين سُپرين، ڇت م رکج ڇيت،
سڙه[3] ڏٺاري صاف ڪر، صابُڻ ساڻ سپيت[4]،
سامونڊي! سُپيت، اِئي ته ٻهڙين پار ڪي.

٤

مان ڀانئين سُپرين، ڇت م ڇيتاريج[5]،
ڪيڏ ڪاٺي ڪچ[6] ڪي، ڪُوڙ م ڪمائيج،
وکُر وهائيج، سَپُ سوداگر! سچ جو.

٥

مان ڀانئين سُپرين، ڇنان لاهه م ڇورُ[7]،
ڪيڏي ڇڏُ قابُ مان، ماري ڪُوڙو ڪُورُ[8]،
هُن ٻِر[9] سندو هُورُ[10]، متان او معافُ ٿئي.

٦

مان ڀانئين سُپرين، ڇيتاريج ڇتُ،
دائما دُور ٻيءَ[11] ۾، ٻيڙين ولاتن[12] وتُ،
نيهَ نيڪاري[13] نتُ[14]، ملاح[15]! گڏ مُعلم[16] سين.*

---

١- ڇت مان ٢- يادگيري ٣- سفيد ٤- سجاڳ، ٥- ڏيان ڏر ٦- شيشا، سنيٽرا ۽ سپيون (ڪوڙ ۽ جنسار) ٧- ٻچار ٨- خريب ٩- هُن پار، آخرت ١٠- خوف ١١- دور ٻيٽي (هتي ٻولڙ ۽ اوچل دل يا هردي ڏانهن اِشارو) ١٢- ولايتن جا ڏن دولتون (افضل ولايت يا نؤڪنڊ جون دولتون) ١٣- ٻيڙي (مانک ديهيءَ ڏانهن اِشارو) ١٤- اوجل ڪري ١٥- ناکئا ١٦- رهبر، جنهن کي سامونڊي خطرن جي ڄاڻ آهي (ڪامل مرشد يا پورن گروءَ ڏانهن اِشارو).
*اي ناکئا! (اِنسان!) تون ٻيڙيءَ (قلب) کي اوجل ڪر ۽ معلم (ڪامل مرشد) کي سپرد ڪريس.

٧

ڪايو ڪمايومِ[1]، مولي مون نه وڻجيا![2]

سيهي[3] جو سيّد چئي، وکرُ وهايومِ![4]

هڙو[5] حالُ سندومِ، توه تنهنجي آبهان![6]

٨

ڪچُ ڪمايومِ ڪُوڙُ، پڇم[7] عهدَ الله جا!

ٻيڙو جو پاپنِ جو، سو ڇوٽيءَ[8] تائين ڇوڙُ!

معلومُ اٿيئي مون، ڳوڙها![9] اِنهيءَ ڳالهه جو[10].

٩

ڪُوڙُ ڪمايءِ ڪچُ، اُتي اورِ[11] الله سين،

ڪڏ تون دغا دل مان، صاحب وڻي سچُ،

محبت سندو مَن ۾، ماڻڪ![12] بارج مچُ،

اِن پرِ[13] اُتي اچُ[14]، ته سودو ٿئيئي سڦرو.

١٠

سَودو اِهوئي سَڦرو، سو مون ڀليءِ ڀاءِ،

وسُ ويچاري ناهِ ڪو، تون آڳا![15] عرضُ اوناءِ،

رِيَ همراهيءَ[16] هاديءَ جي، مورِ[17] نه مڙي ماءِ[18]،*

لُطفَ ساڻ لنگهاءِ، لَهرُوُ[19] لَهرنِ وچَ مان.

١١

لُڙَ، لَهريُون، لَسَ[20]، ليٽَ، جنين اَنتُ نه آبَ جو،

الله! اُتِ مَ اولِئين[21]، ٻيڙا مٿي ٻيٽَ،

جوکو ٿئي مَ جهازَ[22] کي، ڦَرَهي اَچي مَ ڦيٽَ[23]!

لڳي[24] ڪا مَ[25] لپيٽَ[26]، هنَ غاريبي غُرابَ[27] کي!

١٢

سِڙهَ سَنوان، لاڄُو[28] نوان، اولا[29] سندن عاجَ،

ساٿي سفرِ هليا، پري[30] جُنگ[31] جهاجَ،

حاصلُ ڪرئين حاجَ[32]، واحدَ![33] وڻجارنِ جي.

١٣

سِڙهَ سَنوان، لاڄُو نوان، مُهاڻا[34] سندن ميرِ،

ساٿي سفرِ هليا، تيا سَٽاوا[35] سيرَ،

جي اَچنِ ساڻُ اَکيرِ، سي ٻيڙا رکين ٻاجهه سين!

١٤

منجهان پيئي مَکڙيءَ[36]، ڪا جا پاڻيءِ پڪَ،

وَکرُ هٽي وَنَڪَ[37]، ڪنهجي ڪارو ٿيو.

---

١- شيشو يعني ڪچ ڪوڙ ٢- واپار ڪيو ٣- شيهي يعني ٽچ وستو ۴- وڻج ڪيم ٥- ٻاجهه، ٦- تڳان ٧- انجام ٨- ڏيهي ٩- سار ١٠- اي ٻي اَنت ايشور ١١- پنهنجو اَندر سل، حال وند ١٢- اِنسان جو روحاني لحاظ کان هڪ اَملهه مولي آهي ١٣- اَهڙي ريت ١۴- لاپڊائڪ ١٥- اي ايشور، اي مالڪ ١٦- مرشد ڪامل (هاديءَ) جي واهر کان سواءِ ١٧- پتيءَ نه ١٨- ماڳ تي ١٩- لهرن ۾ لڙهندڙ ٢٠- ٻاڻيءَ جي اَچ ۽ اَٿل ٢١- اُڇلائين ٢٢- ٻيڙيءَ جو تختو (يعني خود ٻيڙي) ٢٣- ضرب ٢۴- ڪا به نه ٢٥- ڇپيٽ ٢٦- غريباڻي ٢٧- جهاز ٢٨- رسا ٢٩- ٻيڙين جا ڳن ٣٠- زبردست ٣١- جهاز ٣٢- مراد ٣٣- اي ايشور! (واحد=هڪ) (ايشور هڪ آهي) ٣۴- ملوڪ ٣٥- وچ سير ۾ سٽاڻي واءَ سان اُسهيا ٣٦- ٻيڙيءَ ۾ ٣٧- رنگ.

*ايشور جي سهائتا بنا، ويچارو اِنسان، پنهنجي منزل مقصود تي پتيءَ پهچي نه سگهندو.

۱۵

منجهان پيٺي مُڪُڙيءَ، ڪا جا پاٽيءَ بوُند،

سيٺي ڏنم روُند[1]، وڪر جن وڃائيو.

وائي ۱

سُهسين شُڪرانا، ڪوڙين پالَ[2] ڪريمَ[3] جا.

حمد[4] چئج حڪيمَ[5] کي، جوڙ[6] هٽي جانا،

تو ڏيکاري تو ڏٺي، باطنَ[7] جا بانا[8]،

متان، مردَ! وسارئين، صاحبَ جو ٿنا[9]،

دوستُ رکي دل ۾، پڙهُ[10] لائُن لِسانا[11]،

جُفا ڏيئي جِي کي، ٿِيُ فِڪرَ[12] منجهه فنا[13]،

تُسي[14] توسين توهُ[15] ڪِري[16]، مَن آگو اِحسانا،

ڪِيُ تون دغا دل مان، ٻانهپَ سين، ٻانا[17]!

صاحبَ وٽي سچَ سين، ٿِيُ دانهُ[18] ديوانا!

جي تسليمَ[19] سين تحقيقُ[20] هئا، سي ڪئن آمانا[21]؟

جاڳيا جي جبارَ[22] لءِ، سيٺي سَمانا[23]،

فَاذْكُرُونِي اَذْكُرْكُمْ[24]، ڪهيو قرآنا،

وَاشْكُرُوالِيْ وَلَا تَكْفُرُوْنِ[25]، ڪيءُ تون ڪُفرانا[26]،

سَبِ سَنوريا[27] سُهرينءَ[28]، ڪُوَلَ تو ڪَنا[29]،

چڱي چئج چاهَ سين، مَدحَ[30] اِيَ مَنا[31]،

تائبَ[32] تيو تڪڙا، جوشا[33]، جُوانا!

نه لهين تون لطيفَ ڪان، اَمَنُ[34] اِيمانا[35].

وائي ۲

مون ۾ تون موجوُد! آئوُن اَڳاهين[36] آهيان!*

آئوُن! اَسوُنهين[37] آهيان!

اَکيوُن اَکڙين کي، سِکيو ڪن سُجوُدُ[38]§

ليلائهَ[39] رَسيون بوُدَ[40] کي، جيلائهَ[41] تيون نابوُد،

ماڙهن جي موڙهَ جو، صاحبَ هتِ سُجوُدُ،

اِن دَرِ سيٺي اَگهيا، جن وڃايو وُجوُد[42].

---

۱- هنجون هاريندا ۲- مهربانيون ۳- باجهاري ڌڻيءَ ۴- استتي ۵- سياڻي ۶- زور سان ۷- قلب جا ۸- رنگ ۹- ساراه ۱۰- ڌڻي ۱۱- زبان سان ۱۲- ڌيان ۱۳- محو ۱۴- ريجهي ۱۵- لطف ۱۶- ڌڻي ۱۷- ٻانها ۱۸- سياڻو ۱۹- توڪل ۲۰- سچ پچ ۲۱- ايمانا ۲۲- ڌڻي سگهاري ۲۳- ممتاز ۲۴- ياد ڪريو مونکي ته ياد ڪريان اوهانکي ۲۵- شڪر ڪريو منهنجو ۽ ڪفر نه ڪريو ۲۶- احسان فراموشي ۲۷- درست ڪيا ۲۸- پراڀون ۲۹- طرفان ۳۰- ساراه ۳۱- من مان ۳۲- توبه ڪندڙ ۳۳- شوق مان ۳۴- شانتي ۳۵- ويساه مان ۳۶- اڳيرو، پريرو ۳۷- بنا رهبر جي ۳۸- سجدو ۳۹- تنهن صورت ۾ ۴۰- سچي هستيءَ ۴۱- جنهن صورت ۾ ۴۲- خودي.

* اي منهنجا ڌڻي! مون ۾ تون سدائين پيو وسين، پر مان توکان پري رهجي ويو آهيان!

§ منهنجون اکيون، محبوب جي اکين کي، سک وچان نياز پيئون ڪن.

## سر سريراڳ - داستان پهرئين جو سار

ڌڻيءَ جي مهرهت ڪرڻ لاءِ، انسان کي جڳائي ته هردم سندس ياد، من ۾ رکي. انسان هڪ ملاح آهي، جنهنکي پنهنجي ڪايا روپي بيڙي بي نقص، صاف ۽ اوجل رکڻي آهي. انسان هڪ جهونو جهاز آهي، جو غفلت سبب، هن سنسار روپي مها ساگر ۾ ڪنهن نه وقت فنا ٿي عدم ۾ سمائجي ويندو. ڌڻي پنهنجو لطف ڪري، جو هن "غاريبي غراب" کي جوکو نه رسي: هاديءَ جي همراهيءَ کان سواءِ، انجو سلامتيءَ سان اُڪري پار پوڻ محال آهي. هيءَ ڪايا، پاڻ سان پري پيئي آهي. مالڪ کان اسانجو ڪوبه عيب لڪل ناهي. افسوس جو انسان، موتين جو وڻج ڇڏي، وڇي شيهي ۽ ڪاٺي جي واپار ۾ پيو آهي. جي پنهنجي قلب مان ڪوڙ ڪيي ڇڏي ته هوند هن پار سڀ سهنجائي ٿي پوَيس.

•

## داستان ٻيو

١

جيڪي منجهه جهانَ، سو تاريءَ[1] تڳي لنهنجي،
لُطفَ[2] جي، لطيفُ چئي، ئو وت ڪمي[3] ڪانَ،
عَدلَ[4] ڇٽان آئون نه، ڪو ڦيرو ڪج فضلَ[5] جو!

٢*

ساري راتِ سُبحانُ[6]، جاڳي جن ياد ڪيو،
اِن جيَ، عبداللطيفُ چئي، مٽيءَ[7] لڌو مانُ،
ڪوڙين ڪن سَلامُ، آڳهِ[8] اچيو انِ جي.

٣

سيوا[9] ڪر سمنڊَ جي، جت جرُ[10] وهي ٿو جالَ[11]،
سَٿين[12] وهن سِپرَ ۾، ماڻڪ، موتي، لالَ،
جي ماسو[13] جُڙيئي[14] مالَ، ته پُوجارا! پُرِ ٿئين.

۴

سي پُوجارا پُرِ ٿيا، سمنڊ سيويو جن،
آنڊائون عَميقَ[15] مان، جُڙليِ[16] جواهرنِ،
لَڌائون، لطيفُ چئي، لائون مان لَهرنِ،
ڪانهي قيمتَ ٽنِ، مُلهه مهانگو انِ جو.

۵

سيويو جن سُبحانُ، ويرِ نه وِڙهي ٽن سين.§

---

١- آڌار ٢- مهر ٣- گهٽتائي ۴- نياءَ سان ۵- باجهه ٦- ايشور ٧- خاڪ، قبر ٨- حضوريءَ ۾
٩- پوڄا 'سمنڊ جي سيوا ڪرڻ' آهي: وڻج واپار ڪرڻ ١٠- جل، پاڻي ١١- اٿاهه، اُڪيچار
١٢- سوين ١٣- ذرو، رتي ١۴- مليئي ١۵- اونهي سمنڊ ١٦- انبار.

*جن ساري رات اوجاڳو ڪري، ڌڻيءَ کي ڏٺايو، تنهجي خاڪ به عزت حاصل ڪئي. انهنجي حضوريءَ ۾ سهسين اچيو سجدو ۽ سلام ڪن.

§جن صاحب کي پوڄيو، تن کي سنسار روپي ساگر جي وير جوکو نه ٿي رسائي.

توبهَ جي تاثيرَ سين، ٽَري ويا طوفانُ،
ڏيئي تَوڪّلَ تَڪيو، آرُ لنگهيا آسانُ،
ڪامِلُ ڪِشتيبانُ، وچ ۾ ٻُڏين واهَرُو.

٦

ساري رات سُڄانَ، سَودو ڪن صاحبَ سين،
بانهپَ پَري ٻيڙيُون، هليا جوپَ جُوانَ،
پاڙي پهلوانَ، لَهَري منجهه لنگهي ويا.

٧

بانهپَ جو ٻيڙين ۾، وَکَرُ وِڌائون،
موتي مَعرفتَ جا، سَچا سوديائُون،
اَلتّائبُ مِنَ الذَّنبِ، ايءُ ڪُتِ ڪَتيائُون،
اُنين جِيَ آئُون، بَرڪتَ بارُ لنگهيانِ!

٨

جنين سودي سَچَ جو، وَکَرُ وِهايو،
بُشرىٰ لَهُمُ البُشرىٰ جو، اُنين لَءِ آيو،
اُن کي لالَنَ لنگهايو، ساندارو سَمُونڊَ جو.

٩

اِيَ کَتِ غَوّاصَنِ، جِنَ سَمنڊُ سوجهيائُون،
پيهي منجهه پاتارَ جي، ماڻڪَ ميڙيائُون،
آڻي ڏنائُون، هيرو لال هَٿَنِ سين.

١٠

آڇاڙا عَميقَ جا، ٻُڏيا غَوّاصَن،
جَهريُون جهاڳي آئيا، ڪارُونيارَ ڪُنَن،*
سمنڊُ سوجهي جَن، آڻي اُمَلَ اوليا.

١١

ويا جي عَميقَ ڏي، مُنهن ڪاٺو ڏيئي،
ٿَن سِپُون سوجهي ڪَڍيون، پاتاران پيهي،
پَسَندا سيئي، اُمَلَ اَکَڙيِنِ سين.

١٢

آڏوڇڪَڙُ چاڙُ، منهڇي موجَ نه سَهي مَکڙي،
ميڙي مَنائِنِ جو، بيحد چاڙهيمُ بارُ،
چوڙَ چارو ناهِ ڪو، ٻَڌيُون بي شُمارُ،
ڪَپرُ ڪارُونيارُ، اُڪارئين اِحسانَ سين.

١- توڪل جو آڌار ٢- وهڪرو ٣- پورن ٤- ٻيڙي هلائيندڙ ٥- سهايتا ڪندڙ ٦- بلوان ٧- گيان ٨- ٻُڌائون ٩- جيڪو گناه لاءِ پڇتاءُ ٿو ڪري، سو اُنهيءَ سمان آهي، جنهن دوش يا ڏوهه نه ڪيو هجي (حديث) ١٠- لاٿ ١١- انعام ١٢- اُنهن لاءِ بشارت يعني خوشخبري آهي (هن دنيا ۽ آخرت ۾ - قرآن شريف) جيڪي سچ جو سَودو ڪن ٿا، سي ٻنهي جهانن ۾ انعام پائين ٿا ١٣- درياهه جو پيٽ ١٤- ريت، چاڙ ١٥- ٽوٻن ١٦- ڳوليائون ١٧- سمنڊ جي تري ١٨- اُڇون لهرون ١٩- مهراڻ جون موجون ٢٠- سمنڊ جو اَنڌارو ٢١- بي بها موتي ٢٢- جهڙيا ٢٣- شيشي جو ٽوپ ٢٤- پاتال مان ٢٥- جيڪي زمين ٢٦- درياهه جو چاڙهه ٢٧- ٻيڙي ٢٨- ٻيڙاين ٢٩- ڪنارو.
*ڪارونيار ڪنن جون جهريون جهاڳي آيا.

١٣*

ويرم لاهي وِئُہ، متي آرَ اوڙاهَ جي،

پسي پاڙي واريون، ڪج انديشو ايئُہ،

ويندو نہ پسين ڏيئُہ، پتڻ هن پارِ مٽي؟

١٤

أنئي پهر اوڙاهَ تي، منجهہ گهورء گهاري،

وَسُ نہ ويچاري، نہ ڪا ماڳ، پُڪندي مَڪُڙي.

١٥

هِڪي بانهي چِتَ ۾، بي صاحِبُ سَنواري،

ڏنگي هن درياهَ مان، هَلائي هاڪاري،

تراڙو تاري، سُتَرِ سيئِي ڪري.

١٦

هِڪي بانهي چِتَ ۾، بي سِٽي صاحِبُ،

ڪڍي اُونهي ڪُنَ مان، اي آگي جو عجبُ،

اِيءُ سائينء جو سَببُ، جِئن ٻُڏا اُڪاري پارِ مان.

١٧

هِڪي بانهي چِتَ ۾، بي جا ڪرتي اَللّٰهُ،

پاٽهين وجهي ڪُنَ ۾، پاٽهين اُڪاري اوڙاهَ،

تنهن واحدَ کي واهُ، جو سُتَرِ سيئِي ڪري

١٨

هِڪي بانهي چِتَ ۾، بي جا اَللّٰهُ ڪري،

پاٽهين وجهي ڪُنَ ۾، پاٽهين ڪَنڌيء ني،

سُتَرِ سي ٻوڙي، جي تَرَ تَوائي مَڪُڙا.§

١٩

هِڪي بانهي چِتَ ۾، بي ڪري جوڙَ جَبارُ،

ڪڍي اُونهي ڪُنَ مان، اي آگي جو آڌارُ،

جَهازُ جوهَرَنِ جو، تنهنکي پؤ نہ ڏي پتارُ،

نديا وڏا مَڪُڙا، سي پَسندا پارُ،

جيڏانهن منهن مَديني جو، سُچي مُحَمَّدُ موچارُ،

سباجهو سَتارُ، سُتَرِ سيئِي ڪري.

وائي

ڪنڌي سارِيان ڪانَ، يا اَمنُ! اَمانَ!

يا اِلاهي! باجهہ ٻلائي پانئيان.‡

---

١- غفلت ٢- اُونهي يا پيانڪ سمنڊ ٣- اِهو، هيء ٤- طرف ٥- ڇُٽيء ٦- ويندي ٧- ٻيڙي ٨- نديءَ، هلڪي ء لکي ٻيڙي ٩- سڻائي تڙ تي ١٠- اُونهي پاڻيء ١١- وني هلي ١٢- پهچائي ١٣- ايشور ١٤- موچارو، سهڻو ١٥- پردو رکندڙ ١٦- نہ تي سڃهيم ١٧- ٻيناري.

*غفلت کي ترڪ ڪري، هن اُونهي پاڻيء مٿان سفر ڪر. پاڙي وارين (جيڏين سرتين) کي ويندو ڏسي، هوش رک! هن پار سارو جهان ويندو نہ تو ڏسين؟ يعني هن سنسار روپي مها ساگر جو سفر سچيت ٿي ڪر، ڇو نہ دنيا جا ماڻهو هتان لڏيندا پيا وڃن. جهان کي هن طرف ويندو پسي بہ عبرت نہ تو وٺين؟

§جي ٻيڙيون تڙ کان لڙي ويئون آهن، سي سني تڙ تي رسائي ٿو.

‡اي ڏٽي! تنهنجي باجهہ ئي مون لاء ٻيناري آهي، يعني منهنجو آجهو آهي.

ڳِڻِڪِ ڳاٽيئڙو ناهه ڪو، اَڳِر ٿيا عِصيانَ،
ڪَبرَ ناهه قَبرَ جي، نِسورا نِسيانَ،
والِي! وَسِجِ وَهِلو، اَرڪَ ٿيا اِنسانَ،*
سُڻِ سَباجها سُهرِين، نَعرو نِگهبانَ!
مَديُون ڀَسِي منهنجون، شَرمايا شيطانَ!
هن منهنجي حالَ ۾، هيءَ هيءَ ڪن حَيوانَ!
سائِين! سُڪاڻِي آهِئين، ساوُنڊِيَ، سُبحانَ!
تُرهو ڇِنُم تارِ ۾، رَسِجِ تون رَحمانَ!
ٻيلِي جو ٻُڏَنِ جو، مون ۾ موڻِي مانَ،

ويٺو ٻِني ٻِنڻو، ڪر پيرو مٺي پانَ،
خالِقَ تان خوبُ ڪيا، گولَنِ جا گُذرانَ،
آئون پڻ اَندو اُنِ ۾، ويٺو ڀِنان پانَ،
سِڀِ سُوالِي سَمڪِيا، داتا ڏيئي دانَ،
وِلِها سڀِ وَنِهيا ڪيا، تنهنجي جوڏَ، جُوانَ!
مٿان مؤنکي ڇڏئين، ٻيلِي سندا ٻانَ!
وِيرَا! وسيلو آهئين، داڙوُ ۾ ديوانَ،
لاءِ ڏُهارينِ ڏينهن ڪي، خيمو اَڏيو خانَ،
اَلي عبداللطيفُ چئي، سُڻِجِ ڪا سُلطانَ!

## سر سريراڳ – داستان ٻئي جو سار

جيڪي سرشتيءَ ۾ تو پسجي، سو سڀ ڌڻيءَ جي سهاري پيو هلي. اِنسان، خطائن سان ڀريو پيو آهي. سندس اعمال، انصاف جي تارازيءَ ۾ تورجن ته هوند پيسجي وڃي. ڌڻيءَ جي فضل سان ئي هو نجات يا مڪتي پائي ٿو سگهي. جي راتيون جاڳي، سبحان کي ياد ٿا ڪن، سي "بي بها بالم" تيو پون ۽ اُنهن اڳيان ساري سرشتي اَڇيو نمي. هي سنسار روپي ڪارونيار، توبه جي تانبر سان ئي تري تو سگهجي. توبن ڪي ئي سڌ آهي ته ڪيڏن عميق ۾ پيهي، ماڻڪ ميڙجن. رواجي اِنسان موتين جي وڻج کي ڇڏي، وجيو شيهي ۽ شيشي جو وکر وهائي. تري ٻه اُهوئي ٿو، جنهن لي ڌڻيءَ جو لطف آهي. هو پاڻ ئي ڪُن ۾ وجهي ۽ پاڻ ئي ڪنڌيءَ لي نئي. تنهن واحد کي واهه، جو سنڌ سيبئي ڪري.

---

١- اَنيڪ ٢- گناهه ٣- وسرون، ڀلون ۴- سگهو ٥- بي وفا، ناپرهيزگار ٦- فرياد ٧- سڪاڻ وارو، هبر ٨- باجهارا ٩- مڱڻهار ١٠- پينوءَ ١١- غلامن ١٢- بيک ١٣- نوازيا، دان ڏيئي راضي ڪيا ١۴- مسڪين ١٥- شاهوڪار ١٦- سخاوت ١٧- مددگار ١٨- ٻانها ١٩- سورهه، جوڌا ٢٠- واهرو ٢١- قيامت جي عدالت گاهه ۾ ٢٢- قيامت يا حساب جي ڏينهن ٢٣- تنبو ٢۴- سردار (پيغمبر صاحب ڏانهن اِشارو).

*اي سائين! تون اَچي سگهوئي همراه ٿيءُ؛ اِنسان بي وفا ٿيا آهن.

# داستان ٽيون

١

کُوهَا[1] ڪالهه ڪَٽِي، اُنِ وِڌا اُنَرَ[2] آسَرِي،
اَلا! ڇُهري مَ اُنِ جي[3]، اولي جي اَٽِي[4]،
وَڻجارَنِ وَٽِي[5]، وَکَرُ وِڌو ٻيڙيين.

٢

وَکَرُ وِهائين لوڻُ، رَنگ ڪستوريءَ گهُرين!
ڀُنگو تُنهنجو ڀَرِ[6] ٿِي، جِمَ ٻَالهائِين ڪوڙِ،
جِمَ وڃائين موڙُ، ڪنيو تُنهنجو گهورِيو.

٣

وَکَرُ ڀيرو ڀيرَ، پَرَ وِهائُو[7] ويسرال،
ڪِنهِن وِهائي وَسُ ڪيو، وَکَرُ وڏيءَ ويرَ،
ڪِنهِن گهُمندي سيرَ، وَکَرُ وڪامي ويو.

٤

وَکَرُ سو وِهاءِ[8]، جو ٻَئِي ڀُراڻو نه ٿئي،
ويڇِيندي[9] وِلاتَ[10] ۾، ذرو ٿئي نه ضاءِ[11]،
سا ڪا هَڙَ هَلاءِ، آڳهِ[12] جنهنجي[13] اَبهين.*

٥

اورِ ٻائين آڻين، ميڙيو مُعَلِمَ ڪيرون،
سا تان سُڌِ نه ڏينِ، جتي وَهُ[14] ويڌَ[15] ڪري.

٦

ٻيڙي تنهنجي ٻاجهه، وَکَرُ تنهن وِصالَ جو،
کُوها، اولا، تو ڪيا، سڀ سوُنهارا[16] ساجَ،
اُت ڪا مُعَلِمَن حاجَ، جت ٻُوڙڪَ[17] وارو پاڻهين.

٧

ٻيڙي پراڻِي، وَکَرُ ٻاءَ مَ وِڙو[18]،
تَري ڦِر ٿُنَ[19] ٻيا، پاسَنئُون[20] پاڻي،
هيءَ هَلِ وِهاڻي، کِڙهَ[21] ڪالهوڻي ڏينهن[22] کي.

٨

تَري ٿُنَ پياس، پاسَنئُون پاڻي وهي،
کُوهو جُهرُ[23] جهُنو ٽيون[24]، لاڄُو سڀ لڙياس[25]،
جيلان[26] سُڌَرُ[27] سُڪاڻياس[28]، وَهي تي[29] وَهَ[30] سامهون.§

٩

وينو ٿُنَ ٽُنِينس[31]، مَکِ[32] ڏيهاڻي مَکُڙِي،

١- سڙه ٽنگڻ جون ڪاٺيون ٢- اُتر جي هوا ٣- ٻيڙي هلائڻ جو ڳڻ ٤- ٺوڪ ٥- سودو ڪري ٦- متان ٧- وڻجارا ٨- خريد ڪري ٩- وڪڻندي ١٠- ولايت ١١- ضايع، نقصان ١٢- آسري ١٣- مڪتي يا نجات پائين ١٤- پاڻيءَ جي لڪ ١٥- ويڌن، قهر ١٦- ٻيڙيءَ جا سارَ ۽ سامان ١٧- اُڪارڻ وارو ١٨- جام ١٩- سوراخ ٢٠- پاسن کان ٢١- اوڻو رک ٢٢- سيان کي ڏينهن يعني قيامت جي ڏينهن ٢٣- جهوُر ۽ جهونو ٢٤- نوڙيون ٢٥- ٻلا تي پيس ٢٦- جنهن صورت ۾ ٢٧- پختو ٢٨- اُنجو سڪاڻي ٢٩- تنهنڪري ٣٠- پاڻيءَ جي لڪ ٣١- بند ڪرينس ٣٢- تيل جو مک ڏينس.

*هن سنسار ۾ اُهڙو ڪو سچ جو وکر وهاءِ، جنهنجي وسيلي هن سنسار ۾ مڪتي پراپت ڪرين.

§جنهن صورت ۾ اُنجو سڪاني پختو آهي، تنهن صورت ۾ اُها وه جي سامهون پيئي هلي.

سَنباهي[1]، سَيّدُ چئي[2]، مٿي نيڊوءَ نينس،

وَٽاني وَڏاندَرا، لاچُو[3] لڳائينس،

آخرِ اُهرائينس[4]، ته جوکو ٿئي نه جهازَ کي.

۱۰

تُنَ تُنيندو آءُ، مَکِ ڏيهاڙي مَڪَڙي،

سانباهي[5] سمنبَ جي، مَنان[6] موُرِ[7] مَ لاهِ،

اَڄُ کِ سَنجهه صُباحِ، اُهرَندي اَٽانگَ[8] تَڙين.

۱۱

اَڇي سو ڏنوءِ، جو ڪَهُرُ[9] سوءِ[10] ڪَنَن سين،

سُتي لوڪ، لَطيفُ چئي، يادِ نه ڌرو ڪيوءِ،

غافِلُ تِي غُرابَ کي، اوڙاهَ لِي آندوءِ،

سو چِتُرُ[11] چوُهي[12] ڪان رَکين! جو پيو پُراڻو پوءِ[13]،

جهازُ ضَعيفَنِ جو، پاڻيءَ[14] ۾ پَرلوءِ!

سَيّدَا![15] سانڍ سندوءِ، پُربَندَرِ[16] پهچائيين!

۱۲

جُتو وانءِ[17]، جَهازَا! گڏيو[18] غُرابَنِ سين،

پُوربندي[19] هُنَ پارَ ڏي، سَڌَرُ[20] ڪَٽِجِ سارَ،

اَچِن[21] نا آوازَ، سَناٽي سَمُنبَ جا.

۱۳

ڏَنگي وِچِ دَرياهَ[22]، ڪي پُڏي ڪي اُپَڙي[23]،

هوُ جي وادِي واٽيا[24]، سي سوُنهَنِ[25] سڀ سَڙيا،

مُعلِمَ[26] ماڳ نه اَڳئين، فِرنگي[27] منجهه قَريا،*

ملاحَ! تنهنجي مَڪَڙيءَ، اَڇي چورَ چَڙهيا،

جتي ڊِينگ يَرِيا[28]، لِتي تارِي[29] تنهنجي!

۱۴

ڏَنگيءَ ۾ داڻا، وني وِجهُه وَکَرَ جا،

وِيرِ وَڙهنديءَ ويسرا! وِيهُ[30] مَ، وِيڳاڻا!

هِيَ نَندَ، نه جاڻان، ڪڏهن هڻنديءَ ڪُن ۾!

۱۵

وَکَرُ، وَڻجارا! پاڻَ پُراڻو چاڙهيو،

اَچي لَهريوُن لڳيون، ٻيڙيءَ[31] ٻپارا،

جاڳو جي، يارا! ته تَرُ تَوانِي نه ٿئي.

---

۱- اونهي سمنڊ ۲- ڪاهي وجهينس ۳- پختا ۴- ٺيلهينس ۵- سانباهو ۶- من تان ۷- هرگز ۸- اڻ ٿانگهو (اونهو) ۹- اٿاهون ڪپ ۱۰- بدو هوءِ ۱۱- ڇيتيون ڇيتيون ٿيل جهاز ۱۲- پاڻيءَ جي چوهه رفتار ۱۳- پوي، ٿئي ۱۴- پرلو اٿيئي ۱۵- اي سردار (پيغمبر صاحب) ۱۶- پور بندر (ڪاٺياواڙ جو بندر) يعني منزل مقصود ۱۷- همراه ٿيو ۱۸- وچ ۱۹- هاڪارينديي ۲۰- پختا ۲۱- پيانڪ ۲۲- ٻيڙي ۲۳- منهن ٻاهر ڪڍي ۲۴- جوڙيا، ڳنڍيا ۲۵- ڪاٺ جا ڪيل، چهڙيون ۲۶- جهاز جا رهبر ۲۷- درياهي چور (يورپي قومون) يعني نفساني خواهشون ۲۸- ياري جهاز ۲۹- پروسو ۳۰- موڙهل، موڳا ۳۱- ٻنهي پاسن کان.

*ملاح پنهنجي جاءِ تي ناهن، ڇو ته ٻيڙين منجهه درياهي چور ڪاهي پيا آهن. (حرص ۽ ترشنائن جي حملي اڳيان ويچاري انسان جو من بيحال ٿيو پوي.)

١٦

ٻيڙيائا! ٻيٺي، تو نہ ڦٻنديون ڳالھڙيون،
سَڄيون راتيون سُمهين، پرُ سُڪاڻَ ڏيٺي،
صُباحَ سيئي، پارِ پڇندءِ خبرون.

١٧

وَهَ لَکَ وَهَڪُرا، جت لَنگَرَ نہ ٺهرَنِ،
وَڏانڌريون وَهَ سامُهيون، جهجهي زورِ جُنبنِ،
نيڏوءِ ۾ ناتاريون، وَڻجارا وجهن،
مُلان مُعلِمَنِ، مون ٻَري سُئي ڳالهڙي.

١٨

وَڻجارا! ويٺي، تو نہ سَرَندي شاهَ ري،
مَکِ پنهنجي مَڪُڙي، چڱي ڪر چيني،
پاسا پاڪَڙينِ جا، سَمُنڊُ تو سيڪي،
جي لُنڊا ۾ لِکي، ويرِ وڙهندي تن سين.*

١٩

ناڪُئو نِگَهبانُ، مُعلِمَ مُنجي خبرون،
جن ساري ڪنيو سَمنڊَ لي، سَفَرَ جو سامانُ،
لُطفَ ساڻ لَطيفُ چئي، تن لنگهيو طوفانُ،
سَنياري سُبحانُ، وڃي عادَنئون اُکتا.

٢٠

بَندَرِ جان پئي، تہ سُڪاڻيا! مَ سُمهو،
ڪَہرُ تو ڪُنَ ڪري، جئن مائي منجھ مهِي،
ايڏو سوُرُ سَهي، ننڊ نہ ڪجي، ناڪُئا!

٢١

سُنا سَبِ پئي، سَندي مُعلِمَ آسري،
آئين ٻڌ سُمهو، ناڪُئا! بَندَرِ ناه پئي،
جن جي سَيّدَ لَڄَ ڪنئي، سي سڀ لنگهيندا لَڪيون.

وائي

سائِينِ نَندا بارَ، وو! تن پانڌين نَندا بارَ،
توکي آرسُ اُکَڙينِ ۾!
پاڻا پاڙيوارين، پڳَہَ منجھ پاتارَ،
پَتڻُ تو ٻُوَرَ ڪري، آئي لنهنجڙي وارَ،

١- اي ٻيڙيءَ وارا ٢- ٻٺي (ٻئي ڳالهيون يعني سمهڻ ۽ پار پهچڻ) ٣- پر ۾ ٤- وڏيون ٻيڙيون ٥- گهڻي ڪوشش سان ٦- اُڪتي هلن ٧- ست يا اُٺ مٽا لوه جا ٽڪر، جي ٻيڙيءَ جي لوائي تيڻ وقت پاڻيءَ ۾ اُڇلائيندا آهن ٨- وڻان ٩- ٻيانڪ ١٠- ٻڌي ١١- سمنڊ سلطان ١٢- سنواري ١٣- ٻيڙين ١٤- عيبدار ١٥- حساب ڪتاب (اعمالن يا ڪرتوتن جو) ١٦- خلاصي، جو آسپاس وارن ٽڪرن جو چڪاسيندڙ هوندو آهي ۽ معلم (ڪپتان) کي آگاه ڪندو ايندو آهي ١٧- سنيالي ١٨- عدن بندر کان ١٩- نڪتا ٢٠- جيسين ٢١- خوف ٢٢- ولوڙيل ڏڌ يا کير ٢٣- سردار (پيغمبر صاحب) ٢٤- ٻڌا (بار نندا=سفر لاءِ تيار ٿيا) ٢٥- سير ڪندڙن ٢٦- سستي ٢٧- لنگر ٻڌڻ جون نوڙيون ٢٨- هتي پتڻ مان مراد آهي موت ٢٩- ڦيرا ٣٠- مهل.
*جنجي اعمالن ۾ ڪا کاڻ آهي، تن سان ئي وير وڙهندي.

سَچِيُون رانيُون سُمهِين[١]، ڪِيو منجهه خُمارَ،
ڪِ تو ڪَنين نہ سُڻي، هَلڻَ جي هاڪارَ[٢]؟
تائِبَ ٿِيو تَڪِڙا، سَچي اِيَ سَنيارَ،
ننڊَ نہ ڪجي ايتري، سُڃَ اَدا يارَ!
سائينءَ مُڪين سَچَ ڪي، تون ڪُوڙو منجهه قطارَ،
ڪِ تو ڪَنين نہ سُڻي، ڪَبرَ جي ڪُوڪارَ؟
گهڙان ٿي رِءَ گهڙي، اِلاهي ٿهارَ!
هو جو شَڪَ شارِڪَ[٣] جو، تئان رَکُ سَتارَ!
ڪُلُّ نَفْسٍ ذَائِقَةُ[٤] الْمَوْتِ، پڙهو اِيَ پڪارَ،
شِڪارُ[٥] تون شَهبازَ جو، تون تان مَنجهه شِڪارَ!

يَوْمَ يَفِرُّ الْمَرْءُ مِنْ اَخِيْهِ[٦]، جِت پڇندا يارَ[٧]،
ٽُرهو چڱو تار ۾، اَچڻ تُون اوسارَ[٨]!
لَکَ مِڙيئي لُٽيا[٩]، هُنڌين وِيا هزارَ،
ڏنئہ جي اَللهَ کي، هوندَ ٿئين پَرين پارَ،
جوڙَن[١٠] مَتان[١١] جُتِڪي[١٢]، ڏُني لڏهنجي دارَ[١٣]،
جيفو[١٤] آهِ[١٥] حَديثَ ۾[١٦]، اَنڌيءَ اِي آچارَ[١٧]،
وَنِيءَ[١٨] ڪين وِلهَنِ[١٩] سين، ڪَنبي يَرِ قهارَ،
سا ڪئن هلي تو سين، جا پَکِي ڪان پتارَ؟*
جيئڻ[٢٠]، جالَ نہ نبهي، سُڃَ اِيَ سَنيارَ،
جِمَ وِسارِئين وِسرا! پٽين[٢١] جي پڪارَ[٢٢].

## سر سريراڳ - داستان ٽئين جو سار

اِنسان کي جڳائي تہ هن سنسار روپي ساگر ۾ سچ جو وَڻج ڪري. سندس ڪايا روپي ٻيڙي هڪ بي جتا ۽ ڪهني وستو آهي، جا هتي جي لهرن ۽ ويرن جي ست سهي نہ سگهندي. باقي بہ جي ترشنائن ۽ عيشن جي ور چڙهي تہ وڃي ڪنهن اوڙاهہ ۾ پوندي. اِنسان جو ضمير يا وويڪ ئي سچاڻ معلم ۽ ملاح آهي، جنهن جي رهبريءَ هيٺ (ڏاٽيءَ جي تره سان ئي) هو هي مها ساگر سلامتيءَ سان تري تو سگهي. سچاڻ ٻيڙياتي جو ڪم آهي تہ پنهنجي ٻيڙيءَ کي ڏهاٽي مڪي ۽ اُنجا لن لڏيندو اَچي. هنکي رات ڏينهن بيدار رهڻ گهرجي. ملاحن کي ننڊ هرگز قبڻي ناهي. ستاٽي سمنڊ ۾ "سڌر ساز" هئڻ گهرجن ۽ "فرنگين" کان بہ خبردار رهڻ گهرجي، نہ تہ ٻيڙيءَ جو وکر سلامت نہ رهندو.

---

١- ڪايو ٢- هڪل ٣- شرڪ ڪندڙ، ڪافر ٤- هرهڪ جيو، موت جو ذائقو چکندو ٥- شڪري، وڏي باز ٦- قيامت يا حساب جي ڏينهن، انسان پنهنجي ڀاءُ کان ڀڄندو (قران شريف) ٧- ياڻر ٨- پناه ٩- بيسود ١٠- گوڏن ١١- ڪڙڪي ١٢- دولت ١٣- گهر ١٤- ڀونڊي ١٥- پيغمبر صاحب جو قول ١٦- انڌي دنيا ١٧- مثال (حديث ۾ دنيا کي مردار سڏيو ويو آهي.) ١٨- ونڊيءَ، ورهايءَ ١٩- ڪنگالن ٢٠- گهٽو ٢١- قبر جي پٽين ڏانهن اِشارو ٢٢- ڏهڪار.

*هيءَ دنيا، جا پنهنجي پتار (دولت جي خاوند) سان بي وفا ٿي آهي، سا تو سان ڪئن نباهيندي؟

## داستان چوٿون

١

سيئي سَنئين[1] ڪرِين، ڪوم مُنجهائين واٽ!*
سُپيرِيان جي سٿ[2]، لاڻو[3] لڳو ميڙئين[4]!

٢

سيئي سُبحانَ جي، ڪَرِ حوالي ڪَمَ،§
تِئي تحقيقُ تَسليمَ[5] ۾، لاهي غَمَ وَهَمَ،
قادِرُ ساڻُ[6] ڪَرَمَ[7]، حاصُل ڪري حاجَ تو.

٣

چَڱَن ساڻ چڱايون، اِئن سَيڪو هوءِ،
تو جئن ڪري نه ڪوءِ، ٻُڇَنِ ساڻ ڀلايون.

٤

چَڱا ڪَنِ چڱايون، مَندايون[8] مَٺَنِ[9]،
جو وَڙُ[10] جُڙي[11] جن سين، سو وَڙُ سيئي ڪَنِ.

٥‡

مَيَنِ[12] مَٿي سَمَرا[13]، کُهَيَنِ[14] سَڌَ ڪرِينِ،
ساٿ نِباهيو نينِ، اِيءَ پِرِ سَندي سڄڻين.

٦

وِٽُ[15] وِهي[16] جو جي لَهَنِ، ڏِيِي ڪار نه ڪَرِئين ڪا،
سا پَرُوڙِج ڳالهڙي، وَڻجارَنِ وِٽان،
مولي جن هَٿان، آنديءَ گهڻي اَدَبَ سين.

٧

اُملَ[17] آڻ ۾ اَنِ ڪِي، جي نه پَروڙِينِ مَٽ[18]،
جِتِ گَڏِ جيئي جوهَري، ماڻڪُ لُنهين[19] مَٽِ[20]،
جنين سونَ سين سَٽ[21]، تن هَٽي رِيّ[22] رَدِ ڪيو.

٨

سونا! وانءِ صَرافَ[23] سيئن، لَڏو[24] لاهِ مَ لَڏِ،†
سودو سوئي چَڏِ، جنهن ۾ جَواهِرُ ناهِ ڪِي.

٩

سونا! وانءِ صَرافَ سيئن، لَڏو هَڏِ مَ لاهِ،

---

١- سنئين راهه تي ٢- ٽوليءَ سان ٣- جڏو سڏو ٤- ملائين ٥- توڪل ٦- ڏاڍي سگهارو ٧- ٻاجهه ٨- بديون ٩- بدڪارن ١٠- ساوڪ ١١- سؤنهي ١٢- اُٺن ١٣- سمر ١٤- ٽڪلن ١٥- قدر ١٦- سوداگري ١٧- اَملهه ماڻڪ ١٨- سڙدو ١٩- لتان ني ٢٠- سڙدو ڪر ٢١- وهنوار ٢٢- ڪچ ٢٣- وٽ ٢٤- سامان نه لاهه يعني سفر ڪرڻ نه ڇڏ.

*شل تون سيني کي سنئين راهه تي آڻين ۽ ڪنهن جي واٽ نه منجهائين.

§ پنهنجا سڀ ڪم ڪاريون ايشور کي سپرد ڪري ڇڏ.

‡ پنتي پيلن ۽ ٽڪلن کي سڌ ڪري ۽ سندن سامان سڙو اُنن تي رکي، ساري ساٿ کي منزل مقصود تي پهچائڻ، سڄڻن جي ني ريت آهي.

† اي سون! (سچا انسان) تون کهي صراف (پارکوءَ) وٽ وڃ، ويهي نه ره، سفر (ڳولا) ڪر.

آهي تن اونداهه، جن جواهر ضايع ڪيا.

١٠

جه صرافن لڌيون، ته تون پڻ لڌڄ، سون!
قدر[1] لهندء ڪون، نيٺي ڳڌيندء ڳڌون، سين.

١١

اڳهيو ڪائو ڪچ، ماڻڪن موٽ ٿي!
پلئء پايو سچ، آچيندي لڄ مران!

١٢

ويا سي وڻجهارا! هيرو[2] لال[3] وڌين جي،
تنين سندا پويان، سيهي[4] لهن نه سار،
ڪٺين ڪٽ[5] لهار، هاٽي[6] انين پيٺيين.

١٣

وڃن م وڻجهارا! پاٽيڪ[7] جي پرکا[8]،
ڪٺير[9] پايو اکئين، لهن سيڪهن[10] سار،
موتيء جي مزاج جو، قدر[11] منجهه ڪنار[12]،
صرافنئون[13] ڏار، ماڻڪ ملاحظو[13] ٿئي!

١٤

تا صراف سجهن[15]، پاڻ ڪونائين جوهري،
ماڻڪ ڪري مٺ ۾، وانء وڃي وت تن،
سندس لئي سيد چئي، کهڙو قدر ڪن؟
پاٽيڪ ئي پرکن، ڪ ڪنچل[16] ڳڌين ڪچ[17] سين؟

١٥*

امل، اساري[18] پٽي، پوري[19]! پڳء جت،
ڪه نه رنء لبت، ٻئي اڏ هٽ ڪري؟

١٦*

امل، اساري پٽي، پوري! پڳء جيٺن،
وانء صرافن سيڻن، ٻئي اڏ هٽ ڪري.

١٧*

ماڻڪ، منڌ هتان[20]، پيٽيء[21] ۾ پرزا ٿيو!
سچو تان، سيد چئي، لهي لک سوا،
پڳي پهاٽا، پڌ[22] مان پري ٿيو.

١- پٽل جو لونو، مٺ، کهڙو ٢- هيرن ۽ لالن کي سوراخ ڪيندڙ ٣- سوراخ ڪن (نهايت نفيس ڪم آهي) ٤- شيهي (ڪچ ڪوڙ) ٥- خسيس ڏاٽو ٦- ماڻهن ٿي ٧- آبدار موتي ٨- پارکو ٩- نديڙو شيشو، خوردبيني ١٠- پرک، شناس ١١- ڳڻ ١٢- باهريون پاسو ١٣- صرافن کان ١٤- جوکو ١٥- سجهن ١٦- ڪنچن، سون ١٧- ڪچ، مٺ ١٨- ويسرو ٿي ١٩- پورڙي ٢٠- وسوڙل ٢١- صندوق (هتي انساني ديهيء ڏانهن اشارو) ٢٢- ملهه، مرلهي.

* انسان پاڻ سان روحاني جوهر (ماڻڪ) کڻي آيو هو، جو هتي اچي ضايع ڪيو اٿس. هن ڪايا روپي پيٽيء ۾ انسان اصلوڪو آتمڪ ماڻڪ پرزا ڪري وڃائي ويٺو آهي. انجو اصلوڪو ملهه اڪٿ آهي، پر پڳي کان پوء اهو پنهنجي پد (مرلهي يا ملهه) کان ڪريو پوي. روحاني صراف ئي انکي درست ڪري، اصلوڪي روپ ۽ پدويء تي رسائي سگهن ٿا.

١٨

جِتني ماڻِڪ ماڳَ[1]، تِتني چوران[2] لَڪِيو،

سَنڌُون[3] تن سَياڳَ[4]، اَمُلُ جن اوباهيو.*

١٩

چورُ[5] اِيو اِئن چوءِ، تہ آئُون اُهوئِي آهيان،

جي اَسِي اَڪِيُنِ هوءِ، تہ لِڪي[6] ڪي ڪونہ لَهي.

وائي

جاڳو، يارا![7] جيڏِيُون! پاڻُ پَرَنجي،

جاڳو جوشان[8]، جيڏِيُون! پاڻُ پَرَنجي.

هلندي حَبيبَنِ[9] ڏي، ويلو[10] وِچِ نہ ڪجي،

مَتان اِهَسَ[11] اسرِي، پَتنگ جئن پڄجي،

عَرضُ اَحوالُ اُنِ کي، چَڱِيءَ پِتِ[12] چئجي،

ڪري نِيازُ[13] نِڪَڻو[14]، واحِدَ ڏي وَرجي[15]،

آهي موتُ مِڙن تي، گوڙ[16] ڪيو ڳَجي،

اَجلِ[17] اِينِدءِ اوچتو، جو سدا تو سُجي[18]،

اَڳيان اوندا هيءَ جو، سَمَرُ ساڻُ ڪجي،

ڪَڻُ تون قوُتُ قَبرَ جو، گهڻو تو گهرجي،

اَگو عيبَ اوهانجا، پَڪيا[19] ڳُجهَ ڀُڄهي[20]،

جيڪي وَهِي وُجوُدَ ۾، صاحبُ سو سَمجهي[21]،

ٻِجِي ٻاءِ ڏَٽِيءَ[22] جي، جيڪو ڀِيءِ[23] ڀڄي،

اَمنُ[24] آهي اُنَ کي، جو مَنجهہ اَللہ اَجهي[25].§

## سر سريراڳ - داستان چوٿين جو سار

توڪل ۾ وڏي برڪت آهي. جو اِنسان پنهنجا ڪارج، ايشور يا رب کي ٿو سونپي، تنهنجي هو ترت اَچيو سار لهي. ڏٽي، ٻين سان ٻہ چڱو آهي. افسوس جو هن زماني ۾ سون (سچ) جو قدر نہ رهيو آهي. سچا صراف ٻہ ويچارا لڏي ويا آهن. وڻجهارن جي جاءِ تي هيڻڙ لهارن اَچي ديرو ڪيو آهي. اِنسان، هن دنيا ۾ اَچي، پنهنجو روحاني جوهر ڪوهي وڃائو آهي. پاڻ سان هو اَملهہ ماڻڪ کڻي آيو آهي، پر شيطان روپي چور کان اُنکي بچائي نہ ٿو سگهي. هن دنيا ۾ ڪائو اَگهي ٿو ۽ ماڻڪن جو مان ڪونهي. شل سچا وڻجهار نہ وڃن. سياڳا اُهي آهن، جي پاڻسان کڻي آندل موتي، هتان سلامتيءَ سان بچائي ٿا وڃن. سچي سوب اُنهنجي آهي.

”سنڌون تن سياڳ، اَمل جن اوباهيو.“

---

١- آستان ٢- ماڳ ٣- سنڌو ٤- سلامتيءَ سان پار ڪيو ٥- شيطان، جو اِنسان جي ساڃهہ چورائي وٺي ٦- شيطان، جو لڪيو اَچيو حملو ڪري ٧- اَرپڻ ڪجي ٨- شوق وچان ٩- محبوبن ١٠- اَوير ١١- ٽڄلو ١٢- طرح، نموني ١٣- نسورو ١٤- ڏٽيءَ ١٥- رجوع ٿجي ١٦- ڪڙڪا ١٧- موت ١٨- سجهي ١٩- لڪل ٢٠- ڄاڻي ٢١- ڄاڻ ٢٢- ٻڌپ ٢٣- خوف ٢٤- سلامتي ٢٥- سرن.

*اُهي نصيب وارا آهن، جن پنهنجي اَمل ماڻڪ (روح) کي شيطان جي چنبي کان بچائي ورتو.

§اُنهن کي ئي آرام آهي، جن اَللہ جو اَجهو ورتو آهي.

## داستان پنجون

١

مون ٽي ڇيءَ، ڪانڌ! پُٺي[1] پاڙ[2] مَ مُڪڙي،

سِڙهَ پُراڻا پاڻ، لهريون[3] سهي لڳنديون.*

٢

لَهرين ليکو ناهه ڪو، جت ڪپر ڪُن ڪار،

اڇاڙا[4] عميق جا، اڇن اوڀار،

اُتي اَسارا[5]! وير وڙهنديءَ[6] ويسرا!

٣

وير وڙهنديءَ ويسرا! اُتي توهُ طلب،

سائر[7] ڪنهن سبب، ڪالهه نه وڌءِ ڪُنَ ۾.

٤

ڪالهه وڌائين ڪُن ۾، جاڏا[8] جُنگ[9] جهاز،

تنهنجي اَڄ ترار[10]، آهي آر[11] اَکين ۾.§

٥

آهي آر اَکين ۾، ناکُئا! ڪيج نگاهه،

وڏا بيڙا ٻوڙيا[12]، سائر ڏيئي ساهه،

مُلاحظو[13] مَلاح! ڪيج ڪو اِنهيءَ ڪُنَ جو.

٦

مُلاحظو مهراڻ جو، مور مَ لاهه مَناءِ[14]،

ساموندي! سيال کي! سُمهڻ آيءِ ساءِ[15]،

جاڳي جُر[16] متاءِ، تاري وانءِ ترازکي.

٧‡

تاري وانءِ ترازَ کي، منجهان موج، مَلاح!

داٺهوُن ڪنِ درياهَ[17] جون، اُونهي جا آگاهَ[18]،

سوُنهن[19] جي صَلاحَ، وَنءُ نه ويرِ لنگهي وَڃين.

٨

سوُنهان سُڏيون[20] ڏين، هڻ ديواني درياهَ جون،

ڪوڙ اوڏائي ڪين ڪي، رڳو سَچ سوداڻ،

عجز[21] جو اَڏ رانبه کي، وَکرُ وهائين،

سانڍ[22] نباهيو نين، ثابتُ اِنهيءَ سيرَ مان.

٩

ثابتُ لنگهيا سيرَ، لهرين لوڏيا ڪين ڪي،

وَڃي پهتا پارَ کي، نرتوُن[23] منجهان نيرَ[24].

---

١- پتار ٢- جهوني، پراڻي ٣- ضرور ۴- اڇون لهرون ٥- غافل ٦- سست ٧- ساگر ٨- ياري ٩- پربت جيڏا ١٠- ٻيڙي ١١- پاڻيءَ جي لک ١٢- ڦوڪجي ١٣- خوف ١۴- من تان ١٥- لذت ١٦- جل ١٧- سمنڊ ١٨- جاڻو (اُونهي جا آگاهَ=ساگر جا جاڻو، هتي ڪامل اِنسان) ١٩- رهبرن ٢٠- خبرون ٢١- زاري، نيزاري، وينتي ٢٢- ٽولي ٢٣- سک مان ٢۴- ساگر.

*سڙهه جا پاند پراڻا آهن ۽ لهريون به ضرور لڳنديون.

§سير (سمنڊ) جي اکين ۾ اڄ تنهنجي ٻيڙي آهي (ساگر اڄ تنهنجي ٻيڙيءَ کي تاڙيو ويٺو آهي، ڪنهن مهل به سٽ ڏيئي غرق ڪري ڇڏيندس).

‡اي ملاح! تون ٻيڙيءَ لهرين مٿان سلامتيءَ سان هاڪاري وڃ. ساگر جا جاڻو اُنهي خطرن کان آگاهه ڪن ٿا. رهبرن جي هدايت تي هل ته خير ۽ خوبيءَ سان وير مان پار اُڪرين.

ماءِ! ڀِڃنا ميرَ، ٻارِ اَڱڻياٺون ٻاجهه سين.

١٠

تُون ويسرو، وِيرَ! ساٿين سَنيهت پَندَ جي،
جوڙي جُنگ جَهازَ کي، ڪوڏ هَٽائج ڪيرَ،
وَهي وَڻجارَنِ جي، بَندرَ ڏانهن ٻيڙَ،
گهَرِ تنين جي ڪيرَ، جن لاڳيدارَ لنگهائيا.

١١

قرقُلَ، قوتا، پارچا، پاٽيمت پاتائُون،
ڪونيوُن قيمَتَ سنديوُن، ترِ ۾ تاڪيائون،
لاڄُن منجهه، لطيفُ چئي، ٻيڙا ٻَڌائون،
نَذرُ نَبيءَ جامَ جو، چڙهندي چيائون،
جي چوُهي چوڙيائون، سي ٻيڙيون رکين ٻاجهه سين!

١٢

وچينءَ جان ويهي، جَرَ ٻلؤ پائيان،
”تڙِ ٻيڙا! گهرِ سُپرين!“ اوسَه اِيَ پيٺي،*
جِئن وَڻجارو سين وَکَرين، سَرها سيٺي،
حُرمَتَ ساڻ حَبيبَ جي، سوُنگيا نَه سيٺي،
پاٺهين اوءِ پيهي، کَنبَ کيڙائؤ آئيا.

وائي

عُمرِ سَڀَ عَبثُ، وِيل وڃايمِ، وقتَ وڃايمِ پانهنجا!
وِيئي لِکيو لوڙيان، جيڪي ڪيڙو مَسُ!
اَچي اَياڻين کي، راسڄَ! اَچي رَسُ!
حالُ منهنجو هَهڙو جهڙو، تان تُون پريمَ! پَسُ.
قَلبُ جو ڪارو ٿيو، ڪاتِبَ! لاهِئين ڪَسُ!

## سر سريراڳ - داستان پنجين جو سار

هن مها ساگر ۾ ڪنن ۽ لهرن جو نه شمار آهي، نه اَنت. ساگر وڏا وڏا جهاز ڪن ۾ پنهنجي پيٽ ۾ هنيو ڇڏي. اِنهيءَ ڪري ملاح (اِنسان) کي گهرجي ته هر وقت سجاڳ رهي ۽ تر جيتري به غفلت نه ڪري. وڏا وڏا سوُنهان به هن ديواني درياه کان پناه ۽ اَمن پيا گهرن. سچ جا سوداگر، عجز ۽ آراڌنائن جي وسيلي ۽ ڌڻيءَ جي مهر سان، هن سير مان ثابت لنگهيو وڃن. مهراڻ ۾ لهرن جو ليکو ڪونهي ۽ منجهس ”ڪير ڪن ڪارا“ آهن. عميق جا آچاڙا هر وقت اوٻارا پيا اچن. سوُنهن جي صلاح سان ئي هن سير مان ثابت لنگهي سگهبو. هو سچ سوديندڙ آهن ۽ هننڪي ئي ڄاڻ آهي ته ساٿ کي ڪئن ثابت سير مان پار اُڪارجي.
”ساٿ نباهيو نين، ثابت اِنهيءَ سير مان.“

١- سمنڊ ٢- سانباهو ٣- شوق وچان ٤- ڪليون ٥- قافلو، ساٿ ٦- واڌايون ٧- محصول اُڳاريندڙ ٨- لؤنگ ٩- ڪپڙا ١٠- آبدار موتي ١١- پراپت ڪيائون ١٢- تري ۾ ١٣- بند ڪيائون ١٤- رسن ١٥- نذرانو ١٦- لڪي واءُ ١٧- ٽين نماز جي وقت، ٽيهري ١٨- ٻلؤ پايان ١٩- ٻور ٢٠- محابي ٢١- محصول ڪري روڪيا ٢٢- اُهي ٢٣- ولايتون ٢٤- گهمندڙ ٢٥- فضول ٢٦- وقت ٢٧- پوڳيان ٢٨- تقدير جي مس قلم ٢٩- هلنديءَ وارا ٣٠- پرين ٣١- اي ورڌاتا جا اَنگ لکندڙ! ٣٢- ڪٽ.
*مونکي اِهوئي فڪر آهي ته شل ٻيڙا تڙ لڳي ۽ پرين گهر ۾ سلامتيءَ سان اَچي پهچن.

## داستان ڇهون

١

ٽانگهي[1] ۾ ٽاٽي، ٻڌ[2] پنهنجو ٽرهو،

اُونهي[3] ۾ آٽي، ڪونہ ڏينديءَ ڪو ٻيو!

٢

ٽارُ ٽڙيو وڃن، نميا وڏا واهڙا،*

هيءَ! ٻرا! آٽارُن[4]، جئن ڳرا مٿن موليا[5].*

٣

ڏوري لهہ ڏاٽارُ[6]، جم وهين ويسرو!

هڪيو هوئج هوشيارُ، ڪنوڻ[7] ڪنوڻديءَ اوچتي.

٤

سُتين ڪهڙيءَ سارَ؟ وڃ ڪنونديءَ ويسرا!

تو جيڏا تو ٻارَ، لهرين لهوارا[8] ڪيا.

٥

سُتين سنجهيئي، وڃ ڪنونديءَ ويسرا!

ويرَ وري ويٺي، آسارَن[9] ٽان اوچتي.

٦

ڪنوڻ ڪنوايو، آيءَ ننڍ اپاڳ ڪي!

جنين نہ پوُ[10] پانيو، ڪري ٽوائي ٽن ڪي.

٧

سامُونڊي! تو سنبهين[11]، ساڄو جهل سُڪاڻ،

لڳي واءُ وڏاندرو[12]، منجهائي مهراڻ،

جنين پانيو پاڻ، ڪري ٽوائي ٽن ڪي.§

٨

نڪو سُک نڪتين[13]، نہ ويساند[14] نئين[15]،

جيڪا اچيئي سامهين، پانئين سا سٺين!‡

مُوڙي[16] ڪوہ مٺين[17]؟ جئن سچيوُن راليوُن سُمهين!

٩

اُهکي راہَ اللهَ جي، اُهکي، اُهکيءَ پٽ[18]،

هوءَ جي ڏيهائي ڏيہَ جا[19]، ٽن پڻ موڙهي مٽ،

آچاڙان[20] اٽ[21]، گهڙج گهاٽي نينهن سين.

١٠

مَ ڪي هيئج مَ هوج، ٽرس مَ، ٽاڻ جهاز ڪي،†

چؤ ڪلمو محمد ٽي، تہ اڳيان اچيئي اوج[22]،

سهڪيءَ پٽ[23]، سموجهہ[24]! اُنهنجي مَڪي ٻَڪي مَڪڙي.

---

١- ٽانگهي پاڻيءَ ۾ ٢- چڪي ٣- اونهي پاڻيءَ ۾ ٤- اڻ ٽارن ٥- ٻڏون ٦- ڏٽي ٧- وڃ ٨- غرق ڪيا ٩- غافلن ١٠- بتال ١١- پختو ١٢- خوفناڪ ١٣- ٽارن ڪي ١٤- آرام ١٥- نهرن ڪي ١٦- ناٽو ١٧- ڳٽين ١٨- طرح ١٩- ٽر جا رهاڪو (روحاني دنيا جا جاٽو) ٢٠- روحاني لهرين ۾ ٢١- اٿيءَ ٢٢- ٻل ٢٣- آسانيءَ سان ٢٤- اي داناہ!

*ٽارن يعني لياڳين يا ويراڳين لاءِ سنسار روپي ساگر ٽرڻ آسان آهي. افسوس آهي اڻ ٽارن يعني عام ماڻهن جي حال تي، جي مٿن تي وڏيون ٻڪون ٻڌي يعني دنيوي بار کنيو پيا هلن.

§جن خودي ڪٺي، تنکي ئي هي سنسار روپي ساگر بتال ٿو ڪري.

‡جيڪي ٻيا ڪنهن جفاڪشيءَ جي ٿو مليئي، تنهنکي ئي نعمت پيو سمجهہ.

†هيئن هونئن نہ ڪر (گهتون گوهيون نہ ڏي)، ويل نہ وڃاءِ جهاز کي هڪدم هاڪار.

١١

تَنَ ۾ تَرازَ توهَ جي، گَهڙو لَهُ گهوري،*
اَدَبَ ۽ اِخلاص[1] جا، سِڙهَ[2] ٻَڌجِ سوري،
وَکَرُ وِنَتِيُن جو، تنهن ۾ پاءِ توري،
تہ عادَنِئُون[3] اوري، تُنهنجو تَوائي نہ ٿئي.

١٢

لوٽي لَوائي، لوءِ تُنهنجو آسرو!
سَڄَرُ[4] ڳِر لائي، ڪِيرُون ڏِينديَس جيڏيِين.

١٣

وِيهُ لون وِساري، چَندا جي چُلَڪَ[5] جا،
جو لَکَ لهرِيُون[6] ڏي، ڪر ساڃاهِ تنهن سمنڊَ سين.

١٤

سمنڊُ جي سيوِڻ[7]، تنين ماڻڪَ ميڙيا،
چِلَرَ[8] جي چونِين، تن سانڪوڙا[9] ۽ سُنيُوُن[10].§

وائي

هي جي، هو جي لَڪَ! مون مارِيندا لَڪَ!
يا والِي! ڪيڇُ نہ اوڏِيءَ[11] ڇَڪَ،
اَنتُ نہ ڏجي عامَ کي، لوڪان ڪجهي لِڪَ،
پاڻَ ۾ پارِيُون ڪري، نِينهَن وَهائجي نِڪَ[13].[14]‡

## سر سريراڳ - داستان ڇهين جو سار

اِنسان کي هردم هوشيار رهڻو آهي، ڇو تہ موت روپي ڪنوڻ شايد ڪنهن بہ وقت اَچي مٿان ڪڙڪيس. هن دنيا ۾ اَهي ٿي خطا تا ڪائين، جن خودي نہ ڇڏي آهي. ويسلن مٿان اوچتو وير چڙهي ٿي وڃي. ڪائنات ۾ ڪنهن بہ وستوءَ کي سک يا آرام ناهي. اِنسان کي بہ واجب آهي تہ آرام ۽ عيش کي ڇڏي، پنهنجي رب کي رجهائي ۽ سچي موڙي کڻي. روحاني راه لاشڪ ڏکي آهي، پر جي عشق کهائو آهي تہ سڀ مشڪلاتون ماٺ ٿيو وڃن. هن دنيا روپي ساگر ۾ هي سرير روپي جهاز نهايت خبرداريءَ سان هلائڻ گهرجي. اُن ۾ اَدب ۽ سچائيءَ جا سڙه ۽ وينتين جو وکر هئڻ گهرجي. حقيقي وات اَهڙي تہ اوکي آهي، جو ڪاملن جون مٿيون بہ منجهيو وڃن. "آچاڙانِ اَبت، گهڙج گهائي نينهن سين."

•

"سر سريراڳ" - هي سر، ڇهن مول سرن مان هڪ آهي. هن سر جي ڳائڻ جو وقت شام جو ۴ کان ۸ ڪائين آهي. مول ڇهہ سر هي آهن: ڀيرو، هندول، ميگهہ، سريراڳ، ديپڪ ۽ مالڪوس. هرهڪ سر لاءِ چار ڪلاڪ مقرر ٿيل آهن. ڳائڻ جو دؤر، سرن جي مٿئين سلسلي موجب، اَسر جو ۴ بجي کان شروع ٿو ٿئي.

---

١- سچائي ٢- چڪي ٣- عدن بندر کان يعني روحاني مقصد کان ۴- گلي سان لڳائي ۵- پاڻيءَ جو چلڪڻ ٦- ڏيڻ ٧- ٻوڇين ٨- هلڪيون ٻيڙيون، جار ٩- سنڪ، ڪوڏ ١٠- سنيءَ جو جمع ١١- ويڇڙائي ١٢- راز ١٣- وسڪارا (نينهن جي ڳوڙهن جا) ١۴- نهر.

*گهڙي ساڌنا يا جتن ڪري، اندر ۾ ٿي ڏٺيءَ جي لطف جي ٻيڙي هٿ ڪر.

§جيڪي هلڪيون ٻيڙيون يا جار پيا لڪين، تن جي نصيب ۾ ڪوڏ ۽ سنيون آهن.

‡اَندر ۾ ڳجها لڙڪ ڳاڙي، پرت جي نهر وهائڻ گهرجي.

# سُر ساموندي

## داستان پهريون

١

ٻَڌَهَ[1] پاسي گهارِ[2]، آئلِ! ساموندين جي،
وڃهي جيُ جَنجارِ[3]، جمَ وَڃنئي[4] اوهِري.

٢

ٻَڌَهَ پاسي ٻَچُ، آئلِ! ساموندين جي،
مَنَ ٻر ٻاري مَچُ، جمَ وَڃنئي اوهِري.

٣

ٻَڌَهَ پاسي ويهُ، آئلِ! ساموندين جي،
تون وِسري وِکَ ڪَٽين، هو ٻُوريندا[5] ٻَرَڏيهُ،
سمنڊُ جن ساڻيهُ[6]، ڪوهُ نه ويٺينءَ تن سين؟

٤

جان ايندين تان آءِ، هَٿي هَٿُ ٻَڌهين،
لڳي واءِ سُواءِ[7]، سِڙهُ سانباهي[8] نه سَهي.

٥

ننگرَ جان نه ڪَٽنِ، وانءِ وَهَلي[9] نڪري،
مَڇُڻِ[10] ڏيهه[11] وڃنِ، ناڙِيُون[12] ٻُوري[13] ناکئا.

٦

ننگرَ[14] ۽ ناڙِيُون، ٻَڌَهَ ڪٽي ٻَند ٿيا،
ٻَندَرَ ٻارِيُون، سُڃا ساموندين ري.

٧

ننگرئون نيٽين، مَنَ اولِيءَ[15] نه اوهِري[16]،[17]*
سَباجهين سيٽين، ٻائي ڳُڻَ[18] ڳِهيو[19] هِنئون.§

٨

سيٺي جوئِنَ ڏينهَن، جڏهن سَڄَڻَ سَفر هَليا!

---

١- لنگر ٻڌڻ لاءِ ٿوڙي ٢- گذار ٣- جنجال ٤- ٻيڙيون هاڪاري ٥- ويندا ٦- وطن ٧- سڻائو واءُ ٨- تنهنجو سانباهو ٩- سگهي ١٠- متان ١١- ديس (سمنڊ ڏانهن اشارو) ١٢- جهر جون نوڙيون ١٣- ويڙهي سيڙهي ١٤- لنگر ١٥- اورلي ١٦- ٻيڙيءَ جي ٻن سان ١٧- ڏکڻي ١٨- ڳڙ، رسا ١٩- سوگهو ڪيو.

*منهنجو من يا هردو، ٻيڙيءَ جي ٻن سان ٻه لنگر جي ٻر مان ڏکڻي نه ٿو سگهي.

§منهنجي سباجهي سڄڻ، ٻنهجي ڳڻن سان (يا رسا وڃهي) منهنجو هنئون قابو ڪيو آهي.

رُٺانِ رَھنِ نہ سُھرينِ، آئلِ! ڪَريان ڪيئن؟
مونکي چاڙھي چيئن[1]، ويو وَڻجارو اوھِري!*

۹

نہ سي تڙ ھوڙاڪَ، نہ وايون وَڻجارَنِ جون[2]!
سَرليون! سامونڊين جا، اُڃَ[3] ھڻا چِڪيم چاڪَ،
ماريم فِراقَ، پاڙيچيون[4]! پِرينِ جا.

۱۰

وِيا اوھِري اوءِ، مونکي ڇڏي ماڳھين،§
جُڳن جا جُڳَ ٿيا، لڳا نہ موٽيو ڪوءِ!§
ڳونڌرُ[5] ماريندوءِ، وڃاري[6]! وِئنِ جو.

۱۱

اُونھي ۾ اوھِري، جڏھن جي ويا،
سانداري[7] سَمونڊ جي، نھوڙي نِيا!
وڃي لِٽ پيا، جِتِ نھايَتَ[8] ناہِ ڪا.‡

۱۲

اُونھي ۾ اوھِري، جڏھن ويا جي،

موٽِي ماڳِ نہ آئيا، ماءُ! سامونڊي سي،
ڪارو[9] لنگھيو ڪي، جيڪس وَہُ[10] وري ويو!†

۱۳

اوڙاہ ويا نہ وَريا، آئون لنھن ماري ويڻَ[11]!
ڪري سامونڊي سيڻَ، جُسي جارُ[12] پرائيو!

۱۴

جي وِڙَہَم اَڄُ سي ڪڏھن ايندا مان گَري؟
پِريان جي ھُنَ پارَ ڏي[13]، وڃي ڏنڪي[14] ڏَڄُ،
سامونڊيڪو ڏُڄُھ[15]، ماءُ! ماريندم ڪڏھين!

۱۵

اُھريا جڻانين، ٻُڪنِ[16] لن ٽڙائيين[17]!×
سامونڊينِ، سائين! واءُ سَٽائو وارئين!

۱۶

سامونڊي ساري، مٿي تڙ گُداريان،
مونکي ٿي ماري، اُنِينِ سَندي ڳالھڙي!

۱۷

سامونڊيءَ ساري، ماءُ! منھنجو جِندڙو،

---

۱- چکيا لي ۲- بيڙيون ۳- زخم ۴- پاڙي واريون ۵- غم ۶- ويلن (پرديس ۾ ويل پرين) ۷- ساگر جي سير ۸- اُنت ۹- سمنڊ (ڪارو پاڻي) ۱۰- پاڻيءَ جي لک ۱۱- سخن ۱۲- غم ۱۳- چمڪي ۱۴- جھنڊي ۱۵- غم ۱۶- جتان لي ۱۷- (شل) پھچن.
*مونکي چکيا لي چاڙھي، وڻجارو (منھنجو پتار) بيڙي ھاڪاري ھليو ويو.
§وڻجاريءَ جي من ۾ شنڪا ٿي اُلي تہ ھو شايد بيڙي ھاڪاري، مونکي ھميشہ لاءِ ڇڏي ويو آھي. ھو شايد اُلي وڃي پھتو آھي، جتان جڳن ٿيڻ تہ ڪو جھان ۾ ڪونہ ٿو موٽي.
‡ھو وڃي اُنھيءَ ھنڌ پھتا، جنھنجو ڪنھن کي بہ اُنت ٿي ڪونھي.
†شايد ھنن مٿان سمنڊ (ڪاري) جو لکو وھڪرو اچي ويو (ھو ساگر ۾ سمائجي ويا).
×جن تڙن تان ھو اُسھيا ھوا، لن تڙن تي شل وري سک سان اچي پھچن.

ٻَندَرِ وِيچاري، وڃي لاٿا ڏيھڙا.

١٨

سامونڊيڪو سڱُ، آھي گوندرَ گاڏئون،
اَنگڻِ چاڙھي اَڱڻ، وِيو وَڻجارو اوھري!

١٩

وڃيئي وِسري شال! جو تون سودو سِکيو،
اَڄا آئين ڪالَ، پڻ تو سَفرِ سَنبھين!

٢٠

ٻُريو جھليو روءِ، مَٿي مُھري ھَنڙا،
ڪوءِ! سودو سَندوءِ، جو تون، ٻوليا! سِکيو.

٢١

اُلوڙڻ نہ ڏِئي، وَرُ وِڌائين وَنجھ ڪي،
رَهُ اَجوکي رانڙي، لالَنَ! مُون لاءِ،
وڃُ مَ قوڙائي، ايڏي سَفرِ، سُبھرين!

٢٢

جيڪُسِ نِہ نيھُن سَندومِ، جنھن مون ٻيڻي ھُن ليليو،*
سعيو سامونڊين سين، اَکِھين تان نہ ڪيومِ،
وڃڻُ مَنجھ ھُئومِ، پاڻُ وراڪي رَسِ سين.§

٢٣

ٻيڙيءَ جي پِٽَنِ، نيھُن نہ ڪھي تن سين،
اَپيوَن ڏَنبَ ڏَسَنِ، جَہ سَڙہُ ڏيئي سيرَ ٿيا.

٢٤

ھنڱڙو ٻيڙيءَ جان، ڏُنڙ پئي ڏيھن ٿيا!‡
پُڇيو تان نہ ٻريان، ڪَرلاھوُ تي ڪڏھين.

٢٥

تَنَ جنين جي تانگَ، سي سَڃڻَ سَفرِ ھليا،
لَڌِيَ لاڀ، لطيفُ چئي، ڪڏھن ايندمِ؟ ڪانگَ!
ڪنھن سَتاڻي سانگَ، پرين پَرڏيھي ڪيا.

٢٦

تان ڪي لَڌِيَ ڪانگ! ڪڏھن ايندا مان ٻري؟
سيڻَن ڪارڻ سانگَ، مون تان گھٽيئي ڪيا.

٢٧

سَرُ نسريا پانڌِءِ اُترَ لڳا، آءُ پرين!
مون تو ڪارڻِ، ڪانڌَ! سَھسين سُکائون ڪيون.

---

١- ناٿو ٢- سورين ۾ ٣- جسم ٤- ٻيڙيءَ جي ڳن ٻڌڻ لاءِ ڪلو ٥- ٻيڙيءَ جي منھن يا اڳياڙيءَ کي ٦- اي پريتم ٧- اوليءَ سان ھلائڻ ٨- پاڪر ٩- جدائي ڏيئي ١٠- ڪمزور ١١- (ٻيڙيءَ کي) ڌڪي ھلايو ١٢- ٻيڙيءَ منجھ ١٣- وراڪا ڏيئي ١٤- نوڙي ١٥- ڳنڍ آرين ١٦- جڏھن ١٧- اُوڙ ١٨- سار لھندڙ ١٩- تانگھ ٢٠- ضروري ٢١- سبب ٢٢- لباس، حيلا ٢٣- واھن ۾ اُتر لڳڻ سان ساوا ٿيندڙ سلا ٢٤- آيريا ٢٥- چونيون (سلن جون).

*شايد منھنجو پريم ڪچو ھو، جو منھنجي ٻيني ۾ ٻيڙيءَ کي ڌڪي ھلائي ويو.

§جيڪر رسيءَ جي وراڪن ۾ ويڙھجي، پاڻ ڪٽي ٻيڙيءَ ۾ وڃھان ھا.

‡جنھن ٻيڙي ڪنھن خراب لڙ ۾ ٻوڙي ڪري ٻري حالت کي رسندي آھي، تنھن ڳچ ڏينھن جي وڇوڙي ڪري، منھنجو من بيحال ٿيو آھي.

٢٨

سَرَ، لوهيڙا ڳيپيا، ڪُسَرَ نسريا،

تو ڪڻن وسريا، ٻوليا! ڏيهن اڇڻ جا؟

٢٩

جيڪر اچي هاڻِ، تہ ڪريان روح رڇنديُون،

آئِلِ! ٻولئي ساڻُ، هوندَ ڳرِ لڳي ڳالهيون ڪريان.

٣٠

آئِلِ! ٻولئي ساڻُ، اچي تہ جهيڙيان،

لايءِ ڏينهن گهڻا، مون سين ڪيءِ ثورڙا.

٣١

ٻوليو ويڙو ڏوُرِ، لي تي سيءِ گذاريان،

مادرِ! مؤن مَچورِ، ناٿ پَدَرِ ٻوندي ٻرينءِ ري.*

٣٢

لاهيندا ئي ڪَنِ، ڳالهيون هَلَڪَ سَنديُونِ،

ڏيندا مُؤن ڏکِ، وَهَ وجهندا جندڙو!

٣٣

مونکي جياريو، پرينِ جي ڳالهہ ڪري،

ٻَئو اَڄُ اَڏيو، هنئڙو ڪوٽ ٻُرج جئن §

٣٤

وانءِ وڃي وائُٽ، هنئڙا! ماڳُ پريَن جو،

ڇُميو ڇُمُ چائُٽ، هوءِ جا سَندي سَڄڻين.

٣٥

آئُون جن آساري، مَٿي تَڙَ گذاريان،

مونکي وساري، شال مَ وڃن اوهري!

٣٦

سَنهي لَڪَ، نَڪَ سَنئين، ڪَڄَلَ ٻئن نيڻ‡

ساموُنڊي! مون سيڻ، ڪِ تو ڪالهہ لَنگهائيا؟‡

٣٧

هي سَڄَڻَ سيئي، جي مون ڪوڏ نهاريا،

ايندم جان ٻيهي، تہ سڀ لاهيندم ڏکڙا.

٣٨

چمڪيؤن چوڏارَ، ڏڄؤن ڏازيڄڻ جؤن،

ماء! ساموُنڊي آئيا، سَهسين ڪري سينگارَ،

اُنين جي ٻَچارَ، ڪالهونڪَرَ ڪانگَ ڪري.

---

١- جبلن ۾ ٿر ۾ گهڻو ٿيندڙ ۽ ڳاڙها گل پيدا ڪندڙ وڻ ٢- ڳپ جهليو ٣- ردي سر يا ڪانهہ ٤- دلپسند رهاڻيون ٥- گلي سان لائي ٦- جهيڙو ڪريان ٧- لنگهڪري ٨- سنا سور نہ جاڳاءِ ٩- نہ نہ ١٠- درياهہ جي لڪي وهڪ ۾ ١١- قلعي جي ١٢- ٽلهہ ١٣- چڪاس لهہ ١٤- آسري ١٥- چيلهہ ١٦- نڪ ١٧- سرمي چنبل ١٨- خوشيءَ وچان ١٩- جهنبيون ٢٠- شاهوڪارن ٢١- ڪالهہ ڪان ولي.

*اي امڙ! منهنجي اندر جي آزار ڪي نہ اُلله، نہ تہ پرينءَ لاءِ روئڻ ڪري، منهنجي پدر ٿي پوندي.

§منهنجو هردو، جو قلعي جي ٽلهہ وانگر ڊٺل آهي، تنهنڪري ٿئين سر اَڏي راس ڪريو.

‡اي ساموندي! منهنجو سنهي چيلهہ، سنئين نڪ ۽ سرمي چنبل نيڻن وارو سڄڻ، تو ڪو ڪالهہ سفر ڪندو ڏٺو؟

وائي ١

پرينءِ جي پنڌان، مونکي جي جهلينديون، [1]
سي نہ پڄنديون.
پلي ڪري آئيو، ناتارو ڏيهان، [2] [3]
پڳي ڪُتِ سڄي ٿِي، لٿي جاڪِ ڳران، [4] [5] [6]
سرتيون سوڙ پرائيا، هاٿي هِنَ هندان،
تان ڪي واسُ وِهائيان، باروچي مُلان، [7]
تان ڪي ڏونگرُ ڏورِيان، جان ڪُڙهه اندرِ ساهُ، [8]
متيون موڙ سنديون، تون هڏ آچ مَ، ماءُ!

وائي ٢

ٽڙ نهارِيان ٿي، منهنجا بندرِ ويڙا جي،
مانَ سڙهه سُهاڻان سڄڻين.
اِپي اوسَه پائيان، ڪارڻ وڻجاري، [9]
گهڻو اُڪنڊي آهيان، پرينءَ پنهنجي ڪي، [10]
آسائتي آهيان، الا! ڪانڌُ اَچي.

وائي ٣

آيَل! ڪريان ڪيئن؟ منهنجو نينهن اُپليو نہ رهي، [11]
ويو وڻجارو اوهري، مونکي چاڙهي چيئن، [12]
ساموندين جي سنگ ڪي، رُئان رائو ڏينهن،
اڏوهيءَ جئن ڏڪڙا، چڙهيا چونڀيءَ سيئن،* [13]
گونڌر مٿان جندڙي، ورِيا ولين جيئن،
مادَر! پائي مُنديون، وڃان هاديءَ سيئن.§ [14] [15] [16]

## سر ساموندي - داستان پهرئين جو سار

وڻجاري، پتيءَ جي وڇوڙي ۾ بيحال ٿي پيئي آهي. ساموندين کان سواءِ، ڪيس بندر ۽ بازاريون سڀيئون بيٺون لڳن. وڻجاريءَ جي دل ۾ ڪئين خيال پيا اچن. ڪڏهن اهو ويچار ٿو اچيس تہ مڃاڻ منهنجو پيتار سمنڊ ۾ سمائجي ويو هجي! گونڌر، دل کي ولين جيان ويڙهي ويا اٿس؛ چنتائن ۾ چوُر ٿي پيئي آهي ۽ دم دم پنهنجي پرينءَ لاءِ ٻڌائون ۽ پوڄائون پيئي ڪري. نيٺ اٿر بہ اچي لڳو آهي. وڻجاريءَ جو هنئڙو هڪ جاءِ ناهي. دل ۾ پيئي چوي تہ "منهنجو ڪانڌ موٽي اچي تہ ساڻس گهڻن ڏينهن لاءِ جي ڪري جهيڙو ڪريان." وري چوي ٿي تہ "جي هو اچي تہ ساڻس جيڪر ڳر لڳي ڳالهيون ڪريان." نيٺ ڪانگ ٻچار ٿو ڪري ۽ سندس من گهوٽ جي موٽي اچڻ جو شڀ ڏينهن اچي ٿو سهڙي.

---

١- پيچري کان ٢- پگل برلن سچا ڪندڙ (پگل دليون درست ڪندڙ دلبر) ٣- پر ڏيهان ٤- ڪت جو ٿانءُ (دل) ٥- ڪس ٦- گهران ٧- سرهاڻ ٨- ڪک ٩- سوڻ ١٠- سڪايل ١١- ڳجهو ١٢- چڪيا ٿي ١٣- ٽائين ١٤- بنهي هٿن جون آڱريون وڪوڙي (عاجزيءَ سان هٿ جوڙ ڪري) ١٥- رهبر ١٦- وٽ.

*مونکي چونڀيءَ ٽائين ڏک اِئين کائي ويا آهن، جئن اڏوهي ڪاٺ کي کائيندي آهي.

§اي جيجل! مان عاجزيءَ سان هٿ ٻڌي، پنهنجي رهبر (مرشد يا گروءَ) وٽ ويندس.

## داستان ٻيو

١

اَڄُ ٻڌ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃڻَ جون،
اَٿِي پَهَرَ اَٿنِ، سعيو ڪنهن سَفَرَ جو.

٢

اَڄُ ٻڌ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃڻَ جون،
مُون اُپيٺي هَليا، بَندَرِ جَنِ ٽَڙَنِ،
سَرِ ليُون! سوُرُ سَندنِ، مُون مارِيندو جِندڙي.

٣

اَڄُ ٻڌ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃڻَ جون،
هَلڻَ هارا سُبرِينِ، رُٺانَ تان نہ رَهَنِ،
آئُون جَهلِيندي ڪيترو؟ آيَلِ! ساموُنڊِينِ،
پَکَہَ ڇوڙي جَنِ، وِڌا ٻيڙا ٻارِ ۾.

*٤

لاهيان جي نہ چِتانِ، اَلا! اَنِ مَ وِسران!
مَڙهيو مَنجهارانِ، جي مُنهنجو جِن سِينَ.

٥

چِتانِ جي نہ چُرَنِ، اَلا! اَنِ مَ وِسران!
مُون مَنَ آهي تَنِ، مَڙهيو مَنجهارانِ هنئين.

§٦

تَڙِينِ تَنوارِينِ، ماءِ! ساموُنڊِي آئِيا،
مونکي جِيارِينِ، وايُون وَڻجارَنِ جون.

٧

اولا ڪٺي اوُءِ، پَکَہَ ڇوڙي پَنڌِ ٿيا،
آيَلِ! ساموُنڊِينِ جِي، آهي اَڙانگي جوُءِ،
ڪَڏهِن ڏِسنديس رُوُءِ، وري هِنِ اَکينِ سِينَ؟

‡٨

لَڳِي اُتَرَ هِيرَ، ساموُنڊِينِ سڙهَ سَنباهِيا،
نَنگَرَ ڪٺي ناکُئا، ٿِيا سَٽاوا سِيرَ،
هِنئڙي نِتَ اُڪيرَ، ڪاري ڪيڙائُنِ جِي.

†٩

لَڳِي اُتَرَ اوهِرِيا، واهوُندي وَرَنِ،
آئُون گهڻوُنِي گهورِيانِ، سوُدو ساموُنڊِينِ،
اَگَڻِ جِن اَچِنِ، عِيدَ وَرِئِي اُنِ کي.

---

١- ٻندر وارن، ٻندر جي ٢- چِت تان ٣- گِنڍِيو ٤- اَندران ئي اَندران ٥- تنوارون ڪن ٦- ماڳ ٧- مهاندو ٨- ڪاري پاڻيءَ ئي سفر ڪندڙن ٩- جشن جو ڏينهن ٿيو.

*جنکي مان پنهنجي چت تان نہ ٿي ميساريان، تنکي شل مان نہ وسران. اُنهن سان منهنجو اَندر ڳنڍيو پيو آهي.

§جيجل! تڙن ئي وڻجارن جي اَچڻ جون تنوارون پيئون پون، جي مون ۾ نئين جان ٿيون وجهن.

‡اُتر جي هوا لڳڻ سان، ساموندين هاڪاريو. ناکئا، لنگر ڪٺي، ساگر ۾ سڪ سان روانا ٿيا آهن ۽ منهنجي هردي کي هردم سمنڊ ئي سفر ڪندڙن جي اُڪير آهي.

†اُتر لڳڻ سان اُسهيا ۽ ٻهار ۾ موٽندا. مان ساموندين جي وڻج کي ٻن وجهان. جنهي اَگڻ ۾ پرين ٿا اَچن، تن لاءِ جڻ عيد ٿي (جشن جو ڏينهن ٿيو).

١٠

اَڱڻ آئيا جان، نه سَرَتيُون! مون سُکَ ٿيا،

اَمُلَ پرينءَ مٽان[1]، ٻَرکيو ٻين ڏيان.

١١

آئي اُتر مُندَ، هِنئين اُڀِڪو[2] نه لهي،

وَلِين لاڄُو بَندَ، ٻيهَر مَکين ٻيڙيُون[3].

١٢

لاڄُو تا لَوَنِ[4]، اَڃِن سِڙهَ اُپَٽا[5]،

ڪارڻ تن پِرِيَنِ، ويٺي واٽ نهاريان.

١٣

سِڙهَ سُهاڻيو چوءِ ماءُ! سامونڊي آئيا،

مانَ منهنجو هوءِ، جاني هن جهازَ ۾!

١٤

سِڙهَ ٿي سبيائون، بَندَرَ جَن تَڙَنِ تي،

سِڙهَ سِپي ساجا ڪري، کوُهَا[6] کڻيائون،

ٻيڙيُون ٻڌون ٻنِ ۾، ڇوڙي ڇڏيائون[7]،

لَهريون لنگهيائون، لُطفَ ساڻ لطيفُ چئي.

١٥

سِڙهَ ٿي سبيائون، بَندَرَ جن تَڙَنِ تي،

مُلان[8] مُعلِمَ[9] حبرون، پُڇي ٻُوڙيائون،

سَتَر سونيائون[10]، اَوَتَر[11] ڪنهن نه اوليا.*

§١٦

بَندَرَ ديسان ديس، مُلهه نه ملي وارئين،

فقيراڻي ويس، اَمُلَ ڏين اَلوريا[12].

١٧

پَتَڻَ پوءِ پڄارَ[13]، آن ڪي سِڙهَ ويندا ڳڏيا؟

اڪنڍَ مون آبارَ، شالَ منهنجا موٽيا!

‡١٨

اِيئون تَڙَ پُوڄين، وَهوُن وڻجارِن جون[14]،

آڻيو اڪا ڏين، ڪٿوري[15] سمونڊ ڪي.

١٩

جنين ڪارڻ مون، تَڙَ پُوڄارا[16] پُوڄيا،

پُنيِمِ اميدون، سيئي سَهڻَ آئيا.

٢٠

وانڍيُون[17] ٿيون وَرَڪِنِ[18]، اَڄا سِڙهَ نه پَڌرا،

---

١- گهوريو ٢- چنتا ٣- ٻوڙين جا ڦندڻ ٤- لڏن، جهولين ٥- ڪليل ٦- پختا ٧- وانڍيون يا ٻانڍيون ٨- ڪان ٩- اُسهيا ١٠- ڏوري لڌائون ١١- گمراهه ٿيا ١٢- اَڻ لوريا ١٣- پوي ١٤- اِستريون ١٥- مشڪ ١٦- تڙ (سمنڊ) جا پوڄاري (ناکئا يا وڻجارا) ١٧- جهنڊيون ١٨- ڦرڪن.

*سٽو تڙ ڏوري لڌائون ۽ ڪنهن به اُهتي تڙ تي بتال ٿي نه ويا.

§بندر هر ولايت ۾ آهن، پر اُتان حقيقي ملهه وارا خزانا نه ٿا ٻڙين. (سمنڊ جي وارياسي ڪناري تي اَڏيل بندرن تي دنيوي پدارٿ لاشڪ ملي سگهن ٿا.) سچي فقيريءَ جي ويس ۾ اُهي اَملهه وستو اَڻ لوريون ملن ٿيون.

‡وڻجارن جون اِستريون سمنڊ جي ڪناري تي ويهي، جل ٿيون پوڄين ۽ ساگر کي مشڪ ۽ عطر جا اَکا ٿيون اَرپين.

سيئي ٽيون مرڪن، جنين سندا آئيا.[1]

٢١

ڪوهن سر وانٺيون، وانٺين سر ڳنڍ،[2][3]

ڪيڙي ڪيڙي ڪنڍ، ماءُ! سامونڊي آئيا.[4][5]

٢٢

جر ترَ ڏيا ڏي، وڻ ٽڻ ٻڌي وانٺيون،[6]

آلا! ڪانڌ اچي، آسانئي آهيان![7]

٢٣*

جا جرَ جاٿون نه ڏئي، ڏيا نه موهي،[8][9]

سدون ڪوه ڪري، سا پنهنجي ڪانڌ جون؟

وائي ١

آئين مونکي زور م جهليو، جيڏيون![10]

وا! آئون هلندي هوت ڏي.

اونهي وِيڙا اوهري، ترازون تاري،§

مري رهنديس ماڳهين، سامونڊي ساري،§

سور سُهنجو سُهڙين، مون معذور کي ماري،[11]

هاڻ نه جيان، جيڏيون! آئون جا ڪنيس ڪوهياري.[12]

وائي ٢

ڪرهل پائي لڄ، ڪڏهن ويئين اُن سين؟[13]

اجاريائون اوليون، ڏٺاريائون ڏڄ،[14]

متان رهين، ويسري! اٿي پورل! پڄ![15]

سيڻن ساجهر لڏيو، تون آئي! نهارين اڄ،[16]

ڪاله سباءِ ڪنجرو، آنگون پاتيءَ اڄ،[17][18]

کير سڱنڊو لنهنجون، اَدوائون اڄ؟[19]

وائي ٣

ويندي آئون هوتن وٽ، مون وٽ وڻجارن سين،[20]

پڳه ڪڍ م پانڌيءَ! جاني! مون لاءِ جَت،[21]

وايون وڻجارن جون، اديون! اڄ نه هت،[22]

ڳرهيان سور سفر جو، هلي پنهنجي اَرِت،[23][24]

پوريديس پرين ڏي، ڪان ڪريديس ڳهت،

ڏيئي سِڙه سِيرَ ٿيا، پيرُ نه لاياؤن پت.

---

١- سرهيون ٿين ٢- جهنڊيون ٣- پونب، ڪلنگيون ۴- سير يا سفر ڪري ٥- ولايتون ٦- جل ۽ ٿل کي، ساگر ۽ پرٿويءَ کي ٧- آس رکندڙ ٨- پاترائون ٩- آرپي ١٠- گهڻي قدر ١١- اَبلا ١٢- جبل جو رهاڪو (پنهون يعني پرين) ١٣- مهار ١۴- چمڪايائون ١٥- اي پورڙي ١٦- اي استري ١٧- چولي يا گج ١٨- ليڙون ڪيءَ ١٩- ڪوڪون ٢٠- نينهن ٢١- ترس، جتاءَ ڪر ٢٢- هتن تي ٢٣- سليان، اوريان ٢۴- اٺت سان.

*جا استري ساگر جون پاترائون نه ٿي ڪري ۽ اُتي جا ڏيا ٻاري جل لي نه ٿي تاري، سا ڇو ٿي پنهنجي پتيءَ جون سدون ڪري؟

§هو پيڙيون هاڪاري، اجهاڳ سمنڊ ۾ نڪري ويا آهن. مان سامونڊين کي ياد ڪندي، نيٺ فنا ٿي وينديس.

## سر سامونڊي - داستان ٻئي جو سار

اُر جي هير شروع ٿي آهي ۽ سامونڊين سڄو سمباهيا آهن. هاڻي وڻجاريءَ جي دل کي چنتائون وڪوڙي ٿيون وڃن. سندس پتي، رونڻ سان ٻه نه ٿو رهي. هوءَ ور ور اهائي پرارٿنا پيئي ڪري ته "شل پنهنجي پتيءَ کي نه وسران، شل هو سلامتيءَ سان سفر تان موٽي، اچي مون سان ملي." هوءَ هر روز وڻن ٽڻن کي وانٺيون پيئي ٻڌي، سمنڊ کي سڳنڌيون پيئي اَرپي ۽ جل تي ڏيئا پيئي ٻاري. هنن جي جوءِ اُڻانگي آهي؛ ڪنهن وڏي ڀاڳ، موٽي ماڳ، تا اچن. وڻجاري، ٽڙن تي سامونڊين جي اچڻ جون وايون ٻڌي، پيئي جيئي. نيٺ سندس آس پڄي ٿي ۽ ڪنهن ڪيڏاٿو سک سان اچي تا گهر پهچن. اُر لڳي اُسهيا هوا ۽ واهندي وريا آهن. جڏهن ور، خيرن سان موٽي تا اچن، تڏهن گهرن ۾ عيد لڳي ٿي وڃي.

•

## داستان ٽيون

ٻُران[1]، مانَ ٻُجهان؛ ٻَندَرَ مون ڏُورِ ٿيا،*
نه مون هَڙَ نه هَنجَ ڪي، جو آئون جَهٽي[2] چڙهان،*
اِيهين ڪَجِ، پاڻهي! جنهن ٻَرِ ٻرينءَ مڙان،
ڪارُون[3] ٿي ڪَريان، تو دَرِ اَهِي، ناڪُئا!

٢

هَڙَ ۾ ڪينَ هُئونِ، هُنئين هُن نه چاڙهيا،
سارو ڏينهُن سمنڊَ تي، لهي سِجُ وِيونِ،
جِڏهين سائينءَ سَبَبُ ڪيونِ، تڏهن سُتَرِ[4] ٿيا سِيڏَڇَئي.

٣

اَسان اُڌارا، آڻي آوَنگَ[5] چاڙهيا،
مُنهُن ڏيئي مون آئيا، سَمُهان سِيارا،
اِيرَنِ سيڪارا[6]، ٻَسو وَرَ ٻين جا.§

٤

مون اِيي ٽڙَ وَٽ، ٻرينِ ٻَگَهَ چوڙيا،
ڪا مونهين ۾ گهٽِ، ناٿَ سَچَڙَ سَباجها گهڻو.

٥

مون اِيي ٽڙَ هيٺ، ٻرينِ ٻَگَهَ چوڙيا،
ڪا مونهين ۾ ڏيٺ[7]، ناٿَ سَچَڙَ سَباجها گهڻو.

٦

مون اِيي ٽڙَ جهَلَ[8]، ٻرينِ ٻَگَهَ چوڙيا،
ڪا مونهين ۾ اَلَ[9]، ناٿَ سَچَڙَ سَباجها گهڻو.

٧

مون اِيي ٽڙَ پاسِ، ٻرينِ ٻَگَهَ چوڙيا،
هو اَللهَ هارَ[10] اُهِرِيا، آئون دَمِ دَمِ دُعا ڪَندِياسِ،

---

١- اَڳتي هلان، وڪ وڌايان ٢- ٻاسي يا آڇي ٣- دانهون، نيزاريون ٤- سٺي ٽڙ لي ٿيا ٥- ٻاسڻ، ٻراٽ ٦- ٽڌا ساهه، شوڪارا ٧- ڏنو وائنو عيب يا وڏ ٨- ڪنارو، پير، حد ٩- نقص، اوڻائي ١٠- اَلله جي آسري يا آڌار.

*ٻندر مون کان پري آهن؛ وک وڌايان ته من ٻرينءَ کي پهچان. نه هڙ ۾ نه گوڏ ۾ ڪي اَلُر، جو ٻاسي، ٻيڙيءَ ۾ چڙهان.

§ ٻين جا پنڌ ڏسي، منهنجي اندر مان شوڪارا نڪريو وڃن.

آه نه لاهيندياس، موٽي ايندا مان ڳري.

٨
كيڙائُن كارو، سَنجهيئي سارِيو،
٣
آيل! أمارو، آهين پَرِئين پارَ جو.
٩
٤
كاري كيڙائوَ، مٿي مِني موٽيا،*
٥
سود و كَنِ نه سونَ جو، وَڏا وِهائوَ،
٦
موتِي جي مهراڻَ جا، لَن جا طاماعوَ،
٧ ٨
سامُونڊي سائوَ، لَنكا لوپي آئيا.
١٠
٩
لَنكا لَنكا كَنِ، لَيءِ لَنكا جي اوهريا،
سُٽي سونُ لَنكا جو، سُكُ نه سامُونڊِينِ،
پِرهَ پَڳهَ چوڙيا، كاري كيڙائُنِ،
١٠ ١١
وَڏي ڀاڳ ڀڙَنِ، جي كَهيا كارُونيار ڏي.
١١
وَڻجارنِ وري، پِرهَ پَڳهَ چوڙيا،
اوليُون پَسي اَنِ جون، ڀڙمِ ڳَڃ ڳري،
وينديس، ماءِ! مَري، ساري سامُونڊِينُ كي.

١٢
وَڻجارنِ واري، پِرهَ پَڳهَ چوڙيا،
١٢
كيڙائوَ كاري، سَنيوُڙا، سَيڊُ چڙهي.
§١٣
وَڻجاري جي ماءِ، وَڻجارو نه پَلڻين؟
آيو بارهين ماهِ، پڻ تو سَفر سَنبَهي!
١٤
١٣ ١٤
وَڻجاري كانداءِ، مؤن ورُ وينِي گهاريو!‡
لَگي اَترَ واءِ، پِوليو هلڻَ جون كري.
١٥
١٥
جي تون وَڻجارو كانڊُ، نه مون هَڏ مَ لائوُن لَڏيوُن!†
پَرڏيهَ مَٿي سانگُ، اَنٿي پَهرَ جهون كيو.
١٦
پَرڏيهَ پُوريائون، سامُونڊِينُ سِڙهَ سَنباهيا،
مان لَنُ مارِيائون، پاٽان وجهي ڳُونڊرين!
١٧
ڏِني ڏياري، سامُونڊِينُ سِڙهَ سَنباهيا،
١٦
وِجهيو ورُ وَنجهَ كي، روئي وَڻجاري،
١٧
مارِيندءِ ماري! پِرهَ سوُرَ پِرينِ جو.
١٨
ڏِني ڏياري، سامُونڊِينُ سِڙهَ سَنباهيا،

١- سوپل ٿي ٢- چٽ ٿي آندو ٣- سانباهو ٤- مني پاٽيءَ ٿي يعني لديءَ ٿي ٥- خريدار ٦- طمع ركندڙ ٧- شاهوكار ٨- لٽي، ڦري ٩- سلون يا سرانديپ ١٠- ورن، موٽن ١١- أسهيا ١٢- سنيريا ١٣- كانڊ كان ١٤- پل، مر ١٥- پرٽيس ١٦- پاكر ١٧- اي مٽي!

*سمنڊ جو سفر كري، وري نديءَ (سنڌو) جي رستي موٽي آيا.

§وڻجاري جي استري، سس كي ٿي چوي ته "اي وڻجاري جي ماءِ! تون وڻجاري (پنهنجي پٽ) كي وڃڻ كان پلين نه ٿي! هو بارهن مهنن كان پوءِ آيو آهي ۽ وري نئين سر سفر جا سانباها پيو كري!"

‡وڻجاري يا سوداگر پتيءَ كان نه پل أهينئين وينِي هجان ها.

†جي تون واپاري مڙس هئين ته مان توسان جيكر هرگز شادي نه كريان ها.

اِن کي مُددَ اَمر جي، اوچتي آئي،
وَڻجارن وائي، آهي پَرئين پار جي.

وائي ١

آئين[1] اَچي پَسو، جيڏيون![2] اهي جووڻ مُهنجي جِندڙي.
پائي وِڙا پيرَ ۾، مَنجهان[4] ڪِرس[3] ڪسو،*
ڏيئي وِڙا ڏاهه ڪي، سوُرن[5] جو سَرسو،
آئون ڏوريندي اِن کي، ڏيئي ڏَنَ[6] ڏَسو،
ساءُ[7] نه آيان سوُرَ جو، هاڻي ڀيوُن هَسو.§

مَتان وِهو، وسڻن! ... [illegible]
مُدائتي ميهَن جهڙ، [illegible]‡

وائي ٢

ڏُکَ اهيندم ڏُونگَر، ووءِ اماءِ! پريَن جا مون کي [illegible]
جو پَسان سو پانڌيان[10]، پِريان جو پُڇي،
ڏاڍي ذات جُتَن جي، ويئي ڏيل[11] ڏهي،
آئون ڏوريندي اِن کي، راتِ راتِ رهي،
ڏٺا وَڻ ڪوهيارَ جا، ويئي اَڄ لَهي.

## سر ساموُنڊي - داستان ٽئين جو سار

وڻجارو، لنڪا جي سون لاءِ هرڪجي، سفر تي اُسهيو آهي. سندس اِستري بندر تي ناکئن کي وينتيون پيئي ڪري ته "مونکي ٻڻ پاڻ سان وٺي هلو." پر ويچاريءَ جي هٿ ۾ ڪي ڪين هي، جو هو جهاز ۾ ڪٿي چاڙهينس. ساڳيو حال ٿو ٿئي اُنهنجو، جي حقيقي پنڌ تي چڙهڻ لاءِ، ڪي ٻه ته ٽا ميڙين. هوءَ پنهنجي ئي اوڳڻن لاءِ پيئي روئي. سندس گهر ۾ غربت ڪاهي پيئي آهي. وڻجاريءَ کي اهوئي ويچار پيو اچي ته "هڪ سوداگر سان لائون لهڻ کان بهتر هو ته ساري ڄمار حق بخشي ويٺي هجان ها." ڏياري تي اچي ته وڻجاري کي سفر جي اون ٿي لڳي. ويچاري وڻجاريءَ کي ڏياريءَ لاءِ نئون ڏجهه ڏسڻو ٿو پوي. ساموندين کي ساري، هيءَ معذور ڪنهن ڏينهن فنا ٿي ويندي.

•

"سر ساموُنڊي"- هن سر کي سندس مضمون موجب نالو ڏنو ويو آهي. هندستاني راڳن ۾ هن نالي وارو سر ڪونهي. هن سر ۾ ساموندين جو ذڪر آيل آهي، جنهنڪري ئي اُنتي اهو نالو ڌريو ويو آهي. هن سر ۾ شاهه، ساموندين جي اِسترين جي دلي جذبن ۽ اُمنگن جي ترجماني ۽ نهايت وفائيءَ سان ۽ درد ڀريئي نوع ۾ ڪئي آهي.

---

١- اَوهين ٢- نيڻهن، عشق جي لڪي وهڪ ٣- ڪاوڙ، ڏمر ٤- جتي ٥- ٻانهي ٦- سختي، ڪشت ٧- سواد، ذائقو ٨- سدائين، دائم ٩- هنجون هاريون، نير وهايو ١٠- قاصد، سنيهو آڻيندڙ ١١- جلائي، ساڙي.

*هو ڪاوڙ مان پير ۾ پادر پائي هليا ويا.

§اوهان درد جو ذائقو نه ورتو آهي، جنهنڪري ئي مون تان ٿيون کلو.

‡اوهين (محبوب جي سار ۾) مدائتي ميهن جيان ڏهاڙي هنجون هاريو.

# سُر سهڻي

## داستان پهريون

۱

وَهَ[1] لِکَ، واهُڙَ[2] لِکَ، جِت نِينهُن، لِکَ نِرالِي،*
جن کي عِشقَ عَميق[3] جو، خَلوَت[4] خِيالِي[5]،*
وارِثين سي، والِي[6]! هِنئڙو جن هَت کيو.

۲

اَنڌيءَ[7] وَڇوڙن[8]، کَنڌيءَ وَڇوڙن، لَنگِيان[9] لَهي نہ لِکَ،
صوُرَت جا ساهَڙَ[10] جي، ڏيلَ[11] پنهنجي ڏِکَ[12]،
واهُڙَ لنبِين وِکَ، جن سانيارانِ[13] سُپِرِين.

۳

واهُڙَ وَهَنِ نَوان، اَچا وَهُ اَچي تيو،
گَهِرِ وينيون گَهٽا ڪرِي، سَرَکِيوُن! سَگَ[14]، سَنوان،
صوُرَت جا ساهَڙَ جي، سا جي ڏِني آن[15]،
هوُندَ نہ پَلِيو مان[16]، گهِڙو سي گَهڙا ڪٽي.

۴

جيڏيون! ڏنيان جي، صوُرَت[17] ساهَڙَ جام جي،
سُکَ تي سُتيوُن ڪين ڪي، ڪانڌن[18] پاسي ڪي،
مُنهان[19] ٿي اَچي، گهِڙو سي گهَڙا ڪٽي.

۵

ڏني جن هيڪارَ[20]، صوُرَت ساهَڙَ جام جي،
سُکِ تي سُتيوُن[21] ڪين ڪي، پِري ساڻ پَتارَ،
گهِڙيون گهَڙِنئان[23] ڏارَ[22]، ڪاهي پيئون ڪُنَ ۾.

---

۱- درياه جي وهڪ ۲- درياه جي شاخ ۳- وحدت جو سمنڊ ۴- ايڪانت ۵- خيال ۾ مگن ۶- شل موٽائين ۷- پرينءَ پير ۸- نڌيون مينهون ۹- گهيڙ ڪان ۱۰- پريتم ۱۱- سرير ۱۲- سينگار ۱۳- سامهون ۱۴- مائٽيءَ جا دم ۱۵- اوهان ۱۶- روڪيو ۱۷- اوهان ڏلي ۱۸- پتارن ۱۹- مون ڪان ۲۰- هڪواريءَ ۲۱- ملي ۲۲- دلن ڪان ۲۳- سواءِ.

*درياه ۽ اُنجي شاخن ۾ لک آهي، پر جت عشق آهي، تت لک ئي نرالي آهي. جنکي وحدت جي سمنڊ سان نينهن آهي، سي هميشہ ايڪانت ۾ پنهنجي خيال ۾ مگن ٿا گذارين.

...هڙ مڻ جڻ، سَرَليئُن! جي ڏسو سَيپئي،
نہ سُمهو ڪين سُکِ ٿي، وَرَ[1] پاسو ڏيئي،
مُنهان اَکيئي، گهِڙو سب گَهڙا ڪٽي.

٧

جيڪي ڏنو مان، سو جي ڏٺو جيڏِئين،
گَهرَ وَرَنين سان، هوَند گهَٽِن گهوري ڇڏيا.

٨

گَهڙَنِ وارِيُوَن ٽَڙَنِ[2] ٽي، گهِڙَنِ گَهٽيئي،
سَيڪا چَئي "آئوُن سُهٽي، لَئِ پريان پيئي"،
صُباحَ[3] سَيئي، پَسيئُن پاٽارَ ۾.

٩

ڪَنڌيءَ اپيوُن ڪيترِيُوَن، "ساهَڙُ ساهَڙُ" ڪَن،*
ڪنين سانگو ساهَ جو، ڪي "گهورِيَس"[4] ڪيو گهڙن،*
ساهَڙُ سَندو ٽَنِ، گهاگهائي[5] گهِڙَنِ جي.

١٠

وَٽِنِ وينا ڪانگ، وِچِين[6] ٽي ويلا[7] ڪري،
گهِڙي گَهڙو هَٽِ ڪري، سُٽي سانجهيءَ بانگ،
سيئي ڀوُندي[8] سانگ، جني ساهَڙُ سُڄڙِين.

١١

گهِڙي گَهڙو هَٽ ڪري، ڀَوُن[9] نِهاري ڀَنگ[10]،
سر در قدمِ يار فدا شد چه بجا شد، وَصْلَ[11] اِهو ٿي وَنگ[12]،§
راتِ جنين جو رَنگ[13]، اَلا! سي اَڪارِئين[14].

١٢

گهِڙي گَهڙو هَٽ ڪري، ڀَوُن نِهاري ڀَنگ،
وَ اَمّا مَنْ خافَ مَقامَ رَبِّهٖ[15]، اِيءُ لَنگهِيائين لنگهه،
سڪَندَين ڪي[16]، سَيّدُ چئي، ڪين جَهليندو جَهنگ،
راتِ جنين جو رَنگ، اَلا! سي اَڪارِئين.

١٣

گهِڙي گَهڙو هَٽ ڪري، ڇِڄهِ[17] ٻَڌي ڇولو،
منهنجو مَنُ ميهارَ کي، پارِ وڃي پُهتو،
گهوٽي ۾ گهوٽو، مونکي مُحبّ ميهارَ[18] جو.‡

١٤

گهِڙي گَهڙو هَٽ ڪري، ٻوڙيائين ٻانهوَن،

---

١- پتار ٢- درياه جي گهاٽن ٣- صبح جو وقت ٤- صدقو ٿيس ٥- مشڪي ٦- ٽيهري ٧- گذري وڃي ٨- آستان ٩- گهٽو ١٠- درياه جو پيچ ١١- "محبوب جي قدمن ۾ قربان ٿيو نہ ڇا ٿيو" (شاه عنايت جي مصرع) ١٢- دستور، ور، پيچ ١٣- موج ١٤- پار رسائين ١٥- "جو پنهنجي رب اڳيان بيهڻ کان ڊڄي ٿو" (سورة النازعات) ١٦- خطرن جو مونجهارو ١٧- لانگوٽ ١٨- ٻوڙ ۾ ٻوڙ.

*ڪنڌيءَ تي بيهي، ڪيترِيون ئي عاشقياڻيون، ساهڙ جو نالو پيئون اُچارين. اُنهن مان ڪن کي پنهنجي جان جو اونو آهي ۽ ڪي "صدقو ٿيس" چيو، ڪنن ۾ ڪاهيو پيون.

§"سر دوست جي قدمن ۾ قربان ٿيو نہ ڇا ٿيو،" اِهوئي وصال حاصل ڪرڻ جو طريقو آهي.

‡مونکي پنهنجي پرينءَ جا ٻوڙن ۾ ٻوڙ پيا پون.

ويچاريءَ وَڏيؤن ڪيون، وِچ دَرياهَ داهون،
موتُ، مُحِبَ[1]! پاهؤن[2]، تاڪِن[3] تَڪي آهيان.

١٥

گهڙي گهڙو هَٿ ڪري، اِلاهي تُهارَ[4]!
جَنگهَه[5] جَرڪي واتَ ۾، سيي ڪي سيسارَ[6]،
ڇوڙا پيڙا[7] چڪ ۾، لُڙُ[8] ۾ لڙهيس وارَ،
لکين ڇُهنيس لوهٽيؤن[9]، تيلهيؤن[10] ترنڊون دارَ[11]،
مڙيا مَڇ[12] هزارَ، پاڳا[13] تيندي سُهڻي!

١٦

منهن[14] جنهنجي مؤن، ڏنو مُنهن ميهارَ جو،
آهيم ساهَ سَٿؤن[15]، سو ڪيئن گهڙو گهوريان؟

١٧

گهڙو ڀڳو ته گهوريو، مَرُ چُوُرُ[16] ٿئي چوڙو،
طالبُ الْمَوْلٰي مُذَكَّرٌ[17]، اِي پُڌَندڙِ پوڙو[18]،
ڪوڙهيو ڏَمُ[19] ڪوڙو، مؤن ميهارُ مَنَ ۾.

١٨

گهڙو ڀڳو ته گهوريو، مَرُ ڀڄُ ٿئي بانهين،
طالبُ الْمَوْلٰي مُذَكَّرٌ، اِيَ پُرِ[20] آسانهين[21]،
پُڻان[22] مَ پاهين[23]، مؤن ميهارُ مَنَ ۾.

١٩

گهڙو ڀڳو ته گهوريو، پاٽان[24] هو حجابُ[25]،
واجِبُ[26] وچي وُجوُدَ[27] ۾، رهيو رُوحَ رَبابُ[28]،
ساهڙَ رءِ صَوابُ[29]، آئؤن گهٽوئي گهوريان.*

٢٠

گهڙو ڀڳو ته گهوريو، تان[30] ڪي تُرُ، هنيان[31]!
اَدَبُ[32] اَڪڙين ڪي، ڏيهاٽي ڏيان،
ميهارَنِ[33] ميان، سَٿون سؤنهايُم[34] پيچرو.

٢١

گهڙو ڀڳو ته گهوريو، آسَرَ[35] مَ لاهيج،
لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ[36]، تُرهي اِنَ تَريج،
حَبيباٽي[37] هيج[38]، پَسِين مُنهن ميهار جو.

٢٢

گهڙو ڀڳو، مُند مُڻي، ويا وَسيلا،

١- پريتم! ٢- پوئتي ٣- تڪيندڙ جانورن ٤- ڏاٽي، تنهنجي آسري ٥- وڏي مڇي ٦- سيسر (سائي رنگ جو واڳو) ٧- ٻيٽا ٨- لڙائيل پاڻي ٩- مڇيون ١٠- خوفناڪ مڇيون ١١- اصلوڪن هنڌن کان ١٢- مانگرمڇ ١٣- ٻيرا ٻيرا ١٤- بهاني، وسيلي ١٥- جان جهڙو پيارو ١٦- رليون رليون ١٧- خدا جو طالب نر آهي (حديث) ١٨- گاهه جو ٽب (ٻڏندڙ جو وسيلو) ١٩- سهڻيءَ جو مڙس (نفس) ٢٠- ريت ٢١- اسان جي ٢٢- پوان ٢٣- پوئتي ٢٤- اُٿلندو ٢٥- پردو، رنڊڪ ٢٦- ساز ٢٧- اندر ٢٨- سرندو ٢٩- دنيوي پاڪيزگي ٣٠- تڏهن به ٣١- اي دل! ٣٢- ضابطو ٣٣- ميهارن جي مهندار ٣٤- ڏيکاريم ٣٥- آسرو ٣٦- ڏاٽيءَ جي ٻاجهه کان نراس نه ٿيو (قرآن شريف) ٣٧- محبوب جي ٣٨- سڪ.

*پريتم کان سواءِ مان دنيوي پرهيزگاريءَ کي جيڪر گهوري قتو ڪريان.

سارَ[1] ڇڏيائين[2] سيرَ[3] ۾، هَيءَ! رهيا حيلا،
سُهڻيءَ جا سيلا،[4] وَڃڏَڻَ[5] سڀ وڃائيا.*

٢٣

گهڙو ڀڳو، مُندَ مُئي، وَسيلا وِيا،
لِنهان[6] پوءِ سُئا،[7] سُهڻيءَ سَڏَ ميهارَ جا.

٢٤

جڏهن وَسيلَن،[8] اوڙهي ڇڏي لُڙَ ۾،
پاراران پرين،[9] تڏهن پُڇي سُهڻي.

٢٥

پاڻُ[10] مَ ڪڇجِ پاڻَ سين، وَسيلا وڃاءِ،
عِشقَ ساڻُ[11] اُناءِ، پيرُ پريان جي پارَ ڏي.

٢٦

پاڻُ مَ ڪڇجِ پاڻَ سين، وَسيلا وِسارِ،
لُڙُ[12] لنگهائي، سُهڻي! پرت وجهنديءَ پارِ،
سي ڪُرتَ[13] لنگهيندئُون[14] تارِ، اکڙين آڳهُ جن سين.

٢٧

پاڻُ مَ ڪڇجِ پاڻَ سين، رِءَ وَسيلي وانءُ،[15]
مَتان سانڍِ،[16] سُهڻي! پرت وٺجي پانءُ،[17]
نينهَن نِگهنديءَ نانءُ، وَنءُ[18] پريان جي پارَ ڏي.

§٢٨

پاڻُ مَ ڪڇجِ پاڻَ سين، رِءَ وَسيلي وَڃُ،
لالَنَ تنهين[19] لَڌُ،[20] عِشقُ جنهين جي اَڳَ ۾.

٢٩

پاڻُ مَ ڪڇجِ پاڻَ سين، رِءَ وَسيلي وَڃُ،
پياو پيري پَڇُ،[21] اکنڊَ[22] ڪَڻُ عميق ۾.

٣٠

ڪونهي آڳهُ اهڙو، جهڙي مُحبتَ مَن،
اَيوُن اوڙيين[23] پارَ ڏي، ڪوڙيوُن ڪَڪَ پڇَن،
نَدي تن نِيڙُ[24] نٿي، جي رِيءَ تُرهي تَرَنِ،
سڪَ وَساڻي، سُهڻي! اَصُلِ عاشقَنِ،
سي جَهليوُن ڪينَ ڪُنَنِ، پُڇَنِ جي ميهارَ ڪي.

‡٣١

پُڇَنِ جي ميهارَ کي، پُڇي سي ميهارَ،
تُرهو تنهين ٻارُ،[25] عشقُ جنهين کي آڪرو.

١- طاقت، هوش ٢- گم ٿيا ٣- دنيوي اُپاءَ ٤- هار سينگار ٥- ايڪائي ٦- تنهن کان پوءِ ٧- ٻڌا ٨- ظاهري اُپاوَن يا اسبابن ٩- پرينءَ پر کان ١٠ خودي ١١- ڪڻ ١٢- ڪڻ ١٣- محبت ١٣- اکير ١٤- سونهون، پروسو ١٥- وچ ١٦- درياهه ١٧- پير ١٨- وچ ١٩- پرينتم ٢٠- حاصل ٢١- ڪچو داو ٢٢- ڦيرائي ٢٣- اورينءَ پر ٢٤- نهر ٢٥- ليز.

*ايڪائيءَ سهڻيءَ جا سڀ دنيوي وسيلا گم ڪري ڇڏيا.

§پاڻ سان خودي نہ ڪڻ ۽ سواءِ ڪنهن حيلي جي هل. محبوب اهي ٿيون حاصل ڪن، جنجي رهبري عشق ٿو ڪري.

‡جي ميهار لاءِ ٿيون سڪن، تن لاءِ ميهار سڪي ٿو. (ڏٺي اُنهنکي ياد ٿو ڪري، جي ڪيس ياد ڪن ٿا). جنجي محبت ليز آهي، تن لاءِ ترهو هڪ بوجو آهي.

٣٢

عِشقُ جنين کي آکِرو، ڏُرَهو مٿي ڏَنِ،
جي ساهڙ کي سِڪَنِ، تنين جڙ جَذبُ ٿئي.

٣٣

ڏُرَهو آڇ مَ ڏن کي، جن عِشقَ سين آگاهَ،
پُڇي مَ مَلاحَ، ساهڙَ مٿي سُهڻي.

٣٤

ساهڙُ، سا سُهڻي، سائرُ ٻئي سوئي،
آهي نِجوئي، ڳُجهه: ڳُجهاندرَ ڳالهڙي.

وائي

ڪهڙي مَنجهِ حِسابَ؟ هُنَرُ منهنجو هوتَ ري، لا!
گولي! ڀَڄُ گُناهَ ڪان، ڪونهي سوِلُ ثوابَ،
نڪي لَڻاوَتَ ۾، نڪي مَنجهِ رَبابَ،
خُدائي خوبُ تنين، لائين جي لُعابَ،
پَليتُ ٿي پاڪُ ٿئي، جُنبيو مَنجهِ جنابَ،
سو نه ڪڏهن شيءِ ۾، جيڪي مَنجهِ تُرابَ،
هوءِ جي جَرڪيا جَرَ لئي، سي ڪان سڀِ صَوابَ،
هاديءَ سين هُنَ پارَ ڏي، رڙهين ساڻ رڪابَ،
چَنبو وجهي چورَ کي، آءُ چِڙُ، عِقابَ!
ديدُ وڃاءِ مَ دوستَ جو، هلي مَنجهِ حجابَ،
ڪَسرَتَ آهي قُربَ ۾، اِدْغامَ ۾ اِعْرابَ،
فَنا وجهي فَمَ ۾، ڪارڻِ تني ڪبابَ،
ڏي طَهُورا ڏن کي، جي سِڪَنِ لاءِ شَرابَ،
مُنيءَ ڪيا مرضَ ۾، جاوا سڀِ جوابَ.

## سر سهڻي - داستان ڇهرئين جو سار

عشق جي عميق ۾، واهڙن ۽ ندين کان وڌيڪ لڪ آهي. سهڻيءَ جي سيني ۾ به اهو عميق سمايل آهي. هوءَ نماشام جي وقت، بانگ جو آواز ٻڌي، ڪُنن ۾ ڪاهي ٿي پوي. ساهڙ جي حسن کيس مفتون ڪري ڇڏيو آهي. ڪوڙيون عاشقياڻيون رڳو ڪنديءَ ٿي ٻيهي، زبان سان "ساهڙ، ساهڙ" ٿيون ڪن ۽ پر سچيون، ساهه جو سانگ نه ڪري، مرڪنديون، پاڻ کي وهه سر ٿيون وجهن. سهڻيءَ جو درياهه ۾ گهوڙڻ ۽ مڇين، سيسارن، لوهڻين ۽ ليلهين جو کيس اچي ورائڻ. وار لڙ ۾ پيا لڙهنس ۽ چوُرا چڪ ۾ مڙي ويا اٿس. سچي عشق اڳيان، پاڻي به منجهي نسورو ٻهڻ ٿيو پوي. ڪوڙين لاءِ ڏرهو آهي، سچين لاءِ اڪند. هي وجود به هڪ دلو آهي، جو ڀڳو ته گهوريو، ڇو ته انسان ۽ حق (ايشور) جي وچ ۾ اهوئي هڪ حجاب آهي.

---

١- پاڻي ٢- ٻهڻ ٣- سڃاڻپ ٤- هرگز نه ٥- ميربحر ٦- ساهڙ ڏانهن ويندڙ ٧- اونهو اسرار ٨- ليکي ٩- مزو ١٠- ڀڄ ۾ ١١- پاڪيزگي ١٢- راڳ، روپ ۾ ١٣- پاڻ مان ٿي ١٤- سهڻو ١٥- ڪوڙو (سُن) ١٦- اَپوتر ١٧- اَپوترتا ١٨- خاڪ ١٩- چمڪيا ٢٠- پاڻي ٢١- ڦوڪڻا ٢٢- مرشد ٢٣- خدمت ۾ رهين ٢٤- نفس ٢٥- نهايت تيز ٢٦- شهباز ٢٧- ديدار ٢٨- پردي ٢٩- نفس کي مارڻ ٣٠- وصال لاءِ ٣١- ٻن حرفن جو جذب ٿيڻ ٣٢- لاڪنائون ٣٣- مانند ٣٤- واسطه ٣٥- محبوب ڪاڻ ٣٦- بهشت ۾ پاڪ شراب ٣٧- اَجايا.

## داستان ٻيو

١

ڪَرڪَلَ ڪوچَ ڪُنَ گهڻا، جِتِ جَرُ واڳُو جِھانئين،
پاڻ اُڇلي آبَ ۾، وَهَ سِرُ وڏائين،
لَهريُون لَنگهيائين، لُطف ساڻ، لَطيفُ چئي.

٢

ڪَرڪَلَ ڪوچ ڪُنَ گهڻا، جِتِ ڏَڙڪو مَنجهه دَرياهَ،
اُچيو اُتاهين گهڙي، سانگو ڪري نَه ساهَ،
ساهڙُ جي صَلاحَ، پارِ لَنگهايس پاڄهه سين.*

٣

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جِتِ هيبَتَ هُلاچو،
وِرچِي ويرن وِچَ ۾، ڪاڏي ويو ڪچو؟§
ساهڙُ جامُ سَچو، ساٿي اَيندُمِ سيرَ ۾.

٤

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جِتِ سَناٽا سيسارَ،
بيحَدِ باڳُو بَحرَ ۾، هيبَتناڪِ هزارَ،
سارِيان ڪانَ سريرَ ۾، طاقَتَ توهان ڌارَ،
ساهڙُ جامَ! سَتارَ! سگهو رَسجِ سيرَ ۾.

٥

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جِتِ ڪَڙڪا ڪُنَ ڪرين،
ٻچل پانديءَ پارِ ۾، اُت لَهريُون لوڏا ڏين،
سَناوَرَ ساميا، اُت سيٽايا نَه سَنديِن،‡
جت ويريُون وات نَه ڏين، اُت، ساهڙ! سير لنگهائيين.

٦

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جِتِ ڪَڙڪو ڪُنَ ڪري،
لوڏي لاڪُنِ وِچَ ۾، متان ويرَ وَري،
آءُ ساهڙ! منهنجا سُهرِين! پُرِتان پيرَ ڀَري،
هادي! هَمَتَ ڌَري، اونهي مان اُڪارِئين.

٧

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جِتِ ڪُنَنِ جا ڪَڙڪا،
سَهِي ڪين سمُونڊَ جا، ماندي دِلِ ڌَڙڪا،
ساهڙ! تُون سُڻُ ڪا، فَريادي فقيرَ جي.

٨

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جِتِ ڪُنَنِ جو ڪَڙڪو،
آهيم اُنهين پارَ جو، دِلِ اَندرِ ڌَڙڪو،
پِڇي سَڪَ، سَبدُ چئي، سيرَ سَندو سَڙڪو،†
والي! ڪج وَڙُ ڪو، تَه پارِ لَنگهيان پاڄهه سين.

---

١- ڪڙڪا ٢- ڪولاهل ٣- پاڻيءَ جا واڳهو ٤- جتي ٥- درياه حوالي ٦- دهشت ٧- راضپي
٨- سير ٩- درياه جو چڙهڻ ١٠- آواز ١١- ڳري ١٢- ڪچو دلو ١٣- زبردست ١٤- واڳهو
١٥- سمنڊ ١٦- لوڪان سواءِ ١٧- ڇوهه مان لڙهندڙ ١٨- بند، وڻ ١٩- تارُو ٢٠- ڌهليا
٢١- سيٽاه وارا ٢٢- سيٽاه تي نه ترِي سگهن ٢٣- سندر ناري (سهڻي) ٢٤- لڪيندڙ جانورن
٢٥- پريت وڇان ٢٦- اي رهبر! ٢٧- پڪار ٢٨- فقيراڻي ٢٩- هلاچو، جولان ٣٠- احسان.

*ساهڙ جي مهر تي ڪيس ڪارونيار مان پار اُڪاريو.

§ويرن جي وچ ۾، ڪچو دلو ڳري، ڪيڏانهن غائب ٿي ويو!

‡جت ماهر تارُو ڌهلجيو وڃن ۽ سيٽاه وارا به همت نه ٿا ساري سگهن.

†نيهن، درياه جي جولان کي مات ڪيو ڇڏي.

۹

دهشت دم درياه ۾، جت لُڙ، لهريون، لس، ليٽ،

آٿيو اوٻارن ۾، ٻانڌي ٻوڙي ٻيٽ،

جت چڪر جي چيٽ، اِت، ساهڙ! سير اُنگهاءِ تون.

۱۰

دهشت دم درياه ۾، جت لکيون[1] تنوارون[2]،

منهنجون مان مهار کي، ٻُڌن پُڪارون،

لڳ، ساهڙ! سنيارون[3]، ته لهرن لوڏي نه مران.

۱۱

دهشت دم درياه ۾، جت جايون جانارن[4]،

نڪو سندو سير جو، مڃ[5] نه[6] ملاحن،

ڏرندا[7] درياه ۾، واڪا ڪيو وڃن،

سچا ٻيڙا ٻار ۾، هليا هيٺ وڃن،

پُرزو پڌرا نه ٿئي، لڀنو منجهان لڻ،

ڪو جو قَهرُ ڪُڏن ۾، ويا ڪئين وڙن،

اتي اُٺارن، ساهڙ! سير لنگهاءِ تون.

۱۲

ڏرهڙ[8] ڏنس[9] درياه ۾، جت لهريون ڪن لوڙا[10]،

سٿين اچي سمونڊ ۾، ٿيا سيٽايا سوڙا[11]،

جي تارُ هُئا لوڙا، تن[12] هربو[13] ياڻيو هيڪڙو.*

وائي

سچا ساهڙ! مونکي تون، اي وڻهيار[14] واهر[15]! مونکي تون،

اي! نيٺي اول ٻرين جي پار ڏي.

ڪُن جي ڪارونيار[16] جا، وو! سي آئون پاڻيان پئون،§

سندو جيئڻ آسرو، وو! مَنان[17] لاٿو مئون.§

## سر سهڻي - داستان ٻئي جو سار

درياه ۾ هيبتناڪ هل حشر آهي. ڪنن جا ڪڙڪا پيا پون، ۽ انيڪ درندا خوفناڪ آواز ڪيو، سمنڊ اندر سٽون پيا ڏين. درياه جو روپ اهڙو ته ڀيانڪ آهي، جو ان کي ڏسندي، هنئون ڪنبيو وڃي. آب جي اهڙي زبردست اُڇل پيئي پوي، جو سيٽاه لي لرزڻ ٻ انهن لرڻ جي سمرٿي نه ٿا ساري سگهن. منجهس وڏا ٻيڙا ڪن ۾ غرق ٿيو وڃن. مهراڻ جي مپ جي ڪل، ماهر ملاحن کي ٻه ناهي. مطلب ته عميق جو انت لهڻ مشڪل آهي. عجب ته اهڙي وهه ۾ سهڻيءَ اچي پاڻ اڇليو آهي! هوءَ ور ور ڪري وچ سير ۾ ساهڙ کي سهائتا لاءِ پڪارون پيئي ڪري. ڏٺيءَ جو طالب ٻه هن سنسار روپي مهاساگر جي اڇان ۾، مالڪ کي ٿي ٻاجهه لاءِ تو ٻاڏائي. هن ڪارونيار ۾ پيو ڪو سندس وسيلو ڪونهي.

۱- زوردار ۲- آواز ۳- سنيالون ۴- جانورن ۵- انت ۶- اونهاڻ (ماپ) ۷- خونخوار جانور ۸- گهمسان ۹- هل هلاچو ۱۰- وڏو آواز ۱۱- سوڙها (پريشان) ۱۲- اصل کان ۱۳- ٿيو ۱۴- ساٿُ ۱۵- مددگار ۱۶- ٻرٿوي ۱۷- من تان.

*جي ازل کان تارُ هوا، تن درياه کي صرف هڪ ٿيو ڪري سمجهيو.

§سمنڊ جا جي قهري ڪُن آهن، تنکي مان سٿون پت ٿي پانيان. مون پدمڻي دل تان زنده رهڻ جو آسرو ئي ٻلي ڇڏيو آهي.

## داستان ٽيون

١

تَڙَ تَڪَڙِ تارِ[1] گهڙڻ[2]، ايءُ ڪاٽيارن[3] ڪمُ،
ڏَهَ ڏَهَ ڦيرا ڏيهن ۾، ڏي ڏوراپا ڏمُ.
عقلُ، مَتِ، شَرَمُ، ليڙهي نينهن نهوڙيا[4]٭

٢

گهمڙان[5] ڪري نه گهوَرَ، تڙُ[6] تَڪڙِ ڪان نه لهي[7]،
جنهنکي سِڪَ ساهڙَ جي، ٻُوَرَن[8] متي ٻُوَرَ،
ڪاريءَ راتِ ڪُنن ۾، وَهَمن[9] کي وَهاوَرَ،
جنهنکي ساڃُ ٻريان جا سوَرَ، لڌهنکي نَدي نَاه نگاه ۾§

٣

جتان گهڙي لِتان گهيڙُ، ڪَهَرو ٻُڇَن[10] ڪوڙيُون،
ڏَمَر سمن جسو ظاهِراً[11]، مَنَ مهارَ[12] سين ميڙُ،
سا نَدي پاڻي نيڙُ[13]، جنهنکي سِڪَ ساهڙَ جي.

٤

جتان[14] وهي لِتان[15] وات[16]، ڪهرو ٻڇن ڪوڙيُون،
جن کي سِڪَ ساهڙ جي، سي گهيڙ نه ٻُڇن گهاتَ[17]،
جن کي عشق جي اسات، سي واهڙ پانئين[18] وڪڙي.

٥

ڪنهن جنهن گهيڙ گهڙي، جتن اُوڙان[19] تڙُ[20] تيوسِ،‡
سالمُ وِئي سُهڻي، ڪُنن ڪين ڪَيوسِ،
اَهسُ اَکڙين[21] ۾، ٻريان جو پيوسِ،
جتان[22] حَقُّ[23] تيوسِ، هئي طالب حَقَّ[24] جي.†

٦

هُئي طالب حَقَ جي، لوڏي لاڪُون[25] لوڙَ،
نه مَلاحُ نه مَڪڙي، نڪي ٻَڌي[26] نوڙَ،
پاڻي پَئي[27] ٻوڙَ، سُهڻيءَ ليکي سِرَ[28] ۾.

---

١- هڪدم ٢- تار پاڻيءَ ۾ ٣- غرض وارين ٤- نابود ڪيا ٥- گهيڙ تان ٦- جاچ ٧- ڳولي لهي ٨- ٻُوَرن ٩- حيران ١٠- ڪنڌي ١١- ظاهري طرح ١٢- ميلاپ ١٣- نديءَ نهر ١٤- جتان ١٥- هلي ١٦- لتان ١٧- تڙ ١٨- نديءَ وک ١٩- خراب تڙ مان ٢٠- سڌائو تڙ ٢١- چمڪو ٢٢- ڏٺيءَ طرفان ٢٣- نياءُ ٢٤- پتي، ايشور، سچ ٢٥- اصل کان ٢٦- رسا ٢٧- مس گوڏي تائين ٢٨- سهڻيءَ جي خيال موجب.

٭عقل، هوش ۽ حيا کي عشق فنا ڪري ڇڏيو.
§جنهنکي دلبر جو درد ساڻ آهي، تنهنجي نظر ۾ ندي ڪجهه نه آهي.
‡اهڙي ڪنهن گهيڙ کان گهڙي، جو خراب تڙ به هن لاءِ منجهي سڌائو ٿي پيو.
†حق (ڏٺيءَ) طرفان ساڻس حق (نياءُ) ٿيو، ڇو ته هوءَ طالب به حق (پتار) جي هئي.

٧

لوڏي لوڙائين[1]، نينهن نواري[2] سهڻي،
گهڙيءَ هار حبيب[3] جو، لائق لڏائين،
سو ڪڙ سونائين[4]، جيڏانهن عالم[5] آسرو.*

٨

لوڏي! لهائين[6] جي، سي هنئي ڇڏ حرص،
ساهڙ[7] ڏاران سهڻي! ڪونئون ڪن ڪرس،
وڏي اي ورس[8]، جيئن ڏمروت ڏينهن گذارئين.

٩

لوڏيءَ کي تعظيم[9]، بين[10] سيڻان[11] اڳري،
اوڏي ٿي الف[12] کي، من گڏيائين سين ميم[13]،
جيلان ذات[14] حليم[15]، ملي[16] لي ميهار[17] کي.

١٠

ساري سڪ سبق[18]، شريعت سندو، سهڻي!
طريقتان[19] لکو وهي، حقيقت جو حق،
معرفت مرڪ، اصل عاشقن کي.

١١

صبر شاڪرن[20]، آهي اوطاقن ۾،
جي واصل ٿيا وصال[21] ۾، سي ذرو[22] ظاهر نه ڪن،
ويئت[23] واهر[24] ٿرن، هنئڙا، جن[25] هڃي ويا.§

١٢

پل پل تي پلي، ڏم ڏهاڻي ڪيترو،
پسي ڏور[26] درياه جو، وچان ڪين ولي،
ڪاريءَ رات قريب[27] ڏي، منجهان حب هلي،
نه ڪڏهن جهول[28] جهلي، هئي سمن[29] پوزي سهڻي.

١٣

جهول نه جهلي سهڻي، ساڻ[30] سٽ سنڌياس،
جنهن اهڙي جاني عاجزا[31]، سا مر مرڪي ماس[32]،‡
پسين جي پياس[33]، نه ڪي عشق آئين.

١٤

نڪا جهول جهليس، نه تانگهو نه تار کي،
ڏم ڏهاڻي ڪيترو، پر پر ٿو پليس،

---

١- ازل کان ٢- پريم جي نوازيل ٣- محبوب ٤- همت ڪيائين ٥- ساري جهان جو آڌار (روحاني رهبر) ٦- ڦرڪائين ٧- ماڻا ٨- غلطي ٩- شرف ١٠- سيني کان ١١- مٿي ١٢- الله ١٣- حضرت محمد صلعم ١٤- جنهن صورت ۾ ١٥- سياڻ ١٦- نئڙت واري ١٧- لنهن ڪري ١٨- مذهب جي پابندي (پهرين منزل) ١٩- طريقت کان ٢٠- شڪر ڪندڙن ٢١- محو ٢٢- ميلاپ ٢٣- سواءِ ٢٤- هردا ٢٥- فدا ٿي ويا ٢٦- پوئتي وري ٢٧- پرلتم ٢٨- پاري جهڙو سرد بيٺل پاڻي ٢٩- وچن، اقرار ٣٠- ڪاه ٣١- اٻلا ٣٢- ماڻس ٣٣- سندس پرين.

*سهڻيءَ اهو ڏڍ وڃي همت ڪيو، جنان ڪيس پنهنجو محبوب ملي، جو ساري جهان جو آڌار آهي.
§جنهجون دليون محبت ۾ فدا ٿيون پيئون آهن، سي بنا ڪنهن مدد يا وسيلي جي ترن ٿا.
‡جنهن ماءُ کي اهڙي نياڻي جمي، سا پل نه فخر ڪري.

تان تان جيءُ جليس، ملي جان نہ ميهار کي.

۱۵

سِهَ[1] سيارو، پاڻي پارو، جت جهڙ[2]، جهڪ ۽ جهولَ،
مَنَ اندر ميهار جا، هنئڙي اُچن هولَ[3]،
جيلان بَديس بولَ[4]، تي اڙانگا آر[5] ترانَ.

۱۶

سياري سِهَ راتِ ۾، جا ڳهڙي وسندي مينهن،
هَلو نہ پُڇون سُهڻي[6]، جا ڪَرَ جاڻي نينهن،*
جنهن کي راتو ڏينهن، ميهارُ ٿي مَن ۾.

۱۷

سانوڻ[7] ڳهڙي سيڪا، هيءَ سَرَهي سياري،
تنُ وڌائين تارِ ۾، ارواحَ[8] جي آري[9]،
مُحبّتي ماري، ڪونهي دادُ درياهَ ۾.§

۱۸

پانڌي! جي پيلي ٿئين، تہ حالُ ڳرهيان هيءُ[10]،
سَگهو ساعت نہ جنڊڙو[11]، جَرَ[12] ري مُنهنجو جيءُ،
سانوڻ سيارو پانئيان[13]، وَهِ پريان جي وِيءُ[14]،
پارِ جنين جو پيءُ[15]، وڃڻ واجبُ تن ٿي.

۱۹

واهڙ! پريوُن[16] مَ پاءِ، تو پڻ ليڪو[17] ڏيڻو،
سَدا سانوڻ ڏينهڙا، هئن نہ هوندا،‡
وهاڻيءَ[18] ويندا، اوير[19] اُتاهان لهي.†

۲۰

واهڙ! وَهين مَ شالَ، سُڪي پيلاٽيون[20] ٿئين!
پسان تنهنجي پيٽ ۾، لاٽا[21]، اوسَ[22]، لپارَ[23]،
جنهن تو سَب جَمارَ، آسائتيون پوڙيون.

۲۱

ڪَڙ ڪَڙِ، ڪُنَ! مَ وَڄ، پانڌي پوڙ مَ پار ۾،
مون تي جا ميهار جي، سا ڪيئن ڏٺان ڏَڄ[24]؟

۱- لڪ، سخت ۲- لکو واءُ ۳- پوائتا خيال، پوُر ۴- انجام ۵- لڪا وهڪرا ۶- خبر، جاڻ ۷- خوش ۸- عشق، نينهن ۹- لکي وهڪري ۱۰- سليمان ۱۱- دل ۱۲- پاڻيءَ يا ساگر کان سواءِ ۱۳- شوق يا محبت وچان ۱۴- سبز ميدان ۱۵- سپرين ۱۶- اي واه يا درياه! ۱۷- ڪنارا نہ ڪيراءِ ۱۸- صبح جو (ساعت ۾) ۱۹- اوڇايون، اونهايون، اُتلون ۲۰- پيٽاريون ۲۱- ٻوٽا (هڪ قسم جا) ۲۲- ڪنڌن پريا وڻ ۲۳- جهنگ جو ميوو ۲۴- مٽي، ڌڙ، رڄ، لالاڻ.
*هلو نہ سهڻيءَ جو درشن ڪريون، جنهنکي سچي نينهن جي سڌ آهي.
§درياه وٽ بہ ڪو انصاف ڪونهي، جو محبتين کي ٻوڙيو ماريو ڇڏي!
‡هئن سانوڻ جا ڏينهن تو لاءِ هميشہ نہ هوندا.
†صبح جو (ترت ٿي) تنهنجون اهي اوڇايون ۽ اُتلون آلوپ ٿي وينديون.

لوءِ گھڙنديس اڄ، جي اُتا آرَ ڪريئين.

٢٢

اَدا! ڙي! ٻانڊي! توکي ڪڙهان ڪِ ٻاڻ ڪي؟
سوڌي خبرَ سڄڻين، تو ڪا تہ آندي؟
توُن ٻاتاريان ٻانڊي، اَسان پَنڌ پرينءَ ڏي.

٢٣

مُحبّتي ميهارَ جون، دل اَندر دُونهيون،
آٽيو وجهي آرَ ۾، لُهاٽو لوهيون،
جي ساهڙ جون سونهيون، سِيرَ سِراڙو تن کي.

وائي

مَدَد تُنهجي، ميهار! يار! ساهڙ! سائرَ سيرَ ۾.
اونها ڪُنَ، اَنانگَ لَڙَ، اولي هَڙُ، آدارَ!
ڏينهَن ڏهلا ڏمَر سين، آهيان اُوهان ڏارَ،
ٻيڙِل ٻانهي ٻارِ ڪري، اَٽ اُتا آرَ،
تني گھڙي سُهڻي، آڳهَ رِ آدارَ،
"ڪاري رات، ڪچو گھڙو"، توڏيءَ کي تنوارَ،
سَنيوڙو سيٽاهِ سين، سگھو وَسُ، سنگھارَ!
اوراران آهون ڪريان، ٻهچان شالَ پُرارَ،
سَٽيو جهانءَ جهڙي هنئون، سانپارا سنيارَ،
آيم ريلي ريءَ سين، اَللهَ! تو آهارَ،
تار تَرنديس، لُڙَ لنگھينديس، وينديس وَٽ وڇارَ،
پُورينديس ٻارِ مَٽي، سَهسين جي سيسارَ،
گولي گھاگھاٽي گھڙي، جَکَنِ تا جانارَ.

## سر سهڻي - داستان ٽئين جو سار

عشق اهڙي شيءِ آهي، جا عقل، مت ۽ شرم، لڄ کي نهوڙيو ڇڏي. سهڻيءَ جو جسم ظاهري طرح ڏم سان آهي، پر من ميهار سان واڳيل اٿس. توڏي (سهڻي) ازل کان ئي نينهن جي نوازيل ۽ حلم سان سينگاريل آهي. سمنڊ هن لاءِ هڪ ٽپي برابر آهي. تحقيق، عشق وارن لاءِ 'سير'، 'سراڙو' آهي ۽ سيارو 'سانوڻ'. درياهه بيدرد آهي ۽ آسانتين کي بوڙيو فنا ڪيو ڇڏي. پر سندس ويرانيءَ جا ڏينهن به نيٺ اُچٽا آهن. درياهه ۾ ترندڙ ٻيڙ ۾ به درياهه وانگر نہ آهي درد، نہ احساس، جو سهڻي ڪٿي سائس پنهنجو حال اوري. طالب کي ظاهري طرح سنساري سنبنڌ پيل هجن، پر هنجو هنئون حبيب سان حل هڻڻ گھرجي. شريعت تي پختو رهي، طريقت تي هاڻ جڳائيس، ۽ معرفت ماڻي، حقيقت سان هڪ ٿيڻ کپيس.

---

١- ٽٻهن هوندي ٻه ٢- ويچار ڪريان ٣- عميق مان ٤- پنڌ ڪندڙ ٥- مچ ٦- جلائيندڙ (يعني عشق) ٧- عشق جي آگ ۾ سڙيل عاشقياڻيون ٨- جاڻ واريون ٩- سٿون يا لسو ميدان، روهي ١٠- اونها ١١- مدد ڪر ١٢- ڏکيا ١٣- زور سان وهندڙ ١٤- نهايت ١٥- رهبر بنا ١٦- ڪٿي ١٧- تيار ١٨- اورينءَ پار کان ١٩- پرينءَ پار ٢٠- ڪڙڪو ٢١- سامهان ٢٢- يادگيري ڏياريندڙ، (گھنڊ) ٢٣- پاڻيءَ جي اُٿل ٢٤- لڪ ٢٥- تنهنجي آسري ٢٦- وچين واري، ميهار ٢٧- وينديس ٢٨- پرينءَ پر ڏانهن ٢٩- مرڪي، ڪلي، ڪڏي ٣٠- جڪ تا ڪائين ٣١- جانور.

## داستان چوٿون

١

اَديُون! سڀ اَندامَ، چَڙَنِ منهنجا چوريا،
لاڙنِ جا لنؤ لائي، سا ڪيئن آڇيان عامَ؟
لڳيس جنهن جي لامَ، سو دلاسا دوست مُنهجي.

٢

چوڏاري چَڙا، ٻُرَنِ ٻيلائُنِ جا،
سُتي سَنياڙَنِ جو، ٻيمَر ڪَنِ ٻڙاءُ،
وِهڻُ مون نه وَڙاءُ، سُڻيو جهانءِ جهجي هنئون.

٣

چَڙَنِ چوري آهيان، سُک نِي سُمهان ڪيئن؟
ساريان ساهڙَ جامَ ڪي، ڏَه ڏَه ٻيرا ڏينهَن،
ميهارَ مَرڻَ سيئن، نيرَ پاڙُمِ نينهَن جو.*

٤

ڪارا ڪَنَ، ڪاري ٽَڳي، جِت ڪاريهَرَ ڪَڙڪا،
مَٿي مَٿي مِهراڻَ ۾، اَچِنِ دُٻارا دَڙڪا،
ويندي ساهڙَ سامهان، جهولَ ڏنس جهڙڪا،
ڪَرڪَنِ جا ڪَڙڪا، سؤنهان ٽيڙَس سيرَ ۾.§

٥

ڪَرڪَنِ خوش ڪَياس، مُحَبتيءَ ميهارَ جي،
ٻَنَڻَ ڪارڻ ٻرينءَ جي، آڏيءَ اُنياس،
سُتي جاڳاياس، سانيَرَ سُپيرِيَنِ جي.‡

٦

جِياريَس سَنياڙَ، ڪُڪُه ڪرينِدَمِ گڏجي؟
ويروتارَ وُجُودَ ۾، ٻرينِ جي ٻَجارَ،
سي سَڄَڻَ هُونِ نه ڏارَ، جي هنئين ۾ حَلُ ٿيا.

٧

ٻيلي ٻارِ ٻُري، مون کي چَڙَنِ چوريو،
مُحَبتي ميهارَ جي، سُتي شاخَ چُري،
مَٿي جهوڪَ جُهري، ٻونديَس ٻاريڇَنِ جي.

٨

هُنَ ٻر سُيمِ هوءَ، سُتي سَنياڙَنِ جي،
چِٽُ چَڙَنِ چوريو، جُونڪَ ٽيڙَمِ جوءَ،

١- اَنگ، عضوا ٢- گهنڊن ٣- گهنڊن جي زبانن ٤- عشق جاڳايو ٥- سرڻ، ٻناري ٦- وڄن ٧- گهنڊن، چَڙن ٨- پرلاءُ ٩- جڳائي ١٠- ڏائين، سوڊو ١١- زنجير ١٢- رات ١٣- واسينگ جهڙا ١٤- مست، جوشيلي ١٥- ٻيارا، ٻنهي طرفن کان ١٦- ضربون، چپيٽون ١٧- گهنڊن ١٨- آواز ١٩- رهبر ٢٠- وڏن گهنڊن ٢١- ڇا ٢٢- سدائين ٢٣- سمايل ٢٤- سڌل عشق يا درد ٢٥- وهڻ جي جاءِ، آستان ٢٦- هن پار رهندڙن (يعني ميهار) ٢٧- شوق (ذوق جي بگڙيل صورت) ٢٨- واسو، پرويش.

*ميهار مرڻ تائين مونکي محبت جي زنجير وڌي آهي.

§ڪاري رات، گهنڊن جا آواز ني سير ۾ سندس سؤنهان ٿيا.

‡محبوب جي سار مونکي ننڊ مان جاڳايو.

مُحبّتي ميهارَ جي، بالله[1] پيئم[2] پوءِ،

وڃي رُوءِ پروءِ[3]، ديکيان دوستَ ميهارَ کي.

٩

هُنَ پر سُيم هاکَ، سُتي سَنبارَن جي،

مُحبّتي ميهارَ جي، ڇَڙن چور پا چاکَ،

اُنهيءَ جي اوطاقَ، وڃڻ واجبُ مون پيو.

١٠

کيڏانهن گهندَ ڳڙن[5]؟ کيڏانهن اُتي ويٺيون؟

تيڏانهن تيون چرن، جيڏانهن پُٺ ميهارَ جي.

١١

ڪِٿي تيو ميهارُ؟ ڪِٿي تو گهندُ ڳڙي؟

ڪِٿي دونهي دوستَ جي؟ ڪِٿي پريون پارُ[6]؟

جنهن مون سَڀ جِمارَ[7]، جَرَ پر جهوٽون[8] ڏنيون.

١٢

وَڃِن[9] سين وينيِ، سوُرَ[10] وِياڇي سُهڻي،

آن ڪا تي ڏيني، مينهُن[11] جي ميهارَ سين؟

١٣

ٻُڌيو ٻينگهون[12] ٻانڌ، وينئي روءِ وَڃن سين،

ڪِهُ ڪَريندئس ڪانڌ[13]؟ گهر[14] پڳو تان گهوريو.

١٤

ٻُڌيءَ ٻاٻو ٻانهن، وينئي روءِ وَڃن سين،

لائيان لال لڳن کي، اُنين جي ڇِرو[15] ڪانهن،

آئون اوهان جيءَ دانهن، سَدا پڻان[16] سَنري[17].*

١٥

پيليان[18] جت پڳيئون، آئيون اُت وري،

ڪانهي ٻي ڳري[19]، مينهُن کي ميهار ري.

١٦

ميهاران[20] مِرڪَ[21]، پيتائين پريمَ جي،

لنهن مُنڍ مَتوالي ڪي، سَنديءَ ساءَ[22] سُرڪَ،

لڳيَس ڪامَ[23] ڪَرڪَ[24]، لوهان[25] تکي لَطيفُ چئي.§

١٧

ميهاران مَهي[26]، پيتائين پريمَ جي،‡

اِرڪَ سُرڪَ، سَيّدُ چئي[27]، لڳيس اَوڏوتَ[28] ڏهي،‡

سَگهي تان نه سَهي، مِلي جان نه ميهارَ کي.

---

١- الله جو قسم ٢- سرهاڻ ٣- ڏسان ٤- زخم ٥- وڃن ٦- جنهن لاءِ ٧- پاڻي ٨- پوماٿون ٩- مينهن ١٠- اوري، سلي ١١- ڏيت، مڪاميلو ١٢- نوڙين ١٣- مڙس يعني ڏم کي ١٤- ڏم جو گهر ١٥- پنڊين ۽ پورن تي اُپرندڙ گاهه ١٦- رهان گذاريان ١٧- خوش، سرهي ١٨- چراگاهه ١٩- واهه، وسيلو ٢٠- ميهار کان ٢١- سرڪي، پڪ ٢٢- سود، ذائقي ٢٣- پريم ٢٤- ٻاڻ ٢٥- لوهه کان ٢٦- جهڙ، لسي ٢٧- ڳيت ٢٨- اوڏوت (اُجهل پياس جاڳائيندڙ).

*مان اوهانجي رڌڻ تي هميشه سرهي ٿي گذاريان.

§هنڪي لوهه کان ٿي تکو، عشق جو ڪان لڳو.

‡ميهار کان پريم جي مهي ڪا اهڙي ڳيت ڏيئي پيتائين، جو اُها اوڏوت ٿي لڳس (يعني پياس ٿي نه ٻجهيس).

١٨

مَري تان مَ ميهارَ، وَڻاڻُ وِلُهو[1] مَ ٿئي،
وَڇنِ جي وَڇارَ[2] جو، وِنگو ٿئي مَ وارُ،
ساهَڙُ مُون سينگارُ، ماڻهُنِ ليکي مهڻو.

١٩

مينهُون هن ميهارَ جون، اَلا! سَبِ ٻَچَنِ،
وَڇُون جي کِيرَنِ[3] سين، سَدا تيئُون سوُنهَنِ،
مونکي ماڻکين[4]، ڏاڻي هَنيو ڏارِ ۾.*

٢٠

مينهُون هن ميهارَ جون، اَلا! سَبِ جيئَن،
ڪارِيُون[7]، ڪَکيُون[6]، ڪُنڊيُون[5]، وارا ڪيو وِيَنِ[8]،
جُوءِ جا جانڊارَنِ[9] جي، ٻيلا ٻَهَ ٻَهَ ڪَنِ[10]،§
اَڇي رِهَلَ[11] رَهَنِ[12]، مون سانيارا سُپرين.‡

٢١

چاهَڪَ[13] چَرِي، ڏارِ ڏَري، آيُون مَٿي آرَ،
ڪوڙيِين[15] ڪَرَ ڪَٽَنديُون[14]، سُٺي سَڏَ ڏارَ،
مينهُون ساڻُ ميهارَ، پَرچي پارِ لَنگهينديُون.

٢٢

چاهَڪَ چَرِي، ڏارِ ڏَري، آيُون مَٿي پيٽَ،†
لُڙَ لَنگهينديُون ليٽَ، لُطفَ ساڻُ، لَطيفُ چئي.

٢٣

چاهَڪَ چَرِي، ڏارِ ڏَري، آيُون مَٿي ڪُنَ،
ڪوڙيِين ڪَرَ ڪَٽَنديُون، ساهَڙُ جي سَمَنَ[16]،
مينهُون ساڻُ اَمَنَ[17]، پَرچي پارِ لَنگهينديُون.

٢٤

چاهَڪَ چَرِي، ڏارِ ڏَري، آيُون مَٿي ڪوهَ،
سُٺي سَڏَ ساهَڙَ جو، راضي ٿيندَنِ روُحَ،
مينهُون ساڻُ صُبوُحَ، پَرچي پارِ لَنگهينديُون.

وائي

مونکي ڪامَ[18] جَهلي، سَيَڪا پاڻُ ٻَلي،×
آئُون وِڌَڙي نيڻهَن اَڇلي.
ويندي آئُون پارِ پِريان ڏي، مونکي ڪامَ جَهلي،
ڏَنُ وِڏائين[19] ڏارِ ۾، آڏيءَ راتِ اَڇلي،
پَسي ڏوُنهيُون[20] دوستَ جون، منهنجو جِيُّ جَلي.

---

١- ويران، سڃو ٢- ميهار ٣- کلن ٤- اکين جي ڏارن ٥- وڪڙدار سڱن واريون مينهون ٦- واري واري تي ٧- ويامن ٨- جاء ٩- جانورن ١٠- چمڪن ١١- پاڻيءَ جي اُٿل ڪري سبز زمين ١٢- سامهان ١٣- چارو، گاه ٻوٽو ١٤- ڳاٽ ڪٽنديون ١٥- ڏنار، ميهار ١٦- انجام، وعدو ١٧- سلامتي، خير ١٨- ڪا ٻه ٽه ١٩- پاڻي ٢٠- دونهيءَ جو جمع.
*مونکي سندن روشن اکين، ڪشش ڪري، اونهي ۾ آندو آهي.
§جي ٻيلا چوپائي مال سان وسيل آهن، سي ٻه ٻه ڪري پيا چمڪن.
‡منهنجا پرين شل اَڇي سبز ميدان ۾ منهنجي سامهون رهن.
†هو چارو چري ۽ اونهي مان اُڪري، اَڇي سلامتيءَ واري هنڌ تي پهتيون.
×سيڪا پاڻکي وس ۾ رکي؛ مونکي ڪابه نه روڪي.

## سر سهڻي - داستان چوٿين جو سار

ڇڙن (گهنڊن) جي آواز، سهڻيءَ جي اندر ۾ سنل عشق جاڳايو آهي. هوءَ گهر ۾ قرار سان سمهي نه ٿي سگهي ۽ هروقت ساهڙ جي سيار کيس ستائي پيئي. سچڻ، سندس هنئين سان حل ٿيو پيو آهي. پرينءَ پر کان کيس "محبتي ميهار جي بوءِ" پيئي اچي. هوءَ پنهنجو حال ميڏهن سان ٿي پيئي اوري. ميهار جي مهيءَ جي کا اهڙي سرڪي پيئي اٿس، جو ٻرپر جي اجهل اگهي اچي سندس اندر ۾ اپري آهي. ميهار جي درشن لاءِ هروقت پيئي تڙڦي؛ هن جي صدقي، آڌيءَ رات اچيو پنهنجو لن، تار ۾ ٿي اڇلي. ميهار کان سواءِ وچن جو ڪو بيو وسيلو ڪونهي. شل ميهار سان گڏ سندس مينهون به هميشه زنده هجن؛ انهنجون ماڪيون به نوراني آهن. "مونکي ماڪين، ٽاڪي هميو تار ۾."

•

## داستان پنجون

١

سانڍه سَپ دَرِياهُ، پري ڪَنڌي پارَ جي،
ڇَڪي ڇوليءَ ۾ گهڙي، جتي جيَّ وڙاهُ،
پَسيو ڏوهَ ڏڪي هِنئون، آرَ مَتي اَرِواحُ،
جي ٿوهُ ٿئي ٿوڏانهُن، نه وِيرَ وَهيڻو ناهِ ڪي.*

٢

سانڍهِ سَپ دَرِياهُ، پري ڪَنڌي پارَ جي،
ڪَنبي هِنئون ڪما حَقَّهُ، آرَ مَتي اَرِواحُ،§
دِلاسي دارِينَ جي، سانڍيو سانڍي ساهُ،§
جي ٿوهُ ٿئي ٿوڏانهُن، نه وِيرَ وَهيڻو ناهِ ڪي.

٣

سِڪَڻَ وارَن سُڄرو، جي دَهشَتَ سان دَرِياهُ،
اوڙَڪ انِين جو نه رهي، آرَ ٻما اَرواحُ،
ويندي ساهَڙَ سامهون، صَدقو ڪنديون ساهُ،
جن کي حُبَّ انهين جي آهِ، ساهَڙُ ساڻي لن جو.

٤

گهڙيا سي چڙهيا، ائين اٿيئي،
مَٿي مَتي مَهراڻَ ۾، پڙ اُپو ڏيئي،

١- ديواني، حيران ٢- لهر ٣- جيءَ جو جوکو ٤- مهر، لطف ٥- وير جي وس يا حوالي ٦- جٿن واجب آهي ٧- ٻنهي دنيائن ٨- آٿت يا دلداري ڏئي ٩- آخر يا انت تائين ١٠- مددگار ١١- ڦوڪيل، ٽمٽار.
*اي ڏڻي! جي ٿنهنجو ڪدهن ٿي لطف ٿئي نه اهو ڪڏهن به وير حوالي نه ٿئي.
§ساگر ۾ پنهنجا ڏوه ساري، سندس هنئون ڪنبي ٿو وڃي، پر ٻنهي جهانن جي آڌار (واليءَ) جي مهر کي ياد ڪري، دل کي آٿت پيئي ڏئي. (سالڪ به هي پڙ ساگر ائين پار ٿا ڪن.)

تہ ميهارُ مليئي، سَنيوُڙو[1] سيڻاه[2] سين.

۵

اَکيوُن مُنهن ميهارَ ڏي، رکيوُن جن جوڙي،
رءِ سَنڌَ، سَيڌُ چئي، تارِ ڳهڙَن تَوڙي،
لئين کي ٻوڙي، سائرُ سَگهي ڪيئن ڪي.

۶

آڏيءَ[3] اُڏاٽا[4]، سرتيوُن! سُکَ ميهارَ جا،
لَنگهي سيرَ سَنوان ٿيا، ساهڙَ سيباٽا[5]،
پُٺيءَ[6] تي پاٽا، پَسان[7] ماڻَ[8] پرينِ جا.

۷

آڏيءَ اُڏاٽو، هِنئَڙو مون هَٿن مان،
وَهِ[9] پئي، واهُڙَ تَري، ساهڙَ سيباٽو،
پيچ پُنيءَ پاٽو، پِيَ[10] جو پسي آئيو.

۸

جيڏانهن چِتَ چاهُ[11] گهڻو، آرُ ٻہ اوڏانهين،
وڃي وَهُ[12] واڪا ڪيو، لِکو ليڏانهين،
ميهارُ ملائين، لهرن منجهہ، لطيفُ چئي.

۹

پَليان[13]، پابو نہ رهي، نِرتوُن[14] نينهن نِبارُ[15]،
گهڙان، گهوريو جِندڙو! اُتلَ[16] موُن اَپارُ،
جنين مَنِ ميهارُ، هلڻُ تنين حَقُ ٿيو.

۱۰

پَسُ! پسڻان پَري ٿيا، اوري سَنڌَن آرُ[17]،*
دَرياهَ ري سَهاڙُ[18]، ڏسڻ گهڻو ڏِهلو[19].§

۱۱

ڪاڏي وڃان؟ ووءِ! جتن وَهڻُ[20] وڃارن متيو،
ڏوڏي پڇي ڏيہ جا، جَرَ[21] سرِ اُڀي جوءِ،
شِڪستي[22]، سَيدُ چئي، ڇِيهان[23] ڪَريو ڇوءِ:
"ساهڙَ! سانگُ[24] سَندوءِ، اَچي اوراهون[25] ٿئي."

---

۱- تيار ۲- بڪريءَ جي کل جنهن تي ترِبو آهي ۳- آڏيءَ رات ۴- پڙڪو ڪائي اُتيا ۵- لائق ۶- پرياڻ جو ۷- ماڳ، آستان ۸- من ۹- عاشقاڻي جذبي ۾ اَچي ۱۰- پرينءَ ۱۱- تڪ، عشق جي جنبش ۱۲- پاڻيءَ جو وهڪرو ۱۳- روڪيان ۱۴- ڏيان يا نظر سان ۱۵- نج، خالص ۱۶- عشق يا نينهن جو جوُلان ۱۷- نينهن، قرب ۱۸- ساهڙ ۱۹- مشڪل، ڏکيو ۲۰- آستان (وثاق) ۲۱- جل جي ڪنڌيءَ تي ۲۲- ٽُٽل دل واري ۲۳- ڪوُڪون ۲۴- صحبت، سفر، جاءِ ۲۵- اوري.

*ڏسڻ ۾ ڏور آهن، پر سندن قرب (وصال يا ميلاپ) ويجهو آهي.

§ساگر کان سواءِ ساهڙ کي ڏسڻ مشڪل آهي. (دنيا روپي ساگر پار ڪرڻ کان سواءِ حقيقي محبوب جو ديدار ناممڪن آهي، ڇو تہ هي جهان اِنسان لاءِ هڪ ڪٺن اِمتحان گاهه آهي.)

١٢

سَندو ڏَمَرُ ڏَهَڪارُ[1]، هَلاهين[2] ڪونهي هِنَ ڪي،
هيءَ پاٽيءَ سين پانهنجو، ڀُساني نہ سِينگارُ،
ڪارڻِ مُندَ ميهارُ، ڪاريءَ راتِ ڪُنَ تري.

١٣

ڏَمُرُ ڏِهاڙي ڏي، سَندا ميهَرَ مِهڻا،
جُهليمَ تي جهوليءَ ۾، ٻَليءِ ٻايو سي،
مَرُ[3] جان چاليہَ[4] چي، سَگان سُپيرِنِ جي.

١٤

جيهَرَ[5] لوڪُ جَهپَ[6] ڪَري، ڏَرو جاڳَ نہ هوءِ،
او[7] هِيرَ اَچيو، اَڏيؤن! ڀَہٗ[8] ڀِريان[9] جو ٻوءِ،
جي ڪَچو چوَنِ ڪوءِ، تہ مَرڪُ[10] پانيان[11] مِهڻو.

*١٥

تہ ڪَرڪِينءَ سُئي؟ جي سِيرَ نہ گهڙي سُهڻي،
هِمَٿ هياتيءَ ڏِيهڙا، هَڏِهن تان نہ هٿي،
ڇُڪي[12] لنهن ڇَري ڪئي، جو ڏنس اَن ڏِهي،
سُهڻيءَ ڪي، سَبَبُ چئي، وڏو قُربَ ڪُهي،
هُنٿهين[13] هوُندَ مُئي، ٻَرَ ٻُڏيءَ جا ٻيڻا[14] ٿيا.

١٦

ڪا جا ڪُنَ[15] ڪَرِنِ، ڀِنيءَ ڀُڻَ[16] جُهڻ ٻاڻ ۾،§
اَڪيوُن[17] لنهن آبَ ڪي، آڏيءَ اُڪيرِنِ،
توڙي ٽڪوُن[18] ڏِينِ، تہ بہ اُڄُ اُنِين ڪي نہ لَهي.

١٧

دائمُ جا دَرِياهَ ۾، سا مَڇي ڪِنئي ڪِرهُ؟
آهِس اِيءَ اَندوهُ[19]، پاڻي ڪِٿي تہ پِيان.‡

١٨

ڪيرَ ڪُنَ؟ آئوُن ڪيرَ؟ ڪيرَ ڏَمَرُ سَهي ڏَمَرَ جا؟
قَضا[20] رءِ ڪيرَ ڏَري؟ مَٿي پاٽيءَ پيرَ،
پيِنئُ! ڀِنيءَ[21] وِيرَ[22]، لِڏو تي تي لوڙيان.

١٩

جي ٻُڏان[23] تہ ٻَنّ، اولجان[24] اَنَ پارَ ڏي،
ڪَنديءَ اَچيو سُپرِنِ، مانَ "ٻَرا! ٻَرا!"[25] ڪَنّ،

١- ڏهڪاءُ ٢- بنهي، ڀنيءَ ٣- ٻيل تہ ٤- سڳ، يا نالي جي ڪري ٥- جنهن مهل ٦- آرام، ننڊ ٧- لنهن مهل ٨- خيال ٩- ٻوي ١٠- طعنو، مهڻو ١١- فخر ١٢- سرڪيءَ، ڀِڪ ١٣- اِهنئين ٻ ١٤- ٻيڻو اجورو (هٿي ۽ هٿي جو) ١٥- ڪن ١٦- سر ۾ ١٧- سڪن ١٨- ڳيتون ١٩- غم، فڪر ٢٠- ورڌاتا، نصيب ٢١- اُسر مهل ٢٢- لکيو ٢٣- ڪوءِ، ڪٿ ٢٤- ڏڪجان ٢٥- هاءِ! هاءِ!

*جي سهڻي سير ۾ نہ گهڙي ها تہ جيڪر سندس نالو ڪنهن ڀَڻ ۾ اَچي ها؟ مري تہ اِهنئين ٻ ها، پر قرب ۾ پاڻ فنا ڪري هِتي ۽ هُتي جو اُجورو ڪٺيائين، يعني شهادت جو درجو حاصل ڪري، پاڻکي اَمر ڪيائين.

§ اهي ڪٽي ڳيتون ڏين تہ بہ اُنهن جي اُڃ لهڻ جي ناهي (عشق جي اُڃ لهڻ جي ناهي).

‡ مڇي درياه ۾ اِنهيءَ ڳي فڪر ۾ آهي تہ پاڻي ڪٿان پيان. (اِنهيءَ ڪري ڳي هوءَ بدبودار ٿي آهي.)

مُيائي سين لَنّ، جيڪر اُتي نِڪران.

٢٠

لَهر مڙوئي لالَ[1]، وَهڻَ[2] ڪٿوُرِيان وِلَرِ[3]،
اوبهارا[5] عَبيرَ جا، جَرَ[6] مان اُڇن جالَ،
ڪُنَن گهڙي ڪالَ[7]، سِڪَ پرِيان جي سُهڻي.

٢١

جيڪي ڏِٺَءِ تارِ ۾، ڪَنڌيءَ سو ڪَهيج،
جَرَ[8] وڏو، جهاجهَه گهڻي، پاندُ[9] مَ پُسائيج،
ساهَڙ ساڳاهيج[10]، تہ ثابتُ لَنگهين سيرَ مان.

٢٢

ڳوُرا ٻڌي پارَ[11]، هِنئون حيرتَ ۾ پيو،
وِهان[12] نہ وِيَرمَ تِئي، نِينهَن ۾ پوءِ نِهارَ[13]،
وجان نہ واڪو ٿِئي، پاڙي پوءِ پچارَ[14]،
هُتِ تي وَعدي وارَ[15]، هِت[16] سوُئون[17] ڏِينئِ سَرتيوُن.

٢٣

جا هَڙَ اَندَرِ[18] جيّ، ساهَڙ ڏني ساهَ کي،
سا هَڙَ چڙي نہ ساهَ جي، سا هَڙَ ساهَڙَ رِيّ[19]،
ساهَڙَ ميڙِ[20]، سَميعَ[21]! نہ سا هَڙَ چڙي[22] ساهَ جي.

وائي

اَکيوُن پيرَ ڪَري، وڃي، وو! وڃي.
سُپيرِيان جي ڳالهڙي، ڪنهن سان ڪينَ ڪجي،
لِڪائي لوڪَ کان، ڳُجهَڙي ڳوتِ نِجي،
مُحَبّتيءَ ميهارَ جو، سوُرُ نہ ڪنهن سَلجي.

## سر سهڻي - داستان پنجين جو سار

درياه، جنهن مان تار پيو وهي ۽ ڪنڌي ڏسڻ ۾ ئي نہ ٿي اچي. سهڻي، عشق جي مستيءَ ۾، پاڻ کي اُلي ٿي اڇلي، جتي جان جو جوکو آهي. درياه ۾ پل دهشت هجي، پر سڪڻ وارن کي اُنهي جا ڪاڻ ڪانهي. هو "متي منتي مهراڻ ۾" ڪڏي ڪاهي ٿا پون، ۽ وڃيو پنهنجو ساهڙ "سنيورو سيڻاه سين" هٿ ڪن. جن پنهنجيون اکيون ميهار ۾ جوڙي رکيون آهن، سي آسانيءَ سان سير مان پار اُڪري وڃن. سهڻيءَ وانگر سالڪن کي بہ خلق جي طعنن جي پرواه ناهي. سهڻي، جي ساهَ جو سانگو لاهي، سير ۾ نہ گهڙي ها تہ سندس نالو اَمر ڪيئن ٿئي ها؟ "جر وڏو، جهاجهہ گهڻي" آهي، پر جنکي ساهڙ (ڏڻيءَ) جي شناس يا سانچهہ آهي، سي سير مان ثابت لنگهي وڃيو پار پون.

---

١- هيرا جواهر ٢- درياه ٣- ڪٿوري يا مشڪ کان ۴- سرس ٥- عطر جون هبڪارون ٦- گهڻيون ٧- ڪالهہ ٨- جل ٩- جل جي گهڻائي ١٠- ساڃهہ رکج ١١- طرف، پاسا ١٢- دير، اوير ١٣- عيب جي نظر ١۴- پوي ١٥- اقرار، وچن ١٦- مهل ١٧- ڏوراپا، طعنا ١٨- محبت جي ڳنڍ ١٩- کان سواء ٢٠- ملاء (ساهڙ سان) ٢١- اي ٻڌندڙ! (ڌڻيءَ جي صفاتي اسمن مان هڪ) ٢٢- مونجهارو، مشڪلات. (هن بيت ۾ تجنيس مرکب استعمال ٿيل آهي؛ ڪٿي ساهڙ هڪ لفظ آهي، ڪٿي بہ: سا ۽ هڙ)

## داستان ڇهون

١

ساهڙَ جا سينگارَ، اَڻ[١] لِکيا[٢] اڳي هُئا،
ڪُنْ فَيَڪُوْنَ[٣]، هئي ڪا نه ڪا بي پچارَ،
مَلَڪَنِ[٤] مهندِ[٥] هئي، لوڏيءَ[٦] جي لنوارَ،
مُحَبَّتَ ساڻُ ميهارَ، لا يائين لطيفُ چئي.

٢

سُهڻيءَ کي سينگارَ، اَڻ لِکيا اَڳي هُئا،
ڪُنْ فَيَڪُوْنَ کانَ هئي، نڪا بي پچارَ،
مَرڪي[٧] ساڻُ ميهارَ، لا يائين لَنوُ[٨] لطيفُ چئي.

٣

گهيڙَ[٩] لَنگهيو گهاري، ميثاقان[١٠] ميهارَ ڏي،
اَلَسْتُ بِرَبِّڪُمْ؟[١١] قَالُوْا بَلىٰ، پِرِ[١٢] اِها پاري،
ڏسيو ڏيکاري، پِرتِ پِريان جو پيچرو[١٣].

٤

اَلَسْتُ[١٤] ارواحَنِ[١٥] کي، جَڏهن چيائون،
ميثاقان ميهارَ سين، لَڏيوُن[١٦] مؤن لائون،
سو موٽي ڪيئن پانئون[١٧]؟ جو محفوظان[١٨] معافُ[١٩] ٿيو.*

٥

اَلَسْتُ ارواحَنِ کي، جَڏهن چيائين جيئن،
قَالُوْا بَلىٰ قَلبَ ۾، ٿيو لڱاؤُ[٢٠] تيئن،
مُحَبَّتي ميهارَ جي، آئون نهوڙي نيڻن،
سرتيون! ساهڙَ سيڻن، هاڻا[٢١] مون حَقَّ[٢٢] ٿيو.

٦

اَلَسْتُ ارواحَنِ کي، جَڏهن اَمُرُ[٢٣] ڪيو اَحَدَ،
هو مَنَ[٢٤] لايو ميهارَ ڏي، سُهڻيءَ سِڪڻَ سَدَ،
دِلو[٢٥] دَوُرَ دَرياهَ جي، ڪيو ارادي آدَ،§
جيڪي آيسِ ڏانهن عَهدَ[٢٦]، سو پاري مُدَ پالارِ ۾.§

٧

اَلَسْتُ[٢٧] ارواحَنِ کي، جَڏهن فرمايو فَتاحَ،

---

١- حسن ۽ جمال ٢- ورڌالا جي اَنگ کان اڳي ٣- "ٿيءُ، پوءِ اِئين ٿي پيو" ٤- مَلَڪن يعني فرشتن کان ٥- اڳي ٦- سهڻيءَ ٧- فخر وچان ٨- پريت لڳايائين ٩- درياهه ۾ گهڙڻ جا هنڌ ١٠- ازل کان ١١- "نه آهيان مان اوهانجو رب؟" هنن چيو: "هائو." (ڌڻيءَ جو سوال ۽ روحن جو جواب.) ١٢- ريت، رمز ١٣- نيڻهن ١٤- ازل جي ڏينهن ١٥- روحن ١٦- پرڻيس ١٧- ڀنئي ١٨- آد کان ١٩- اَمر ٿيل ٢٠- چڱو سوڻ ٢١- ڏانهن ٢٢- فرض ٢٣- ڌڻي ٢٤- دل جو لاڙو ٢٥- ورڌالا، تقدير ٢٦- پنهنڊڙ، کوليندڙ (ڌڻيءَ جو هڪ صفاتي نالو).
*جيڪي ازل يا آد کان اَمر ڪيل هو، سو ڪيئن ڀنئي موٽي يا رد ٿئي؟
§ڌڻيءَ جي اَمر ٿي دل کي درياهه جي دوُر ۾ پيو. جيڪي ڌڻيءَ طرفان منظور ٿيل هوءِ سو ٿي هن مدت (زال) کي درياهه ۾ برسر ڪرڻو پيو.

ھو مَنَ ڪاڻو ميھارَ ڏي، سُھڻيءَ سِڪَ ساھَ،
دِلو دَوَرَ دَرِياھَ جي، ڪيو اِرادي آڏاھَ، [1]
جيڪي آئِس ڏانھن اَللہَ، سو پاري مُدتَ پاڻارَ ۾.

٨

'اَلَسْتُ' اَرواحَنِ کي، جَڏھن فائِق فرمايو، [2]
ھو مَنَ ڪاڻو ميھارَ ڏي، سُھڻيءَ کي ساعِيو، [3]
دلو دَوَرَ دَرِياھَ جو، اوڏانھين آيو،
جيڪي ھاديءَ ھَلايو، سو پاري مُدتَ پاڻارَ ۾. [4]

٩

اَلَسْتُ اَرواحَنِ کي، جَڏھن چيائين،
ھو مَنَ ڪاڻو ميھارَ ڏي، سُھڻيءَ سدائين،
جيڪي آئِس اوڏانھين، سو پاري مُدتَ پاڻارَ ۾.

١٠

'اَلَسْتُ' اَرواحَنِ کي، جَڏھن جاڳايو جَلِيلَ، [5]
سَنئين راھَ سَيّدُ چئي، سوناٿون سَبِيلَ، [6][7]
وَحدَتَ جي واديءَ ۾، ڪوڙين ڪي قَلِيلَ، [8][9][10]
دَرِياھَ جي دَلِيلَ، لکين لَھوارا ڪيا.* [11]

١١

ڪامان، ڪِچان، ڪُڙران، لِڪان ۽ لوچان، [12]
تَنَ ۾ تُونَسَ پِرِيَنِ جي، پيان، نہ پاپان، [13]
جي سَمُنڊُ مُنھن ڪريان، تہ سُرڪيائي نہ ٿئي.§ [14]

١٢

ڪامان، ڪِچان، نہ مَران، سڙان ساري رات،
ٻَن پيائيءَ کي وِجھي، ڪَرِ پِريان جي تات،‡
سيڻُون سَنديُون سڄڻين، اُيرَن آڌيءَ رات، [15]
نڪي هَٿ نہ ساٿ، ڏِيھاڙيو چنگَ چڙھان. [16][17][18]

١٣

ڪاري رات، ڪَڪر گھڻو، اُٺيَہ اونداھي،
چَنڊَ ناڻو ناھ ڪو، دَرِياھَ ڏَڙَ لائي، [19]

---

١- آڏ ٢- اوچ ۾ اوچ (ڏٽي) ٣- سعيو ۴- رھبر، وات ڏيکاريندڙ ٥- جلال واري (ڏٽي)
٦- ڳولي لڌاٿون ٧- وات (خدائي راہ) ٨- ھيڪڙائيءَ جي ماٿريءَ ٩- ڪروڙن مان ١٠- ٿورا
١١- گمان (دنيوي وھم) ١٢- ڳوليان ١٣- اُساٽ ١۴- ھڪ سرڪي ١٥- دل چيريندڙ سور
١٦- نہ ھٿ ۾، نہ ڏيساور يا واپار ۾ سيڙايل، سکڻي ١٧- ڏھاڙي ١٨- سوريءَ يا عذاب ۾
١٩- ڏمڪو، گھمسان.

*ھن دنيا روپي ساگر جي طلسم لکين لوڙھي ڇڏيا.

§پرينءَ جي ايڏي تہ اُساٽ آندر ۾ آھي، جو سارو ساگر پي وڃان تہ بہ جيڪر مون لاءِ ھڪ سرڪي بہ نہ ٿئي.

‡پيائيءَ يا دوئيءَ کي ترڪ ڪري، محبوب جي پچار ڪر.

ساهڙ ڪارڻ سُهڻي، آڏيءَ ٿي آئي،
اي ڪَرِمُ الاهي، ناهَ ڪُنن ۾ ڪيرَ گهڙي؟

١٤

ڪاري راتِ، ڪڇو گهڙو، نڪا سيڪه ساڻُ،
وڃهي ويرم نه ڪري، پريان ڪارڻ پاڻُ،
مُحبت ڪي مَهراڻُ، سُڪي سَپُ پَٽُ ٿيو.*

١٥

ڪاري راتِ، ڪچو گهڙو، مٿان وَسي مينهن،
هڪو پيو بيراهه جو، ٻيو سانيارا سينهن،
شالَ مَ ڇڄي نينهن، گهڙان، گهوريو ڄنڊڙو!

١٦

اورارِ نه پرارِ، ويچاري وَهه وِچ ۾!
سُڪيءَ ڏنيءَ سُپرين، ٻيو مڙو ئي تارِ،
لون گهڙيُ ڪيرَ نهارِ، ٻُڏندن سين ٻاجهون ڪري.

١٧

هن پارِ، نه هُن، ويچاري وَهه وچ ۾!
نيچ نهاري نه گهڙي، تنهن ۾ پيس ڦن،
اَللهُ! ساڻُ اَمُنَ، آران ڪنهن اڪارين.

١٨

سَهسين سائرُ ٻوڙيون، مدَ ٻوڙيو مهراڻ§
وَهه ويچارو پاڻُ، هٿي ڪندُ ڪنن سين.‡

١٩†

سَهسين سائرُ ڪُڄن، لوءِ سَهَجَ نه مَتي سُهڻي،
نه ڪي نينهن ڇڄن، پَرِڪهين پرين جي؟

٢٠

سُپيريان جي تُرهي، ٻُڏي! هَٺُ م لاءِ،
صُباحَ لو چوندا: "اَسان لو اڪاريو."

٢١

سُپيريان جي تُرهي، ٻُڏين، لوءِ مَ لَڳ،
جي پانئين پرينءَ مڙان، نه پوُر اُٿي وڳ،

١- سيڪاه (ٻڪريءَ جي ڦوڪيل کل) ٢- دير ٣- گمراهي، اوجهڙ ٤- ساموهون ٥- شينهن
٦- اورينءَ پير ٧- پرينءَ پير ٨- درياه جي وهڪري ٩- ڪنڌيءَ ١٠- دلو ١١- سوراخ
١٢- سلامتيءَ ١٣- ڪنهن آر يا لڪ ڪان ١٤- لون پار اڪارين ١٥- ساگر ١٦- تنهن هوندي به
١٧- سياءُ ١٨- ڦيرائي ١٩- انهيءَ ريت ٢٠- آخرت ۾ ٢١- ملان ٢٢- وهڪري ٢٣- وچ.
*محبت اڳيان درياه به سڪي ميدان ٿي پيو.
§سمنڊ اَنيڪ جيون کي ٻوڙيو آهي، پر هن مند خود سمنڊ کي ٻوڙي ڇڏيو.
‡درياه، پنهنجو ڪنڌ، ڪپ سان هڻي، پاڻکي بيحال ڪيو.
†اَنيڪ سمنڊ جولان ۽ جوش ۾ هجن، نه به سهڻي پنهنجو سياءُ نه بدلائيندي. انهيءَ
دستور به ڪو نينهن ڇڄڻ جو آهي؟ (سچي عشق کي سهسين ساگر به ماٺ ڪري نه ٿا سگهن).

پاءِ لِيڏاهِين پَگُ[1]، ناهِ جيڏاهِين نِجهُرو[2].

٢٢

سُڪيءَ جي سانباهَ[3] ۾، جڏهن ٻُڏيُون[4] جي،
ساهَڙُ لَڌِين کي، ٻيلي[5] ٻِنهي ڪَندِئين.

٢٣

سُڪيءَ ٻُڏنِ جي، ساهَڙُ ساڻي[6] تن جو،
لَهرِنِ سِرِ لَطيفُ چئي، ڪُلهنِ چاڙهيو[7] ني،
جي پُڄَنِ پَندُ پَري، تن اماڻي اورَهوُن[8].

٢۴

سُڪيءَ جي سانباهَ ۾، ٻُڏِين، ٻوءِ ٻُڏِ،
ڪَڪَ، ڪانڌيرا، ڪانيُون، ميڙيِ[9]، ٻَڌُ مَرمَڏُ[10]،
نڪو ساهَڙَ سَڏُ، نڪا سُڄي[11] سُهڻي.*

§٢٥

جي تو بيتَ ڀانيا[12]، سي آيتوُن آهِينِ،
نيو مَنُ لائِينِ، پِريان سَندي پارَ[13] ڏي.

وائي

ويئي ڪينَ وساري، مُحَبَّتَ وِڌَڙِي ماري،
ديواني! يار! وو! مَستاني! دلبر! جاني! وو!
جنهن کي سِڪَ ساهَڙَ جي، سا گهايَلِ گهرِ نہ گهاري،
ڏمُ ڏُهيلو ڏُکيو[14]، سِرَ ۾ سؤنٽا مارِي،
ٻيلي پاسِ ٻُرَنِ[15] جي، تن ڪَرڪنِ وِڌيسِ ڪاري،
هوءِ هوُنگاروُن، ٻَونِ ٻُڪاروُن، تَڙ تَڙ دوسُ ٽنواري،‡
هوءَ جا پِڪَ پِرِينِ جي، آهيان تنهن[16] آساري.

## سر سهڻي - داستان ڇهين جو سار

اَڃا هيءَ سرشٽي يا ڪائنات ٺي رچي نہ ويئي هئي ۽ ملڪ (فرشتا) ٺي وجود ۾ نہ آيا هوا تہ سهڻيءَ جو ميهار سان نينهن اَڙيو. اَڃا نہ ڌڻيءَ "ڪن" چيو هو ۽ نہ وري روحن کان اِهوئي سوال پڇيو هوائين تہ "ڇا، ناهيان مان اوهان جو رب؟"؛ ۽ نڪي وري ڪو روحن ٺي جواب ڏنو هو تہ "ها، تون آهين اسانجو رب"- تڏهن کان ميهار ۽ سهڻيءَ جو پاڻ ۾ سنبند ٺي ويو هو. ظاهري طرح، سهڻيءَ جو دلو، درياهَ جي دور ڀڳو، پر حقيقت ۾ اُنجو اُمر ڌڻيءَ طرفان تيل هو. سچو نينهن، سهسين سالن جي گهڻ سان بہ نہ ٿو ڇڄي. عشق وارا ٻنا ڪنهن ترهي يا وسيلي ٽا ترن. جنجو ٻيو ڪو وسيلو ناهي، تنجو ساڻي ساهڙ (ڌڻي) آهي.
"ساهڙ لڌين کي، ٻيلي ٻنهين ڪندئين."

١- قدم ٢- اَجهو ٣- سڪي زمين ۴- ليارڻيءَ ٥- مددگار ٦- واهرو ٧- وڻي هلي ٨- اوريان ٩- گڏ ڪري ١٠- ترهو ١١- ٻڌجي ١٢- روحاني اِشارا ١٣- طرف ١۴- ڏکيو ١٥- وڄن ١٦- آسري.

*وصال جي حالت ۾ نہ ساهڙ جو سڏ ٿو ٻڌجي، نہ سهڻيءَ جو نشان ٿو لڀي.

§جي تو بيت سمجهيا آهن، سي بيت نہ آهن، پر روحاني اِشارا آهن، جي انسان جي من کي وڃيو رب جي طرف لڳائين.

‡محبوب جي مٺي گفتار، ٽڙ ٽڙ لي آهي. چوطرف، سندس ٺي ٽنوارون ۽ ترانا پيا هلن.

## داستان ستون

۱

لُڙ نہ ڳھڙي ٽوڙُ، ٽوءِ مَنَ ڪاڍو ميھارَ ڏي،
ڏاڍو ڏورُ دَرياہَ جو، سَڪَڻَ وڏو سوُرُ،
مَنَ ۾ موُجَ ميھارَ جي، ڀھسَ پِريان جو پوُرُ،
ڀيلي ڀِنھي ڪَندِئين، نِتُ نِھاري نوُرُ،
مَنجھان جَرَ ضَروُرُ، ڪَچِي کي ڪو ۾ ٽئي.

۲

ٻوڙِئين، چاڙِھئين، تون ڏڻي!*
ٻِئي جو دعوىٰ رَسي نہ دَمُ،*
هِنَ منھنجي حالَ جو، ميھرَ تي مَعلُمُ،
رَکُ ڀيلي جو ڀرمُ، جو اَچِي ڀيو اَجھورَ ۾.

۳§

ڪانڌي ڪَنگَ ٽياس، وَھَڻَ جَنارو سُھڻي،
ٻَگھا جي ٻيڻَن جا، ڪُلھا تن ڏناس،
اَڪِئين مَلَڪَ ڏِناس، ٽوءِ مَنَ ڪاڍو ميھارَ ڏي.

۴

اَيو لُڙِ ميھارُ، مَلاحَنِ سَڏَ ڪري،
آئوُن ٻڌ وِجھان ھَٿڙا، اَئِين ٻڌ وِجھو جارُ،
گھوريوُن ڪاروُنيارُ، مانَ مِلَنِئوُن سُھرِين.

۵

ميھارُ مَلاحَنِ کي، اَيو آڇي اَڄ،
آئوُن ٻڌ وِجھان ھَٿڙا، اَئِين ٻڌ وِجھو رَڄ،
سَنديءَ ڪُنَ ڪُڇِ، مانَ ھُونِ سلامت سُھرِين.

۶

ميھارُ مَلاحَنِ کي، اَيو ڪري سَڏَ،
اَدا! اَنھِين ٻارَ جا، موڙي اَچو مَڏَ،
وِيا جي وَہ گَڏَ، ھلو تہ ڏوريوُن اَنِ کي.

۷

ڪَنڌيءَ جھَليو ڪانھَن، عاشِقُ اَيو آھوُن ڪري،
تو ڪيئن ٻوڙِي سُھڻي؟ ٻيلي! منھنجي ٻانھَن،
دَرياہَ! توکي دانھَن، ڏينڌُسِ ڏينھَن قيامَ جي.

۸

جتي ٻير ٻِرنِ، ٻِرِيوُن ٻون ٻوارِيوُن،
ٽانگھہ نہ لَڌي ٽارُئين، مَڇُ نہ مالِيڙَن،

---

۱- لڙ لي ۲- سھرين ۳- من جي ڪشش ۴- زور سان ۵- جھنگ جي ۶- روشني ۷- جوڪو ۸- ڪچي گھڙي ۹- حجت ۱۰- خبر ۱۱- دلي ۱۲- لڄ ۱۳- اُجھاڳ، پاڻيءَ ۱۴- درياہ جو پکي ۱۵- پاڻيءَ جو وھڪرو ۱۶- حساب پڇندڙ فرشتا (منڪر ۽ نڪير) ۱۷- اونھو درياہ ۱۸- لسي ۱۹- مڇي ڦاسائڻ جا ساز ۲۰- ڪن جي ڪنڌ پاسي ۲۱- ٽرھا ۽ ٻيڙيون ۲۲- لڪي وھڪ سان ۲۳- ڳاہ، سر ۲۴- دانھون ۲۵- سڳ، زال ۲۶- قيامت ۲۷- درياہ جا دور ۲۸- چڪر ھڻن ۲۹- ڀڪون ۳۰- ڀوائتيون ۳۱- ٽرو ۳۲- ٽارن ۳۳- ماڇ ۳۴- مانيءَ لي ٽرندڙن.

*اي ڏڻي! اِنسان کي چاڙھين بہ تون، ٻوڙين بہ تون؛ ٻئي جي ھمت نہ حجت ھلي، نہ وات.

§ڪنگ سندس ڪانڌي ٿيا ۽ درياہ جو وھڪرو سندس جنازو. ٻيڻ جي ٻگھن ڪيس ڪلھا ڏنا. حساب پڇندڙ فرشتا اَچي اَڪين اَڳيان بيٺس، تہ بہ من جو لاڙو ميھار ڏانھن ھوس.

ڪنڌيءَ[1] آيا ڪيترا، سيٽاهيا[2] سَنگَنِ،
تون ڪيئن لِنَ تَرَنِ، اَچيو، اَساريءَ[3]! گهڙ ين؟

٩

پريون پِرِ دَرِياهَ، پَسُ! جي پار پُونديون،
بَڌُ تَوَڪَّلَ جو تُرهو، آهَر ساڻُ[4] اَللهَ،
جن جي ساهڙ سان صُلحَ[5]، سي ڪين ٻُڏنديون ڪڏهين.*

١٠

سانيارا سَڏَ ڪيو، آيا چوَنِ: "آءٌ"،
هڪ لِڪوئي تارِ وَهي، ٻيو اُتِّي لهريون ءِ واءُ،
ساٿي جن اَللهَ[6]، ٻُجهان[7] سي نه ٻُڏنديون.

١١

سانيارا سَڏَ ڪيو، آيا چوَنِ: "اَچ"،
هڪ لِڪوئي تارِ وَهي، ٻيو هَٿ ڪميٽيءَ ڪچُ[8]،
ساٿي جنين سَچُ، ٻُجهان سي نه ٻُڏنديون.

١٢

هاري[9]! حَقُّ[10] رَڪيج، سانيارا ساهڙَ جو،
خواب، خيال، خطرا، تن ڪي تَرَڪُ ڏئيج،
اَندرُ آئينو[11] ڪري، پِرِ پرسو[12] پَسيج،§
اِنهيءَ راهَ رَميج[13]، ته مُشاهدو[12] ماڻئين.

١٣

هاري! رَڪيج حَقُّ، سانيارا ساهڙَ جو،
خواب، خيالَ، خطرا، تنين ڏيج تَرَڪُ،
ڪرئين غَيرُ[15] غَرقُ، ته مُشاهدو ماڻئين.‡

†١٤

سانيارا سيڻي، تَنُ جنين جو طالبوُ[16]،
مَنُ پِريان نيئي، پِگهيو[17] پاڻَ[18] ڳري.

١٥

لُيا[19] ڏنم لارَ[20]، سانيارا ساهڙَ جا،
هِنئون هِتِ نه وندري، ڏراڙ نئُون[21] ڏارَ،
منهنجو مَنُ ميهارَ، پِگهيو پاڻَ ڳري.

وائي

آيل! اَمڙ! تي جيان، لا! جي سارِيَمِ سُپرِينِ،
ساهڙَ مٿان صَدقو، ڏهين ڏمَ[22] ڏيان،
مٿان ماڻڪ هيڪڙي، اَمُلَ[23] اَڻ ڏيان،
اَچين، عَبدُاللطيفُ چئي، ته جانبَ! نِتُ جيان.

---

١- سيٽاه وارا ٢- ڪنبن ٣- وسوڙي! موڳي! ٤- الله جي آڌار ٥- صلح، راضپ ٦- مددگار ٧- سمجهان ٿو ٨- ڪچو گهڙو ٩- نادان! ١٠- فرض، شناس ١١- آرسي ١٢- اندر ۾ ١٣- هلج ١٤- درشن ١٥- ٻيائيءَ کي ١٦- سڪندڙ، ڳولائو ١٧- پگهر يا رسيءَ سان ٻڌو ١٨- وٽ ١٩- لڏيءَ جا وڻ ٢٠- ليار ٢١- ڏنارن ڪان ٢٢- بيشمار دفعا ٢٣- اَملهه ماڻڪ.

*جي ساهڙ سان ساز ۾ آهن، سي ڪڏهن ڪين ٻڏنديون. (ڏٽيءَ جا نوازيل ڪڏهن نه لڙهندا.)

§دل کي آرسيءَ وانگر اوجل ڪري، اندر ۾ پرينءَ جو درشن ڪر.

‡جي ٻيائي وڃائين ته حقيقي محبوب جو ديدار ماڻين.

†جنجو تن، طلب ۾ لڙڪندڙ آهي، تنجي سامهون سپرين آهي. محبوب، منهنجو من پاڻ سان جڪڙي ڇڏيو آهي.

## سر سهڻي - داستان ستين جو سار

سهڻيءَ جو ميهار لاءِ نينهن اَمر آهي. موت کان پوءِ به سهڻيءَ جي دل جو لاڙو ميهار ڏانهن آهي. سهڻيءَ جي ٻڏي وڃڻ کان پوءِ، ميهار ملاحن کي اِلتجائون پيو ڪري ته ”اوهين پيهجا رڇ پاڻيءَ ۾ وجهو ته سهڻيءَ کي ڪارونيار مان ڳولي ڪڍون“. درياه جو روپ ڀوائتو آهي. هروقت ڀوائتيون ڀڪون پيئون ڀون ۽ ڪُن چڪر پيا مارين. نه انهي لري جو اَنت ڪارن ڪي آهي ۽ نه انهي ماپ جي ڪل ماڻيڻن کي. جن جو ساٿي ساهڙ آهي، سي هڏ نه ٻيون ٻڏن. اِنسان، جي هر وقت مالڪ جي شناس رکي، ۽ من مان ٻيائي ڪڍي، دل کي آئيني جيان اوجل ڪري، ته هو اندر ۾ ئي پرينءَ جو درشن پراپت ڪري. ديدار ماڻڻ جو طريقو آهي خوابن، خيالن ۽ خطرن کي ترڪ ۽ دل جي غير کي غرق ڪرڻ.

## داستان اٺون

١

ٻُڏندي ٻوڙن[1] کي، ڪي هالڪ[2] هَٿَ وِجهن،
پَسو لَہَ، لطيفُ چئي، ڪيڏي کي ڪَکِن،
تُوٽي ڪَنديءَ کَنِ، نامہ[3] ساڻِ وڃن سيرَ ۾.

٢

ڪِهي ڪانِي[4] ڪانهَن[5]، ٻُڏا ڪَڍي ٻارِ[6] مان،
يا لَنگهائي، لطيفُ چئي، يا ڏُريان[7] ڪري دانهَن،
ڪَما حَقَّہ[8] ڪَکِن جي، آهي ڳالهه اڳانڌ[9]،
جيڪي ڏي ٻُڏَن کي ٻانهَن، نامہ ساڻ وڃن سيرَ ۾.*

٣

جان[10] ڪي ڪَنديءَ ڪانهَن، تان تاڻي ٻَتج تُرهو،
هَٿ ٻريان جي هَٿَ ۾، ٻئي ڪي ڏج ۾ ٻانهن،
سَندي ڪَهَرَ[11] دانهَن[12]، ڪِ تو ڪَدين نه سُڻي؟

٤

هاوائا هُلَن[13]، ڪَهَرَ ڪارُونيارَ جا،
لَهريُون، لُڙَ[14]، لطيفُ چئي، ٻيلي لي ٻُلَن[15]،
جي ڪِهي ساڻُ[16] ڪَهَنِ[17]، آڪو تِنِ اوٻاهين[18].

٥

آهين هُتَ اماڻَ[19]، ٻَڌُ تُرَهو تارِ جو،
لَهريُون، لُڙَ، لطيفُ چئي، جهليا جُنگَ جُوانَ[20]،
اُونهي تَڙُ آڪهيا[21]، آڏي[22] پاڻي آڻَ[23].§

١- گاهه جي ٻوڙن ٢- حاذق، حرفت وارا ٣- نه ته ٤- ڪانو ٥- سر، گاهه ٦- اونهي پاڻيءَ ٧- ڏر ڪان، منڊ ڪان ٨- جنهن حق يا واجب آهي ٩- مشهور، پرسڌ ١٠- جيستائين ١١- ڪناري، گهمڻ ١٢- ٻڌي ١٣- هل ١٤- دلي ١٥- ڪڙڪن، آواز ڪن ١٦- وڃن ١٧- ڪهو دلو ١٨- ٻار پهچائين ١٩- امانت، رواڻو ٽيڻ وارو ٢٠- جوان ٢١- روڪيا ٢٢- اڳيان، سامهون ٢٣- آڻ مهي.

*يا ته ٻڏندڙ کي مدد ڪن (ڪنديءَ لي رسائين) يا هو ان سان سيرَ ۾ ساڻ هان.

§هو (جنگ جوان) ته اڳيان آڻ مهي، اونهي پاڻيءَ ۾ روڪيو بيٺا.

جي پيا مُنهن مُهراڻ[1]، تن پانڌيئڙن پيٽ نہ اُجهي.

۶

ڪَهو کان کُنيارَ، اوڇي[2]! ڳِيو[3] اُتِين،
ڪِ لو ڪنين نہ سُڻي؟ پيلي ٿي پُلڪارَ[4]،
لوڙهيا لِکَ[5]، لَطيفُ چئي، ڪُوڙين ڪارُونيارَ،
اُڪارِئين[6]، آڌارَ[7]! آران آڪي وارِئين[8].

۷

ڪَهِي ساڻُ ڪَهِي، پَڪو پُڇِي نہ سُهٽِي،
لَنگهيو لُڙُ، لَطيفُ چئي، وَڃارِنِ[9] وَهي،
سا ڪئن نِيمهَن[10] نَهِي؟ جنهنکي نِيمهَن نَندو ڪٽِي[11].*

۸

اُونهي ۾ اوهَري[12]، ڪَهي ڪَهي ساڻُ،
سُپَڪَ[13] جو، سَيّدُ چئي، پُڇي نہ پَرِياڻُ[14]،
عشق وارِيُون، عَبدُاللطيفُ چئي، سَدَ نہ ڪَٽَن ساڻُ،
جنين پاسي پاڻُ[15]، سي اُوَتَڙَ[16] اُڪتيُوُن[17].§

۹

اَنگ[18] پَسِي رَنگَ[19]، ڪيو ڪو جو دَوُرُ دِلي،‡
بَرَا! بَرَا! پيلي نہ ٿيو، ڪَهو مَنجهہ ڪلي[20]،
تَران ٿي ڪارِ گهٽو، تُنهنجي، بَحرَا[21]! بَلِي،
سو ميهارُ مِلي، آهيان جنهنجي آسري.

۱۰

پانيمُ نہ پيلو، مونکي ڏاڄ ڏُنارِيو[22]،
آڪي مَتي اُسري[23]، رُوحَ ڏنو ريلو،
ليلاهِين[24] ريلو، پِيمُ واهڙُ وِچ ۾.

۱۱

ڪديا جي کُلالَ[25]، سي پَسي خالَ خوشِ ٿِئي[26]،
پاٽيءِ چِتَ پُسائيا[27]، ڏاڄ نہ جهلي ڏمالَ،
سُپَڪَ پانيا سُهٽيءِ، جوبَنَ[28] جي جمالَ،
آڪي جا اَحوالَ، مَعلُومُ[29] ٿيا مُهراڻَ ۾.

۱۲

ڪَهو، تان ڪوهُ؟ پَڪو نَظرُ پرِينَ جو،

---

۱- پاٽيءِ ۾ لڙهندڙ بدن، پانڌيڙن ۲- موڪي! موڙهل! ۳- ونيو، خريد ڪيو ۴- سٽڪو، غضب ۵- ڪروڙين ۶- پار اُڪارين ۷- اي پروسا ۸- دلي وارين کي ۹- وچارن (ميهارن) ڏي پيئي وڃي ۱۰- بڌي، قابو ڪري ۱۱- بڌو، قابو ڪيو ۱۲- اُسهي ۱۳- چڱيءَ طرح پڪل داو ۱۴- ڏس پتو ۱۵- خودي، آپو ۱۶- خراب يا اُبتي لڙ کان ۱۷- نڪتيون ۱۸- قسمت يا ورڌاتا جو ۱۹- کيل ۲۰- اوکي گهڙيءَ ۲۱- اي سمند! ۲۲- گيڙو رنگ ۲۳- چڙهي ۲۴- دير، ويرم ۲۵- ڪنيار ۲۶- چتساليون ۲۷- ست ۲۸- جوانيءَ جي حسن جي خمار ۾ ۲۹- معلوم.

*جنهنکي نيمهن قابو ڪيو آهي، سا ڪئن نيمهن کي قابو ڪري؟

§جن وٽ خودي آهي، سي وڃي ڪنهن اُبتي لڙ کان نڪتيون (گمراه ٿيون).

‡قسمت جو کيل پسي، دلي به ڪو اُلٽو ڦيرو ڏنو.

ساهڙ منهنجو سُپرين، ڏم ڏنيئي ڏوهه،
جي ڇِنو جي ڇوهه، نه پُوريندس پار مٽي.*

١٣

آڪو نه آڪو، ڪچو آئِر ڪَرَ،
جي جنين جا جَرَ، پڪا سي ٻُڏنديون.§

‡١٤

پڪا رَچ ڪُنڀار جا، پڪي نِهائين،
مونکي ليائين، پيلو پاڳي آئيو.

١٥

ڪچي ڪُٽ نه جهليو، پيلو پيو پُري،
سارَ چڙيائين سِيرَ ۾، ٻانهن ڪان ٻُري،
لَٿي لهريون ويئيون، چوڌاري چُري،
هِنڙي منجهه هُري، ماهيت مَلڪَ الموت جي.

١٦

ڪچي ڪُٽ نه جهليو، پيلو پيو پَچي،
ماهيت مَلڪَ الموت جي، منجهه وُجوُد وِچي،†
ساهڙ کي سَچي، آڪي جي اَحوال جي.

١٧

ڪچي ڪُٽ نه جهليو، پيلو سَهي نه پَرَ،
هَٿين، پيرين، آڱرين، ٻانهن چڙيو پَرَ،
ساهڙ! سگهو وَرَ، پيهس مُنهن مهراڻ جي.

١٨

پيلي پلائي، پسي چِٽ چڙي ڙئي،
”پِرا! پِرا! پُڏي سُهڻي!“ وِيرن ۾ وائي،
ڪچي ڪيرائي، لالَ لهرن وِچ ۾.

١٩

پَڪو ڪٽيج پاڻَ سين، چڱو چتائي،
ڪچو ڏيج ڪُلال کي، مُنهن تي موٽائي،
سوسَٽَ هنئين سين، سُهڻي! جيڪي فائق فرمائي،
موجون مُنجهائي، مارينئي مهراڻ جون.

٢٠

ڪر جو وَرِيو واءُ، جيئن پُرَ ٻانهن چڙيو،

---

١- سخت طوفان ٢- پاڻيءَ جي لڪ ٣- ويندس ۴- پرينءَ ڪنديءَ ڏانهن ٥- جمع، اسٽر ٦- ڪچو دلو ٧- نصيب ۾ پيو ٨- هرگز ٩- سگهه ١٠- ساڻيءَ تي ١١- روپ، پروڙ ١٢- موت جي فرشتي (عزرائيل) ١٣- اندر ١۴- سچي حقيقت ١٥- زور ١٦- پل ١٧- ويرن مان اِها لنوار يا آلاپ آيو ١٨- لعل جهڙي سندر ١٩- اوچي ۾ اوچو (ڏٺي) ٢٠- لهرون.

*جي طوفان هوندو يا جوشيلو درياهه ته به پرينءَ ڪنديءَ ڏانهن ويندس.

§جنجا من بي فڪر (عشق جي بي قراريءَ کان فارغ) آهن، سي ئي پڪا دلا ٻڏنديون.

‡ڪنير جي نهائين به پڪي آهي ۽ ولس ٿانو به پڪا تا جڙن، لنهن هوندي به منهنجي نصيب ۾ اَچي ڪچو دلو پيو.

† هينئر منهنجي اندر ۾ موت جي فرشتي جو روپ پيو ڦري.

اَچي اِن ٽَڙاءِ، اونداهيان ئي اُڪران.*

٢١

هَڏنڌي ٽَڪَرِ هَٽَ، هِنئڙي هُجوُن[1] ڇڏيون،
لَڪَ[2] لَهرِن گَڏيو، موجوُن وَريوُن مَٽَ،[3]§
نِيمِ[4] ڪَن قُوَّتَ،[5] پِرُ،[6] پَليرا سُپرِين!

٢٢

هِنئڙي هُجوُن ڇڏيون، قُوَّتَ رهِيَمِ ڪانَ،
مون تي موٽِج، مون پِرِين! ساهَڙَ جام سُڄاڻَ!
آهيان گهڻو اَجاڻَ، پِرُ، پَليرا سُپرِين!

٢٣

پِرُ، پَليرا سُپرِين! پَلا[7] مِ پيراهَ،
تورِءَ[8] تاري[9] ناهِ ڪا، والِي! تورِءَ واهَ،
ساهَڙَ جِي صَلاحَ، تَنَ کي ڪيڏي تارِ مانِ.

٢٤

تَنَ کي ڪيڏي تارِ مانِ، صُلحَ[10] ساهَڙَ جو،
اَبِ آڏو اَچي ڪَپِنَ کي، ٻيلِيو[11] ٻِي جو،
ميهَرَ! ڪَج مَڌَهنجو، ڪو اوکُرُ[12] ڪنهِين آرِ تانِ.

وائي

مون پاريڇيءَ[13] سارَ، آئُون جا ويندڙي وَٽِ وَڇارَ،
ڏُمُرَ مَ جاڳِيءِ، لوا مون پاريڇيءَ سارَ،
مونکي تَنهي ميڙِنين[14]، جت کُنڊين جي قطارَ،
ٻِرَن[15] ٻيلاين جاءِ، سانپارا[16] سَنيارَ،[17]
وِڄُ مَ پوءِ وِصالَ کي، سَباجها سَتارَ[18]!
گهَرِ گهَر گُلا جا وَهي، پاڙِي پَند پِچارَ،
تاڪُنِ[19] تَڪي آهيان، سَگهو وَسُ، سَهاڙَ[20]!

## سر سهڻي - داستان آٺين جو سار

ڪن ڪي بہ ڪيڏي نہ لِج آهي! جي ڪو ٻُڏندڙ اِنسان، منجهن هٿ وجهي نہ يا نہ ٻچائي ڪنڌيءَ تي نيئنس، يا نہ پاڻ بہ ٻاڙون پٽجي، ۽ درد واري دانهن ڪري، ساٿس سير ۾ گڏ هلن! ”ڪيهر ڪارونيار جا“ هل پيا پون. ڏٽيءَ جو لطف ئي آڪي کي ڏو اوباهي، نہ تہ ڪُنن ۾ ڏسورو ڦهر پيو وسي. عشق واريون سپڪ جو پرياڻ نہ ٿيون پڇن. هو ڪڇي سان ئي ڪنن ۾ ڪاهي ٿيون پون. دلو ڪڇو هجي تہ فڪر ناهي؛ هتي پرينءَ جي ٻڪي نظر جي درڪار آهي. اِنسان جي ڪايا بہ ڪچي دلي مثل آهي. اَلبت، جوانيءَ جي نشي ۾ اَنهو رنگ ۽ روپ ڏنارينڌڙ تو لڳي. ”ساهڙ جو صلح“ ئي تن کي تار مان تو ڪيڏي؛ اِنسان لله سواء ڏٽيءَ جي تره جي، ٻي ڪا تاري ناهي.

١- آسرا، اُميدون ٢- نظر، سربت ٣- مٿان ٤- ڪٽي وير ٥- سگهه ٦- ور، موت ٧- اوجهڙ ٨- توکان سواء ٩- آڌار، مدد ١٠- مهر، لطف ١١- واهر، سات ١٢- ڇوٽڪارو، مڪتي ١٣- پاڙي واري ١٤- وڪردار سگن وارين ميهن ١٥- وڄن ١٦- سامهان ١٧- گهنڊ، ڇڙا ١٨- ويرم نہ پوي ١٩- تڪيندڙ جانورن ٢٠- ساهڙ!

*اَچي هن ٽڙ ڪان اونده ۾ بہ اُڪري پار ويندي هيس.

§منهنجي نظر (اَک) لهرن ۾سمائجي ويئي (ٻوڙجي ويئي) ۽ لهرون منهنجي مٿان وري ويئون.

## داستان نائون

١

جِر ترِ لَکَ تنوارَ، وَڻ ٽڻ وائي هيڪڙي،
سيئي شيءِ تيا، سُوريءَ سزاوارَ،
هَمَهَ منصُورَ هزارَ، ڪهڙا چاڙهيو چاڙهئين؟

*٢

سَيَت پچار پرين جي، سَيَت هوسَ حضُورُ،
مُلڪ مڙيو منصُورُ، ڪهي ڪُهندين ڪيترا؟

٣

لَهرِن لَکَ لباسَ، پاڻي پسڻ هيڪڙو،
اوُنهي تنهن عميقَ جي، واري ڇڏ وِماسَ،
جت ناهِ نهايت نيڻهن جي، ڪوءِ اُت پنهنجي ڪاسَ،
ٽڙن جي تلاسَ، لاهه نه لائن لڳ، تئين.

٤

مَرِج وَت ميهارَ، متان موٽين، سُهڻي!
ساهڙ جا سينگار، متان ڏمر ڏيکارئين.

٥

چَوَنم جي هيڪار: "مَر ونءِ مولي، سُهڻي!"
دوُنهينءَ پاسي دوسَ جي، گهاريان سَڀ جمار،
بانديڪا ٻهار، هوُند نه لڳين لائيان.

٦

وجان ڪين وري، هوُند رِءَ ڇڻي رهي رهان،
دوُنهينءَ پاسي دوسَ جي، ماڳهين پئان مري،
صوُرت نه سنهن ڪا، ڪيس ڇت ڇري،
وصالان فراقَ جي، سچي ڳالهه گري،
تيلاهين تري، منهن ڳنيو موٽيو وجان.

٧

جي قيامَ مڙن، نه ڪر اوڏا سُپرين،
لهان پري سڄڻ، واڍايوُن وصالَ جون.

٨

آئوُن ڪِ نه جاڻان اِئين؟ نه جر گهڙي جوکو ٿئي،
قضا جا ڪريم جي، تنهن کان ڪنڌ ڪڍيو ڪيئن؟
هڪ لکئي، ٻئي نيڻهن، آڻي اوليس اول ٻر.

٩

نه ڪاليءَ نه ڪانهن، نڪو ڏوهُ قلمَ جو،
اَنگ اَليئي لکيو، جت نه رسي بانهن،

١- جل ۽ پرتويءَ تي ٢- وسنتو ٣- قاسيءَ جون ٤- لائق ٥- سيئي ٦- منصور حلاج، جنهنکي "اناالحق" (مان حق آهيان) چوڻ ڪري سوُريءَ تي عذاب ڏيئي ماريو ويو ٧- هزارين ٨- هرهنڌ ٩- موجودگي ١٠- روپ ١١- اونهي ساگر ١٢- دل تان لاهي ڇڏ ١٣- سوچ، خيال ١٤- حد ١٥- خواهش ١٦- تلاش ١٧- معشوق وٽ ١٨- هيڪر ١٩- نه وڃ ٢٠- رڱيل پوليون ٢١- ٻيهر ٢٢- لڱن سان ٢٣- موٽي ٢٤- دل (عشق) ٢٥- وصال (ميلاپ) کان ٢٦- وزندار ٢٧- لنهنڪري ٢٨- منهن يا ڪنڌ ڪنيو ٢٩- قيامت جي ڏينهن ٣٠- ملن ٣١- جڻ ٣٢- ٻڌجن، سڄهن ٣٣- جل يا پاڻي ٣٤- ڏکي هنيس ٣٥- درياهه جي ڪنڌ ٣٦- ڪلڪ (ڪانهن جي) ٣٧- تقدير، ورڌاتا.

*هرهنڌ محبوب جي پچار آهي ۽ هرجا پرينءَ جي موجودگي آهي (ڏٺي هرهنڌ حاضر آهي). ساري ڪائنات، منصور آهي (اناالحق پيئي تنواري)؛ تون ڪيترا کهي، ڪيترا کهندين؟

ڪنهنکي ڏيان ڏانهن؟ قضا[1] قلم وهائيو.

١٠

ڏوڙن جا طعنا، سهڻگا[2] ڏينم سرليون،
درياهه ديوانا! سڻ حقيقت حال جي.

١١

ڏوران لاءِ طعني، مٿي وهه[3] واڪا ڪيو،
آڻي وڌ يس آر[4] ۾، درياهه ديواني،
قلم جي ڪاني، آڻي اوليس اول[5] ۾.

١٢

ڏوران تان مران، وران تان وهه وڙو[6]،
هنئڙي ۾ هوتن جا، اڇن گهور[7] گهڻا،
پسيو پاڙي واريون، ڏسيو ڏوهه ڏران،
وچان ڪئن وران؟ ڪندي ۽ مهنجو ڪارڻي[8].

١٣*

نڪو سندو سوز[9] جو، نڪو سندو سڪ،
عدد[10] ناهه عشق، ڀڄاڻي[11] پاڻ لهي.

١٤

عدد ناهه عشق جو، سڻي[12] ٿيءُ ساڻي[13]،
ڪانهي ڀڄاڻي[14]، مهندان، منڊ! ميهار جي.

١٥

سڪ تنهنجي، سهڻا! جئن ڏوران تئن تار،
لون لون[15] ۾، رهيو روح ۾، لون لئي اڪنڍان[16] ٻار،
پرين! تنهنجي پار[17]، مون واجهائيندي وره ٿيا.

١٦

سڪ تنهنجي، سهڻا! ڪجي ۽ ڪوري،
سگهان نه چوري، ڏاڍو[18] نيڻ نيڻهن جو.

١٧

سڪ تنهنجي، سهڻا! اندر ٿي اجهل[19]،
ٻرڪيو باهر[20] نڪري، ڪوري ڪانئي[21] ڪل،
۽ سيراهي[22] سل[23]، مونکي ڏنا سڪڻين.

١٨

سڪ تنهنجي، سهڻا! اندر ٿي اجهاڳ[24]،
منجهين[25] ڀريا[26] ماڳ، پلٽيا[27] پاريون[28] ڪري.

١٩

ڪي ڏوران ڪي ڌار[29] مون، ڪي سگهان ڪي سگهه[30]§
آڏو ڏيج مر لڳ[31]، مون هيڪلي[32]، والها!

١- تقدير ٢- سهانگا ٣- پاڻي ۽ جي وهڪڙي (درياهه) ٤- وهڪڙي يا ڪن ۾ ٥- قسمت جي قلم ٦- زور وهڪڙو ٧- پور، خيال ٨- حامي، وسيلو ٩- حد، انت ١٠- ڪٿ ١١- ٻيڙي ١٢- ٻڌي ١٣- ويجهي (عشق کي) ١٤- اڳيان، اوريان ١٥- اڪين ڪان ١٦- ٻاهر ١٧- طرف، پاسي ١٨- زنجير ١٩- اڻ جهل ٢٠- پڙڪا ڏيو ٢١- ڪوري ۾ جليل ٢٢- سيراهي ۽ (سوراخ ڪرڻ جي اوزار) ڪان سواءِ ٢٣- سوراخ ٢٤- اٿاهه، بيحد ٢٥- اندر ۾ ٢٦- اوسا پاسا ٢٧- اٿلي وهيا ٢٨- وسڪارا ٢٩- پنهنجي ڪوشش ڪريان ٣٠- مدد ڪر ٣١- ڏنڊڪ ٣٢- اڪيلي، اي پيار.

*نڪا حد درد جي آهي، نڪا سڪ يا سوز جي. عشق جي ڪٿ ئي ڪانهي. عشق پنهنجو انت پاڻ ئي پروڙي.

§ڪي مان ڏرڻ جي ڪوشش ڪريان، ڪي لون مونکي ڏار؛ ڪي پاڻ پتوڙيان، ڪي تون واهر ڪر.

٢٠

سِکَ سِکَندِيُنِ لاهَ[1]، وِڇوڙيا ميڙ پرينِ،
ايڏي سُکَهه، سَچا ڏٽي! لوئي کي ڄڳاءِ،
لَنُ جنين جو طالِبُوءُ[2]، مَهرَ تنين کي پاءِ،
ميڙائي[3] جو، ماءِ! ڪانگَ لَوَندو ڪڏهين؟

٢١

ڏِٺي تِيَمِ ڏينهَنِ، ڪوهُ جاٽان کهڙا پرينِ؟
نيڻَ پرچي نينهَنِ، پلٽيا پاڙيُون ڪري.

٢٢

ڏِٺي ڏينهَن ٿِيامَ، ڪوهُ جاٽان کهڙا پرينِ؟
وَلِنِ[4] جئن وَريامِ[5]، گوندَرَ غمَ پرينِ جاءِ.*

٢٣

ڏِٺي ڏينهَن ٿِيامَ، ڪوهُ جاٽان کهڙا پرينِ؟
سَهسين سِڄَ[6] اُلهي، واجهائيندي وِيامِ،
تنين سالَ ٿِيامَ، جنين ساعَتَ نه سَهان.§

٢٤

گهُرُ، نه وُرُ[7]، نه وَٿُ[8] ڪا، آهِمِ مَنّ ميهارُ،
اِنَ اوسيڙي[9] اُتيان، سَمجهي ڪري سينگارُ،
پرينِ! تهنجو پارُ[10]، پَسان مانَ پرِ ڪنهين.

وائي

هوئج هوشيارِ خبردارِ، تِرڪڻ آهي ٽڙ ۾،
ڪَڏُون[11]، ڪوُيا، چِڪَ، چِڪَندِيُون، تان ڪي نئي نهارِ،
آڏيءَ[12] سي آکُڙَنديُون[13]، اَکيُون جن ڪپارُ،‡
مُون سُڻو[14] ملاحَنِ کان، تِڙَ اَڙانگا تارُ،
هوتُ هَلنديُن ڪَئيو، وَهُڻُ مُنڌَ! وسارُ،
ڪه آنڊَا! بِن جيڏيُون! ڏِيراٽيون[15] ڏُنارُ!†
ڪو ڪَٽيج پاڻ سين، پرين تهنجو پارُ،
ويندي وانڏِنِ[16] کي، پٽيءَ[17] ڪيمَ[18] پڇارُ،
پوندينءَ مُنهن[19] ميهارَ جي، ڏَرَ وَتَ ڏينهَن مَ گهارُ،
ساهَڙ کي، سُرُ[20]، سُهڻي! پچل[21] آڏي پارُ،
تار تَرَندينءَ، لُڙُ[22] لنگهندينءَ، عشقَ جي آڌارِ،
پاندُ[23] مَ[24] ڇڏج[25] پرينءَ جو، پهين جي پاتار،
ٿيندءِ سَڌُ[26] ساهڙ جو، توڏي! ٿيءِ تيارِ.

---

١- وڇوڙيل ٢- طلب يا اُڪير رکندڙ ٣- ميلاپ، وصال ٤- ولين ٥- وڪوڙي ويم ٦- لهي ٧- پيتار ٨- چيز، وستو ٩- اوني يا فڪر ۾ ١٠- ڪنهن ريت ١١- نمي ١٢- آڏيءَ راتے ١٣- تاٻڙجنديون ١٤- ٻڌو ١٥- مصيبت يا مرض ۾ ١٦- وانهڙن ١٧- هرگز ١٨- ذڪر نه ڪر ١٩- روبرو ٿيندينءَ ٢٠- چوه مان وهندڙ ٢١- اونهو پاڻي ٢٢- لڙائيل پاڻي ٢٣- دامن، پلاند ٢٤- غرق ٿين ٢٥- سمنڊ جي لري ۾ ٢٦- اي سهڻي!

*مونکي ولين وانگر، پرينءَ جا درد وڪوڙي ويا آهن.

§جن پرين کان سواءِ هوند هڪ پل به ڪاٽي نه سگهان، تن جي وڇوڙي ۾ ڪي سال پڄي ويا آهم.

‡آڏيءَ رات اُهي تاٻڙيون، جن جون اکيون ڪاپار ۾ آهن (جي مغروريءَ ۾ پيٺون چڙهن).

†آنڊا ۽ جيڏيون وچي ڪڏ پون ۽ ڏيراٽيون شل ڏکيو ڏينهن ڏسن.

## سر سهڻي - داستان نائين جو سار

جڏهن ٿو ٻه هڪ محبوب جي ٿي وائي تي هلي. قدرت ٻه سڀ شيون، منصور وانگر، "اناالحق" پيئون لنوارين. اِنهيءَ حساب سان، اُهي مڙيئي سوُريءَ جون لائق آهن. سارو ملڪ منصور آهي؛ ڪنهن کي ڪهي ڪنهن کي ڪُهندين! وصل جي منزل نهايت دور آهي؛ پرين، جي قيامت جي ڏينهن ملن، ته ٻه ويجها ڇيبا. سهڻيءَ کي قضا جي قلم ٿي جڙ ٻه جوڪو رسايو. تقدير اهڙي شيءِ آهي، جنهنکي ڪا ٻه طاقت هٽائي يا مٽائي نه ٿي سگهي. نه عشق جو ڪو عدد آهي، نه سڪ يا سوُر جو ڪو سندو. عشق ٿي پنهنجي حد پاڻ ٿو ڄاڻي. ڏٽيءَ کي ٿي اِها سگهه آهي، جو محبتين کي پاڻهِ ملائي. سهڻيءَ جي دل ٻه ميهار لاءِ اُجهل محبت پيئي وسي. "نيڻ پرڄي نينهن، پلتيا پاريون ڪري."

•

## ابيات[1] متفرقه[2]

١

ساهڙ ڏاران سُهڻي، اڏو[3] ٿي[4] آهي،

ڪُنڍيون[5] جو ڪاهي، پاسي تنهن پاڪ ٿئي.*

٢

ساهڙ ڏاران سُهڻي، نِسوري ناپاڪ،

نِجاسَتَ[6] ناهُ[7] ڪري، اُنهن جي اوطاقَ،§

هوءِ جي ڪيرُ[8] پياڪ، پاسي تنهن پاڪ ٿئي.

٣

ساهڙ ڏاران سُهڻي، هيءَ ٿان[9] جُنبي جوءِ،

هِنَ[10] پاڻيءَ سين پانهنجو، مُورِ نه مٽو ڏوءِ،

جي پرينءَ پاسي هوءِ، ته ڪَرَ[11] توڏيءَ[12] تُرُ ڪيو.

٤

ساهڙ ڏاران سُهڻي، هِيَ تان جُهڪي[13] زالَ،

توڏيءَ تَپُ شروع ٿيو، هَيءِ! هيڻيءَ جي حالَ،

جَڏي ڙءِ[14] جَمالَ، اَکيي ٿي آهُون ڪري.

٥

ساهڙ ڏاران سُهڻي، آهي ٻه آزارَ[15]،

ڏَمَ پاسي ٻه ڏُکندو[16]، صِحَتَ وَتِ سَمگهارَ[17]،

توڏيءَ سَندي تَنَ جي، دَوا ٻه ديدارَ،

جي پَسي مُنهن ميهارَ[18]، ته سِگهيائي سَگهي ٿئي.

٦

مَنان گهڙڻِ، سُهڻي! اَڄُ دَرِياهَ ٻه دَمُ،

---

١- بيت جو جمع ٢- ڇڙوڇڙ ٣- ڪان سواءِ ٤- اَڻ ڏوتل، اَپوتر ٥- مينهون (ڪنڍيون ڪاهيندڙ= ميهار) ٦- ناپاڪائي، غلاظت ٧- نابود ٨- کير پيئندڙ (ميهار) ٩- اَپوتر، ناپاڪ ١٠- ڏوئي ١١- هڄي ١٢- سناڻ ١٣- درد جي ماريل، نبل ١٤- حسن ڪان سواءِ ١٥- بيماريءَ، مرض ١٦- اَگهائي ١٧- ميهار ١٨- ترت.

*جو مينهون ڪاهيندڙ (ميهار) آهي، تنهن جي پاسي ٻه ٿي پوتر ٿيندي.

§هوءَ اُنهيءَ (ميهار) جي آستان لي ٿي پنهنجي ناپاڪائي نابود ڪندي.

ڪاريءَ رات ڪُنَنِ ۾، ڪهڙو آئيئي ڪَمُ؟
مَتان جاڳي ڏَمُ، پُڇي پاڙي وارِيُوَن.

٧

پُڇي پاڙي وارِيُوَن، ڪوهُ ڪَريندو ڏَمُ؟
ڪاريءَ رات ڪُنَنِ ۾، آهي ڪاٽيارِنِ ڪَمُ،
هِي هَڏو ۽ چَمُ، گهورِيو مُحب ميهارَ تان.*

٨

ڏيهاڙي ڏَمُ ڪري، مٿي مُحَبَتَ مُون،
تَنهن کي اَڃي تُون، اِرَام! ڪوهُ نه پاڻين؟

٩

جان جان هُئي جِئري، وِرچي نه ويئي،
وڃي پون پيئي، سِڪندي کي سَڄِڻين.§

١٠

جان جان هُئي جِئري، ويئي نه ويساندِ،
لُڙهي لَهرِن پاند، مُيائي ميهارَ ڏي.

١١

وَرُ اُونداهي راتڙي، ڪوءِ چانڊوڪيءَ چانڊان،
اوري ميهاران، مُنهن مَ پَسان ڪو پيو!

١٢

سَدا پَڇِ مَ، سُهڻي! اُونداهيءَ اَڌَ راتِ،
پِريان ڏي پِرڀاتِ، وَنءُ ڏينهاري ڏيهَن ڪي.

١٣

سائِرَ پوڙي سُهڻي، نه پوري، نه پَڻيءَ،
آڪين مَنجهه اُڪنيءَ، مُيائي ميهارَ ڏي.

١٤

ساهڙُ سُڪيءَ ۾ ٿيو، پاڻيءَ مَنجهه پِيو،‡
سَندو ڪَنجِ ڪُنو، تارِ تَرَندو ڪيترو؟

١٥†

سانوڻ لَهريُون، تَرَ واري، تَرَ وارَ،
اِنهان ئي آپارَ، مُون سين پَلي پالَ ڪيا.

١٦

نه مُون ناناڻيان ڪَتيو، نڪي ڏاڏاڻيان،
پِرينِ جي پاران، مُون سين وَڏائي وِڙ ٿيا.

وائي ١

ڪُهُ جاڻان ڪيڏاهين؟ منهنجو تَنُ لَڳي ليڏاهين،
سائين نيڻين نِينهڙو لَڳائي وِيڙا.
جيڏانهه عالَمَ آسرو، مُون پڻ آهي اوڏاهين،
دوُنهين دوست ميهارَ جي، ڏينهن جنءَ ڏنائين،

---

١- غرض يا ڪاڻ واريون ٢- پاتال، ڌرتي ٣- وسرام يا آرام ۾ ٤- لهرن مٿان ٥- مبارڪ ٦- چند واري ٧- چانڊاڻ يا چانڊوڪيءَ کان ٨- ميهار کان اوري ٩- روشن، کليو کلايو ١٠- نهر ١١- اُڪير ١٢- پهتو ١٣- مٽيءَ جو دلو ١٤- انهيءَ کان ١٥- نوازشون ١٦- چڪي، ڪشش ڪري.

*هي هڏن ۽ چم جو بدن دلبر ميهار تان گهوريو.

§سڄڻينءَ لاءِ سڪندي، وڃي پاتال ۾ پيئي (فنا ٿي ويئي).

‡ساهڙ جي منزل سڪيءَ تي هئي، پر هو نيٺ سهڻيءَ کي اڃي پاڻيءَ ۾ پهتو (مٽي کان پوءِ).

†سانوڻ جي مند ۾ ساگر ۾ لکين لهريون لڳنديون آهن؛ تر ۾ واريءَ جا انيڪ داڻا آهن؛ ۽ بدن جي ترن هيٺ انيڪ وار آهن؛ پر پرينءَ جي مونتي نوازشون کيون آهن، سي انداز ۾ انهن کان ٿي وڌيڪ آهن.

ساري سُپرينِ کي، رَهُ[1] پَرِ رَتَ رُناٿين،
دامَنُ[2] تيڏي[3]، چنگُلُ[4] ميڙ[5]، روزِ قيامت[6] ڏاٿين،
پيرُ اسانڊا[7] حضرت[8] ميران، ڪُلَ دي آسَ[9] پڄائين.

وائي ٢

توکي مڱان، جو تون آهين، ٻيو ڪون سڃاڻان.
اِلاهي! عنايت[10] سين، نوازين نماڻا،
اَنڊا ڪرئين اڳَ ۾، ڪوٺائين ڪاڻا.

وائي ٣

نهين[11] نهين[12] ميڏي وَسِ[13]، وو! بنا دلبر هيءَ دل ماندي.
سِڪان[14] تي سنگهار کي، باب نه منهنجي ٻسِ[15]،
مون کي مَتِ[16] ميهار جي، ڪانَ اَچي ٻي ڪسِ،*
دَرد دَسي[17] آهيان، دَردُ مهين جو دَسِ،§
سُک نه پُڇي سُهڻي، ڏک ڏکيءَ کي ڏسِ.

وائي ٤

لڙکي[18] لنءُ[19] نه سڃاڻو، راند پانيائين راز کي.
اَندو اُلوهيت[20] کان، آهي اِيءُ اماڻو[21]،

صُباحَ[22] سو نه شُمار[23] ۾، ليکيان جو اَڄُ لاڻو،
ٻيس ڪاڻ[24] ڪريم[25] سين، تيس نمرودي[26] ناڻو.‡

وائي ٥

وڃي سا راتِ وهاڻي، رءِ پسڻ پرين جي!
هَهڙا اوڏا سُپرين، تو ڪئن ننڊ[27] وهاڻي؟

وائي ٦

منهنجون سيئي، آئِل! ماءِ، مَن مرادون پُنيون.
جهڙي پريان ڳالهڙي، تهڙي ٻي نه ڪاءِ،
ڪجي تان ڪوڏُ[28] ٿئي، سُڄي[29] تان سيباءِ[30]،
ويهُ داتا جي دَرَ تي، شُڪر جنهن جڳاءِ،
ڪانهي حَدَ[31] حَمدَ جي، نه ڪريان لالَن[32] لاءِ،
ڳُڻيو[33] ڳُڻيان ڪيترئون، وَڏيون وَڏاياءِ؟
سو مون هتان نه ٿئي، جيڪي تو جڳاءِ،
تو سڄيئون، تو سنديئون[34]، سِکَنِ[35] توهين ساءِ،
اَڄ تنهنجي اچيئون، لوچن توهين لاءِ،
دِلِ دانهن ري نه رهي، مون کي ماف جڳاءِ.

---

١- وات ني ٢- پلاند ٣- تنهنجو ٤- چنبو، همت ٥- منهنجو ٦- قيامت ڏينهن ٧- اسانجو ٨- حضرت محي الدين عبدالقادر جيلاني (پيران پير دستگير) ٩- سيني جي ١٠- نوازش ١١- ناهي، ناهي ١٢- منهنجي وس ١٣- وياڪل ١٤- لاءِ ١٥- ماٺ ١٦- پسند ١٧- ڪپراءِ ١٨- چوکري ١٩- عشق ٢٠- اِلاهي ذات ٢١- گمراه ٢٢- سڀاڻي (قيامت) ٢٣- ليکي کان ٢٤- شرمساري ٢٥- ٻاجهاري ڏٺيءَ ٢٦- شيطاني ٢٧- وٺي ٢٨- خوشي ٢٩- ٻڌجي ٣٠- وٺي ٣١- ساراه ٣٢- محبوب ٣٣- تنهنجون وڏايون ٣٤- ويرو ٻيٺل ٣٥- تنهنجي صحبت لاءِ.
*مونکي ميهار سان ملڻ جي صلاح ٿي وٺي، ٻي ڪا به نصيحت مونکي نه ٿي وٺي.
§مان درد جي ليٽايل آهيان، تون منهنجو درد ليٽاءِ (ماٺ ڪر).
‡رب اڳيان شرمسار ٿيو، جو نه شيطان سان وڃي صحبت ٿيس.

# سر سهڻي - ابيات متفرقه جو سار

ساهڙ کان سواءِ، سهڻي "نسوري ناپاڪ" آهي. ساهڙ جي صحبت ئي سهڻيءَ لاءِ سنان (غسل) آهي. اهو سنان ئي سندس ناپاڪائيءَ کي نابود ڪري ٿو سگهي. ساهڙ کان سواءِ، لوڏي لب ۾ ورلل آهي ۽ "جڏي رءِ جمال" آهي. سهڻيءَ جي دوا، دوست جي ديدار ۾ آهي. "لوڏيءَ سندي تن جي، دوا ۾ ديدار." جيسين جيئري هئي، تيسين هر رات، تار ترندي، پنهنجي پرينءَ ڏي ٿي وئي ۽ ڪڏهن به ورچي، وٺي نه رهي. سپرينءَ جي سڪ ۾ نيٺ وڃي پاتار ۾ پيٺي. ميهار نه ساڻس هميشه لاءِ وڃي پاڻيءَ ۾ واصل ٿيو. سڪيءَ کي ڪيس عارضي وصال ٿي مليو، مٿي ڪان پوءِ وڃي پاڻيءَ ۾ هميشه لاءِ ساهڙ سان ملي. عاشق کي وصال جو انعام، فنا کان پوءِ ئي ٿو ملي. "هي هڏو ۽ چم، گهوريو محب ميهار تان."

•

"سر سهڻي" - هندستاني جي گائن وديا آنوسار، هن سر جو اصلي نالو "سر لوڏي" آهي. هيءَ راڳڻي ديپڪ راڳ جي پدمن استرين مان هڪ ڪري ڳڻي ٿي وڃي ۽ صبح جو پهرئين پهر ۾ ڳائبي آهي. هيءَ راڳڻي نهايت مٺي آهي. هن راڳڻيءَ کي 'سهڻي' انهيءَ ڪري سڏيو ٿو وڃي، جو منجهس سهڻيءَ جي سندرتا ۽ پريم جو ورڻن آهي.

# سُرِ سَسُئِي آبِري

## داستان پهريون

١

اَوَّلِ[1] آخِرِ[2] آهِ، هَلَڻَ منهنجو هوتَ ڏي،
پُرِهيو سَندو پُرِهيتين، والِي! ڪيمَ وِڃاءِ،
سو مُون ڏورو لاءِ، جِنَ جِهَڙي مِلان جَتَ کي.

٢

ڏَرِي ءِ[3] ڏارِي[4]، سَتَ[5] سُوَرَنِ جي سَسُئِي،
پيبائِي[6] پُنهونءَ ڏي، نِرمَلِ[7] نِهارِي،
لالَنَ جي، لَطِيفُ چئي، سُهَڻن[8] سَتِي[9] سارِي،
پِرِيَتڙو[10] پارِي، مارَڳَ[11] ۾ مُندَ مُئِي.

٣

جي سِڄهائِي[12] سِڪَ، تَه پَڻ سِڪي سَسُئِي،
پِيتائِين پُنهونءَ کي، هَڏِ[13] نَه پِرِيَسِ هِڪَ[14]،
اِن تَڙَ منجهان لِڪَ[16]، ڏِني[15] پاڻَ اُجَ ٽئي.*

§٤

پَسِي جهاجهَ[17] جَمالَ جي، جِئين پِيتي پِڪَ،
اَپِرَ اَگانجهو[18] تيو، سُورُ اُنِين کي سِڪَ،
هَڏِ نَه پُڳين هِڪَ، سَدا سائِرَ سيرَ ۾.

٥

مُحَبَّتَ جن جي مَنَ ۾، تِن تَشنگِي[19] تارِ[20]،
پِي پِيالو[21] اُجَ جو، اُجَ سين اُجَ اُٿيارِ،
پُنهون پاڻَ پِيارِ[22]، تَه اُجَ سين اُجَ اُجهائِيان.

---

١- شروعات ۾ ٢- پڇاڙيءَ ۾ ٣- روڳي ۴- روئاري ٥- سنڪو ٦- پاسي پر پيل ٿي ٧- پوتر ناري ٨- حسن ٩- ستياوان استري ١٠- محبت ١١- راهه ١٢- ڪباب ڪئي ١٣- ٻهه ١۴- سڪ ١٥- گهڙ (عشق جي) ١٦- ڄيت ١٧- جهجهائي ١٨- جهجهو ١٩- اُسات ٢٠- تمنار ٢١- جاڳاءِ ٢٢- اڄهايان.

*هن تڙ منجهان ڄيت ڏيندي پاڻ اُج ۾ اضافو ٿو ٿئي.

§جن اِهو بي پايان حسن ڏسي، عشق جي جام مان سرڪي پِري آهي، تن کي اَٿاهه درد وٺي ٿو وڃي؛ پوءِ سندرتا جي سمنڊ جي سير ۾ هوندي ٻه، هنجي سڪ پوري نه ٿي ٿئي.

٦

مُحَبَّتَ سَندو مَنَ ۾، ٻَرُ پيالو جِن،
پِيَڻَ ٻَرِچاءِ[1] ناهِ ڪو[2]، ڪنهن جنهن ڏاهُ[3] ڏِيَنِ،
تِنهن نِهايَتَ[4] ناهِ ڪا، جِنهن سُڃا سُڃَ وڃن،
ٽيلان اَڃَ مَرَنِ، سَدا سائِرَ سيرَ ۾.

٧

سَدا سائِرَ سيرَ ۾، اَندرِ لَهي نہ اُڃَ،
پَسَڻُ جو پِرينءَ جو، سا سَيائي سُڃَ،
ٽيلان مَرَنِ اُڃَ، سَدا سائِرَ سيرَ ۾.

٨

ساڄَنَ ڪارڻِ سُڃَ، مَرُ قبُولي سَسُئي،
اَندرِ جِنِين اُڃَ، پاڻي اُنهو اُنِ کي.*

٩

پاڻيءَ مَٿي جهوُپڙا، مُورکَ اُڃَ مَرَنِ،
ساهان اوڏو[5] سُپرِينِ، لوچي لَان نہ لَهنِ،
ڏَمُ[6] نہ سُڃاڻنِ، ڏانهُوَن ڪَن مُنَنِ جِئَن.

١٠

سَسُئيءَ ڪِينَ سَمجهيو، اوري آريءَ[7] ساڻُ،
ڪري ٻيڪُ[8] ڀُنهونءَ سِين، ٻاڌاريائين[9] ٻاڻُ،
ڄَمِت وِڃايو ڄاڻُ[10]، ٻانيڪ ٻَروچنِ سِين.

١١

لَگي ڪوسو واءُ[11]، لوڪُ مِڙوئي لَهسيو،
اَيِن[12] مَنجهان آئيو، 'هَيءَ! هَيءَ!' جو هُڳاءُ،
طيُورَنِ[13] ٽِنوارِيو، ڀُنهونءَ ڀُڄاڻاءُ،
رَسيو سوُرُ[14] شَبانَ کي، وُحوُشَنِ وَٿاءُ[15]،
مَرُوَنِ موتُ[16] قبوُليو، اَبِرِ[17] اَفسوساءُ،
ٻَرُ[18] ٻَرِ ڪَن ٻُڪاءُ[19]، اڪَنديا[20] آريءَ لاءِ گهڻو.

§١٢

مَهندِ[21] مُحتاجي[22] ڪري، ٻَنيءَ پيرُ ڪَٽيجِ،
ڪُهيلياڻي![23] ڪيجَ ڏي، حُجَّتَ[24] مَ هَلائيجِ،
پاڻا ڏارَ[25] پِرينءَ، سَسُئي! ساڻُ[26] ڪٽيجِ.

---

١- لوڙهتي ٢- آگ ٣- جلن ٤- حد ٥- ساهه کان ٦- ڀنڀوري جان يا ساهه پساهه (جنهن ۾ پرين ويا پڪ آهي) ٧- خانداني قوم، جنهن مان ڀنهون هو (خود ڀنهون) ٨- واقفيت ٩- ٻڌرو ڪيائين ١٠- خودي ١١- جليو ١٢- واس، ٻڙ لاءِ ١٣- ٻڪين (طير جو جمع) ١٤- ريڏار ١٥- ٻسن وٿان ١٦- آٿاهه ١٧- افسوس وچان ١٨- ٻرپٽ ١٩- روڄ ٢٠- پياسي ٢١- اڳتي ٢٢- نيزاري ٢٣- ٻرن سائين واري، اڪيلي ٢٤- حجت ٢٥- خوديءَ کان خالي ٢٦- محبت.

*جنهن جي اَندر ۾ پاڻيءَ لاءِ اُڃ آهي، تن لاءِ پاڻيءَ کي بہ اُڃ آهي، يعني سچن عاشقن لاءِ محبوب حقيقي بہ سڪي ٿو.

§شاهه صاحب، طالب کي هيءَ هدايت ٿو ڪري: "عاجزيءَ کي پنهنجو رهبر بنائي، وڪ وڌاءِ. هتي ڪا بہ حجت يا دليل نہ هلائج، پاڻ سان خوديءَ کان خالي عشق کڻج."

١

اوڏي عزازيل کي، ويجهي ٿان م وڃج،

نااميدي نيج، ته اوڏي ٿئين اميد کي.

١٣

مهند مُحتاجي ڪري، حُجَ وڃائي هَلُ،

عُذر خواهيون، عاجزيون، سَسُئي! ڪنهن م سَلُ،

ڏونگر ڏورڻ ڏاڪڙو، لَڱُ ري ڪونهي لُلُ،

اِيءُ پلائيءَ جو پَلُ، جئن پاسي ٿيئڻ پاڻ کان.*

١٤

ويهُ م، مُندَ! پنيور ۾، هاڙهي هَڏِ م هَلُ،

ڪُوڙي ڪَجِ م ڪَڌهين، سَچي ڳالهه م سَلُ،

جانب لَءِ م جَلُ، سوُرُ وِسارِ م سَسُئي!

§١٥

سُڪين ٿِيءُ م سَنَري، پَسي ڏُک م ڏَرُ،

پَٺي ڪَرِ م پانهنجو، گهوري! اَڏِ م گهَرُ،

ماري! هَڏِ م مَرُ، مَڱُڻ جيءُ جيارئين.

١٦

سُڪين ٿئي نه سَنري، ڏُکين ٿا نه ڏري،

اوري هَڏِ نه اَپِيي، پُري ٿا نه پَري،

سَرَتيون! ٿو نه سَري، هيين رءِ پانهنجي کي.

وائي

لَنَ مَنَ مَنجهه لَنوارَ، هوا! يارا! سَدا آهي سِڪ جي،

ٿئن چِٺڪن چِتَ ۾، جئن سا گهنڊڙيءَ لارَ،

لَڳي اَجَ اَکين کي، سِکهو موٽ، سَتّارَ!

پَسان ڪينَ پِريتَمُ، ڪاڏي پرت پُڇارَ؟

ٻَنديائي پَنيورَ ۾، آهيان اوهان ڌارَ،

مون کي ڇڏ م چِترين، آريائي! آڌارَ!

ڏيان خيرُ خزانَ ۾، اِي تو مَنجهه ٻهارَ،

مُضرُّ ٿان مون کي ڪيا، حَڪيمن هزارَ،

دَوا آهيين دِلِ جي، وارو، واقفَ ڪارَ!

آڻي ڏي عَالِلِ کي، مَعجُونون، موچارَ!

آهي عَبدُاللطيفَ کي، لنهنجي، پِيَّ! پُچارَ.

---

١- شيطان، ابليس (نفس) ٢- نيزارئون ٣- سڪ ٤- مزو، چارو ٥- خوبي ٦- جوهر، لت، ٧- جبلن جي قطار (مڪران سرحد لڳ) ٨- سرهي ٩- نابود ١٠- فدا ٿيل (عشق جي راه ۾) ١١- فنا ٿيل ١٢- متان ١٣- اُپي رهي ١٤- هلي ١٥- وسن ١٦- گهنڊ ٿي گهنڊ ١٧- گهنڊ جي زبان ١٨- اوهان کان ١٩- جدا ٢٠- چال ٢١- سرءُ ٢٢- توکان سواء ٢٣- ڏک ٢٤- علاج ٢٥- اُگهيءَ ٢٦- اي موچارا ٢٧- اي پريتم!

*پنهنجي خوديءَ کي ميٽڻ ۾ عين خوبي يا خوبيءَ جو جوهر آهي.

§هتي شاه صاحب پروليءَ ۾ تو ڳالهائي: ته "سکن ۾ سرهي نه ٿيءُ، نه ڪي ڏکن کان ڏر. نه پنهنجو گهر ڦٽاء، نه اُنکي اَڏ. نه ڪي مر، نه ڪي پنهنجي جيءَ کي جيار." مطلب ته طالب کي پورو يوگي بڻجڻو آهي.

## سر سسئي آبري - داستان پهرئين جو سار

سسئي، بيابان ۾ پنڌ ڪري ساٿي تي پهتي آهي، ته ۾ سندس سڪ جو زور ٽٽي نه ٿو. سندس سيني درد ڪان ڏرڦو پيو آهي، ۽ سندس رودن، بيجان وستن کي ۾ ٿو روئاري ڇڏي. پکي ڪوڪارين پيا ۽ مرون درد ڪان مري ويا آهن. سارو ويران اوڇنگارن ۾ آهي. عشق وارن جي اڄ ۾ آپار آهي. سسئي ٿي آهي، جنهن پنهونءَ ڪارڻ سڀ قبولي آهي.

جن کي پاڻيءَ لاءِ اُڃ آهي، تن لاءِ پاڻيءَ کي ۾ اُڃ آهي. ذٽي، اِنسان کي ڪان ۾ ويجهو آهي. هي پنڌ، نااُميديءَ جو آهي، جو طالب کي نيٺ وڃي تو اُميد جي منزل تي پهچائي. طالب کي سڀ حجتون ڇڏي ۽ پنهنجي خودي وڃائي، پرينءَ جي پٺ ونڻ گهرجي.

"اڄ پلائيءَ جو پل، جڏن پاسي تيڻ پاڻ ڪان."

•

## داستان پهرو

١

پَسِي ڏُونگر، ڏاهِ! جِمَ هَلَڻَ ۾ هيڻي وَهين،
لانهي لَڪَّ، لَطيفُ چئي، پُنهيءَ ڪيچيُن ڪاهِ،
پُهچي پُورِ، سَسُئي! بلوچاڻي باهِ،
اَنَ وَرَائتي وَرَ جي، آسَرَ هَنڌِ مَ لاهِ،
جو اَکِيئُون اوڏو آهِ، سو پرين پَرانهُون مَ ڄاڻُ.

*٢

هِتان ڪَٽي هُتِ، جِن رَکيو، سي رَسِيئُون،
ساجَنُ سؤُنهَن، سُرتِ، وِکان ٿي ويجهو گهڻو.

٣

جيڪُس ياد ڪَياس، وَرُ وڃي وَڪَارَ ۾،
جَلدُ جَريدي پَندَ ۾، اَديُون! اَڄ تَياس،
وڃي ڪيچ پُنياس، بارُوچاڻي باجهه سين.

۴

واقِفُ نه وَڪارَ جي، هاري سُڄِنِ ٻَرَ،
وَرُ، وَسيلا! سُپرين! تَڪِيَسِ ڏوري تَرَ،
لَهِي، لَعلُ! لطيفُ چئي، ڪانڌ! مُئيءَ جي ڪَرَ،
وِلَهِي ڪري، وَرَ! مُهِڙُ مارڳ ڇڏيين.

۵

واقِفُ نه وَڪارَ جي، اَڳُ نه ڏِٺَهِ ڏُونر،
ڏُونگر ڏوراين سِمَن، ڪاليءَ رِءَ ڪُنومِ،

---

١- ٻانهي ٢- ٻر ڪرين ٣- ڏوري ۴- پنڌ ڪيچ ۵- ڳڻوان ٦- آسرو ٧- پورن سندرتا
٨- عقل، ڪُل پورن بڌي ٩- هڪ وک يا قدم ڪان ١٠- شايد ١١- ڪانڌ ١٢- وڙاهه
١٣- هيڪلي ١۴- پهتيس ١۵- ڀيانڪ، وڏا ١٦- ٻڌجن، سجهن ١٧- سار ١٨- آياڳي، سڃي.
*جن پنهنجو چت، هتان (هن دنيا يا سنسار تان) ڪٽي، هت (محبوب يا آخرت ڏانهن) ورايو، سي لحظي ۾ وڃي منزل تي پهتا. محبوب حقيقي (ساجن)، جو خود پورن سندرتا يا جمال مطلق ۽ عقل ڪُل آهي، سو انسان کي هڪ وک ڪان به وڌيڪ ويجهو آهي.

جيلان مُحِبُ منوِ، تي چالُون[1] ڪَرِيان چِڙِ ين.*

٦

واقِفُ نه وَڻڪارَ جي، پاڻي ڪَنيمِ نه پاءُ،

جَبلُ جَلدايُون[2] ڪري، لِکَ ڏيکاري تاءُ،

لَڳي لُڪَ، لطيفُ چئي، مَعذُوِرن[3] مَٿاءُ،

اُلي اوڏو آءُ، جِت، هوتَ! هيڪلي آهيان.

٧

واقِفُ نه وَڻڪارَ جي، جِت جَبَلُ جوراڻو[4]،

اُلي عَبدُاللّطيفُ چئي، سُڃي سَفَرُ[5] سَتاڻو،

ٻُهريون تي پاڻو[6]، سَوَلو ڪَرِئين سات جو.

٨

وَڏا وَڻَ وَڻڪارَ جا[7]، جِت جائُو[8] جَمَرُ[9] جَرُ،

ڪوسا تَپَنِ[10] ڪَڪرا، ٻي دَمِ دَمِ ٻي ڏَرُ،

وِيچاري ڏئي وَرُ[11]، پيرُ نه لَهي پِرينءَ جو.§

٩

وَڏا وَڻَ وَڻڪارَ جا، جِت نانگ سُڃَنِ نيلا،

اُلي عَبدُاللّطيفُ چئي، ڪيا هيڪلين حيلا،

جِت ڪُڙمِ[12] نه قَبيلا[13]، اُت رَسِجي، رَهبَرَ! راهَ ۾.

١٠

وِيچاريءَ وَڻڪارُ، اَڳُ نه ڏٺو ڪَڏهين،

مَهرِ نه هُئي ماڙهين، هو سَبُ هِندوُڪارُ[14]،‡

جَتُ ڪيائين پارُ، سوَرنِ ڪارَڻِ، سَرَتيُون!

وائي

هوءَ جي هَليا هوت سَوُنهارا[15]،

مُون نه وَهيڻا[16]، پُنهونءَ سگِهڻا[17].

سَسُئي ٻُچي سات جا، اوطاقُون اوتارا،

آن کي ويندا ڳڏيا؟ آرياڻي[18] اِهَ پارا،

ٽليُون[19] ٽُونرَ[20] هَلوِيُون[21]، مينَ سِرِ[22] موچارا،

مُون کي نيندا پاڻَ سين، ڪامِلَ ڪُرَ[23] اَجارا،

اَديُون! عَبدُاللّطيفُ چئي، دوسَ آيا دِلدارا.

---

١- چالون ٢- جبرايون ٣- عاجز اِسترين ٤- زور وارو ٥- ڏکيو ٦- سفر، منزل ٧- لئيءَ جا وڻ ٨- ٻيد جا وڻ ٩- عود جهڙا سرها ٻوٽا ١٠- ڏرڪي ١١- ڦيرا، چڪر ١٢- ڪٽنب ١٣- خاندان (يعني وسندي) ١٤- اَنڌوڪار (سياه دل ماڻهن جو هند. هندوُ=ڪارو) ١٥- موچارا ١٦- همٿ وس ١٧- رشتيدار ١٨- اُنهن اهڃاڻن سان، اُنهيءَ طرف کان ١٩- گهنگهٽا (اُنن جي ڳچين ۾ ٻڌل) ٢٠- قندڻ ٢١- زيور (اُنن کي سينگارڻ لاءِ) ٢٢- اُنن تي ٢٣- ڪل اَجار ٻنڌڻ.

*جنهن صورت ۾ ٻرين مونکي منو آهي، تنهن صورت ۾ جبلن ۾ چالون ٿي ماريان.

§ويچاري گهڻيئي وروڪڙ ڏيئي، نهاريندي پيئي هاي، ۾ پرينءَ جيءَ پيرن جو نشان ٿي نه ڏوليس.

‡ماڻهن جي دل ۾ ديا نه هئي؛ اُلي سراسر اَنڌوڪار اڳو پيو هو.

## سر سسئي آبري - داستان ٻئي جو سار

سسئيءَ، پنهونءَ جي ڳولا ۾ ڏينهن، جهنگلن ۽ جبلن جا اَڙانگا سفر ڀرسر ڪيا آهن. رڻ پٽ جي لهس دوزخ جي باهه جهڙي آهي. پاڻيءَ جو اُتي نالو ئي ڪونهي؛ نيلا نانگ پيا گهمن. اُتي ڪا به وسندي ناهي، سڄ ئي سڃ آهي. شاه صاحب، سسئيءَ کي چوي ٿو: "اي ڪنيزڪ! ڏونگرن جون ڏاڍايون ڏسي، هلڻ ۾ هيڻي نه ٿيءُ. پنهون توکي اُتي کان به اوڏو آهي. تون رڳو همت رکي، سندس پٺيان پوءُ رڃ." "جو اَڪنڊون اوڏو آهه، سو پرين پرانهون م ڄاڻ." ساڄن، جو سنڌوڻا ۽ سرت جو سر آهي، سو انسان کي وک کان به ويجهو آهي. جن پنهنجي اُلفت هتان ڦيرائي، هوڏانهن ڪئي آهي، سي ساعت ۾ وڃي پرينءَ کي پهتا آهن. "هتان کڻي هُمت، جن رکيو، سي رسيون، سَاڄن سوُنهن سرت، وکان ئي ويجهو گهڻو."

## داستان ٽيون

١

پنهونءَ ڇڏيو پوءِ، جانبُ جبلُ ڳولئين،
[1]نيلانهين [2]ٽنگوُن ڪرين، [3]جيلانهين [4]لون جوءِ،
ساڄنُ سڀَ نهارئين، ڏکي! ڏوهُ ڪيوءِ،*
هاڙهي هوسَ نه هوءِ، وري پڇُ وڻين کي.*

٢

وري پڇُ وڻين کي، سَندا پُنهونءَ پار[5]،
ساڄنُ سڀُ جهارَ، ڏکي! ڏورجِ ڏيلَ[6] ۾.

٣

ڪونهي اُتِ ڪوهيارُ، جت تون، پورڙي[7]! پائنيِن،
پنڌُ م ڪرِ پهاڙ ڏي، وَجوُدَ[8] ني وڪارُ،
ڏاريا پانئجِ ڏارَ، پڇُ پريان ڪَرَ پاڻُ تون.§

٤

سيمٺي ساري، سسئي! گهر[9] ڪندوُن تون گهورِ،
وڃي ڏوُرِ م ڏورِ، ڏرا[10] منجهه دوستُ ٿيو.

٥

ڏرا منجهه دوستُ ٿيو، موٽي پڇُ پاهين[11]،
عَبثُ[12] اَڳاهين، وڃيو ڪوُڪين[13] ڪاڻ کي.

٦

پرگهران[14] پاسو ڪري، پڇُ پريان ڪَرَ پاڻُ،
سو ٿان لوهين ساڻُ، جنهن لءِ جهاڳوُن[15] ڪرين.

٧

سوئي ڪٺيو ساڻُ، سوئي ڏورين، سسئي!
ڪَڏهن ڪنهين نه ڪيو، جَلڻ[16] منجهان جاڻ[17]،
پڇُ پريان ڪَرَ پاڻُ، ته تون لَڌائين لهين.

---

١- ٽنهن صورت ۾ ٢- ستون ٣- جنهن صورت ۾ ٤- ڳال (پنهونءَ جي) ٥- ڏس ٦- ديهيءَ ٧- اي پورڙي ٨- جان ٩- ڳول ١٠- در اندر، وجود ۾ ١١- پوٽي ١٢- اَجايو ١٣- ڪوُڪون ڪرين ١٤- ڏاڙني پگهران ١٥- ڪشالا ١٦- هاڻ ١٧- پوڄهه.

*اي ڏکي! تون جو پرينءَ کي پرپٽ ۾ ٿي ڳولين، سا پل ٿي ڪرين. هوس ڪر هاڙهي جبل ۾ ناهي. تون موٽي، محبوب جي پڇا اُنهن کان ڪر، جي سندس خيال ۾ محو ٿيون ويٺيون آهن.

§ڏارين کي ڏاريو سمجهه (غير کي غير ڄاڻ)؛ پرينءَ جي سڌ يا سماءُ پاڻ کان پڇ.

٨

جو لون ڏورنين ڏور، سو سدا آهي ساڻ تو،
لالن لاءِ، لطيف چئي، منجهي ٿيءُ، معذور!
منجهان ٻئڻ پرُور، تو منجهه آهس تڪيو.

٩

وڃين ڇو وڻڪار؟ هت نه ڳولئين هوت کي،
لڪ کين، لطيف چئي، ٻاروچو ٻئي پار،
ٿيءُ سٽي، ٻڌ سندرو، پرت پنهونءَ سين پار،
ناٺي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو.

١٠

ڪوڙيون پڇن ڪيچ، هوت نه پڇن هنئين،
جن پنهونءَ سين پيچ، تن پيرين پنڌ وساريو.

١١

هل هنئين سين هوت ڏي، پيرين پنڌ وسار،
قاصدائي ڪار، ڪين رساڻي ڪيچ کي.

١٢

هل هنئين سين هوت ڏي، پيرين ڪر م پنڌ،
رائي پيچ م رنڌ، رڙهه روحاني سسئي!

١٣

هل هنئين سين هوت ڏي، ڇپر هڏ م ڇل،
آرياڻي املُ، ڪايا ۾ ڪانڌ ٿيو.*

١٤

هل هنئين سين هوت ڏي، ڇپر ڇل م لون،
منجهان لٺ و مون، ڪوهيارو ڪيچ ڏٺي.

١٥

هل هنئين سين هوت ڏي، سسي ڪڻ م ساڻ،
جنين پاتيو پاڻ، سي آرياڻيان اوري رهيون.

١٦

ڪجي پنڌ، پڇان تو، ڪيچين ڪارڻ ڪيئن؟
بيخرد هلج برم، آئون تو ڇوان ايئن،
سڪڻ ساڄن سيئن، مٽان، مٺي! ڇڏئين.

§١٧

مٽان، مٺي! ڇڏئين، پريتڙو پاٽا،
جاڻِ جئن جاٽا، تون پڻ هوئج تن جئن.

١٨

مٽان، مٺي! ڇڏئين، پاٽان پريتڙو،
ڪٿوريءَ ڪٽو، مڙهي مڙهج منهن ۾.
وائي
غفلت يار گنوايو، پڙي! جيڏيون!
ڪيئن ڪريان آئون؟ ڪوهه ٿيو؟
ستيس تان ساٿ ويو، اٿيس تان ڏک آيو،
پڇان پوءِ پنهونءَ کي، عبث تان اَن ڪائيو،‡
هوت هلندي جا ڪئي، سا مون ڳالهه سڻائيو.

١- اندر ۾ جهالي پانيندڙ ٢- پاڻ، نقطو (اشارو) ٣- ديرو ٤- قاصد جي، قاصد واري (دوڙڻ ڀڪڻ جي ڪار) ٥- جبل جي واريءَ ۾ ٦- وات ٧- روحاني طرح ٨- جبل ٩- ستون پاءِ ١٠- املهه ١١- بدن ١٢- هودي ١٣- ٽائين (پهچڻ ٽائين) ١٤- جاڙا (گڏ جاول) ٻار ١٥- مشڪ (عشق کي مشڪ سان پيٽبو آهي) ١٦- رتي ١٧- لڳائج ١٨- ڇا.

*تنهنجو بي بها معشوق، تنهنجي ديهيءَ ۾ ئي موجود آهي.

§اي مٺي (مصيبت ۾ قاتل زال)! تون مٽان پريت کي پاڻ کان الڳ ڪرين. تون، محبت سان گڏ ائين رهج، جئن جاڙا ٻار گڏ ڄمن.

‡افسوس جو پهرين پيٽ پوڄا ڪري، پوءِ پنهونءَ جي طلب ٿي ڪريان. (عام ماڻهن جي حال ڏانهن اشارو.)

## سر سسئي آبري - داستان ٽئين جو سار

دلبر جو ديرو انسان جي دل ۾ ئي آهي. جانب کي جبلن ۽ جهنگلن ۾ ڳولڻ نسوري گمراهي آهي. هي پنڌ جسماني ناهي، پر روحاني. ڪنهن به شخص، ڪنهن سان پرينءَ نہ پاتو آهي. هن راه ۾ خوديءَ کي ڇڏي، محبت کي ساڻ کڻڻو آهي. پرينءَ لاءِ پهاڙ ڏانهن پنڌ ڪرڻ فضول آهي؛ وجود ئي وڻڪار آهي. پيرن جو پنڌ وساري، هنئين سان هوت ڏي هلڻ گهرجي.

شاه صاحب، طالب کي سسئيءَ جو ويس ڏنو آهي. طالب کي هدايت ٿو ڪري تہ "لون وڻڪار ڏانهن ڇو ٿو وڃين؟ پرينءَ لاءِ پنهنجي وجود ۾ ئي نہ ٿو نظر ڪرين!" جن ايشور سان لنءُ لائي آهي، سي پڪن نہ ٿا، پر هڪ ئي هنڌ سندس خيال ۾ محو ٿيا وينا آهن. "جن پنهونءَ سين پيچ، تن پيرين پنڌ وساريو."

•

## داستان چوٿون

١

هيڪُ[1] نہ هوندو جن، سي ڪيئن وِندُرِ[2] ويندِيُون؟
وِهو وِچِ وَهَنِ، سَهسين سَدُنِ واريُون.

*٢

سَدائِتِي[3] سَيَڪا، ٻُڪَ نہ ٻاسِي ڪا،
جيهيءَ ليهيءَ ذاتِ جِي، جُنبِشِ[4] ڪانهِي جا،
مون سين هَاي سا، جا جِيَّ مِنو نہ ڪَري.

٣

ڪيهُ نہ جُنبُڻَ جاءِ، نہ ڪا هَلِي هوتَ ڏي،
مون سين هَلِي سا، جا جِيَّ مِنو نہ ڪَري.

٤

آلِڻَ[6] ۾ ٻِرِياڻُ[7]، هو سَيني جيڏِئين،
مون سَياڳِيءَ ساڻُ، ڪيرَ چُلندي چِيَرِين؟

٥

سُڪَنِ واري سَدَ، مَتان ڪا مون سين ڪَري،
اَندرُ جنين اَدَ، ڏُونگَرَ سي ڏورِينديُون.

٦

ڏُونگَرَ نہ ڏُوري، سِڪَڻَ جون سَدُون ڪَري،
وِيئي گهَرِ گهوري، مَتان پرِيَنِ جندڙو.

٧

وَريِتيُون[8]! وَرو، آئُون نہ وَرَندِي[9] وَرَ ري[10]،
جاڏي[11] هِنَ جَبَلَ جو، ٽانگهينديسِ[12] تَرو،
جَتَنِ ساڻُ ذَرو، نيئُهن نِبيرڻُ[13] نہ ٿئي.

٨

وِجهو سَبِ وَري، اَئين[14] جي وَرَنِ واريُون،
ڦوڙائي[15] فِراقَ جِي، سُڃي ڳالهِ ڳَري،

---

١- اَڪنڊ ٢- جيل ۽ ٽئن جو نالو ٣- سڌ ڪنڊڙ ۴- هلڻ (عشق جي راه ۾) ۵- اڳتي ڌرڻ ٦- ڪتڻ جي جاءِ (يعني گهر) ٧- محبت ٨- ورن واريون ٩- موٽنديس ١٠- پتار ١١- ڏڪڻي ١٢- ڳولينديس ١٣- ڌار ڪرڻ ١۴- اوهين ١۵- جدائي.

*سڌ ڪنڊڙ هرڪو آهي، پر ڦاڦا (ڪشالا ڪڍڻ) ڪوبہ پاڻ تي هموار نہ ٿو ڪري. هن راه ۾ جهڙي تهڙي انسان جي هلڻ جي جاءِ ناهي. مون (سسئي) سان اها سفر ڪري، جنهن کي پنهنجي جان پياري نہ هجي.

ٻنيان جن ٻري، ڏونگر سي ڏورينديون.*

٩

وڃو سڀ مولي، اٿين جي ورن واريون،
ڪان هلندي ڪيچ ڏي، ڪريو م ڪولي،
ڪڍيم ڪاڇولي، وڌم جوڳ جتن لاءِ.

١٠

اڄ مليندئين، ماءِ! ڏاڍا ڪندئين ڪپڙا،
جيڄان! جوڳياڻي ٿيان، مون کي جهل م پاءِ،
هوت ٻروچي لاءِ، ڪنين ڪُنر پائيان.

١١

عناتا! اُتاهين، جاني جتي ٻنڌ،
آهي گهڻو اُهکو، فقيريءَ جو فند،
چکين نه چريو ٿئين، ميخاني جو مد،
ڪين ڪڍيو ڪنڌ، مدجهان سڳ، سيد چئي.

١٢

مون کي پائئي پاڄ، ڏير ڏوراٽا هليا،
اڳيان اٿي اُن جي، خوب نه ڪم ڪاڄ،
ميڙي آپ سرليون، نڪي ڳايم ڳاڄ،
سا مون هتان نه ٿي، جيڪا رسم راڄ،
آير! آئون اڪاڄ، ٻول ٻروچي وڪرو.

١٣

ٿو جو ٻول، ٻروچ! ويهي ڪيو وڻڪار ۾،
سوئي پارج، هوت! ولهيءَ مون معذور سين.

١٤

ڀرين تون پاريج، پارڪ پوءِ پنهونءَ ٿي،
ٻول م وساريج، هو جو ڪيءِ هوت سين.

١٥

تو سين ٻول ٻهون، سهسين ساڄن جي ڪري،
ڪنديِنءَ تو ڪهون، جي نالو گيڙءِ نينهن جو.§

١٦

سُٺي ٻول سندان، جم سُمهين سسئي!
ڪنديِنءَ ڪوهُ ڪيٽان؟ جه سي اُن اورانگهيا.‡

١٧

سڄ اُلٿي سسئي، رت ورٽو روءِ،
پهي نه پانڌي ڪو، جنهن ڪر ڀچي لوءِ،
موڙهي وڃي لوءِ، مونٽا جي ڪان ڪري.

١٨

چُلان، مدجهم نه چاڪ، پُران، پونم پُرڪٽا،

---

١- گهر اَندر ٢- لانگولي ٣- صاف ڪنديس ٤- گيڙوءِ رتا ٥- روڪ ٦- ڪنن ۾ ٧- ڪنڊل
٨- اي عنات! (شاه جو هڪ مريد) ٩- جاني ڏيرو (عنات جو پيءُ)، محبوب، ڏٺي (ٻئي معنائون)
١٠- فن ١١- شراب خاني ١٢- شراب ١٣- لاڳاپي (حقيقي يا دنيوي) ١٤- سريت ١٥- ڏورانهان
١٦- پنهنجيون ١٧- گيت ١٨- نڪار ١٩- انجام ٢٠- سرس ٢١- گهٽيئي ٢٢- ڪاهون ٢٣- ڪين
٢٤- جڏهن ٢٥- لوڙيا (انجام) ٢٦- سڄ لٿي ٢٧- رت جا ڳوڙها ٢٨- قاصد ٢٩- ديس (پنهونءَ جو)
٣٠- مدجهيل، پريشان ٣١- لڏهن هوندي به ٣٢- چالون ماريان ٣٣- طاقت ٣٤- هلان ٣٥- ٿوڪتا.
*جنهي اندر ۾ عشق جي آتش ٻري آهي، سي ٿي جبل جهاڳيندا يون.
§جي نينهن يا عشق جو نالو ڳڌءِ، ته سفر جا ڪشالا ڪڍڻا پوندءِ.
‡تون ڪين چا ڪنديِنءَ، جي هو پنهنجا قول يا وچن نه پاڙين.

مَتان[1] کا مُنڌ ڪري، موٽيا جي مزاڪَ،
چِتُ سَندو مُون چاڪَ، ھاڙھي ھَڏ ھٽي ڪيو.*

۱۹

پِيرين پيم پُرَڪَٽا، رَهَ ۾ ڳَھِٽو رُنوم،
پارانو پرين کي، لَڳي تان نہ ڏِنوم،
چڪي[2]، لي چيوم، 'سُواھَرُوَ'[3] سَڄَڻين.§

۲۰

چُڪيءَ کي چٽي، ڪا جاڳائي، جيڏيون!
وِيڙو ساٿ[4] وَھي، لو نِنڊائي نہ لھي.

۲۱

چُڪس سَڀ چٽي، ماڙھوَ شَھَرَ ڀنڀورَ جا،
سا موٽي ڪيئن مٽي؟ جنھنجو جانبُ جَتَ وٽي ويا.

‡۲۲

موٽَڻَ جا مَذڪوَرَ[5]، جان ڪي چِيَس جيڏَنين،
پُرِيت[6] ڀِھرئين[7] ٻُوَرَ، نيئي ٻِھَچائي پُنھونءَ کي.

۲۳

موٽَڻَ جي مَصْلِحَتَ، مُون کي ڏيو مَ، جيڏيُون!
نِھارِيندِيَس نِڪري، آرِياڻي اَلبَتَّ،
ڪَندِيَس اوتَ[8]، عيبَ جي، لَکَن ڏيئي لَمَڻ،
سَرَليُوَن![10] شَرِڪَتَ[9]، آئُون ڪيئن آگِن سِين ڪَريان.

۲۴

موٽِي مَران مَ، ماءُ! موٽَڻَ کان اَڳي مَران!†
لَڳي لالَنَ لاءِ، شالَ پُونديَس پيرَ[11] لي!

## وائي

مَعلُوَمُ[12] حالُ حَبيبَ! مُون کي دَردُ قديمي، ووا×
دَردُ جَديدي[13]، حُبَّ حَبيبي.
آلوُدِي[14] آزارَ کان، تو لَءِ تِيَس، طبيبَ!
شادِي ڏئين صِحَتَ جي، غَمي لاهِ، غَرِيبَ[15]!
اَھڻان[16] تي آھُوُن ڪَريان، نَعرو منجھہ نَصيبَ!
ڪاھِلِ[17] آھيان ڪُوڙي[18]، رَسي[19] لاهِ، رَقيبَ[20]!
حاذِقَ[21] آھئين ھِنَ جو، اَچين شالَ، عَجيبَ!
دَوا آھئين دِلِ جي، ٻُجِ ٻُجِ رَھيَس طبيبَ،
اَلا! عَبدُاللطيفَ[22] کي، ڪوڙي[23] لاءِ[24]، قريبَ!

۱- مذاق ۲- ٽڪي ۳- سنو مددگار ۴- زنب جو خمار ۵- صلاحون ۶- ڏوبياٽي ۷- ڀھرئين پيري ۸- ٽلافي ۹- برابري ۱۰- سردارن ۱۱- پير جي نشان ۱۲- جھونو ۱۳- نئون ۱۴- مبتلا ۱۵- اي عجيب ۱۶- اوھان جي ڪري ۱۷- سست ۱۸- ڪليٽي ۱۹- بندن ۲۰- اي نگھبان ۲۱- ھوشيار ۲۲- گلي يا چاليءَ سان ۲۳- لڳاء ۲۴- سپرين!
*ھاڙھي ھٽي، منھنجي چت کي بنہ چاڪ چاڪ ڪري ڇڏيو آھي.
§ٽڪيس تہ ٻہ پرينءَ کي "سنو مددگار" ڪري سڏيم.
‡سرلين واپس ورڻ جون گھڻيئي صلاحون ڏنيون، پر ڏوياڻ کي ڀھرئين ني پيدوچي پنھونءَ وٽ رسايو.
†اي امڙ! مان شل ڀنڀور ۾ موٽي اَچي نہ مران، پر واپس ورڻ کان اَڳيئي مران.
×لوڪي معلوم آھي، جاني! تہ مون کي ھڪ جھونو درد يا مرض لڳل آھي.

## سر سسئي آبري - داستان چوٿين جو سار

جنکي سچي عشق جي لغار لڳل ناهي، سي ٻرپٽ ۽ جبل ڪٿان جهاڳيندا ئون! گهر ويٺي هرڪا عاشقيءَ جا دم هڻي جاڻي، پر جفاڪشي ڪڍڻ ۽ ڪن سهڻ لاءِ ڪا به تيار ناهي. سسئي پنهونءَ ڪاڻ جوڳياڻي ٿي آهي. ڪشالن سندس جسم جهوري ڇڏيو آهي، ته به هوءَ اڳتي ڪاهيندي پيئي هلي. سندس پڪو پرڻ آهي ته "يا پنهونءَ سان ملنديس يا پريم جي مارگ ۾ مرنديس."

"موٽي مران مَ ماءُ! موٽڻ کان اڳي مران!"

پنهونءَ جي وڇڙ کانپوءِ سسئيءَ کي احساس ٿو ٿئي ته "مون اڪاج مان اهو نه ٿيو، جيڪي ٿيڻ گهرندو هو." طالب جو ڪم آهي ته پاڻ ڀورين محبت جا شرط بجاءِ آڻي ۽ پوءِ پنهنجي پرينءَ طرفان محبت جي موت جي تمنا رکي. "ڀورين تون ڀار ڀيج، پارڻ پوءِ پنهونءَ ٿي."

•

## داستان پنجون

١

پڇي جان پنهور کان، ڏونگر ڏوريو مون،

ڪاهي وسيس ڪيچ کي، جتي پاڻ پنهون،

سيٽ[1] آهين تون، قضا[2] ڪندين ڪن سين؟*

٢§

پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ،

ته نڪو ڏونگر ڏيه ۾، نڪا ڪيچين ڪاڻ،

پنهون ٿيس پاڻ ۾ سسئي، تان سور[3] هٿا.

٣

ڏنا جڻ لءِ، جيڏيون! ڏيرن مون کي ڏک،

پڇيس جان پنهور کان، تان سور مڙيئي سک،

لٿي مون تان لڪ[3]، پنهون ٿيس پاڻهين.

۴

پنهون ٿيس پاڻهين، ويو سسئيءَ جو شرم،

هيڪليون هلن جي، پڇي تن ڀرم[5]،

جو ونڌر ۾ ورم[6]، سو سودو سرِيس[7] هٿهين.

٥

پنهون ٿيس پاڻهين، ويو سسئيءَ جو سينگار[8]،

مَنْ عَرَفَ نَفْسَهُ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهُ[9]، اهوئي آچار[10]،

جو ونڌر ۾ واپار، سو سودو سرِيس هٿهين.

٦

پنهون ٿيس پاڻهين، ويئي سسئيءَ جي سونهن،

---

١- سيٺي وستن ۾، هرهنڌ، هرجاءِ ٢- قاضيءَ جي فتوئي، موت جي سزا (منصور ڏانهن اشارو) ٣- جهيڙين سسئي ميس ۴- الڪ، پردو ٥- پردو، حجاب ٦- اهم وهنوار ٧- حاصل ٿيس ٨- ويس وڳا (انفرادي هستي) ٩- جنهن پاڻ سڃاتو، تنهن جڻ پنهنجو رب سڃاتو ١٠- دستور.

*سيٺي شين ۾ تون ٿي موجود آهين، پوءِ (منصور جيان) ڪنهن جي خلاف موت جي سزا جوڙيندين؟

§جيسين سسئي هيس يعني جيسين وجود يا خودي ساڻ هيم، تيسين ڪشت سنم. پر جڏهن پنهنجي هستيءَ کي ميساري ڇڏيم، تڏهن خود پنهون ٿيس.

خَلقَ آدمَ عليٰ صُورَتهِ، اِنَ وَٽَنِ مَنجهه وِرُونهَ،
چَريءَ مَنجهان چوُنهَ، ڪَٽي هوت هَنجِ ڪيو.

٧

ويٺي سوُنهن سَسُئيءَ جي، پُنهون ٿِيَس پاڻَ،
سَيِنِ جي سَيدُ چئي، آهي اُت اماڻَ،
پَنيورَ جا پاڻَ، آڏا عَجيبَنِ ڪي.

٨

وَهمَ وِرساياس، نات پُنهون آئون پاڻَ هُئي،
پاڻُ وِڃايمِ پانهنجو، پَئي پِريان جي پاسِ،
رَکي عِلمَ نہ راسِ، ڏاران پَسَڻُ پِرينءَ جي.*

٩

قافئون ڪاهيندياسِ، موٽان، ٽان ڪُرَ ميهڻوُ،
پانهِي پاروڇن جي، سَڳُ نہ ساهيندياسِ،
اَلفِراقُ اَشَدُّ مِنَ الموَتِ، هِتي نہ هوُنداسِ،
آهَ نہ لاهيندياسِ، جتري جَتُ ڏِسي مَران!

١٠

جَتُ جَتَ ڏاران، مَعذوُرِ جو مَسَ ٿئي!
ڇانگَنِ سِرِ چَڙهي ويا، ساٿي سَوارا،
اَکيوُن اوتارا، پَسيو رُئَنِ پُنهونءَ جا.

١١

هيڪَرَ هُئَڻُ ڇَڏِ، نہ اوڏي ٿئين عَجيبَ کي،
مَارَاَيتُ شَيئاً اِلَّا وَ رَاَيتُ اللّٰهَ، نيٺي اُجها اوڏا نهين اَڏِ،
نہ هوتُ توهين ڪان هَڏِ، پِرين پاسي نہ ٿئي.

١٢

هوتُ تُنهنجي هَنجَ ۾، پُڇين ڪوُهُ پَهي؟
وَفِي اَنفُسِڪُم، اَفَلا تُبصِرُونَ، سوُجهي ڪر سَهي،
ڪَڏهن ڪانہ وَهي، هوتُ ڳولڻَ هَٿَ لي.§

١٣

هوتُ تُنهنجي هَنجَ ۾، پُڇين ڪوُهُ پَرياڻُ؟
وَنَحنُ اَقرَبُ اِلَيهِ مِن حَبلِ الوَرِيدِ، تُنهنجو توهين ساڻُ،
پڌهنجو آهي پاڻُ، آڏو عَجيبَن کي.

---

١- ڌڻي، آدم يا اِنسان کي پنهنجي روُپ اَنوسار يا صورت موافق رچيو آهي ٢- تنوار ٣- ڇاهہ، چوُڻ ٤- ماڳ ٥- لاڳاپا ٦- رنڌڪون ٧- اَڳيان ٨- ڀلايس ٩- خودي ١٠- پرينءَ ١١- پر ۾ ١٢- ڀحال ١٣- قافن يعني جبلن مان ١٤- ڪُل ١٥- برابري نہ ڪنديس ١٦- جدائي، موت کان وڌيڪ سخت آهي ١٧- آس ١٨- اُٺن ١٩- لي ٢٠- سوير ٢١- اَهڙي ڪا وستو يا شيءِ نہ ڏٺيم، جنهن ۾ اَللّٰه جو حسن نہ ڏٺم ٢٢- اَوهانجي اَندر ۾ آهن (ڌڻيءَ جي قدرت جون نشانيون)، پوءِ ڇو نہ ٿا جاچي ڏسو؟ ٢٣- ويٺي ٢٤- پريتڻو ٢٥- ”اسين، هنڪي (اِنسان کي) سندس ڳچيءَ جي رڳن کان بہ ويجها آهيون“ (قران شريف) ٢٦- خودي.

*محبوب جي ديدار کان سواءِ، علم جو ذرو بہ بحال يا ملهائتو ناهي.

§هوت (پريتم) کي ڪا بہ دڪان تي ڳولڻ ڪانہ ويٺي. (هنڪي ملهہ تي ڳڌهي نہ ٿو سگهجي.)

١٤

وورِيمِ[1] سَپَ وَٿاڻَ[2]، ٻارَ ڪارَڻِ جَتَ جي،
اَللّٰهُ بِڪُلِّ شَيۡءٍ مُحِيطٌ[3]، اِي آرِياڻيءَ اهڃاڻَ،
سَپَ ۾ پُنهون پاڻَ، ڪِيئَهِي ٻيو ٻَروچ ري.

١٥

جاڳي[4] سُڃاڻِي، وِهان ڪئن ماٺِ ڪَري؟
اَندَرِ آڳِ، عِشقَ[5] جي، اَبرِ اَڏاڻِي،
اَلۡعِشقُ نارُ اَللّٰهِ اَلۡمُوَقدِةِ[6]، ڪُوري جئن ڪاڻِي،
آهي آرِياڻِي، ٻيو، سَرَليوُن! سُڃي ڪِينَ ڪِي.

١٦

سَرَليوُن! سَيونئي تِيو، اَندَرِ آرِياڻِي،
وِينئي ٻسان ٻاڻ ۾، ڏوُنگرُ ڏِيهاڻِي،
هُيَسِ هوتَنِ هاڻِي، ئي ڪيچي گَڏيَمِ ڪَهَ ۾.*

§١٧

ڪَدِ[7] پُنهونءَ ڏي[8] ڪاهي، چاڻِيءَ رُوحُ چَرِيو ڪيو،
اُنِي[9] وِئِي اوڏهِين، سُتي پَڻ ساهي،
اَلۡعِشقُ حِجابٌ بَيۡنَ اَلۡعَاشِقِ وَاَلۡمَعشُوقِ[10]، لاشَڪّئي[11] للهي،
آرِياڻِي آهي؛ ٻيو سَرَليوُن! سُڃي ڪِينَ ڪِي.

١٨

پيئَرُ! آئوُن پوري[12]، موُن سَڱُ، سُڃاڻِي نَ ڪيو،
ڏِيندا موُن ڏيرَ وِيا، جهجَهُ ۽ جهوري[13]،
لَڳي جن لوري، ڏوُنگرَ سي ڏوُر ڏِينديوُن.

١٩

اَديوُن! آئوُن اَجاڻِ، موُن سَڱُ، سُڃاڻي نَ ڪيو،
هوُندَ نَ سَنيَمِ هيٺري، ڪوهِياري جي ڪاڻِ،
رَليءَ جي رِهاڻِ، جِئِي اَڙائِمِ جَتَ سين.

وائي

اُهڪيءَ[14] آڳَهَ آهي، ووا موُن ڪي تان نَ ڇڏيندو لِڪَ ۾،
پُڇي پوءِ پِيَنِ[15] کي، لَڪَن ۾ لَڏَ لاهي[16]،
آري اَڳهاڙَنِ[17] کي، پُنهون جامُ پَراهي.

١- ڳوليم ٢- آستان ٣- اَللهُ سڀني شين کي چوڌاري ڦريل آهي. (قران شريف) ٤- اُڌاهه ٥- جاڳي ٦- عشق، خدا جي جاڳايل باهه آهي ٧- ڪشش ٨- ڇڪڪي ٩- ڪشش ڪري ١٠- عشق، عاشق ۽ معشوق جي وچ پردو آهي ١١- شڪ کان فارغ ١٢- پورڙي ١٣- جهوري، ڪان ١٤- اوکيءَ ۾ وسيلو ١٥- پنڌي پيلن ١٦- بار لاهي ١٧- ٻهرائي.

*مان محبوب جي ماريل هيس، لنهنڪري ئي ڪيچي مونکي سفر ۾ گڏيا؛ يعني ڏڻيءَ جي عاشق کي، مارگ ۾ عارف يا گياني (طريقت جا ڄاڻو) گڏجن ٿا.

§ پنهونءَ جي نينهن، منهنجو چت چريو ڪيو آهي. اُنندي، وهندي ۽ سمهندي، منهنجو روح ڏانهنس پيو ڇڪجي. عاشق ۽ معشوق جي وچ آيل پردو (خودي) ٻري ڪر، نه هرهنڌ محبوب جو مشاهدو پسين. (سواءِ آرياڻي يعني پرينءَ جي چوطرف ٻيو ڪي ڪين ٿو وسي.)

## سر سسئي آبري – داستان پنجين جو سار

جو طالب، دنيا (پنهور) ۽ انجي لاڳاپن کي ترڪ ڪري، حق يا ايشور جي جستجو ۾ ٿو نڪري، سو نيٺ، پنهنجي قلب ۾ ساري ڪائنات ۽ حق جو جلوو ڏسي ٿو. جيسين طالب، پنهنجي وجود يا هستيءَ کي فنا نه ڪيو آهي، تيسين هو وصل ماڻي نه سگهندو. جڏهن هو خوديءَ جي پردي کي پري ٿو ڪري، تڏهن اندر ۾ ئي محبوب جو مشاهدو ٿو ماڻي.

"پنهنجو آهي پاڻ، آڏو عجيبن کي."

عاشق ۽ معشوق حقيقت ۾ هڪ آهن. وچ وارو حجاب هٽي ٿو وڃي ته ٻنهي جي وچ ۾ فرق ٿي نه ٿو رهي. انسان ڪيترو به علم پرائي، پر پاڻ وڃائڻ جي رمز سکڻ بنا ۽ پرينءَ کي پسڻ ڏاران ٻي سڀڪا سڀ ڄاڻ فضول آهي.

"ڪي علم نه واس، ڏاران پسڻ پرينءَ جي."

●

## داستان ڇهون

١

جدائيءَ جو جامُ[1]، ڏنائون ڏکيءَ کي،
مَنگلُ[2] مُنهنجي منَ ۾، ٻارِيو هونَ حمامَ[3]،
ارکِ[4] ٿيو آرامُ، ڪاڪُلُ پسي[5] ڪانڌَ جو.*

٢

دَردُ نه لهي دارُوئين، زُلفَ زورُ ڏنوم،
ڪاڪُلُ ڪالَ ڏٺوم[6]، رُخساري تي رُوپَ سين.§

٣

پَنهو جو پَنهورِ ۾، ڪاڪُلَ ڏٺُم ڪالَ،
هيءَ[7] لئين جي حالَ، زُلفَ جي زافُ ڪيوُن!

٤

پَريشان[8] پاڻُ ويو، زُلفَ ڪيس زافُ،
سندو ڪاڪُلَ ڪافُ[9]، ماري مَعذُورن کي.

٥

هاڻِ نه جيان، جيڏيُون! زُلفَ زافُ ڪياس،
ڪاڪُلَ آئون ڪُنياس، پَنهو جو پَنهورَ ۾[10].

٦‡

ڪاڪُلَ ڪُني جا، ڪَفنَ تنهن ڪِينَ ٿئي،
مَنجهه شهادتَ سان، ٽُڏي ءِ لاڏَ ڪري.

٧

ڏُڪا[11]، ڏُونگرَ جامَ! مَر ڪَرِ مَعذُورنِ تي،
لوئي لڄ، لطيفُ چئي، آهي سَندي عامَ،
مارِ مَرچڻي[12] مَعذُورِ کي، وَنهيا ڪانڌَ! ڪَلامَ،

---

١- پيالو ٢- ڪوُرو، مچ ٣- گرم پاڻيءَ وارو غسلخانو، گرمابه ٤- الڳ، جدا ٥- وار ٦- ڳلن ٧- فنا ٨- اوائل ڪان ٩- پيچ ١٠- ڳتيل ١١- دهشتون ١٢- شاهوڪار، سياڻا.

*پنهو جا زلف پسي، آرام ڪان الڳ (بي قرار) ٿيس.

§ڪالهه، محبوب جي ڳلن تي نزاڪت سان زلف لڙيل ڏٺم.

‡جا زلفن جي ڪٺل آهي، تنهنکي ڪفن ۽ غسل جي درڪار ناهي، جو ته هوءَ شهادت جي ممتاز درجي کي رسي، انڪري پاڪ ته آهي.

پَرچِجِ پِيادِنِ سِين، اَللهَ لَڳِ، عَلامَ!
جا نَوارِي اَهِنجِي نامَ، سا، هوتَ! مَ ڇَڏِجِ هيڪَلِي.

۸

ڏَمَرَ ڏُوُنگَرَ جامَ! سَڱَرَ، پاڻَ شَرِيڪَ سِين،*
ڪيهِي ڪُلفَتَ تنهن سِين؟ جا گولِي اَهِنجِي گامَ،
وَرِجِ تُون وَرِيامَ! مُنهنجو اَچَڻُ آن ڳَرِي.

۹

ڏَڪا ڏُوُنگَرَ! لاهِ، آئُون اَڪَ مُٺِي آهِيان،
آرِياڻِيءَ سِين آهِ، ذاتِي سَڱُ ضَعِيفَ جو.

۱۰

پيرَ پَٽانئِي ڪُنئَرا، ڏُوُنگَرَ مَٿِي ڏِي،§
ڦَٽِيا ڦَرَڻَ فَقِيرَ جا، سيرُوُن ٿيڙا سِي،§
جھڙي لهڙي حالَ سِين، پَرِي پُنهوُنءَ ڏِي،
وَڃِي، مانَ وَرِي، پانهِيءَ پَنڌُ جنهن سِين.

۱۱

پيرَ پَٽانئِي ڪُنئَرا، ڏُوُنگَرَ مَٿِي ڏِي،
پاڻُ نَ پَسِي ڦَٽِيو، ڪَڙهِي ڪيچِينِ ڪِي،
هاڙهو هوتَ پَري، ڪوهُ جاڻان، ڪَهِڙَ لَنگهِيا؟

وائي

مُوُن اَنڌِيءَ ڏِي ايندا، هوتَ سلامَتَ سُهِرِينِ.
پليءَ لائِي پانهنجِي، نِيَّ ڪِي اُتِ نيِندا،
سَڱُ نَ ڪندا سُڪَ سِين، سُوُرَ سَڱِيٽا نِيندا،
رَکِي ڳَلُ ڳَلَنِ تِي، نينهَن نِياپو ڏِيندا،
پَرِيَتَ نيِندا پاڻَ سِين، چورِي تان نَ ڇَڏِيندا.

## سر سسئي آبري - داستان ڇهين جو سار

سسئي تي چوي ٿہ ”هوت منهنجي اندر ۾ محبت جو منگل ٻاري ويو آهي؛ ۽ مونکي پيڙا جو پيالو پياري، هميشہ لاءِ بي آرام ڪري ويو آهي. سندس رخسارن تي لڙڪيل سهڻن زلفن مونکي فنا ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي مون معذور جو جتن ڪونهي.“ ڏونگر جي ڏولائن، سندس ريشم جهڙا پير ڦٽي، سيرون ڪري ڇڏيا آهن؛ لانهيءَ هوندي ٻہ هوءَ جهڙي لهڙي حال سان پنهونءَ ڏانهن پيئي پري ۽ زاريون ڪري پيئي چوي ٿہ ”جا نواري اهنجي نام، سا، هوت! م ڇڏج هيڪلي.“ جو ڪاڪل جو ڪنل آهي، تنهن کي ڪفن جي درڪار ناهي، ڇو ته جنهن شهادت جو جام پيتو، سو پاڪ ٿي چڪو. سسئيءَ وانگر، جي سڪ جي واٽ ۾ مرن ٿا، سي بيشڪ ابد تائين لڏندا ۽ لاڏ ڪندا.

۱- حال جا واقف يا ڄاڻو ۲- اوهانجي ۳- شريف، لائق ۴- کهڙي ۵- اٽڪل، نفاق ۶- ڳوٺ ۷- مونجهہ ۸- سورويہ، پهلوان ۹- اوهان ۱۰- وٽ ۱۱- پٽ يا ريشم ڪان ٿي ۱۲- ڀپ، پيرن جون ترڙيون ۱۳- چمڙون، ڦاڪون ۱۴- هلي، پنڌ ڪري ۱۵- نالو، سنبند ۱۶- جلي، پچي ۱۷- ڏوڙڻ ۱۸- سنبندي، ساٿي.

*اي لائق ڪوهيارا! ڏمر ڀينهنجي شريڪن سان ڪرڻ جڳائي.

§ سسئيءَ جا ريشم کان ٿي نرم پير، ٻهاڙن تان هلندي، ڦٽجي ڦاڪون ٿي پيا.

## داستان ستون

١

ڏورِ م ڏيهه وِيو، پيرُ ٻُنهجي پرينءَ جو،
وِهڻُ واٽڙينِ[1] ۾، ڪيڏينِ ري کهو؟
وِنڌرِ جو ويو، سو الله! واري آڻئين!

٢

وِنڌرِ جي وڃنِ، سي مُرُ ٻڌنِ سندرا،
پيئون ڪوهه ٻڌنِ، ڇوڙي جي ڇڏينديون.

٣

ڏيهه ڏيهان ٿي ڏورِ، پرڏيهان پري ٿيا،*
سيڻنِ ڪارڻِ سسئي[2]، پيئي پرانهين پورِ[3]،
ٿون وڃين، هوت! حضورِ[4]، منهنجو جنّ جيلانهين[5] ٿئي.§

٤

هيڪانديءَ[6] هوئي، اُٿي راتِ[7] روان[8] ٿيا،
ساهه سگهي ۾ سور جي، پنهون ويو پوئي،
رهه، قضا[9]! دم ڪوئي، ته هيڪر هيڪاندي ٿيان.‡

٥

هڏِ نه ساهه سُڌيُن[10]، دِلِ درماندي[11] دوس ري،
پائي ويڙا پرت جو، زوراور زنجير،
جيءَ، جسو، جاگيرُ[12]، هاٿي مِلڪ[13] هوت جي.

٦

عُمرِ سڀ عشق سين، پنهون جي پڄن،
ريس ريڏاليون[14] تن سين، ڪُجاڙي ڪي ڪنِ؟
مارڳ[15] جي مَرنِ، وڏو طالعُ[16] تن جو.

٧

وڏو طالعُ تن، جن لڳينءَ پيرِ پنهونءَ جي،
سسئي! ان سُتُوَن[17] کي، رويو رويو رو،
ويڙهي هتِ م هو، هلين ته هوتُ لهين.

٨

ويڙهين ناهه وراڪو، سُتينِ[18] ڪونهي سنگُ[19]،
هوتُ هلنديُن ڪنيو، جن انگن[20] چاڙهيو انگُ[21]،

---

١- کهڙي ڪم يا سود جو ٢- دور ٣- مسافري، منزل ٤- دربار ۾ (آريءَ جام جي)
٥- جنهن جي خاطر ٦- وصل ۾، ميلاپ ۾ ٧- ٿي ڪري ٨- روانا ٩- تقدير، ورڏاتا
١٠- ڏيرج ۾، سرت ۾ ١١- وياڪل ١٢- مال اسباب، ڌن دولت ١٣- ملڪيت ١٤- ڪميڻيون
١٥- واٽ ۾، راهه ۾ ١٦- نصيب، ڀاڳ ١٧- ٿليي، آثار (پنهونءَ جي پير جي) ١٨- پيچ، وڪڙ (محبت جو) ١٩- پيوند، ناتو ٢٠- سورن، قاسين ٢١- عضوو، جسم.

*پنهونءَ جو ديس منهنجي ديس کان نه پري آهي، پر پنهون پاڻ پرديس کان به پري آهي، يعني محبوب حقيقي اُلي آهي، جتي ڪا حد يا نهايت ناهي.

§اي هوت! تون، جنهنجي خاطر مان جتان پيئي، سو هليو وڃين تو آريءَ جام جي دربار ۾.

‡اي ورڏاتا يا ڪال! تون ڪجهه عرصو ترس ته مان هڪوار محبوب سان ملان.

باسي ٻئي ٻنگ، ڙڙهي جام رسوؤن.*

ويني ور نه ٻون، سُتي ملن نه سُپرين،§

جي متي رندن رُئن، ساڄن ملي تن کي.

١٠

ڪڙهي ۽ ڪڙي، ٻر ۾ پير ٻنهونءَ جو،

سڪ ٻڌائين سندرو، جانب لاءِ جڙي،

لڪن سر، لطيف چئي، منڌ جهيڙي ۽ جهڙي،

پٽيءَ تان نه پڙي، جي عمر سڀ اِئن ڪري.

١١

ڪي ڪڙيان پير؟ ڪي ڪڙهان ڪيچ ڏٽين لاءِ؟

اِئي ڏنءَ ڏيئي ڏير، پاٽا پرانهان ويا.

١٢

ڪڙهُ پڻ ڪيچ ڏٽين لاءِ، ڪڙ پڻ پير سندان،‡

اُنهيءَ پر اُتان، پوندينءَ، منڌا! پهاڙ ۾.

١٣

سوُرن سڄهائي، چيله ٻڌيو چولئين چڙهي،

سڳ ٻرڀان جي سسئي، ميڙي، ملائي،

لڏائين لطيف چئي، لالن لالائي،

بانيڻ باڏائي، حبيان واريو هوت کي.

١٤

رائي ڪي رنجوُر، ڪڪر توءِ ٽاڪيو چڙهي،

لاٿي لڪ، لطيف چئي، هلي ڏانهن حضوُر،

رهيا سڀ رُڄڻ ۾، سسئيءَ جا سالوُر،

ساڄن ميڙيس سوُر، سُک نه ميڙيس سپرين.†

١٥

منجهان ٻنءَ پرُوڙ، سڀ م ٻڇڻ، سسئي!

ويهي وڏي ٻڳ، مان، ڏٽي وڄهج ڏوڙ،

نه ٿون ماٽئين موڙ، جي پند اِهائي پارئين.

١٦

لُڇي، ڪين ڪُڇي، آئي منڌ اندوه ۾،

پر ۾ پير پُڇي، لالن جو، لطيف چئي.

---

١- ٻپ، خطرو ٢- مشڪلات، رنڊڪ ٣- پنهنجي جان سان وڙهي ٤- ڳاراٽي ۾ ڳري، هپائجي ٥- هاڪ، رڄ ٦- برابر ٿئي ٧- پيرو ڪڍان ٨- ڏک، سزا ٩- ليلائي، ريجهائي ١٠- حب نديءَ ڪان ١١- پهاڙ، جبل جي واريءَ ١٢- قتيل ١٣- پنهونءَ جي حضوريءَ ۾ ١٤- ريشمي وڳا ويس، هار سينگار ١٥- پاڻ، اِشاري ١٦- چاٽي، صاف ڪري ١٧- موڙي، خزانو ١٨- صلاح ١٩- رڄي، ڳري ٢٠- غم، ڏک.

*خوف خطرا ۽ ڪشالا يا مشڪلاتون قبولي (باسي)، وڃي پنهونءَ کي رسيون.

§ويني هت نه اچن، سمهڻ سان جانب نه ملن.

‡نه رڳو پنهونءَ لاءِ جل، پر هلي سندس جستجو به ڪر.

†سوُر ٿي ڪيس معشوق يا ساڄن ملايو، نه سک.

١٧

ٻَرِياڻِي نہ ٻارِ، ڦوڪَ نہ لَڳي اَنبَرين،
هِتي جي هُئڻَ جوُن، وَڃُون سَڀ وِسارِ،
سَموُري سَرڪارِ، نيئي رَکِجِ ناهِ ۾.

١٨

قَدُ ٻَڌِي، تُون ڪيڻَ، ٻهڪَنڌِين ٻُنهونءَ سين،
جِنِ سِيڻو ساهِئين سَسُئِي، تِئين تَهوارُون تِين،
مُئي! تِيءِ مِسڪِينَ، هِمَّتَ هوتُ وِڃائِيو.

١٩

ٻَرِ لَڳو ٻاڻُ، پَسو! جوءِ جَرا ٿئي،
سا مُندَ مَري نہ جِئي، ٻيئي ٻَڇاڙِي ٻاڻُ،
سَسُئِي سوُرَنِ ساڻُ، سَنيوڙي، سَيَدُ چئي.

واڻي

ٻاروچان ٻاجهہ گهُٽِي، آن ٿِي ڇُلان ڇَپَرِين؛
آئُون ٻَنڀڃي ٻرينءَ سين، ويندِيَسِ واڳُ وَٺِي.
مُرُ تان پَويمِ مُنهَن ۾، سَنڌي پِيَّ ٻَٽِي،
ڪونهي هِنَ پَنڀورَ ۾، ڏاران دوسَ ڏَٽِي،
هُتان هَٿَ نہ ڇَڏِيان، آريءَ جي ٻہ اَٽِي،
آهي هوتَنِ هَٿَ ۾، سَنڌي جِيَّ جَٽِي،*
ڪيِنَ وِرِميا ڪِٿهِين، جُليا جِڻَ هَٽِي،
موُن ڪي ڪونهِيو ٻاڻَ ڏِي، هادِي! هَٿَ ڪَٽِي،
ٻُنهونءَ ڏاران پَٻَ ۾، ٻيلي ناهِ ٻِٽِي،§
تو رِءَ ٽيلُ نہ پائِيان، نَڪا سِينڌَ ڦَٽِي،
اَدِ يوُنِ! عَبدُاللّطِيفُ چئي، لَڳِيمِ تَنَ لَٽِي.

## سر سسئي آبري - داستان ستين جو سار

جي ونڌر جو ڏکيو سفر ڪرڻ لاءِ تيار هجن، سي ئي پل پنهونءَ جي پچار ڪن؛ ٻئي ڪنهن جي همت جاءِ ناهي. پنهونءَ ڌاران سسئيءَ جي دل درماندي آهي. سسئيءَ سندس وڇوڙي ۾ پورن ليائڻ ورتو آهي. ”جيءُ، جسو، جاڳير، هاڻي ملڪ هوت جي.“ سياڳا آهي، جي محبت جي مارگ ۾ مرن: ”مارڳ جي مرن، وڏو طالع تن جو.“

هوت آهي ئي تا ڪنن، جي پاڻ اَڱڻ ئي تا چاڙهين؛ ۽ وهڪ ۽ آرام کي ترڪ ڪري، سندس طلب ۾ هلندا تا هلن. پرينءَ کي پهچڻ جو طريقو آهي پاڻ کي نابود ڪرڻ ۽ ساري دنيوي ڪاروبار، نيئي ناهِ ۾ رکڻ. ”سموري سرڪار، نيئي رکج ناهِ ۾.“ سسئيءَ جا سالور ٻہ جڏهن رڃن ۾ رهيا، تڏهن ساجن سان ملي. سپرين، سورن سان تو ملي، نہ سکن سان.

---

١- عرشين، آڪاس سان ٢- دنيوي ڪاروبار ٣- نابودي، نيستي ٤- سيدو ساهي، اوچي ڳاٽ ٥- ڪڻن ٦- ڇيهون ڇيهون ٧- ٽڻن ٨- گيرب، وڏائي ٩- معصومڙيءَ کي، اَبلا کي ١٠- ذرا ١١- سنيري، تيار ٿئي ١٢- مهار سان ١٣- پاڻ واٽي، جڪڙي ١٤- پل ١٥- پرين ١٦- محبوب ١٧- نوڪ، پلاند ١٨- ترسيا، روڪيا ١٩- جڙ، سيخ ٢٠- ٻيلي، ساٿي ٢١- سڪ، اُڪير.

*پرينءَ جي هٿ ۾ منهنجي جڻڻ جي ڏوري آهي.

§پنهونءَ کان سواءِ، پٻ جبل ۾ مونکي ڪوبہ همراه يا ساٿي ناهي.

## داستان اٺون

١

اَڏِرِ[1]، نِڌَرِ[2]، اَيَري[3]، اَسوُنهين[4] آهيان،
لُڙڪَ لعلَ، لَطيفُ چئي، وَرَ لَءِ وَهايان،
هيجان[5] هَنجوُن حَبَ ۾، هوتَنَ لَءِ هارِيان،*
جانِبُ ضَعيفيءَ[6] سين، ٻُڌهون ٻَهايان،*
پيهان، پَچايان[7]، جي مان نيو پاڻَ سين.

٢

اَڏِرِ، نِڌَرِ، اَيَري، آهيان اَسوُنهين،
ٻَرڏَهي ٻِرين ڪيا، مَرڪَ لَءِ موُنهين،
سَسُئيءَ کي، سَيّدُ چئي، تَنگَنِ[8] ۾ توُنهين،
هاري! ڪِئَن[9] هوُنهين، ڪَءِ[10] سَمَرَ سَڌوُن ڪَرِين؟

٣

اَڏِرِ، نِڌَرِ، اَيَري، اَسوُنهين آئوُن،
چيتا، چورَ چُنڊَنِ[11] ۾، اَرَ ۾ بَلائوُن،§
موٽُ ٻُڌهون! پانڌوئَن[12]، مَتان، مُحِبّ! مَري رَهان.

٤

اَڏِرِ، نِڌَرِ، اَيَري، اوڳِي[13]، اَوائي[14]،
کِيَن نُهاري نَکَرِين[15]، ساٿُس[16] سَڳائي،
لاڳاپَن، لَطيفُ چئي، مُڌَ رائي وَهائي،
جَلَڪَ، جُڏائي، آري! لاهِ اَصيلِ[17] ٽان.

٥

اَڏِرِ، نِڌَرِ، اَيَري، ڳُمَنِ[18] ڳُمائي[19]،
سا ڪِئَن وِهي وِسري؟ جا گهائي، گهوُمائي،‡
پيئي پيش ٻُڌهونءَ جي، اُسَ ۾ آئي[20]،
جا لُڪَن لوُسائي، سا سيج چَڙهندي سَسُئي.

٦

اَڏِرِ، نِڌَرِ، اَيَري، سَڌَرِ[21] ئي سَهي،
سُڪَ[22] ئي، سَيّدُ چئي، ٻَهڻَن مَنجهه ٻَهي،

١- ري آڌار، نڌڻڪي ٢- بي وسيلي ٣- ضعيف، هيٺي ٤- ٻنا سونهن جي يا ٻنا سونهي جي ٥- هيج يا محبت وچان ٦- پرچايان، رِجهايان ٧- جند ۾ اَنُو پيهان ٨- مشڪلاتن، ڏقتن ٩- نادان، وسوڙل ١٠- اِهيئنين، مفت ١١- ڪنڊن، غارن ١٢- پنڌي، پوئتي ١٣- موڳي، وسوڙي ١٤- لوائي، موڙهل ١٥- ساٿي يا همراه ٿي ١٦- مائٽي، سڱ ١٧- خانداني يا شريف عورت ١٨- غمن ١٩- ڳڌوائي، وڃائي، فنا يا نابود ڪئي ٢٠- سڙي، ٻڇي ٢١- سگهاري ٢٢- رسيل، ٻڪل.

*"مان پرينءَ لاءِ، نيڻهن وچان، حب ۾ اکين مان نير وهايان؛ ۽ محبوب، نماڻائيءَ سان رِجهايان."

§غارن ۾ چيتا ۽ چور لڪل آهن ۽ ٻرپٽ ۾ بلائون پيئون گهمن.

‡جا عشق جي قتيل ۽ پريشان ڪيل آهي، سان ڪِئَن غافل وهي؟

معذور[1] تي مارو[2] ڪيو، اولاڪن اچي،
منجهان راهه رچي[3]، ٻيڙي لال، لطيف چئي.

٧

اَڏر، نڌر، اَيري، ويچاري نه وري،
لالن ڏي، لطيف چئي، ٻري پيو پري،
ڪميٽي ڪري، ڪارون[4] ڪيچ ڏٽين کي.

*٨

اچي عزرائيل[5]، سُتي جاڳائي سسُئي،
تي ٻوڙائي دليل[6]، ته پنهونء ماڙهو موڪليو.

*٩

منڪر[7] ۽ نڪير کي، جڏهن ڏٺائين،
اڳيان اٿي ان کي، پنهون پڇيائين،
ادا! اٿائين، ڪو ويو سات سڄڻ جو؟

١٠

پاياٽي[8] تي پور، ٻنيء[9] ڪيچين ڪڪرا،
رائو مڙيوئي رت سين، ڪارڻ ڪانڌ ڪڪور[10]،
لانئي لڪ، لطيف چئي، اَٽي ڏونگر ڏور،
جت وڃي تو زور، اُپڙ[11] تان اوڏي ٿئين.

١١

پٽي[12] تي پيمال، سا منڌ مري نه جئي،
ٻري هن پنهور[13] سين، هڏ نه ڳرهي حال،
لالن جو، لطيف چئي، وساري نه وصال،
پري[14] ڪجاڻ[15] پال[16]، هي ڏاهه ڏوريندي ڪيترو؟

١٢

جهت پٽي[17]، پهه جهنگ ۾ هاڙهي پيچ مرهوت کي،
سور[18] سبيلي، سسُئي! لڪ لنهين سين لنگهه،
نه سهيريان جي سنگ، منڌ! ميڙائو تو ٿئي.

١٣

ٽڪيائي، ٽر[20] تيله ۾ چڙه[19] چڪيائي، چرٽين،
هلندي هوت پنهونء ڏي، ڀو[21] مڙئي پيل[22]،
اَٽي، رائو ريل[23]، وينن تان واري وري.

١- هيٺي، لاچار ٢- فڪرن ٣- رڳجي ۴- پڪارون، دانهون ۵- موت جو فرشتو، ملڪ الموت، ڪال ديوتا، يمراج ٦- خيال، ٻور ٧- قبر ۾ حساب وٺندڙ فرشتا، پڇا ڪندڙ ملائڪ ٨- پاڳي پانيوار، همشريڪ ٩- پيچ، رليون رليون ڪر ١٠- ڳاڙهو يا لال ڪر ١١- لڪڙي وک وڏاء، لکو هل ١٢- فنا، نابود ١٣- سلي، اوري ١۴- ڳڏجي، پرچي ١۵- نوازش، مهر ١٦- ٻانهي، گولي ١٧- سٽرون پٽي (جهت پٽي=متا مونا هٽي، ڪشالا ڪڍي) ١٨- سنو ٻيلي يا همراهه ١٩- ڏوڪ، اڳتي هل ٢٠- ٽڪل ٽنل ٢١- خوف، خطرا ٢٢- لٽن هيٺ لتاڙ ٢٣- واريء کي اٿلائيندي وڃ، پٺ ڪندي وڃ.

*سسُئيء اڳيان موت جو فرشتو (عزرائيل) لوڙي قبر ۾ حساب پڇندڙ فرشتا (منڪر ۽ نڪير) اچي بيٺا ته به انهن سمجهيائين ته اهي پنهونء جا قاصد آهن.

١٤

هيءَ ڳِسي، هيءَ ڳَسُ؛ هيءَ ڀَهَڻُ، هيءَ ڀيڇڙو[1]،
وڃاريءَ وَڏو ڪيو، ويندَنِ پُنيءَ وَسُ،
ليڙَنِ جو، لَطيفُ چئي، ڏُونگَرِ اٿيئي ڏَسُ،
[2] جَڳَ ۾ رَهيُس جَسُ، سَڳَرِ تَي سَردارَ جي.[3]*

١٥

ڪَرِ ڪو واڪو وَسُ، وِهُه مَ مُنڌَ پَنيورَ ۾،
چَڙهي ڏاڍين ڏُونگرين، ڀڄُ پُنهونءَ جو پَسُ،
ڏورَڻَ مَنجهان ڏَسُ، ٻَوَنڌُ هوتَ پُنهونءَ جو.§

١٦

سيڻَنِ ڪارَڻِ، سَسُئِي! وَڃَڻُ ڪَجي وَسُ،
جِمَ وِرچي ڇَڏِئين، سَندو ڳُنگَن ڳَسُ،
ڏوٿي ڏينِدَءِ ڏَسُ، اَڳيان ٻاروچَنِ جو.

وائي

هوتَ سي هَلڻَ هارا، ووا! جيڏِيُون!

ڪيئن ڪَريان آئُون اِن سين؟

ڪوءِ پَلَنگَ! ٻَنِ ماڙيُون! ڪيڻَ سي تيڙَمِ ڪارا!

سُونهَنِ سُهيرُنِ جا، آلَڻَ وَتِ اوتارا،

وِينو ڏِئي ڏُکيُنِ کي، پُنهون جامُ ٻوچارا،[4]

آهيان ٻَرِتِ پُنهونءَ جي، ڪَنديَس ڪُنرَ ڪارا،[5]

ڀيرُ مَ ڇَڏِجِ پِرينءَ جو، هيءِ! هيءِ! هَٺَ آسارا![6] [7]‡

ڪيچِئُن ڪَرَهَ پَلاڻيان، مَيا تيڙَمِ مارا،[8] [9] [10]†

اَندَنِ آهِئين آسِرو، مونِجِ، مُحِبّ موچارا!

## سر سسئي آبري - داستان اٺين جو سار

اَدِرِ، نِدرِ سسئي، پُنهونءَ ڪارڻ ڀٽڙن ۽ برپٽن جا پند ڪري، بيحال ٿي پيئي آهي. هنجن هارڻ کان سواءِ ٻيو وسيلو ڪونهيس. جبلن جي غارن ۾ چيتا ۽ چور لڪل آهن ۽ ٻرن ۾ ٻلائون. آندر ۾ غمن جو درياهه پيو وهيس. جانب لاءِ نسورو جلي پيئي. اُس ۽ اُڪَن ۾ لوساڻجي ويئي آهي. اِنهيءَ حال ۾ ٻه پنهونءَ لاءِ رڙندي، ٽڪر ٽاڪيندي ۽ ريگستان کپيندي پيئي وڃي. موت جو فرشتو اَکين اَڳيان اچي بيٺو اٿس ته به هوءَ پنهونءَ جي خيال ۾ ايتري قدر ته محو آهي، جو فرشتي کي به، پرينءَ جو قاصد ٿي سمجهي. سچو عاشق فنا ٿي وڃي ته به سندس عشق فنا نه ٿو ٿئي. طالب جو ڪم آهي ته وڃڻ سان وس ڪري ۽ ڪڏهن به ورچي پرينءَ جو ڳس نه ڇڏي. "ڏورڻ منجهان ڏس، ٻوندءِ هوت پنهونءَ جو."

---

١- لڙ، ليڙوٽا ٢- اُٺن ٣- ڀيڇري، راهه ٤- نوازشون، ڀلايون ٥- ڏوٻين جا ڪُن ٦- ديهي، سرير ٧- غافل، وسوڙا ٨ ۽ ٩- ڪرها، اُٺ ١٠- ماريندڙ، ماٺ ڪندڙ.

*هوءَ (سسئي)، سردار (پنهونءَ) جي ڀيڇري لڳي، جنهنڪري جهان ۾ سندس جس پيو ڳائجي.

§ڳولڻ يا جستجو مان ئي توکي پنهونءَ (محبوب) جو پتو پوندو.

‡اي منهنجا غافل سرير! تون پرينءَ جي پيرن جو نشان نه وڃائج.

†ڪيچي اُٺ پلاڻي ويا؛ ڪرها منهنجا ماريندڙ يا قاتل ٿيا.

## داستان ناؤن

۱

وڃُ مَ وساري، ٻيا ڪرِ مَ ٻَنڌَ جي،
نِرمَلُ نِهاري[۱]، هَلَندِنِ ٿان هَمتَ ڪيو.

۲*

اَوَجهڙِ[۲] اَسوُنهَن[۳]، ڏِيهُ گهٽوٽي ڏورِيو،
سَگَرِ[۴] رِءِ سوُنهَنِ، ڀِٽي ڪانهِ ٻَنڌُ ڪري.

۳

واءِ! وڃاءِ مَ سو، ٻُنيءِ جنهن ٻَنڌُ ڪريان،
چِتا[۵]! ڇَهَرِ پِرينءِ جو، ڀيرُ[۶] پُرَنيان تو،
ٻَرِ ٻوراٽو[۷] جو سو، لَڳي، مَتان لَٽئين!

۴

واءِ وِڃايُمِ ڪالَ، ٻُنيءِ جنهن ٻَنڌُ ڪريان،
وچِڻُ[۹] موُن وانٺي ٿيو[۸]، هوڪِنِ ڪارڻِ حالَ،
جَبَلُ ڏورِيان[۱۰] جالَ، ڪارڻِ ڀيرَ ڀُنهونءِ جي.

۵

کُهِجِ[۱۱] مَ، اِجها ڪيهَ، گَردَ[۱۲] پَسُ[۱۳] گُنگَنِ[۱۴] جي،
ڏُکي! مَنجهان ڏيهَ، نِڪرُ ناهِ ڪُلهي ڪري.

۶

ڏُورِ مَ توُن ڏورِيجِ، صَبُرُ ڪرِ مَ سَسُئي!
ٻَرَڻُ ڇَڏِ ڀيرَنِ سين، وِهَڻُ وِساريجِ،
سُکَنِ جا، سَيّدُ چئي، لاڳاپا لاهيجِ،
هِنئين ساڻُ هَليجِ، تَه ٻَنڌُ پاسي پِرِ نِبري[۱۵].

۷

وينئيس، وِڪَ نَه اُڀِري، توُن، آرِياڻي! آءُ،
ڇُڪيءِ ٿو سين چاءُ[۱۷]، پاسي پِرِ ڀِئي[۱۶] رِڙهي.

۸

کُهي[۱۸] جا کَنياٿين، وِڪَ تَنهِين وِڃهي ڪئي،
ڇِڪيءِ ڇِنائِين[۱۹]، ٻَنڌُ مِڙوئي ٻَبَ[۲۰] جو.§

۹

سَؤ ڪوهَ ڪري سَيَڪا، توُن، کُهي! ڪَٽِجِ وِکَ،
ڪاٽِجِ مَنجهان لِڪَ، تَه ٻَنڌُ پاسي پِرِ نِبري.

۱۰

ويو جاڳائي جَتُ، ويري ڪنهن وِلاتَ جو،

---

۱- پوري نظر ڌاري ۲- ويراني ۾، سڃ ۾ ۳- رهبر کان سواءِ طالبن ۴- ڀيڙيءَ تي ۵- اي واءِ ۶- سونپيان، حوالي ڪريان ۷- رهبر، سونهون، اڳوان ۸- قسمت، ڀاڳ، ۹- هينئڙو، هڪدم ۱۰- گهٽو، ڳچ ۱۱- ٿڪج، بيزار ٿج، ورچج ۱۲- خاڪ، ڌوڙ، دز ۱۳- ڌوڙ، لت ۱۴- اُٺن ۱۵- طيءِ ٿئي، پورو يا ختم ٿئي ۱۶- ٿڪل ۱۷- چاهه، محبت ۱۸- ٿڪجي ۱۹- هڪ ئي سٽ سان ۲۰- ٻب جبل (هالار جبل جو ڏاکڻو ڀاڱو).

*ري مرشد، طالبن گهٽوٽي ملڪ ڀوندڙيو ۾ سواءِ رهبر جي، اُنهن مان ڪوبه منزل مقصود تي نه رسيو. (حقيقي جستجو ۾ گروءَ يا مرشد جي درڪار آهي، ڇو ته هن سفر ۾ اُنيڪ خوف، خطرا ۽ گمراهيون آهن.)

§هڪ ئي سٽ سان، ٻب جو مفاصلو طيءِ ڪيائين. (محبت وارن لاءِ هر مشڪلات آسان ٿيو پوي.)

سَندو سوُرَنِ خَطُ، ڏِنُمِ هوتَ هَٿَنِ سين.

١١

ڍُولا[١] موُن ڏينهَن ٿيا، پِيُمِ[٢] جامَ! جيوُنِ،
کَندي پَندُ پَهاڙَ ڏي، ٿِيَڙُمِ[٣] روُحَ رَيوُنِ،
لُڇيو[٤] ٿيان، لَطيفُ چئي، کارڻ دوستَ ڏيوُنِ،
پاٽيان لَکَ[٥] ليوُنِ، جي سوُرَ پِرِيان جا ساڻُ موُنِ.

١٢

هيکَليائي[٦] هاڻِ، پوُرِيندِيَس پُنهونءَ ڏي،
کَنديس کوهيارَلَ[٧] سين، رُڇي روُحَ رِهاڻِ،
رُلي ڇُلي ڇِپَرن، کَنهن پَرِ لاهيان کاڻِ،
آهيان گهڻو اَڄاڻِ، پَرَ سوُرَ پِرِيان جا ساڻُ موُنِ.

١٣

هيکَليائي هيلَ، پوُرِيندِيَس پُنهونءَ ڏي،
آڏا ڏُونگَرَ لَکيوُن[٨]، سوُرِ يوُن[٩] سُڃَنِ سيلَ،
تَرِکَرَ[١٠] بيلي آهِنِ بيلَ، جي سوُرَ پِرِيان جا ساڻُ موُنِ.

١٤

دوستُ ڏِنائين دِلِ سين، وِرچي ٿان نَه وِهي،
لائي لَکَ، لَطيفُ چئي، پَهڻَن مَنجهه پهي،
سَندي نينهَن[١١] نِهي[١٢]، کِي سَرِفرازُ[١٣] سَسُئي.*

وائي

وَڃي وَڃي نيندِيَس وائي، پَسَڻَ کارڻ پِرينءَ جي،
آڏا ڏُونگَرَ لَکيوُن، سوُنهَن[١٤]، مُحب مِڄِجي!
پِرِينِ، پَنوهارَ[١٥]! تو چوان؟ پيرَ آهيان پٿي[١٦] جي،
ٿُمُ[١٧] گهورِجي نينهَن جو، آهيان آئوُن اُروجي[١٨]،
جا نَه هَلندي هوتَ ڏي، پِيُ تَنهِين جو پاڃي[١٩].

## سر سسئي آبري - داستان نائين جو سار

روحاني پنڌ ۾ رهبر جي درڪار آهي. مرشد بنا هن راه ۾ هلڻ نسوري گمراهي آهي. "سڳر ءَ سوُنهن، ڀَتي کاڻ پنڌ ڪري." سسئيءَ پنهونءَ جي پيرن جي نشانن کي ئي "پر جو پورائو" بنايو آهي. هوءَ پنڌ ڪري ٿڪجي پيئي آهي، پر پنهونءَ جي محبت ۾ لڪ مان، جهنگلن ۽ جبلن وچان ڪاهيندي پيئي وڃي. سندس حسن زبون ٿي ويو آهي.

هوءَ هيڪليائي پنهونءَ جي ڳولا ۾ ڪهندي ٿي وڃي. سوُرن کان سواءِ سندس ڪو سائي ناهي. نيٺ، پنهنجو دوست (پنهون) دل ۾ لهي، عاشقن جي صف ۾ سرفراز ٿي ويٺي. هن پنڌ ۾ جو پوي، سو سکن کي ترڪ ڪري. هي سفر، هنئين سان ڪرڻو آهي، نه پيرن سان.

"سکن جا، سيد چئي، لاڳاپا لاهيج،
هنئين ساڻ هليج، ته پنڌ پاسي پر نبري."

١- ڏکيا ٢- جوُن، ليکوُن ٣- پرزا پرزا ٤- دهيون، ذرا ذرا ٥- واحد لٽي (وڻ جو قسم) ٦- هلنديس ٧- خوش ٿي ٨- جبلن جون اَناهيون چوٽيون يا ڇهنبون ٩- اَناهان پهاڙ ١٠- بيلهه، همراه ١١- خزانو، دولت ١٢- ڪٺي ١٣- نوازيل، مان واري، بلند ١٤- مزاج وارا، هٺيلا ١٥- پڪار (ايل پنهوار، جنهن سسئيءَ ۾ خراب نيت رکي هئي) ١٦- زال، استري ١٧- ماڪ، آلاڻ، ريج ١٨- اُريجي (ريج کان سواءِ) خشڪ، اوت ١٩- ڪميڻو، نيچ، خسيس.

*عشق جي خزاني يا برڪت، سسئيءَ کي اعليٰ مرتبي تي رسايو.

## داستان ڏهون

١

آءُ اوراهوُن سُپرِين! وَڃُ مَ اَڳاهوُن،[١][٢]*

تَڪي ڪَٽي تَنَ ۾ باڪاريو بانهوُن،*

دَرِدَ جوُن دانهوُن، موُن مارِيندِيوُن، موتُ ٿوُن.

٢

آءُ اوراهوُن، سُپرِين! وَڃُ مَ پِيَّ![٣] پَري،

موُن ڏِنِي، موُن وِسَهِي، وِرچِي تان نہ وَري،

ڏاران مُنهَن مَري، ڏُکيءَ جي ڏيکارِئين!

٣

آءُ اوراهوُن، سُپرِين! پَري وَڃَ مَ پِيَّ!

موتُ، مَرَندِيَسِ ڇِپَرِين، ٿوُن جِيارو جِيَّ،

هوتَ! مَ چَڏِجِ هِيَّ، پُنهون! پيادي پَندَ ۾.

٤

آءُ اوراهوُن، سُپرين! ڏُکيءَ ڏيجِ مَ ڏاڳُهَ[٤]،

وَتِ چَڏي موُن واڳُهَ[٥]، آري! وِئين عِشقَ جو.§

٥

آءُ اوراهوُن، سُپرِين! ڏُکيءَ ڏاڳُهه مَ ڏيجِ،

پيهي گهَرِ پُڇيجِ، لَ، هوتَ! هَلاڪَتَ[٦] نہ ٿِئي.

٦‡

مَٿِڙِ، وَرَ! وِسارِئين، آري! لَڳِ اَللهَ،

لوڪي سارِيو ساهُ، اُڪَنڊِيو آهوُن ڪَري.

٧

مَٿِڙِ، وَرَ! وِسارِئين، صَبرُ نہ سارِيان،

لوڪي نِهارِيان، آءُ، منهنجا سُپرِين!

٨†

هَتان هَڏِ نہ چَڏِيان، صَبرُ شُڪرانو،

ذَوقَ زَمانو، موُن، وَرَ! وِيو وِسِري.

٩

صَبرَ ۽ شُڪَر ڪي، ڪاڏي آڻوُن ڪَندي،

---

١- اوري ٢- اَڳيان ٣- پريتم، پرين، محب ٤- داغ، ڏنب، ساڙو، سوز ٥- ڇيتو (عشق جو)
٦- پريشاني، بي قراري، نابودي، موت.

*اي محبوب! تون اوريان اَچ ۽ اڳيان نڪري نہ وڃ. هيءَ (سسئي) پرن ۾ پند ڪري ٿڪي آهي ۽ رڙيو بانهون مٿي پيئي ڪڍي.

§اي آري جام! تون مون وٽ عشق روپي ڇيتو ڇڏي ويو آهين.

‡اي ڪانڌ! اي آري جام! تون خدا جي واسطي مونکي مٿان وسارين. منهنجو ساهه (جان) لوڪي ياد ڪيو، ۽ تو لاءِ سڪيو، آهون ۽ دانهون پيو ڪري.

†صبر ۽ شڪراني کي هرگز هتان نہ ڇڏيندس. اي ڀتار! مون کان شوق ۽ شغل وارو زمانو ئي وسري ويو آهي.

آهيان جنهن سَنديءَ، سو نہ گُهرجي ساڻُ مُون.

١٠

صَبُرَ ۽ شُڪُرَ ڪيِ، وَنِئِي آئُون وينئِي،
ڏُکيءَ[1] سيِن ڏينئِي، ڪا ڪِجِ اَچِي ڪَڏهِين.

١١

صَبُرَ ۽ شُڪُرَ ڪيِ، هَٿَ ڪِيو مُون هاڻِ،
پِرِيَمِ! اَچِي پاڻِ، پَنِيءَ[2] کي پُڇِجِ تُون.

١٢*

ناهہ جَمعيَتَ[3] جانِ کي، هوتَ پُڄاڻا هاڻِ،
اَللهَ! سيڻئِي آڻِ، جن ساءُ چکايُمِ سِکَ جو.

١٣

ناهہ جَمعيَتَ جانِ کي، هوتَ پُڄاڻا هتِ،
پنهونءَ جي پِرتِ، ساءُ چکايُمِ سِکَ جو.

١٤

ناهہ جَمعيَتَ جانِ کي، پُنهونءَ پُڄاڻا،
سي مُون سيباڻا[4]، جن ساءُ چکايُمِ سِکَ جو.

### وائي

پَلَکَ نہ رَهي دِلِ تو ري، وَرُ مِيان هَانَ ٻَاوچا!
اَنَ چارينديَس اُنِ جا، مَتان اُڪَرَ[5] اوڙي،
ڏيندِيَس ماہُ[6] مَرُنِ کي، مَتان کُلَهَنِ ڪوري،[7]§
ڪانگَ ڪيچَمِ ڪيچَ جا، ماسُ[8] چنجُنِ سان چوري،§
ڏُکَ لاهيندِيَس ڏيلَ جا، ساڻُ عَجيبَنِ اوري،
آرياڻي، عَبدُاللطيفُ چئي، سارَ[9] لَهَندَمِ سوري.

## سر سسئيءَ آبري - داستان ڏهين جو سار

سسئي، پنهونءَ کي سڏن مٿي سڏ پيئي ڪري: "اي سجڻ! تُون اورانهون اچ؛ مون کان پري نہ ڪري وڃ. تون منهنجو جيءَ جيارو آهين. جي مونکي مون وٽ نہ آئين تہ هت ڇپرن ۾ فدا ٿي وينديس. منهنجو ساهہ توکي ساري ٿو. صبر ۽ شڪرانيءَ کي مان ڪيڏانهن ڪريان! تون ئي مون کي ساڻ گهرجين. تون ئي اچي مون قنيل کي پڇ ۽ منهنجي جان کي ڪا جمعيت ڏي." واحد در، سسئي اِهائي وينتي پيئي ڪري تہ:
"اَللهَ! سيڻئي آڻ، جن ساءُ چکايم سڪ جو."

هوءَ پنهنجو ماس، ڪلهن تان ڪوري، مرن کي ڏيڻ لاءِ تيار آهي؛ من ۾ اِهائي آس رکندي پيئي وڃي تہ شل ڪيچ جا ڪانوَ منهنجو ماس چنجي کائين:
"ڪانگ ڪيچم ڪيچ جا، ماس چنجن سان چوري."

---

١- گڏجاڻي، مڪاميلو ٢- قنئي، قنيل، زخميل ٣- آرام، قرار، شانتي ٤- دل کي وڻيا، پسند پيا ٥- گهماني، لڪڙا هلائي ٦- ماس ٧- ڪپي ٨- چهنبن ٩- ساري، ياد ڪري.

*محبوب (هوت) جي وڇڙ کان پوءِ، منهنجي جان کي ڪو قرار ناهي. اي ڌڻي! تون انهنکي موٽائي آڻ، جن مونکي سڪ (محبت) جو ذائقو چکايو آهي.

§مان ڪلهن تان ماس ڪپي، مرن جي حوالي ڪنديس. شال ڪيچ جا ڪانوَ، منهنجو ماس، پنهنجي چهنبن سان چني کائين.

## داستان يارهون

۱

ڪَنُ[1] تِيُ، ڪيڇِين ڪُڇيو، ڪُڇُ مَ، تا ڪُڇَنِ،
اِشارئُون[2] اِنِ جون، سڪوتان[3] سَڄَنِ،
وَٽان ويهي لَنِ، سُڻُ نه سوزُ پرائيين.

۲

سُڻُ نه سوزُ پرائيين، "آءٌ" چيائون اَڄُ،
ٻولي ٻي نه سِڪيا، "پاٽا"[4] چوندءِ "پَڄُ"،
واڄي وَٽِ[5] مَ وَڄُ، ٻُڌُ نه ٻيائي لهي.

۳

ٻُڌُ نه ٻيائي لهي، "آئون"[6] اُتِ نه آهِ،
ڪُڇڻ ڪَنڊي[7] لاهِ، ڪَنُ تِيُ، ڪيڇِين ڪُڇيو.

۴

ڪَنُ تِيُ، ڪيڇِين ڪُڇيو، ڪُڇُ مَ، ڪُڇيائون،
رهي نه رَتيءَ جيتري، اُنين وَٽِ "آئون"،
وَڍي وِڌائون، هوءُ جو وَڻُ "هُئڻ"[8] جو.

۵

ڪَڏهِن پَڄي ڪَنُ تِي، ڪَڏهِن تيڄي واتُ،
ڪَڏهِن تيڄي ڪاتُ، ڪَڏهِن تيڄي ٻَڪرو.

۶

ڪَٽارو[9] ۽ ڪُسُ، اَگِڻ آريءَ جامَ جي،
ديتِ[10] آهي دوسُ[11]، مارڳ ۾ مينِ جي.

۷

ڪامُون[12] مُڇياهُ[13]، گهٽيُون گهُرجَنِ آن[14]، اونيا!
هي وَڻَ نه لَهندائُ، هوءُ وَڻَ اوڏانهين گهٽا.

۸

اَڪيئُون لَتَ اوراڻيئُون[15]، ڪنهن پَرِ ڪَڙيان[16] پيرُ؟
لَتَ لاهيندو ڪيرُ؟ مُون جيهيءَ مَعذورِ ڪي.

۹

اَڪيئُون آريءَ جامَ جون، اَنديءَ سين آهينِ،
هوءُ جي وَڻَ وِندُرَ جا، سي مُون سُونهائينِ،
ڏِسيو ڏيکارينِ، پيشاني پُنهونءَ جي.

۱۰

اَڪيئُون آريءَ جامَ جون، آهينِ اَنديءَ ساڻُ،
پَسي ڪَنديُون پاڻُ، پيشاني پُنهونءَ جي.

*۱۱

سَڏَ مَ ڪَرِ سَڏنِ ري، هاڻَ رِءَ مَ هَلُ،
جَلَڻ رِءَ مَ جَلُ، رُئڻ رِءَ مَتان رُئين.

وائي

دَرِدَ مُٺيءَ جي جا دارُون، وو! موتُ، سَباجها سُپرينِ!
مُون لَڳيُون، مُون وِسهو، مُحبت جون مارُون،
مائٽيئان[17] مُون سين گهڻا، ڪُسڻ ڪيا ڪارُون،
سُکَنِ مُون سين ڪين ڪيو، سُورَنِ لَڏائِم سارُون،
مُنهنجيُون شَهرَ ڀنڀور ۾، پلپل پوَنِ پڪارُون،
اَڏيُون[18]! عَبدُاللّطيفُ چئي، لَڳيمِ لَنَ اَندَرِ تارُون.

---

۱- سارو وجود يا جسم ڪن ڪري ۲- روحاني اشارا ۳- ماٺ مان (سڪوت=ماٺ) ۴- پاڻ يا خوديءَ کان ۵- وانگر، مثل ۶- خودي، مان مان جي وائي، آپو ۷- ڳٽ، طوق، هار ۸- خوديءَ يا آپي جو ۹- ڪٽار، خنجر ۱۰- خون بها ۱۱- دوست، محبوب ۱۲- چڙهيون، لڪڙيون ۱۳- وڻ جو ۱۴- اوهانکي ۱۵- ڏکيون ۱۶- پيرو لهان ۱۷- جنيون ۱۸- ميڻون، جڙون.
*سڄڻ سڏن کان سواءِ، ڪو سڏ نه ڪر ۽ سچي پند کان سواءِ، ڪو پند نه ڪر. سچي جلڻ کان سواءِ نه جل، سچي روئڻ کان سواءِ نه روءُ. (سچي عشق ۾ جل ۽ سچو روءُ.)

## سر سسئي آبري - داستان يارهين جو سار

ڪيڏي (ڪامل) سڪون ۽ سُور جا صاحب آهن. سندن روحاني اشارا سندن ماٺ مان ئي پروڙي ٿا سگهجن. سندن حضوريءَ ۾ چپ چورڻ، بي اَدبي آهي. هنن جي دربار ۾ "آءٌ" ۽ "اَسين" جي وائي ئي ڪانهي. هنن پنهنجي ساري خودي فنا ڪري ڇڏي آهي. هنن وٽ، سواءِ ڪناري ۽ ڪوس جي، ٻي ڪا به ڪار نه ٿي هلي. جيڪي عشق جي مارڳ ۾ مرن ٿا، تن کي محبوب جو وصال ٿو ملي. محبوب جي ديدار ماڻڻ جو هڪ ئي طريقو آهي؛ مجازي اکيون ٻُوٽڻ. سچن سانُن ۽ پنڌن ڏاران، ٻيا مڙيئي سڏ ۽ پنڌ فضول آهن ۽ سچي سوز کان سواءِ ٻيو سڀ جلڻ اَجايو آهي.

"سڏ م ڪر سڏن ري، هلڻ رءِ م هل،
جلڻ رءِ م جل، رُئڻ رءِ مَتان رُئين."

روئڻ جي لاءِ سچو روئڻ، ٻيو سڀ رودن بيسود آهي.

•

## ابيات متفرقه

١

اُٿيو ۽ اُٿياڪُ[1][2]، ڪالهوڪو ڪاڏي ڳيو؟
وِيو جاڳائي، جيڏيُون! ٻرهُ[3] ٻيو ٻيباڪُ،
ڇُرُ ڦُرُ ڪاري چاڪُ[4][5]، سُوُرُ سُمهاري ڪِينَ ڪي!*

٢

سَنديُون سُوُرَ ڪرِين، هَڏَ پڻ ڏُکِن هوتَ لءِ،
پرِيُن جي پاڻ ڏنا، سي سُتي سُکُ نه ڏِين،
جي ماڙهن کي مارِين، تن سُوَرَنِ کي سَڏَ ڪريان!

٣

صَدا[6] وِڏِيمِ سُوُر جي، اکيان ڪرهياري،
جو نِجَسَ نِڪاري، سو ٻُهون[7] وِڏِمِ پاندَ ۾.

٤

جان ساماڻيَن، سَسُئي! تان وِسُ وِڙَنِ[8] جو ڪَرِ،
لاهي لَڄَ، لَطيفُ چئي، تِيءُ بيگاڙياڻي[9] ٻَرِ،
نه ويندي پُرِني[10] وَرِ، اکيان هوتُ حضُورَ ۾.

٥

سَسُئيءَ کي سَڏُ ٿيو، اَسان اولاڻو[11]،
پَنڌَ نه پُڇاڻو، اَڻ ڪوتي ڪانَ ڪري.§

٦

پَسو! پَرائَن[12]، سُوَرَن آڏي سَسُئي،‡
پَرايا پَنهنجن، وڃهن ويچاريءَ ٿي.

٧

مُنَدَ نه مَنجهان تن، پَسي لَڪَ لُڏَنِ جي،

---

١ ۽ ٢- اُٿيل ۽ اُٿندڙ يعني عشق ٣- بي خوف، بي پرواهه ٤- آنڊ مانڊ، لوڇ ٥- زخم، وڍ ٦- پڪار، فرياد ٧- صاف يا اوجل ڪري ٨- ڪميڻن، نرلڄن ٩- دربدر، ڀٽڪندڙ ١٠- حاصل ٿيئي، پڙ پيئي ١١- اوراڻو، اولي ١٢- ڌارين، پراون.

*وڇوڙي جي وڍ، لوڇ ۽ بي آرامي لائي آهي؛ درد مونکي سمهڻ نه ٿو ڏئي.

§هي پنڌ، جو پيرن جو ناهي، سو جيڪر ڪا به اَڻ ڪوتايل (اَڻ ڪوتي) نه ڪري.

‡ڏسو ته سسئي ڪئن نه پراون (ڪيچين) جي سورن سامهون ٿي آهي.

جا پر[1] ڪاهوڙين، سا پر سڪي سسئي.*

مُند! م منهن[3] ويهه[2]، اِيي اوسر[8] اس ۾.§

تو سيئي سيڪ ڪيا، ڏور ڄڏين جو ڏيهه،

پاڙي پاڙي پيهه، وٽ پُڇندي پرينءَ کي.‡

[4]بيابي ناهه پنهور[9] ۾، تنهن سسئيءَ جو سهي،

ڏمر ڏيرن من ۾، ڪندا اِئن ڪهي،

لنگهائي[5]، لطيف چئي، ڪٽبج، جام! کهي،

هي معذور هڏ مٿي؛ تون، ڪامل! وڃ مَ ڪيڏهين.

اولاڪن[6] اچي، معذور[10] تي مارو ڪيو،

متان، ورا! وسارئين[7]، منجهان ڪُر[8] ڪچي!

لاهي لاڳاپا لنگهه، تون، سيڻن ڏانهن، سچي!

منجهان راهه رچي، نيندين لعل، لطيف چئي.

وائي ١

ڳالهيون هوت پروچي ساڻ،

وو! منهنجي جيءَ جون، جيڏيون!

چلي پنهيس چيرن، سڳ، تنهنجي ساڻ،

چڙهي ڏاڍين ڏونگرين، پرا ڪنديس پاڻ،

رلي چلي چيرن، جام! وڃايم جاڻ.†

هٿان[9] هڏ نه ڇڏيان، سندو نينهن نڌاڻ،

نصيب ڪر نسئيءَ[10] کي، پنهونءَ اٺ وٺاڻ.

وائي ٢

مون کي تان جهل م پاپو،

وو! جيڏيون! آئون هلندي هوت ڏي.

هي جو پار پنهور جو، اونيءَ تان سڀ لاهيو،

آهي عاجزن تي، پسڻ[11] سندو ساعيو،×

ڪين وهنديس ڪنڊ[12] ۾، نه مون ايءُ نه مايو،

وهاري وطن[13] ۾، شهديءَ کي م سڪايو،

ڪنل ڪجائن ۾، چاڙهي هيءَ هلايو،

١- جهانگي ماڻهو، جنجو ڪم آهي ڏونگرن ۾ ڏٽ ڏورڻ ٢- چانو، پڪ ٣- اڳتي هل، اڳتي ڪاهه ۴- واقف، سڃاڻو ٥- لڪي وڪ ٦- ڳٽنين، محبت جي مڇن ٧- دل منجهان ٨- ڪُل ڪچي، گهٽ خاندان جي ٩- خزانو، پدارٿ ١٠- اڻ سٽي، گمنام ١١- سعيو ١٢- ماءُ ١٣- فنا ٿيل، نماڻي، بيحال، ڪميڻي.

*جا ريت جهانگين جي آهي، سا سسئيءَ پرائي.

§اي ناري! تون تڏي چانو ۾ نه ويهه، پر اُس ۾ اڳتي هلندي هل. (آرام کي ترڪ ڪر، ڪشالا ڪيد.)

‡هرهنڌ محبوب جي جستجو ڪندي رهه.

†اي جام! جبلن ۾ ڀٽڪي، مون پنهنجي خوديءَ کي نابود ڪيو.

×عاجز عاشقياڻين تي فرض آهي، پرينءَ جي پسڻ جو سعيو ڪرڻ.

مُنهنجو پَنڌُ پُنهونءَ ڏي، رهبي ٿان مَ رَهايو،

اَديُون! عَبدُاللطيفُ چئي، مؤلا مُحِبُّ مِلايو.

وائي ٣

ڪَرَها مَ ڪاهِيو، مِيان! ڪيچي!

آئُون آرِياڻي عَرضُ چوندي.

ڪَري، هوتَ! هَلَڻَ جي، اُوٺيءَ کي مَ لَڏايو،

وَسِيلو وِلَهيءَ جو، آڳانڊ[1] و اَئِين[2] آهِيو،

پاسي مِ پرِيَتَ جي، جهيڪي[3] اَتَ جُهڪايو،

وِلَهيءَ جي وِهاڻ مِ، واجَتَ سَڀِ وَڄايو،

اَگهاڙِيُون آلَڻَ[4] مِ، پَنهنجُون پاڻَ پَراهِيو،

سائِينءَ ڪارَڻِ، سُپرِين! سُورَنَ کي مَ سِڪايو،

ساڪَنَ[5] ٿي شَهرَ جا، مَعذُورِ کي مَرڪايو،*

پُنهون جامَ! پرَتِ سين، ويهي سُوَرَ وِراهِيو،

لاهي بارُ[6] ڀنڀورَ مِ، ويندو گهوٽُ وَناهِيو،§

پُنهونءَ جاڃيتَنِ کي، رَڌي کِيڻَ[7] ڪارايو،‡

پَرڻائي[8]، پُنهونءَ کي، نيڪيٺي نِڪِرايو[9]،

ٻيلي ٿي ٻانڀڻِ سين، ڏکيءَ[10] ڏيجَ[11] ڏيکاريو،

اَديُون! عَبدُاللطيفُ چئي، سَڄَڻَ کي ساراهِيو.

وائي ٤

اَدا! ڙي! ڏوٽي[12]! آئُون ٻچان تو ٽي:

ڪيچِ رَسنديَس ڪڏهن؟ ڏَس مُون ڏي.

نَ سَمي، نَ سُومِري؛ نَ آئُون جَتِ، اوٺي،

آئُون اُنِين مان آهِيان، جي ٻانڀڻَ ٻَڙهنِ ٻوٽي،

پَرتِ ٽيڪيندِيَس[13]، پرِين ڀُڇنديَس، ٻڃاڙِيندِيَس[14] ٻوٽي،†

سَنجهي وِڳڙُو[15] سُورِين، ساڄَنُ ٻچان سوٽي،

ساجُهرِ سانگَ ڀلاڻيو، تو ڀلاڻيو[16] ٻوءِ ٽي،

هِتان ٽي هوتُ وِيو، جَتُ ٻچِين جو ٽي،

١- پروسو، ٽيڪ، پرجهلو. ٢- اوهين ٣- جهڪائي، وهاري ٤- ٻهرايو، ٻڪايو ٥- رهاڪو، رهندڙ ٦- ونـه (شاديءَ جي منڊپ يا شاميانو) ۾ وهاريو، وهاڻ لاءِ سنيرايو ٧- کاڄ، خوراڪون ٨ ۽ ٩- نڪاح يا وهاڻ ڪان پوءِ ڪنوار جي گهر مان ٻاهر آڻيو ١٠- ڏکيل، هار سينگار ڪيل ١١- ڏاج ١٢- جهانگي، جهنگ جا رهاڪو (ڏٺ ٽي گذران ڪندڙ) ١٣- سٽيندِيس (ڏوبين وانگر) ١٤- ڪوڙو ١٥- قافلي ١٦- لاڏاڻو ڪيو.

*هن شهر (ڀنڀور) جا رهاڪو ٽي، نماڻيءَ کي سرخرو ڪريو.

§ڀنڀور ۾ سامان سرو لاهي، ويندڙ يا لڏيندڙ گهوٽ (پنهونءَ) کي وهاڻ لاءِ سنيرايو.

‡پنهونءَ جي جاڃين کي، طعام رڌي ڪارايو.

†مان پنهنجو محبوب لهي، سندس ڏوٻڻ ٽيڪيندِيس ۽ سندس ڪوڙا ڌوئيندِيس.

هلج هوت پنهون ڏي، منجهان نينهن نڪو ٿي،
آرڙ وجهي آڳ ۾، منجهان جوڙن جوءِ ٿي،
سنجهي سات سڌاريو، پنهون پيهان پوءِ ٿي،
رويو رئان روچن ۾، هيءِ! آئون هت ڪه ٿي؟

وائي ٥

ڪهڙو سڱ، سياڪو؟ هاريءِ مون هوتن سين.
آئون هيڪلي حب ۾، نه مون مٽ نه ڪاڪو،
منڌ پيادي، پنڌ ڪهڻو، نه مون اٺ، نه ناقو،
چڙهي نه سگهان چوٽين، ڏونگر ڪونهي ڏاڪو،
پرين پڇنديس پب ۾، وڻ وڻ وجهنديس واڪو،
هوءِ جا پڪ پنهونءَ جي، چنيان تنهن چڻاڪو،
پسڻ ڌاران پرينءَ جي، فقير پوءِ م فاقو،
وچ م پوءِ وصال ۾، لک م پوءِ لياڪو،
آرڙ وجهي آڳ ۾، پڇنديس پوءِ پهاڪو.

وائي ٦

پانڌي پرين جو، اي! مان ڪو پسان!
پينرا! پيئي اسهو، ڏونگر ڏورڻ آسان،
مدائتي ميهن جنن، ويلو ويل ٿي وسان.

وائي ٧

آرڙ ۾ ويهي، سپ دعا ڪريجاهه جيڏيون!
ڪانهي بس بهير ۾، هل چل پئي پيئي،*
راهه مسافر سيڪو، ڪون ڏنو سون هت ڏيهي،
سارينداصلوات کي، منجهه قبر سپ پيهي،
ڪونائو ڪرير جو، ٻالهه پڇندم ڪيهي؟
نوازيندو نور سين، ناقص کي اُت نيئي،
اَللهُ هيڪ، محمدُ برحق، شال چوان مان حرف اهيئي.

وائي ٨

جيڏيون! آئون تان نه چوندي، لوا!
ڏک ڏورايو سيڻن کي، ضريح، لوا!
سڱ نه ورن سهرين، منٿ موڻ مان،§

١- نڪوري، صاف، بي داغ ٢- ڪوڇ ڪين، لڏيو ٣- ڪره، چو، چو لاءِ ٤- ناٿو، مائٽي، لاڳاپو ٥- ڏاچي ٦- سرڪي، چڪو ٧- پوي ٨- بک، لنگهڻ ٩- ويچو، ڏار، ويڇو ١٠- ڏرو ١١- نظر (عيب جي نظر) ١٢- وات، هدايت، صلاح ١٣- شل، شال ١٤- پيچ پنيءَ، پره ڦٽيءَ پرڀات جو ١٥- هروقت، هرگهڙيءَ يا ساعت ١٦- قافلي، قطار (دنيا مان هروقت لاڏاڻو جاري آهي) ١٧- نماز، درود، پيغمبر صاحب جي واکاڻ ١٨- ڪونيندڙ (ملڪ الموت يعني عزرائيل، ڪال) ١٩ عيبدار، عيبن ڀري ٢٠- ولي ٢١- حق يا سچ ٿي، سچو ٢٢- ظاهر ظهور، پڌري پٽ. بي حجاب ٢٣- منٿ سان، آزيءَ سان.

*قافلي (دنيا مان رحلت) جي رفتار کي بيهڪ ئي ناهي. هروقت لاڏاڻي جي نوبت جاري آهي.

§سڱ يا ناتي جي لحاظ کان پرين واپس ورڻ وارا نه آهن، شال آزيءَ سان يا احسان طور موٽن.

پنهوَ! پيٺي[1] حُجّ[2] جي، ڪوهياري سين ڪانَ،*
سو تُون صاحِبُ[3] آهين، جو نه پيرائِين[4] پانَ،
سَٽين سُوالي سَمَگِتا[5]، تون، داتا! ڏيئي دانَ.

وائي ۹

ڪا جا ڳالهه هُئي[6]، سا جي لوڪ سُٽي،
لوا! ٻاروچي جي مَنَ ۾.
سِرُ[7] سَگِرِ[8] ۾[9] پيچري، تُون جا لوڪ سُٽي،§
سَسُئي سَگَرَ پَٽيين، ڪيرُ چوندو مُئي؟
پَنڌ ڪريندي پرينءَ ڏي، ڪَڏهِن ڪانَ ڪُهي[10]،‡
آن ڪا ڏٺي، ڏوٿيا! ڪيرِنِ[11] پاسِ ڪُهي[12]؟

وائي ۱۰

ويجهي وِندُرَ جَنِ وَطَنِ،
اي! اوڏي آهس، چانَ[13]، پِرِيان جي پيچري.
جي تو اوڏا پايان، سي ڏُونگَرَ ڏُورِ ڏِسَنِ،
مَدي نه هُئِنِ مَنَ ۾، ته ڪيچان ڪوهُ اَچِنِ؟
مَرَڪَ منهنجي ڪي ڪيو، هيءُ پَهُ[14] ٻاروچَنِ،
سُونهَنِ سَگَرَ پَٽيين، مَنهَن مَعذُورَنِ،
وِندُرِ وائي جا وَهي، مُون ڪي سا نه سَلَنِ،
آٽي ٻڌا اوٺين، مولي ڪي مَيِنِ[15]،
لاٽائُون، لَطيفُ چئي، لَڏُون سِرِ لَکَنِ.

## سُر سسئي آبري - ابيات متفرقه جو سار

سسئيءَ جي اندر ۾ پنهونءَ جي عشق بي آرامي مچائي ڏني آهي؛ وڇوڙي جو ويڻ کيس سمهڻ ئي نه ٿو ڏئي. سندس هڏ هڏ، هوت لاءِ پيو ڪڙهي. معذور ٿي سورن اچي مارو ڪيو آهي. نه رڳو پاڻ ٿي "نه پڄاڻو" پنڌ وڌو اٿس، پر سيني ۾ ڏاڍين جو درد به سانديو اٿس. ڪوهياري اکيان، سورن جون صدائون پيئي وجهي. ڪاهوڙين واريون جفائون هموار ڪيو، ٻرن جا سفر پيئي ڪري. هوءَ لڪ ڏسي، لڏي نه ٿي. شاه صاحب به کيس هدايت ٿو ڪري ته "نهنائيءَ جو لباس پهري، پنهونءَ جي ڳولا ۾ رل ۽ ڪڏهن به آرام جي طلب نه ڪر." تحقيق، طالب کي ٻيون سڀ ڳالهيون وساري، محبوب جي ئي تات رکڻ گهرجي. "جان ساماٽينءَ، سسئي! تان ويس وڃن جو ڪر، ته ويندي پوئي ور، اکيان هوت حضور ۾."

•

"سُر سسئي آبري" - 'آبري'، 'اَبري' جو بدليل روپ آهي. 'اَبري' جي معنيٰ آهي ضعيف يا ڪمزور. هن سر ۾ سسئيءَ جي اَبرائيءَ جو ورنن آيل آهي، جنهن ڪري ئي اٿس اهو نالو ڏنو ويو آهي. سسئي پاڻ کي "اَڏر، نڌر، اَبري" ٿي سڏي ۽ پنهنجي جانب کي ضعيفيءَ سان رهائڻ ٿي چاهي: "جانب ضعيفيءَ سين، پنهون پهاڻان."

---

۱- جاءِ، وات، حد ۲- حجت، دعويٰ ۳- موٽائين، نراس ڪرين ۴- فقير، مڱڻهار ۵- نوازيا ۶- ٻڌي ۷- رڙه، چڙ ۸- پيچري ۹- هل، اڳتي وڌ ۱۰- ٿڪي ۱۱- وڻ جو قسم (واحد ڪيري) ۱۲- ٿڪل، ماندي ۱۳- چوان، پانيان ۱۴- ويچار، خيال، ارادو ۱۵- اُٺن ۱۶- مٿان.

*پيءَ! پنهونءَ سان حجت جي وات يا جاءِ ناهي.

§اي تون، جا جڳ پرسند ٿي آهين! اٿي پيچري تي رڙه ۽ راه ۾ اڳتي وڌ.

‡ساجن ڏانهن سفر ڪندي، ڪاٿي (عاشقياڻي) ڪڏهن ڪانه ٿڪي يا ورچي.

# سُر مَعْذُوري

## داستان ڇهريون

١

هَلندي هوتَ پُنهونءَ ڏي، کُهجَنِ کي ڪوُليوُن،
ڀَرَڪَ ڏيِن ڀِٽُ تَئي، جي لَءِ لالَنَ اوُنيوُن،
سَڀِ سَهيليوُن سِڪَ کي، ڇُنجهوُن ۽ ڇوُنيوُن،
ٻانيَڙِ! تي ٻوُنيوُن، تهِ ڪُتا ڪِيَنئِي ڪيچَ جا.

٢

ڪُتا ڪِيَنئِي ڪيچَ جا، سَندا جي پُنهونءَ،
اَکهين هوُندَ اَسوُنهَن! جي جانارَنِ يادِ پئين.

٣

تن پيئي جانارَن يادِ، جي پارِيَلَ پُنهونءَ جامَ جا،
سَندي لالَنَ لاڙِ، مُئان پوءِ مُدَّ ٿئي.

٤

جاڳايَس جَمبوُرَ، ڪُتي قَرِيبَنِ جي،
ڀَهِي ٻؤنڪي اٿيو، گِهڏِي مَدجهان گهوُرَ،
سَڀِ لاهيِندو سوُرَ، ڳَري هِنَ غَرِيبِ تان.

٥

نَڪِي آهيوُن ڇُهڙا، نَڪِي آهيون چورَ،
هانگاما ۽ هورَ، ڪُتا! ڪَرِئين ڪِن لي؟

٦

ڪُتو ڇئي قَرِيبَ جا، آهيوُن ساڏَ سهِي،
ڀَهرين ٻاٽ ڀَهِي، ٻِچوُن پوءِ ٻانڌِيَنِ کي.

٧

ڪُهين، تهِ آپُ ڪُکُءِ ڏَسِ مَ ڇُهڙيان،

١- تڪجن ٢- ڪوُڙيون ٣- ڀهڙ، جمل ۴- محبوب ٥- رليل، پڪيل، بيحال ٦- چوچيون، ڪم نظر ٧- تنگدل يا سست دل، بخيل ٨- سُڌيون (ماس جون) ٩- ٽوکي کائين ١٠- قبول پوين ١١- اَڻ واقف، بي رهبر ١٢- جانورن ١٣- پاليل ١۴- حاصلات ١٥- مٿي کان پوءِ ١٦- زنبور، ڏيهوءَ (سجاڳ ۽ شوخ ڪتي) ١٧- ٻؤنڪي ١٨- بدن کي لوڏي ١٩- گهر ڪري، ٻؤنڪي ٢٠- اَچوت، شڪاري (عشق کان غيرواقف) ٢١- هنگاما، هل بکيڙا ٢٢- اَلرون، ڪاهون ٢٣- محبوب ٢۴- اشراف ٢٥- واقف، سڃاڻو ٢٦- پونڪي ٢٧- پند ڪندڙن، ايندڙن ٢٨- پاڻ ٢٩- شڪارين.

سَندا آهيڙيان، آئون نہ سَهَندي هَتڙا.

٨

ڪُتو طالِبُ ٻوُنيَ جو، اُسين ڪُتي ڪيڙَ،
ڇُهڻي آهي ڇيڙُ، ڪارايِ جي ڪَنَ ۾.

٩

ڪُتو ڪُرڙي هَڏيُون، جوانُمَردُ جِگر کاءِ،
اَلدُّنيا جِيفَةٌ وَّطُلّا بها ڪِلَابُ، اِيَ هِدئين سين لاءِ.

١٠

جُہ يارُ ڏنائوُن ٻاوَ جو، پُٺيءَ پيرُ ڪَڙين،
قُربا نہ فَرمانَ ڪان، اُنهيءَ ۾ آهين،
ڏِسي نہ ڏاڙهين، شُبانَ جي سَڳُ ڪي.

١١

سَڳُبانَ سيبدارِيا، ٻَچِيا، تي ٻهن،
قُربا نہ فَرمانَ ڪان، مَلهُ نہ موٽيڙن،
ڪونهي ڏوهُ ڪُتَن، ڏاڪاريا، ڏاڙهين تا.

١٢

ڏَڪا، ڏوُنگَرَ جا مروُن، مَرُ تا مؤن لي ڪَن،
ٻُڙندا ڪين پريتڙيءَ، هن جا سَڌُرُ تا سُڄن،
سَڳائيءَ جِي، سَيُّدُ چئي، آهي سُڌ سَيَن،
هوُندَ نہ هٿ ٿَرن، ۾ قرابَتَ ڪَمُ ڪيو.

١٣

ڪَمِ قَرابَتَ جن جي، هتي آئِمِ هيڻن،
رَفاقَتَ راڪَنِ جي، ٻَهُتَمس، پاهَڙَ سيڻن،
ماڙهوُ مُلاحظو لن جو، ڪيڄ نہ ڪندا ڪيڻن؟
ذاتَ نسورِيائي نيڻن، ٻَرَ سَڌَرَ سين سَڳُ ٿيو.

١٤

سَڌَرَ سين سَڳُ ڪَري، ٻَرڪَنديِن ٻيباس،
ڪيرَ ٻرهمَڻ؟ ڪن جي؟ ڪيرُ جاٽي ڪيٽاس؟
هوُندَ نہ سندُ سُياس، هن ٻُرين ڪيس ٻَدرِيءَ.*

وائي

ڪُوُبي مَدحِ، خفتَ، اي! دوستَ! دِقتَ،
آهي عَبدُاللّطيفَ ڪي.
مَدحَ مون ڪان نہ ٿئي، سَمدي سوُرَ صِفتَ،
هجي ڪَريان هيڄَ سين، مُطالعُ مَحَبَتَ،
حُزنُ هوتَ ٻُنهونءَ جو، وَڪِيائي راحَتَ،
پريان جي ٻستانَ جو، فاقوئي فَرحَتَ.

---

١- شڪارين ٢- ڪيڙا، ڪينشان ٣- ڇيڙ ٤- مور (ڪتي لي ڪوڏ مان رکيل نالو) ٥- سچو طالب ٦- کائي ٿو ٧- دنيا ٻوني آهي ۽ اُنجا طالب ڪتا ٨- پيرو ڪٽن ٩- ڏنار ١٠- عزيز، مالڪ ١١- ڪتي جي مالڪ ١٢- سيتيون وجايون ١٣- ٻوڙڪن ١٤- ڪتن (پيار مان رکيل نالو) ١٥- ٻچ ڪيل ١٦- حملا، هلائون ١٧- غالب پوندا، سوپ پائيندا ١٨- ڏوبڙ ١٩- سڳهارا سچو ٢٠- سڳ، مائٽيءَ ٢١- مائٽيءَ، عزازت ٢٢- دوستي، شراڪت ٢٣- نگهبانن ٢٤- ٻهاڙ ٢٥- ڏاڻين ٢٦- چناءَ، جاچنا، خيال ٢٧- ڪنياڻي ٢٨- ٻرائهن ديسن ۾ ٢٩- ڪيس ٣٠- سندس نالو ٻڌي ها ٣١- ديسان ديس ٣٢- عاجزي، نماڻائي ٣٣- جفا، ڪشالو ٣٤- ساراه، ٣٥- واکاڻ، ورنن ٣٦- شوق يا شدمد سان ٣٧- آپياس ٣٨- درد، سوُر ٣٩- سيني، ڇاتيءَ، اره.

*هوندن جيڪر سند ۽ سندس نالو نہ ٻڌي ها، ٻرهن (سڌر جي سڳ) ڪيس ملڪان ملڪ مشهور ڪيو.

## سر معذوري - داستان پهرئين جو سار

پرينءَ ڏانهن پنڌ ڪندي، اهي ٽيون ورچن، جن جي سڪ سچي ناهي. محبت جي راهه ۾ رکيون ٽيڻ سان ئي عاشق پنهنجي محبوب وٽ قبول ٿو پوي. پرينءَ طرفان مصيبتون، عاشقن لاءِ آزمايشون آهن. نفس هميشه خرابيءَ ڏانهن ٿو ڌوڙي، پر هوشيار طالب کيس هرگز اڳتي نه ٿو ڏئي. هو ساڻس اها ڪار ٿو ڪري، جا ڇيڙ ڪري ڪتي سان. سچو عاشق کهڙي ۽ خسيس ڪل جو هجي، ته ۽ سندس ٽالو اوس ساري جڳ ۾ پڌرو ٿيو وڃي. سستي ۽ محبت جي برڪت سان امر ٿي وڃي. پرت جي مارگ ۾ مري، هن امر پد پاتو. ڏونگر جا مرون ۽ سستيءَ ٿي لاهيءَ ڪري اڳتي نه سگهيا. محبوب جي طرفان جيڪي ڪشالا سر تي اچي سهڻ، تن ۾ عجيب خوبي آهي: "خوبي منجهه خفت، اي! دوست! دقت."

•

## داستان ٻيو

١

ڏکيءَ ڏمر ناهه، ٻکيءَ ڪل نه اڄڙي،

اگهاڙيءَ وهاڻ، ويو ويڇاريءَ وسري.

٢

اديون! ور اگهاڙ، وهاڻ جنهن وساريو،

جيڏيون! ڇڏي جاڙ، سڀ ننگيون ٿي نڪرو.

٣

سڀ ننگيون ٿي نڪرو، لاهي ڇڏي لوڀ،

سهيريان سين سوڀ، نندون ڪندي نه ٿئي.

٤

سڀ ننگيون ٿي نڪرو، پرهڻ ڇڏي پوءِ،

مهند مڙئان هوءِ، کهي جا کين ڪٽي.*

٥

کهي جا کين ڪٽي، پرينءَ پهتي سا،

وهي ويڙهجي جا، وصل لنهن وڃائيو.

٦

وصل لنهن وڃائيو، سيڌ سرمي سيڻن،

سا اوٿي ليلان جيئن، مٺيو جنهن مٽ ڪيو.

٧

هوندڙيان هوت ٻري، اوڏو آهه اگهه هوند ڪي،

ساڄن تن سري، "لا" سين لڏين جي.§

٨

لائي خنجر "لا" جو، هيءَ! خنجر کي هڻ،

سڏن جون، سيڌ ڇني، وتون سڀ وڪڻ،

---

١- ڀلي، مبارڪ ٢- غفلت، سستي ٣- ڀهرڻ، پوشاڪون، ويس وڳا ٤- اڳري، گوءِ ڪٽيندڙ ٥- سپني کان ٦- هلي، ڪاهي ٧- ڦري، لٿي ٨- هوند کان، هستيءَ کان ٩- پراپت ٿئي، حاصل ٿئي ١٠- نيستي ١١- نفس، جو نافرمان آهي.

*جا پاڻ سان "کين" ڪٽي (دنيوي پدارٿن کي ترڪ ڪري) ٿي هلي، تنهنجو مرتبو ٻين سپني کان مٿي آهي.

§محبوب اُنهنکي ٿو ملي، جنکي نيستيءَ جو اسباب ساڻ آهي. (جي پورن سنياسي يا تارڪ آهن.)

ٻيو ٻروڙي ڪَڻُ، نه هلڪا[1] ۾ هوري وهين.

٩

هورن هاڙهو لنگهيو، ٽيءُ جريدي[2]، جوءِ!
هوند جنين سين هوءِ، هوت نه هوندو تن سين.

١٠

هورن هاڙهو لنگهيو، مٿي! موسُت[3] ڇڏ،
"لا" سين اٿي لڏ، "ڪين" رساڻي ڪيچ کي.*

١١

هورن هاڙهو لنگهيو، ڳوريون پاسي ڳوٺ،
ڪيچ لنئين کي ڪوٺ، "ڪين" جنين جي ڪڇ ۾.§

١٢

هورن هاڙهو لنگهيو، ڳوريون ٿيون ڳَمن[4]،
هاڃي لنهن هجن، ڏاران سڪ، سيد چئي.

١٣

نڪا هٿ، نه هٿ، ڪا ڳوريءَ سندي ڳالهه،
ڪين ڀِتي مال[5]، حال[6] ڀِتي هوت کي.

وائي

هَلُ هوتن ڪارڻ حالَ، شال سگهو ٿيندين ساٿ جي!
ٻيو پنهنجي پرينءَ لاءِ، ڪوڏ[7] ڪٽائين[8] ڪالَ،
چڙهندي سر چوٽين، لڪن ڪيڙس لال،
جي پاڻئين جتن جي، ويجهي ٿيان وصال،
ٻري پٻ وڙن ۾، وجهج ڪا وڙال[9]،
ڪيڏان آيو قافلو، ميڻ مٿي مال،
ايندي ٻوءِ ٻوڻن[10] جي، تون جهلج پٻ پيال[11]،
جتي جمازن کي، جبل[12] ٿين جنجال،
ٻيڇي پياڊن کي، اَڇ آرياڻي احوال،
اد پوَن! عبداللطيف چئي، سڄڻُ ملندم شال!

## سر معذوري - داستان ٻئي جو سار

روحاني پنڌ ۾ ويراڳ ۽ نيستيءَ جي درڪار آهي. جو طالب پاڻ سان ڪي ڪين تو کڻي (پاڻکي ويراڳي تو بنائي)، سوئي پرين پائي ٿو. هن سفر ۾ سنساري پدارٿ وڏو بار آهن. جيڪي انسان کي مايا ۽ ڪايا سان نينهن آهي، تنهن ڪان پرين پري آهي. نيستيءَ واري کي ويجهو آهي، هستيءَ واري کان ڏور. هوريون (بي بار) ئي هاڙهو لنگهي ٿيون سگهن ۽ ڳوريون (دنيوي بار واريون) ڳوٺ ۾ ئي رهجيو وڃن. ڪيچ ۾ اُنهنکي ڪوٺ ٿي ٿئي، جنکي ڪڇ ۾ "ڪين" آهي. هن پنڌ ۾ حال (روحاني ذوق) گهرجي، نه مال. جن وٽ دنيوي اسباب آهن، تن جي نه هٿ سوب آهي، نه هٿ.

"نڪا هٿ نه هٿ، ڪا ڳوريءَ سندي ڳالهه،
ڪين ڀِتي مال، حال ڀِتي هوت کي."

١- هلڪي، بي بار ٢- اڪيلي، ڇڙي ٣- هار سينگار، ناز نخرا ٤- ڳهن، ڏيمي ڏيمي هلن ٥- مال ملڪيت سان، دنيوي پدارٿن سان ٦- اڪير يا اُڪنڊ سان، بيخوديءَ جي حالت ۾ ٧- ڪوڏ يا سڪ مان ٨- لال ڪيائين ٩- ڳولا ڦولها، تلاش، جستجو ١٠- ننڍين اُٺن، ڳوڻن ١١- ٽرو (پٻ جبل جو) ١٢- لڪن اُٺن، مهري اُٺن.
*نيستي اختيار ڪري هل، ڇو ته نيستي ئي ڪيچ (منزل مقصود تي) پهچائي ٿي.
§ڪيچ ۾ (هوت جي حضور ۾) اُنهنکي سڏ ٿو ٿئي، جنکي اُٺ هوند جو اسباب ساڻ آهي.

## داستان ٽيون

١

هَلندي هاڙهو[1] مَٽِي، ڪَرَهَ ڪوهَ پيامِ،*

اَرڏا[2] آريءَ جامَ ري، ڳُونَدَرَ ڳُذريامِ،

لَڪيؤن، لَڪَ، لَطيفُ چئي، اورانگهڻُ آيامِ،

پُرڙُ[3] پُنهونءَ پَٽ ۾، اي سَعادَتَ[4] سَنديامِ،§

مَٿس ڪَرَ وِڌامِ، وِهان ٽان نہ وَسِ پيو.

٢

هَلندي هاڙهو مَٽِي، ڏِکَنِ مُنهنجا ڏوهَ،

هو اوچا[5] سِرِ اُنِ تي، هيءَ پَندَ پَهاڙي پوءِ،‡

ليڙَنِ ري، لَطيفُ چئي، ڪيئَن ڪَريندِيَس ڪوهَ؟

اَڳيان راتو سُڃي[6] روهَ، وِهان ٽان نہ وَسِ پيو.

٣

هَلندي هاڙهو مَٽِي، سِسي ڏيندِيَس ساهُ،

لڳَنِ ٽان، لَطيفُ چئي، ٻاري نيمِ[7] ٻاهُ،

ڪندو ٻاجهہ اَللهُ، وِهان ٽان نہ وَسِ پيو.

٤

هَلندي هاڙهو مَٽِي، ڳَسان[8] ٽان مَ ڳُسان،

لَڪَنِ ٽان، لَطيفُ چئي، رِڙهي ماٺَ رَسان،

پُنهون شالَ پَسان، وِهان ٽان نہ وَسِ پيو.

٥

ٻائي حالَ هَلي وِيا، ڪهڪي سوُرَ سَلان؟

ڪٽيو لَڄَ، لَطيفُ چئي، لَڪَنِ مَنجهہ لِڇان،

ٻانڌي ڪيرُ ٻِڇان؟ وِهان ٽان نہ وَسِ پيو.

٦

وَڏو ڪيمَ وَڻاهُ[9]! اوُنچا ڏوُنگَرَ! مَ ٽيو،

نِمو مَ نيڻاهُ[10]! نہ پيرُ نِهارِيان ٻَرِينءَ جو.†

٧

وارو! موُن وَڻاهُ! ڪا سُڌَ[11] سوُنهَپَ جي نہ ڏيو؟

اِيَ اِهائي ڳالهڙي، شَجَرَ[12]! سُٽيڄاهُ[13]،

---

١- ڏانهن ٢- ڏکيا، اَڙانگا ٣- هاڃ، پنڌ ڪري ٤- نيڪبختي، خوش قسمتي ٥- ڪِرڙو، هتي اُٺ جو غاشو ٦- جبل يا پهاڙ تي ٧- رونق، سگهہ سار ٨- ڳس يا واٽ ٽان ٩- اي وڻ، اي درخت! ١٠- اي اکيون! ١١- رهبري ١٢- اي وڻ، اي درخت! ١٣- سٺيچ.

*هاڙهي جبل ڏانهن هلندي، مونکي ڪوهن جو سفر ڪرڻو پيو آهي.

§ پنهونءَ جي پنيان وڃڻ، منهنجي نيڪبختي آهي.

‡هو (ڪيچي) اُنن تي پيل غاشن تي براجمان، هيءَ (سسئي) سندن پنيان پنڌ ۾ پاڻ پهاڙ پيندي ولي.

†اي منهنجون اکيون، آب نہ هاريو، جئن ڳوڙهن جي ڪري، اکين تي ڏنڌ نہ چڙهيمِ ۽ پنهونءَ جي پيرن جا نشان ڇٽيءَ ريت ڏسي سگهان.

چوڻيءَ چاڙيجاهُ، نه مُوڙهيءَ کو مُنهن ٿئي.

٨

وارو! مُون وَڻراهِ! ڪا سُڌِ سوُنهَپَ جي نه ڏيو؟

وِجهي وَراڪَنِ ۾، مَعذوُرِ ڪي مُنجهاءِ،

مَنجهان ٻاڻَ پيادِيُون، هادي تَي هَلاءِ،

پِريان ڪي ٻهُچاءِ، ته لَڳي لوُنو نه ٿيئين.

٩

وارو! مُون وَڻِڪارَ! ڪا سُڌِ سوُنهَپَ جي نه ڏيو؟

آهي اَسوُنهيُنِ جي، مَٿي تو مَيارَ،

وِڙهيا ويراڳِڻَ سين، لَڪَنِ جا ليارَ،

ڪَريان تَي ڪُوارَ، ڪَنڊَنِ ڪانڊيرَنِ جي.

١٠

ڪَنڊا مُون پيرَنِ ۾، لوڻي لَڪَ لَڳَنِ،

آڱرِ آڱوُٺي نه مِڙي، ڇِپُون پيرَ ڇِنَنِ،

ويندي ڏانهن پِرِيَنِ، جُٺي جاڏ نه پائيان.

*١١

جُٺيون سي پائيِنديُون، جنين پيرَ پِرِيَنِ،

لائيوُن ٻَسِ پَرِيَنِ، سَسُئي سُپيرِيُنِ کي.

## وائي

جيڏِيُون! جا جَڙَ لائي، جِيَّ جَنَنِ سين،

سا مُون، سَرليُون! سيباڻيام؛ لنهن جِڻُ جالَ ڪَيامِ،

مَهَرَ جا مَيَنِ جي، سَنجهي هَٿِ هُيامِ،§

صُبحِ سُٽي سُکَ ۾، ويسلي وِيامِ،

هَڪَلَ هوٿَ پُنهونءَ جي، سَگَرَ منجهه سُيامِ،

ڏورِيندي ۾ ڏوُنگرِين، ٿَهَرَ ٿوپَ ٿيامِ،

کوڙين پالَ ڪَرِيمَ جا، گَنجي مَنجهه گُهرِيامِ،

سُٽي سَگَرَ پَٽئين، سگهَڙِي سارَ لَڌِيامِ،

ڪيهوُن ڪوهَنِ پَٽئين، ڪوُڪوُن جَماجانِ،‡

هوتاڻي هَٿَ ڪٺي، پُنهون پيادِيانِ،

ڏُکوُن، ٻُکوُن، ڏاکڙا، ڪارَڻِ جن ڪَيامِ،

موڻي، ماءُ! پَنيورَ ۾، اَڱڻِ سي آيامِ.

١- منجهيل جو ٢- ٻلو، موڪ ٣- بيراڳڻ، سنياسڻ، جوڳڻ ٤- ليار جا وڻ ٥- شڪايت، گلا ٦- ذات، اَصل، بنه ٧- پيارا ٨- رڻيون، رسمون (ٻر جو ٻي قاعدي جمع) ٩- ميخ، سيخ ١٠- مونکي سيباڻي يا وڻي ١١- اينگهه واري، دراز (وڏي حياتي، جا ٻاڻ بيزار ڪري ڇڏي) ١٢- ٿهر، آرام ١٣- آرام، وسرام ١٤- گنجي ٽڪر ۾ يا ٻوڻي جبل تي ١٥- پٽن يا ميدانن ۾ ١٦- رڙاون، صدائون ١٧- جبلن ١٨- سندن اُٺن ١٩- پياد ين ڏانهن.

*جٺي اهي پائينديون، جنکي پنهنجا پير پيارا آهن. سسئيءَ پنهنجي پرينءَ ڪاڻ سڀ رڻيون ۽ رسمون لاهي ڇڏيون (ترڪ ڪيون).

§اُٺن جي جا مهار، سا سنجهي مهل هٿ ۾ هيم.

‡سندن اُٺن جون رڙيون ۽ رنيون، پهاڙن ۽ پٽن ۾ پيئون پون.

## سر معذوري - داستان ٽئين جو سار

هاڻي ڏانهن هلندي، سسئيءَ کي ڪوهن جو پنڌ جهاڳڻو پيو آهي. پنهونءَ جي محبت ۾ لڪ اورانگهڻ، سسئيءَ لاءِ سعادت آهي. "پرڻ پنهونءَ پٺ ۾ اِيءَ سعادت سنديام." سندس اِرادو اَٽل آهي: "يا رسي پنهونءَ کي رسنديس يا گس مٿي مري ساهه ڇڏينديس." وڻن کي به رهبريءَ لاءِ اِلتجائون پيئي ڪري: "وارو! مون وڻڪارا! ڪا سڌ سونهپ جي نه ڏيو؟" "آهي اُسونهين جي، مٿي تو مدار." "لڪن جا ليار" هن جوڳڻ سان وڙهيا آهن ۽ ڇپن جي ڇپن سندس پير ڇپي ڇڏيا آهن. اِنهيءَ هوندي به هوءَ پرينءَ ڏانهن ويندي جتي نه لي لائي، چوَ ته:

"جتيئون سي پائينديون، جنين پير پرين،
لائيون سب پرين، سسئي سيپرين کي."

سچن عاشقن لاءِ هرڪو عذاب راحت آهي.

•

## داستان چوٿون

١

مَري، جِيءُ نه ماڻئين، جانِبَ جو جَمالُ[1]،
ٿئين هوُندَ حَلالُ[2]، جي پَنڌِ[3] اِهائي پارِئين.*

٢

مَرُ نه موچاري ٿئين، اَجَلان[4] اَڳي اَڄُ،
جان ڪي هُئين جِيَري، ته مُنڌَ! پَنهوران پَڄُ،
پُنهونءَ ساڻُ پَهَچُ[5]، ته مَلَڪَ اَلمَوتُ[6] ماڻئين.

٣

مَرُ نه موچاري ٿئين، جِنَڻُ آڏو[7] جَتَ،
هاري! ڪَرِ هَمَتَ، ته ڏيئي دَمُ دوسُ لَهين.

٤

مَرُ نه موچاري ٿئين، ويهي وِڃُهه مَ وارُ،
دِلِ ۾ آڻِ مَ دورُ[8] تون، قَرَڪَ سَندو قيرُ،
لوڪي لَهين نه پيرُ[9]، لوءِ راحَتَ آهه رُڙهَڻَ ۾.

٥

مَرُ نه موچاري ٿئين، ويهي جِيءُ مَ جوهه!
مُنڌَ! مَرڻان پوءِ، پهچندينءَ پُنهونءَ کي.

§٦

اَجلان اَڳي، سَسُئي! مُنڌَ! جِيَريائي مَرُ،
تُوليان[10] لنهن مَ تُرُ، جنهن رُوحُ وِڃايو راهَه ۾.

---

١- سونهن، سندرتا، حسن ٢- قبول ٣- صلاح، نصيحت ٤- اَجل يا موت کان ٥- پرچ، سرچ، ساز ۾ هل ٦- موت جو فرشتو ٧- رنڊڪ، حجاب، آڏ ٨- خيال، ويچار، وهم ٩- نه ۾، لنهن هوندي به ١٠- توليءَ کان (عارفن يا گياني پرشن جي سنگ کان).

*جي اها صلاح مڃين ته جيڪر (پرينءَ جي حضور ۾) قبول پوين.

§اي سسئي! اي ناري! تون مرڻ کان اڳي، جيئري ئي پاڻ کي فنا ڪر. انهيءَ توليءَ يا جماعت کان ڪنارو نه ڪر، جنهن حقيقي وات ۾ پاڻ کي فنا ڪري ڇڏيو آهي. (سچن عاشقن ڏانهن اشارو.)

٧

مَرَڻان اَڳي جي مُئا، سي مَري ٿِيَنِ نه ماسُ،
هوندا سي حَياتُ، جِئَڻان اَڳي جي جِئا.*

٨

جِئَڻان اَڳي جي جِئا، جُڳَ جُڳَ سي جِئَنِ.
اوءِ موئي ڪِينَ مَرَنِ، مَرَڻان اَڳي جي مُئا.

٩

اونچو اُتاهون گهٽِو، جِئَڻَ کي جَبَلُ،§
مَرَڻَ! مون سين هَلُ، ته پٺيءَ تو پَنڌُ ڪَريان.

١٠

تو سَڱُ[1]، ساهَ! گهٽِن سين، جِئَڻا! گوشي جاءِ،‡
مَرَڻَ! مون سين آءُ، ته پٺيءَ تو پَنڌُ ڪَريان.

١١

لو سامائي، سَسُئي! مَرَڻُ[2] ڪهو مُردارُ،
ڪُهِرِ[3] سين ڪوهيارُ، لُونئي! تو لَڳايو.

١٢

پَرِ پِر[4] پَهچي پِرينءَ کي، مَري نه جاتوءِ،
"مُوتوا"[5]، مُندَا! ته سوءِ، ڪَنڌُ[6] ڪُهاڙِيان ڪانئين؟†

وائي

توڙِنِ تان نه تَرواريو[7]، مُنهنجو لالَنُ واريو،
اَللهَ ڪارڻِ، ميان! اونيا!
شَرَفُ لَهي سَسُئي، ڪُنلِ کي ڪَمُ ڪاريو[8]،
ميندِيءَ مورَ مَلِيرَ جا، چانگَنِ[9] کي سَبِ چاريو.

## سر معذوري - داستان چوٿين جو سار

اَجل يا موت کان اڳي مرڻ سان ئي عاشق ڌڻيءَ جي درگاه ۾ قبول ٿو پوي ۽ سندس لاثاني حسن جو مشاهدو ٿو ماڻي. طالب کي پنهنجي مرشد سان سچو رهڻ گهرجي. عارفن جي صحبت کان هرگز ڪنارو ڪرڻ نه گهرجيس. جيئڻ سان محبت رکندڙ لاءِ هيءَ راه بلڪل اڻانگي آهي. موت هڪ اعليٰ وٿ آهي، جنهنجي ملهه جي، جيئڻ وارن کي پروڙ ناهي. زندگيءَ ۾ سوين ناتا آهن، جي عاشق کي منزل ئي پهچڻ ۾ کان روڪين ٿا. جي مرڻ کان اڳي ٿا مرن، سي ڪڏهن به مري مات نه ٿا ٿين. اُنهن کي اَبدي حياتي ٿي ملي ۽ هو ٻنهي جهانن ۾ سرخروئي حاصل ٿا ڪن. اَجل کان اَڳي مرندڙن جو درجو وڏو آهي.
"مرڻان اَڳي جي مئا، سي مري ٿين نه ماس، هوندا سي حياتُ، جئڻان اَڳي جي جئا."

---

١- ڪنڌ ڀاسي وڃ، ڀري ٿي وڃ ٢- نڪمو، بيڪار ٣- نيچ يا بري روش ٤- ڳجهو، اندر ۾ ٥- مرو (مرڻ کان اَڳي مرو) ٦- بدءِ ٧- ورايو، موٽايو ٨- ڪارج سڌ ڪريو ٩- گونچ، مڪڙيون.
*اهي اَمر رهندا، جن اَبدي حياتيءَ کان اَڳ، (جيئڻان اَڳي) هتي ئي اِها زندگي هٿ ڪئي آهي.
§جيئڻ جي سڌ رکندڙ لاءِ ئي پهاڙ اوچو ۽ اُتاهون آهي.
‡اي ساهَ! تنهنجو لاڳاپو گهٽن سان آهي. اي جيئڻ! تون مون کان هٽي، وڃي ڪا ڪنڊ وٺ.
†اي مندا! "مرڻ کان اَڳي مرڻ" نه بدو اٿيئي؟ ڪنڌ ڇا جي لاءِ ٿي ڪانئين؟

## داستان پنجون

١

هَٿين، پيرين، مُونڙئين[١]، هَلِجِ ساڻُ هنئين[٢]،
عِشقُ آريءَ جامَ جو، نِباهي نئين،
جان جان تي جِئين، تان پاڙِجِ[٣] ڪومَ پُنهونءَ سين.*

٢

هَٿين، پيرين، مُونڙئين، ڪَهجِ[۴] يَرِ ڪپارَ[٥]،
مَٿان، چوري[٦]! ڇَڏئين[٧]، پرِيَتڙي پچارَ،
توکي سَنَدَ[٨]، سَسُئي[٩]! سندي لَنؤ[١٠] لغارَ،
جي هُونئي هوتَ[١١] هزارَ[١٢]، تہ بہ پاڙِجِ ڪومَ پُنهونءَ سين.

٣

هَٿين، پيرين، مُونڙئين، ڪَهجِ يَرِ[١٣] قُدامَ[١۴]،
وِچِ وَسيلو ناهِ ڪو، اوري آريءَ جامَ،
هنئين[١٥] لائي هامَ[١٦]، پاڙِجِ ڪومَ پُنهونءَ سين.

۴

هَٿين، پيرين، مُونڙئين، پُري[١٧] ڪَجِ پَرڪَ[١٨]،
قَدَمُ ڪيجِ ڏَکڻِ ڏي، ٻاءَ وَڏَندي وِڪَ،
جي هُونئي هوتَنِ لَکَ، تہ پاڙِجِ ڪومَ پُنهونءَ سين.

٥

هَٿين، پيرين، مُونڙئين، سِرِجِ[١٩] ساهَ پَساهَ،
هوتُ گِڏِبُءِ حُبَ[٢٠] ۾، رَهبَرُ مَٿي راهَ،
جان جان ساڻُءِ ساهَ، تان پاڙِجِ ڪومَ پُنهونءَ سين.

٦

تَدِيءَ تَڪِي نہ وِهي، لَتِيءَ ڪَري ٽاڻَ[٢١]،
وِڏائين وَٽڪارَ ۾، سَسُئيءَ ٻاڻُ سُڪاڻَ[٢٢]،
پُڇي پَهَ[٢٣] پَکِين کي، پيئي مُندَ پَرِياڻَ[٢۴]§
ڏِنَس ڏِيهَ وَٽَنِ جا، تہ اَللهَ لَڳِ اُهڃاڻَ،
ماَن پُرچي پاڻَ، اَچي آرِياڻي وَرِي.

٧

توٽي وِلاڙُون[٢٥] ڪَرِينِ، توٽي هَلِين وِکَ،
لِکِئي[٢٦] مَنجهان لِکَ[٢٧]، ذَرو ضايعَ نہ ٿئي.‡

---

١- مونن يا گوڏن سان ٢- دل، هردي ٣- مٽ يا ثاني پائيج ۴- هلج، ڪاهج ٥- ڪاپار، مٿو ٦- محبت، نينهن، ٧- پچر ٨- ليک، آڌار ٩- محبت، پرام ١٠- چاهت، ڪشش ١١- توکي هجن ١٢- محبوب، معشوق ١٣- آڌار، وسيلي ١۴- پيشاني، نراڙ، مستڪ ١٥- دل سان، چت سان ١٦- قبولداري (هام لائي = خوشيءَ سان قبولي) ١٧- اڳتي هلي ١٨- نظر، درشٽي ١٩- رڙهج، هلج ٢٠- نديءَ جو نالو ٢١- تکو پنڌ ٢٢- سکائڻ ٢٣- رستي تي، واٽ تي ٢۴- نشان ٢٥- وڏيون پرانگهون، سٽون ٢٦- قسمت، ورڌاتا ٢٧- ليک، لکيت، نوشتي.

*جيسين جيئري آهين، ليسين پنهونءَ جو ثاني يا مٽ ڪنهن کي بہ نہ سمجهج.

§هيءَ عورت (سسئي) واٽ تي پکين کان (پنهونءَ جا) ڏس پتا پيئي پڇي.

‡ورڌاتا جي آنڪ مان ٽر بہ نہ ٿو ميسارجي.

٨

لِکيو[1] جو نِراڙِ، سو اَنگُ ڪياڙيءَ نہ ٽَري،
ٻاڙِيو وينجي ٻاڙِ[2]، جيڪي لاٰنَ لِکيو لوحَ ۾.

٩*

جِتي جيتِريُون، لِکيُون لوحَ قَلَمَ ۾،
لِتي ليتِريُون، گَهڙِيُون گهارَڻَ آئيُون.

١٠

ڪَيائين ڪيجَهِينِ[3] لَءِ، جُسو جَلاوَتَ،
ڇَڏي پِيني ڇَپَرِينِ[4]، هارِي سَبِ حُجَتَ،
هُئِي نِماڻِي نِسَتَ[5]، پَنڌُ وِڌائِين پاڻَ لِي.

١١§

ڏُکيءَ ڏورَڻَ پاڻَ لِي، وِيچارِيءَ وِڌو،
ڏِيلُ جنهنجو ڏُکَ سَين، سَيوئِي[6] سِڌو،
هُٿڙَسِ اَگَ، لِڌو، ٻوءِ تِي[7] ڪَري پَندڙا.

١٢

پَنڌُ نہ پَنڌَنِ جيترو، ڪيئَن سُجَندي ڪيہَ[8]؟
جيڪَرَ ڪَرِيان رِيہَ[9]، ٻَر چوندا مُنڌَ چَري تِي.

١٣

چَوَنِمِ مَرَ چَري ٿِي، ٻَر جي سَڌُ سُٽِينِ،
مَرُ مُونهِين کي ڏِينِ، ماڙهوُ اَچِيو مِهڻا.

١٤

ماڙهوُ ڏِيئِي مِهڻا، مُون کي ڪَندا ڪوهُ؟
جنهن چوڙيءَ[10] ۾ چوهُ[11]، سا پِٽوُن تِيندي پيرَ تِي.‡

وائي

وِيہُ مَ واتَ وِرچِي، هو! اَلا! مِيان!

جتِن ڪَهَندِينءَ، لِتِن لَهَندِينءَ.

ڪنهِن اَچِي ڪا کَهي، ڪنهِن اَچِي ڪا ڇَٽِي[12]،
اَملُ[13] پانيان اَنَ کي، ساڄَنَ مُون کي جا ڇَٽِي،
پيرَ پَنَان تي ڪوُنڊرا، راتي ڪَيَسِ رَچِي[14]،
مُنهن ڪر مَعذوُرِن ڏي، پُنهون جامَ! پَرچِي،
مُون کي تِنهين مارِيو، جَتَنِ جا ڇَٽِي،
وِندُرَ واٽڙِين تي، ڪاندي تِيندَمِ ڪيچِي.

---

١- لکيو، قسمت ٢- پٽي، لختي ٣- جليل، سڙيل ٤- بيراهہ، وڃايل، نادان ٥- نبل، هيٺي ٦- سجهيل، ڪباب ٿيل ٧- نصيب، قسمت ٨- ڏانهن، پڪار ٩- ڪوڪ، رڙ ١٠- جوش (عشق جو)، جولان ١١- ذرا ذرا، پرزا ١٢- ڇٽي ١٣- اَملهہ، بي بها ١٤- لال، ڳاڙهي، رچيل.

*تقدير جي قلم، انسان لاءِ جيتي جيترا ڏينهن بہ گهڙيون لکي ڇڏيون آهن، لتي ليتريون ئي گهڙيون کيس ڪاٽيون آهن.

§هن ويچاري ڏکيءَ، ڏورڻ يا تلاش ڪرڻ جو ڪنن ڪم، پاڻتي هموار ڪيو، سندس سارو سريو، ڪشٽن ۾ ڪباب ٿي ويو؛ سندس نصيب ۾ اڳيئي ائين لکيل هو؛ پوءِ ٿي کيس اِهي پنڌ جهاڳڻا پيا.

‡جنهن چوڙيءَ کي عشق جو جولان لڳل آهي، سا (پنهونءَ جي) پيرن جي نشان تي پرزا ٿيندي.

## سر معذُوري - داستان پنجين جو سار

عاشق کي پنهنجو محبوب حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ حيلا هلائڻا آهن. ڪيس هٿن، پيرن، مونن، ڪاپار، نراڙ ۽ هٿئين سان هن راه ۾ هلڻو آهي. ڪڏهن پلجي به پند ۾ ڪا ويرم نه وجهڻي اٿس. اهڙيءَ طرح ئي هو ڪامل رهبر کي پاڻ ڏانهن ڇڪي سگهندو. سسئي به پنهونءَ جي عشق ۾ لٽيءَ ٿڏيءَ رڻ پٽي لتاڙيو. پر اهو سڀ قسمت يا ورڏاتا جو کيل آهي. جنهن جي نصيب ۾ حقيقي جستجو لکيل آهي، سوئي هن مشڪل راه ۾ قدم رکي ٿو؛ ٻئي ڪنهن جي همت جاه ناهي. جنهنکي عشق جو جولان آهي، سو ڪهڙا به اڙانگا پند طيءِ ڪيو وڃي. سچو عاشق اهو آهي، جو سوين ڏاکڙا سهندي به، پنهنجي پرينءَ سان ڪنهن به ٻئي کي نه ٿو پاڙي. "جي هوئي هوت هزار، نه به پاڙج ڪوم پنهونءَ سين."

•

## داستان ڇهون

١

ڄَهلي تان نه رَهان، ڏاران پَسَڻَ پرينءَ جي،
اَپُر[1] عاجِز آهيان، لالَنُ[2] جان نه لَهان،
فَردا[3] مؤن قِتي ڪئي، وَعدي ڏي نه وَهان،
صُباحَ سيڻَن[4] نه سَهان، خواهِ ميڙِئين[5]، خواه مارِئين.

٢

فَردا مُدَ قِتي ڪئي، نَقدُ[6] ڪنيو نارِ[7]،
هِيَ جا واڳَ، وِلهيءَ[8] جي، ويَرم[9] ڏي مَوارِ[10]،
جانڪِي[11] مُنيءَ مار، جانڪي ميڙِ مُنيءَ کي.

٣

مُنيءَ تي مُدعا[12] گُهري، موٽ تيو موجودُ[13]،
اَچِين نه اَڄُ ڪَريان، صُباحَ جو سُجوُدُ[14]*
جانڪي ني[15] وُجوُدُ[16]، جانڪي ميڙِ مُنيءَ کي.

٤

جانڪي ميڙِ مُنيءَ کي، جانڪي مُنيءَ مارِ،
ڏُکيءَ کي ڏيکارِ، هيڪَرَ هوتُ اَکين سين.

٥

ڏُکي تي ڏَدورَ[17]، لَهِسي[18] لَوُ پُنهونءَ جي،
ڏيئي آڳِ، اَلوَرَ[19]، سَيَ نه سازِي سَسُئِي.§

٦

ڏُکي! ڏَڪَ[20] وِسارِ، سيجَ قِتي ڪَرِ سَسُئِي،
پَٿين پيرُ[21] نِهارِ، نه آرِياڻِي اَلان لَهين.

---

١- بيحد ٢- محبوب، پرين ٣- سياڻو، آخرت ٤- تائين ٥- ملائين، گڏجائين ٦- روڪڙ يعني حاضر وقت ٧- ناريءَ، استريءَ ٨- مسڪين، بي زور ٩- دير ١٠- وراء ١١- يا نه ١٢- آس، مراد ١٣- حاضر ١٤- سجدو، نمسڪار ١٥- وٽ وچ ١٦- جان، هستي ١٧- ڏ ڏل، ڏکن ڀرو دل ١٨- جلي، سڙي ١٩- لاثانيءَ، اَمت ٢٠- هار سينگار، خود نمائي ٢١- پٺن لي.

*جي اَڄ اَچي مونکي پنهنجو ديدار يا درشن ڏين، نه اَڄ ئي توکي آخرت جو به سجدو ڪري ڇڏيان.

§لاثاني محبوب آڳ ڏيئي، سسئيءَ کي سارو ڀسم ڪري نه ڇڏيو (هوءَ اَڌ جلي آهي.)

٧

ڏُکي! ڏُکَ مَٽي ڪَري، وَنءُ ڄَمَرِ ڀيڻي،
ڳُڏِ ٻَئي ڏيهي، سوڌِيُون ڏيهڌء خَبَرُون.

٨

ڏُکيءَ ڏيهاڙي، مُنيءَ مَٽي هَنڙا،
لِنهن پُرِ نَ ڪاٽي، جِنهن پُرِ جِئي، جيڏيُون!*

٩

ڏِسَڻ ڏِکان اَڳُرو، سَسُئي! آڻِ مَ شَڪُ،§
ٽِيُ ٻانهي، پِرِ اوٺِيُون، لُڏِ مَ پِسي لَڪُ،
وَرُ پُنهونءَ سين پَڪُ، ڪوءِ ٻارهَن ماهَ ٻِيَن سين!‡

١٠

هَرَدَمُ هوتَ پُنهونءَ جو، ڏِسَڻُ پانئيج ڏُکَ،
وَرُ پُنهونءَ ساڻُ پَڪُ! ٻِن ٻارهَن وَرهَ ٻِيَن سين!

١١

ٽورَ ويرَمِي ٽِيُّ، وِچِڻُ ويرَمُ نَ سَهي،
ڏيئي مَرِج ڏُونگرين، جِتَن ڪارَڻُ جِيُّ،
هَڏِ نَ هوندو هِيُّ؛ ساهُ پِرِيان ٿان صَدقو!

١٢

ڏُکيءَ سَنديُون ڏُونگرين، آڏيءَ آهُون پون،
ڏاري جو ڏُونگرَ کي، سو ڪي ڇيو ڇُون،
آريءَ جي اَفسوسَ ۾، ماڙهو مِرُون رُئن،
لِن پَرِ سيئي هُونِ، هنڙا جن هَڄي ويا.†

١٣

ڏُکيءَ سَنديُون ڏُونگرين، پَسو! پٿُون پَوَن،
مُٿي پُڄاڻا مُنڌَ کي، روجهَه رُڄَن ۾ رُئن،
پوُٺا ايهَين ڇَوَن، ته "مُٿيءَ اَساڻکي مارِيو!"

١٤

ڏُکيءَ سَنديُون ڏُونگرين، اوچنگارُون اُڇن،
هَٽي سانگَ سَسُئيءَ کي، ڪلو ڪيو ڪيڇَن،
جي هُتان هوتَ مَرِن، هوتَ لهِين جي هَنجَ ۾.×

١٥

ڏُکيءَ سَنديُون ڏُونگرين، وَڻَ ٽِڻَ وايُون ڪَن،
وٽان ويهي جَن، وَيڙيءَ سي وايوڙيا.+

---

١- ريت، نموني ٢- جلي، سڙي، ڪامي ٣- اَبدي حياتي حاصل ڪري ٤- سانداريون، پخالون ٥- لڪڙي، چست ٦- سفيد پيرن وارا هرڻ ٧- گهمندا ڦرندا ٨- نيزو، ڪٽاري ٩- جهيڙو، لڙائي ١٠- ويڙيا، زخمي ڪيا.

*اهڙي نموني نہ جلي، جنهن نموني اَبدي حياتي نصيب ٿئيس يا وري سندس جڳ ٿئي.

§اي سسئي! تون انهيءَ ڳالهہ ۾ گمان نہ آڻ تہ محبوب جو مشاهدو، هار سينگار ڪان مٿي آهي.

‡پنهونءَ سان هڪ دم بہ مبارڪ آهي، پر ٻين سان ٻارهن مهنا بہ ٻن پون.

†اهڙي حالت ۾ اُهي ٿي ٿا ٿين، جن جون دليون عشق ۾ فنا ٿي ويئون آهن.

×جي محبوب جي هٿان ٿا ڪسجن، لڌجي ٿي آغوش ۾ محبوب اُچي تو پوي.

+جن (وٽن) وٽ ٿا هينان هوءَ ويني، ٿن کي هن ويڙيل (درد سان) ويڙي ڇڏيو.

١٦

وَڍيءَ سي وايوڙِيا، رَتُ نہ ڏِنو جن،*

موتُ قبوليو تن، ڏِنو جن ڏُکيءَ کي.

١٧

[١]ڪنهن [٢]جڏهن [٣]ڏُکان ڏي، [٤]پاراپا کي پانڌِئين،

سوُرَ پَرِيائين سي، ڳالهہ ڪَيائين جن سين.

١٨

ڪو جو وَڍيءَ وَڍُ، جنهن [٥]وِڻَ وَڍِيائين وَڍَ سين،

[٦]ڏُکُ ڏُکيءَ کي ڏَڍُ، جن ڏِنِي سي ڏُکيا ٿِيا.

١٩

[٧]وَڍِيل تي وايوُن ڪَري، [٨]ڪُنَل ڪوُڪاري،§

هُن [٩]پَنَ پنهنجا سارِيا، [١٠]هِيَ هنجوُن [١١]هَڏَنِ لَءِ هاري.

٢٠

ڏُکيءَ توءِ [١٢]ڏُکارُ، لوڻي وَسَنِ مينهڙا،

صاحبَ هَٿ سُکارُ، هنَ وَسِ آهينِ هٿڙا.

٢١

ڏُکيءَ توءِ ڏُکارُ، سيڻَن ڏيهُ سُکارِيو،

[١٣]باروچاڻو بارُ، سَيوئِي سُواءِ سين.

وائي

اَڇِي، لالَنَ! لَتِ، ميان! مُٺِيءَ جو لوڙهُ [١٤]لَڪَنِ ۾.

هو ڪانُ [١٥]ڪَتوُريءَ هيرَئوُن، موُن ۾ صابُڻَ ڇِتَ،

[١٦]آرِياڻِي! اَچِي ڪَري، ڪا گهَڙِي موُن وَٽِ جِتِ،

ڪَتوُرِي [١٧]ڪَشبوُءِ سين، هارِيائوُن هَٿَ هَٿِ،

دَردُ مُنهنجي دِلِ جو، توُن، ڪامِلَ! اَچِي ڪَٽ،

اَدِيوُن! عَبدُاللَّطيفُ چئي، سِرَ [١٨]تائِين آهي سَٽِ.

## سر معذوري - داستان ڇهين جو سار

سسئيءَ جو سيان تي ڀروسو ناهي. هوءَ پرينءَ جي پسڻ ڌاران دائم بي قرار آهي. ڪيس پنهونءَ جو ديدار اَڄ ٿي گهرجي؛ يا ڪيس ڪال کپي يا وصال. ويچاري عشق جي آتش ۾ جليل آهي ۽ فراق جي ڪنل. پنهونءَ جي اَفسوس ۾ جو هن رنو ۽ رڙيو آهي، تنهنڪان وڻ ٽڻ ۽ پهڻ ويجهي پيا آهن ۽ هرڻ پڻ روڄ ۾ آهن. جهڙي مرلي، پنهنجي اَصلوڪي مڪان لاءِ ورلاپ ڪندي آهي، تهڙي سسئي بہ پنهونءَ جي وڇوڙي ۾ پيئي آهون ۽ صدائون ڪري.

”وڍيل تي وايوُن ڪري، ڪنل ڪوُڪاري.“

سندس وس آهي رڳو هٿ کڻي دعائون پنڻ، باقي وصال ڏٽيءَ وس آهي. محبوب جو مشاهدو محبوب هٿان مري حاصل ڪرڻو آهي. ”جي هٿان هوت مرن، هوت لنبين جي هنج ۾.“

١- ڪڏهن اهڙي ٢- ڏک کان ٣- نيا پا، سنيها ٤- پانڌين يا قاصدن ٥- وينا ٦- آئت ٧- وڻ مان وڍيل ٽڙ ٨- فراق جي ڪنل سسئي ٩- سبز آستان (پنهنجا اصلوڪا ماڳ،) ١٠- ياد ڪيا ١١- عزيزن، محبوبن ١٢- تنهن هوندي بہ ١٣- سٽائي واءِ، سڪار، سک ١٤- قبر ١٥- خان (پنهون) ١٦- ويہ، گهار ١٧- خوشبوءِ ١٨- سوُدو.

*هن عشق جي قتيل، اُنهنکي وڍي وڌو، جنهن رت ئي ناهي. (يعني ليچان شين کي.)

§وڻ مان وڍيل ٽڙ ورلاپ پيو ڪري ۽ فراق جي ڪنل سسئي ڪوڪون پيئي ڪري.

## داستان ستون

١

آئون نه ڳڌي پرينءَ کي، تورا ڏينهن ٿيا،
رالين روز ويا، عجب[1] آريءَ جام ري!*

٢

آئون نه ڳڌي پرينءَ کي، سهسين سج ويا،
هلڻ وير هٿان[2]، ديکي[3] شال دم ڏيان!§

٣

آئون نه ڳڌي پرينءَ کي، لون لو لهين سج!
آئون جي ڏٺين سنيها، نيئي پريان کي ڏج،
وڃي ڪيچ ڇٽج، ته "ويچاري وات مٺي!"

٤

آئون نه ڳڌي پرينءَ کي، پرين ٿيو پساهه،
سڪان ٿي سڪرات[4] ۾، رويو پڇان راهه،
شال م وڃم ساهه، ڏاران ڏسڻ پرينءَ جي.

٥

آئون نه ڳڌي پرينءَ کي، عمر ٽان ويئي،
ولهيءَ ڏينهن وڃائيا، سرتيون! سيئي،
پيريءَ ۾ پيئي، اکيون آريءَ ڏي کڻي!

٦

آئون نه ڳڌي پرينءَ کي، جوڀن[5] ويو جاڙ،
آڏا آرين کي، چاڙهيڪا[6] ۽ چاڙ،
مون مٺيءَ ڪان نه لڌي، وڏپڻ[7] منجهه ولاڙ[8]،
عمر سڀ آواز[9]، ويم! تي واڪا ڪريان!‡

٧

آئون نه ڳڌي پرينءَ کي، هيءُ پڻ ڏينهن ويو،
نهوڙي نائين[10] سين، مون کي نينهن نيو،†
مٺيءَ موت ٿيو، "پيءُ پيءُ"[11] ڪندي پند ۾!

٨

آئون نه ڳڌي پرينءَ کي، آيو عزرائيل[12]،
جوراڻي[13] سين، جيڏيون! نڪو قال نه قيل[14]،×

---

١- اجايا، بيسود ٢- هتان ٣- ڏسي، پسي ٤- موت جي وقت ٥- اجايو، غفلت ۾ ٦- چاڙهيون، اُلاهيون ٧- وڏي اوستا يا عمر ٨- لڪو پنڌ ٩- آواره، اجائي ١٠- نوڪن، نيزن، چهنبن ١١- پرين پرين ١٢- ملڪ الموت، موت جو فرشتو ١٣- زوراور، ڏاڍائي ڪندڙ (موت) ١٤- ڳالهه ٻولهه، چون چرا.

*پنهون سردار ڪان سواءِ، راليون ۽ ڏينهن اجايا برباد ٿي ويا.

§ شل هتان (دنيا مان) لڏڻ وقت، پنهونءَ جو ديدار ڪري، پران ڏيان.

‡ منهنجي ساري ڄمار اجائي ويئي، هاڻ وڃان ٿي دانهون ڪندي.

† مونکي محبت، نيزن جي نوڪن تي چاڙهي، فنا ڪيو.

× زوراور (موت) آيو، اي سرتيون! ڪابه چون و چرا نه ٿي هلي.

آيو موٽ دليل، مارئيءَ مراد ڪاڻ!

٩

آئون نه ڳڌي پرينءَ کي، متان آيو موٽ،
واجهائيندي ورهه ٿيا، هڏ نه ڳڌم هوٽ،
جيڪس ليئنديس فوٽ، ڦنا هن فراق مرا!

١٠

آئون نه ڳڌي پرينءَ کي، ڪاري ٿي قيام،
هٿن هاڃ ڦٽي ڪئي، نيڻن ننڊ حرام،
ڪنيس ڪنهن ڪمام، هوت هلندي جو ڪيو.

١١

ولاڙيو وڻين چڙهي، ڳجهن ليندي ڳاهه،
سسئيءَ سوريءَ چاڙهيو، پريان لاءِ پساهه،
هو مرون، هي ماهه، ڪين ڪميٽيءَ رکيو.

١٢

ولاڙيو وڻين چڙهي، رئي پسيو روءِ،
وچان جو وچ پوءِ، سو ڪنهن پر کهي لاهيان!*

١٣

ولاڙيو وڻين چڙهي، اونهن متي اڄ،
لالن ڪارڻ لڄ، ٻاسيائين ٻردار جو.§

١٤

ولاڙيو وڻين چڙهي، ڏيو ٻولي لانگ،
ٿاريءَ ٿاريءَ چانگ، سسئيءَ مور اڱن جهڙن.‡

١٥

ولاڙيو وڻين چڙهي، پسو سگهه سندياس،
آڏيءَ وڇيو آڪڙي، اکو پيو نه ماس،
سوئي سو سيٽاس، پري پڙاڏا ڪري.†

١٦

ولاڙيو وڻين چڙهي، ڏاڍو ڏوري ڏور،
سهيريان جي سور، پري پڙاڏا ڪري.

١٧

پري پڙاڏا ڪري، اوري نه آهي،
ڪمتر ڪا ڪاهي، پهچي هن پٽيءَ کي.×

١٨

رهن ٻه رڙ تي، ڪر ڪوول جي ڪوڪ،

١- رهبر، وڻي ويندڙ ٢- قيامت ٣- ڪار، ويڙن، اَنڌير ٤- ڪاڌو، ڪاچ ٥- ماس ٦- لت، اَنڌڪار ٧- ويڇو، جدائي ٨- پوي ٩- لڄ ٻاسڻ=ڪارڻ يا محتاجي ڪيڻ ١٠- ميوه دار يعني وڻ ١١- ريشمي پيشگير ١٢- ٽنگ ١٣- ٽپا، اڇانگ ١٤- ڳولي، سفر ڪري ١٥- ماٿس ١٦- ساٿس، سندس ساٿي ١٧- ورلو، مشڪل ١٨- ميدان ١٩- ڪوئل پکي.

*وچان جو ويڇو پيو، سو کهڙيءَ ريت هلي دور ڪريان.

§محبوب ڪارڻ، وڻ جي ٻه ڪارڻ يا محتاجي ڪيائين.

‡ٿاريءَ ٿاريءَ تي، مور جي ٻهڻ وانگر، سسئيءَ جا ٽپا يا اڇانگ پيا پون.

†اهو آواز سندس همراه آهي، جنهنجا پري کان پڙاڏا پيا پون.

×مشڪل ڪا عورت، پنڌ ڪري، وڃي هن پٽ کي پهچي، (جتان سسئي سنڌون ڏيندي پيئي وڃي.)

وَلوَلو[1] ۽ وُوڪَ[2]، اِيَ تان آهَ عِشقَ جِي.

١٩

رُڃُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، ڪَرَ ڇِتُوَنءَ جي چانگهارَ[3]،
اِيَ عِشقَ جا اُبَڪارَ[4]، نَعرو آهي نيڻهَن جو.

٢٠

رُڃُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، جَهڙِي ڪَري جوءِ[5]،
اِيَ نَه عَورَتَ هوءِ، اِيَ تان آهَ عِشقَ جِي.

٢١*

رُڃُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، ڪُرَ[7] ڪَرڪِي[6] ڪُوَنجَ،
نَعرو مَنجِهه نِڪُونجَ[8]، اِيَ تان آهَ عِشقَ جِي.

٢٢

رُڃُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، ڪَرَ سارَنگِي سازُ،
اِيُ عِشقَ جو آوازُ، ماڙهو رَڪِنِ مُندَ تِي.§

وائي

هِيَ گهايَلِ هَڏَ گهورِي،
وو! اَلا! ميان! ڪيئي مُوَن نه سَگهيئا[9].
عِشقَ آريءَ جامَ جي، هيءَ جهُونڙِي[10] هَڏَ جهورِي[11]،
رَهِي جا رُڃُنِ ۾، سا ڇِهَرَ ڇَڏيو مَ ڇورِي،
اَديُون! آريڄَنِ لَءِ، ڏُونگَرَ[12] ڏيندِيَسِ ڏورِي.

## سر معذُورِي - داستان ستين جو سار

پنهونءَ کي ڏٺي، سسئيءَ کي سهسين ڏينهن گذري ويا آهن. هينئر هوءَ جهُور ٿي وئي آهي ۽ سڪرات کي اچي ويجهي پهتي آهي. سڄ کي پنهل لاءِ سنيها پيئي ڏئي. افسوس جو موت نيٺ اچي کيس پنهنجي جانب کان هميشه لاءِ جدا ڪندو. هوءَ عشق جي جوش وچان، وٽن تان به ولاڙون ڏيندي پيئي وڃي. سواءِ سندس مٺي آواز جي، رڃن ۾ ٻيو ڪو به سندس ساٿي ناهي. سندس آواز، ڪوئل جي ڪُوڪ ۽ ڇتُونءَ جي چانگهار جهڙو مٺو آهي؛ هي آواز ناهي پر خود سارنگي ساز آهي. نه، هي خود عشق جو آواز آهي؛ البت، ماڻهن جي ليکي ته اهو آواز صرف هڪ منڊ جي ٻاڪار آهي.

”رڃن ۾ رڙ ٿي، ڪر سارنگي ساز،
اِيُ عشق جو آواز، ماڙهو رکن منڊ تي.“

•

”سر معذُورِي“- ’معذُور‘ عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ضعيف يا لاچار يا بيحال. هن سر ۾ سسئيءَ جي هيڻي حال جو بيان آيل آهي، جنهن ڪري ئي مٿس اهو نالو رکيو ويو آهي. هيٺئين بيت مان سسئيءَ جو هيڻو حال ظاهر آهي:

”ڏکي ٿـي ڏڌور، لهسي لنؤ پنهونءَ جي،
ڏيئي آڳـ اٽور، سپ نه ساڙي سسئي.“

۱- آواز، غلغلو ۲- ڪُوڪ، دانهن ۳- ٻولي، لات ۴- آواز، پڪار ۵- اِستري، ناري ۶- چڙهي ۷- ٻوليون ٻولي، لاڏيون لنوي ۸- سبز ڪنارن سان چشمو ۹- عزيز، مائٽ ۱۰- جهوني، جهور ۱۱- ڏک ۾ وڌو، جهوري وڌو ۱۲- ڏوريندڙ، ڳولائو.

*ويران پٽن ۾ رڙ ٿي، جڻ ڪا ڪُونج ڪنهن چشمي ۾ لاڏيون ٿي لنوي يا آلاپ پيئي ڪري. حقيقت ۾، اها صدا، عشق جي آهي.

§هيءَ نيڻهن جي لات آهي، پر ماڻهو اُنکي هڪ عورت جو آواز ٿا سمجهن.

# سُر ديسي

## داستان پهريون

**١**

مُنيس[1]! جهل مهار، ڪُنيس! ڪاهه م ڪرهو،
مُون نماڻيءَ جي نجهري[2]، پيرو ڪنج، پنار!
ساجن! لوهان ڏار، ڏنم ڏينهن قيام[3] جو.

**٢**

ڏاڳهن[4]، ڏيرن، ڏونگرن، تنهي ڏنم ڏک،
سي سڀ پانيم سُک، هيڪاند[5] ڪارڻ هوت جي.*

**٣**

ڏاڳهن[6]، ڏيرن، ڏونگرن، ڏکن آئون ڏڌي،
پيان پير پُنهونءَ جو، وڃان وک وڌي،
لکئي آئون لڌي، نات پٽن ڪير پند ڪري؟§

**٤**

ڏاڳها! ڪير ڏرو[7]، اچا آرياڻي اڳي ٿيو،
موڙي مهر[8] ٿاريون، چانگا! ٿا چرو،
آن تان حرف هرو[9]، مورائين[10] معاف ٿيو.

**٥**

اڳرا[11] مٿي اوپرا، جڏهن ڏاڳها ڏٺاءِ ڏينهن،
وِني سَڙَڪ[12]، سَسُئي! ويهه وِهاڻيءَ سيڻن[13]،
چوٽي سين چانگن کي، جڙ زنجيرن جيئن،‡
ته هوت تنهنجو هيڻن، هوند پنهون نيا آئون ته پاڻ سين.‡

**٦**

اڳرا مٿي اوپرا، جڏهن ڏاڳها ڏينهن ڏٺاءِ،

---

١- اُٺ ٢- جهوپڙي ٣- قيامت ٤- اُٺن ٥- وصل، ميڙائي ٦- ماريل، هيڻي ڪيل ٧- رڙو، رنيو ٨- ڪنڌيءَ جو وڻ، جو سگريون ڏيندو آهي ٩- ميار ١٠- بلڪل، بنهه ١١- ڀاريا ١٢- پرڀاتِ ١٣- ٿائين.

*محبوب جي وصل حاصل ڪرڻ لاءِ، اهي سڀ سور، سک ڪري سمجهيم.

§منهنجي تقدير ۾ اهو اڳ لکيل آهي، نه ته ٻرپٽن جا سفر ڪير ڪري؟

‡چوٽي سان اٺن کي زنجيرن جيان جڪڙين ها ته تنهنجو پنهون ڇيڪر هيڻن ڪٿي نه وڃن ها.

ڪنجون جي قفلن جون، تان ڪنهن لڳ لڪاءِ،
تہ سياڻي سنڌياءِ، ٿئي سارو ٽپي، سمجهي!

۷

اَگرڻ مٿي اوپرا، جڏهن ڏٺءِ اُٺ،
ڏاڍءِ نہ ڏاگهن کي، اوڳي! ساڻ اَڳت؟
تہ هوند نہ تنهنجي همت، سور پرايا، سمجهي!

۸

اَگرڻ مٿي اوپرا، جڏهن ڏٺءِ ٽوڏا،
وَنگيءَ نہ وارن سين، تن گورن جا گوڏا؟
تہ لڪن جا لوڏا، هوند نہ سٽءِ سمجهي!

۹*

ڏاگهڙون ڏٻرن، جي آندا ٻرڌ پنهور ۾،
هٿي چپل چرا ڪيا، وہ پٽي وهڙن،
ڪُڙيءَ ڪُڙڪو اُن جو، هوند سٽي سئو سين،
ڏاندن سات، سيد چئي، پياديون ڀڄن،
جن جو پيرُ نہ لڳو پٽيين، تن آيم ساڻ اُٺن،
ڪُنگن ۽ جنگن، منڌ اَسونهين ميڙئين!

۱۰

اَڳي اُٺ رڙن، هون پيري ماٺ ٿئي،
پلاٽيندي، پاڻ ۾، ڪِڇيو ڪِين ڪُنن،
ڪا جا مام منن، هن پڻ هُئي هُن سين.

۱۱

چا جي ڏنگا ڏير؟ منهنجو ڏينهن ڏنگو مَ ٿئي!
اُٺن ۽ اونيڙن جي، چا وَهيٽو وير؟
هي ڪميٺي ڪير؟ جا اُمر کي آڏي ٿري.

۱۲

ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي کهڙا پرين؟
لڏيو لاڏوٽا ڪيو، پنهنجي ديس وڃن،
ڀُڃاٽا پرين، ڪجهي ٻس پنهور ڪان.

۱۳

ڏُريان ٿي ڏاريان، مت مٺيءَ جا نہ ٿيا،
مَدي ڏٻرن من ۾، ڪِليو ڪمڪاريان،
صُبوح ٿي ساريان، تہ اُٺ نہ اوطاقن ۾.

۱۴

اُٺ مَ اوري آڻ، ڏاگهن ڏڌي آهيان!

۱- ڳجهيون، رمز ۲- سار، سنڀار ۳- ٻڌءِ، قابو ڪيءِ ۴- موڳي، نادان ۵- سرڀر ۶- ٻڌءِ ۷- اُٺن ۸- اُٺن ڪان ۹- ڏاند ۱۰- چيريل ڪر ۱۱- ڪڏون، ٻرڪهہ ۱۲- جوش ۾ اچي ۱۳- جوان ٻڪن ۱۴- اُٺن ۱۵- پهلوانن (پنهونءَ ڏانهن اِشارو) ۱۶- ملائين، واصل ڪرين ۱۷- منصوبو، ڳجهي صلاح ۱۸- همت وس ۱۹- وقت، وارو ۲۰- لڏون ٻڌيو ۲۱- اَصل ڪان.

*جيڪڏهن منهنجا ڏير، اُٺن بدران ڏاند وٺي اچن ها، تہ اُهي جوش ۾ اچي، هوند زمين ۾ پنهنجن چيريل کرن سان ڪڏون ڪري وڃهن ها، ۽ پوءِ اُنهنجي کرن جو کڙڪو، سيهٽي ستي ٿي سگهن ها. ڏاندن سان پياديون جيڪر سولو ڀڄي سگهن، پر منهنجو ڪم اُٺن سان پيو آهي، جنهنجو پيو پٽ تي ٿي نہ ٿو ڪهي. اي ڏٽي! شل تون هن وات وچاري اَبلا کي وري اُٺن ۽ پهلوانن سان ملائين!

هَٺِي هَٿَ هَڻَنِ[1] کي، ٻَري نيٺِي پَلاڻِ،
هوتُ مُنهنجو هاڻِ، پُنهون نياءُون پاڻَ سين.

١٥

جَتا! شالَ جِئو! جِئو! تا جاڙُون[2] ڪَريو؟
ٻانيڻِ کي ٻَروچَ ري، ٻِيلي ناهِ ٻِيو،
چِنڊُ لان نه پِيو، هِيُ سَگُ، نه چِنڊَ جهڙو.

١٦

جَتَنِ جا جيلا[3]، ٿِي ساتَ پُڇائي سَسُئي،
آيَسِ آريءَ جامَ جا، لَڙِ[4] لوڏا[5] ليلا[6]،
اُنِ کي ناڪيليُون[7] نَڪَنِ ۾، ڏُهرِيُون، دَليلا[8]،
سِرِ هَٽيو سيلا[9]، لايو نينهُن، نندوُن ڪَرِينِ!

١٧

جَتُنُ ڪَجِ جَتَنِ جو، آيا ڪِ ايندا،
وَٺِي پُنهون پاڻَ سين، وَٺان لو ويندا،
دَمُ نه دَميندا[11]، سِداريندا[12] ساٽِيهَ[13] ڏي.

١٨

جَتَ هَنڌهين هُتِ، مُون هِتِ هِنَڙي ۾ حَلُ ٿِيا،*[14]

چِنگَلَ[15] جنِينَ چوڦَرا[16]، راحَتَ تن جي رُتِ[17]،
گُنگَنِ جي گُپُتِ[18]، چيڙي وِڏِيَسِ چِڙَرِينِ.

١٩

جَتَنِ وِڏِيَسِ جارِ، ناتَ هُيَسِ نِماڻِي[19] نَڪَٽِي،
تِيڙا پاڻَ قَرارِ، مُون مَنُ گَڏي[20] گوُندَرِينِ.

٢٠

جي جاڻان جَتَنِ، ٻوءِ[21] پَنانَدَرُ[22] هيتَرو،
آئُون ڪيئَن مُلان لَنِ، سَرَليُون! سوُرَ[23] پِرائِيان؟

٢١

هي جي آيا هِيرِ، سي مُون اَڳُ، نه ڏِنا[24] ڪَڏهِينِ،
آئُون لَرسان، هوُ لَڪِڙا، پَٽ نه لائين پيرَ،
پَنيولِيَسِ[25] ٻَرَنِ ۾، ٻَسي[26] پَينڊيَنِ[27] پيرَ،
آءٌ، آرياڻي! اُسري، ٿِي واهَرَ جي ويرَ،
هيَ ڪَميڻِي ڪيرَ؟ تون، پارسَ![28] رَسِجِ ٻَبَ ۾.

٢٢

جَتَنِ پارانو[29]، ڪيجُن مُون سين ڪونَ ڪِيو،
نالي سُيَسِ هوتَ جي، مَتِم پالانو[30]§

١- مٿن، مصيبت مارين ٢- ڏوراوريون، جنيون ٣- جيلان، جنهن صورت ۾ ٤- لڙ يا گهاٽ لي ٥- اُٺ ٦- لڏهن صورت ۾، لنهنڪري ٧- مالهائون، ڳانيون (چانديءَ جون) ٨- ڏيور، نَديُن گهڻدين وانگر ٩- ريشمي دشالا دپٽا ١٠- خبرداري، سنڀال ١١- ترسندا ١٢- اُسهندا ١٣- وطن ١٤- جذب ٿيا، سمايا ١٥- اُنن جا چنبن جهڙا پير، والا ١٦- چئني ڦرن يا نؤڪن وارا ١٧- چال، لوڏ ١٨- ماٺ ١٩- ساڙي يا پيچ ۾ ٢٠- ڏکن ۾ ٢١- ٻوڙندو ٢٢- نتيجو، پڇڙو ٢٣- وٺان ٢٤- هيٺڙ ٢٥- پليس، منجهي پيس ٢٦- ڏڙن، واريءَ جي ڍڳن ٢٧- وروڪڙ، پيچ ٢٨- اي پارس، اي ڪيميا جا پٿر (محبوب پنهون) ٢٩- ياراڻي، دوستي ٣٠- ٻالپڻ.

*جت ماڳهين هت يعني پنهنجي ماڳ، وڃي رسيا آهن، پر همت هو منهنجي جان ۾ سمايل آهن.

§ اُڃا ٻالپڻ ۾ ئي هيس ته پنهونءَ جي نالي سڏجڻ لڳيس. (سندس ڪنوار سڏجڻ لڳيس.)

ليلائهين طعنو، ڏيندا مون ڏير ويا.

٢٣

گورا وڄن گام[1]، ڏيرن سندا ڏيهه لي،
لوڏن جون ٽڪ[2] پيڙ[3] ۾، لريون لڙکن تان مرا!*
اونيڙا آرام[4]، لنگهي پٻ پري ٿيا.

٢٤

ڳهه[5] سر ٿئي م گس[6]، پٽي[7] پوءِ م پرينءَ لي!§
جڏهن سر ساڄن سيورين، تڏهن آت م لڳي اس!
پنهون پاڪ پرس[8]! هوت نه ڪڄن هيڏيون.

٢٥

اس م لڳي اُنئين[9]، ليڙان لڪ م لڳ!‡
الله! آريچن[10] کي، ڪوسو واءُ م وڳ!
جت جهجها ۾ جڳ، منهنجي پرت پنهونءَ سين.

٢٦

لڏيندي لباس[11]، جتن جيڏوئي ڪيو،
اچي آريءَ ڄام جو، وڻ وڻ منجهان واس،
مرون ڪيئم ماس[12]، هڏ هلندا هوت ڏي.

٢٧

آت ويري، اونار ويري، ويري ٽيڙم ڏير،
چوٿون ويري واءُ ٿيو، جڏهن لڏيا پنهونءَ پير،
پنجون ويري سج ٿيو، جڏهن الهي[13] کي اوير،
ڇهون ويري ڇپر[14] ٿيو، جڏهن سنوان ڪيا نه سير،
ستون ويري چنڊ[15] ٿيو، ڪڙهيو نه، وڏيءَ وير،
واهيري[16] جي وير[17]، ڇلون[18] ڪريان ڇپرين!†

وائي

ڏاگهن، ڏيرن ساڻ، ڪرهن ڪيچين ساڻ،
متان[19] ڪا پي لنءُ لائي!
آئون ستي، هو هليا، وڃا ڪرهل ڪاهي،
آسڻ اڳيان ان جي، "پرا! پرا!" ڪيو پاڏائي،
ڇٽر[20] ڏيئي ڇت کي، وڃا هوت ڇپائي،×
جيڪا هئين من ۾، وڃا پنهنجي پڄائي،
اڏيون! عبداللطيف چئي، ايندم واڳ ورائي.

١- لکي وڪ سان ٢- ٽڪ ٣- پيرن جون لريون ٤- آرام سان، فرحت سان ٥- گس يا پيچري تي ٦- در، لت ٧- مٿي، ڏور ٨- پرش، پنار ٩- اُتن ١٠- لڳي ١١- ويس، دولاب ١٢- منهنجو ڪائين ١٣- لهي، غروب ٿي ١٤- لنگهه، پيچرا ١٥- سويل ١٦ ۽ ١٧- پڪين لاءِ آکيرن ۾ آرام ڪرڻ جي مهل ١٨- ستون، ڪاهون ١٩- محبت، نيڻهن ٢٠- چترائي، دلبو.
*شل ٽڪ کان اُتن جي پيرن جون لريون نه ٽڪن!
§شل پيچري تان در نه اُٿي ۽ پنهونءَ کي لت نه لڳي!
‡شل جتن کي اس ۽ اُتن کي لڪ نه لڳي!
†پکين جي آرامي ٽيڻ وقت، مان پهاڙن وچان ڪاهون ڪندي ٿي وڃان.
×منهنجي دل کي دلبو ڏيئي، منهنجو محب ڇپائي هليا ويا.

## سُر ديسي - داستان پهرئين جو سار

سسئيءَ لاءِ ڏاگهن، ڏونگرن ۽ ڏونگرن جا ڏک ۽ سک آهن. هوءَ پنهنجي لڪشي موجب، پنهونءَ جا پير کڻندي، ٻروچن جا ٻند ڪندي پيئي وڃي. اُنن جي ۽ جتن سان ڪا ڳجهي مصلحت هئي، جو وڃڻ مهل رڙڻ بدران ماٺ اختيار ڪيائون. شاهه صاحب، سسئيءَ کي عتاب ڏيندي چوي ٿو: ”تو جڏهين پنهنجي اڱڻ ۾ ڏارين کي ڏٺو، تڏهن ڇو نه ٿي ڪنهن حرفت سان، ڏاگهن کي ونگي ڇڏيءَ؟ پنهنجي وارن سان، سندن گوڏا ٻڌي ڇڏين ها ته هي لڪن جا لوڏا توکي سهڻا نه پون ها.“ جيتوڻيڪ قدرت ڪيس مختلف روپن ۾ نهايت ڪرڙا ويري موڪليا آهن، ته به هوءَ ٿر مار ۾ دل نه ٿي هاري ۽ اِئين پيئي چوي ته:

”مرُون ڪينم ماس، هڏ هلندا هوت ڏي.“ ڪيس وڻ وڻ منجهان، آريءَ جو واس پيو اَچي.

•

## داستان ٻيو

١

اَڄ پڻ وَسائِي اوٺين[1]، مَٿي مارڳ[2]، ماڪ،

پُنهون نياٺون پاڪ سين، تاڙيُون ٿيو طاق،

هَيهَاتَ هَيهَاتَ لِمَا تُو عَدُونَ[3]، سُڃي ٿي اوطاق،

ڇُڪيءَ چوري چاڪ، هاڙهي هوتَ هَلي وِيا.

٢

مِڙي مُند ڏي آئيُون، ساهيڙيُون سَهڄان[5]،

اَلسَّفَرُ قِطعَةٌ مِّنَ اَلنَّارِ[6]، هاري! موتَ هِتان،

سَگ صِراطَ اَلمُستَقِيمَ جو[7]، اٿيئي تان اَڳيان،

سي ڪيڪي نيندءِ[8] کِيان[9]؟ تنهنجو نينهن نِفاقَ[10] سين.

٣

جَڏان ڪُن فَيَڪُونَ[11] ڇئي، نيو آرياڻيءَ اَرواحُ،

اَنگ اَڳهين لِکيو، مُنهنجو ميثاقاءِ[12]،

مَنْ طَلَبَ شَيئاً وَجَدَّ وَجَدَ[13]، اَتو عَليءَ شاهَ[14]،

اَجا اِن حَديثَ جو، مُون آسرو آهه،

پُنهونءَ جي پيغامَ تان، مُنهنجو موتُ مُباحُ[15]،

سَرتيُون! دُعا ڪجاهُ، ته ميڙائو[16] مُون ٿئي.

٤

سَبَهَ[17] سِياهي[18]، آهي آريءَ جامَ ري،

ڪڏهن پَسي ڪا نه ڪا، رءِ لالَنَ لالائِي،

---

١- اوٺين ٢- مارڳ ٣- دور دور آهي اُها ڳالهه، جنهنجو اوهان کي خوف ڏنو ويو آهي (قرآن شريف) ٤- زخم ٥- سهج يا ڪوڙ مان ٦- مسافري، دوزخ يا باهه جو ٽڪرو آهي ٧- صراط جي پل (دوزخ مٿان ٻڌل)، جا ترار کان تکي ۽ وار کان به سنهي آهي ٨- وٺي ويندءِ ٩- ڪٿان ١٠- ٻيائي، دوئي ١١- ”ٿيءُ ۽ اِئين ٿي پيو“ ١٢- روز ميثاق يا ازل کان ١٣- جو ڪنهن شيءِ جي طلب ڪري ٿو ۽ اُنجي جستجو ۾ جدوجهد ڪري ٿو، سو ضرور اُها شيءِ حاصل ڪندو (حضرت علي) ١٤- چيو، فرمايو ١٥- روا ١٦- ميلاپ ١٧- سڀ ١٨- اونده.

دوُدُ دلِ تان دوُرِ ڪري، ڪَرِ ساڃَنَ! صَفائي،
مَنْ لاَ شَيْخَ لَهٗ فَشَيْخُهٗ اَلشَّيْطَانُ، اِنَ رِءِ اونداهي،
هوُءِ جا هَلي هيڪِلي، سا گيرَبَ گمائي،*
بِلاَ شَيْخٍ مَنْ يَّمْشِيْ فِي اَلطَّرِيْقِ، اهڙي اَوائي،
لنهن رِءِ ٿوائي، ڪوڙين ٿين ڪيترِيوُن.

٥

ٻَرُ وَڏو، بارُ گهڻو، ويجهو نہ وَڻڪارَ،
ليڙَن جو، لَطيفُ چئي، ڪَنيو مُدَدَ مَدارُ،
وَڻنڊَنِ نہ وَرِ ڪَندا، نات اَڳِيَنِ جي اِختِيارُ،
ڪاڏي ٿيو ڪوهيارُ! ڪاڏي ٿي هَتَ ڪٽي!

٦

ڪيڙي ڪيڇاين، ڳوُرا ڳَسِ هَلائيا،
لَڙيو، چَڙهيو چوٽيمِن، ڪريو ڪوهَ ڪڙَنِ،
سوُنهَنِ جي سَردارَ سين، سي لوڏَ مَ ترَڻجَنِ!
لُطف سائڻ، لَطيفُ چئي، لَنگهيو ٻَرُ ٻوٿَنِ،
تن ڪهڙو غَمُ ڪُنگَنِ؟ هوتُ حِمائي جن جو.

٧

جاڳائي جَتَنِ، ڳوُرا ڳَسِ هَلائيا،
ٻهُتي رِءِ ٻهاڙَ ۾، اَٺَ مَ آڳهٽجَنِ!
لَتاڙي، لَطيفُ چئي، لَنگهيو ٻَرُ ٻوٿَنِ،
تن ڪَهڙي ڇُڪَ چانگَنِ؟ هوتُ حِمائي جن جو.

٨

ٻِنيءِ تا ٻَرِينِ، سائينِ سَنبَ هَتَنِ ۾،
ليڙَنِ جو، لَطيفُ چئي، موُن کي مَنجُهہ نہ ڏينِ،
هوتُ پُنهون تا نِينِ، اَسوُنهينءِ جو آڪرا!

٩

پِرِ تا پَلاڻِينِ، اوٺِي اَڄُ اَباڪَرا،
ٻَڪَ، پاريسيوُن پاڳَ ۾، ڏيرَ ڏهاڙي ڏينِ،
هوتُ پُنهون تا نِينِ، باروچِي ٻولي ڪيو!

---

١- دونهون، ڪمت ٢- جنهنکي کو مرشد يا گرو ناهي، تنهنجو مرشد شيطان آهي (صوفي قول) ٣- هٺ، مغروري ٤- گمراه ڪئي ٥- جو مرشد کان سواء طريقت (روحاني پنڌ) ۾ هلي ٿو (سو ٻنا ٻيڙيءَ جي سمنڊ ۾ هلي ٿو) (صوفي قول) ٦- بد يا خراب وائي ٧- تنهن يعني مرشد کان سواء ٨- گمراه ٩- ٻرپٽ، ريگستان ١٠- اٺن ١١- جوابداري، ڀروسو ١٢- سيکاري، مهميزون ڏيئي ١٣- ڪٺڪن ١٤- ٽڪجن! ١٥- اٺن ١٦- مددگار، واهرو ١٧- ٽڪجن، ٿڪن ١٨- ڇيلهہ جي ڇڪ يا درد ١٩- اَسر جو ٢٠- سانداره ٻخالون ٢١- راز، ڳجهہ ٢٢- ڀروسو، آسرو ٢٣- اُٺڪڙا، لڪڙا ٢٤- صلاحون، مصلحتون ٢٥- پارسي گفتگويون، ڳجهيون ڳالهيون ٢٦- بروچڪي ٻولي، جا بگڙيل پارسي آهي. (جنهن کي "بلوچي" چوندا آهن.)

*جا هن پنڌ (روحاني سفر) ۾ اڪيلي (رهبر ٻنا) ٿي هلي، تنهنکي خودي گمراه ٿي ڪري.

۱۰

پرِ تا پلاڻين، اوني گهڻو اُباهَرا،

هوءَ جي هَلَڪَ سنديُون، ڳاهوُن ڳالهائين،

موُن کي تا مارِين، سَچَرَڪَ سانباهي ڪَيو!

۱۱

اوڳارِين نه آنرا، ٻَدا چُرن نه ٻوُرَ،

ليڙَنِ کي، لَطيفُ چئي، هَلَڪَ جو مَذڪوُرُ،

مَيَن کي ماموُرُ، آهي اُٿَترڪَ اَڳئين پَندَ جي.

۱۲

وينِي ٻُکي باڦَ، جهولي جهُڳَڪَ جهُني ڪي،*

آيَمِ تن اُنَنِ سين، جن جا پيرَ ڏُدا ڏَڙَ داڦَ،

لَنگهيا لَڪَ، لَطيفُ چئي، توڏا ٽَڙَ ٽَنگ طاڦَ،

ڪيرَ لَنگهيندي قاڦَ؟ لِيُ ٻَرُ ٻَرَهمَڪَ باسيو.

۱۳

دوڪَ ڏَهليا جت، گوُرا هَلَن نه گسَ پر،

چوُسالَ ٿي نه چَلِطا، ٿي تَنگَ نِهاري تِتِ؛§

سوُڌيِ اُنين، سَٻِڌ چئي، ٻوءِ پانڄارِيَن پرتَ،

اِنَ اڙانگي پَندَ جي، ڪا نيشَنِ ٻوءِ نِرتَ؛

سُسُئي وَڏي سَت، جا اَهڙيءَ پَرِ پَندُ ڪري.

۱۴

"هَيءِ! هَيءِ!" ڪيو "هاءِ!"، ٿي پاڻ ڌڪي سِرِ پاهڻين،

لَڏائين، لَطيفُ چئي، جوءِ جَتَن جي جاءِ،

شُڪرَ، بارِ! سَنداءِ، سُتاڻي سات مڙي.‡

وائي

لالَنُ آيڙو ٻيهي، وِيڙا سوُرَ سيئي،

جئس! جئس! وو! جيڏيوُن! مُنهنجو لالَنُ آيو ٻيهي.

ڳالهيوُن ڪنديس ڳُجهيوُن، مُنهُن مُقابِلِ ويهي،

ڪَٿوُريءَ بارُ پَري، آيو ڏوُنگرَ ڏيهي،

سَرڪَشي سَردارَ سين، موُن ڪَميڻيءَ ڪيهي؟

هُئي شِڪَستي سَسُئي، رازَ پُنهونءَ جي ريهي،

اَديوُن! عَبدُاللطيفُ چئي، سَچَرَڪَ آيَمِ سيئي.

۱- اُبهرا ۲- پروليون ۳- سانباهو ۴- ڪيرولي گاهه ۵- ذڪر ۶- اَمر تيل، نصيب يا قسمت پر ۷- ٻڪن پر ڦوڪي ۸- جهوڻي ۹- جهوني، ضعيف ۱۰- ٿلها ۱۱- آواز ۱۲- وڏا ۱۳- گهڻ ۱۴- وروڪڙ ۱۵- ڏنگا پيڙا ۱۶- جبل ۱۷- پنجن ڇهن سالن جا اُٺ ۱۸- ڇهن سالن جا گهوڙا ۱۹- لڪ ۲۰- پوي ۲۱- پنجن سالن جا گهوڙا يا اُٺ ۲۲- بوجهه، پروڙ ۲۳- نيشي گهوڙن يا اُٺن ۲۴- نظر ۲۵- ستياڻي ۲۶- پٿرن تي ۲۷- باري تعاليٰ، خدا تعاليٰ ۲۸- سنئي ٿاڻي يا ٿاڻي تي ۲۹- ڏونگر جو رهاڪو ۳۰- هٺ، وڏائي ۳۱- ڪهڙي ۳۲- دل شڪستي ۳۳- رلجهي.

*اُڪ وچان، ٻڪن پر ٻاڦ پيئي ڦوڪي. جهولي جي جهوڻي ڪيس ڪمزور ڪيو آهي.

§جتي چوسال ٿي هلي نه سگهن، تتي هوءَ لڪ پيئي لڪي.

‡اي ڌڻي! تنهنجا شڪرانا، جو هوءَ سنئي مهل يا آستان تي وڃي سات سان ملي.

## سر ديسي - داستان ٻئي جو سار

سسئيءَ کي ساهيڙين گهڻيئي متيون ڏنيون جئن هوءَ ٻر جو سفر نه ڪري، پر هوءَ ستيا ٽي ماٺ ڪري نه ويٺي. جيتوڻيڪ روحاني پنڌ صراط تي هلڻ جهڙو ڪٺن آهي ته به سچا سالڪ خوشيءَ سان اِهو پنڌ پار ٽي تا وڃن. اِهو لازم آهي ته طريقت جي وات ۾ ڪو ڪامل رهنما (مرشد) هجي، نه ته اوڙاهه ۾ ڪرڻ يقيني آهي. سسئي به اهڙن لڪن مان ٿي لنگهي، جتي هوند دوک، چوسالي پانڃاريا ۽ نيش به حيران ٿي وڃن.
"ڪير لنگهيندي قاف؟ اِيءُ ٻر ٻرهمڻ ٻاسيو."
ٻر وڏو آهي ۽ وڻڪار ويجهو ناهي. ڪيچي اُن لئي اڏامندا، پاڻ پاريسيون ڪندا وڃن. هيءَ مند، پيدل پهاڙ لتاڙيندي وڃي! هن اڙانگي پنڌ جي نرت، نيشن کي به مس پوي.
"سسئي وڏي ست، جا اهڙيءَ ٻر پنڌ ڪري."

•

## داستان ٽيون

١

اَللهَ ڪارڻِ، اوٺيا! ڪَرَها مَ ڪاهيو،
جانِبَ! جَڏي جِيءَ جو، آڳاڻو آهيو،
لاڳاپو لاهيو، مَتان مُنهنجو، سُورِين!

٢

اَللهَ ڪارڻِ، اوٺيا! ليڙا نِيو مَ لَڏَ،
نيو نِماڻي پاڻَ سين، ٻانهيءَ جهلي پَڏَ،
مُون کي ماري مَنجهه ٿي، سَندي هوٺن هَڏَ؛*
ڪَهو لايان ڪَڏَ، ڪيچان اوري جي وَران.§

٣

ڪيچان اوري ڪٿهين، وَڻُ نه ويسانهين،
ڪَميڻي! ڪيچين لَءِ، پوُرِ جِ پرانهين،
تاڻِج ليڏانهين، وارِجِ ڪا مَ وَرَڻَ جي.‡

٤

ڪيچان اوري ڪيتريون، مَعذوريون مِيوُن،
واٽون وِيهَه ٽِيون، ڪُهُه جاڻان ڪيهي ويا؟

٥

اَلا! اَچِن اوُءِ، جن آئي مَن سَرَهو ٿئي،
پَسان ماڻ پَرِ ڪنهين، جَتَن سَندي جوءِ،

---

١- اي اوٺيو ٢- اُٺ ٣- آڌار ٤- اُٺ ٥- وٺي وڃو ٦- لڪڙ ۾ ٧- وارن جي ڇڳن ڪان ٨- يادگيري، سار ٩- ملامت، داغ ١٠- خاندان، ڪل يا ڪٽنب کي ١١- آرامگاهه، ساهه پٽڻ جي جاءِ ١٢- هلج ١٣- پري ١٤- واٽي وارج ١٥- ڪنهن طرح.

*مونکي محبوبن جي سار، اندر جو اندر ۾ ٿي ماري.

§ منهنجي خاندان تي داغ لڳائيندين، جي ڪيچ جي اوريان ئي موٽي ايندين.

‡ تون اوڏانهن ڪاهج ۽ پٺتي موٽڻ جي واٽي نه وارج.

لَنگهي لَڪَ، لَطيفُ چَئي، سَٽِيان[1] هوتَن هوُءِ[2]،
گولي ٽِيان گُلبُوءِ، جي[3] سُهاڻان ساٿَ ڏَٽِي.

۶

ڪيچان آيو قافِلو، راتِ موچاريءَ روُءِ[4]،
بولي ۽ بَلوچَ جي، رِڙهي پَسان روُءِ[5]،
لَنگهي لَڪَ، لَطيفُ چَئي، پُٺان ڪيچِيُن ڪوُءِ،
گولي ٽِيان گُلبُوءِ، جي مؤن نِيو پاڻَ سين.

۷

ڪيچان آيو قافِلو، پَليرو پايان،
پَٽِي جا پيرَن جي[6]، لِڳَن ڪي لايان،
چَنبيلي[7] چايان[8]، جي مؤن نِيو پاڻَ سين.

۸

ڪيچان آيو قافِلو، جامَن سَندو جامُ،
پَسندي پُنهونءَ کي، اَکِيُن ڪيو آرامُ،
ناڙِ[9] چايان نامُ، جي مؤن نِيو پاڻَ سين.

۹

ڪيچان آيو قافِلو، جُنگ[10] سؤنهاريءَ جوڙ،
تَليارا لوڏَن[11] ڪي، ڳَچِيءَ سؤنهَن موڙ[12]،
دؤلَتَ[13] چايان دوڙ[14]، جي مؤن نِيو پاڻَ سين.

۱۰

ڪيچان آيو قافِلو، طَرَحَ[15] مِوچاريءَ توڏَ،
سينگارِيائؤن، سَيّدَ چَئي، ڪَرَها مَنجهان ڪوڏَ،
لَکَ لَهي ٿي لوڏَ، جيجان! تن جَتَن جي.

۱۱

ڪيچان آيو قافِلو، ساٿَ ڏَٽِي سَرِواڻُ[16]،
وارَ وَيڙي واڳُوُن ڪَريان، پُٺان هوُند پَلاڻُ*،
جهڙو پُنهون پاڻُ، تهڙي سِتا[17] ساٿَ جي.

۱۲

جهوُڙا[18] جن جُهاڻِ[19] بر، هيري لَکَ هَزارَ،
لَڳا واتَ وَٽَن جا، پُنهونءَ کي پالارَ[20]§،

۱- ٻڌان ۲- هل، آواز ۳- گلن جي سرهاڻ (ٻانهي). (ٻانهن ۽ ٻانهين تي نهايت سهڻا نالا رکيا ويندا هوا، جهڙوڪ چنبيلي، گلبوء، ناز بوء وغيره). ۴- نموني، طرح ۵- منهن، شڪل ۶- خاڪ، مٽي ۷- چنبيليءَ نالي ٻانهي ۸- چوايان، ڪوٺايان ۹- ناڙ نالي ٻانهي (جهڙن مومل جي ٻانهيءَ جو نالو هو) ۱۰- جوان ۱۱- ٽلين وارا (موڙ) ۱۲- ٺوٺر، جهاٻا، ڳانا ۱۳- دولت نالي ٻانهي ۱۴- ڪميڻي، خاڪسار ۱۵- رفتار، ٽور، اٺ (ٽوڏا) ۱۶- ساربان، جت ۱۷- ٺاه ٺوه، رونق ۱۸- ٺوٺر، جهاٻا ۱۹- غاشي، بالا پوشن ۲۰- ٻن، ٽاريون.
*پنهنجا وار ڪپي، جيڪر، انهن مان اٺن جون مهارون جوڙيان ۽ انهن سان سندن پلاڻ سبان. (شاه جي نازڪ خيالي.)
§وات تي ٻيٺل وٽن جا ٻن ۽ ٽاريون، پنهونءَ جي جسم کي لڳا.

آن کي ويندا ڳڏيا، اهڙيءَ ست سوارَ؟

لَڱهي ڪاڪ قطارَ، تون، آئي! اَڄ نهارئين!

١٣

مِزمانَن مهري، آئي جهوڪيا جهوڪ ۾،

چانئي چنبَن ۾ وِيا، جِنِ ڀاڙَ ستي ڀري،

ڪوهيارو ڦهري، وِيو نهوڙي ننڊ ۾!

١٤

ڪيڇي ڪالهہ ڪهي وِيا، اَديُون! آڌيءَ رات،

جاڳان تان جيڪي ٿِيو، وِهاڻيءَ پرڀات،

ڦوڙائو فقير کي، ڏِنو جَتَن ذات،

رَفيعَ الدّرجات! ٻَرمَلُ ٻِنهون ميڙئين!*

١٥

مُون ڀانيو مُون وٽ، هَميشہ هوندا ٻِرين،

ويڙهو ڏيٺي ويڪرو، ڀهري وِيا ٻَٽ،§

ساهُ جِنين جي سَٽ، وِڪيم تِني وَٽڪارِ ۾.

١٦

مُون ڀانيو مِزمانَ، هَميشہ هوندا ٻِرين،

ڪُهي ڪميڻي هَليا، ڪهل ڪيائون ڪانَ،

١٧

ڏيٺي ويا ڏاهہ کي، سوُرَنِ جا سامانَ،

١٨

جورو راتِ جُوانَ، جيڏيُون! جَتَ ڪري وِيا!

‡١٧

ڀانيم جي سَرواڻَ، ڇُلائيندمِ ڇهَرين،

١٩ ٢٠

ڪانئيم هوند ٻلاڻَ، اُت ڳُڏائِم اُنِ جا.

١٨

ڪاڏي مُنهن مَڪرانَ جو؟ ڪاڏي ڪيچ ٿِيو؟

ههڙو ساٿُ ٻنيورَ تان، ڪَڍهين ڪونہ ٻِيو،

٢١

ڪوهيارو ڪامَ هٺي، چوري جَتُ وِيو،

٢٢

جنين جَتُ نِيو، تن اُنَنِ گهوري آهيانِ.

١٩

ڪاڏي مُنهن مَڪرانَ جو؟ ڪاڏي ٻَريون ٻارُ؟

ليڙَنِ جو، لَطيفُ چئي، سوُنهون ٿيو سَرُدارُ،

---

١- سنا، دول ٢- آيل، اي منڊ! ٣- پلا اُٺ ٤- جهڪايا ٥- اُنن جي وهڻ جي جاءِ، وٿاڻ ٦- جهپو هڻي ٧- سامونڊي، وڏو ٨- ظالم، بيدرد ٩- فراق، وڇوڙو ١٠- اي وڏي درجي يا شان وارا ڌڻي! ١١- پاڪ، پوتر ١٢- چڪر، ڦيرو ١٣- وڏو، وسيع ١٤- پکڙجي ١٥- ميدانن ۾ ١٦- سودي يا عيوض ۾ ١٧- ٻانهيءَ ١٨- ظلم، زبردستي ١٩- جلايم، ساڙيم ٢٠- ڪٺايم ٢١- محبت جي ميخ، ڪامڻ، جادو ٢٢- قربان ٿيل، گهولائو.

*اي وڏي شان وارا ڌڻي! ٻئي تون مونکي پنهون پاڪ سان ملائين.

§وڏو چڪر ڦري، ميدانن ۾ هيڏانهن هوڏانهن پکڙجي ويا.

‡جي ڄاڻ هجيم ها تہ جت روهہ ۾ رلائيندم تہ هوند سندن اُنن کي ڏنڀن سان ڪٺايان ها ۽ اُنهنجا پلاڻ جلائي ڀسم ڪريان ها.

جو ملڪ جو مهندار، سو مولي مون کي ميڙيين.

٢٠

ٻره[1] مڪايس[2] ٻر، ناٿ سگهي ڪير سڏون ڪري؟
گهڻو ڏورياٺين ڏک سين، ڏيرن لءِ ڏونگر،
وري آيس ور، سفر مٿيءَ[3] جا ساب پيا.

٢١

ور[4] ۾ ڪونهي ور، ڏيرن[5] ور[6] وڏو ڪيو،*
نهاريندس نڪري، ٻوٽن ڪارڻ ٻر،
آڏو ٽڪر[7] ٿر، مٿان روه رليون ٿيين!§

٢٢

ور وراڪا وچ ۾، لکين آڏا لڪ،
هوجي آڏا حق[8]، سي[9] ڪندا ڪوه ڪنديِن[10] کي؟‡

وائي

هوت! نه پانهنجم هيئن،
آئون جا ماري، سڄڻا! تنهنجي نيهن،
وو! چڏي ڏون کو چهرِ ويندين.
لڪون لڳن کوسيون، ڏاڍا ڏونگر ڏيهن،
عشق آريءَ جام جي، ڪيس نماڻي نيهن،
جهنگاريندي[11] جهنگ ۾، ڏوٿين ڏنڙي ڏيهن،
آن جا چڏي[12] چهرين، ڪيچ رسندي ڪيئن؟
ولهيءَ[13] هت وسائيا، سندا محبت ميهن،
اديون! عبداللطيف[14] چئي، پهچان سيڻن سيئن.

## سر ديسي - داستان ٽئين جو سار

پنهونءَ جو قافلو نهايت سهڻي رونق سان پنيور ۾ وارد ٿيو هو. جهڙو پنهون پاڻ حسين هو، تهڙوئي هو سندس ساٿ سونهارو. سسئيءَ کي جي جت ساڻ نين ته هوءَ جيڪر دل وجان سان پاڻکي سندن ٻانهي چوائيءَ سندن پيرن جي خاڪ پنهنجي لڱن کي لائي:
”پٽي جا پيرن جي، لڱن کي لايان،
چنبيلي چايان، جي مون نيو پاڻ سين.“

هيڻي ويچاريءَ کي ٻر ۾ سندن نشان به نه ٿو ملي. هي ٻره جو ڪم آهي، نه ته ٻر ۾ ٽڪر ڪير ٿو ٻاسي! جي عشق ۾ فنا ٿيا پيا آهن، تنجي آڏو جبل به ٻهي نه ٿا سگهن:
”هوجي آڏا حق، سي ڪندا ڪوه ڪندين کي.“
جو ڏک سهي، ڏوري ٿو، سو للشڪ لهي ٿو:
”گهڻو ڏورياٺين ڏک سين، ڏيرن لءِ ڏونگر،
وري آيس ور، سفر مٿيءَ جا ساب پيا.“

---

١- عشق ٢- مچايس ٣- پتار ٤- مڙس ٥- پيچ، ڏنگائي ٦- پورنگ، چل ول ٧- اي جبل، پهاڙ ٨- مڙس، ڏاڍي، سچ ٩- چا ١٠- جفاڪش عورتن ١١- جهنگار ڪندي، لوڙائو ڏيندي ١٢- اوهان ١٣- مسڪين، هيٺي حال واريءَ ١٤- محبن وٽ.

*پتار ۾ ڪا ڏنگائي ڪانهي، پر ڏيرن وڏوئي دولاب ڪيو.

§اي ٽڪر! منهنجي آڏو هٽي، پري ٿيءُ؛ مٿان اي پهاڙ! پرزا پرزا ٿين!

‡ اهي رنڊڪون يا حجاب، جي ڏاڍيءَ يا سچ يا پتار جي آڏو آهن، سي سرجوش اِسترين کي چا ڪندا؟

## داستان چوٿون

١

وارو! ور وٺي ويا، آريچا اُظالم،
آنداءُون آريءَ جا، پُنهونءَ ڏي پيغام،
پَهُ ڪياءُون پاڻَ ۾، مُنهان مخفي مام،*
سَنيُورا سانُڍ ڪٺي، ويساهي وريام،§
ڪاڪيوُن! راتِ قيام، جيڏيوُن! جَتَ ڪري ويا!

٢

وارو! ورُ وٺي ويا، جابر ڪري جور،
بيدي تيو ٻنيورُ، حَشُرُ ڪري هليا!

٣

وارو! ورُ وٺي ويا، ڪري ڏير ڏمرُ،
هاڻي تيو حَشُرُ، ٻيا قولَ قيامَ جا!‡

٤

وارو! ورُ وٺي ويا، ڏير ڪري ڏورو،
ساجنِ رڻ، سرکيوُن! آنڪ اَڏورو،
نِي سين نِسورو، حَشُرُ ڪري هليا!

٥

وارو! ورُ وٺي ويا، جوري سين جابر،
صبر ڪئن صابر، اَچي عجيبن ري؟

٦

وارو! ورُ وٺي ويا، ڏاڙهيءَ ٻيا ڏير،
ڏينديس ڏاڍين ڏوُنگرين، انين لَءِ الير،
ڪيجِ ٻهچي ڪير؟ وڃڻ سين وسُ ڪريان.

٧

سَنجهي موُن نہ سَنڀاليو، لڪي اوٺي ڪنداِ ايئن،
ڪهي ڪميٺي ڪيئن، جڏي راتِ جتن ڪي!

٨

سَنجهي موُن نہ سَنڀاليو، صُبحَ سارِيَم سوُرَ،
جَتنِ لاءِ ضرورَ، گهٽا گهاريم ڏينهڙا.

٩

سَنجهي موُن نہ سَنڀاليو، صُبحَ سارِيَم سوُرَ،†

---

١- آريءَ جي ڪل جا، سسئيءَ جا ڏير ٢- ظالم، ڪٺور ٣- مون کان ٤- ڳجهو ٥- راز، ڳجهارت ٦- سنيري هليا ٧- ڪوڙو ويساه ڏيئي، دلبو ڏيئي ٨- پهلوان، بهادر ٩- اَديوُن، ڀينر چاچيون ١٠- قيامت ١١- زوراور، زبردست ١٢- رڻ ٻٽ، سج ١٣- قيامت، ماتم ١٤- زور زبردستي، ستم ١٥- اَڪيرو، ٻيجسو ١٦- ڏيڻ ١٧- زبردستي، زوراوري ١٨- سهڻين ڏاڙهين وارا ١٩- اَچل، ٽپو ٢٠- ڪئي ٢١- ضرور ۾، رنج ۾.

*مون کان لڪائي پاڻ ۾ ڳجهي مصلحت يا صلاح ڪياءُون.

§بهادر جت، مونکي دلبو ڏيئي، سنيري، قافلو ڪاهي هليا ويا.

‡هاڻي قيامت اَچي ويئي؛ اُن جا سڀ اَهڃاڻ هاڻ صورت وٺي اَچي بيٺا آهن.

†سنجهي مهل نہ سنڀاليم، صبح جي وقت اُٺي دردن جو ڏوُر ڪيم.

آڏيءَ راتِ اُڏاميون، ڏينَ پلٽيو پورَ،

جتنِ لاءِ ضرورَ، مادَرِ! ماري آهيان!*

١٠

سَنجهي موُن نہ سَمِيالِيو، ماريَسِ سوُرَ صُبوحِ،

نيڻَ هيراي‏ءَ نِبدَ سين، جتنَ لنگهي جوءِ،

هاڃو ڪَري هوءِ، آڏيءَ راتِ اُٿي وِيا!

١١

آڏيءَ اوءِ اُٿي وِيا، ڪَرَ[1] رَکياٿون ڪيچَ،

باروچاڻي پيچَ، مُنهنجو مَنُ[2] مُنجهائيو!

١٢

جَڏيءَ وَٽ جالي، مانَ اَلله ڪارڻِ لِڪَ[3] سيڻَن،§

آهي آريءَ جامَ جي، هِت هُت حوالي،

عَيبَ موُن اَگِرا، مانَ نِرمَلُ[4] نِڪالي![5]

پَرليا‌ڻي[6] پالي،[7] ڪامِلُ نيندو ڪيچَ ڏي!

١٣

پَرِينَن[8] پاليِاس، بانِهڻَ بيٺي آهيان،

حُسن هوتَ پُنهونءَ جي، ماري مَوتِ وِڌياسِ،

جانڪي[9] تان جيئندياسِ، پيَسِ وَرِ[10] وِصالَ جي.

١٤

پَرِين جي پاڙي، جاڙَ گُذاريمِ جيڏيوُن!

جنين موُن کي ماريو، سوُرَن سين ساڙي،

ارادي[11] آڻي، سانگيُن[12] سين سَڱُ ڪَيو.‡

١٥

اَسين پانڻَ پَرتَ، پورهيَتَ پُنهونءَ جامَ جا،

هوتُ ڪَتوُريءَ هيرَئون، موُن بہ صابڻَ ڇتَ،†

آنڻَ مَنجهِہ اَگهتَ،[13] ڪانڊُ ڪنهين جي مَ ڪَري!

×١٦

آئوُن تان اَهڙياءِ، جا پانهيءَ کي پاڻي چوان،

موُن ڪَميڻيءَ[14] لاءِ، پُنهون ٿي پَرتُ ٿيو.

---

١- رخ، منهن ٢- ناٿي، وڪڙ ٣- ذرو ٤- پاڪ، پوتر ٥- تڙي ڪيدي ٦- ڏوبياڻي ٧- پناه ۾ رکي ٨- ڏيءَ ٩- جيستائين ١٠- حوالي ١١- قسمت، تقدير ١٢- سانگي سان ايندڙن، سفر ڪندڙن ١٣- اوگهڙ، پڌر ١٤- ڏوبي.

*اي اَمڙ! مان جتن ڪارڻ، رنج يا ڏک ۾ فنا ٿيل آهيان.

§شل سائينءَ لڳي، مون معذور سان، هو ٿورو وقت گذاري.

‡قسمت منهنجو پيچ، سانگي سان ايندڙن يا سفر ڪندڙن سان اَڙايو.

†هوت (پنهون) مشڪ ۽ عطر ٿي هريل آهي؛ مون (ڏوبياڻيءَ) ۾ صابڻ جي ڇت (گهي) آهي. (اَسان ڏوبين جو واهپو صابڻ سان آهي.) (شاه جي نازڪ خيالي.)

×مان اَهڙي آهيان، جا گوليءَ کي بہ سائڻ چوان. مون ڪميڻيءَ جي ڪري، پنهونءَ ڏوبي ٿيڻ قبوليو.

*١٧

ڳَڏيو ڏوڀِين ڏوءِ، پُنهونءَ پارچو هَٿَ ۾،

اُتي آريءَ جامَ جو، قاصِدُ آيَس ڪوءِ،

اِيءُ ڪامِل! ڪَمُ نہ سَندوءِ، جيئَن ڀِڃَسَ ڀڃاڙئين ڀوتئين.

١٨

نَڪو ڪيچ پَنهورُ، نَڪو مائُٽ مُنڌَ جو،

هورُ مِڙوئي هِنَ کي، هوتَنِ ڪونهي هورُ،§

زاريءَ ڏاران زورُ، هَلي ڪونَ حَبيبَ سين.

١٩

ڇوري، نِڌوري، نَڪو مائُٽ مُنڌَ جو،

سَوين هَلَنِ ساٿَ ۾، ڪَمِي ۽ ڪوري،

آئُون ڀِڻ آهيان اُنِ ۾، لَنگهي ۽ لوري،

لَنگهائِيين، لَطيفُ چئي، ڏُرَنِ جا ڏوري،

آهيان آزوري، تُنهنجي جوري جَبَلُ لَنگهِيان.

وائي

ڇا کي تا ڪَرَہ قَطاريو؟

وو! مُون نِماڻيءَ تان کي نہ ڇڏيو.

اَللهَ ڪارڻِ، اونِيا! آئين، واڳَ وَرِي وَرُ وارِيو،

رَهُو راتِ پَنهورَ ۾، تان ڪا ڳُهَڙي هيتَ گهارِيو،

سَگهي جنهن سَگَ ڪيو، تنهن مَعذُورُ کي مَ مارِيو،

سائِينءَ ڪارڻِ، سُهرِيِن! دوسِتَ! دَرسَنُ ڪارِيو،

موڙي مُهَرَ ڏاريُون، ڇانگَنِ کي آئين چارِيو،

اَيري عَبدُاللطيفُ ڏي، واڳَ، وَنهيَل! آئين وارِيو.

## سر ديسي - داستان چوٿين جو سار

جابر جت، پاڻ ۾ پڌ ڪري، ۽ سسئيءَ کي ويساهي، پنهونءَ کي پاڻ سان زوريءَ وٺي ويا؛ ۽ ويچاريءَ لاءِ ڀنڀور ۾ نسوري قيامت برپا ڪري ويا. پنهونءَ جي حسن جي ماريل سسئيءَ لاءِ سواءِ جهڄڻ ۽ جهوريءَ جي ٻيو ڪي ڪين رهيو. آخر پنهون، پاروچو سردار هو ۽ هيءَ پانهين جي پانهي. هو خان، ڪتوريءَ سان واهپو رکندڙ؛ هيءَ ذات جي ڌوٻڻ، جنهن جو ڪم صابڻ جي ڇٽ سان. پنهون، سندس پريم وس ٿي، پارچا ڀڃاڙڻ به قبوليو هو؛ پر آريءَ جام جي قاصد اچي ڏڏاريس. چي:

”اِيءُ ڪامل! ڪمُ نہ سندوءِ، جيئن ڀڃس ڀڃاڙئين ڀوتئين.“

ويچاري سسئي، برپٽن ۾ زاريون ڪندي، ڪاهيندي پيئي وڃي. سواءِ زاريءَ جي ٻيو ڪي به سندس وس ۾ ناهي:

”زاريءَ ڏاران زور، هلي ڪون حبيب سين.“

١- ڪپڙو ٢- زور سان ٣- ڌوئين، سٽين ٤- ڪپڙن کي ٥- فڪر، ڳڻتي ٦- مڱڻهار، خسيس زال ٧- ڪميڻي، بي شرم ٨- ٽر جي هڪ ناپاڪ ۽ ڪميڻي ذات ٩- زور تي، آسري ١٠- اُٺ ١١- ڪرايو ١٢- ڪنڌي وڻ جو ٻور ١٣- اي ونهيا!

*پنهون هٿ ۾ ڪپڙا ڪنيو، ڌوٻين ڳڏ پيو ڌوئي. اُتي آري سردار جو ڪو قاصد آيس. چي: ”اي ڪامل! اهو تنهنجو ڪم ناهي، جو بازو هڻي، زور سان ڪپڙا پيو سٽين!“

§سموري فڪرات هن (سسئيءَ) کي آهي؛ محبن (پنهونءَ) کي ڪو به فڪر ناهي.

## داستان پنجون

١

جئن سو هَرَڻُ هُماءُ، سَرگردانُ سَنسارَ ۾،
هيءَ پَکُ نه کوڙي پَنهين، هوءَ ڏرَ سرِ ڏَري نه ساهُ،
جيڪُسِ تن مُلاءُ، سَسُئيءَ سوُرَ پِرائيا.

٢

رات ڏِٺائين روجَهه، پانءَ کي اوٺي آئيا،
پريتڙي پرِيَنِ جي، سڪَڻَ کي سَبوجَهه،
هُئي گهڻو اَبوجَهه، سوُرَن سُنهائي سَسُئي.

٣

روجَهه ڏِٺائين رات، هوتُ ڳوليندي حَبَ ۾،
ڪيچِيُن جي ڪوڙي ٿئي، لوءِ لَنين جي تات،*
باروچاڻي ذات، مَان مُئيءَ نه وِسري.

٤

جَبلَ ۾ جانارَ، سَرَهَ گَڏِيئي، سَسُئي!
پنهيءَ پوءِ پوارِئي، بانڀڻ جي باڪارَ،
هوتاڻي هيڪارَ، مولا! مؤن کي ميڙئين!

٥

سَمَرُ جنين نه سانڍَ، هوتُ حِماتي تن جو،§
ڪَري ڇيڄَ ڇَمَرَ ۾، پُنهون ايندو پاڻَ،
تيندي ريجَهه رِهاڻ، لَحظي مَنجهه، لَطيفُ چئي.

٦

پَسِي سِي سَرهي ٿِئي، جي مَيَنِ لَنگهيا مَسَ،
لِٽُ لنهن کي ناهِ ڪو، لَڪَ مِڙيئي لَسَ،
حُبَ جنهن کي هوتَ جي، وِنڌرُ لنهن کي وَسَ،
سَنديءَ چانگَنِ چَسَ، پيرَ لَرَنَدءَ پَبَ ۾.

٧‡

سَسُئيءَ لَنگهيو سو، مَردَ جنهن ماڪُ ڪيا،
جَبلَ وَڏو جو، نوُڻ مِڙوئي نيڻهَن کي.

٨

جَبَلُ ماري جَڪَ، جو آڏو آرِيچَن کي،

١- ختن جي ملڪ جو هرڻ، جنهنجي دن ۾ مشڪ ٿيندي آهي ٢- هڪ خيالي سڳورو پکي، جنهنجي سايي پوڻ سان چون ٿا ته ڪوبه شخص بادشاه ٿيو پوي ٣- حيران ٤- قدم ٥- شايد ٦- وٺان ٧- اڇن پيرن وارا هرڻ ٨- عشق ٩- سياڻي ١٠- واقف ڪئي ١١- ڪوڙي ١٢- من مان ١٣- ڦاڙها ١٤- پؤ واري ١٥- ناچ، جهمر ١٦- ڏينهن، وار ١٧- وسندي، آبادي ١٨- ذائقي يا اڪير ۾ ١٩- هينائين زمين. (ٽر ۾ ڏسڙ واري پٽ کي نوڻ چوندا آهن.)

*جي ڪيچين کي ڪوڙي ٿئي، ته به ڪيس انهن جي تات رهندي ايندي.

§جنکي ڪو دنيوي اسباب ساڻ ناهي (جي تارڪ يا تياڳي آهن)، تنجو مددگار پاڻ محبوب آهي.

‡سسئيءَ اهو پهاڙ پار ڪيو، جنهن جنگ مردن کي به فنا ڪري ڇڏيو هو. محبت اڳيان وڏو جبل به هڪ لسو پٽ يا پٽ ٿيو پوي؛ يا نيڻهن کي اٿاهون جبل به نمدڙ آهي.

لوڙهي لَڪَنِ لَڪَ، سَڀِ لنگهيندِيَسِ سڪ سين.

٩

جَبَلُ جيڏو ئِي، جو آڏو آريچَنِ کي،
وَنِي وَرُ[1]، واتَ وِيا، بُرفَتَ بِروهِي،
رُڃَنِ ۾ روئِي، پسان شالَ پُنهونءَ کي!

١٠

جَبَلَ سَچَنِ جالَ، آڏا آريچَنِ کي،*
هاڙهي ڏانهن هَٿُ کَٽِيو، ڇَپرِ مڙان شالَ!
ڪيچي وِيَڙَمِ ڪالَ، ٿي ٿي ڏوُنگرَ ڏورِيان.

١١

ڇَپرُ ڇَمرُ[2] پانيان، ڪانڀو[3] ۽ ڪارو[4]،§
پَبُ وِجهندِيَسِ پُٺِ ٿِي، صُبُحَ سوارو،§
وَجَهَ موُن وارو، ڪِينَ وِهَندِيَسِ وِچَ ۾.

١٢

ڇَپَرَ ۽ ڇَمَرَ، تا لِڱهَه[5] لِڱنِ پاڪَ ۾،
ڏايا ڏوُنگرَ ڪَرڪَرا[6]، ويڏَ[7]، وِنگايُوُن[8] وَرَ،
آئون پيادي پَٽيين[9]، نِماڻي نِڏَرَ[10]،
سوُرِيوُن[11] جِتَ، سَگَرَ[12]، اُتَ ٻاتاڙيءَ ٻيلي ٿيين!‡

وائي

هنئڙو توهُنِ ساري[13]، مُنهنجو ساهُ سَيّدَ کي تو ساري،
جيڏِيوُن! آئوُن هَلندي، ويندي هوتَ ڏي؛
سَرتِيوُن! آئوُن ڪَهندي، ويندي ڪيچَ ڏي.
هوتَنِ هَلَڻَ مَنَ ۾، ڪيرَ گهَڙي هتَ گهاري؟
آسَرَ[14] يَري آهيان، ماڻَ واحِدُ آڻينِ واري!†
پَندَ اُڙانگا پَٽيين، موُن کي ڪوهيارو تو ڪاري[15]،
سَڄو سُڄُن سُڃرِنِ، مانَ پُنهَلُ پَنهنجو ٻاڙي!
ڇيرو اَندَرِ جِندَڙي، وِيو ٻاروچَلُ ٻاري!
وِڏا ڪَمَ ڪَريِمَ[16] تِي، ڏسن ويچارِيءَ واري،
اَديُوُن! عَبدُاللّطيفُ چئي، وِهَندُمِ ڪِينَ وِساري.

---

١- هڪ قورو ذات ٢- ڪارو ڪکر ٣ ۽ ٤- ٻن ٻهاڙن جا نالا ٥- بادل، ڪکر ٦- ڪرڙا، سخت ٧- ويڏنون، ڪشالا ٨- ڏنگايون ٩- پٽن ۾ ١٠- نڌڪي، بي وسيلي ١١- پند، پيچرا ١٢- منجهيل، موڙهل ١٣- ياد ڪري ١٤- اُميد، آسري ١٥- ڪرائي ١٦- ڏٽي باجهاري.

*آريچن جي اڳيان گهٽيءَ جبل تا سجهن. (محبوب حقيقيءَ جي ديدار کان اڳ، طالب کي ڪيئي رنڊڪون لتاڙڻيون آهن.)

§جبل کي (ڪانڀي ۽ ڪاري نالي ٻهاڙن کي) بدءِ ڪارو ڪکر ٿي سمجهان. صبح جو سويل پب جبل پنتي چڙهيندس (لتاڙي ويندس).

‡جتي ٻهاڙن جون چوٽيون منهنجا پيچرا آهن، تتي شل تون هن منجهيل جو ساٿي ٿين.

†آسائتي آهيان، شل ڏٽي هيڪي موٽائي آڻي.

## سر ديسي - داستان پنجين جو سار

هوس ڏانهن هلندي، سسئيءَ هرڻ ۽ هماءَ واري ڳُر ورتي آهي. ڪيس هرڻ وانگر پنهنجي سرير جي سمڪ ناهي ۽ هماءَ وانگر سندس پير پٽ تي ئي نه ٿو لڳي. شايد هرڻ ۽ هماءَ کان ئي سورن جو سبق پرايو اٿس. هوءَ گويا پنهونءَ ڏانهن پرواز ڪندي پيئي وڃي. جبل جي جاڙن جي ڪيس پرواه ناهي؛ جاڏا جبل، سندس نيڻهن اڳيان، پٽ مثل ٿيو پون:

"جبل وڏو جو، ٿوڻ مڙوئي نيڻهن کي."

جنکي ڪو سمر ساڻ ناهي، تنجو ساٿي پنهون (ڏاڻي) آهي. هو ڇپر ۾ به ڇپج هٿيو، اڳيو عاشق کي پنهنجو ديدار ڏئي. پوءِ "ٿيندي ريڄهه رهاڻ، لهڻي منجهه، لطيف چئي." پوءِ جبل سسئيءَ جي اڳيان، پنهنجو تاب رکي نه ٿو سگهي:

"ڇانگن جي ڇس، پير ٿرندءِ پٻ ۾."

•

## داستان ڇهون

١

آڏَڙاڇا، آهُڙا، ڏُونگَرَ ڪي ڏاڪا،[1][2]

ڪَيمِ آهَ عَجيبَ کي، سِڪَ مُنجهان سا ڪا،

پيئي هٿيڪي هوتَ کي، ڪوڪَ وڃي ڪَنِ ڪا،

مُنهنجو وَسُ واڪا، ٻُڌَڻُ ڪَمُ ٻَروچَ جو.

٢

آڏَڙاڇا، آهُڙا، ڏُونگَرَ ڪي ڏاڪا،

وَتي وَرُ واتَ ٿيا،[3] ٻَر ڇِڙهي باڪا،*

ڦَنيا پيرَ فَقيرِ جا، ڇِڙهندي ڇِڙهاڪا،

هُيَنِ جيءَ اَندَرِ جاڪا، وِيا ٻِچائي پانهنجي.§

٣

آڏَڙاڇا، آهُڙا، ڏاڪا ڏُونگَرَ ڪي،

هوُ جي وَرَ وِندَرَ جا، مارِيندا مُون کي،

هاڙهو هيٺِيءَ کي، لَنگهائيِ، لَطيفُ چئي.

٤

آڏَڙاڇا آهُڙا، وِندَرَ وَراڪا، وَرَ ۽

حُبَّ[4] جَنهِينِ کي هوتَ جو، سا ڏوريندي ڏُونگَرَ،‡

پَهچائينِ پَرورَ! لُطفَ ساڻُ، لَطيفُ چئي.

٥

آڏَڙاڇا، آهُڙا، وِندَرَ وَراڪا، واڪَ[5] ۽

اُجهايَس اَنِ جي، ڦوڙائي فِراقَ،†

---

١- ڏنگا ڦڏا، وروڪڙ ٢- آهنجا، آڙانگا ٣- بانڪا، پهلوان، سوره ٤- حب، محبت
٥- وروڪڙ، پيچ. (واڪ جي معنيٰ مڙيئي يا بنھ به آهي.)

*پهلوان (پنهونءَ جا ماڻهو) منهنجو يتار وٺي، برپٽ جي سفر تي هليا.

§اَندر ۾ جا نيت يا تجويز هئي، تنهنجي نيت پوئواري ڪيائون.

‡ جنهنکي محبوب جو نينهن لڳل آهي، سا ئي جبلن ۾ جهاتيون هڻندي.

† اُن، جو مونکي پنهونءَ جو وڇوڙو ڏنو آهي، تنهن مونکي بيحال ڪيو آهي.

پُنهون پِرِملَ پاڪَ! واحدَ لڳ،[١] وَرِيجِ تُون.

٦

آڏَڙاڇا، آهڙا، وِنگا وَرَ واٽَنِ،
جيرا، جِگِرَ ٽُڪِرِيُون، آرِيءَ لَءِ آئَنِ،[٢]
ڪَشي ڪَنواٽَنِ، سَنِيوُڙا[٣] سَيّدُ چئي.*

٧

ڪوڏَرِ نَه ڪاٽي، جِنهن سين ٽَڪَرُ ٽاڪيان،
جيڪو جَبَلُ لَنگهيان، سو هَيبَتَ جو هاڻي،
پِرينِ جا پاڻي، سا ڄَڙَ جيڏِي نَه لَهي.

٨

ڪَرڙا ڏُونگَر ڪَهَ گهٽِي، جت پَرَبَتَ،[٥] سُڄَڻَ پيرانُ،
ڏاهَنِ ڏاهَپ وِسري، ٿِيا حَريفَ ٿِي حيرانُ،
سَسُئيءَ لَنگهيو، سَيّدُ چئي، مُحَبَّتَ سين مَيدانُ،
جنهنجو آرياڻي اَڳوانُ، تنهن کي ڪا نهي باڪَ[٦] ٻَهيڙَ[٧].

٩

ڪَرڙا ڏُونگَر ڪَهَ گهٽِي، جت واٽُنِ ٿِي واري،
آڏا لَڪَ، لَطيفُ چئي، پَرَ سُڄَڻِ ٻاري،
جا مَنزلِ ماري، سا، قادِرَ! ڪيچِ رَساڻئِين!

١٠

ڪَرڙا ڏُونگَر ڪَهَ گهٽِي، جت جَبَلَ ڏُونا ڏُونِ،[٨]
لِيڙَنِ جوُنِ، لَطيفُ چئي، لَنگهَ لَنوارَوُنِ پُونِ،[٩] §
جن ڏُٺو پيرُ پُنهونءَ جو، سي نَه ڪي رُونِ، نَه ڇُونِ،‡
هوُندَنِ مَٿي هوُنِ،[١٠] لاڳاپا هَنَ لوڪَ جا.†

١١

ڪَرڙا ڏُونگَر ڪَهَ گهٽِي، جت ماڻُر مُتاهِينِ،
سُڄَڻِ تان، سَيّدُ چئي، اُتَ[١١] مَرُونِ مَهائِينِ،
تُون، آرياڻي! آهين، مَنهن[١٢] مَعذُورنِ جي.

١٢

ڪَرڙا ڏُونگَر ڪَهَ گهٽِي، جت وِيا رُوڏا[١٣] رِنگائي[١٤]،
ساڳي سيڻَنِ جي، ٿي وِندُرِ واجهائي،[١٥]
رَهيَسِ رَسُ، لَطيفُ چئي، تنهن ڪَميڻيءَ ڪا هي،×

١- رلٽا، سڱند پريا ٢- جلن، سڙن ٣- اُٺن ٤- تيار ٿيا، سنبهيا ٥- پٻڌ، ڪاهه، ٦- خوف، خطرو ٧- قطار، ساٿ ٨- قسمين قسمين ٩- سوڙهن لڪن ۾ ١٠- جيئرن، هستيءَ وارن ١١- شوخ، خوفناڪ ١٢- پناهه، پردو ١٣- اُت ١٤- رڙندا، ريڱٽ ڪندا ١٥- سڱ، ناٽي.
*اُٺن کي مهارن کان ڪشي، هلڻ لاءِ تيار ٿيا.
§سوڙهن لڪن ۾ اُٺن جون ٻاڪارون پيئون پون.
‡جن محبوب جو نشان لڌو آهي، سي نه روئن ٿا، نه چپ ٿا چورين.
†جيئرن لاءِ ٿي هن سنسار جا سنبند آهن. (جي مرڻ کان اڳي ٿا مرن، تن لاءِ ڪو به دنيوي تعلق ناهي.)
×مان پنهنجي رهڻي وڃي آهيان، تون ڪاهي اچي هت هن ڪميڻيءَ وٽ پهچ.

آرياڻي آهي، مَنهن معذورن جي.*

۱۳

ڪَرڙا ڏونگر، ڪَهُ ڪَهڻي، جت رڻُ، لَتو رائو،[1]
لِتِرُ ٿئي مَ لِن ڪي، ڏونگر ۾ ڏاڻو،§
جَڏهن جامُ پُنهون جائو، ڏِٺهن ٿي وَسَ وَڪارَ ۾.

۱۴

ڪَرڙا ڏونگر، ڪَهُ ڪَهڻي، جت مينهن وَسن ماڪُون
سُڃَن لِيُون، سَيَّدُ چئي، هاڙهي جُون هاڪُون،‡
جت اَنڌيُون اوطاقُون، لت ڪاهي رَسَج، ڪارڪِي![2]‡

۱۵

سِڪي جان سُتياس، تان سِڪ سُمهڻ نه ڏني،
جاڳي، سُتيَس جن لَءِ، سي آيا تان نه اُٿياس،
پينرا! آئون پُلياس، نه نه سِڪ سُمهڻ چا لڳي؟†

×۱۶

ماڻڪُ[3] مٺُ سَندومِ، اوندهيءَ ۾ سوجهرو،
حَشرِ[4] ويل حساب ۾، ڇڏي نه ويندومِ،
ساريو سَڏُ ڪَندومِ، ڪوهيارو ڪيچ ڏَئي.

وائي ۱

ويندِيَس ڪيچ ڪهي، سيڻن ساڻُ[5] سَهي،
ووا! پينرا! آئون ڇنديس تان نه ڇنن ري.
وهان ڪيئن ماب[6] ڪري، هيڏو سور سهي؟
هيڏي شهر ڀنڀور ۾، ساريان ڪون[7] سَهي،
اڳيان آريءَ جام جو، ويڙو ساٿ وهي،
صُبحَ ڏونگر ڏوريان، ڪنهن پر[8] رات رهي.

وائي ۲

گُهمان جال جبل، ميان! جيڏيون! جانب جت لَءِ.
ڏوريندِيَس ۾ ڏونگرين، ڪنديس آئون اچل،
هيڏي شهر ڀنڀور ۾، رهان نا هِڪ پَل،
پُنهون پاڻ نه وڃڻو، ڪو[9] مُنهين[10] ۾ ول،
اوڏي ٿي، عبداللطيف چئي، هوت ڪارڻ هَل.

۱- جاڻلو رهتي، جبل ۲- وسيلو، حامي ۳- مولي، در (پنهون) ۴- قيامت ۾ ۵- برابر، ضرور
۶- برداشت ڪري ۷- جاڻو سڃاڻو، واقف ۸- ڪنهن ريت ۹- مون ۾ ۱۰- نقص، اوڻائي.

*آري جام ٿي هيڻن جي پناه يا پردو آهي.

§شل ڏونگرن ۾ لتر انهنجي ڏائي طرف نه لنواري. (جو بد سورڻ آهي.)

‡هاڙهي جبل جي جبراڻن جون وڏيون وارڻائون پيئون ٻڌجن. اي حامي! جتي اونداها هند لڳا پيا آهن، لتي لون ڪاهي اچي مون وٽ پهچ.

†اي پينرا! مون وڏي غلطي ڪئي، نه نه چا لڳي نيهن ۽ چا لڳي ننڊ!

×هن بيت ۾ پيغمبر صاحب (حضرت محمد صلعم) ڏانهن اشارو آهي، جو قيامت ۾ شفاعت ڪندو. (بي مصرع ۾ اشارو صاف آهي.)

## سر ديسي - داستان ڇهين جو سار

ڏونگر جا ڏاڪا ڏکيا آهن ۽ وراڪا اَڙانگا. چاڙهيءَ ڪا چڙهندي، سسئيءَ جا پير ڦٽجي پيا آهن. سندس جيرا، جگر ۽ ڪليون آري ڄام لاءِ جلن پيا. هيءَ اُها پوائنٽي پونءِ آهي، جنهنکي ڏسندي حريف به حيران ٿيو وڃن. "ڏاهن ڏاهپ وسري، ٿيا حريف ٿي حيران." روڏا به اُتي بيحال ٿي رڙن ٿا. هرهڪ جبل هڪ هيبت جو هاٿي آهي. اُهڙي سر زمين تي سسئيءَ لاءِ پنهون ئي هڪ وسيلو آهي. هوءَ هر ساعت آريءَ کي پيئي ساري: "منهنجو ڪم واڪا، پڌرا ڪم پروچ جو." جبل گوناگون ۽ ماڙيون مٿاهيون آهن ۽ مرون قاتل. اَڳيان هاڙهي جبل جون هاڪون ۽ اَنڌيون اوطاقون پيئون سڄن. اُتي آريءَ جي حمايت ۽ نسوري قيام آهي.
"جت اَنڌيون اوطاقون، تت ڪاهي رسج، ڪارڻي!"

•

## داستان ستون

١

پُنهونءَ سين پريتِ جي، ڪو جو پيچ پيوم،
پَئيي[1] هَنَ پنهورَ ۾، وِهَڻا وِهَ ٿيوم،
مَٿيوُن موٽڻا سَنديوُن، ڪاڪيوُن! ڪيمَ ڏيوم،
سَرَتيوُن! ساهُ سَندومِ، ٿيو حوالي هوتَ جي.

٢

ڪُجاڙِيا ڪاهي، شُترَ[2] اُنِ سينگارِيا؟
ٽَليوُن، ٽوڙنِ[4]، هَلَويوُن[3]، وِيا ڇيريوُن ڇمڪائي،
لَنگهيا لَڪَ، لَطيفُ چئي، وِيا ڪَرَهَلَ ڪُڏائي،
بانيڻِ کي پَروچَ جي، آسِرو آهي،
واڳوُن وَرائي، ڦيرائِن ماڻَ[5] فقيرَ تي!

٣*

ڏانجهَنِ[6] تي ڏانجها، ڏنائوُن ڏُکيءَ کي،
لَڳيَسِ ناوُڪَ[7] نينهَن جي، ڪُرَهه[8] اَندَرِ ڪا جا،
ٽَرَنِ ۾ ٽاجا[9]، ڪَري مُنڌَ مَرَنِ سين.

۴

ڪو مُنهن ڪُنَلِ آئيو، وَسِ نَه ويچاري؟§
هوتَ[10]! تُنهنجي هَٿَ ري، ٻَهڙي نَه پاري،
اَڇِين جي، آري! نه پاندَ[11] پُڇي، لَکَ لَنگهيان.‡

۵

ڪو مُنهن ڪُنَلِ آئيو، ناهِ ويچاري وَسِ،

١- بد حال، اَپوڻي ٢- اُٺ ٣- سينگار جو سامان، زيور ۴- گهنگهرا ۵- شال ٦- ڏکن، عذابن
٧- ناوڪ، تير ٨- سيني ۾، دل ۾ ٩- محفلون، رهاڻيون ١٠- پاليل، پانهي ١١- پلاند يا دامن کي پڪڙي.
*ڏکيءَ (سسئيءَ) کي عذابن تي عذاب ڏنائون. هن منڌ جي سيني ۾ عشق جو اهڙو ڪو باڻ لڳو آهي، جو هوءَ هاڻ وٽي ٻرن ۾ مرن سان محفلون ۽ رهاڻيون ڪندي.
§اهڙو ڪو امتحان يا ڪشالو، ڪنل جي منهن ۾ آيو، جو هوءَ ويچاري پنهنجي وس ناهي.
‡ اي آري سردار! ٻون جي هٿ اڇي سهڙين، نه مان جيڪر تنهنجو دامن پڪڙي، لک لنگهي وڃان.

هوتَ! تنهنجي هٿ ري، گولي ٿئي مَرَ گَسِ،
ڏُکَ ڏُکيءَ کي ڏَسِ، نه موڙهيءَ ڪر[1] مُنهن ٿئي.

٦

ڪڏهن تان باجهه پئي، ساجن! منجهه سلامُ،
سِکَ تنهنجيءَ، سُپرين! ڪيو تنَ تمامُ[2]،
هٿين هاجَ وِهُ ٿئي، نيڻين ننڊ حرامُ،
دوسَ! نه سَهان دام[3]، توُن وِنڌُرِ[4] تو ويلا ڪرين!

٧

سُرَهي منجهان ساٿَ، آئي بوءِ پنيورَ کي،
ڀِنا بازارن ۾، لائي جَتَ جَبات[5]،
سنديءَ هوتَ حمايت[6]، ڪيچ پهتو قافلو.

٨

ڳڙ مِڙوئي بوءِ، ڇپر چاٽون[7] مُڪيون،
ٻه ٻه ٿي پنيور ۾، هَندَ مِڙيئي هوءِ[8]،
راڻين[9] وَري روءِ، گوُنڌَرَ[10] لَتا گولئين[11].

٩

جَڏهن ڀيٺي ڇٽَ، ڇپر هوتَ پنهونءَ جي،
پُرهي[12] وينيون پَٽَ، گوُنڌَرَ لَتا گولئين.

١٠

جَڏهن ڀيٺي ٻاسَ، ڇپر هوتَ پنهونءَ جي،
اَديون! آريچن جا، وَٽن مُڪا واسَ،
آيَلِ! پُني آسَ، پُنهون آيو ڪيچ ۾.

١١

آيَلِ! اوطاقون، ڪري ڪيچي هَليا،
سُکيون نه سيڻن جي، ماڳن تان ماڪون،
نِسوريون ناڪون[12]، سَڀي[13] هَليا سور جون.

١٢

جَتن سان جانڪون[15]، سَرَتيون! مون سَگهُ ٿيو،
ڪري ڪوهيارو[16] وِيو، تَن چِني ٽانڪون،
آئون پڻ تڏانڪون[17]، اَڌَ ڏُکوئي آهيان.

١٣

مَتان ڪا، ٻَڙي! ٻولَ[18] باروچي وِسهي،
هوُندَ نه سَتيسِ، سَرَتيون! ويهي رَهيسِ وَڙي[19]،*
جَتَ پنهنجي جوءِ ۾، گهارين مانَ گهڙي!
ڪيچين آئون نه ڪَڙي[20]، ڪنهن ڏُکيءَ ڏاوڻ[21] ڏائيو.§

---

١- چارو، علاج ٢- فنا، نابود ٣- دم، پل ٤- وقت گذارين يا وجهين ٥- مشڪ، عطر ٦- مدد، واهر ٧- خوشبوئون، سرهاڻيون ٨- سڳنڌ، سرهاڻ ٩- منهن سرهو ٿيو ١٠- غم، درد ١١- ٻانهين جا ١٢- ڀِري، ڀِڪي ١٣- لڪا تير (ناوڪون) ١٤- هٽي ١٥- جڏهن کان ١٦- ٽڏهن کان ١٧- نيم بسمل، اڌ ڪٺل ١٨- اعتبار يا ويسه ڪري ١٩- واڙجي، ويڙهجي ٢٠- ڪوڙي
٢١- ڏاوڻ جي رسم: (ڪا سهاڳڻ، ڳاڙهي ڪپهه سٽ جي ڌاڳي سان، پنهنجي پير ءِ هٿ جي آڱوٺي کي سٽ وراڪا ڏيئي، گهوٽ جو رستو روڪي بيهندي آهي. پوءِ گهوٽ اُنکي ڪاٽيءَ سان ڪپي، ڪنوارٿي گهر گهڙندو آهي.)
*اي سرتيون، جيڪر سمهي نه پوان ها، پر ساڻس واڙجي يا مڙهجي ويهي رهان ها.
§ڪيچين کي ڪوڙي ناهيان، پر شايد ڪنهن اڀاڳيءَ ڏاوڻ جو ساٿ سوڻ ڪيو.

١٤

ڏيرن ڏوهہ نہ، جيڏيون! ماءِ مڙوئي موُن،*

آئون اسونهين، اوءِ سونهان، پرين پلا پريون،

اَصل آريءَ جام جي، پاند نہ ڇٽوسون،§

جنهن جو تونهين تون، سي پيادِيون ڀڄا نيين!

‡١٥

اَديون! آئون نہ ليکئن، جيئن پرينءَ پرين سين،

ٻَڌي سُنيس نہ سوگهو، ڇلور ڇاليءَ سيئن،

ڪيهي ڪاهي ڪَرهان، موُنهان وَجن ڪيئن؟

ڏوهہ مُنهنجي ڏينهن، ڀُنهونءَ کي ڪا مَ ڇَنئي.

١٦

وَرَا! مَ وساريج، آهيان تُنهنجي آسري،

ڏاڍو ڏونگر جو سَچي، سو لُطفون لنگهائيج،

اُسري اَلهين، ويرا! تون، آري جام اَچيج،

نماڻيءَ کي نوَر سين، لالَنَ! لڏائيج،

ظُلمت جا زمين جي، سا نرمل! نوُرُ ڪريج،

ڪامل! ڪَن ڪريج، فريادِيون فقير جون.

وائي ١

لَڳڙي آهي لغار، وو! يارا! لَنءَ لَنءَ ۾ لالَن جي؛

سَندَ سَندَ ۾ ساڄَن جي.

آئون سُتِي، هوُ هَليا، سَنجهي تيڙا سُوار،

جيڪي اوڙڪ پرينءَ سين، جيڪي پرينءَ پچار،

ڪوءِ سي جَڻ ڏيهڙان جي پون پرينئان ڏار!

لَڳي آهي، نہ لَهي، سَندي عِشق پچار،

گهڻو اُڪنديِ آهيان، تن جتن جي جنسار،

گَڏي ويندِيس گَس ۾، ڪاڪيون! ساڻ قطار،

ميڏون مُحَبت سَنديون، هِنئڙي منجهہ هَزار،

ڪانگن قَطاروُن ڪيون، ڇِڪيءَ کي ڇوڏار،

آئون نماڻي نِڪتي، دَمبج تون، دلدار!

١- پرائي پونءَ، پرديس ٢- ڇٽوسون ٣- گهنڊيدار وارن وارو ٤- قسمت، ورڌاتا ٥- مهر سان، لطف سان ٦- اونده، تاريڪي ٧- پاڪ، پوتر ٨- روشن، نوراني ٩- وار وار، رڳ، رڳ، ١٠- يا نہ ١١- رونق يا سينگار ١٢- ٽڪل، مانديءَ ١٣- بنھ، بلڪل ١٤- دم دلاسو ڏج.

*اي سرتيون! ڏيرن جو ڪوبہ قصور ناهي، ساري خطا منهنجي آهي.

§اَصل کان، ڀنهونءَ جي دامن کي ڀڃڪ، اسانجي وس کان ٻاهر هو.

‡اي اَديون! مون اِئين نہ ڪيو جئن محبوب جي محبت ۾ ڪرڻ کپي. مان پنهنجو پيچدار زلفن وارو پرين (پنهون)، ڇاليءَ سان جڪڙي نہ سمهيس. جي اِئين ڪريان ها تہ ڪيچي ڪئن مون وٽان پنهنجا اُٺ ڪاهي وڃن ها؟ اِهو سڀ منهنجي تقدير جو قصور آهي. پنهونءَ کي اوهان مان ڪابہ ڏوهہ نہ ڏئي.

وائي ٢

هوتَنِ بِنا نِي، مِيان! دَرِدَ فِراقَ نِي، مِيان!

پُنهون سائينءَ، جيڏِيُون! اَلولو! ماري آهيان!

اَدِيُون! آريچَنِ جي، آئُون نهوڙِيَس نِفاقَ[1]،*

ڏُونگَرُ ڏورِيو نه ٿِئي، مُون وِلهِيءَ کان واکَ[2].*

وائي ٣

لن پِرينِ کي اُکَنڊي آئُون، لَکَ لنگهيائُون،

ڏيرَ قَرارِيا[3] ڏيهَ ۾: ٿن اُٿَنِ گهوري آئُون!

ڇَڙهي ڏاڍين ڏُونگرين، پانيڻ اُچلي پانهُون،

هُيَس پاسِ پِرَتَ جي، پانيڻ ڏيءَ ناڻُون.§

وائي ٤

ڇوري ڇڏِ مَ ڇَپَرَين، پاروچَل! پانهي،

جانِبَ جَهڙو جڳ ۾، ناهي ڪو ٿاني[4]،

پُنهَل! نيو پاڻَ سان، پورهيت پَرِنياڻي،‡

پورهيو ڪَنديَس پِرَ[5] جو، پَرِينديَس پاڻي،‡

هوتَ! مَ ڇَڏِيو هيڪلِي، هيءَ جا وِندُرِ وِڪاڻي،

اَديُون! عَبدُاللَّطيفُ چئي، اِيندَمِ آرِياڻي.

## سر ديسي - داستان ستين جو سار

پنهونءَ پڄاڻا، سسئيءَ کي ڀنڀور سڄو ٿو نظر اچي. جت، پنهنجا اُٺ سينگاري هليا ويا، پر سسئيءَ کي ڪُڙه اَندر نسوريون ناڪون هڻي ويا. هاڻ هوءَ پنهونءَ جي سلام لاءِ پيئي سڪي. جڏهن پنهونءَ جو ساٿ، ڀرين ڀنڀور ۾ وارد ٿيو هو، تڏهن اُنهي خوشبوءِ بازارن کي واسي ڇڏيو هو ۽ هينئر ٻه ٻر ۾ اُنهيءَ سرهاڻ جو هوڪو پيو پوي:

"ٻر مڙوئي ٻوءِ، ڇپر ڇائُون مڪيُون،
ٻه ٻه ٿي ڀنڀور ۾، هند مڙيئي هوءِ."

سسئي پنهنجي قسمت کي ڏوهه پيئي ڏئي، جو هيئن پنهونءَ جو فراق سهڻو پيو اٿس. ڇلور کي ڇاتيءَ ساڻ مڙهي ڇڏي ها ته هوند هو ڪيس هيئن اَڌ مٿو ڪري ڇڏي نه وڃي ها. وصال جي ٻوءِ اُهڙي آهي، جا معذورن جي اکين ۾ نئون نور آڻيو ڇڏي.

•

"سر ديسي"- سر ديسي هڪ راڳڻيءَ جو نالو آهي، جا ديپڪ راڳ جي پنجن استرين (ڀارياڻن) مان هڪ ڪري ليکي ٿي وڃي ۽ ڀيرويءَ جو ڳالبي آهي. هن سر جي شروعات ۾ ئي سسئي اهو ورلاپ ٿي ڪري ته: "ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي کهڙا پرين." اِنهيءَ لحاظ کان مٿس اهو نالو موزون پيو لڳي. هي سر، ديسين جي سڪ ۾ چيل آهي.

---

١- فراق، وڇوڙي ٢- بلڪل، پٽيءَ ٣- آرامي ٿيا ۴- مٽ، شريڪ ٥- پرينءَ.

*اَديون! مونکي آريچن جي فراق فنا ڪري ڇڏيو آهي. مون مسڪين کان جبل ۾ جستجو يا ڳولا، پٽيءَ نه ٿي پڄي.

§مان پانيڻياڻي، ڏيءَ ناڻونءَ جي، ڏوٻيءَ وٽ پليس.

‡اي پنهون! اوهين هن پورهيت يا پانهي ڏوٻڻ کي پاڻ سان وٺي هلو. مان پنهنجي پرينءَ لاءِ پاڻي ڀرڻ جو پورهيو ڪنديس.

# سُر ڪوهياري

## داستان پهريون

۱

لَيۡلَ[1] نہ جاڳين ءِ لِڪَ سيئُن[2]، ڪُلّي[3] نُومُ[4] ڪَياءِ!*

قُمۡ[5] تِي، پُهُچُ قَريبَ[6] کي، اِجۡلِسۡ[7] تو نہ جُڳاءِ،

مُنِي! مَهمانَنِ سين، ويهي راتِ وِهاءِ،

جيلان نِندَ ڪَياءِ، تي روزُ رَهين تِي راهَ ۾.

۲

لَيۡلَ نہ جاڳين ءِ لِڪَ سيئُن، شامَ سُتين ءِ سَبَ راتِ،

اوڳي![8] اونيڙَنِ جا، تي ڀَڪَ پُڇين پرڀاتِ!

تِيءُ سَگُرِ[9] لن جي ساتِ[10]، ته، ڀوري![11] ڪنهن پالَ مڙين.

۳

لَيۡلَ نہ جاڳين ءِ لِڪَ سيئُن، سُتين ءِ راتِ سَڄي،

هتان هوتا ٽِبِنِ جُوَن، ويئُوَن خُرِزِ يدُوَن کَڄي،

ڀوري! تُون نہ ڀَڄي، سَبَبِ ڪَنهن ساٿَ مڙين؟

۴

اِجۡلِسۡ ڪَري اَتِيا، تَنوار ڀو تُوڏَنِ،

نُومَ نَوازِينِ ءَ; اَنِ جي، مَرۡحَبا[12] موڏَنِ[13]،§

رِڙهي رَسُ روڏَنِ، اَلۡيَوۡمَ[14] سَيِرُواۡ[15]، سُسُتي!

۵

غافِل! غَفلَتَ ڇوڙِ! تُون ڪيئُن، اَٽاسي![16] اوجهرِين؟

ڇُپاٽا[17] چِڙهي ويا، وڃي ڀِهَنا تُوڙِ،

نيڻين نِندَ اَکوڙِ[18]، جِم وَرَنِ[19] ۾ واڪا ڪَرين.

۶

سَنجهي رَهين سُمهي، غافِل! مَنجهہ گَهرَنِ،

ليڙَنِ جو، لَطِيفُ چئي، ڪَرۡڳَلُ[20] سوءِ نہ ڪَنِ،

سي ڪيئُن مُحِبَ مڙَنِ؟ جي سَنجهي رَهَنِ سُمهي.

---

۱- راتِ ۲- ڏري، ڏر (لِڪ سيئُن = ڏر مالڙ) ۳ ۽ ۴- سموري نند ۵- اُٿي، ليار ٿي ۶- محبوب، پرين ءِ ۷- وهڪ (سستي، غفلت) ۸- موڳي، نادان ۹- وات، راه ۱۰- نوازش، لاب ۱۱- پراپت يا حاصل ڪرين ۱۲- جس، مبارڪ ۱۳- لوڏن، اُٺن ۱۴- اُٺن، تُوڏن ۱۵- اَڄ سفر ڪر ۱۶- اَسوري، نرلڄي ۱۷- ڇپ ڇاپ ۾، ڳجهہ ڳوه ۾ ۱۸- ڪڍي ڇڏ ۱۹- مٿان ۲۰- آواز.

*راتِ جو ڏرو به نہ جاڳين ءِ سموري ننڊ ڪئي. اُٿي محبوب کي رس؛ توکي وهڪ واجب ناهي.

§توکي ننڊ نوازيو; هيندي اُٺن کي به جس هجي (جو هو سڄاڳ رهيا).

٧

آلوڙ و اکين، آئيم ننڊ اُباڻڪ، ڪي!

هاڻي هَنَ پنهورَ ۾، گهاريان ڪارڻ ڪن؟

اَديُون! اونيڙن، همٿين سان هاچو ڪيو!

٨*

جَڏهن سُتيُون جي، پٿر پيو ڏکا ڪري،

تَڏهن تنين ڪي، سانتَ سُتيءَ ڇڏيو.

٩

سُتينءَ پيو ڏکا ڪري، وَڏي جاڙ ڪياءِ،

ڏرَ پيو اُنهين دوستَ جي، تہ سُرِ پُر هوُند سياءِ.§

اَصل آريءَ جامَ جي، سَگهي تُون نہ سياءِ،

پُنهونءَ سين پياءِ تي، نياڳي! ننهُون ڪرين!

١٠

اِيُ ڪمُ ڪميڻين، جنِ سُمهَن پيو ڏکا ڪري،

لوچين ڇو نہ لطيفُ چئي، هاوي! لِءِ هوتن؟‡

ننڊان نياڳين ڪي، اويالا آچن،

سي پُنهون ڪوهُ پچن؟ جي سَنجهي رَهَن سُمهي.

١١

سُتينءَ سواري، مُنهُن ويڙهي مُنِ جَنِ،

ڏسَنءِ نہ ڏيرن جا، چوڌاري چاري؟

ٽيلان، ويچاري! سانتَ سُتيءَ لَڏيو.

١٢

سُتينءَ سَنجهيئي، مُنهُن ويڙهي مُنِ جَنِ،

اوجاڳو اکين کي، جانوءِ نہ ڏيئي،

هُتان تو پيئي، تي ڪِهو ڪميڻُن ڪرين!‡

١٣

اوجاڳو، اَجاڻ! ڪَيءِ نہ ڪميڻين جَنِ،

آساري! آهڙيءَ پَر، پيءَ ڪميڻُن سين ڪاڻ،

بانهي چايو باڻ، تي سَچوُن راليُون سُمهين!†

وائي

ڳلا ڪا مَ ڪري، لکيو تان نہ ٽري،

ٻَري! جِنڊيون! مُنهجي، ووا شهر پنهورَ ۾،

جو سينگارُ سَرَتين، سو مُون ناهِ ڳري،

جهڙي تهڙي حالَ سين، وَڃان پيو پري،

جنهن وَٽ هينان هَليا، سَڃَڻ سانگ ڪري،

لامون لنهن وَٽ سَنديُون، لوڏيان، لايان ڳري،

قَضا جا ڪَريمَ جي، ڪَنهن تان ڪين ٽَري،

جيڪي لکيو لوح ۾، پاڙيان، سو پري؛

اَديُون! عَبدُاللطيفُ چئي، شَلَ قادِرُ ڪرمُ ڪري!

---

١- جهوٽو، گهرت ٢- پٿرٽي يا بستري تي ٣- غفلت، وسر ٤- ماٺيائي ٥- ڳولين، سڪين ٦- عتاب ٧- سوير ٨- جاسوس، خابرو ٩- عيب، قصور ١٠- غافل، وسوڙي ١١- طرح ١٢- چوايو، سڏايو ١٣- وت ١٤- سفر، لاڏاڻو ١٥- ٽاريون، شاخون ١٦- پاڪر ۾ وجهان ١٧- ڏٽي پاجهاري ١٨- قسمت، ورڌانا ١٩- مهر، رحم.

*جن بستري تي پير سدوان ڪري ننڊون ڪيون، تن کي غافلو ننڊ جي حالت ۾ ئي ڇڏي ويو. (جو طالب ننڊ جو شائق آهي، تنهنکي هادي يا رهنما ڇڏيو وڃي.)

§جي محبوب جي در وٽ وڃي پهچن تہ جيڪر سندس سرپر پڌرن.

‡خطا توکان ٿي، قصوروار ڪيچين کي ٿي ڪرين!

†زبان سان يا وقت سارو پاڻکي بانهي سڏايو، سچيون راڻيون ولين ننڊن ۾ ڪاٽيندي.

## سر ڪوهياري - داستان ڀهرئين جو سار

شاهه صاحب سسئيءَ کي عتاب ڏيندي چوي ٿو: "تون راتِ جو ڏرو به نه جاڳينءَ ۽ رڳي ننڊ ڪيءَ. هاڻي اُٿي پنهونءَ جي ڳولا ۾ پئُ، ڇو تہ سڪ وارن کي وهڻ نه جڳائي".
'ليل نه جاڳينءَ لڪ سيئن، ڪلهي نوم ڪياءِ!
قم ٿِي پهچ قريب کي، اجلس تون نه جڳاءِ.'
"بستري تي پير ڏگها ڪري سمهي پوڻ، عاشقن جو ڪم ناهي. توُن مٺن وانگر منهن ويڙهي سمهي پيئينءَ ۽ پوءِ ڏوهه ڪيچين کي ٿي ڏين! پاڻ کي ٻانهي ڪوٺائي، سڄڻن واريون ننڊون ٿي ڪرين!"
'ٻانهي چايو ٻاڻ، ٿي سڄڻن واريون سمهين!'
انسان کي جڳائي تہ راتِ جو جاڳي، پنهنجي رب سان اوري، نه تہ پاڻ کي ٻانهو نه چوائي. جي پير ڏگها ڪري، سوڙ ۾ سُتيون، تنکي ساٿ سُتيئي ڇڏي ويو.

•

## داستان ٻيو

١

ڏونگرا! توُن ڏاڍو،[1] ڏاڍا! ڏاڍايون ڪرين،
مون تن اندر ليئن وهين، جن وڻ وڏي وايو،
اي ڪرمَ[2] جو ڪايو،[3] ناتِ پٿرِ[4] ڪير پِنڌَ ڪري؟*

٢

ڏونگرا! ڏُکَ سندا، پرينءَ گڏجان تہ چوان،
پِنيءَ[5] ٿيئن پوارئون،[6] ٻيا ونگا[7] ور سندا،§
ڇڳي ڪانَ ڪياءِ، پيرُ وڃايءِ پرينءَ جو.§

٣

ڏونگرا! ڏسُ پرينءَ جو، قافَ![8] نه ڏئين ڪو؟
قطاريا ڪالهه ويا، توڏا وٿان تو؟
هوتُ مُئيءَ جو هو، ڪو ساڄنُ اُنهيءَ ساٿَ ۾؟

٤

ڏونگرا! ڏسُ[9] پرينءَ جو، قافَ! نه ڏئين ڪلَ؟
قطاريا ڪالهه ويا، توڏا[10] توهين[11] جهلَ؟
سُٺي هوتَ هڪلَ، مانَ ٻُڌي ٻاروچو وري!

٥

ڏونگرا! ڏوراٻو، ڀريون چونديَس پرينءَ کي:
"ڀڳ پير پٿون ڪيا، لڙيون ڇيئون لو،
رحمُ نه پيئءِ روح ۾، قدرُ مُنهنجو ڪو"
واڪو ڪنديَس: "وا مون سين جبلُ تو جاڙون ڪري!"

---

١- سخت، جٺيون ٢- قسمت، تقدير ٣- ڪشش، ڇڪ ٤- پٿرن ۾، پهاڙن ۾ ٥- اسر جو، پرڀات جو ٦- خوفناڪ، ڀوائتو ٧- ڏنگا، پيچدار ٨- جبل، پهاڙ ٩- خبر، سڌ ١٠- تنهنجي ١١- پرسان، وٽان.

*هي تقدير يا ورڌاتا جو کيل آهي، نه تہ پهاڙن ۾ جيڪر ڪير پنڌ ڪري؟

§اي جبل! پرڀات جو ڀوائتو روپ تو ورتو آهي ۽ ٻيو تہ تنهنجا ورڪڙ نهايت اڙانگا آهن. اِها چڱي نه ڪيءَ جو پنهونءَ جي پيرن جا نشان به گم ڪري ڇڏيءَ.

٦

ڏُونگرَا! مُون نہ ڏُکوءِ، آئُون اَڳ ڏُکوئي آهيان،
ساريان ڪونَ سُکوءِ، سُوُرَ گهٽيئي سَنيران.*

٧

ڏُونگرَا! ڏُکوئنِ کي، دِلاسا ڏِجَنِ،
گهڻو پُڇجي تن کي، جن وَٽان هوتَ وَڃَنِ،
تُون ڪيئَن سَندا تن، پَهَڻَا! پيرَ ڏُکوئيين؟

٨

ڏُونگرَا! ڏُکَ پَٿِي، ڪَيمِ تو سين ڳالهڙِي،
پاٽا آئُون مُٺِي، سُوُرُ سُٺائي پِرِينءَ جو!

٩

ڏُونگرَا! مُون سين رو، ڪَڍي ٻاڙ پُنهونءَ جا،
سَڄَڻَ هوم هيڪڙو، وِيو قوڙائي سو،
ڪنهنکي ڏِيان ڏوهُ؟ مُون سين اِرادي اِئن ڪيو!§

١٠

ڏُونگرَا! ڏُکوئيُون، تو ٻرِ اورڻَ آئيُون،
جي اَچِن قوڙائيُون، ڏِجَنِ دِلاسا تن کي.

١١

ڏُونگرَا! ڏُکوئنِ کي، ڳَلِ نہ سُڪا ڳوڙها،
هوُ جي پَهَڻَ ٻَبَ جا، سي پَڇي ٽِيا پورا،
ڳُونَدَرَ جا گهوڙا، وَڃَنِ جانِ جُدا ڪَيو!

١٢

ڏُونگرَا! ڏيهاٽِي، پاڻُ مَتان تو گهوريان،
تو مَنجهہ رهاٽِي، سَدا ٻاروچَنِ جي.

١٣

ڪي جي ڪَڍِيا ٻارَ، ڏُکيءَ ڏُونگر ٻاڻَ ٻرِ،
سُٽي سا ٽنوار، مِرؤُن ٻِيا مامِري.

١٤

ڏُونگر پوئنِن ڪيرَ، سَڄَڻَ ميڙوُن ڏُونگرِين،‡
ڦِڙا سيڻَ سُڏِيرَ، ڪِيَنَ لَهَندِينءَ ڪي ٻِيا.

١٥

ٻَئِي وينا رُوَنِ، ڏُکي ڏُونگر ٻاڻَ ٻرِ.
ڪنهنکي ڪيَنَ چُوَنِ، مَنجهان جو پريتڙو.

١٦

اَڄُ ٻرِ وينو روءِ، ڏُکي ڏُونگرُ ٻاڻَ ٻرِ،
ڪوهيارِي جو ڪوءِ، اَچِي سُوُرُ اُڌميو.

١٧

ڏُونگرَ، نہ ٻيلي، ڏِجي ٻَنِ ٻيلِيُنِ ري،†

---

١- تنهنجو سک ٢- جدائي ڪري، فراق يا وڇوڙو ڏيئي ٣- سور يا درد سلڻ ٤- فراق جون ماريل ٥- ڳلن ٿان ٦- ٻرزا ٻرزا، رڙيون رڙيون ٧- غم، درد ٨- لشڪر، انبوهہ ٩- رهاڻ ١٠- ڏک يا درد ٻر ١١- زمين لاءِ ١٢- ڪلا، ڪيلا ١٣- سنتوشي، صابري ١٤- محبت، نيهن ١٥- جاڳيو، اُسريو.

*اي ڏونگرَ! تو وٽان ڪوبہ سک نہ سنيران. البت تنهنجا ڏک گهٽيئي ياد اٿم.

§مان ڪنهنکي قصور ڏيان؟ اهو سڀ مونسان قسمت ڪيو آهي.

‡ جبل، زمين لاءِ ڪيلا آهن (جئن قرآن شريف فرمائي ٿو)، پر محبوب خود جبلن لاءِ نہ وڏا ڪيلا آهن. (محبوب يعني ڏٽي وڏن جبلن کي هڪ هنڌ قايم رکيو بيٺو آهي.)

† پهاڙن جو پند ڪجي، نہ ساٿي ساڻ ڪجن، نہ اهو پند ٿي گهوريو.

ڪانَ ڇُانَدي ڇَمَرين، ساٿُس سَهيلِي،
چوٽِيُون[1] چَنبيلِي[2]، جِنَّ لئَن جهاڳي[3] اَڪَتي.*

١٨

ٽِپِي ڪَندين ڪوهُ؟ ڏُونگَرَ! ڏَڪوئِن ڪي،
تُون جي ٻَهَرا پَبَ جا، نه لِڳَ، مُنهنجا لوهُ،
ڪَنهنجو ڪونهي ڏوهُ، اَمُرَ[4] مُون سين ائن ڪيو.

١٩

جِنَّ جِنَّ ڪَکَرَ اَپَ ۾، لَئَن تَئَن ڏُونگَرَ ڏيٺِ[5]،
مُون ٽان ٽَنهِين هيٺِ، پيرُ نِهاريو پِرينءَ جو.

٢٠

لائين رَهِيَسِ راهَ ۾، اُهينئين هَٿَ هَٿِي،
وِيا خيالَ ڪَٽِي، ماءُ! مُنهنجو جِندڙو.

٢١

ماءُ! مُنهنجو جِندڙو، ڪَنيو خيالَن،
ڪوُڙَنِ ڪَذابَنِ[6]، ڏاگَهنِ ڏَڏي آهيان.

§٢٢

ٻَڙِي! نه ٻيلي گَهٽا، سَاٿِي پُڄِي سُکَ،
رَفاقَتَ[7] رُڄِنِ[8] ۾، ڏُونگَرَ ڪاري ڏُکَ،
آريءَ جو اَهُکَ[9]، مُون رَهَنُما[10] راهَ ٿِيو.

وائي

آهِيان جن سَندي، ڙي! اَڙي! مِيان!

مُون کي ٽان سي نه ڇَڏِيندا هوتا.
ٻَهاٿِيندِيَسِ[11] پُنهونءَ کي، آئُون ڄَڄِيءَ پائي گَندي،
وِيئي آهِيان واتَ تي، آهِيان آسَرُوَندي[12]،
پِرينءَ پُڄاتا هِنَهين، آئُون رَتِي[13] ٽان نه رَهَندي،
ڪَرَمُ[14] ساڻُ[15] ڪَريمَ جي، آئُون پِرينءَ مِلَندي.

## سر ڪوهياري - داستان ٻئي جو سار

سسئي ڏُونگر کي سندس ڏاڍاين ۽ ڏنگاين تي ڏوراپا ڏيئي ۽ ساڳئي وقت ڪانئس پنهونءَ جون پڄاڻون به پيئي ڪري. ڏُونگر جو پنڌ پوائتو آهي؛ ۽ سواءِ ڪنهن رفيق جي، رڃون جهاڳڻ، هڪ نهايت ڪٺن ڪم آهي. پٿرن تي پنڌ ڪري، سسئيءَ جا پير پٿون ٿي پيا آهن. جبل جي ساٿس جاڙون ڪيون آهن، تن جي شڪايت پنهونءَ سان ٿي ڪندي.

حال نه ٻهاڙن کي ٿي وٽي دلاسن ۽ دلدارين لاءِ آرٻون ڪندي. ڏُونگر کيس اِنهيءَ ڪري منو آهي، جو پنهون پنهنجي قطار سان اُنجي لڪن مان لنگهيو هو:

”تو منجهه رهاٽي، سدا ٻاروچن جي.“

نيٺ ڏُونگر به سندس ورلاپ ٻڌي جهجهي ٿو پوي ۽ ساڻس گڏ روڄ ٿو ڪري:
”ٻئي وينا رئن، ڏکي ڏُونگر پاڻ ۾.“

---

١- جبلن جون چوٽيون ٢- ٻانهي، گولي ٣- پار پيئي، نڪتي ٤- خدائي اَمر، ايشوري حڪم ٥- واقفيت، سڃاڻپ ٦- ڪوڙن، دغاٻازن ٧- دوستي، واقفيت ٨- ڪرائي ٩- رنج، اَهڃ ١٠ رهبر، سونهون ١١- پرچائيندِيس ١٢- آسائتي ١٣- ذرو، ڪن ١٤- مهر، نوازش ١٥- ٻاجهاري ڌڻيءَ.

*هيءَ ٻانهي، جنّ لئن جبلن جون چوٽيون جهاڳي پار پيئي.

§ٻڙي! ساٿي نه گهٽيئي، پر اُهي سک چاهيندڙ آهن. سچ ۾، سور ئي، ڏونگر سان سڃاڻپ ٿو ڪرائي. آريءَ جو عشق (درد) مون لاءِ هن راهه ۾ سونهون ٿيو آهي.

## داستان ٽيون

١

رويو وينئي راڳ[٢]، اَمڙ![١] اوريان نِجهُري،

لاتو مُون ڏيهَ وَٽن سان، لاڳاپو ۽ لاڳ،

ڏُونگر سي ڏوريندِيُون، جن اَندر ٻري آڳ،

هوتاڻي! هِنَ ماڳ، مُون کي ڇڏِ مَ ڇپرين.

٢

مُون کي ڇڏِ مَ ڇپرين، هِت، هوتاڻي! هاڻ،

اوڏي مُندَ اَنِن کي، اَللهَ کارڻ آڻ،

پورِهيو ڪنديس پاڻ، اَڳيان آريچن جي.

٣

مُون کي ڇڏِ مَ ڇپرين، هوتاڻي! هِنَ هَندِ،

تو سين ٻَونديس ٻَندِ، ڏِينديس پاهِ پنهور کي.

٤

مُون کي ڇڏِ مَ ڇپرين، هاتِڪ[٣] هوتاڻي!

توهِين لَءِ ڪماڻي، ڏُکي ڏوري ڏُونگرين.

٥*

مُون کي ڇڏِ مَ ڇپرين، پوءِ رَهايَس[٣] 'پاڻ'،

جي ٻُلايُون[٦] پاڻ، تن کي رَسُ[٥]، رَسيلا! راهَ ۾.

٦

سُتي ٻونِ ڇِرِڪَ، آيَلِ! پاروچن جا،

وَرُ[٧] وِهاڻي[٨]، وو! ڙي! ڪوهياري ڪِرِڪَ[٩]،§

ڏَڙُ[١٠] ڏُوڻيو[١١] تنهن ڏَڪَ، جَڏيءَ جِگرُ نَه ٿئي!§

٧

سُتي ٻَونِ ڇِرِڪَ، آيلَ! پاروچن جا،

پُنهونءَ جي پيڪانَ[١٢] جوُن، راسِيُون[١٣] مَنجهان رُڪَ،‡

هَنيَمِ هوتَ ڪِرِڪَ[١٤]، لوچان، لوهُ نَه نِڪري.

٨

جيهي جي ليهي[١٥]، تَه بِه ٻانهي پاروچن جي،

---

١- رڙ، روج ڪر ٢- گهر ۾، جهوپڙي ۾ ٣- حاذق، ماهر ٤- همٿ، خودي ٥- خوديءَ، مغروريءَ ٦- وسيل، رس پريا ٧- مکيه عضوي لئي (جهڙوڪ دل، جگر، جيري، ڦڦڙ لئي) ٨- زور سان هڻئي ٩- تير، پاڻ ١٠- بدن ١١- لوڏي ڇڏيو ١٢- تير، ڪان ١٣- چهنبون، نوڪون ١٤- پاڻ پڇاڙيان ١٥- جهڙي جي تهڙي.

*مون کي خوديءَ پوئتي رهائي ڇڏيو آهي؛ تون مون کي ڇپر ۾ نه ڇڏ. اي دلبر! جن کي خوديءَ گمراهه ڪيو آهي، تن کي اچي رس!

§ اَلا! ڪوهياري منهنجي دل، جگر، جيري يا ڦڦڙ لئي نهايت زور سان تير هنيو. انهيءَ ضرب منهنجي ساري سرير کي اوڏيو آهي. هاڻ هن جڏيءَ جو وڏيڪ جگر نه ٿيندو.

‡ پنهونءَ جي تيرن جون نوڪون، رڪ مان ٺهيل آهن. (يعني نهايت سخت ۽ گهائيندڙ آهن.)

حُجَتَ هوتَ پُنهونءَ سين[1]، مُون ڪَميڻيءَ ڪيهي؟

اَصْلِ آريءَ جامَ جي، ٻَليءَ آئُون ٻيٺي،

هُوءَ جا پائينِ پيرَ ۾[2]، تنهن جُتيءَ نه جيهي،

وِساري ويهي، تن ڪيچِيُنِ کي ڪيئن رَهان؟

٩

هُٿِي، جي نه هُٿِي؛ نه ٻه ٻانهي ٻاروچَنِ جي،

اِنَ سَگَ[4] مُقابِل[3] سَسُئي، سَندِيَن تي سُئي،

هُنِ تان لَڄَ[6] لُٿِي[5]، هن جو هَلَڻَ هوتَ ڏي.*

١٠

ڪَنيزَڪَ[7] ڪيچِيُنِ جي، ٻانهي، ٻانهوٽِي[8]؛

ٻَٽِي[9] ٻاروچي هَٿَ ۾، ڇَڳِنِ سِرِ ڇوٽِي،

ٻانيڻِ کي موٽِي، پاٽهي پُڇَندو پَٻَ ڏٽِي.

١١

ڪَنيزَڪَ ڪيچِيُنِ جي، ٻانهوٽِي، ٻانِهي؛

سي ڪٿئن وَڃِنِ وِسري، جي جِيءَ اَندر جاني؟

اَگَڻِ اَماني، شالَ ڪيچِيُنِ جي ڪا مَ لَٿِي[10]!§

## وائي

مُون کي نِيندا ساڻَ، ٻاروچا ٻاجهہ پَئِي، اَلوا اَلوا!

ڏِيندا مُون ڏُکِيءَ کي، اَللهَ لَڳِ، اُهڃاڻَ[11]،

لاَ تَقْنَطُوْا مِنْ رَحْمَةِ اَللهِ، پِرِيَنِ ڇيو پاڻَ[12]،

اِنَّ اَللهَ يَغْفِرُ[13] اَلذُنُوْبَ جَمِيعاً، سَچو اِيءُ پَرِياڻَ[14]،

اَديُون! عَبدُاللطيفُ چَئي، اَهڙو آهي اَڳُواڻَ.

## سر ڪوھياري - داستان ٽئين جو سار

جن جي اَندر ۾ عشق جي آگ ٻري، سي ٽي ڏُونگر ڏورين. سسئيءَ کي ڇپر ۾ سوين ڏک ڏسڻا پيا آهن. اِنهيءَ ڪري آرياڻيءَ کي سڏن تي سڏ ڪري، ليلائي پيئي چوي ته ”اي هوت! مون کي هئن هيڪلو ڇڏي نه وڃ. مون کي پنهنجي خوديءَ ٽي بيراه ڪيو آهي؛ پر تنهنجي دلبري ۽ رهبريءَ سان ٽي پار پونديس. هاڻ اَچي مونکي رس“:

”مُون کي ڇڏ م ڇپرين، پوءِ رهايس ’پاڻ‘، جي پلايون ياڻ، تن کي رس رسيلا! راهه ۾.“

سسئيءَ کي پنهونءَ جو لوهه کان ٽي تکو تير لڳو آهي. پاڻ هڪ خسيس ٻانهي آهي، جنهنجي چوٽي به ٻاروچي جي هٿ ۾ آهي. طالب کي به جڳائي ته پاڻ کي نيست ۽ نابود ڪري ۽ سيپٺي واڳون پنهنجي هاديءَ جي حوالي ڪري. پوءِ ”نيندا ساڻ، ٻاروچا ٻاجهہ پئي.“

١- کهڙي ٢- جهڙي ٣- ڪارڻ، جي لحاظ کان ٤- ٻڌڻ ۾ آئي ٥- ڙال، شرم ٦- ويئي، ڇڏي ٧- ٻانهي، گولي ٨- خسيس ٻانهي ٩- ٻٽي ڇڳون ١٠- بي عزت، بي آبرو ١١- نشان، ڏس ١٢- ڏٽيءَ جي ٻاجهہ مان اُميد نه لاهيو (قرآن شريف) ١٣- تحقيق، اَلله مڙيئي خطائون معاف ڪري ٿو (قرآن شريف) ١٤- نشان، ڏس.

*هن (پنهونءَ) پنهنجي لڄ يا ڙال ڇڏي ڏني؛ هن (سسئيءَ) جو پند پنهونءَ ڏانهن آهي.

§شل ڪا (ڪو طالب) ڪيچين (روحاني سردارن) جي اَگڻ (ڪچهريءَ) ۾ بي آبرو نه ٿئي.

## داستان چوٿون

١

ڳالهه نه وائي، اَديُون! آريچن جي،
لَنگهي ڀَڀُ ڀِري ٿيا، ڇَڏي رِڻُ رائي،
ڏيئي ڦوڙائي، وِيا ويچاريءَ سُورَنِ.

٢

ڳالهه نه وائي، اَديُون! آريچن جي،
ڪنهن پِرِ ڪَهي لَنگهيان، جَبَلَ جهاجهائي؟*
جيڪُسِ واجهائي، هاٿي مُرَنديسِ هوتَ لاءِ!

٣

هَلَڪُ سَهان نه هوتَ جو، وَڃَڻُ آئون گهوريان،
هُونِ هَميشَهَ هَتَهِين، نه ڏُونگرُ ڪوهُ ڏوريان؟
اَکِيُن سان اوريان، پَسان شالَ پُنهونءَ کي!

٤

هَلَڪُ سَهان نه هوتَ جو، وَڃَڻُ مُون نه وَسِ،
اَللهَ! آريچن جي، ڳولي ميڙِئين ڳَسِ،
پِرين، پُنهوارَ! تو پُڄان، ڏُونگَرِيا! مُون ڏَسِ.
اَکِيُن جي آرَسِ، مُنڌَ جيهائي جوڙَ ڪئي!§

٥

هَلَڪُ سَهان نه هوتَ جو، وَڃَڻُ مَ وارِيو،
رُهو رات پَنڌور ۾، ڳَهڙي هِتِ گهارِيو،
مَعذُورِ مَ مارِيو، سڪي جنهن سَڱُ ڪيو.

٦

مُون کي جنين مارِيو، آن ڪي ڳڏيا سي؟
تَن ۾ طاقتَ ناهِ ڪا، اَدا! اُنين ري،
سُورُ سَلِيَمُ تي، جيلان ڳالهه ڳري ٿئي.‡

٧

مُون کي جنين مارِيو، سُڃاتَمِ سيئي،
پُنهونءَ پيڪانَ پَهِنڊيا، پَلِنِ تان پيئي،†
ويڄُنئون ويئي، ٿِي وَهيٺي سَڄڻين.

٨

مُون کي جنين مارِيو، سُڃاتَمِ پاڻا،

---

١- ڳالهه، ذڪر ٢- وائي، بيان ٣- فراق، جدائي ٤ ۽ ٥- ڳالهه ٻولهه، خبر چار ٦- ڪهڙي طرح يا نموني ٧- جبلن جي جهڄهي يا لنبي قطار ٨- شايد ٩- ڇو، ڪهڙي ڪارڻ ١٠- آلس، غفلت ١١- ههڙي، هيڏي ١٢- جٺ، تعدي ١٣- وائي نه ورايو ١٤- اوهانکي ١٥- سليم، اوريم ١٦- انهيءَ ڪري ١٧- جنهن صورت ۾ ١٨ تير، ڪان ١٩- وسايا ٢٠- اکين جي تارن ٢١- ويڄن يا طبيبن کان.

*مان جبلن جي هيڏي وڏي قطار ڪهڙيءَ طرح لنگهي پار پوان؟

§اکين جي غفلت (ننڊ) هن زال سان هيڏي جٺ ڪئي!

‡ پنهنجا سور يا ڏک اِنهيءَ ڪري سليم، جو ڳالهه ڳري (نه برداشت ڪرڻ جهڙي) ٿي وئي.

† پنهونءَ پنهنجي ڀنهي چشمن مان مونتي باڻ وسايا.

لوڙهو لڳن ناهِ ڪي، سَندَ مڙئي ساٽا،
ڏارونءَ جا ڏاٽا، ڏَمِر هوتَ هَڻنِ سين.

٩

ٻَروچو پُنهونءَ جو، ڪي ڇانئين، ڪي اسَ،
قَرِيباڻي ڪُسَ، آهي ڪَرَ ٻَڪَرڙي!*

١٠

ٻَروچو پُنهونءَ جو، سهائي، سياهُ؛§
مُنهن ڏيئي مُون آئيو، رَنگارنگي راهُ،
ڀَرِين ڏيندا ڀاهُ، پوءِ رَڱيندا رڳ ۾.

١١

ٻَروچو پُنهونءَ جو، جُهڙَ جَڻِن جهالا ڏئي،
آئُون لنهن آريءَ کي، وَنيو راهَ، رُئان گهڻو.

١٢

ٻَروچو پُنهونءَ جو، رَڳيائي راحتَ،
پانئيان ڏِينهُن پوارئون، ساڄَنَ لاءِ صحتَ،‡
مِني مُصيبتَ، آهي آريءَ جامَ جي.

وائي

ٻاروچي ساڻُ، ٻَڙي! اي جيڏيُون!
هيڪَرَ تِيان هيڪاندي.
چَڙهي نہ سَگهان چوٽِين، يارَ بِنا، دِلِ ماندي!
ڀَڄائِج پُنهونءَ کي، هيَ پيادَڙي، ٻاندي!
پيرُ! هن پَنڌَ ۾، آئُون اِرادي آندي،
پورهيَتَ پُنهونءَ جام جي، ٻانديُن جي ٻاندي،
ڪَرَمَ ساڻُ ڪَرِيمَ جي، ڪيچي ٿيندَمِ ڪاندي.

## سر ڪوهياري - داستان چوٿين جو سار

سسئيءَ کي سيڄ ۾ پنهونءَ جو ڪو ٻيو پَرو نہ ٿو پوي. پنهون کيس پنهنجي چشمن جي پيڪانن سان نسورو چيري ويو آهي. هوءَ هاڻ بنهہ بيحال آهي ۽ ويڄن جي هٿن ڪان ٻہ ويئي پيئي آهي. سندس ڏارون دوست وس آهي، جنهن ڏاران ڏن ۾ طاقت نہ آٿس.
"پنهونءَ پيڪان پيهڙيا، ٻلن لسان ٻيئي،
ويڄڻيُون ويئي، ٿي وهيٽي سڄڻين."

پنهونءَ کيس ٻڪريءَ وانگر ڪٺو آهي. هو کيس پنهنجو حسن ۽ جمال ڏيکاري، پوءِ چيرن ۾ ڀاڻ ڇڻائي ويو آهي. پنهونءَ ڀڃاٽا، سسئيءَ جو حال هي وڃي رهيو آهي:
"لوڙهو لڳن ناهه ڪي، سنڌ مڙئي ساٽا."
روحاني رهبر بہ طالب کي ڀرين ڪاڙهي ۽ ڀڄائي، پوءِ نوازيندو آهي.
"ڀرين ڏيندا ڀاهه، پوءِ رڱيندا رڳ ۾."

---

١- رت، خون ٢- علاج، ڀڪيءَ ٣- عڪس، تجلو ٤- ڇانوَ ٥- محبوباڻي ٦- قتلام، ڪوس ٧- ڇڻ ٨- چانڊني ٩- اونداهي ١٠- طريقت جي وات، طريقو ١١- تيزاب (ميل ڪڍڻ لاءِ)، لسو ١٢- تجلي، چمڪاٽ ١٣- پوائتو، خوفناڪ ١٤- واصل ١٥- قيدين.

*معشوقاڻو ڪوس ڇڻ ڪنهن ٻڪر تي هليو اَچي. (ڇڻ ويچاري سسئي ڪا ٻڪري آهي!)

§ پنهونءَ جي عڪس ۾ ڪڏهن چمڪ آهي تہ ڪڏهن اونداهي.

‡ محب جي صدقي، ڏکيو ڏينهن بہ صحت ڪري ٿي سمجهان.

## داستان پنجون

۱

۾ قُرِيبَنِ[1] قُوتُ ڪيو، ويني وِرِھَ[2] چَران،*
لَنِ عَذابان[3] اَگِهيِن، مادَرِ! جو نہ مَران؟
اَدِيُون! جو نہ اوهان، سو مان سوُرُ، سَرَتِيُون!

۲

۾ قَرِيبَنِ قُوتُ ڪيو، وِرِھَ چَران ويني،
بانيڻ کي بَروچَ رَي، تي ڏُکَنِ سين ڏيني[4]،
تو ڀُڄاٽا سُهڙين، آئُون[5] سُوُرنِ سانيتي،
جا مَرضِ مَريتي[6]، سا، سَرَتِيُون! ڪيئن سَگهي ٿِئي؟

۳

سَرَتِيُون! ڪيئن سَگهي ٿِئي؟ وِڙهي جا وِرهَنِ،
چِٽ جنھنجو چوُرُ ڪيو، ڏُکويو ڏُکَنِ،
ڀُڄاٽا پِرينِ، اَدِيُون! اَگهي آهِيان.

۴

اَدِيُون! اَگهي آهِيان، پِرِيُنِ ڀُڄاٽا،
سي کوهيارا ڪيڻ[7] وِيا، ساڄَنَ سِياٽا؟
جي سُسُئيءَ سِيباٽا[8]، سي وِچِي ڪيچِ قَرارِيا.§

۵

حَقِيقَتَ هِنَ حالَ جي، جي ظاهِرُ ڪَريان ذَري،
لَڳي ماتِ مَروُئَنِ[9] کي، ڏوُنگَرَ پَوَنِ ڏَري،
وَڃَنِ وَڪَ[10] ٻَري، اوپِرِ اُپِري ڪِينَ ڪي.

۶‡

حَقِيقَتَ هِنَ حالَ جي، جي ظاهِرُ ڪَريان زَبانَ،
لَڳي ماتِ مَروُئَنِ کي، رَسي سوُرُ شَبانَ[11]،
ٽاڪَرِ[12] ٽِڪي ڪانَ، جَبَلُ سَبِ جَلي وَڃي.

۷

جي حَبَ نہ هَلَڪا سِکِيا، سي جَڏا مِيڙ[13]، جَليلَ[14]!
لَڏِگهائي، لَطِيفُ چَئي، نِڄَنِ[15] ڪيچِ قَليلَ[16]،
وِساري، وَسِيلَ[17]! مَتان مارَگِ ڇَڏئِين!

---

۱- محبوبن، سڄڻن ۲- برھ، درد ۳- عذاب کان، درد کان ۴- واقفيت، سڃاڻپ ۵- وڙهڻ جي يا وڪوڙڻ جي وس ۶- نپوڙي ۷- ڪيڏانهن ۸- وڻيا، پسند پيا (يعني محبوب) ۹- پسن، حيوانن ۱۰- وڪار، ساوڪ ۱۱- ڌنار ۱۲- ٽڪري ۱۳- ملاء ۱۴- اي شان وارا، اي جلال وارا (ڌڻي) ۱۵- وٺي وڃن ۱۶- ٿورا، اٿپورا ۱۷- وسيلا، آڌار.

*محبوبن کان سواءِ، مان درد کي ئي پنهنجي خوراڪ ڪري ويٺي آهيان.

§جي سسئيءَ کي وڻيا، سي وڃي ڪيچ ۾ آرامي يا ٺاڻيڪا ٿيا.

‡جي زبان سان هن حال (پنهنجي برھ جي باھ) جو سچو داستان ورهي ڪريان تہ هوند مرن کي هميشہ واري سن وٺي وڃي ۽ ڌنار کي درد نهوڙي ڇڏي. جبل جيڪر جلي خاڪ ٿي وڃن، پهاڙن جي ذات هوند قائم نہ رهي.

٨

سارِيان ٿي سَبيلَ،[1] ٻُرِ[2] لَڪيرون پاڻَ ڏي،
مَتان مُون کي ڇڏئين، آري جامَ اَصيلَ![3]
وَرُ، وِلهڻِ[4] جا وَسيلَ! رَسُ، رَهبَرَ! راهَ ۾.

٩

اَڇيو اَڇيو چَوَنِ: "وِهُه،[5] وِيا ٿان کهوريا،"
سَرَتيُنِ سانگ سُکَنِ سين، مُون جڻن رَتُ نه رُونِ،
اوُ مَرُ وِيئيُون[6] هُونِ، مُون ساڳائو سُورُ ٿيا.

١٠

سَرَتيُون سُورائِنِ[7] جي، ڪوهُ ٿيون ٻُٽَرِ[8] ٻُونِ؟*
گهاءُ نه لَڳُنِ گهٽ جو، رِيا[9] مان تيُون رُونِ،
چيتارِيو نه چَوَنِ، پارَ مُنهنجي پرينءَ[10] ٿان.

١١

اَهڙا ڏکوئيُون ڏُکَنِ جي، ڪوهُ ٿيون ٻُٽَرِ ٻَوَنِ؟
ناهِ اورالو اُنِ کي،[11] ڏيئُون لوڪ رِيائُون[12] رُونِ،§
ٻَنَڪَ[13] ٻيڙيئُون هُونِ،[14] پارَ ٿيين جا پڌرا.

وائي

ٽوٽي نين، نه نينِ؛ اَلوا ميان! آئُون اُنين جي آهيان،
زورو هَنَ ضَعيفَ سين، ڪاملَ ڪوهُ ڪرينِ؟
جَتَ[15] پنهنجي جوءِ ۾، جانبَ مانَ جَتينِ!
پَکَ پَدَمَنان[16] اَڳري، سُرِڪي مانَ سَڄينِ![17]
پانهي ٻَروچا پانهنجي، سگهُرِ[18] مانَ سَڏينِ،
ٻيرين آئُون نه ٻُچِٽِي،[19] ڪَرَهَلَ هوءِ نه جهلينِ،
اَديُون! عَبدُاللطيفُ چئي، نيهُن نِباهيو نينِ.

## سر ڪوهياري - داستان پنجين جو سار

پنهونءَ کان سواءِ، سسئيءَ لاءِ درد يا ورهه ئي قوت آهي. پرينءَ پڇاڻا، هوءِ ڏکن ۾ ورتل آهي ۽ ڪيس وري صحت حاصل ٿيڻي ناهي. جا عشق جي اَگهي، سا ڪئن سگهي ٿئي؟ "جا مرضن مريئي، سا، سرتيون! ڪئن سگهي ٿئي؟" سندس دل ۾ اها برهه جي باهه آهي، جنهنجي صرف هڪ ئي چڻگ جيڪر سمورا جبل ۽ وڻ ٽڻ جلائي ڀسم ڪري ڇڏي. مرون جيڪر لهسجي مري وڃن ۽ ڏاڍن کي جهوري وٺي وڃي. نه وري پوءِ جيڪر ڪا ٽاڪر ٽڪي، نه ڪا اوير اُڀري. سندس سرتين کي وڇوڙي جو گهاءُ گهٽ ۾ نه لڳو آهي. جي هوءِ روئن ٿيون ته به مڪر ڪري. جنکي درد ناهي، تنکي روڄ ڪهڙو! جن جي دل گهايل آهي، تنجا ورلاپ ئي پڌرا.

"ٻنڪ ٻيڙيئُون هون، پار ٿيين جا پڌرا."

١. گهٽيون ٢- اوٺايون، عيب ٣- اَصل خاندان وارا، اعليٰ نسل وارا ٤- مسڪين يا نماڻين استرين ٥- ويهه ٦- سنگي، ساٿي ٧- سورائتين، ماٺم ڪندڙ استرين ٨- ماٺم لاءِ وڃاڻو يا ٽوڻي ٩- نگهي، دولاب ١٠- ڏيان ڏيئي ١١- روح، رودن ١٢- ريا يا نگهيءَ مان ١٣- واريون ١٤- ورلاپ، اوسار ١٥- ترسن ١٦- پدمن کان ١٧- پيارين ١٨- پاسي، راهه ١٩- اُٺ (ڪرها).
*سرتيون، سورائتين جي ٽوڻيءَ لي ڇو وهن؟ (جنکي درد ناهي، سي ڇو روڄ ڪن؟)
§ اُنهنکي ماٺم ناهي، پر جهان اڳيان ڪوڙو ٿيون روئن. جيڪي ٻنڪ واريون آهن، تنجا ورلاپ ئي پڌرا.

## داستان ڇهون

١

ڪنهن پر ڏٺان پرينءَ کي؟ روئي نه جاڻان،
مٿي ڪيو ڀڻان،[1] هنجڻ[2] هاڻا[3] هنئڙا.

٢

ڪنهن پر ڏٺان پرينءَ کي؟ اندر ناهه اسات،[4]
لوهوڪا[5] لڪن ۾، ويري[6] مٿي وات،
ڇپر ۾ ڇونپات،[7] ڏنم ڏکوئين جا.

٣

ڪنهن پر ڏٺان پرينءَ کي؟ ڀڄڻ[8] ناهه ڀڃار،[9]
اندر ٿي آهون ڪريان، ڪاٽي[10] منجهه خمار،
ڳري[11] جي گفتار، ٻيءَ پٽ ٻاروچن[12] ۾.

٤

ڪنهن پر ڏٺان پرينءَ کي؟ ٻار نه جاڻان ٻنڌ،
ڪيڇين ڪارڻ ڪنڌ، ڏايو[13] ٿي، نعرو هڻان.

٥

ڪنهن پر ڏٺان پرينءَ کي؟ ٻار نه جاڻان پير،
ٻنڌ مون ٻيڙو[14] ٿيو، سوڻن لايو سير،[15]
آريءَ لاءِ الير،[16] رقص[17] ڀاڳي[18] رن جي.

٦

ڪنهن پر ڏٺان پرينءَ کي؟ ڏنڊ مون رياءُ،[19]
ٻرن منجهه ٻڪاءُ،[20] ٻيءَ پٽ ٻڌم، جيڏيون!

٧

سج وسندي لن کي، جوش جلايا جي،
طالب[21] جي تحقيق[22] جا، نيڻهن تنين وٽ[23] ني،*
نيڏي پسي ني، هو ٿان آهي هيڪڙو.

٨

ٻيون ڏيٺي ٻن کي، هلج[24] پاسي هيڪ،
ور نه سهي ويڪ،[25] تون، نيڏي! لنايون[26] ڪرين.

٩

آجا تون آوات،[27] واٽان[28] پاسي ويسري،[29]
سونهين تي سوات،[30] نه منجهان دل دڳ[31] لهين.

§١٠

ٻانهين،[32] پسي ٻٻ[33] متان ڪا، منڊ! ڏئين،
اڳيان ڪوم[34] ڪٻ،[35] اڃ قالي[36] آڏو ڪيچ جي.

١١

ڏاڍي لڪ لڪن جي، ٻٽن[37] ٻوءِ[38] ٻڄاءُ،
ڇپر ڪوسو واءُ، هريا[39] تو نيڻ ڪيا.

---

١- گهمان ٢- لڙڪن ٣- وارا ٤- اڪير ٥- لوهيڙي جا وڻ، گهاٽو ۽ ڇپريندڙ گاهه ٦- دشمن ٧- سوساٽ، سڏڪا ٨- سوز کي ٩- ظاهر ڪرڻ جو نوع ١٠- سڙيل ١١- روڌن ١٢- نموني ١٣- نوائي، نمائي ١٤- ويجهو، حوالي ١٥- وات ١٦- چال ١٧- ناچ ١٨- قسمت ۾ ١٩- دولاب ٢٠- روڌن ٢١- ڳولائو ٢٢- سچ ٢٣- وٽي وڃ ٢٤- هڪ ٢٥- ويڇو ٢٦- نيڻ جون وايون ٢٧- گمراهه ٢٨- روحاني وات کان ٢٩- غافل ٣٠- واقف ٣١- سنئين وات ٣٢- ٻونٽي ٣٣- ٻٻ جبل ٣٤- ڪيمياءُ ٣٥- ڪنب، ڌج ٣٦- قالين، گلم ٣٧- ٻوي ٣٨- گرمي، ٻڙڻ ٣٩- آلا، تر، ساوا.

*جي سچ جا ڳولائو آهن، تن وٽ محبت کٽي وڃ يا تن وٽان عشق پراءِ.

§ٻٻ جبل پسي، اي منڊ! متان ٻنتي ورين. تون نڪي ڪيمياءُ، نڪي ڪنب. هي ڀاڄ، ڪيچ اڳيان جڻ هڪ قالين (گلم) وڇايل آهي.

### وائي ١

ڏاري سا ڏاري، اَلو! پَلو! ڪوهياري ساڻُ،

آئُون جا ڪَندِيَس ڏاري.

ڪِينَ ڇڏيندِيَس، جيڏيُون! سُورَ پِريان جي آئُون ماري،

أٺَ[1] ڳنگائي هَليا، بوتا هُٿڙَنِ باري،

ڪَري ڪوهيارو هَليو، مُون سين قِيامَتَ ڪاري،

مانَ وِرمَنِ[2] وِچَ[3] ۾، اولاٽي آري؛*

هِندُوئَنِ[4] جِئَن هولي ڪَري، مُون ڏُوڙ مٿي تان واري،*

لالَنَ لَڳِي، لَطِيفُ چَئي، واجهائي ٿِي وِيچاري.

### وائي ٢

جنهنجي آهِيان ڏُونگَرَ ڏوري،

تنهن ڪوهِياري کي کهلَ پوي!

آئُون تنهن گهوري[5] گهوٽَ جي، ماڻهو[6] چَوَنم پوري،

نِيو نماڻي پاڻَ سين، ڇَپَر ڇَڏيو مَ ڇوري،

روئي رَڱيندِيَس رَتَ[7] سين، ساڻُ ڇُڱاڪَن[8] ڇوري،§

اَديُون! آريچَنِ جو، لَـڱُ[9] لَڳو مُون لوري[10]؛‡

ڪَشي ڪانُ ڪمانَ مان، لائي وِيَڙا[11] لوري[12]،

نالائقِ ساڻُ، لَطِيفُ چَئي؛ قادِرُ ڪَرَمُ ڪَندو، ڙي!

## سر ڪوهياري - داستان ڇهين جو سار

سسئيءَ کي روئڻ جو فن اَچي ئي نه ٿو، ڇو ته هوءَ روئڻ کي "رياءُ" ٿي سمجهي. سچ ته کيس ڪل ئي ڪانهي ته کهڙيءَ پر رودن ڪبو آهي! سندس درد جي پڇاڙي ناهي؛ نه ته هوءَ اِئين ٿي ڄاڻي ته پنهونءَ لاءِ اَڃا به کيس پورو سوز ناهي. حقيقت ۾ پر به ڪانئس وڏيڪ روڄ پيا ڪن. "ڪنهن پر رُئان پِرينءَ کي، رُئڻ مُون رياءُ، پرِ منجهه پڪاءُ، پيءَ پيٽ، پڙ ۾، جيڏيُون!"

نينهن وارن لاءِ محبوب پري ناهي؛ پر جيڪي عشق کان واقف ناهن، تن وٽ ويجهو آهي. جوش وارن لاءِ نسوري سچ ۽ رڄ آهي. عاشق کي، اَڳيان مصيبتون پسي، پٺتي ورڻو ناهي. محبت اَڳيان پٻ به هڪ قالين (غاليچو) آهي. "پانهين، پسي پٻ، مٿان ڪا، منڌ! ڏئين، اَڳيان ڪؤُم ڪٻ، اِيُ قالِي آڏو ڪيچ کي."

•

"سر ڪوهياري"- ڪوهياري لفظ جي معنيٰ آهي 'جابلو'. هي سر، سنڌ، پنجاب ۽ سرحد ۾ ڳائڻ ۾ ايندو آهي. هن سر ۾ سسئيءَ جي ڏکئي پهاڙي سفر جو ذڪر آيل آهي. اِنهيءَ ڪري ئي مٿس اهو نالو رکيو ويو آهي. منجهس ڏونگر جي ڏاڍاين جو گهڻو وستار آهي: "ڏُونگر! تُون ڏاڍو، ڏاڍا! ڏاڍايُون ڪرين، مُون تن اَندر تيئَن وهين، جئَن وڻ وڍي واڍو."

---

٢- أٺ ٢- ترسن ٣- اوراٽي، لولي ٤- هندن ٥- قربان ٦- نادان ٧- ڦڙن، ڳوڙهن ٨- چولي، ڪنجرو ٩- لنؤ، نينهن ١٠- پاڻ، تير ١١- هڻي، چئي ١٢- پاڻ، ڪان.

*شل منهنجي اوراٽي ڪري، آري سردار، سفر جي وچ ۾ ترسن. مون هندن وانگر هولي ملهائي، پنهنجي مٿي تي مٽي وسائي آهي.

§مان اکين مان رت جا ڳوڙها ڳاڙي، اُنهن سان پنهنجي چولي لال ڪنديس.

‡اَديُون! مونکي آريچن جي عشق جو تير لڳو آهي.

# سُرُ حُسيني

## داستان پهريون

١*

لَڙُ[١] مَ، لاڙائو ٿيو، گھٽون[٢] گوهيون ڇڏِ،

لاهِ مَ[٣] لَڏو، لَڏِ، تہ ڳاڙهي سِجِ ڳالهِ مڙين.

٢

لَڙُ مَ، لاڙائو ٿيو، هَلي ڪَرِ هِمَتَ،

سِجُ[٤] سامهون مُنهَن ۾، مَتان ڪَرئين ڪَٽَ،

سُپيرِيان جي سَٽَ[٥]، ڳاڙهي سِجِ ڳانهِ مڙين.

٣

لَڙُ مَ، لاڙائو ٿيو، وَرَ چوندِ[٦] ڀِندي وَڄُ،

آهي اِيُ اَهڃُ[٧]، هاڙهي هَلَندِنِ جو.§

٤

اَلَهي سِجَ اَوِيرَ ڪي، ڏِنائين ڏُونگرُ،

سَسُئيءَ کي، سَيّدُ چئي، سُورَنِ جو سَمرُ،

ڪُنَلِ[٨] رَکيو ڪَرُ، وِڃاريءَ وَٽڪارَ تي.

٥

اَلَهي، سِجَ! اَوِيرَ، مَ ڪَرِ مَعذُورِنِ تي،

پَسي مَران پيرَ، ڏُونگرِ ٻاروچَنِ جا!‡

٦

وِيو ٻاروچو نڪري، هاٿي ڪَريان ڪيئن؟

سِجَ اَلتي[٩] سيئن، سَنئون ڏينديس سَڄَ ۾.

٧

وِيئي مون وِيو، لَڙي سِجُ لَڪَنِ تان،

آئون ڏُوريندي ڪيترو، ٻَهڻِ پيرَ پيو؟

سُوَرَنِ ساڻُ[١٠] سِهو، اَچي ٿيمِ، جيڏيون!

٨

سَرَليون! سُڄي[١١] سُڄَ، مَتان ڪا مون سين هَلي،

---

١- جهڪ، لڙس ٢- لهندڙ، پويون (سج) ٣- نہ لڙس، منزل نہ ڪر ٤- ڳڻا ڳوس، وڃار
٥- ساٽ، ڪڇوري ٦- ور چوندڙ=ور ڪندڙ ٧- نشان، اهڃاڻ ٨- ڪنڌ، ڳاٽ ٩- لائين
١٠- سنبند، لاڳاپو ١١- سجهي.

*سفر بند نہ ڪر، ۽ هلندي هل، جئن نما شام يا شفق مهل (ڳاڙهي سج) محبوب کي ملين.

§هاڙهي ڏانهن ويندڙ ٻن جو اهوئي اهڃاڻ آهي.

‡شل جبلن ۾ ٻاروچن جي پيرن جا نشان پسي، پوءِ دم ڏيان.

پاٽي ناهِ، پَندُ گهڻو، اَڳيان رائو رُڳي رُڄَ،
مَتان مَري اَڄَ، ڪا ڏِئي پارالو پِرينءَ کي.

۹

وِيو سِڄُ وَڪَنِ تان، راسِيوُن رَتائِين،
مؤن کي مارِيائِين، آيَل! اونداهي ڪَري.

۱۰

وِيو سِڄُ وَڪَنِ تان، راسِين ڏيئي رَڱُ،
جنهن سان مُنهنجو سَڱُ، سو ڪوهيارو ڪيڏي وِيو.

۱۱

پَٽيءَ نه پيرون، اوڏيءَ چِڪُ نه چِميا،
پويون هِيءَ پيرون، نينهُن نباهي هَليا.

۱۲

مَري تيندِيَس مُڇَ، جَتَنِ ڪارڻِ، جيڏِيوُن!
ڪَري ڪوهيارو سُڄَ، وِيو چِلائي چِڄرِين.

۱۳*

ڏانِ ڏوُنگَريا، گهوري هُيَس جن جي،
مؤن لوڏان ٿي لَڪيا، اَهڙا باروچا،
آيِل! ڪوهيارا، مؤن ڪَرلاهوُ آئيا.

۱۴

سُيءَ ڪا تَنوارَ، ڪي هُنئِين ٿي هَٿَ ڪَٽِين،
سُوِين رُليوُن سَٽِيون، هوتاڻَنِ هزارَ،
باروچاڻا بارَ، لوڙان تَرسُ نه سِگهيا.

وائي

جي هوُندَ ڏِنائوُن، ووا! جيڏِيوُن!

حالُ مُنهنجو هَڙو جهڙو!

چَڙهي نه سَگهان چوٽين، مارڳُ مَتاهوُن،
ڏُکيءَ، سَندي ڏيڄَ ۾، ڏوُنگَرُ ڏِنائوُن،
ويندي ڪيوُن وَڪَنِ سين، سَٽيءَ سُڪائوُن،
وَٽي پُنهون پاڻَ سين، اَڇان جي آئوُن،§
ڏيندِيَس شاخَ سَڀَ ڪنهن، وَڻَ وَڻَ واڇائوُن،§
هِنڙو ڏَندَڻَ پاڙَ جئن، چِڪي چِنائوُن،
هِنڙو ڏاڙهوُنءَ گُلَ جئن، ريهي رَتائوُن،
هوُءَ جي پهڻَ پَبَ جا، مَٽِيا مُڪائوُن،
هُونِ سَلامَتَ سُپرِين، گهوري سا آئوُن!
سو جي سُئومِ ڪَنَن سين، پَهُ جو ڪيائوُن،‡
بانهوُن بيلَ نه لاهِيان، پُنهَلَ کي آئوُن،‡
آيا، عَبدُاللطيِفُ چئي، پُنيوُن مَنَ مُدَعائوُن.

---

۱- شاخون، ترورا ۲- ڳاڙهيون ڪيائين ۳- پٽ يا ميدان ۾ ۴- سندن پير ۵- پسگردائي ۶- ٿهريا، ترسيا ۷- سندن پيرو ۸- پائمال، فنا ۹- رلائي، ڊوڙائي ۱۰- قربان، فدا ۱۱- لوڏ مان ۱۲- پروڙيا، پرکيا ۱۳- خبر لهندڙ، سنڀال لهندڙ ۱۴- اَجايو ۱۵- اَصل کان، بنياد کان ۱۶- ڪهل، ڪهڪاءُ ۱۷- واٽ، راه ۱۸- ڏاج ۱۹- وچن، سڪائون ۲۰- ٻئي ۲۱- مرادون، آسون.

*ٽن ڪوهيارن جو ديدار ڪيم، جن تان فدا هيس. مون اُنهن ٻاروچن کي، سندن لوڏ مان ئي پرکي ورتو. اي جيجل! منهنجي سار لهندڙ ڪوهيارا اَچي سهڙيا آهن.

§مان جي پنهون هٿ ڪري آيس ته وڻ وڻ جي هر شاخ کي باسيل سڪائون ڏينديس.

‡جيڪا مصلحت پاڻ ڪيائون، سا جي ٻڌان ها، ته جيڪر پنهنجون ٻئي ٻانهون، پنهونءَ جي ڳلي مان نه لاهيان ها.

## سر حسيني - داستان پهرئين جو سار

شاهه، سسئيءَ کي ٿو چوي ته ”هاڻي سج لهڻ تي آهي؛ تون لڪن مان سڏون ڏيندي وڃ، جئن ڳاڙهي سج ٿي هلي پنهنجي پنهونءَ سان ملين. ڪيچي وڃي ڀهاڙن کان پري نڪتا آهن. تون ور ڇوندبندي، وڃي وٽن رس.“

سسئي، سورن جو سامان ساڻ کڻي، وڻڪار ڏانهن سج مان سڏون ڏيندي ڀڄي وڃي.
”پاڻي ناهه، پند گهڻو، اڳيان راتو رڳي رڃ.“

ٿي ڪا منڊ جيڪر اڄ مري، پنهونءَ کي پاراتا ڏئي، پر سسئيءَ پرڻ ڪيو آهي ته:
”مري ٿيندس مڃ، جتن ڪارڻ جيڏيون!“

افسوس جو سج نيٺ لڪن لڳ لهي، وڃي، وٽن پٺيان راسيون رليون، ۽ سسئي ويچاري، ٻر ۾ ئي ٻيران رهجي ويئي. هيڏانهن سندس هي قياس جوڳو حال، هوڏانهن:
”ٻار وچاڻا ٻار، توڙان ترس نه سکيا.“

•

## داستان ٻيو

١

ڪي ڏَرَتَي[1]، ماءُ! ڪي جَرَ[2] سَندي سَڄڻين،
هَلي ۽ واجهاءِ[3]، ٻِنِين جيرَن وِچَ ٻر.

٢

مَتيان[4] مَٿي مَڄُ، پَرِيمِ پاروچَنِ جو،
مُون کي طَعنا[5] لي ڏئين، جئن نه پَرُوڙئين سَڄُ،
اَمڙ! اوري اَڄُ، ته سَتَ سُٽايَنِءَ[6] سوَرَ جي.

٣

مَٿي مَنجهان مِينهُن[7]، پَسو! پاڻيءَ[9] جئن وَهي،
مُون پاڻيو نيڻهُن[8]، جيئون جيري سَنديون.

٤

مَنجهان مُنهنجي رُوحَ، جي وَڃي ساڄُن وسري،
تَه مُرُ[10] لَڳِي لُوهَ[11]، تَرَ[12] بابيهو تي مران!

٥

لَڳي مُون کي لُوهَ، وِرِهَ[13] واڻون[14] لائيون،
راڙُ جنهن سين رُوحَ، سو کوهيارو ڪيچ وِيو.

٦

ٿَمِن نيرَڻ[15]، رَسُ وَهي، چُڻاڪا ڪَيو،
مُون کي ڏَنءُ[16] ڏيو، اَئِين[17] ٿا وَڃو، اوڏيا[18]!

٧

اَمڙ! وَڃي آرِڻ[19]، چَرخو آلڻ وِچَ مان،
ڪَنيم[20] جنهين ڪاڻ، سو کوهيارو ڪيچ وِيو.

٨

ٻهي[21] ڪامَ ٻچاءِ، اَمڙ! مُنهنجي آسري،
ڏيئي لَتَ چَرخي کي، پُوڻيون[22] پاڻيءَ[23] پاءِ،
ڪَنيم جنهين لاءِ، سو کوهيارو ڪيچ وِيو.

---

١- لتل ڌرتي ٢- ٻاهه، ٻچ ٣- واجهائي ٤- مٿي جي مٿان ٥- ٺنهنڪري ٦- حال ڏيانءِ ٧- ڳوڙهن جي برسات، ٻگهر ٨- لاڻون ٩- عشق جي ٻاهه ١٠- پل ١١- گرم هوا ١٢- چاتڪ يا ٻابيهل پکي، جو مينهن لاءِ واجهائيندو آهي ۽ ٻر جيتري ٿيٽ به نه سهي سگهندو آهي ١٣- ٻره ١٤- فراق جا رستا ١٥- بوندون، قطرا ١٦- جدائيءَ جو داغ يا عذاب ١٧- اوهين ١٨- اي اُٺن وارا ١٩- ڪتڻ جي جاءِ ٢٠- مون ڪتيو ٢١- ڪپهه جي پوڻي ٢٢- پوڻيءَ جو جمع ٢٣- پاڻيءَ ۾ وجهي ڇڏ.

ٻَهي ڪامَ ٻِجاءِ، اَمڙ[9]! مُنهنجي آسري،
ڏيئي ڪي ڪَناءِ، مون کي نينهن نِهوڙيو.

۱۰

ڪوءِ ڪَتَڻُ، ٻَنِ ڪَپاهُ! ڪوءِ آڱڻُ! ٻَنِ جيڏيون!
ساجنُ مُنهنجو ساهُ، هاڃي[1] مَنجهه هَٽي ويو.

۱۱

آڱڻِ چَوَنمِ ڪَتُ، ناٽيان، تَندُ نه نڪري؛
ٻاٽا روئي رَتُ، چرخو مون چِڪَ[2] ڪيو.

۱۲

ڪوءِ هاڙهوا[3]! ٻَنِ هوتُ[4]! ڪوءِ پُنهون، ٻَنِ پريتڙو!
مادَرِ! مون مَوتُ، پَسَڻان پرائيو.

۱۳

ڪوءِ ٻوليِ! ٻَنِ ٻَروچُ[5]! گهوري ذات جَتَنِ جي!
مون کي چَئي "اوچُ[6]" پيهي[7] وِيا ڇپرين[8].

۱۴

جتن جتن ٽِپي ڏينهن، تتن لتن تاٽي ٻندَ ۾،
ڪو آڳانجهو[9] نينهن، ٻانڌڻ[10] بارو چَن سبن.

۱۵

جتن جتن ٻجي[11] رات، تتن تتن تاٽي[12] ٻندَ ۾،
پوريءَ[13] ٻي نه تات، جهڪا[14] سا جَتَنِ جي.

۱۶

نَڪو ليکو[15] ٽِيو، نَڪو تتو ڏينهن،
تهان اوري[16] نينهن، جنو آڱڻ وارِئين[17].

۱۷

جان جتين[18] تان جَلُ، ڪانهي جاءِ جَلَڻَ ري،
لَٽيءَ ٽَڏيءَ[19] هَلُ، ڪانهي ويلَ[20] وِهَڻَ جي.

۱۸

تنيءَ ٽَڏيءَ ڪاهِ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي،
مَتان ٽِئي اوندا هِ، پير[21] نه لَهين پرينءَ جو.
وائي

شاديءَ[22] جو سينگارُ[23]، آيل! مرڪ مُنهنجو مون پرين،
آهي ڳَهُه[24] ڳچيءَ[25] جو، ڏٺي هالورا هارُ[26]،
آهي اَگهاڙين کي، جانبَ جو جنسارُ،
آهين ڪاڄ ٻُکين جو، ٽون تان طَعامُ تيارُ،
اَعليٰ اَڄو عيد ۾، دوستاڻو ديدارُ،
حُسنَ هوتَ پُنهونءَ جي، ڪَڪُوريو[27] ڪوهيارُ[28]،
سُبحَ کيائين سُرهي[29]، واسيائين وَٽڪارُ[30]،
ڇپر[31] ڇانوَن[32] مُڪيون، عَطرُ ٽيو آوارُ[33]،
ڪوڙين[34] ٽيا ڪيترا، نالي تان نِثارُ[35]،
سَدا صلابَت[36] جي، گولي[37] گرفتارُ،
گهوريان[38] گهر گهٽيءَ تان، اَڇي جتان آڌارُ[39]،
اَديون! عَبدُاللطيفُ چئي، مِليو مون مَنارُ.

---

۱- مصيبت ۲- پسايو ۳- هاڙهو جبل ۴- نينهن ۵- قربان ٿي ۶- ڳول ۷- لڪي ۸- جبلن ۾ ۹- آڳاٽو ۱۰- سسئي ۱۱- ٽري ۱۲- ڪاهي ۱۳- پورڙيءَ ۱۴- پچار ۱۵- حساب ۱۶- تنهن کان اڳي ۱۷- آڱڻ وارين ۱۸- جيڏري هجين ۱۹- لپت ٽوڙي لڏ ۾ ۲۰- مهل ۲۱- پيرن جو نشان ۲۲- خوشيءَ جو ڳهڻو ۲۳- فخر ۲۴- ڳهڻو ۲۵- چمڪاٽ ۲۶- ڳچيءَ جو هار ۲۷- لال ڪيو ۲۸- ڪيچ ۲۹- خوشبودار ۳۰- جبلن ، تڻن ۽ مڪان جو نالو ۳۱- جبل ۳۲- هٻڪارون ۳۳- پکڙيل ۳۴- ڪروڙين ۳۵- قربان، ۳۶- شان شوڪت ۳۷- ٻانهي ۳۸ -جتان ۳۹- منهنجو آڌار.

## سر حسيني - داستان ٻئي جو سار

ڪي رڻ جي ڏمر، ڪي ٻره جي ٻاڦ. انهن ٻنهي جيرن جي وچ ۾ ويچاري سسئي پنڌ به پيئي ڪري ۽ واجهائي به پيئي نهاري. آرڻ ۾، ويهي ڪاڻس آئت ڪتڻ نه ٿو پڄي. سندس اکين مان ڳوڙهن رت، چرخي ۽ پوٽين کي چڪ ڪيو ڇڏي. هوءَ گهر ۽ آرڻ پرائڻ کان گهوري، اڻ ۽ ڀاڙن ۾ ڪاهي پيئي آهي. هوءَ لئي تڏيءَ کي نه ٿي ڏسي، پر پنهونءَ جي پرت ۾، وڃي ٿي سڄ مان سڙون ڏيندي. عاشق کي جڳائي ته وهڻ جي نه ڪري، پر اٿ ٿي ٻهر ڪڙهي ۽ ڪاهي. پنهونءَ جي حسن، ساري ڪوهستان کي زيب ڏيئي ڇڏيو آهي، ۽ سندس وجود، سڄ کي سرهو ڪيو آهي. سسئي، پنهونءَ جي حسن ۽ خوشبوءِ تي حيران ٿي، وڃي ٿي رڻ ۽ روه جا مشڪل سفر طئي ڪندي.

•

## داستان ٽيون

١

ڪو گهمندي گهور، آئي ٻاروچن جو،
ڇڏيندئس پنيور، هٿون همت نه وندري.

٢

پنيورجن سُکن، مون کي ساٿان ڪاريو،
هاڻي ساڻ ڏکن، تان کي ڏونگر ڏوريان.

٣

پيرُ! پنيوران، پڇو تان انهو،
اڳي لنَ ماڳان، سرتيون سوَ پرائيا.

٤

پيرُ! هن پنيور ۾، دوزخ جو دونهون،
سوارو سونهون، پڇي پور، سسئي!*

٥

پيرُ! هن پنيور ۾، گهايل ٿي گهاريان،
سڄڻ جي سانگ ويا، سيئي ٿي ساريان،
سي ڪيئن وساريان؟ جي وَٽان مون وانءُ ٿيا.

٦§

پنيوران اجاڙ، سرتيون! سڪو پانئيان،
مون سين تنهن ڀاڙ، ڏکان هَڏ نه ڏوريو.

٧

اجاڙان پنيور، سرتيون! سڪو پانئيان،

---

١- پور ٢- پنيور جي ٣- ساٿ ڪان ٤- رهائي ڇڏيو ٥- چوڪارو پايو ٦- ماڳ، ڪان ٧- سويرو ٨- رهنما ٩- هلج ١٠- سفر ١١- ياد ڪريان ١٢- اسهيا ١٣- پنيور ڪان ١٤- سڄ ١٥- بهتر ١٦- ڏک ڪان ١٧- هرگز ١٨- سڄ ڪان.

*اي سسئي! سويل ٿي ڪو رهبر ڪٺي، هن راه ۾ هلج. (روحاني راه ۾ مرشد بنا اونده آهي.)

§اي سرتيون! مان پنيور ڪان سڄ کي بهتر ٿي سمجهان، جو ته پنيور ۾ ڏکن جي ڏر ڪان، مون ڪان جيڪر ڏونگر ڏورڻ نه ٿئي ها.

آريائي[1] آرور[2]، ڏمر جت اکين سان.
لڳي لاڳاپي[3]، پوري[4] منڊ پنهور جي،
پرين وڃايو[5] تي، ڏکي ڏوري ڏونگرين[6].

٩

ڀليو[7] سڀ پنهور، جو ٻئي[8] هوت نه هليو،
شهر سڃاڻو ڪين ڪي، آريائي آرور،
ماڻيو[9] تنهين مور[10]، ديکيو جنهين دل سين.

١٠

جنهين ديکيو دل سين، ٻئي سي پيڙون،
نه پڻ تي ويڙون، جي پنهونء ٻاڻ لڳائيو.

١١

ٻرو هو پنهور[11]، جو آريائيء اجاريو،
لاٿو سڀ لوڪ تان، هاڙهي[12] ڏٺيء هور[13]،
چورايون[14] چرڻ سکيون، ٻڌون ڪياڙون ٻور[15]،
آيو سو آرور، جنهن ڏکيون ڏک وهاريون[16].

وائي

لڳو[17] منجهه لڪن، آيل! تارو تير پنهونء جو.
نه ڪنهن واءِ وڄائيو[18]، جهوريو[19] تان نه جهڪن[20]،
ڪه[21] ڪتوريان[22] اڳري[23]، هاڻي جا هوتن[24]،
ٻوراٽو ٻرن جو، رڙهيو[25] منجهه رڻن[26]،
لطف ساڻ[27]، لطيف چئي، ڪندو ور ولهن[28].

## سر حسيني - داستان ڏهين جو سار

پنهونء جي وڃڻ کان پوءِ، سسئيء جو من، پنهور ۾ نه ٿو ونڌري. پنهور جي سکن ۾ ڪيس پنهونء جي سات کان سڪايو، تنهن ڪري، هوءِ سڄ کي پنهور کان بهتر ٿي سمجهي. البت، پنهور کي به هڪ لحاظ کان سڄ کان وڌيڪ شرف آهي، ڇو ته پنهونء جو ديدار پهرين اُت نصيب ٿيو هوس. دوست جو دائمي ديدار اُهي ئي ماڻين، جي دل سان ئي ڏسن. جن دل سان محبوب جو مشاهدو ماڻيو آهي، سي ئي ڪشالا برسر ڪري، سندس ٻنيء تائين لڳن. پين جو همت هارڻ محال آهي. هي جهان پنهور مثل آهي. جو انسان اُنجي عيشن ۾ مبتلا آهي، سو وصل وڃائي ٿو. روحاني پند به سڄ جو پند آهي، جنهن ۾ ڪنهن ماهر رهبر جي درڪار آهي. بنا ٻورائيء، ٻرن جو سفر ڪرڻ هڪ ناشدني آهي.

---

١- آري جام پنهون ٢- لاثاني ٣- سنبنڌ کي ڇهڻ ڀيٽي ٤- اُبوجهه عورت ٥- ٽنهڪري ٦- جبلن ۾ ٧- گمراهه ٿيو ٨- هوت پنهيان ٩- سهڻو سڀڃاڻ ١٠- ڏاڍو ١١- اوجل ڪيو ١٢- هاڙهي جبل جي سائينء (پنهونء) ١٣- فڪر، خطرو ١٤- چوڪريون ١٥- ڪمڙي تي گلڪاري ڇرڻ لاءِ ڪاٺ جو نيو ١٦- هار سينگار ١٧- زمين تي لڳي بيٺو ١٨- ميساري ڇڏيو ١٩- ڦٽايو، بگاڙيو ٢٠- واڇوڙن ٢١- در ٢٢- ڪتوريء يا مشڪ کان ٢٣- وڌيڪ ملهائتي ٢٤- جا محبوبن هاڻي آهي ٢٥- سونهون ٢٦- ٻيڙن ٢٧- واهر ٢٨- مسڪينن.

## داستان چوٿون

١

لَڏِيا[1] مُونهان[2]، ساڃُهرِ[3] تي سينگ[4] ويا،
ٻِيَنِ ٻَنيوران، سُڌِ مُنهنجيءَ ذاتِ جي.

٢

هُيَس جي آئُون، ٻانهي ٻاروچَنِ جي،
هوُندَ نه ڇڏيائون، ڏُکيءَ کي ڏُکَنِ ۾.

٣*

آئُون جي هُيَس هَڏُ[5]، اَديُون! آريچَنِ جو،
ساٿ لَڏيندي سَڏُ، هوُندَ کوهيارا[6] ڪَرِينِ مُون.

٤

هُيَسِ جي سِياءَ[7]، ته ڪَيمِ ڏُکُ[8] ڏِيَرِنِ تي،
اَدَبَ وِچان اُنِ سين، ڳالهه نه ڪَيمِ ڪاءِ،
ذاتِ مُنهنجي، ماءُ! ڪِهو[9] تي ڪيچِيُنِ کي.

٥

اوٺِيُنِ اُمارو[10]، مُون جهَلِيندي نه رَهيا،
ساٺِيُنِ سَوارو[11]، ڪيو ڪيچ[12] اکينِ ۾.

٦

ساٿي ٿوءِ هَلَنِ، پَٿَرِ[13] جي وارَ[14] ڪَرِيانِ،
جيڪُسِ ٻاروچَنِ، ڪو ڏنو عَيبُ اکينِ سين.

٧§

ساٿِيُنِ سَٿِين نه جاڳِينِ، پوءِ ڪُجاڙيان روءِ؟
اِيَ[15] پَرِ[16] ڪُپَرِ هوءِ، جتن هوُ سانگي[17]، ٿوُن سُمَهِينِ.

٨

ساٿي نه پَسان سي، جي هُتَر هَنئين ٿوُٽيوُن[18]،
هاڻي ڪنين جي، وَڃو اڱڻ اُڀان[19]؟

٩

آن ڪي ساٿي ڏَٽ[20]؟ جي مُون وِيڙهه[21] وِڃائيا،
رُتان رَتُ[22] مَڇُٽَ، هاڻي تن ٻرين ڪي.

١٠

مُون سَڏيندي سَڏڙا، ساٿي سَڏُ نه ڏينِ،
وِلَهيءَ[23] جي وَتاڻَ تي، توڏا[24] نه تنوارينِ،
هيڏا هاچا ٿين، ٻَري[25] هَنَ ٻَنيوَرَ ۾!

---

١- لڏي ٿيا ٢- مونکان ٣- سويل ٤- ٻرين ٥- عزيز ٦- جبل جا رهاڪو ٧- سڳي ماٽيباٽي ٨- دانهن يا شڪايت ڪيم ٩- مهڻو، عيب ١٠- ساڻباهو ١١- ساجهر ١٢- ڪيچ ڏانهن رخ رکيو ١٣- تنهن هوندي به ١٤- بسترو ١٥- اِها ريت ١٦- ڪريت ١٧- سفر لئي ويندڙ ١٨- ٿنڀا (دل جا آڌار) ١٩- ٻيهان ٢٠- ڏٺا ٢١- پنهنجي ويڙهي مان يا جهنگ ۾ ٢٢- لال (ٻوٽو جنهن مان ڳاڙهو رنگ نهندو آهي) ٢٣- مسڪين ٢٤- توڏا، اُٺ ٢٥- وٽل.

*مان جي آريچن جي رت مان هجان ها، ته هوُند ڪوهيارا، ساٿ جي لڏڻ ويل، مونکي سڏين ها.

§ توُن ساٿين سٿين نه جاڳين، پوءِ ڇا جي لاءِ ٿي روئين؟ اِها ريت، ڪريت آهي، جو هو سفر ۾ اُسهندڙ آهن ۽ توُن ستل ٿي رهين.

*۱۱

کَهان، تان کيچان ٻَري[2]! وِڃان، تان وَتِ مُون!

ڀُلِي[3] ڏورِيمِ ڀُون[4]، عَبَثُ[5] آرِيءَ جامَ کي.

۱۲

کَهان، تان کيچان ٻَري! سُمهان تان سِرُ[6] هيٺِ!

ٻاروچي سين ڏيٺِ[7]، جيڏيُون! جيهيءَ ٻِرِ[8] تي.

وائي ۱

هوتَ! هوتَ! اي هوتا! ڏينديَس ماهُ[9] مِرنِ[10] کي،

آئُون جَرا[11] جِيُّ[12] کَري.

ڏيئي باهِ ڀَنڀورَ کي، آئُون آيَسِ لو[13] ڳَري،

آرياڻي ڀُنهونءَ ري، مُون کي، سَرتيُون! تان نه سَري،

جَنڊي[14] ڀايو جانِ ۾، ڏُکي ڏُکَ ڏري،

آءُ اوراهُون[15]، سُپرين[16]! وَڃُ مَ، ڀِيَّ! ٻَري،

مُون ڏِني، مُون وِسَهُو، وِرچي تان نه وَري،

ڏُکيءَ جي ڏيکارِئين[17]، ڏاران مُنهَن مَري،

پيالي پِرينِ[18] جي، موهِيَسِ[19] ميٺَ کَري،

آريءَ جي عِشقَ جي، مُون کي اَندرِ آڳِ ٻَري،

ٽوکي لوءِ نه ڇَڏيان[20]، جي وَڃان ڀُونءِ[21] ٽَري،

ڏَڙَ وِڃهنديَس ڏُوڙِ[22] ۾، مَٿو ڏارَ ڏَري،

هَلَڪَ سُڻِي هوتَ جي، ڏُکي، ڀَسُ! ڏري،

پِرينِ! کَٽِجِ پانهنجيُون، اَکيُون ٻاجهه ڀَري،

اَديُون! عَبدُاللّطيفُ چئي، مَنَ کا مِهرَ کري.

وائي ۲

ڏُونگَرِ[23] نه ڏوري، وِندُرِ تي[24] ووڙي،

جَتَنِ لَءِ، جيڏيُون! ڏُونگرِ ٽِي ڏوري.

سُورَ ڀائي ٽِيَسِ، سُڄَ ۾ جامَ ڀُنهَلَ[25] کان اوري،

اَٽَ چاڙهينديَس اَنِ جا، ٽَکَرَ[26] پاسِ ٽوري[27]،

مَهارُون ٽن مينَ[28] جون، خُوبُ خوشيءَ مان جوڙي[29]،

کاهي کَڏَ کيچِينَ[30] جي، کينَ[31] ڀُڇي، تَڙَ[32] ٽوڙي[33]؛

اَديُون! شاهُ لَطيفُ چئي، آءُ، آري جام! اوري.

---

۱- هلان ۲- کيچ کان دور ۳- گمراه ٿي ۴- زمين ۵- اجايو، بي سود ۶- مٿي جي هيٺان (کنڌ جي رڳن کان ويجهو) ۷- سڃاڻپ، ملاقات ۸- کهڙيءَ ريت (الٽيءَ ريت) ۹- ماس ۱۰- حيوانن ۱۱- ذرا، رليون ۱۲- سرير ۱۳- وٽ ۱۴- جنڊ ۱۵- اوري ۱۶- اي پرين! ۱۷- ديدار ڏنا ۱۸- موهت ڪيس ۱۹- ميناج وارو ٿي ۲۰- لڏهن هوندي به ۲۱- زمين جي ٽري ۾، پاتال ۾ ۲۲- جدا ڪري، ٽرار جي ڏار ٿي رکي ۲۳- جبل ۽ نئن جو نالو ۲۴- ڳولي ۲۵- درد ۾ شريڪ ۲۶- جبل وٽ يا جبل جي دامن ۾ ۲۷- هڪلي ۲۸- اُٺن ۲۹- تيار ڪري ۳۰- کيچين پنيان ۳۱- پند جي ڪٿ نه ڪري ۳۲- چشما يا درياه جا تڙ ۳۳- اڪري، لتاڙي.

*پند ڪريان ته هو ڪيچ کان ٻري آهي، جي هڪ هنڌ وهان ته مون سان گڏ آهي. مون ناحق گمراه ٿي، ڀنڀورءَ کي ٻرپٽ ۾ ڳوليو. (ڏٺي اندر ۾ ئي آهي. ڪيس ٻري ڏورڻ عبث آهي.)

## سر حسيني - داستان چوٿين جو سار

پنهونءَ پڄاڻا، سسئيءَ کي اهو خيال ٿو اچي ته "جي پنهونءَ جي سچي ٻانهوٽي يا ٻانهي هجان ها يا سندس خاندان مان هجان ها ته وڃڻ ويل مونکي ضرور سڏ ڪري اُٿارين ها ۽ ساڻ نين ها. شايد منهنجي خسيس ڪل کي عيب ڄاتائين، جو مونکي هتي ڇڏي هليو ويو. مان ڪٺي پنهنجي وارن کي پڪيڙي، ڇتراٽي ڪريان ته ٻه هو جيڪر هينئر مون وٽ ڪين رهن."

شاهه صاحب، طالب کي شرمائيندي فرمائي ٿو: "اِيَ پر ڪهڙ هوءِ، جتي هوُ سانگي، لوُن سڀين." جو پنهور (دنيا) کي ڇهتيو، تنهن پنهون (رب) وڃايو. روحاني سفر ۾ ٻين جو ٻند نه گهرجي. حقيقي محبوب، رلڻ سان نه ٿو ملي؛ پر هڪ هنڌ ويهي پاڻ پڇائڻ سان. "ڪهان، تان ڪيچان پري! وهان، تان وسمٺڙيا! پلي ڏوريم پوُن، عبث آريءَ جام کي."

●

## داستان پنجون

١

ليڙن[1] لنگهي لَسَ[2]، مانباٽيان[3] متي ويا،
وَٽي وَرُ[4] وات ٿيا، پُنهون جامُ پهسَ[5]،
هُئا وَڏي وَسَ[6]، ٻاروچا ٻنيور ۾.

٢

وَڏي وَسَ هُئا، ٻاروچا ٻنيور ۾،
وڃي ڏُورِ پيا، سانگين[7] پُنيءَ سُورين.

٣

ساندِ[8] پنهنجي ساهِ[9]، ٻانهين[10] تي ٻُورا ڪريان،
واڳيون جي وَرَنِ[11] سين، تن سَرتين[12] سيج سُهاءِ،*
مون کي طعنا تي ڏِئين، مون جتن مُنيءَ[13] نه، ماءُ!
آريءَ جي آڪاهِ[14]، رُلايس روهن[15] ۾.

٤

ماءُ! وهاڻو وارِ، ڪَٽَ[16] ڇتراٽي ٻانهنجي،
جيڪي ڏُنءَ ڏيج[17] ۾، سو سيوئي سارِ[18]،
وڃان ٿي وَڻڪارِ، ڏنم پير پنهونءَ جو.

٥

چڱون[19] چهر ڪَٽَ[20]، پهڻ ڇتراٽيون پانئيان،
جتي رهان راتڙي، مرون منهنجا مِٽَ،
سيڻن جيءَ سهٽ[21]، ڏونگر ڏولي مون ٿيو.

٦

ڏني سِڪ سسئيءَ کي، ٻيلياٽي[22] ٻروچ،

---

١- اُٺن ٢- لسو ميدان (لس ٻيلي ڏانهن اشارو) ٣- مانباڻ ڪاڻ (هڪ نئن جو نالو: مانباڻ يا ماباڙ) ٤- ٻتار ٥- ٻوريءَ ٦- وڏي وسندي ٧- سفر ڪندڙن ٨- زيورن جي ساهه ٩- عاج جا چوڙا ١٠- ڇيهون ڇهون ١١- بدل، ميلاپ ۾ ١٢- سونهي ١٣- تون نه منهنءَ ١٤- آکڻ، خاندان ١٥- ٻهاڙن ١٦- موڻائي يا ورائي وٽ ١٧- ڏاج ١٨- ساري وٽ ١٩- وڏا پهڻ ٢٠- چهر ڪٽون (وڏيون ٻ ڪيل ڪٽون)، سيڄون ٢١- ڪشش، اڪير ٢٢- ساٿياڻي (پنهونءَ ڪان مليل سڪ).

*جي پنهنجن پتارن سان مليون وينيون آهن، تنکي ٿي سيج سونهي.

لوڪ رِچان ٿي لوچَ، اِيئي ٻُڇائي ٻُڌُون ۾ ڪي.[1]

٧

مُسافِرَنِئُون، ماءُ! وِرِهُ، وِهائُمِ وِڙُوءِ،[2][3][4]

اُچي ٿيَمِ اوچتي، تن سانگيُن سين ساڃاءِ،[5]

ڄيڄان! جهلَ مَ پاءِ، هِنئُون هوت هٺي وِيا![6]

٨

ڪيئن اُڙائيءَ پاندَ، پَلو پَرڏيهين سين؟[7]

مَٿيئُون موڙهيءَ، سَسُئي! ڪيءَ ڪوهيارو ڪاندُ،[8]

رُلي! پانئيءَ راندِ، پانيڙا! عشقُ پَروچَ جو![9]

٩

مُنهنجو پاڙيهڻِ، ڪَڇو ڪونهِ پَڪيو،[10]

پاسي چڙهي پُنهونءَ جي، ذات سَلتي جن،[11][12]

ٿيلان پاروچِن، نِڌر چڙي نِنبُ ۾.[13][14]

١٠

حُسينيءَ جيءَ هاڪَ، مادرِ! ماري آهيان،[15][16]

ڏيهان ڏوروُ ڏُکَ سين، راتيان چڪن چاڪَ،[17]

ٻِجان پِرِ فراقَ، مَتان پوئمِ پِرينءَ سين.[18][19]

١١

جيڪي فِراقان، سو وِصالان نه ٿئي،[20][21]

اُچي اوطاقان، مُون ڪي پِرين پَري ڪيو.[22]

١٢

قُربي آءُ، فِراقَ! مُون کي وِصالان وِچ پيو،[23]

جي ٿي چِڪيمِ چاڪَ، سي پِرينءَ ڳَڏجي پُوريا.

وائي ١

پُنهون پَريشانُ، پَرا! پَرا! نِڪو خانُ نه مانُ،[24][25]

هيءَ! هيءَ! حالُ مُنهنجو.

مُون کي بُکَ بوٽن جي، ناقي پانئيان نانُ،[26][27][28]

شهرُ صحرا پانئيان، مُون ليکي ميدانُ،[29]

رُنان ٿي رُڃن ۾، آريءَ لَءِ عُريانُ،[30]

پِٽيان مُنهن پُسرَڪَ لَءِ، هِتي ٿي حيرانُ،

آهي آريءَ جامَ جو، مُون کي ڪاري ڪانُ،[31][32]

ديوانيءَ کي دل ۾، سوُرن جو سامانُ،

وِجهج پُڪ پينارِ تي، پِرينمِ! ڪانئي پانُ،[33][34]

ڪڏهن ٿيندو ڪيچ ۾، مُنيءَ جو مَڪانُ؟

آهئين، عبدُاللطيف ڪي، اُڳيان تُون اُڳوانُ.

وائي ٢

پاڙيهيئُون! ڪا پَچارَ؟ مُنهنجا ڏيرَ ڏَمرِ ڪنهن وِيا.[35]

وِيني ڳوڙها ڳاڙيان، تن جامَن لاءِ جمارَ،

ڪر ڪا ڪانگ! اُچيٰ جي، تن جي ڪا تَنوارَ،

مُئي ماري هليا، ڪيچي ڪاهي قَطارَ،

سيڪن لاءِ، سَيّدُ چَئي، جهڄيس سَڀَ جمارَ.[36]

---

١- ڳولا ٢- نيڌهن ٣- سوديم ٤- گهٽو ٥- سڄاڻپ ٦- روڪ نه وجهه ٧- پلاند ٨- پينار ٩- اي پتڪيل! ١٠- عيب ١١- طرف وٺي ١٢- سلي ١٣- لنهنڪري ١٤- نڌڪي ١٥- سر حسيني (جو درد ۽ ماتم جو سر آهي) ١٦- آلاپ ١٧- زخم ڪڙهن ١٨- جدائيءَ پر ١٩- پويم ٢٠- جدائيءَ مان ٢١- ميلاپ مان ٢٢- اوطاقن ٢٣- وڇوڻي ٢٤- اَفسوس، اَفسوس ٢٥- گهر نه سامان سرو ٢٦- اُڪير ٢٧- اُتن ٢٨- ڏاچي ٢٩- برپٽ ٣٠- ظاهر ظهور ٣١- قهري ٣٢- پاڻ ٣٣- پينو فقير ٣٤- اي منهنجا پريتم! ٣٥- اي پاڙي واريون! ٣٦- ڳاراٽي يا جهوريءَ ۾ ڳريس.

## سر حسيني - داستان پنجين جو سار

پنهونءَ کي جت زوريءَ کڻي ويا آهن ۽ سندن قافلو ماڻهن کان پار وڃي نڪتو آهي. ٻاروچا پنهور ۽ هوا نه سسئيءَ لاءِ وڏي وسندي هوا. هينئر سندن سڪ ۾ هوءَ سڄڻ جا سفر پيئي ڪري. هوءَ ماءُ کي سارو ڏاج موٽائي ٿي ڏئي ۽ پوءِ رڻ ۽ رائي ۾ ڪاهي ٿي پوي. هاڻ مرون سندس مت آهن ۽ ڇپرون، ڇپرڪت. شايد پنهون، سندس ذات کان شرمائجي، پنهور ڇڏي ويو. پنهونءَ جي جدائيءَ ۾ سسئيءَ لاءِ "ڏينهان ڏورڻ ڏک سين، راتيان ڇڪن چاڪ." فراق ۾ فرحت آهي، وصال ۾ فرقت (وڇوڙو). جدائيءَ ۾ دلبر هردم دل ۾ آهي، ميلاپ ۾ رڳو اکين آڏو آهي. وڇوڙي ۾ جا اڪير آهي، سا گڏجاڻيءَ ۾ گم ٿيو وڃي. ماڻ سان محبت مرڪو وڃي: "جي ٿي ڇڪيم چاڪ، سي پرينءَ گڏجي پوريا."

•

## داستان ڇهون

١

آيا[1]، آسَ ٿيامِ، ٻاروچا پنهورَ ۾،

پَسي پُهَرَ[2] پنهونءَ جي، نَنهَن[3] سيڻن نيڻَ ٺَريامِ،

گوندَرَ[4] وِسِريامِ، سُکَنِ شاخُون[5] مُکيون.

٢

ڏيکارِيُس ڏُکَنِ، گوندَرَ[6] گَسُ پِرينِ جو،

سُونهائي[7] سُوَرَنِ، کي هيڪاندي[8] هوتَ سين.

٣

کِنيِن کِنيِن ماڙهين، گوندَرُ وڏي وَتُ،

بَڏي گوڏِ گَرَتُ[9]، سانو[10] ڪِجي سُوَرَ جو.

٤

سَؤ سُکَنِ[11] سانٽي ڏِيان، سِرُ پڻ ڏِيان سَٽِ[12]،

جي مُون مَڙِي مَتِ، تَه وِرِهَه[13] وِهايان هيڪڙو.

٥

سَؤ سُکَنِ ڏيئي، وِرِهَه وِهايُمِ هيڪڙو،

مُون کي ننهن نيئي، پيرُ ڏيکاريو پِرينءَ جو.

٦

سُوَرَ! مَرَ ڏي ڏوڙَ[14]، آئُون آهيان اَکِهين[15] ڪاهِري،

جا پَرَ پاڻيءَ لوڙَ، سا پَرَ مُنهنجي جِندُڙي.§

٧

سُوَرَ! مَرَ وِڃِجاهُ[16]، سَڄڻَ جئن سانگِ[17] وِيا،

---

١- اُميد، آسرو ٢- مت مائٽ ٣- ننهن سوڙو ٤- غم ٥- واڌايون ٦- پيچرو ٧- رهبري ڪري ٨- واصل، هڪ ٩- ناٺو ١٠- سؤدو ١١- سؤدي ۾ ١٢- سؤدي يا عيوض ۾ ١٣- بدلي ۾ ١٤- ڏوڙو ١٥- نبل ١٦- نه وڃجو ١٧- سفر يا مسافريءَ لي.

*مان جيڪر سؤ سک، بلڪ پنهنجو سر به، سؤدي ۾ ڏيئي ڇڏيان، جي مونکي عيوض ۾ رڳو ٻره (سچو عشق) ملي ته هوند اُنجو ئي وڻج ڪريان.

§جا حالت، پاڻيءَ ۾ لوڻ جي ٿئي، سا سورن ۾، منهنجي جان جي ٿي.

پِرِينءَ پُڄاڻاءِ، آئُون اُوهان سين اورِيان.

۸

سوُرَنِ سانگهارو[1]، ڪَڏهن تان ڪونَ ڪَيو،
آيَلِ! اوڀارو[2]، ٻاڙوڏو[3] ٻوڙَ[4] وَهي.

۹

سانگهارو سوُرَنِ، ڪَڏهن تان ڪونَ ڏنو،
ٻاڙَ[5] ٻوڙَ[6] وَهَنِ، ڪالهوُٽيان[7] اَڄُ گهڻا.

۱۰

سوُرَ نہ ساڳاهين[8]، ڏِيَنِ[9] اَڌما اوچِتا،
موُن کي موُن پِرِينِ جا، اَمِيا[10] آهين،
لَڄوُن جي لاهينِ، سيئي تِيمِ ساڻُهان.

۱۱

سوُرَنِ لَڌو سَڄهُه[11]، پاڻهي پيهي آئيا،
ڪنهن کي ڏيان مَنجهُه؟ مرُتان[12] چِٽڪَنِ[13] چِتَ ۾.

۱۲

سوُرَا! مَ مَنجِ[14] ساءِ[15]، آئُون نہ وِڪَندي آهيان،
وَڃِج مَ ويلَ[16] ڪنهين، وِرِهَ! موُن وَڻاءِ[17]،
ٽوُن ٻڻ لَڏهن جاءِ[18]، جَڏهن تِيان هيڪاندي هوتَ سين.*

۱۳

سوُرَ ٻہ پَتون پَتِ[19]، هِيُ چِٽڪيو کي ٻيو،§
پرِيَنٽي[20] پِرِينَ جي، ماءُ! مُنجهايَمِ مَتِ،
پيمَرَ! پَليءَ[21] پَسِ، لَڳمِ ٻاڻَ ٻِروچَ جو.

۱۴

لَڳمِ ٻاڻَ ٻِروچَ جو، ڪَرَها[22] تِيا قَضاڪَ[23]!
اُهڪي جا اُنِ[24] کي، سا مِيَنِ ٻوءِ مَ ماڪَ[25]!‡
اَکَڙيُن هوراڪَ، پَسَڻُ پِرَڏيهين جو.†

۱۵

لَڳمِ ٻاڻَ ٻِروچَ جو، اَمڙِ! ٻَلِ مَ موُن،
سَبِ[26] رَڳيندِيَسِ رَتَ سين، ڪيچان اوري پوُن،
مادَرِ! مَتان[27] موُن، لَڪَنِ لوڏوُن لائيوُن.

۱۶

ڏُکُ لَڳو، ڏوُنگَرُ[28] ٻَرِيو، پيمَرُ! ڪاٽِي پوُن،
مَنان[29] لاٿو موُن، سَندو جِهڙَ آسِرو.

---

۱- گهٽتائي ۲- ڀاڙيءَ جو چاڙهه ۳- ٻاڙ ٻڌو (ٻاڙ=نار جو سامان) ۴- ٽار ۵- نار ۶- ٽار وهن ۷- ڪالهه کان ۸- گهٽجن، ساڇهه، ڪن ۹- پڙڪا ۱۰- اَڻ ميا ۱۱- سنو وجهه ۱۲- پل ۱۳- چمڪن، وسن ۱۴- سواد، لطف ۱۵- بيزار ۱۶- ڪنهن بہ وقت ۱۷- وڻان ۱۸- وج ۱۹- طرحين طرحين، پانت پانت ۲۰- پريم، عشق ۲۱- چڱيءَ طرح ۲۲- اُٺ ۲۳- رهزن ۲۴- اُنن ۲۵- شبنم (ماڪ جا قطرا) ۲۶- زمين ۲۷- اَمڙ ۲۸- جلي ۲۹- من يا چت تان.

*اي سور! ٽون ٻڻ ٽڏهن وڃج، جڏهن مان پنهنجي پرينءَ سان گڏجي هڪ ٿيان.

§سور بہ طرحين طرحين ويڙهي ويا آتم؛ هڪ اُجا اَندر ۾ اُپري ٿي ڪين تہ مٿان ٻيو اَچيو نازل ٿئي.

‡شل اها ماڪ بہ آري جام جي اُنن تي نہ پوي، جا اُنهنکي اوکي لڳي!

†پرڏيهين (پنهون ۽ سندس سائين) جو ديدار، منهنجي نيڻن لاءِ طعام آهي.

١٧*

ڏُکويون ڏيهان، جيڪس لڏي ويئيون،
هاڻي ڪنِ مُلان،[١] پُڇان پرينءَ خبرون؟

١٨

ڏُکيون جان نه مڙن، تان تان پنڌ نه ٿئي،
پيون هُنهئين هٿ هٿن، رُنديون رُڪا واريون.

١٩

نڪي رُڪا واريون، نڪي اوسارين،[٢]
مُهين کي مارين، مُهين سَندا ڏُکڙا.[٣]

٢٠

سوُرَ وراهيان، سڙيون! جي وراهيا وڃن،
پيون ڪوهُ پُڇن؟ جن سَندا تن سامُهان.

٢١§

مُٺ مُٺ سوُرن سڀڪنهين، مون وٽ وٿاڻان،[٤]
ٻريون[٥] ڪيو ٻيٺان،[٦] ويا وهائو[٧] نڪري.

٢٢

ٻيڙي ٻيڙي ٻنڌ،[٨] سورائتي! سندرو،‡
ڪيچ اڳاهون[٩] پنڌ، متان لڪن سين لڳي مرين!

٢٣

ٻيڙي ٻنڌ ٻيهارُ،[١٠] سورائتي! سندرو،
ڏونگر توهان[١١] ڏارَ، ڪانَ ڏورينديءَ ڏُکَ سين.

٢٤

ڏُکَ سُکن جي سونهن، گهوريا سُکَ ڏُکن ري!
جڏهن جيءَ ورونهن،[١٢] سِڪَ آيو مان گري.[١٣]

وائي

ڪوهياري جي ڪاءِ، مارينديئَ ماءِ!
جا مَن اندر ڳالهڙي.
چڙهان ڏونگر چوٽيين، سُميريان جي ساءِ،[١٤]
نهاريندس نڪري، هاڙهو هوتن لاءِ،
پانڌيڙا! پير پري، پريان کي پهچاءِ،
مؤلا! مون کي ميڙئين،[١٥] سنديءَ جانب جاءِ،
هوتَ هَلَن، آئون وهان، نه ڪا ايئن جڳاءِ؟
سسئيءَ[١٦] جيءَ سِريءَ[١٧] ڪي، اوڏانهين اُتاءِ،
پيرانديءَ[١٨] پُنهونءَ جي، مُهنجو لوڙهُ[١٩] لتاءِ،
الا! عبدُاللطيف چئي، ايها آس پُڄاءِ.

---

١- وٽان ٢- ماتم يا ورلاپ ڪن ٣- مونکي ٿي ٤- اُنهن جا وٿاڻ ٥- بوجا ٦- گهمان ٧- خريدار، سوداگر ٨- اي درد واري ٩- اڳتي، دور ١٠- ٻيو دفعو، ٻيهر ١١- توکان سواءِ ١٢- ونڊر ١٣- وٽ ١٤- سڪ ۾ ١٥- ملائين ١٦- سسيءَ ١٧- ڪٽي هل ١٨- قبر ١٩- ٻوراءِ.

*عشق جا گهايل (سچا عاشق) شايد جهان مان لڏي ويا آهن. هاڻي محبوب حقيقيءَ جا ڏس ڪنهن کان پڇان؟

§هرڪنهن وٽ ڏکن جي مٺ مٺ آهي، پر مون وٽ سورن جا وٿاڻ يا انبار آهن. مان درد جون ٻريون ڪنيو ٻيٺي گهمان، پر سوداگر الوپ ٿي ويا آهن. (هتي به شاهه صاحب اشارو ٿو ڪري ته دنيا ۾ سچن عاشقن جو قحط لڳي ويو آهي.)

‡اي درد واري! تون سورن جو سندرو، ڪشي ڪشي ٻڌ.

## سر حسيني - داستان ڇهين جو سار

پنهور ۽ پنهونءَ جي اَچڻ سان، سسئيءَ جا سڀ سور ميٽجي ويا ۽ ڪيس سڪن منهن ڏيکاريو. پنهونءَ جي وڃڻ کان پوءِ ڪيس وري ٻه دردن نهوڙي ڇڏيو. سسئيءَ لاءِ وره وڏي وٿ آهي. هوءَ سمورن سڪن کي عشق مٿان قربان ٿي ڪري. اَهڙا ڪي ٿورا عاشق آهن، جن لاءِ گوندر هڪ وڏي نعمت آهي. سسئي سراپا سوز آهي. سندس سيني ۾ سور، ٽار وهندڙ پاڻيءَ وانگر پيا اُٿلون کائين. پنهونءَ جي محبت ۾ هوءَ لڪ لتاڙيندي پيئي وڃي. ڪيس زخمن جي ڪا ڪاڻ ناهي. ”سڀ رڳينديس رت سين، ڪيچان اوري پُون.“ اَڄ اَهڙين ڏکوين جو ڏڪار آهي يعني سچا طالب اَڄ اَڻ لڀ آهن. سواءِ درد جي، دلدار ملڻو ناهي. سچو عاشق، من تان جيئڻ جو آسرو ئي لاهي ٿو ڇڏي. ڏکن رِءَ ڏورڻ ناهي.

•

## داستان ستون

١

پُڇنِ سي پَسَنِ، جڏهن تڏهن پرينءَ کي،
ڏوريندِيُون ڏِسَنِ، اَڱڻَ عجيبَنِ جا.

٢*

پُڇيوئي، تان پُورِ[1] ناٿَ پُڇڻ هوءِ مَ پرينءَ کي،
ڏورڻَ[2] واريُون ڏُورِ[3]، هَڏِ نه آهينِ هوتَ کي.

٣

ڏوريان، ڏوريان، مَ لَهان! شالَ مَ مِلان هوتَ!
مَنَ اَندرِ جا لوچَ[6]، مَڇڻ[5] مِلڻَ[4] سان ماٺي ٿئي.

۴

ڏوريان، ڏوريان، مَ لَهان! ساٿي ڪالهوڻا[7]،
لاهي لاڏوڻا[8]، سَفَرِ ڪنهن سانگ وِيا.§

۵

آئُون ڏوريان، شالَ مَ لَهان! پرينءَ! هُئين پَري!
هَڏِ نه ساهُ سَري، تَنَ تسلّي[9] نه ٿئي!‡

٦

آئُون ڏوريان، شالَ مَ لَهان! تَنَ مَ مِلين تُون!
لُنءِ لُنءِ[10] مَنجهان مُون، لوچَ تنهنجي نه لهي!

٧

آئُون ڏوريان، شالَ مَ لَهان! ساجَنَ! مَڃُ سُوالُ،
سِڪَ تنهنجيءَ، سُپرين! ٿئي جانِ زَوالُ[11]،

---

١- اَڳتي هل ٢- ڳولڻ واريون ٣- هرگز ۴- ترقِيا، تلاش ۵- متان ٦- گهمت، غائب ٧- ڪالهوڪا ٨- سامان سرو، لڏون ٩- قرار، آٿت ١٠- وار وار، رڳ، رڳ ١١- فنا، نابود.

*جي پرينءَ جي پڇا ڪئي اٿيئي ته اَڳتي هل، نه ته ماڳهين محبوب جي طلب ئي نه ڪجي. ڳولا يا جستجو ڪندڙ، دلبر کان هرگز دور ناهن.

§ ڪنهن سبب سفر تي ويا آهن ۽ وڃي ڪنهن هنڌ سامان سرو لاٿو اٿن.

‡ شل منهنجي جان کي تو سواءِ پٽيءَ نه سري ۽ منهنجي جسم کي هرگز قرار نه اچي.

وِهاڻيءَ وِصالُ، اُنيان آرامي ڪري.*

٨

چڙهيم حُبَّ هلڪ جي، چڪيم چاڙهيڪا،
اَديُون! آڙيڪا، هنئڙي پيم هوتَ سين.§

٩

چڙهيم حُبَّ هلڪ جي، چاڙهيڪن چڙهي،
آڙيڪن اڙي، پيئس هوتَ پنهونءَ سين.

١٠

چڙهيم حُبَّ هلڪ جي، چاڙهيڪا چڪيام،
آرياڻيءَ جي آسري، ڏونگر ڏينهن لڳام،
ڪُهيچ پرين سندام! وينيس وڪ نه اُڙي.

١١

وينيس، وڪ نه اُڙي، اُڃَ آرياڻي! اوُن آءُ،
ڪُڪيءَ تو سين چاءُ، پاسي پير پيئي رڙهي.

١٢

جيڪا ڪندي نينهن، مون جئن باروچن سين،
سڪڻ سارو ڏينهن، چڙهڻ چاڙهيڪن لي.

١٣

جيڪا ڪندي سنگ، مون جئن باروچن سين،
اَنگن چاڙهي اَنگ، رُئندي سا رت ڦڙا.‡

١٤

جيڪا ڏيندي منجهه، مون جئن باروچن کي،
مٿان ڳلن هنجُ، ڪين لاهيندي ڪڏهين.

وائي

مُنهنجي حُجت ناهي وات، ڪانهي وات،
جيجان! لن جتن سين.
ڪاڻيءَ ڪي ڪانئي تي، جيري جي جرات،
ڪنديس ڪيچ ڏٺين لاءِ، لکن ۾ لولات،
تاڙو پيرُ پنهونءَ جو، لُڙيو منجهه لڙات،
آهيم آريءَ جام جي، اَندر منجهه اُسات،
ماريو ڪيم منٽيءَ ڪي، ڪيچي! ڪاهي ڪنوات،
ڪٽيو نيڻ نهاريان، ڳوڙهن پريو ڳات،
سڀ لنهن سُتي ويا، جهوُلي ڏنيم جهات،
ڏنم ڏُکوين جا، چپُر ۾ چوُنچات،
اَديُون! عبدُاللطيفُ چئي، لعلُ ڏنائين لات.†

---

١- صبح جو (قيامت ڏينهن) ٢- گڏجاڻي ٣- حجت، همت ٤- جبل جون چاڙهيون ٥- محبت جا پيچ ٦- ڪهي، پڇي ٧- تڪل تتل ٨- نيدهن، چاه ٩- سوريءَ لي ١٠- جسم ١١- راز، ڳجهه ١٢- هنجوُن، لڙڪ ١٣- جليل، سڙيل ١٤- ساڙي تي ١٥- باه ١٦- تابش ١٧- ليلڙات، آزيون نيزاريون ١٨- پياس، اُڃ ١٩- جوان اٺ ٢٠- ڪنڌ ٢١- پنڪيءَ (ننڊ) ٢٢- جهٽڪو، جهٽ ٢٣- سوسات ٢٤- محبوب يا لالن جو ٢٥- تجلو، شعاع، جيي.

*صبح جو (قيامت ڏينهن)، توسان گڏجاڻي حاصل ڪري، آرامي ٿي اُتان.

§اي اَديون! منهنجي دل کي محبوب جي نينهن جا پيچ پيا آهن.

‡اُها، پنهنجو سرير، سوريءَ تي چاڙهي، اکين مان رت جا ڦڙا وهائيندي.

†پريان پنهنجي لالن جو تجلو نظر آيس يا سندس قافلي جي باه جي لات ڏٺائين.

## سر حسيني - داستان ستين جو سار

جو ڏوري ٿو، سو لهي ٿو. ڏورڻ واريون، عجيبن جي اڳڻ کان ڏور ناهن. فراق ۾ جو لطف آهي، سو وصال ۾ ناهي. محبوب کي ملڻ سان، عاشق جي اندر جي بيقراري غائب ٿيو وڃي. شاهه صاحب هتي فراق جي جي مرحبا ٿو ڪري: "شل تون هميشه پري هجين ۽ مان توکي دائم ڳوليندو رهان. شل منهنجي جان کي توکان سواءِ آرام نه اچي.

شل توسان قيامت جي ڏينهن ئي ملان، نه اڳ..." "وهاڻيءَ وصال، اُتيان آرامي ڪري." محبت جي آڙيڪن ۾ اَڙيلن لاءِ، سواءِ چاڙهيڪن لـي چڙهڻ، اَکين مان رت ڦڙا وهائڻ ۽ "اَنگن تي اَنگ" چاڙهڻ جي، ٻيو ڪو حيلو ناهي. عاشقي نسوري شهادت آهي. "جيڪا ڪندي سنگ، مُون جِمُن ٻاروچن سين، اَنگن چاڙهي اَنگ، رُئندي سا رت ڦڙا."

•

## داستان آٺون

١

آئڻ اورانگهي وِيا، آئُون ٿي مَران، ماءُ!

پِنُون[1] ٿِيندِيَسِ پيرَ لي، 'هَيءَ! هَيءَ!' ڪَري 'هاءِ!'

جِمڻُ مُون نه جُڳاءِ، پِرِين[2] تان پاسو ڪَيو.*

٢

آئڻ اورانگهي وِيا، اَڳڻِ مُون اَفسوسُ،

ديوانيءَ سين دوسُ،[3] ساٿي آهي سُڄَ ۾.

٣§

آئڻ اورانگهي وِيا، پُنيءَ[4] تونڏَنِ[5] تاڻِ،

ويهُه مَر، مُندَ! پَنيورَ ۾، هُنِ ٻُڇَنديِنءَ هاڻِ،

رائي مَنجهه رِهاڻِ، هَلُ[6] نه ٿيندِي هوتَ سين.

٤

آئڻ اورانگهي وِيا، ڪَري ڪَميڻي ڪيڻن؟

هاڻِ گُهرجي هيڻن، نه ڏجي باهه پَنيورَ کي.

٥

آئڻ اورانگهي وِيا، ٻاري[7] چَڏي ٻوءِ،[8]

آرِيچا اُنَ لي، هيءَ تان جَڏي[9] جوءِ،

ڪي هَلي، ڪي هَٿ ڪَٽي؛ ڪي رِڙهي، ڪي رُوءِ؛[10]

ڪو ٻُنهونءَ ڪي چوءِ،[11] تہ مُئيءَ ماتَمُ آئيو.

---

١- پرزا پرزا ٢- منهن ڦيريو ٣- دوست ٤- اُٺن جي پُٺيان ٥- ڪاهيندي هل ٦- جبل جي ريٽيءَ (جبل) ٧- ٻانهي ٨- پُٺتي ٩- نبل زال ١٠- روئي ١١- چوي.

*محبوبن مونکان منهن موڙيو آهي؛ هاڻ مون کي زنده رهڻ واجب ناهي.

§هو آئڻ اورانگهي هليا ويا (تنهنجي گهران نڪري ويا)؛ تون اُنن پُٺيان ڪاهيندي هل. اي مند! تون پنيور ۾ ويهي نہ رهه؛ هاڻ هلي هننکي ٻڇندينءَ. اڳتي هل تہ محبوب سان جبلن ۾ ملاقات ٿيندي.

٦

جاڻي سُڃاڻي، مُون کي ڇڏي هَليا،

اَديُون! آرِيچَنِ لَءِ، آئُون ڪُوري جِمَن ڪاڻي،

پاهَڙَ ۾ پاڻي، هارِيُون! هارَئَ آڻيو.

٧

جاڻي سُڃاڻي، مُون کي ڇڏي هَليا،

آئُون ڪِئَن ڇڏيان پانهنجو، اَديُون! آرِياڻي؟

پِرِتِ جو پاڻي، سو ڪيچِينِ ڪَمِ نه آئيو.*

§٨

جاڻي جي جاتوم، نه پوندو فِلَقُ فِراقَ جو،

اَکَرُ اِرادَتَ جو، ڏُرِياڻين ڏوتوم،

پوءِ تان ڪونَ ڪيوم، هوُنَدَ ڪَشالو ڪيچ ڏي.

٩

وارو! وَڃِن تا، سيڪَ تُنهنجا، سَسُئي!

هَهڙا باروچا، ڪِينَ لَهَندِينءَ کي پِيا.

١٠

واري، وَرائي، تو پنهنجا نه ڪَيا؟

پوري! رَنجائي، هوُنَدَ نه پيئِينءَ هيتري.

١١

جِئان واري وَڳَ، اوني تِيا ڇُلنگيوُن،

مَتي تنهن مارَڳَ، پَئي پُرا نه ڏِئين؟

١٢

ڏُکائيندي ڏوُنهَڙا، مُندا! سيڻاني وَڄُ،

پِرِياڻونِ ۾ پَڄُ، ساٿُ چَڙهَندو لَڪِيين.

١٣

ڇِڄ ۾ قَطاران، ساٿُ چَڙهَندو لَڪِيين،

مُهَرِ ڏِئين پُٺان، وَڳَ، وات ٿِيي نه لَهِين.

١٤

ڪا جا ڪَيائوُن، وائي واري وِنگڙي،

١- پهڻ (پهاڙ) ٢- اَکين جو پاڻي (ڳوڙها) ٣- اي آياڻيون! ٤- هارڻو پيو ٥- نياڳ ٦- ورڏاتا جو اَنگ ٧- اَصل کان ٨- ڏوئي ڇڏيان ها ٩- وارو ڪر ١٠- ورائي، ور يا وت ڏيهي ١١- پورڙي ١٢- ڏک ١٣- اُنن جي قطار ورائي ١٤- ننڍيون ٽوليون (ٽڙيل پکڙيل) ١٥- ساٿن کي ١٦- سندن (پيرن جو) نشان يا محبت جو ناتو ١٧- پروچن جي جماعت ١٨- لڪن کي ١٩- جدا نه ٿيءُ ٢٠- اُنهجي قطار کان ٢١- متان ٢٢- پوئتي رهجي وڃين ٢٣- اَهڙي ڪا ٢٤- وت ڏيئي ٢٥- ڏنگي، پيچدار.

*جيڪو پاڻي پريم يا ڪشالو ڪيم، سو ڪيچين وٽ قبول نه پيو (ساب نه پيو).

§جي مونکي ڄاڻ هجي ها ته هڪ ڏينهن هنن جدائيءَ جو نياڳ، ڏسڻو پوندم ته جيڪر ازل ۾ ئي ورڏاتا جو اَنگ ڏوئي، ميساري ڇڏيان ها ۽ پوءِ ڪيچ جو ڪشالو ئي نه ڪيڻو پوم ها.

آيل! لنهن آئون، ٻوليءَ[1] ٻاٽاڙي ڪئي.*

١٥

وائي واري ونگڙي، ٻولي ٻي نه ڪن،
الا! ڪيچ ڏٺين[2]، مون سين ٻوءِ م مامرو!

١٦

ڪا جا آندي ڪيچين، وٺڪاران[3] وائي،
سٺي مون سائي، نيٺين ننڊ وهه ٿئي.

§١٧

ڀڇيوئي[4] جان دوست، تان پاسي ڪر پرهيز[5] ڪي،
جنين ڏٺو هوت، تن دين[6] سيئي دور ڪيا.

١٨

هلو ۽ ملهو[7]، ڏک م پسو، ڏوٽيا[8]!

سونهون جو ساٿ جو، سو مون هوت سنو[9]،
آن ٻه ٿئي ٻلو، آئون ٻڻ[10] گڏجان ٻرينءَ کي.

وائي

مون کي ڇپر[11] م ڇڏيجا[12]، باروچا! ٻانءِ[13] لڳي آهيان.
ڇوري ڇني آهيان، نينهن نباهي نيجا[14]،
ڇوري ڇڏي ڇپرن، ڪيچي! ڪيم وڃيجا،
ٻنهون منهنجو آن سين، ساٿ سلامت نيجا،
مون تان وڙ[15] وڃائيو، آئين ٻنهنجو وڙ ڪريجا،
جوڳيڪو[16] ويس ڪري، سگهڙي[17] سار لهيجا،
آرياڻي! عبداللطيف[18] چئي[19]، مون لي وهلو ور ڪريجا.

## سر حسيني - داستان اٺين جو سار

جت، آرڻ اورانگهي، سسئيءَ کي جڏو ڪري ڇڏي ويا. هاڻي سندس جيئڻ ڪونهي. هوءَ پنهونءَ جي فراق ۾ "هاءِ! هاءِ!" پيئي ڪري، ۽ پهڻن کي، اکين جي پاڻيءَ سان پسائيندي پيئي وڃي. جي اها ڄاڻ هجيس ها ته ڪنهن ڏينهن ڪيس پنهونءَ جو فراق سهڻو پوندو ته هوند لڪئي کي ئي ميساري ڇڏي ها! هينئر سندس حال اهو آهي جو:

"آريچا اٺن لي، هي تان جڏي جوءِ." جتن جي وائي اهڙي ڪا ونگڙي هئي، جو هوءَ ويچاري ڳالهائڻ کان ئي عاجز ٿي ويئي. سسئيءَ جو ڪم آهي سڀ ناتا ٽوڙي، پنهونءَ پٺيان ٻر ۾ هلڻ. ساڳيءَ ريت طالب جو ڪم آهي ديني يا ڌرمي بندڻ ٽوڙي، حقيقي جستجو (آتمڪ ڳولا) ۾ لڳڻ.

"ڀڇيوئي جان دوست، تان ڪر پرهيز ڪي."

---

١- ٻاٽي ٢- معاملو، وهنوار ٣- وٺڪار ڪان ٤- ڀڇيو اٿيئي ٥- مذهبي بندن ٦- مذهب ٧- پاڻ ملهايو ٨- اي ڏوٽيو ٩- سليو، ٻڌايو ١٠- اوهانجو ٻڻ ١١- جبل ۾ ١٢- ڇڏجو ١٣- پلاند، سام ١٤- نجو، وٺي هلجو ١٥- لائقي ١٦- جوڳياڻو ١٧- جلد ١٨- جلد ١٩- پيرو، موت.

*اي امڙ! اٺهنجي (ٻروچن جي) ٻوليءَ مونکي ٻاٽو ڪري ڇڏيو. (مان ٻورو ڪجهه نه سگهيس.)

§جي محبوب (حق يا ايشور) جي ڀڇا ٿو ڪرين ته مذهبي بندڻن کان آجو ٿيءُ. جن محبوب جو مشاهدو ماڻيو، تن، سيئي مذهبن يا ڌرمن کان ڪنارو ڪيو. (حقيقي عاشق لامذهب آهن.)

## داستان ناؤن

١*

ڪاتيءَ تان نه ڪُٺيس، مَنَ وِجهُڙَ[1] وڍيو،

مارِيَس سُورَ تنهين، جو نه ڄاڻي، جيڏيُون!

٢

ڪاتيءَ تان نه ڪُٺس، ماءُ! مُنهنجو جندڙو،

جنين ماءُ! مُنو[2] سي جَتَ نه پسان جوءِ[3] ۾.

٣§

جي مُنهنجو جِن، آنگُڙيا رو[4] وڍيو،

پُڄاڻا پِرِينءَ سِبان، سڄو نه ٿئي!

٤

اَچِيو مَرُ اَچِن، ٻاروچا پَنهوَرَ ۾،

ٻُڌيءَ لڳي جَنِ، ڪميڻي ماڙهو ٿئي.

٥

رو، وِسانئي راندِ[5]، پَهَ[6] پَرُوڙِجِ ساٿَ جا،

هوتَنِ بين هيڪاندِ، هُيَمِ[7] ٻاٽِي[8] ڏينهڙا.

٦

رُئڻ ۽ راڙو، مُون نماڻيءَ جي نِجهري[9]،

ڪُنَلِ ڪي قالبَ[10] ۾، قُربَ جو ڪاڙهو[11]،

هوتَنِ لاءِ هاڙهو، رجائيندِيَس رَتَ سين.

٧

روئي ڪنديِنءَ ڪوهُ[12]؟ هاٺي ڪو هوتُ وري[13]؟

جيڏيُون! جيڏو ٿئي ڪيو، ساٿَس سيڄ[14] سِتوهُ[15]،

ڏوهي آٿيان! ڏوهُ[16]، مَنَان[17] ڪا مُون سين ڪري!‡

٨

رُئان، تان راندِ[18] ڪِلان، تان ڪامي هِٿُون،†

اَڪَڙِيُون ويساندِ[19] پِرينءَ گڏجي ڪنديُون.

٩

اَڪينِ ڪينَ ڪيو، رَتُ نه رُنائُون!

---

١- جهوريءَ ۾ جهڄڻ ٢- جهوريءَ ۾ وڌو ٣- ماڳ، مڪان ٤- آڏو اُڀتو ٥- وندر ۽ رُوئڻ کي ڇڏي ٦- خيال، ارادا ٧- وصل ٨- ٻه ٽي ٩- پوڻگيءَ ۾ ١٠- دل ١١- تابش ١٢- ڇا ١٣- موٽي ١٤- سيڄ (پٿهوڻ) ١٥- ظلم ١٦- قسم آٿو ١٧- دغا ١٨- جلي ١٩- آرام.

*اي سرتيون! منهنجي دل کي ڪنهن ڪاتيءَ نه وڍيو آهي، پر وڇوڙي مونکي انهيءَ درد ماريو آهي، جو وري مونکي ڄاڻي نه ٿو سگهي.

§جن پرين منهنجو جسم آڏو اُڀتو وڍيو آهي، تنهجي وڃڻ کان پوءِ اُهو (بدن) وري سڀڻ سان به سڄو نه ٿيندو.

‡قسم آٿو، متان ڪا مونسان دغا ڪري!

†جي روئان ٿي ته مون لاءِ وندر ٿي ٿئي، جي کلان ٿي ته منهنجي جان ٿي جلي.

آئي[1] ڏئائون[2]، ڦوڙائبا سُپرِ اِن!

١٠

ڪاٽيون، لوليون[3] اَکيون، کُنيون ڪِينَ ڪُڇن،

مُنيون ماٺ نہ ڪَن، هَميون[4] رَهن نہ هوتَ ري.

١١

وَسي، وِساٽيون، رَتو[5] روئي پِرينءَ ڪي؛*

پيٿون ڪَٽن پَبَ ڏي، نَظَرَ نِماٽيون،

سي ڪِئن بيلياٽيون؟ جن ويندو هوتُ نہ وارِيو[6].§

١٢

وَسي، وَسي ميهَن؛ جِنّ لَئي وِيَس کيهَ[7].

لوءَ پِريان جي ڏيهَ، پيئي پُڇي خَبرُون.

١٣

ڪاٽيءَ[8] مَ ڪانيو[9]، مُنيءَ منگرُ[10] مَ ڏيو،

هيڪَرَ اَجهايو، ڏيئي پُرَ[11] لُهارَ جِئن.

١٤

ڪاٽيءَ ڪِيرِ[12] هيٺ، وِيئي روئي رَتَ ڦڙا،

ڪا مُون تيئندي ڏيٺ[13]، پِهو پاروچِن سين؟

‡١٥

پُنهونءَ پيرڙيون[14]، ڳهر ڳُهمَندي جي ڏِٺيون،

سي مُون سيرڙيون[15]، تَتُ نِهارَڻ پيٿيون.

١٦

مُيَس! مَرُ مَران! سُيَس[16] وِچِ سَرَتيين،†

پورهيَتِ تَي پَران[17]، پاڙي جامَ پُنهونءَ جي.

١٧

مارِيو جي مَعدُورِ[18]، نہ هيڪاري[19] هورُ[20] لهي،

ساجَنَ! آهنجي[21] سُورِ، ڪِينَ جِئان ٿي، ڪيئيا!

١٨

نَکي ٿي جِئان! نَکي مُئي آهيان!

ساجَنَ! ساهُ ڏِيان، لوڪي سارِيو، سُپرِين!

---

١- بيهي ٢- وِچڙندا ٣- نرلڄيون ٤- اُباڳيون ٥- رت جا ڳوڙها ڳاري ٦- روڪيو ٧- خاڪ ٨- جليل کي ٩- جلايو ١٠- منگل، باهہ ١١- چمڪ، پاٽي ١٢- جابلو وڻن ١٣- مڪاميلو، ملاقات ١٤- پيرڙا (پير) ١٥- پيچرا (سير) ١٦- بدنام ٿيس، مشهور ٿيس ١٧- پلاجان، نپجان ١٨- نبل ١٩- پاڙ وڍيڪ ٢٠- ڳٽي، چنتا ٢١- اوهانجي درد کان.

*اکيون، پرينءَ لاءِ رت روئي روئي (وسي) ساٽيون ٿي پيئون.

§اهي اکيون ڪيئن ساٽياٽيون ڇٻيون، جن ويندڙ سپرينءَ کي نہ روڪيو.

‡ڳهر ۾ ڳهمندي يا ڳهر ڏانهن ويندي، جن هنڌن يا لنگهن تان، پنهونءَ پنهنجا پيرڙا يا پير ڳهمايا هوا، سي ٿي مون کي هر روز نهاري ڏسڻ تا ...ون.

†مران نہ پل مران؛ پاڻ سرتين جي وچ ۾ مشهور ٿيڻديس. (مارڳ ۾ موت، ابدي حياتي آهي.)

۱۹

ڏون جي ڪالهه مُئي، نہ ڪالهه ئي گڏين پرين کي،

ڪَڏهن ڪانَ سُئي، نہ ڪا سَگهي گڏي سڄڻين.

۲۰

اَڳي پوءِ مَران، مَرُ مَران مارڳ ۾!

مَتي پوءِ پرِيان، خُونُ مُنهنجو، جيڏيُون!*

۲۱

مَرُ، مَتا ڏيئي، پُنهونءَ ڪارڻ پٻ ۾،

نہ سَرَليُون سيئي، واڪاڻِيئي وِيئيُون.

۲۲

سُتيءَ تان نہ سِياءَ، جي ڪوهيارا ڪيچ جا،

اَنگَڻِ چَڙهيو آءُ، جي نالو ڳيڙءِ نينهَن جو.§

۲۳

مَتان جيءُ جَتَنِ، گهورِيو، گهوري سَسُئي،

پارِي جي پُنهونءَ جا، ڪارُون ڪري ڪَنِ،

ڪيچِ مَتان ڪا ڪَنِ، بي شُڪري ٻيپور جي.

وائي

هِتان ٿِي هَلَندِيَس، مِيان! سامُهِين سارِيَهَ ڏي.

وَڏا پينڊا پَندَ جا، مَنزِلَ ماٽيندِيَس، مِيان!

اَلاهَ عَجيبَ ڪِي، لَکَنِ مان لَهندِيَس، مِيان!

جيڏيُون! جورُ جَتَنِ جو، جڏهين آئُون ٽيندِيَس، مِيان!

حُجاڻتا هوتَ ڪِي، ڏوراپا ڏيندِيَس، مِيان!

فَريادِيُون فِراقَ جُون، پُنهَلَ کِي چوندِيَس، مِيان!

اَديُون! عَبدُاللطيفُ چئي، مَنهِن آئُون مِلَندِيَس، مِيان!

## سر حسيني - داستان نائين جو سار

سسئيءَ جو قلب ڪنهن ڪاليءَ ٺ، ۾ وجهڻ وِيٺو آهي. محبوب، سندس جسم کي اهڙو آڏو اُبتو ڇيريو آهي، جو وري اهو سبڻ سان بہ سڄو ٿيڻو ناهي. هيئنئر سندس نجهري ۾ سواءِ روئڻ ۽ راڙي جي ڪي ڪين رهيو آهي. پنهونءَ جي فراق ۾ سندس اکيون رت روئي ساٽيون ٿي پيئون آهن. انسان لاءِ مرڻ نہ اڳي پوءِ آهي؛ لڏهنڪان ڇو نہ عشق جي مارگ ۾ فنا ٿجي! سسئيءَ بہ اهوئي پرڻ ڪيو آهي. ڪوبہ عاشق ڪڏهن سئين لڱين پرينءَ سان هڪ نہ ٿيو آهي. پهرين فنا آهي، پوءِ ديدار. جو عشق جو نالو وٺي، سو سوريءَ جي سواري قبولي. جو جفائون ڪيدي، جانب لاءِ جبلن ۾ ٿو مري، سو دنيا جي دفتر ۾ نالو ڇڏي ٿو وڃي. مارگ ۾ مرڻ آهي اَمر پد پائڻ.

---

۱- پڌڙ ۾ آئي، مشهور ٿي ۲- تندرست، ٺوٺي ۳- پيڇري (پريم جي) ۴- ڪشالا ڪيدي، جفائون ڪري ۵- پٻ جبل ۶- لنهنجي ساراه ڪن ۷- ستل زال ۸- مت مائت ۹- سوريءَ تي ۱۰- خسيس ٻانها ۱۱- نيزاريون ۱۲- گلا ۱۳- وطن ۱۴- پندن، مفاصلا ۱۵- منزل ۱۶- اَلله جي آسري ۱۷- حاصل ڪنديس ۱۸- لائق، شريڪ ۱۹- حجت پريا ۲۰- پڪارون ۲۱- منهن ۾.

*اِنهيءَ حالت ۾، منهنجي خونبها وڃي پرينءَ تي پوندي. (هتي خونبها = ديدار).

§جي عشق جو نالو ڳڍو آئيئي نہ اچي سوريءَ تي چڙهہ.

## داستان ڏهون

۱

واڪيو واڪيو وِڪَ، پاٻوهيو پير ڪَٽي،
سي نہ ڇَڙهنديون ڏِڪَ، موڙي پير مَرنِ جي.*

۲

وِجهہ وَڏندي وِڪَ، مَڇُرِ لِڪُ لڪائيين،
ڏُکُ لنين ٻِي ڏِڪَ، حُبُ جنين کي هوتَ جو.

۳

واڪو هَڏِ مَ لاهِ، سَڏَن مَٿي سَڏڙا،
مانَ تُنهنجي ڪاءِ، سَگُرَ ۾ سارَ ڻٿي!§

۴

سَڏَنِ ٻُنيءَ سَڏڙا، واڪو مَنجهہ وَڻين،
سَڄَڻُ پَندِ گَهٽيءِ، مانَ ڪوهيارو ڪُوڪَ سڻي!

۵

ڪوهيارو تي ڪاڻُ، مُيُون مارَڻَ آئيو!
هوءِ مُ هوتُ حياتُ! آئُون مُيائي گهورِئي!‡

۶

وِهين ۽ ويلا ڪَرِين، ٻُڇين تي پانڌي،
هارِي! هيڪاندي، ڪڏهن ٻِرِ تيندِينءَ هوتَ سين؟

۷

وِهين ۽ ويلا ڪَرِين، اِيَ نہ اُڪنڊِيَ آهِ،
سي لاڳاپا سَبِ لاهِ، اورِيان اِپيارِنِ جي.†

۸

وِهين ۽ ويلا ڪَرِين، سَڏِئين ساڱاڻُ،
هارِي! آپاڻُ، تو سين سوُنهَنِ نہ سَسُئي!

۹

پاڙي ناهِ پَروُڙَ، تہ ڪا راتِ رَنجائي گُذِري،
پانيڻ پَروچَنِ جي، گهائي وِڌي گهوُرَ،
هِڪَ سَسُئي پيا سوُرَ، وِيا پنهندا پارَ ۾.

۱۰

پاڙيچيءَ روئي، چاڪَ مُنهنجا چوريا،
پَگَهرُ وِجهنديس پِرِينءَ جو، ڏَکَنِ ۾ ڏوئي،
ساڄَنَ! سَيوئي، ساهُ اوهان تان صَدَقو.

۱۱

اَڄُ نہ مون قرارُ، ڏُنُم سَنڄو ساتَ ۾،
نهي وينا بارُ، مَٿي ساٽيهَ سُپرِين.

۱۲

ڪَيا ويچاريءَ وَسُ، ڪارَڻِ ڪوهياري گهڻا،
گهڻو پُڇي پانڌيين، سَندا ڏيرَن ڏَسَ،

۱- واڪو ڪيو ۲- مشڪيو ۳- سينگار ۴- پير پنتي ورائي ۵- ذرو ۶- ظاهر ڪرين ۷- سينگار ۸- نينهن ۹- شال ۱۰- ڪا ۱۱- راهہ ۱۲- هجي ۱۳- پل ۱۴- صدقي ٿيس ۱۵- وقت وڃائين ۱۶- قاصد ۱۷- اي اياڻي! ۱۸- کهڙيءَ ريت ۱۹- سڪ ۲۰- پيهارين ۲۱- مٿ مائٽ ۲۲- ڏاريا ۲۳- رنج ۾ ۲۴- پاڙيسريءَ ۲۵- زخم ۲۶- زخمن ۲۷- چمبڙي ۲۸- آرام ۲۹- سانباهو ۳۰- پڌي ۳۱- وطن ڏانهن (ڪٽي وڃڻ لاءِ) ۳۲- حيلا وسيلا ۳۳- پانڌين (قاصدن) کان.

*اهي سرخروئي حاصل نہ ڪنديون، جي پوئتي موٽي، وڃي ٿيون گهر مرن.

§من وات تي تنهنجي ڪا يادگيري پوين.

‡پرين پل حيات هجي، مان ميس تہ صدقي ٿيس.

†اهي سڀ سنبند ٽوڙ، جي اوريان (پرينءَ کي گڏجڻ کان) توکي روڪي ٿا ويهارين.

لَمُوُن[1] ڏوري لَسَ[2]، سُتي[3] سَگر[4] پَٽيين.

۱۳

ٿان ڪا ڪَڄاهُ[5] وَرِ[6]، ڪَميٽِيءَ تي، ڪيچيا!

آئوُن اَوهانجي آهيان، ٻَندي ٻي سُمَرِ[7]،

اَچي، ڪوهيارا! ڪَرِ، دِلاسو[8] دلگيرِ کي.

۱۴

ٿان ڪا وَرِ ڪَڄاهُ، ڪَميٽِيءَ تي، ڪيچيا!

آئوُن اَوهانجي آهيان، ٻانهي، ٻاروچاهُ!

دِلاسي، دوساهُ[9]! مَتان موُن کي ڇڏيو.

۱۵

هوُءَ جي سوُرَ سُڄَنِ، سي موُن ٻينگهي ٻر ٻرائيا،

سانڍيياسِ[10] سُکَنِ، سوُرَنِ ڪارڻِ، سَرَليوُن!

*۱۶

سوُرَنِ سانڍيياسِ، ٻوُرَنِ پالي آهيان،

سُکَنِ جي، سَيّدُ[11] چئي، ڳَکي نَہ پيياس،

جيڪُسِ آئوُن هُياسِ، گُري گوُندَرَ وَلِ جي.

۱۷

سرِجِي[12]، ٿان سوُرَ[13]؛ ساماٽِي، ٿان سُکَ وِيا؛

اِهي ٻئي ٻوُرَ، نِماٽِيءَ نَصيبُ ٿِيا.

۱۸

موُنهان[14] مَهند[15] ٿِيا، سوُرَنِ ٻَندو سَندرو،

هَلو تہ ڏورِيوُن اُنِ کي، وِندُرِ جي وِيا،

ڪَنديَس ڪينَ پِيا، هوتَ مَٿائي اَڳِيان.

۱۹

پڻ وِهاٽِيَس رات، هَلي هاڙهي سامُهين،

پُنهونءَ جا پِرِيات[16]، اُيي ٻِچي پَهيٽرا[17].

۲۰

نہ ڪا تاتَ[18]، نہ تُوتَ[19] ڪا، نہ ڪا تاتَ تَنوارِ[20]،

ڪانهي پِرتَ پَچارَ[21]، لَنؤ[22] وِچاريءَ لَڏيو!

۲۱

ڪينهي طالبُ[23] تاتَ جا، نہ تہ آهي تاتَ لِيارُ،

ڏورِيان، پيو ڏکارُ، گهورنِدڙَ[24] ڪَٽي وِيا.

§۲۲

جيڪي طالبُ تاتَ جا، تاتَ بہ تنين وَٽِ،

هَڏهين[25] ڪانهي هَٽَ[26]؛ گهورِ[27] تہ گهران ئي لَهِنِ.

۲۳

ڪنهن جنهن نينهن نَنڌاهُ[28]، جي موُن واجها ئيندي نہ وَرو،

۱- لس ٻيلي جو هڪ جبل ۲- لس ٻيلو، لس ئي لس ۳- سٽل (سستي) ۴- وات وارن پٽن ۾
۵- ڪڄو ۶- مهر، مدد ۷- ٿوشي ڪان سواءِ، سچي ۸- غمگين ۹- اي دوسو (دوستو)
۱۰- مونکي سانڍيو ۱۱- قسمت ۱۲- پيدا ٿي ۱۳- جوان ٿي ۱۴- مونکان ۱۵- اڳرا ۱۶- ٻيڻي
پيو ۱۷- قاصد ۱۸ ۽ ۱۹- طلب، پڇار ۲۰- وائي ۲۱- عشق جي پڇار ۲۲- محبت ۲۳- طلب
يا چاهه رکندڙ ۲۴- ڳولائو ۲۵- هرگز ۲۶- همت ٿي ۲۷- ڳول ۲۸- ٿوهين پڌ جي ويا.

*مان سوُرن جي سانڍيل ۽ ٻوُرن (ڳڻتين) جي پاليل آهيان. سک، منهنجي قسمت ۾ ئي
ڪين آيا، ڇو تہ مان ڏکن جي ول جي هڪ ڳري هيس.

§جيڪي سچي عشق جا طالب آهن، تن وٽ ئي اهو موجود آهي. حقيقي محبت، ڪنهن
همت ٿي نہ رکي آهي؛ توُن ڳولا ڪر تہ اندر مان ئي اُنکي لهين.

جيڪي مُٺي ڪنداءُ، سو، جانب! ڪريو جهري.

*٢٤

مَتان ٿئين مَلوُلُ، ڪينَ اُڳاهُوُن آهيان،

ڏِسَڻَ ۾ ڪَرُ ڏوُرُ، حَدَ ٻنهين جي هيڪڙي.

٢٥

آن جي ڏِنا ڇهُوِن، اَللهَ ڪارڻ ڳالهه ڪرِين،

نيڻَ مُنهنجا رُوَن، راتو ڏينهان اُن ڪي.

٢٦

اَڄا راتِ رَتومِ، ڪوڏ ڪوهياري ڪنڌُرو،

پيمَ! پڇايومِ، سُپاٽي سوُرَنِ سين.

§٢٧

سَرَتُيِن سُهَڄَ مَنجهانءِ، تي ڪوڏ وراهيا ڪپڙا،

تڏهن مُنهنجيءَ ماءُ، تي پهڻ آڇيا پَبَ جا.

٢٨

ڪَڏهن ڪَڏهن، جيڏيُون! ڪو پَهُ اُچيو پوءِ،

سو پڻ ساڙُو هوءِ، هِيءَ جو ساهُ سريرَ ۾.

٢٩

ڪَڄي جِتَن ڪيچِيُنِ لءِ، سو تان ڪينَ ڪِيوءِ،

وِيڄهائي وِڏوءِ، وِکَ نه ڪنيءَ هيڪڙي.

## وائي ١

هو اُرمانُ اُنَنِ، ميان! سَسُئيءَ جي سوُرَنِ لَءِ.

ڪَهاوا ڪَرَهَنِ تي، جوڙيا جالُ جَتَنِ، ميان!

پيرُ نه لَڪَنِ پوءِ تي، تا ڪاڻُن سان ڪُتجَنِ، ميان!

مَهارُون مَيَن جوُن، واڳوُن وَس ڏَٽَنِ، ميان!

لَڪَرَ ۾ اُونڪارُ تي، صُبحِ ساٽيڙَن، ميان!

سانگ نه لنهنجو، سَسُئي! هاٽي هوتَ نه ڪَن، ميان!

اَديُون! عبداللطيفُ چئي، سي مُحبَ مَنِ، ميان!

## وائي ٢

وِڃي وِڃي وِرِي تتي، جت، پيرُ سُڃاتائين پرينءَ جو.

پيرُ سُڃاتائين پرينءَ جو، مَنجهان نينهن نِرتي،

هوءِ وِيا وَٽڪارِ ڏي، هنَ پوريءَ پاڻئيا هتي،

جڏهن چيڙي وِڏيَس چيرا، سو ڪوهيارو ڪتي؟

آما، ليما، قُلَ، قارُوهان، ڳاڳا، راڳا جتي،

مَري رَهَنديَس ماڳهين، نه ته، هادي! اُچِج هتي،

مُون کي ڇڏي هَليا، ڪا پِينَ مَتي پتي؟

لَکَنِ مَنجهه، لطيفُ چئي، مِلي سان سَرتي.

١- اوهين ڪندا ٢- ملول، اُداس ٣- پري ٤- چڙهڻ ٥- ڏنا هجن ٦- رڳيم، ڳاڙهو ڪيم ٧- ڪوهياري (پنهونءَ) جي اُڪير ۾ ٨- چولي ٩- پسايم ١٠- خوشيءَ ١١- پور، خيال ١٢- پڇ ١٣- تو ڪيو ١٤- اينگهائي ١٥- تو وڌو ١٦- جام، گهڻا ١٧- لڪڻ ١٨- ڪنگهڪار ١٩- ساٿ وارن جي ٢٠- سانگو، ويچار ٢١- گهٽو ٢٢- نهاري ٢٣- اُٺب ٢٤- ڳاگيون ٢٥- جابلو ميوو ٢٦- اي رهبر ٢٧- ڪا غيرت آئين يا ڪنهن سبب ناراض ٿيا ٢٨- دوست (پنهونءَ).

*متان اُداس ٿين ڇو ته مان توکان پري نه آهيان. جيتوڻيڪ ڏسڻ ۾ هڪ ٻئي کان پري آهيون، ته به اسان ٻنهي جي منزل هڪ ئي آهي.

§جڏهن منهنجي سرتين، خوشيءَ وچان، وڳا ٻئي وراهيا، تڏهن منهنجي ماءُ، مونکي ڏاج ۾، پب جبل جا پٿر آڇيا (جبل جو پند مونکي ڏاج ۾ مليو آهي).

## سر حسيني - داستان ڏهين جو سار

سسئي، واڪن لي واڪا ۽ سڏن لي سڏ ڪندي، جهڙجهنگ جهاڳيندي پيئي وڃي. اي سالڪ! تون بہ ائين ڪر تہ

"مانَ لنهنجي ڪاءِ، سڪر ۾ سار ٿئي."

وهڻ ۽ ويلا ڪرڻ، عاشقن جو ڪم ناهي. عاشق ڪي گهرجي تہ اهي لاڳاپا، جي سندس راه ۾ رڪاوٽ وجهن، تنکي ترڪ ڪري. سسئي بہ پاندين کان پنهونءَ جا ٿي ڏس پڇندي ٿي وڃي ۽ پنهونءَ لاءِ ٿي لمون پيئي ڏوري. بي ڪا ڇار ڪانهيس. هوءَ سورن جي سانڍيل ۽ پورن جي پاليل آهي ۽ سک سندس ڀڪي ئي نہ پيا آهن. ڪيس ڏاج ۾ ئي "پب جا پهڻ" مليا آهن. افسوس جو اڄ سچا طالب اڻ لڀ آهن ۽ ويچاري طلب خود طالبن جي طلب ۾ آهي. طلب موجود آهي، پر ڪو وٽڻ وارو ڪونهي.

•

## داستان يارهون

۱

سُپيرِيان جي ڳالهَڙِي، رڳو رَنجائُو[1]،

ڏُونگرِ ڏولائُو، ڏِيندا مُون ڏُيَرَ وِيا[2].

۲

آرِيءَ اُتَنِ[3] جيڻَن، اُنَ تان اونِيَنِ نہ ڪَيو،

ڪيچ ڀَهِڄو ڪيڻَن؟ اَهڙَنِ اَباجهَنِ[4] سين.

۳

جڻن اُتَنِ آريءَ جامَ، اُنَ تان اونِيَنِ نہ ڪَيو،

پَڙڪي[5] باهِرِ نِڪتي، ڳاڏ[6] رِ مَنجهان ڳامَ[7]،

ساهُ ڏِنائِين سامَ[8]، سُتي سَڳَرِ پَٽِيين.*

۴

لَڪيون[9]! آن[10] پُر[11] لکَ، ڪي ڪوهيارا ورميا[12]؟

جنِين سَنديءَ سِڪَ، رُنَم راتِ رَتَ ڦُڙا.

§۵

لَڪيُون! آن لَڳا[13]، ڪي پَلَءِ پانديڙَنِ جا؟

توهان گهٽيرو، ماءِ! رُوندا اوءِ رَتَ وِيا.

۶

ڪو جو لَڳُسِ ڪانُ[14]، ڪيچِيَنِ جي قُربَ جو،

ٿِي نِماڻِي نِيشانُ، ڇَڏي سانگو ساهَ جو.

۷

ڏوتِيُنِ چِيُسِ "ڏُورِ[15]، ڪيچُ اَڳاهُون پَنڌُ ٿيو"،

۱- ڏک ۲- ڏک ۳- چين ۴- بي درد انسانن ۵- پڙڪو ڏيئي ۶- ڌو ٻباڻي ۷- ڳوڙ ۸- صدقو ۹- جبل جا لنگهه ۱۰- اوهان جي پرسان ۱۱- ذرو ۱۲- ترسيا ۱۳- اوهانکي لڳا ۱۴- باڻ ۱۵- پري.

*پنهنجو ساه پرينءَ تان صدقو ڪيائين ۽ سفر وارن پٽن ۾ هميشه لاءِ ستي.

§سسئي لڪين کان ٿي پڇي تہ "اوهانکي پاندين جا ڪي پلاند لڳا؟" لڪيون جواب ٿيون ڏين تہ "اي امڙ! توکان وڌيڪ هو (تنهنجا پرين) رت روئندا ويا." (پنهون بہ فراق ۾ رت روئندو ويو.)

پاٽا ڇڙهي پُورِ، وِکَ وِڌائين وِتَري.

۸

ڏوٽيا! ڪو اوتِّيِنِ جو، مُون کي اهڃُ ڏيءِ،
سَچُ کِ ساٿَ نِيو، پُنهون مُنهنجو پاڻَ سين؟

۹

ڪو جو اُنسِ ميِنهَن، آريءَ جي اکيرَ جو،
ٻاروچاڻو نيِنهَن، مَنان مانو نه ٿئي.

۱۰

جيڏيُون! ڏسو ڪيچ، جو ڏيهُ ٻاروچَنِ جو،
پُنهونءَ وِڌَمِ پيچُ، نِسورو ئي نيِنهَن جو.

۱۱

سَسُئيءَ جي سِريءَ سان، ڪيچ ڏٺي ڪاندِي،*
پَسَڪَ ڪارَڻِ پِريَنءَ جي، مُندَ هُئي ماندِي،
لَکَنِ تان، لَطِيفُ چئي، آرياڻيءَ آندِي،
پُنهونءَ پيراندي، نِماڻيءَ نَصِيب ٿي.§

۱۲

گهوڙَنِ هَڻيوُن گهَٽيُون، اُنَ هَنئي آنءُ،
جا نيِنهَن ڳنهَندي نانءُ، ساموُن ڄمَن پوندي ماري.

۱۳

لَڪِڙيارِيُون آڳِرِيُون، ٻاروچاڻو پيرُ،
اَڃي پسو، جيڏيُون! تازو پُنهونءَ پيرُ،
وِهاريءَ سين وِيرُ، جَتَنِ جيڏو ئي ڪيو!

‡۱۴

لُڇَڻُ نه لاهين، ڳُونڌرَ هَنَ غَرِيب تان،
پُرِ ۾ پچائين، جيجان! جوشَ جَتَنِ جا.

۱۵

هَيءَ! تو وِچي هوتُ، آئُون کِ اَکِيرِي ٿيان،
مَنان چوءِ ٻلوچُ، "ڪميڻيءَ مان ڪِينَ ٿيو".

۱۶

ڪَميڻيُن هَتان، ٿِيَن مُوَرائين مَدِيُون،
ٽوُن ڪَرِ پاڻَ وَڙان، موتُ، سَباجها سُپرين!

۱۷

نَڪي ٿِيان سَگُ ۾، نَڪي سَگيٽِي،
آهيان ڪميٽِي، ذاتِ ٻروچيءَ نه جُڙان.

---

۱- محبت جي خيال ۾ ۲- لڪڙي ۳- اي ڏوٽيو (ڏت ڪائيندڙ) ۴- نشان ۵- وسيس ۶- من تان ۷- ور، وڪڙ ۸- سسيءَ (لاش) ۹- ڪلهو ڏيندڙ ۱۰- پنهونءَ جي پيرن وارو پاسو ۱۱- مصيبت جون ماريل ۱۲- اُنن جي ماريل ۱۳- معاملي يا مصيبت ۾ ۱۴- لڪڙيءَ جهڙيون سنهيون، نازڪ ۱۵- ٻاروچاڻو ٻول ۱۶- غم ۱۷- ڳجهه ۾ ۱۸- چوي ۱۹- رڳو، خذهين ۲۰- ٻرايون ۲۱- لاڻقيون ۲۲- سڳي مائٽياڻي ۲۳ سڳ، جي لائق، ثاني ۲۴- لائق ٿيان.

*سسئيءَ جي مرڻ کان پوءِ، پنهون پاڻ اچي سندس ڪاندي ٿيو.

§مئي کان پوءِ، هن نماڻيءَ (سسئيءَ) کي، پنهون جي پيرن کان، دفن ٿيڻ جو شرف مليو.

‡هن مسڪين تان، غم، بيقراري هرگز نه ٿا لاهين؛ اي جيجل! مونکي ڳجهه ٿي ڳجهه ۾، جتن جي عشق جا مچ جلائين پيا.

۱۸

کينءَ مَ خَبَرَ هوءِ، هِنَ مُنهنجيءَ ذاتِ جي!

مَتان پُنهونءَ پوءِ، لَڄَ مُنهنجي لوءِ ۾!*

۱۹

لِڳو کَمُ کيچِنِ جو، ڇَڏي هَليا مُون،

اَللهَ! آهِيان تُون، هونئَن تان هيڏي ڪئي.

وائي ۱

مُنهنجو ساهُ وِيو سيڱان، آيَل! آيَل! وهان ڪيئَن پنهورَ ۾؟

مُون کي وِيا نہ وِسري، نينهَن پَريا نيڻان،

سو ڪيئَن هنئُڙو جهَليان، جهڙي جو ڪيڻان،

مادَرِ! پايو مُنڍيؤن، ڪوُڪيان وِرَ ڪيڻان،§

اَديُون! عَبدُاللَطيفُ چئي، وَڃي مانَ مڙان.

وائي ۲

وَسان تي وِيياسِ، آيَل! آيَل! لَڳُمِ باڻَ پِروچَ جو.

پُرزا پَٻَ وَرَنِ ۾، پئُون تي پِيياسِ،

نہ پِرِ ڪاڍو ڪيچَ ڏي، توڙي، ماءُ! مُياسِ،‡

باڻَ وِڃايمِ پيرَ تي، ڇُٽي آئُون ڇُٽياسِ!

۱۸

آيمَ اَنڌي لوڪَ سين، مُٺي آئُون مُياسِ!

هيڏي شَهرَ ڀنڀورَ ۾، نَڪو پِيٽ نہ ماسِ،

پِيمُ وِڃُ وِصالَ ۾، سَنجهي آئُون سُتياسِ،

پِيمُ پُنهونءَ جامَ سين، کُٺي آئُون کُٺياسِ!

اَلا! اَنِ مَ وِسران، ڏِني جن جِيياسِ،

پِيئَسِ وَرِ وِصالَ جي، جان ڪي تان جيئَندياسِ،

اَديُون! عَبدُاللَطيفُ چئي، مُحِبَن کي مِلَندياسِ.

وائي ۳

نہ کو هوتُ سَجَرُ نيندان، هوا! ڏيراءِ

کَلَ نہ پِيمَ ڪانءِ مُون نہ پَرُوڙيا، ماءُ!

کُهي کَميڻي هَليا، پانيڻَ ڪري پيراءِ

پَسان شالَ اَکِئُن سين، دوستَ سَندا ديراءِ

سيڻَن ساڃَهرِ لَڏيو، پوءِ تي پِڇين پيراءِ

ڏاڻَ وِجهي ڏاگهن کي، وَنگيءَ نہ لنهن ويراءِ

پَڙِکن تا پانيڻَ جا، جيءَ اَندَرِ جيراءِ.

۱- پوي ۲- لوڪ، جهان ۳- ساهُ ۴- سندن نيڻ ۵- وجهليءَ ۶- هڏن ڪاڻ ۷- اَدب جا هٿ ٻڌي ۸- ڪوڪون ڪريان ۹- پل ۱۰ هڏن لاءِ ۱۱- اُنهن سان گڏجان ۱۲- پنهنجي وس کان ٻاهر انهيءَ ڪري ويئي آهيان ۱۳- وراڪن ۱۴- پرزا پرزا ۱۵- ڪشش، لاڙو ۱۶- توڙي ۱۷- آزاد ٿيس ۱۸- گذاريُو پيم ۱۹- نڪو پيٽ، نڪا ماٺ ۲۰- وڇوڙي ۲۱- ڪٺيءَ (مصيبت) ۾ پيس ۲۲- قاڪون، نڪر ۲۳- جايون، آستان ۲۴- سوپل ۲۵- پيرن جا نشان ۲۶- ڏاوڻ، نوڙيون ۲۷- سوگهو ڪري نہ ٻڌءِ ۲۸- لنهن ويل ۲۹- جلن، سڙن، اُيامن.

*متان منهنجي ڪري، لوڪ يا جهان ۾ پنهونءَ کي لڄي ٿيڻو پوي.

§اي اَمڙ! هٿ اَدب جا ٻڌي، پل نہ هڏن لاءِ پيئي رڙان يا ڪوڪون ڪريان.

‡اي جيجل! جي مري ويس تہ بہ منهنجو لاڙو ڪيچ ڏانهن هوندو.

## سر حسيني - داستان يارهين جو سار

سسئي، جبلن کان پنهونءَ جا اُهڃاڻ پڇندي پيئي وڃي. جبلن وٽان اهو دلاسي ڀريو جواب ٿو مليس ته "پنهون ويچارو توکان ئي وڌيڪ رت روئندو، ڪيچ ڏانهن پئي ڪهي ويو." ڪيچ ڏور آهي، پر سسئي، محبت جي پور ۾، قاف ڪپيندي پيئي وڃي. سندس هوت، ڪانئس گهڻو اڳي نڪري ويو آهي، ته به هوءَ اڳيري ٿيڻ ۾ ڪا ڪسر ڪانه ٿي ڇڏي.

"متان چوءِ ٻلوچ، ڪميڻيءَ مان ڪين ٿيو."
نيٺ جڏهن پنهنجو ساهه صدقو ڪيائين، تڏهن "پنهونءَ پيرانديءَ، نماڻيءَ نصيب ٿي." پنهون ٻاروچاڻي ذات جو آهي ۽ سسئي ڪميڻي ڪل جي. سسئي، واحد در اهائي وينتي پيئي ڪري ته "شل ڪيچ ۾ منهنجي ذات ظاهر نه ٿئي، جئن پنهونءَ کي پنهنجن اڳيان شرمسار ٿيڻو نه پوي."

•

## داستان ٻارهون

۱

ڏٺان[1] جي ٻروچ، مون جنهن هوت اکين سين،
مون کي ڇيان "لوچ"[2]، پاٽا[3] پيرين ڇپرين[4].*

۲

هوت نه ڏٺائون، ڏوهه نه ڏيان جيڏين،
مون جنهن رُناءُون، متي ڪيو هنڙا.

۳

ٻاروچو ٻيءَ پَتِ[5]، جيڪُسِ ڏنو جيڏيين،
مون جنهن موُڙهين مَتِ[6]، پسندي پُنهونءَ کي.

۴

ٻاروچو ٻيءَ[7] رُوءِ[8]، جيڪُسِ ڏِنو جيڏيين،
سَنجهي ۽ صُبوح، هوُندَ نه وِيڙن وِسري.

۵

آن جي ڏِنيءِ[9]، جيڏِيوُن! پُنهونءَ جي ٻابوهَ،
سَنجهي ۽ صُبوُحَ، سوُرَنِ[10] تي سَجَڪيوُن.

۶

جي هُيان[11] هوتَ پُنهونءَ سين، مون جئن مُلاقاتَ،
ٻانهَنِ[12] وِجهي واتَ، رِيهوُن[13] ڪَيان رُڃَنِ ۾.§

۷

جي تو ڳالهائيءِ[14]، ماءُ! ٻاروچا پُڇيا،
اُنين[15] جي وائيءِ، هوُندَ نه وِيان[16] وِسري.

---

۱- اوهان ڏٺو، اوهين ڏسو ها ۲- ڳول ۳- پاڻ به پيهي وڃو ها ۴- جبلن ۾ ۵- ٻئي نموني ۶- سندن حوصلا خطا ٿين ها ۷- ٻيءَ طرح ۸- شايد ۹- مرڪ ۱۰- ويڙهجي يا ڀرجي وڃون، ۱۱- اوهانجي هجي يا ٿئي ها ۱۲- ٻانهن کي ديوانن وانگر چڪ پائي ۱۳- دانهون ۱۴- ڳالهيون ڪري ۱۵- اُنهنجي ۱۶- اوهان کي وسري نه وڃي ها.
*مون کي چئو ها ته "تلاش ڪر" ۽ پاڻ به جبلن ۾ پيهي وڃو ها.
§جيڪر ديوانن وانگر ٻانهن کي چڪ پائي، ٻرپٽن ۾ دانهون ڪريو ها.

٨

اَڄُ مَعذُورِ[1] ھُئان، اَلا! چَڱي مَ ٿيان!
رِڙھان ۽ رُئان، ٻَنْيءَ[2] سَڳَرِ ساٿَ جي!

٩

جي، ڏُونگَرَا! ھُوَن ھِ ڏُکَ، سي پَڌَرِ[3] پَوَنِ مَ پِرِينءَ ري،
وِھُ مُوَن وِھُ ٿيو، ڪيرَ ساندِيندي سُکَ[4]؟
ھُيَمِ ھوتَنِ سين چُکَ[5]، سَڀِو سَگُ نَہ سارِيان.*

١٠

پيوُن سَڀِ سَگَيٖطِيوُن، سَرَتِيوُن! مُوَن چُکَ[6] سين چاءُ[7]،
اَندَرِ[8] آھيمِ ڳالهڙي، ڪوھيارِي جي ڪاءُ[9]،
لَڳُمِ ذَرو واءُ[10]، سَڀِو سَگُ نَہ سارِيان.

١١

'ووءِ! ووءِ!' ڪَندِي وَتَ، مَڇُڻ[11] 'ووءِ!' وِسارِئين![12]
ٻاٽِي ھارِ مَ پَڌرو، روءُ مَنجھان ٿِي رَتُ[13]،
صَبُرُ وَڏو سَتُ[14]، سِگها ميڙِي سُپَرِينِ.

١٢

ووءِ! ووءِ! وِڏُوڙا[15]، ووءِ! ووءِ! وَڃَنِ نِڱيا[16]،
مُوَن سانگِياڻِيءَ[17] جا سُپَرِينِ، سَڀُ ڪَ سَنيوُڙا؟[18]
لاٿُمِ نَہ لوڙا[19]، ماءِ! اوسيڙو اَنِ ڄَو.

١٣

ووءِ! ووءِ! پڻ ويٺِي، رُنَنِ ڪارَڻِ[20] جا ھُئِي،
پُنھونءَ ڪي پيٺِي، رُئندي ڪيرَ رَتَ ڦڙا؟

١٤

گھوڙا! گَهڻِيءَ[21] ٻوُن[22]، ووءِ! ووءِ! وَڃَنِ نِڱيا،
مَادَرِ! مَتان مُوَن[23]، ڪانگَ لَوندا ڪَڏھين؟

١٥

ماتِ مارِيندِيءَ پِرِينءَ جي، مَڇُڻِ، رُئين رَتُ!
چوري! چَڏِ مَ سَتُ[24]، ھِمَتَ[25] ھوتُ وِچائِيو.

١٦

جَڙِ[26] جَٽَرِي جن سين، مَٽِي پڻ سين تَنِ،
جي ھِتِ نَہ ھوتُ پَسَنِ، سي ڪَنھن پَرِ ڪيچِ[27] پَسَندِيوُن؟

١٧

جِٽَن جَٽَن جَھلي جَڳَ[28]، تِئَن تِئَن مُوَن تاڪيدُ ٿِئي،
ڳُھِرِيو[29] تو ڳالھيوُن ڪَري، وِھسي[30] ڀُٽو وَڳُ[31]،
لوڪُ لَتاڙِي[32] نِندَ ۾، ٻُنْيءَ لالَنَ لَڳُ[33]،
آرِياڻِي اوڙَگُ[34]، ٻَنيوران[35] ٻَھَرِ ٿِي.§

١- ناتوان، بيمار ٢- پنھونءَ جي ساٿ واري ٻيڙي لي ٣- ظاھر ٿين ٤- زھر ٥- محبت جي لغار ٦- سگن يا لاڳاپن واريون ٧- چاھ ٨- ڪا ٩- محبت جي ھوا ١٠- پوري سگ، جي دعوي نہ ٿي ڪريان ١١- روج راڙو ١٢- متان ١٣- اندر ۾ ١٤- شڪتي، طاقت ١٥- ڏمريا ١٦- نڪري ١٧- سفر ڪندڙ، رليل ١٨- سنيريا ١٩- لوڙان، اصل ڪان ٢٠- ڏھاڳڻين لاءِ ٢١- افسوس ٢٢- گھڻي پند تي ٢٣- مني لات ڪندا ٢٤- ستيا ٢٥- مغروريءَ ٢٦- محبت جي ميخ ٢٧- ڪھڙي طرح ٢٨- ھوڏ ٢٩- ڳھر يا سستيءَ ۾ اچي ٣٠- خوش ٿيو ٿئي ٣١- مجموعو (دنيوي ماڻھو) ٣٢- لتاڙي ٣٣- اورانگھي ٣٤- محبوب جي ٻنيان ٣٥- جاچ ڪر ٣٥- ٻنيور ڪان ٻاھر.

* پرينءَ سان نينھن جي لغار لڳي ھيم؛ پنھونءَ سان سگ جي برابري نہ ٿي ڪريان.

§ ٻنيور ڪان ٻاھر نڪري (دنيا کي ترڪ ڪري)، پنھونءَ (محبوب حقيقيءَ) جي پيچا يا جاچ ڪر.

۱۸

اَوجهڙ وَٽان آن ۾، ٻيون سَڀ سَگهرَ سات جي،

جا نينهن ڳنڍيندي نان ۾، سا مون جِن پوندي مامري.*

۱۹

ماڳهين جي مُٺي، ته هوند نه پيئي مامري،

ڇڏيو جي ڪُهي، ته هيڪاري هورُ لهي.

۲۰§

ٻَدو ڪنهن ٻَنڌاڻ، هنئڙو هوتاڻيءَ سين،

ڪا جا پِيَس ڪاڻ، نبيريانس، نه نبري!

۲۱

ڪَه جاڻان؟ ڪَه ٿيو؟ ڪيڏانهن ٿي وڃان؟

هَنتَ، ڪرايون، آڳريون، موڙيو سَڀ پَڇان،

پِين گهرِ ڳَهڃان، مون هاريءَ هوتَ وڃائيو!

۲۲

چان ڪِ آيَس آڳاهين، تان اُنهين اُئي آهيان،

پرت پراهين، هاٺي مَران! مَر جيئان!

۲۳

سَرتيون! سوُر پرين جو، سڄڻ ۾ شاملُ،

ڪوهيارو ڪاملُ، مون کي ڏُکَ ڏيکاريو.

۲۴

ڏونگرُ ڏنا نوڙِ، مون پارڪو پُڇيا،

هيڪليون هاڻَ جي، سي ڪاڪُن سَندي ڪوڙِ،

اي اُهکي ٻوڙِ، سونهن ري نه سُٽِري.

۲۵

لَکين لوڙائون، سَهَسين آهِن سُبَج ۾،

ٻَرَ ۾ ٻورائون، ڪَڻُ پيادي! پاڻَ سين.

۲۶

باروچا ٻيا گهڻا، مُنهنجو پُنهون سِرُ سين،

چانگي ٿي چڙهي ڪري، ڪندو ورِ ولهن،

مَٿي مَعذُورِن، هوتُ ڏرِ ٻيندو هَتڙا.

۲۷

باروچا ٻيا گهڻا، مُنهنجو اَجهو آرياڻي،

چوندي رَکيمُ چِتَ ۾، ساڄَن سُڃاڻي،

جا وِندُرِ وَڪاڻي، تنهنجو مونڻ ڪو مَسَ ٿئي.

۲۸

هوءَ جا گهوري گهوتَ جي، تنهن کي چوري چُونِ،

اُگهاڙيون آرَڻَ ۾، هوتَ پُڇاڻا هُونِ،

---

۱- گمراه ۲- پنهونءَ جي سات جي پيڇري ٿي ۳- مصيبت ۾ ۴- غم، فڪر ۵- ٻنڌڻ ۶- دل ۷- سڀرينءَ ۸- منجهيل وٽ يا پيچ ۹- ڇڇڻ جي ڪريانس پر نه ڇڇي ۱۰- گهنڊ، دهل دماما ۱۱- چوان ته ۱۲- پري کان ۱۳- آئي ٿي ۱۴- جهونو پيار يا نينهن ۱۵- مٿاهان پٽ، جبل ۱۶- هيناهان پٽ، ميدان ۱۷- جاڳو ۱۸- لڪيندڙن، رهزن ۱۹- ڪاڄ ۲۰- ڏکي، مشڪل ۲۱- زمين، سفر ۲۲- رهبرن کان سواءِ ۲۳- ڦورو، لوٽو ۲۴- سونهان، نگهبان ۲۵- سردار ۲۶- احسان ۲۷ سڄين، ڪنگالڻين ۲۸- ضعيفڙين ۲۹- وندر ۾ قربان ٿي ۳۰- قربان ٿيل.

*جا محبت جو نالو وٺندي، سا مون وانگر مصيبت ۾ پوندي.

§منهنجو من، پرينءَ سان اهڙي ڪنهن ۾ سان ٻڌو پيو آهي، ۽ اُن ۾ اهڙو ڪو پيچ پيل آهي، جو ڇڇڻ جي ڪريانس ته به نه ڇڇي.

[١] ٻرا ڏيئين ٻون، ڏنو جن اکين سين.

٢٩

ڏنم اٿَ اکين سين، مان ٻاروچا هُون،

جنين ڏاران ٻون، مور [٢] يسر اکين ۾.

٣٠

سچڻ ڏنو جن، موٽڻ ان ميهڻو،

اي مرڪ [٣] معذورن، جنين مون پريان جي پير لي.

٣١

ور [٤] لکن جي لوڏ، گهوريا سڪ پنيور جا!

امڙ! جي تون آهئين، سي ڪم نه اچن ڪوڏ، [٥]

هڏئين منهنجي هوڏ، ٻڌي ٻاروچن سين.*

٣٢

ڪو جو آهس ڪوڏ، [٦] ٻاروچاڻيءَ ذات سين،

جي هوچونس "ٻوڏ!" ته 'جيءَ' سٽائي جڳ کي.§

٣٣

ٻلي ڪري ڏيوم، هي سڱ ٻاروچن سين،

وڃي ڪيچ ڏنوم، ٻنيءَ لڳي جن جي.

٣٤

اديون! ڪا ايندي؟ چئو مون سڱ ڏيو

لائيندئس لڱن کي، ملڀان [٧] ميندي،

ونڊر آئون ويندي، آري جام اڄهو ڪري.

٣٥

وڃڻ تو واري، ٻرٽ [٨] ٻنهونءَ ٻٽ ۾،

ڪره [٩] ڪوهياري، سٽي تو سڀ ويا.

٣٦

مون کي ڏيتا نين، جت ملڪ پانهنجي،

جي ڳهڳهيرن [١٠] ڳڏين، نه پٻن کان پيٽو ڪريان.‡

٣٧†

اڳي ايئن هياس، جيئن پنهونءَ ڏونگر ڪرڙا،

هاڻي ايئن ٿياس، جيئن جت نه نيئم پاڻ سين.

٣٨

ڪوهيارو ڪيڏان، [١٢] ڪيڻ [١١] وڃي، ڪاڏي وڃان؟

مون پانيو سيڏان، [١٣] چئو [١٤] ڪنديس پٻ ڏڙا.

٣٩

ڪوهيارو ڪاري، [١٥] پٻ اڙانگا پٽيين، [١٦]

سي ڏيه ڏيکاري، جي اڳ نه ڏٺا ڪڏهين.

٤٠

ڏکوين اهڃاڻ، [١٧] ڪلهي قاتو ڪنجرو،

---

١- ڏس پتا، جبرون ٢- موليا، چاليون ٣- فخر ٤- مبارڪ، بهتر ٥- خوشيون، فرحتون ٦- نيڻهن
٧- ملير، ميندي‌ءَ کان مشهور هو ٨- هلڻ ٩- ڪرها، اٺ ١٠- ڳهڳهرا پهريندڙ ڳالون (ٻروچياڻيون)
١١- اُنهن سان ١٢- ڪيڏانهن ١٣- ساٿي ١٤- جبلن ۾ ١٥- ڪرائي ١٦- پٽن يا ميدانن ۾ ١٧- نشاني.

*منهنجي من، ٻاروچن سان ضد (محبت جي شدت) ٻڌو آهي.

§جي هو (ٻاروچا) کيس چون "ٻوڏ" ته هوءَ دنيا کي "جيءَ" پيئي ٻڌائي. (ٻوڏ ۽ جيءَ ٻئي پاڻ ۾ ضد آهن.)

‡جي مونکي بروچياڻين سان شامل ڪن ته مان جيڪر ٻين سيني کان پيٽي چاڪري ڪريان.

†سسئي پنهنجي حال تي افسوس ڪائيندي، چوي ٿي: "اڳي ائين هيس، جو پنهونءَ منهنجا ڪرڙا ٿي ڏولا. هينئر منهنجو حال هي آهي، جو جت مونکي پاڻسان نه ٿا وٺي هلن."

وَيِنِ گوندر گڏيون، لوڪ نه آڇين ڀاڱ،*

سوِرَن آسان ساڻ، نَنڊيئي نيڻهُن ڪيو.

٤١

ڪُلهي ڦاٽو ڪنجرو، مَٿو اُگهاڙو،

ڀينرُ! ڪُڇارو، مُنهنجو هِنَ ڀنڀور ۾؟

٤٢

ڪُتيءَ لَءِ، ڪاٽي! رَکيءَ ڀرت ڀُڻهونءَ سين،

سُهڻو سُکيو چنڊڙو، وِڌءِ جيري ۾ جاٽي،

تو سين هاڇو هوتاڻي، صباح ڪندل، سَسُئي!

§٤٣

ڀنڀوران ٻاهر ٿي، اَمڙ! موُن اَماڻ،

مُحِبَڻ ڪا رِهاڻ، موُن لَي مولي مَس ٿئي.

٤٤

ڀنڀوران ٻاهر ٿي، موُن جي ڪيا سَڌ!

بارو چاٽيءَ لَڏ، لَڪ سَويلا لنگهيا.

٤٥

ڇِڻِ ڇِنا پيرَ، هَلي هَلي، ماءُ!

ڪوهياري جي ڪاءِ، ڳنهيو ڳُٽان ڳالهڙي.

٤٦

نيڻهن مَ نالو ڳِنُّ، پريتڻي پيرَ پيا،‡

سورَن ساڻ مَ ڇِنُّ، وِرهُ وِهائِج وِترو.

٤٧

سَچڻ ڏنو جَنّ، تن ڳڇيءَ سر ڳهُ ڪيو،

ٻيون ڪوهُ ٻُجهن، قَدُرُ ڪيميا اِن جو؟

٤٨

هاري! هِنئون مَ لوڙ، سُکن ٻوندينءَ، سَسُئي!

ڪوهيارو تو ڪوڙ، آچي ڪَرهَ قطار ۾.

٤٩

حُسيني حُسين لَءِ، ٻيبيءَ ٻاڪ ڇَڏي،

تَهان ٻوءِ ٿئي، خبر ٻيءَ خلق کي.

وائي

ڪارُون وَس ڪيام، ڙي! اَهيءِ اَهيءِ! او! اَلڏي ڏور ويام!

مُنهنجو هوت نه مولِيو! وو! ڪارُون وَس ڪيام،

ٻَنڌڻ بارو ڇِن جا، پينگهي مَنجهه پيام،

ڪَٿين قاصد ڪيچ ڏي، مُحِبَن لاءِ مُڪام،

سَدا سُپيرين جا، سانڍڻ سُور پيام،

هوت هَلندي جي ڪيا، نه سي سَڏ سيام،

اَديُون! عَبدُاللّطيف چَئي، آرياڻي ايدام.

---

١- ڏک ۾ ورتل ٢- اي ڪاٽل، سڙيل ٣- سکيو ٤- آگ ٥- جاٽي ٻجهي ٦- وٺل، ظلم ٧- هوت (پنهونءَ) جي ٻهر ٨- وڏن پهڻ ٩- ونيو يا ڪنيو گهمان ١٠- ڳنهه، وٽ ١١- محبت ١٢- ڳچيءَ جو ١٣- زيور، مٽيو ١٤- جاڻن، سمجهن ١٥- دل نه لوڏ ١٦- لو وٽ شوق مان ١٧- ڪرها، اُٺ ١٨- قطار ۾ ڪيو ١٩- پيغمبر صاحب جي نياڻي بيبي فاطمهؓ، جنهن پنهنجي فرزند امام حسين جي شهادت جي پيشينگوئي ٻڌڻ تي ماتم ڪيو هو (حسيني=ماتم جو سر. پهرين ماتم، بيبي صاحبهؓ ڪيو، پوءِ خلق.) ٢٠- دانهون، عاجزيون ٢١- حيلا وسيلا ٢٢- پيوند ٢٣- ٻڌم.

*هو ڏک ۾ مبتلا ٿيو پيئون هلن ۽ عام کي پنهنجو اَنت نه ٿيون ڏين.

§اي اَمڙ! ڀنڀور کان ٻاهر نڪري، مونکي اَماڻ، مٿان مولي توسان منهنجي رهاڻ وري نه ٿئي.

‡عشق جو نالو نه وٺ، عشق جون راهون ڏيئي ٻيون آهن.

## سر حسيني - داستان ٻارهين جو سار

سسئيءَ جون سرليون، جي هڪواريءَ پنهونءَ جي ٻاٻوهه ۽ صورت پسن ها، ته هو به ٻانهن واٽ ۾ وجهي، رڃن ۾ رلهون ڪن ها. سسئيءَ کي پنهونءَ کان سواءِ، پنهور جا سڪ ۽ وڏا سور آهن. هوءَ رت روئندي، پنهونءَ پنيان پيئي وڃي. ڳجهو رت روئڻ ۽ صبر ڌارڻ، سچن عاشقن جو ڳڻ آهي. "صبر وڏو ست" آهي. سسئي "گهوٽ گهوري" ۽ "وندر وڪاڻي" آهي، ۽ هر وقت مرڻ جي مرحبا پيئي ڪري. هوت ٻروچي سان اهڙو ڪو ازلي نينهن اٿس، جو هوءَ پنهور جا سڪ ترڪ ڪري، وٺي ڇپر ۾ چالون ڏيندي. روحاني سفر ته نهايت اوکو آهي ۽ ڪنهن کي به مجال ناهي، جو رهبر ٻنا، انکي طيءِ ڪري سگهي. جي سواءِ سونهي جي سفر ٿا ڪن، سي وڃيو ٽاڪن جي ور چڙهن.

•

"سر حسيني"- هي سر، هڪ مشهور عربي ۽ فارسي سُر آهي، جنهن ۾ مرثيا ڳايا ويندا هوا. سسئيءَ جا ورلاپ به نهايت دردناڪ آهن، جنهنڪري اهو نالو مٿس موزون ٿو لڳي. داستان ٻارهين جي پوئين بيت ۾، هن سر ڏانهن جو خاص اشارو آيل آهي، تنهن مان ظاهر آهي ته هي سر، نهايت درد ۽ سوز وارو آهي. هي سر ماتم جو آهي.

# سُر ليلا چَنيسَرُ

## داستان پهريون

١

داغ تُنهنجو دائما، ماري مَعذورين،
سائينءَ ڪارڻ، سُپرين! وَڃج م ڏورين،
آئون تو حضورين، مٽيو وِڃان مَنجهه ۾.

٢

مٽيو وِڃان مَنجهه ۾، هائيءَ هٽان هارُ،
پِري جي پتارُ، ته ميريائي مانُ لهان.

٣

مٽيو وِڃان مَنجهه ۾، هائيءَ هٽي هارُ،
سوڀي! سُکُ، سَيّدُ چئي، ڪَرين ڪوهُ قرارُ؟
راجا ريساٽو ڳهٽو، سَتاٽو سردارُ،
چڙڏس چنيسر جام جو، ڏيهان ڏيهه ڏهڪارُ،
ناڪُر اَکِين تارُ، مٽي لي تي مِٽين!

٤

چنيسر چڙرنگ، ٻرنگو لوڪ پيو،
تهن سين ڇنيو سنگ، وڃيو هارَ هٿ ڇهين!

٥

مٽي لي موهجي، موڙهي! ڪيءَ مرڪ،
چئي چنيسر جام سين، وِڌو تو فرق،
وَري وِيو وَرَقُ، آيءَ ڏنءَ ڏهاڳ جو!

---

١- ڪانڪ ٢- هميشه ٣- ويچارين کي ٤- ڏٽيءَ جي واسطي ٥- پري ٦- تنهنجي حضور ۾ ٧- نو لکو هار ٨- آگ ۾ ٩- موٽي ملي ١٠- ميريءَ حالت ۾ ١١- عزت پايان ١٢- اي سوڀياوان ناري! ١٣- ٿو ١٤- آرام ١٥- ريس وارو ١٦- زوراور ١٧- چئني ڏسين ۾ ١٨- راجا چنيسر ١٩- ديسان ديس ٢٠- رعب ٢١- راجن ٢٢- اکين جو آنند ٢٣- تي مٽائين ٢٤- چئن رنگن وارو، نهايت حرفتي ٢٥- ٻن رنگن وارو، مڪار ٢٦- ناتو ٢٧- اي موڙهل! ٢٨- ناز نخرو ٢٩- زبان سان ڪچي ٣٠- نفاق ٣١- تقدير جي دفتر جو ورق ٣٢- ڏنب ٣٣- پتار کان جدائيءَ

٦

مَٺي لي موهجي، هاري![1] ڳِيڙهه[2] هارِ،
ڪوڙيين ڪيا ڪِنترا، اِنهين کڙ[3] کوارَ،
ڀِري وِڃو ڀَتارُ، آيءِ ڏَنءِ[4] ڏُهاڳَ جو!

٧

مَٺي[5] مَٽي جي هُٺا،[6] لَن چَٽن[7] قيرِيُمِ چِٽُ،
هارُ ڪَنَدِيَسِ[8] هوڏَ[9] ۾، نيڀَهُ[10] نِيندمِ نِتُ،
ڪَوُنروءِ[11] جو ڪِرِتُ،[12] مُونهان مَٺاهون[13] ليو.

٨

مَٺيو ناهِ مَٺيُون، جو لُون[14] پَسي هارُ هرڪِٺين،[15]
اَصِلِ آهي اَکِين، سَنديُون ڪُوڙَ ڪَٺيُون،[16]
لَن گهوڙَنِ هَٺي گهٽيون،[17] دوسَتان[18] دورِ ڪَيون.

٩

تو جو ڀانيو هارُ، سو سوُرَنِ جو سَگِرو،[19]
چِنيسَرُ چِٽُ ڪَٺي،[20] ليو پورِهيَت[21] جو ڀارُ،
اَوَٽِت[22] جو آچارُ،[23] ڪانڌُ ڪَنهين سين مَ ڪَري!

١٠

نہ ڪي هو ڀانهڙين ۾، نہ ڪي ڳِرِ[24] هُومِ،
نہ مُون، سِينڌِ نہ سُرمو، نہ سِينگارُ ڪَيومِ،
ليلانءَ ڪانڌُ سَمَدومِ،[25] رُکوني[26] رَءِ ڳَڙي.[27]

١١

سونا ڪُرَّ[28] ڪَنَنِ ۾، ڳِڄيءِ ڳاڙها[29] هارَ،
ڀانهُوُنا ڀانهَنِ[30] ۾، سِينڌِ سَٽيا وارَ،
ليلانءَ ڀِيّ[31] ڀَتارَ، ڪانڌَ مُنهنجي ڇڏني.

١٢

چَنيسَرَ جي چِٽَ ۾، ڪي جو اَکُ هُئو،
لِهان ڀوءِ ليو، مَٺي لي لُي مامِرو.[32]

١٣

جُرُ هارِيو[33] لي جَکَري،[34] جَڏهن رُنو ڏيريدارَ،[35]
ديولي تڏهن ڏيائيين،[36] سوئيي! لُيءِ نہ سارَ،[37]

---

١- اي بيعقل! ٢- ڳڏهه ٣- ڳڏهه (نفس) ٤- منهن قيري ويو ٥- هارجي هيرن لي ٦- جهلڪن ٧- منهنجو من ڀڳيڙيو ٨- شرط، شدت ٩- ساڻ هوندم ١٠- هميشہ ١١- حرفتبازي ١٢- مونکان ١٣- اَڳرو ١٤- مڻ يا مٽيءَ جو جمع ١٥- هرڪجي ويٺينءِ ١٦- ڪچ جون ڪٺيون ١٧- مصيبت پئي ١٨- دوستن کان ١٩- سنگهر، ڳت ٢٠- دل ڪٺي، پيار هٽائي ٢١- داسيءَ (ڪؤنروءَ) جو طرفدار ٢٢- اَٽلبطت ٢٣- دستور، هلت ٢٤- ڳچيءَ ۾ ٢٥- لمهنڪري ٢٦- اَڻ سينگاريل ٿي ٢٧- بيشڪ قبولي ٢٨- ٻنڙا ٢٩- ڳچيءَ ۾ ٻهڪندڙ هار ٣٠- ٻانهن جا زيور ٣١- پريتم ٣٢- معاملو، رڳڙو ٣٣- اکين مان جل وهايو ٣٤- چنيسر جو وزير، جنهنجو مڱڻو ليلا جي عزيزن مان ٿيل هو. (هن ليلا جي طرفان ڳوڙها ڳاريا.) ٣٥- ديري دار، سردار (وزير جکري) ٣٦- محبوب تڏهن ڏکي ڪيوءِ ٣٧- لمهنجي سار نہ رهي (چنيسر کي).

چنيسر ڀتار، ڇيلو ڪيو هار جو.

١٤

اوڏو مريو ڏس، ڇيلو ڪنهين هار جو،
سُٺو سڀ سرڪيون! ور نه ڪنهين وس،
دعوي ڀريون ڏس، ڀچو تو پورا ڪري.

١٥

ٻُچا ڏڻ ڏير، ڀڪڙ منجهه پول جا،
مون ماڻيو تنهن وير، ڪوجهي ڪندو پريڙي.

١٦

سوڙيون سُتڙياء، پکو سهڻو ولاريو،
چنيسر ڪانڌاء! تان مون هڻن نه ماڻيو!

١٧

ٻولا! ڪڄاڙيان، ٻولائيو ٻوڏ ڇڻين؟
آئون تو ڀيراندياں، ڪر موڙيو، ورا! اٿيان!

١٨

نيو ٻڌيو روءِ، اڳڻ جهوڪيو ڪرهو،
ڪو چنيسر چوءِ: نه ليلا وڃي لڌيو.

وائي

آءُ، پرين! گهر ڀيهي، ميان چنيسر،
هار هٿان مون ڇڏيو.

ڀيڻ ليلا، هو ڪن حيلا، ٻهران اچيو ٻيٺي،
دوس نياڻون داسڙو، ويساهي ور ويهي،
اوڳڻ، عيب، منايون، ٻولا! ڀڪ سيئي،
تو در اچي، داسڙا! آر ڪريندي ڪيهي؟
آيس، عبداللطيف چئي، دوس! تو در ڀيهي.

## سر ليلا چنيسر - داستان ٻهرئين جو سار

ليلا ڀڇتاءَ جا لڙڪ ڀيئي هاري. منجهس لي موهجي، پنهنجي ڪانڌ جو پيار وڃائي ويٺي آهي؛ هاڻي رت لي روئي. ڪوڙ روءِ ڪان مليل هار، چنيسر جي حضوريءَ ۾، مڇ ۾ وجهڻ لاءِ تيار آهي. منجهي جي ڪري، سندس ۽ چنيسر جي وچ ۾ فرق پيو آهي؛ ۽ ڪيس "ڏڻ ڏهاڳ" جو آيو آهي. راجا "گهڻو ريساٽو" آهي؛ جي ٻيو سارو لوڪ ٻرنگو آهي نه چنيسر چؤرنگ آهي؛ اکين جو تارو ۽ هڪ ئي آهي؛ سندس ڏهڪار ساري ڏيهه ۾ آهي؛ هو ڪنهن جي وس ناهي؛ ٻهرين ئي دعوي ڀچيو، پورا ڪيو ڇڏي. ليلا جو هٿ هينئر ڀچي پيو آهي ۽ هار سينگار جو ٻنه ليپاڳ ڪيو اٿس.
"ٻري جي ڀتار، نه ميريائي مان لهان."
نيٺ، سواءِ لڏڻ جي، ويچاريءَ جو ڪو وس نه ٿو هلي. جکرو ۽ روئندو ئي رهجي ويو.

١- ٻهانو ٢- ڀتار ٣- ڪنهن جي وس ٤- ٻهرئين ڀيري ٥- ڀرزا ٦- ڏنگا ٧- ڀڪڙ جي مٿان (شاديءَ رات) ٨- گهوٽ ٩- تنهن مهل ١٠- ٻدڙيجي ١١- ٻريءَ جهڙي ڪنوار ١٢- سوڙين ۾ ١٣- ڪوڙو توسان سٿي ١٤- گهر (محلات) ١٥- عاليشان ١٦- والاريو ١٧- اي چنيسر ڀتار! ١٨- ڇا جي ڪري ١٩- تنهنجي ڀيرانديءَ کان ٢٠- نيئي ٢١- روئي ٢٢- جهڪائي ٢٣- اٺ ٢٤- چنيسر کي چوي ٢٥- ليلا جي ڀچا ڪن ٢٦- تجويزون ٢٧- محل ٻاهران ٢٨- ٻئي (ڪوڙو ۽ ماٽس) ٢٩- دوست ٣٠- ڀتار کي ڀلائي ٣١- محلات ۾ ويهي ٣٢- مدايون ٣٣- اُڪل.

## داستان ٻيو

۱

ٽِڙِڪِي[1]، ٻَسِي ٽوڪَ[2]، ٻِرڪِي، لَڪَڙ[3] ٻَ ٻِئِي؛
اَڇو اَڇيو، ”اَڳِلِي[4]“، چَئِي ليلا کي لوڪُ،
اَندَرُ اويالَنِ[5] سين، ساڙي ڪياءُنس سوڪُ،
بالاپَڻَ[6] جو ٻوڪَ[7]، وِيو وِچاريءَ وِسِري.

۲

جيڪُسِ[8] ڪَمُ[9] سَندامِ[10]، جوُنا ڏِنا جيڏِيين،
ڪانَ سَڀِ مَتانِ[11]، ساهيڙيُن ۽ سَرتيُن.

۳

هُئِينءَ نہ گهڻو هوشيارُ[12]؟ ڪَلَ نہ هُئِيءَ ڪانڌَ جي؟
تو ٻانهو موچاري ٽِيان، ڳچيءَ پائي هارُ؟
ڪانڌَ[13] ڪوُڙيءَ جو نہ وَڳي، سَٺين ٻَتين سِينگارُ[14]،
وَهَمَ[15] لَهي وِينجهارُ[16]، دِليُون ٻَرڪي داسڙو.

۴

چانِ[17] ڪِ چَڙهندِيَسِ ڪَتَ تي، رِيجها[18] ٽِيندِيَسِ راءِ[19]،
اَهڙو ٿِيي اَللهُ[21]، جو پورهيتون[20] پيشِ ڪَري.*

۵

ڏاهي ڏِسِ ڏِيهَ[22] ۾، سَرتِين مَنجهہ سُڄاڻِ،
ڪا جا پيرِ ڪاڻِ، جِتَن[24] مُڻُون مَتادون[23] نہ ڪَڏان.

۶

اَلا! ڏاهي مَ ٿِيان! ڏاهيُون ڏُکَ ڏِسَن[25]،
مُون سين مُون پِرِيَنِ[26]، پورائيءَ[27] ۾ پالَ ڪيا.

۷

وَڏيرِي[29] هُيَاسِ، ميڙو[28] مُون گهرِ سَرتِيين،
هَٿَ[30] ڇُهَڻَ هارَ جي، ڪَڙي ڪانڌَ ٿِيَاسِ،
ٻولي ٻِڌاميَاس، آئُمِ ڏِنءَ ڏُهاڳَ جو!

۸

وَڏيرِي هُياسِ، چَنيسَرَ جي راڄَ ۾،
ڏُهلين[33] ڏامين نَتِرِين[32]، ٿي ٻاڻَنِ[31] ٻَچِياسِ،
ٻولي ٻِڌاميَاس، ليسِ[34] ڏُهاڳِڻِ ڏِيهَ ۾!

۹

وَڏيرِي هُياسِ، چَنيسَرَ جي راڄَ ۾،
دائِين، ٻائِين[36]، دَرِباَنَ[35]، ٻَرِ ۾ ٿي ٻَچِياسِ،

۱- ٽڙي، غلطي ڪيائين ۲- قيمتي وسٽو (هار) ۳- همٿ، خودي ۴- اڳلي، عيبدار ۵- طعنن ۶- ٻال يا معصوم اوسٿا ۷- چلولائي ۸- شايد ۹- منهنجا ڪم يا اعمال ۱۰- ڪوڙا، عيبدار ۱۱- منهنجيءَ مٿان ۱۲- خبر، پروڙ ۱۳- ڀتار کي ۱۴- سوڻ قسمن جو سينگار ۱۵- دل جا خيال پوري ۱۶- هيرا ونديندڙ، سچو پارکو ۱۷- چوان نہ ۱۸- راضي ڪندس ۱۹- راجا ۲۰- داسيون ۲۱- اڳرائون يا اڳيان ڪري ۲۲- سياڻي ۲۳- نقص، عيب ۲۴- منهن مٿي ڪرڻ جهڙي نہ ٿي آهيان ۲۵- عقل وارائون ۲۶- ٻورڙائي، معصوميت ۲۷- مهربانيون، نوازشون ۲۸- ميڙاڪو ۲۹- سرتين جو ۳۰- ڪوڙي ۳۱- دهلن دامن سان ۳۲- نوتارن سان ۳۳- ٻچي ٿي ويس ۳۴- محبوب مونکي ڏڪيو ۳۵- دائن ۽ ٻاين سان ۳۶- ڳجهہ ۾.

*خدا اهڙو آهي، جو داسين (نمازمندن يا ٻانڪي داس جاڻندڙن) کي سرخرو ٿو ڪري.

ڏُهلين، ڏمامين، ڏٺرين، تي وچ ۾ وهاريا سِ،[1]
هيس ڏاڏاڻي دوستن جي،[2] ڪٽي هڻي ڪيا هار سِ،[3]
لنهان ٻوءِ لباسِ،[4] ڪانياري ڪاڻ جي.

١٠

هيس هندورن ۾، ٻيم ڪاڻ پروڙ،
مٺي سندي ماڻ ري،[5] ڪوجهي[6] وڌيس ڪوڙ،[7]
سامهان ٿيم سوڙ،[8] ويو وِلٽي[9] واهو!

١١

ڏُهاڳڻ[10] سُهاڳڻيون،[11] ڪهڙي ڏوهه ڪنبن؟
ور[12] وڏوڙو[13] آهين، جن جن پاڻ پسن.[14]

١٢

گهوريو سو سُهاڳ،[15] جنهن ۾ پسين پاڻ ڪي!
ڏوري[16] لهه[17] ڏُهاڳ، جنهن ڪرلاهو داسڙو.[18]

١٣

سارج[19] سيئي،[20] ليلا! لڳا پاڻهنجا،
ور سين وڙهيو آٿين، ڏوراپا ڏيئي،
نه ڄاڻان ڪيئي؟ چنيسر جي چت[21] ۾.

١٤

ڇڏي چنيسر جام سين،[22] ليلا! لڳا يوءِ،
تو جو پانيو پاڻهنجو، تنهنجو ڀرو ڪونه ٿيوءِ،[23]
ڪنڙوءِ[24] ڪاڻ سندوءِ، دست ڪيو داسڙو.

١٥

ليلا! ڇو لڳائين،[25] ڇڏي چنيسر ساڻ،
ور سين وڙهيو آٿين،[26] موڙهي![27] مٺيءِ پاڻ،
ڀوري![28] ڪيءِ پاڻ،[29] تي آيءِ[30] ڏنءِ[31] ڏهاڳ جو.

١٦

ليلا! ڇو لڳائين،[32] سوڀي![33] ساڻ سُهاڳ،
آهين گهڻو اجاڻ،[34] مچڙ[35] ٻوري نه پئين.

١٧

ليلا! ٻوري نه پئين، ڇڏي چنيسر ساڻ،
تو جو پانيو پاڻهنجو، سو ريساڻو[36] راڄاڻ،[37]
پاٽان[38] ڏار ٻرياڻ،[39] ڪاڻ ڪنهنجو نه وٽي.[40]

١- وچ ۾ وهاري ٿي ويس ٢- محبوبن جي پياري ٣- بي آبرو ٤- پتاز آگيان عيبدار ٥- معاملي، وهنوار ٦- ڪني، خراب چيز ٧- مونکي ڪوڙ ۾ وڌو ٨- ڦري يا رسي ويو ٩- پتار ١٠- ڏهاڳڻ، ڪان ١١- ڪهڙي ڏوهه جي ڪري ١٢- پتار ١٣- ڪاوڙيو ١٤- خودي ڪن، هٺ ۾ چڙهن ١٥- بن پيو ١٦- ڳولي لهه ١٧- جنهن ۾، جنهن جي ڪري ١٨- سار لهندڙ ١٩- سنيالج، دل ٿي آڻج ٢٠- لهڻا ٢١- ڪهڙي ڳالهه ٢٢- پاڻ ڏيکاريءَ ٢٣- پتو، سماءُ ٢٤- هٺ ڪيو ٢٥- متان پاڻ ڏنو ڪرين ٢٦- اي موڙهل! ٢٧- پاڻکي جٺ ۾ وڌءِ يا ٺل تنهنجو هٺ ڇٽ ٿئي ٢٨- اي ڀورڙي يا نادان! ٢٩- غرور يا هٺ ڪيءِ ٣٠- تنهنڪري ٣١- داغ، ڏنڀ ٣٢- اي سوڀيا واري! ٣٣- عقلمند (چنيسر) سان ٣٤- متان ٣٥- پهچي يا پڄي نه سگهين ٣٦- غيرت وارو، غيرتمند ٣٧- راڄا ٣٨ ۽ ٣٩- پاڻ کان سواءِ ٻئي ڪنهن ساڻ نينهن ٤٠- پتار ڪي.

۱۸

ڇڏي چنيسر جام سين، ليلا! تون م لڳاءِ،
دوس[1] تنهنجو داس[2]، ڪانڌ وڏيائي[3] ڪاءِ،
نه پولو پڪ[4] سنڌياءِ[5]، عيبن ڪي آڏو پئي[6].

۱۹

ڇڏي چنيسر جام سين، ليلا! لڳاءِ م تون،
اڄ ڪانڌ ڪنهنجو نه ٿئي، نه ڪا مون نه تون،
رنديون ڏنيون مون[7]، اِن ڏر مٿي داڏليون[8].

۲۰

ليلا! حيلا ڇڏ، جي تون، سوڍي! سڪئين،
پائي پاند ڳچيءَ ۾، پاڻ غريبيءَ[9] گڏ،
هڏ[10] نه چوندءِ لڏ[11]، جي ڪارون آڻين ڪانڌ[12] کي.

۲۱

جي ڪارون آڻين ڪانڌ کي، نه روئي ريجهائيج[13]،
ليلا! ليلائيج[14]، آئيئي ماڳ، منت[15] جو.

۲۲

جي ليلائي نه لهين، نه پڻ ليلائيج،
آسر[16] م لاهيج، سڄڻ باجهيندڙ[17] گهڻو.

وائي

مون تي وهر[18] وري[19]، وارو ڏيندم[20] وِلهو.
لوڪي ساري[21]، سهرين! آئون پوندي‌س ماڳ مري[22]،
لوڪي سري[23]، سهرين! اسان تان نه سري،
اسان لو رءِ ناه ڪا، ڳجهاندڙ[24] گري،
اديون! عبداللطيف چئي، محبن مهر[25] ڌري.

## سر ليلا چنيسر - داستان ٻئي جو سار

ليلا، هار جهڙي وستو حاصل ڪري، ٺڳڪي ۽ لڪبر ۾ پيئي. لوڪ کيس اوپالن سان ساڙي سوڪ ڪيو آهي. هوءَ پنهنجي بالاپڻ جو سياءُ وساري ويٺي آهي؛ اڳي چلولي هئي ۽ سنڌس ساهيڙيون مٿس موهت هيون. هاڻ اُهي ساڳيون سرتيون، سندس "چونو ڪم" ڏسي، مٿس کلن پيئون. اهڙي ڪا ڪاڻ پيئي اٿس، جو منهن مٿاهون نه ٿي ڪڍي. اڳي هندورن ۾ هئي ۽ سندس در تي دهلن دمامن جا واڄٽ پئي پيا. اِنهيءَ حالت ۾، کيس چنيسر جي "ريساٽي سياءَ" جي پروڙ ئي ڪانه هئي. جڳ ۾ ڏاهيون ئي ڏک ٿيون ڏسن؛ محبوب، پورائيءَ ۾ ئي ياد تو ڪري. هي در، ليلائڻ ۽ غريبيءَ سان پاند پائڻ جو آهي. اِتي داڏليون به روئن ٿيون. "ليلا! ليلائيج، آئيئي ماڳ، منت جو."

---

۱- محبوب ۲- وڏو صبر ۳- ڪائي ٿو، اختيار ڪري ٿو ۴- محبوب ۵- تنهنجي پناه يا پردو آهي ۶- پڪي ڇڏي ۷- نه تنهنجو نه منهنجو ۸- لاڏليون ۹- پاڻکي نهڻائيءَ سان شامل ڪر ۱۰- هرگز ۱۱- هتان وڃ ۱۲- نيزاريون ڪرين ۱۳- تون ريجهائيج ۱۴- تون ليلائيج ۱۵- نيزاريءَ جي جاءِ ۱۶- آسرو، اميد ۱۷- باجهه ڪندڙ ۱۸- وري واهر تي ۱۹- پيرو ڪندم ۲۰- پنار ۲۱- ياد ڪري ۲۲- مارڳ ۾ مرنديس ۲۳- لوڪي مونکان سواءِ سري ۲۴- ڳجهه ڳرهڻ جي وات يا ڳلي ۲۵- مهر ڪئي.

## داستان ٿيون

۱

چيٽسر[1] سين چاڳ، مَتان ڪا مُند ڪري،
جان مون پوءِ پروڙيو، ته هئي نه ماٺي ماڳ[2]،
ڏمريو ڏهاڳ، سگهو ڏٺي سهاڳڻين.

۲

چيٽسر سين چاڳ[3]، مَتان ڪا مُند ڪري،
ڪانڌ ڪنهين جو نه وٺي، ڪبر[4] ۽ ڪاڳ،
جي ٽڙي ٽورڙي[5] ياڳ[6]، ته دوس ڏسائي داسڙو.*

۳

سيئي سهاڳڻيون، سيني ڳچيءَ هار،
پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، سهسين ڪن سينگار،
پوءِ لُنبين جي پار[7]، هينانهيون هلن[8] جي.

۴

سيئي سهاڳڻيون، سيني ڳچيءَ هَس[9]،
پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، وڏا ڪياؤن وس،
پوءِ لُنبين جي گس[10]، هينانهيون هلن جي.

۵

سيئي سهاڳڻيون، سيني منهن جڙاءُ[11]،
سيڪڻهن پانيو پاڪ کي، ته ايندو مون گهر[12] راءُ[13]،
پيئو تن دَراءُ[14]، جي پسي پاڪ لڄائيون.§

۶

اوڳڻ ڪري اپار، تو دَر آيس، داسڙا!
جتن تو وسڪسڻيون[15] روح ۾، لڱن مون پيٺي ناهه[16]، يتار!
سائينءَ لڳ، ستار! ميٽ مدايون[17] منهنجيون.

۷

جي مون مُڙهي مَتّ[18]، ته تون پاڪ سڃاڻج سُهرين!
اَصل اواڻن[19] جا، عيب ڍڪين تون اَتّ[20]،
اي، پرا[21]! تنهنجي پَتّ[22]، جتن[23] ولهيون ڍڪين، ولها[24]!

۸

لڪڻ[25] ڪيم لڪيج[26]، جتن مُوراهين[27] ناهه مون،
مون کي مَلهائيج[28]، وارو ڏيئي[29]، ولها!

---

۱- نار نهرو ۲- ماٺي جو هنڌ ۳- ماٺ، چاوت، ڪدورت ۴- مغروري ۽ تڪبر ۵- ٽوريءَ ڳالهه ٽان رسي يا منجهي ۶- دوستن يا دادلن کي ليتارائي يا مارائي ۷- تنهنجي ماڳ، تي، وات تي ۸- جي نهٺيون تي هلن ۹- ڳچيءَ جا ڳهه ۱۰- تنهنجي وات تي ۱۱- جڙتي ٿيل مٺيا ۱۲- منهنجي گهر، مون وٽ ۱۳- راجا ۱۴- تنهنجي در ڪان (دران) ۱۵- وسڻ جون ڳالهيون ۱۶- پناهه، حد ۱۷- اي پردو رکندڙ! ۱۸- منهنجو عقل خطا ٿيو ۱۹- گمراه ٿيلين يا بيعقل عورتن ۲۰- ازحد ۲۱- اي پرين! ۲۲- تنهنجو شان ۲۳- سڀيون ۲۴- اي يتار! ۲۵- لڪڻ ۲۶- ڏسج، پسج ۲۷- بلڪل، بنهه ۲۸- نوازج، مان وارو يا سرفراز ڪج ۲۹- پيرو ڪري.
*جي هو ٽوري ڳالهه تان رسي ته پنهنجي دادلن کي به ڪيرائي فنا ڪيو ڇڏي.
§هو (محبوب) انهنجي در ۾ پيهي آيو، جي پاڪي (پنهنجا عيب) ڏسي، شرمسار ٿيون.

٩

تان ڪا وائي[1] وارِ، دِلاسي جي داسَڙا!
تُون مُنهنجو وَلهو، آئُون تو ۾ طَمَعدارِ،[2]
ٻَڪي، ٻولَ! گُذارِ[3]، لَڄَ مُنهنجي لوڪ ۾.

١٠

ٻولا! ٻيلِ مَ مُون[4]، ڪانڌَ! ڪميڻي آهيان،
سِڪَ[6] تُنهنجيءَ، سُهڻا! ڀيري وِڌِيَسِ[5] ڀُون،
مُون وَرُ تُون ئي تُون؛ تو، وَرَ! وَهُون[7] ڪيترا ئُون.

١١

تو، وَرَ![8] وَهُون ڪيترا ئُون، مُون وَرُ تُون وَرِيَجِ،
سوڀي! لِن سُهاڳَ[9] کي، ڀوري! ڀَرُ مَ ڏيڄِ،*
ڀِرتان ڀيرَ ڀَرِيَجِ[10]، مَلهائج مِسڪين کي.

١٢

ڪوڙين تُنهنجون ڪامڻيون[11]، تُون ڪوڙين سَندو ڪانڌُ،
مُون کي ڇَڏِ[12] مَ داسَڙا! تہ وَڃان نہ وِڙوانڌُ،
مُون ڳچيءَ ۾ ٻانڌُ؛ تو، چَنيسَرَ! هَٿَ ۾.

١٣

ٻولا! اولا[13] نہ سَهان، آڏا[14] اَڏِيءَ جي،§
تو وَرَ![15] وَهُون ڪيترا ئُون؛ مُون وَرُ تُون وَري،
ڀِرتان ڀيرَ ڀَري، مَلهائج مِسڪين کي.

١٤

ليلا! لَڄُ[16] مَ ايترو، اِئي اَڱڻُ سورِ،
آبو، ڏاڏو گهورِ[17]، ٻاڪَ سوڏو ڀِرِيءَ تان.

١٥

ليلا! لَڄُ مَ ايترو، اِئي سورُ ٻهارِ؛
ٻولو اَڱڻِ[18] ٻارِ، ڪانڌُ ڪميڻيءَ آئيو.

وائي

جيڏي زِيارَتَ[19]، جي مان هوءَ ڀِرِئِن[20] سين!
سَدَ[21] مُنهنجا سُهڻِن! مُون تان لاهِ مَ هَٿَ!
مُؤلا! مُون کي ميڙئين[22]، سُهڻيان جي سَٿَ[23]،
ڇَنڊيان کَهَ[24] اَکين سين، ڀِرين وِجهان هَٿَ،
ڏُوران[26] ڏِنم[25] سُهڻِن سَڄي جِن صِفَتَ،
مِلڻَ[28] ۾ مُشتاق[27] سين، ڪانہ ڪيائُون ڪَٿَ،
اَڏِيُون[29]! عَبدُاللّطِيف چئي، مَچيائُون مِنَٿَ.

---

١- ڳالهہ ڪر، سخن چؤ ٢- آسائتي ٣- اي محب! ٤- مونکي ڌڪي نہ ڪڍ ٥- ڦيرائي ٦- مونکي ڌرتيءَ لي هنيو ٧- اِستريون ٨- ور يا موت ڪج ٩- ڀروسو يا ٻقاءُ نہ رکج ١٠- پريت يا محبت وچان ١١- حسين زالون ١٢- مهڻي يا طعني جي لائق نہ ٿيان ١٣- پردا، اوٽون، جدايون ١٤- جي منهنجي آڏو اَڏيا آهيئي ١٥- وري ٻہ، سدائين، هميشہ ١٦- ٻهار، صاف ڪر ١٧- قربان ڪر ١٨- مڪاميلو، ملاقات ٢٠- جي منهنجي ٿئي ٢١- سبر، زورمند ٢٢- مونکي ملائين ٢٣- ساٿ يا ڪچهريءَ سان ٢٤- خاڪ، مٽي ٢٥- پريان ٢٦- گڻ ٢٧- عاشقياڻيءَ ٢٨- ڳڻ ڳوٺ، ويرم ٢٩- وينتي، نيزاري.
*وسوڙل سندري! اُنهيءَ سهاڳ، لي ٻقاءُ نہ رکج. (چو ته چنيسر کي سهاڳڻيون سهسين.)
§جانب! اِهي حجاب ۽ پردا جي مون آڏو اَڏيا آهيئي، سي نہ ٿي سهي سگهان.

## سر ليلا چنيسر - داستان ٽئين جو سار

چنيسر سان ڪنهن به مدد ڪي چاهه نه ڪرڻ گهرجي. هي ماڻهو جو ماڳ، ناهي؛ ڪانڌ ڪي گيرب ۽ گاهه هرگز نٿو وڻي. ڳچيءَ ۾ هار هجن يا هس ۽ منهن تي پيل جڙاءُ هجي نه به پوليو موهجڻ جو ناهي. جي سهاڳڻيون پاڻ سينگارين ٿيون، تن تي هو مفتون ٿيڻ جو ناهي؛ هو انهن جو آهي، جي هيڻاهيون ٿي ٿيون هلن: "پينو تن دراهه، جي پسي پاڻ لڄائيون." هينئر ليلا به پنهنجو ناز نخرو ڇڏي، نماڻي ٿي آهي ۽ پاڻکي "ڪميڻي" ٿي ڪوٺي:

"پولا! پيل م مؤن، ڪانڌ! ڪميڻي آهيان."

هوءَ راڻيءَ مان ڦري، "مسڪين" ٿي آهي:

"پرتان پير پري، ملهائج مسڪين کي."

هاڻي سندس ڳچيءَ جو پانڌ، چنيسر جي هٿ ۾ آهي. هنجو ڪم آهي سندس عيب ڍڪڻ:

"اصل اواين جا، عيب ڍڪيين تون اسِ."

•

**"سر ليلا چنيسر":-** هي سر، ليلا چنيسر جي قصي تي ٻڌل آهي. اهو نالو، متس مضمون مطابق رکيو ويو آهي. هن سر ۾ ليلا جي پڇتاءُ ۽ عاجزيءَ ۽ چنيسر جي ڏمر ۽ غيرت جو ذڪر آيل آهي. سارو سر، ليلا جي نيزارين ۽ وينتين سان ڀريل آهي. ڏاڍي به "ريساڙو راڄا" آهي. دنيا جي شين لئي جي موهجي ويا، تن ڪيس هميشه لاءِ وڃايو.

# سُرُ مومل راڻو

## داستان پهريون

۱

ڪالهه گڏيوسون ڪاپڙي[1]، بابو[2] بيڪاري[3]،
ساميءَ سيلو[4] سر لي، مالا[5] موچاري[6]،
ڏيئي ڏيکاري، ڦٽي دل فقير ويو.

۲

ڪالهه گڏيوسون ڪاپڙي، جهڙو ماهُ[7] مُنيرُ[8]،
فيضُ[9]، فراقُ[10] فقيرُ، جوڳي جاڳائي ويو.*

۳

ڪالهه گڏيوسون ڪاپڙي، ٻهر سج کان پوءِ،
پسو سونهن ساميءَ جي، رتَ[11] ورنو روءِ[12]،
جو مُنهن[13] مومل جي پوءِ[14]، مونڱا تنهن مس ٿئي.

۴

ڪالهه گڏيوسون ڪاپڙي، بابو بانَ[15] ٻري[16]،
سائي سالَ[17] ڪُلهن ۾، ساميءَ سون سري[18]،
خبرَ[21] ڏي ڪري، ڪا مومل[19] جي مجازَ[20] جي.

۵

ڪالهه گڏيوسون ڪاپڙي، بابو رنگ[22] پيوُتُ،
سريوسون سڪوتُ[23]، جوڳيءَ سنڌيءَ ذات[24] ڪان.

۶

بيڪاريءَ ڪي ٻر ۾، ويو ڪيفُ[25] چڙهي،
ڳالهيون ڪندي ڪاڪ جون، ڳوڙها پيس ڳڙي،
ڪا جا انگ[26] اڙي[27]، جن چنا قت ڇڙي پيا.

---

۱- سنياسي ۲- رمتو جوڳي ۳- بيک پنندڙ ۴- دشالو ۵- مالها ٦- سندر ۷- چنڊ ۸- چمڪندڙ ۹- عشق جي جنبش ۱۰- جدائي ۱۱- رت ڳاڙهون آب ۱۲- روئي ۱۳- منهن لي، روبرو ۱۴- پوي ۱۵- ورن، رنگ ۱٦- ذرڙيءَ جو (خاڪ لڳل) ۱۷- شال ۱۸- سوني مالها ۱۹- سچي، سند واري ۲۰- مومل لفظ جي معني آهي پوتر يا صاف ۲۱- شوخيءَ، ناز ۲۲- رک، ڇار ۲۳- پراڻيت ٿيوسون ۲۴- ماٽ ۲۵- خمار، نشو ۲٦- نوڪ ۲۷- اٽڪي، ڇڇي.
*سامي، آسانجي جيءَ ۾ (مومل لاءِ) عشق جو نوڙي فراق جو آزار، ٻئي جاڳائي ويو.

سِجُ سُياڻي جا ڪَري، سامهيءَ سائي رَوءِ،
اَچي ٿي عَطُرَ جي، مَنجهان مُڪَتَ بُوءِ،
سا ڏيکارِ ٻهُون جُوءِ، جِتان لاهُوتي لَعلُ ٿيو.

سِجُ سُياڻي جا ڪَري، سامهيءَ سائي وَنِڪَ،
سَهِي نه سَگهان سانڍَسِن، ڏَهن جي رانسِ جي رَونَقَ،
ڪِ رَتائين لاڪَ ۾؟ ڪِ ڏنائين پانَ پِڪَ؟
سَنديءَ سوڍَلِ سِڪَ، ڪَپَرَ ڪرَوُن ڇَهليوُن.

جوڳيءَ لي جَڙاءُ، نِسوروئي نينهن جو،
پَتَنگَ جِنِ پيدا ٿيو، سامهي سِجَ وَڙاءُ،
آيو ڪاڪِ ڪَڙاءُ، ڪُنوارِنِ ڪڪوريو.

## وائي

ٽان تُون وِيهُ سَنڀهي، ساڻي! مِيان! ٻانڌي! مِيان!
ڪاڪِ هَلِڻو ڪَڏهين؟
لَکين لُڏوڙِيان مَڻي، مَٿي واٽَ وِيا ٿي، مِيان!
جنهنڪي ٻُڇان، سوچوي: "آئيو ڪونه اُٽان ٿي، مِيان!"
ڪوناڻُو ڪَرِيمَ جو، آئيو ٻهي ٻرِيان ٿي، مِيان!
حُڪُمُ ڏِيندءِ هَمَتَ ۾: "هاڻي هَلُ هِتان ٿي، مِيان!"
اَديُون! عَبدُاللّطيفُ چئي، پِرِيَن پاسِ پُران ٿي، مِيان!

## سر مُومل راڻو - داستان پهرئين جو سار

راڻي ۽ سندس يارن کي ٻر ۾ هڪ ڪاپڙيءَ جو درشن ٿو ٿئي، جو مومل جي عشق ۾ رڱجي لال ٿيو آهي. سندس منهن ۾ سورج جي مٽيا آهي؛ ۽ سندس مستڪ مان عطر جي بوءِ پيئي اچي. مٿس نسوروئي نينهن جو جڙاءُ آهي. مومل جو ذڪر ڪندي، سندس اکين مان ڳوڙها ڳڙي ٿا پون. هو رُنو ورنو ٿو روئي، ۽ سندس درد جو داستان، ڇنا ڦٽ چوڙيو ڇڏي. هو ڪاڪ جي ڪَڙ ٽان موٽيو آهي ۽ مومل جي گهور ڪان گهائجي، ٻر ۾ "بابو رنگ پيوُت" ۽ "بابو ٻان ٻري" ٿي پيو گهمي. هنجو اهو حال ڏسي، راڻي ۽ سندس يارن کي سڻ وڻي ٿي وڃي.
"سريو سوُن سڪوُت، جوڳيءَ سنديءَ ذات ڪان."
هنن کي مومل جي جوءِ ڏسڻ جو شوق ٿو ٿئي:
"سا ڏيکاريهوُن جوءِ، جِتان لاهوتي لعل ٿيو."

١- سياڻي صبح جي وقت ٢- شڪل ٣- مڪت، چت (مستڪ) ٤- سرهاڻ ٥- جتان ٦- رنگ، رونق ٧- هِت ساعت ٽائين ٨- ٽروَرِن، ڪرڻن ٩- يا ١٠- سوڍيءَ (مومل) ١١- ڪناري ١٢- ٽار وهيو ١٣- جڙت ١٤- رنگ وارو ١٥- ڪاڪ جي ڪَڙ ڪان ١٦- ڪنوارين ١٧- لال ڪيو ١٨- سنڀري، تيار ٿي ١٩- ڪاڪ جي نئن، لڏوڻي ٽڪر ٽان وهندڙ (هتي قبر ڏانهن اشارو) ٢٠- لڏوڻي ٽڪر (هتي مراد آهي: هيءَ دنيا) ٢١- ڏانهن ٢٢- ويا اٿيئي ٢٣- اُٽان ٢٤- ڪوٺيندڙ (عزرائيل: موت جو فرشتو) ٢٥- ڏٺي ٢٦- قاصد ٢٧- هتان ٢٨- طرف ٢٩- هلان ٿي.

## داستان ٻيو

۱

آءُ، لانگوٽيا[1] لالَ! ڪَنهن پِرِ[2] ڏُنئِيءَ ڳُجَرِيون[3]؟

آب اَرتو اَکِيين، لُڙڪَ[4] وَهائِيين[5] لالَ،

ڏِسڻ جي جَمالَ، سامِي![6] ڪُهُ[7] نَہ سَلائِيين[8]؟

۲

”ڳُجَرِ کي ڳُجهيلَ[9] جوُن، تارَنِ ۾ تَبرُوُن[10]،

هَٽِي حاڪمِيَنِ[11] کي، زورَ پِريوُن[12] ڌُبرُوُن،

ڪاڪِ ڪَنڌِيءَ[13] قَبرُوُن، پَسو پِرڏيهِيَنِ جوُن.“*

۳

”ڳُجَرِ گاڙوڙِيَنِ[14]، اَچِيو آڏِي[15] اَيِمي[16]،§

مَٿان پيئي تِنِ، ٻَڌا ٻانَ[17] هَٽَنِ جي.“

۴

”مُومَلِ کي مَجازَ[18] جا، اَکِيَنِ ۾ اَلماسَ[19]،‡

نَہ ڪا عامَ نَہ خاصَ؛ جي وِيا، سي وَڍِيا.“

۵

”مُومَلِ کي مَجازَ جا، اَکِيُنِ ۾ اَنبوُرَ[20]،‡

هَٽِي حاڪمِيَنِ کي، پَٽ[21] نِهارِي پوُرَ،

گهوٽَ ڀَرِاڻِ گهوُرَ[22]، جي وِيا سي وَڍِيا.“

۶

”مُومَلِ ماري مِيرَ[23]، آهيڙِنِ[24] کي آڪري،

سوڍِيءَ گهٽا سَڪائِيا[25]، پَڙهيا، پَنڊت[26]، پِيرَ،

هَٽِي تِنِ کي تِيرَ، مُٺيو[27] جن مَٿِنِ ۾.“

۷

جوڳِيءَ جاڳائِي[28]، ماري وِڌو مامِري،

لَنؤ لُڏوُٽِي[29] ڪَندِيين، اَميو[30] آهي،

وَڃو جي ڪاهي، تہ نِڪوُن[31] پسو نِينهَن جوُن.

۸

هَلو، هَلو ڪاڪِ تَڙِينِ[32]، جِتي نِينهَن اُڇلَ،

نَہ ڪا جهَلَ نَہ پَلَ، سَيُڪو پَسي پِرِينءَ کي.

۹

هَلو، هَلو ڪاڪِ تَڙِين، جتي گهَڙجي نِينهُن،

نہ ڪا رابِطہ نہ ڏِينهُن، سَيُڪو پَسي پِرِينءَ کي.

۱۰

هَلو، هَلو ڪاڪِ تَڙِين، چَڙوُ[33] جت چَڙهَنِ،

---

۱- لانگوٽ ٻڌندڙ جوڳي ۲- ڪهڙي طرح ۳- ڳجر قوم جون سندريون ۴- رت جا ڳوڙها ۵- عشق ۾ رڱيل ۶- سندرتا ۽ نزاڪتون ۷- ڇو نہ ۸- ٻڌائين ۹- رڪ ۱۰- ڪهاڙيون ۱۱- حڪمرانن ۱۲- ڏڪ، زخم ۱۳- ڪاڪ نديءَ جي ڪناري تي ۱۴- ناٿ کي مڃيندڙ جوڳين، حرفت ٻازن ۱۵- سامهون ۱۶- بيهي رهي ۱۷- تز ۱۸- عشق ۱۹- هيرا ۲۰- اَنبوريون ۲۱- اکيون پٽي پوري نهاري ۲۲- نظر ۲۳- شڪارين ۲۴- شوخ ۲۵- ڪنبايا ۲۶- پنڊت ۲۷- تاج ۲۸- آپدا ۲۹- نينهن ۳۰- اڻ ميو ۳۱- نهرون ۳۲- ڪاڪ جي ٽڙن تي ۳۳- ديکيون (عشق جون).

*ڪاڪ جي ڪناري تي، مومل جي عشق ۾ فنا ٿيل، پرڏيهي عاشقن جون ترٽيون ڏسو.

§ ڳجر (مومل)، ناٿ مڃيندڙن جي سامهون بيهي اُنهنکي ٿي مڃي.

‡ مومل جي اکين ۾ هيرا آهن (دل جي شيشي کپڻ لاءِ) ۽ اَنبوريون، دل کي قابو ڪري ڇڪڻ لاءِ.

کوڙين رنگ رچن، پانوڙيءَ پک سين.

١١

ڪَرها! ڪارڻ ڪاهَ، توکي ڏٿين ڏارين،
ساري ڏيهه، سيد چئي، لڌاٽي تان لاهَ،
مُقابلو مومل سين، ٿيندو سنجهه صباح،
سوڍي جيءَ صلاح، ڪوڙُ چرندين ڪاڪ جا.

١٢

آکون، ٻاکون، سر ڪُنبَ شاخون، جت چوڪا چندنَ، ڪوڙَ،
مَهي سيئي ماڻيا، جت نه پرن پوڙَ،
ڪنواريون ۽ ڪوڙَ، ڪاه نه پسون ڪاڪ جا.

١٣

نَديو، تان ڪوهُ؟ پرَ وِکين آهي وِترو،
وَڃيو ڪاڪ ڪندن ۾، ٻَهس پکيءَ جَمُن پوءِ،
اِنَ ڪُر سندو ڪوءِ، مَيو ماتو نه ٿئي.

١٤

ڪَرها! ڪاڪ چڙهي، وَنءِ وَڻاڻون نِڪري،
لُڌوڻيان، لطيفُ چئي، آيو ڪونه وَري،
گهڻا اِت گهڙي، وَڳ وِساري هَليا.

١٥

چڙهيا چارئي يارَ، سوڍا شڪاري،
فِڪرَ ساڻُ ڦتي ڪي، سوڍي سوپاري،*
وِيا ڪاهيندا ڪاڪ ڏي، جت مومل موچاري،
موٽيا نه ماري، ڪوڙَ لتاڙي ڪاڪ جا.

وائي

راڻا جي رجپوتَ، مومل سهي پسندا.

پڙهيا، پٽَتَ، پيرَ؛ لوٽي ميرَ، همير، مرندا،
مڃي رضا ربّ جي، هٿان سَپ هلندا،
ڪلمي ساڻُ لڏائيين، هادي! هن هندا،
سڪي سڪرات ڪرين، والي! وير وِداع،
اُهڪيءَ ويرِ اچيج تون، اَئي، اَحمدا!
مَتان ڇڏئين مُگِٺو، مَهدان، مُرشدا!
ڪُل نفسِ ذائِقَةُ الموتِ، سَڀي اِيَ صدا،
اَصلِ لکيو اَنگ ۾، ٿيندو تان پ اَدا،
اَديون! عبدُاللّطيفُ چئي، فائِق فضلَ ڪندا.

---

١- ڪروڙين ٢- عشق جي رنگ ۾ رڱجن ٣- پان جي، لال ٤- اي اُٺ! ٥- سفر لاءِ ٦- سدپالي ٧- مڪاميلو ٨- سانجهيءَ جو ٩- صبح جو ١٠- راضپي سان ١١- اَڪرُوت ١٢- چندن ١٣- عمدا، قيمتي ١٤- گهمن ١٥- نه چا ٿيو ١٦- قدم يا پند ۾ ١٧- تمام ٿڪو ١٨- ڪنارن، ڪندين ١٩- چوهو ٢٠- پوي ٢١- نسل ٢٢- ٻلو ٢٣- وچ ٢٤- وڻن مان ٢٥- لڌوڻي ڪان ٢٦- ڪڙم قبيلا ٢٧- ماهر ٢٨- سوچ ٢٩- ڪٿي ٣٠- شڪاري ٣١- راجپوت، شهزادا ٣٢- اَمير ٣٣- پاڻو ٣٤- هٿان ٣٥- رهبر ٣٦- هندان ٣٧- موت جي بيهوشي ٣٨- مهل ٣٩- موڪلاڻيءَ (موت) ٤٠- ڏکئي ويلي ٤١- اي نبي سڳورا ٤٢- اڳيان ٤٣- هرڪو جيءُ موت جو ذائقو چکندو ٤٤- سخن ٤٥- قسمت ٤٦- ۾ ٤٧- اَدا ٿيندو = پورو ٿيندو ٤٨- اوچا، اعليٰ (محبوب) ٤٩- مهر.

*طلسمي چشمي ۾، راڻي خيال هلائي، سوپاري اُچاي، جا ٻڌڻ بدران ترڪندي ويئي.

## سر مومل راڻو - داستان ٻئي جو سار

راڻو ۽ سندس يار، ڪاپڙيءَ کان مومل جي حسن جي وارتا ٿا ٻڌن. هو چوي ٿو: ”مومل جي اکين ۾ ٽبرون (ڪهاڙيون) آهن، جن سان هوءَ حاڪمن کي ڪهيو ڇڏي؛ هوءَ پنهنجن ٻاڻن سان، ماهر تيراندازن کي به مات ڪيو ڇڏي؛ ۽ دلڪش نيڻن جي انبورين سان، اميرن جون دليون قابو ڪيو وٺي. سندس غمزن جي رمزن کان 'پڙهيا، پنڊت، پير' به ڇٽي نه سگهيا آهن.“ راڻو پنهنجي ڪرهي تي اڏامندو، اچي ٿو ڪاڪ محل جي ٻستانن ۾ نڪري. ڪاڪ محل ۾ اهڙو ڪو قهر پيو وسي، جو اُن ۾ جيڪو گهڙي، سو وري نه موٽي. راڻي سارو راز پروڙي، ڪاڪ محل جي طلسمي چشمي ۾ سوٽاري ڦٽي ڪئي. ٻوءِ ”ويا ڪاهيندا ڪاڪ ڏي، جت مومل موچاري، موٽيا نه ماڙهو، ڪوئر لتاڙي ڪاڪ جا.“

•

## داستان ٽيون

**١**

جهڙا گل گلاب جا[1]، تهڙا مٿن ويس[2]،
چوٽا تيل چنبيليا[3]، هاها! هوا![4] هميش[5]؛
پسيو سونهن سيد چئي، نينهن اچن نيش[6]،
لالن[7] جي لبيس[8]، آکڻ[9] اکر[10] نه اُچهي.

**٢**

جهڙا پانن پن، تهڙيون سالون[11] مٿن سائيون[12]،
عطر ۽ عبير[13] سين، تارا ڪيائون تن،
مڙهيا[14] گهڻو مشڪ سين، چوٽا ساڻ چندن،
سنهن رُپي سون سين، سندا ڪامڻ[15] ڪن،
ڪيائين، لال لطيف چئي، وڏا ويس ورن[16]،
منجهه مرڪيس[17] من: ”سوڍي سين سنگ ٿيو.“

**٣**

سون ورنيون[18] سوڊيون، رُپي[19] رانديون ڪن،
اگر اوطاقن ۾، ڪٿوريون[20] ڪٿن،
اوليائون عبير جا، مٿي طاق[21] ٽڙن،
ٻانڻ[22] پيلون[23] پڌيون، پسيو سونهن سڙن[24]،
تيا لاهوتي[25] لطيف چئي، پسڻ لاءِ پرين،
اچهي تا اچن، ڪاڪ ڪڪوريا[26] ڪاپڙي.

---

١- مومل ۽ سندس ساهيڙين لي ٢- پوشاڪون ٣- چنبيليءَ جي تيل سان واسيل ٤- واه! واه! ٥- هردم ٦- ڏنگ، پڙڪا ٧- نازنين دلبر ٨- ويس وڳن، هار سينگار ٩- ڪٿڻ جي جاءِ لي ١٠- زبان مان لفظ نه نڪري، ماٺ يا حيراني وٺيو وڃي ١١- شالون ١٢- سايون ١٣- عنبر ١٤- جهپيل ١٥- سندر استريءَ ١٦- هار سينگار ١٧- خوش يا سرهي ٿي ١٨- سونهري ١٩- چانديءَ سان ٢٠- مشڪ جون سرهاڻيون ٢١- طس ٢٢- لائق عاشقن ٢٣- پيلهون، ٻڙ ٻڙ جون قطارون ٢٤- جلن ٢٥- سنياسي ٢٦- ڪاڪ جا رنگيل (مومل جا عاشق).

۴

جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي، تن لهي نہ لالي،
ڪُڙي ڪيف خُمارِيا، مَيءِ پِي مَوالي،
ڪَري حاصُل هَليا، ڪيفيت ڪَمالي،
وَتَنِ وصالي، لُدوُڙيان لوڏي ٿيا.*

۵

لُدوُڙيان لوڏي ٿيا، وَتَنِ مَنجهہ وصالَ،
اَڄُ اُرتو اَکيين، ڪاڪِ پيتائوُن ڪالَ،
ويٺي ويڄارَنِ وِسري، صُباحَ جي سَنيالَ،
پِريءَ ڪان پاسي ٿيا، ماموُنِ مثالَ،
جانِبَ جي جَمالَ، رَڱي، پَسُ! ريٽو ڪيا.

۶

رَڱيِ جي ريٽو ٿيا، ڪَيِنَ اَباڻجَنِ اوءِ،
ڪُسُبُ نہ ڪاري تنهن کي، جو هالاري هوءِ،
لوڻي ڏوهي ڏوءِ، تہ لالي تهين نہ لهي.

۷

جنهن لَڙ ڏوڙوُن ڏُئَنِ، چوٽا چَندَنَ چِڪَ ڪيو،
اَچِنَ پوُتَرَ پَنيوليا، پاڻيءَ تنهين پُوَنِ،
راوَلَ رَتو رُئَنِ، ڪو وَهُ لڳو واسُئين.

۸

جت رايائين راڻين کي، چَندَنُ چِڪَ ڪري،
هاڻي اُنين پيٽيين، وِرهُ وَراڪا ڏي،
سوڍو سُڃَ ڪَري، موُمَلِ ماري هَليو!

۹

ڳُجهرِ ڳهٽا ڳهائيا، پاٽا لڳُس ڳهاءُ،
ميندِري مُلاءُ، لڳُسِ ڪانُ ڪَپارَ ۾.

۱۰

روءِ راڻي جي ناهِ ڪو، سوڍو سَوائي،
لُدوُڙيان، لَطيفُ چئي، لالي تنهن لائي،
ڪانهي ٻي وائي، تيو ڦڙوڻي ميندِرو.

۱۱

روءِ راڻي جي ناهِ ڪو، سوڍو سَيِنِ سوُنهَنِ،
لاتائين، لَطيفُ چئي، مَٿان ڏليِنِ ڏوُنهَنِ،
ڪانهي ٻي وِروُنهَنِ، تيو ڦڙوڻي ميندِرو.

۱۲

روءِ راڻي جي ناهِ ڪو، سوڍا ٻيا ٻہ سُجانِ،

---

۱- نشي، خمار ۲- مدهوش ڪيا ۳- شراب ۴- نشو، ڪيف ۵- پورو، مڪمل ۶- وصال يا ميلاپ جا خواهان ۷- سڪايل، شڪاري ۸- ڪاڪ جو پاڻي (عشق جو آب) ۹- ڪالهہ ۱۰- سيان ۱۱- مردن، مثلن ۱۲- وانگر ۱۳- لال، ڳاڙها ۱۴- رڱجي ۱۵- جهڪا ٿين ۱۶- اُهي ۱۷- هالار (ڪاٺياواڙ ۾ هڪ ضلعو) جو رڱيل، پڪو رڱيل ۱۸- هجي ۱۹- ڌوئي ۲۰- لالاڻ ۲۱- غسلخاني ۲۲- ساهيڙيون (مومل جون) ۲۳- جهبي ۲۴- مست ٿي ۲۵- واس وٺندڙن کي (عاشقن کي) عشق لڳو ۲۶- موهيائين ۲۷- ماڳن يا هنڌن تي ۲۸- فراق ۲۹- اُڻلو ۳۰- ڪان، وٽان ۳۱- تير ۳۲- ڪاپار ۳۳- مهانڊي ۳۴- سرس ۳۵- مينديءَ جي لالاڻ (شاديءَ جي ميندي) ۳۶- لائي ۳۷- ڳالهہ ۳۸- سيني جو ڏُهب ۳۹- دونهون، ڪاراڻ ۴۰- ٻچار ۴۱- سڄاڻ، سياڻا.
*لدوڙي مان سڪايل ٿجيو، وٽن سرگردان ٿي وصال لاءِ ڦرندا.

نسوريائي نيڻهن جي، ڪسيائين ڪمان،
ڇڏي ويا ڇوه ۾، دعوائون ديوان،
ٻي رهيائي ڪان، تيو مڙوئي مينڌرو.

١٣

ڪاڪ ڇڏيائون ڪنڌ تي، ڀاٽا ويا ڀڃي،
لوڊيڙن، لطيف چئي، سوڍو ڪيو سهي،
مومل ماڳ رهي، تيو مڙوئي مينڌرو.

١٤

ڪاڪ ڇڏيائون ڪنڌ تي، ڀاٽا ويا ڀري،
تن کي ناڙ ڪوهُ ڪري؟ جي لڏوٽيان لنگهي ويا.

١٥

ڪاڪ نه جهليا ڪاپڙي، موهيا نه مڪان،
ٻاڻ ۽ ٻانهين جي، ٻنڌڻ ڪين ٻجهن،
لکين لاهوتين، اهڙيون اوريان ڇڏيون.

١٦

اهڙيون اوريان ڇڏي، ويا لاهوتي لک،
پاڻو پٽين وينيون، ڪاڪ ڏجائيون ڪک،
پيئي اي پرک: ته سوڍيون سڄهائي ويا.

١٧

ڪاڪ نه جهليا ڪاپڙي، موهيا ڪنهن نه مال،
سوڍيون سڄهائي ويا، ههڙا جنين حال،
جي چورين ڏنا چال، تپ لاهوتي لنگهي ويا.

١٨

لوٽي ته ته نصيب ۾، مومل مينڌرو،
پنڌ ۽، جم ڀاهين ورين، منجهان پرت پرو،
راڻي لء م رو، وه طعني سين واڄي.

١٩

مومل ناهي مينڌرو، لوٽي منجهه نصيب،
مون کي، مون حبيب! طعنوئي تنهنجو.

٢٠

آئون طعني سوڙي تنهنجي، تون طعنوئي مون،
سو ڪي سرڀوسون، جو سرٽيون! ڪنهن نه سرڀو.

٢١

سٽي طعنو تنهنجو، حال وڃايم، حق!
لکين لوڌي آئيا، سوڍي لاتم شڪ،
ڏنم ڪاڪ ڪهڪ؛ سگهو مونجهه، سڄڻ!

٢٢

ڪڪوري ڪاڪ وهي، راڻا! ياڻ ۽ م رس،
سوڍا! اي شربت، نسوروئي نينهن جو.

وائي

مينڌرا! مون کي، راڻا! جم وساري ڇڏئين!
مون کي طعنا تنهنجا، ڏيهُ مڙوئي ڏئي،
راڻي لي ريس ڪئي، ڪر سين ڪليم جي.

---

١- رڳيائي ٢- ڪشيائين ٣- تيزي ٤- حق واسطا ٥- وزير ٦- ٻي ڪا ڳالهه نه رهي ٧- هلي ٨- لڏاڻي جي رهاڪن (راجڪمارين) ٩- ميسارجي ويئي ١٠- مومل جي چالباز ٻانهي ١١- پيگمن ١٢- داسين ١٣- ٻنڌڻ ۾ ١٤- ٻڌجن ١٥- اهڙا معشوق ١٦- مٿي ۾ ڪک وجهيو ١٧- مالڪياٽيون ١٨- ڀڄائي ١٩- چوڪرين ٢٠- ٽپا، نخرا ٢١- ته ٻ ٢٢- ٻونڌ ۽ ٢٣- متان ٢٤- ٻنتي ٢٥- مونين ٢٦- محبت ٢٧- پتو ٢٨- ويه ٢٩- راڻي جي مهٽي ٣٠- ٻڌجي ٣١- محبوب! ٣٢- ڀڙڀيوسون ٣٣- اي يار! ٣٤- ٽڪ ٣٥- زخم ٣٦- ڳاڙهي ٣٧- لنهڊڪري ٣٨- غيرت ٣٩- رقيب (سومل) ٣٩- جڳن ته.

## سر مومل راڻو - داستان ٽئين جو سار

مومل ۽ سندس ساهيڙين کي گلاب جي گلن جهڙا ويس پهريل آهن. چوٽا، چنبيليءَ جي تيل سان واسيل ۽ تن، عطر ۽ عبير سان تازا ڪيل آهن. سندن حسن بينظير آهي، جنهنکي ڏسڻ سان حيراني ۽ ماٺ وٺيو وڃي. مومل جا ڪن، سون ۽ رپي سان سينگاريل آهن. سونيون مڙيئي سون ورنيون آهن ۽ رپي سان رانديون پيئون ڪن. سندن اوطاقن ۾ اگر آهن ۽ ڪٿن ۾ ڪٿوريون. جنهن تڙ تي هو چندن ۾ چڪ تيل چوٽا تيون ڌوئن، تتي پوئر ۽ مست ٿيو پيا ڦرن. مومل جا عاشق، سندس فراق ۾، "ماموين مثال" آهن. سوڍا گهٽيئي آهن، پر حسن ۽ عقل ۾ راڻو "سوائي" آهي. راڻي کان پوءِ، ڪاڪ محل جهڙي پرستان ۾، سڃ لڳي ويئي آهي. جنهن مومل، گهٽن کي گهور سان گهايو هو، سا اڄ پاڻ گهايل ۽ اشڪبار آهي.

•

## داستان چوٿون

١

شَمعَ[1] ٻارِيندي شَبَّ[2]، پِرهَ[3] ٻاکوُن[4] ڪَيوُن،

موتَ، مَران ٿِي، ميندرا! راڻا! ڪارڻِ رَبَّ[5]،

تُنهنجيءَ تاتِ طَلَبَّ، ڪانگ اُڏايَمِ ڪاڪ جا.

٢

اَيي[6] اَيارِيامِ[7]، نَکٽَ[8] سَڀِ[9] نِئِي وِيا،

هڪُ مَيو، ٻيو[10] ميندِرو[11]، رات سڄي سارِيامِ[12]،

ڳوڙها ڳَلِ ڳاڙِيامِ[13]، سوُرجَ شاخوُن ڪَيوُن.

٣

ڏِيا ٻيلَ[14] قُلِيلَ[15] جا، ٻارِيَمِ تانئِين ٻانگَ،

ٻولو[16] ٻَتِ[17] رَهائِيو، ڪَنهن سَتاڻي[18] سانگَ[19]،

چانگي[20] چڙهي آءٌ توُن، لالَ! وَرائي لانگَ،

ڪوڙين پٿين[21] ڪانگَ، اُڏايامِ، اَچيڄ توُن.

۴

وَٽ[22] سور پِندي، وَلَها! وِيو ٿيلَ ٻَري،

موتَ، مُسافِرَ سُهِرِين! چانگي تي چڙهي،

راڻي لاءِ رَڙي، ويئي وِهامي رانڙي.

٥

ڪَتِنِ[23] ڪَرَ[24] موڙِيا، ٽيڙوُ[25] اُيا ليئي[26]،

راڻو راتِ نه آئيو، ويلَ ٽَري ويئي،

ڪوءِ سا ڪاڻِي[27] رانڙي! پِرِيُنِ ري پيئي[28]،

موُن کي ڏَنِءَ[29] ڏيئي، وَڃي ٻولو ٻَتِ قَرارِيو[30].

---

١- ٻتي ٢- رات جو ٣- پرڀات ۴- ڪرڻا ٥- اَللهَ لڳ، ٦- ٻيئي ٧- اَيرايم ٨- تارا ٩- لڙي، لهي ١٠- اُٺ ١١- راڻو ١٢- ياد ڪيم ١٣- ڳلن تان ڳاڙيم ١۴- ڳلن جي تيل ١٥- اَسر جي نماز جي ٻانگ ١٦- ٻوليو (محبوب) ١٧- ٻئي جو وچون پاڳو ١٨- ضروري ١٩- سانگي ٢٠- اُٺ تي ٢١- ڪروڙين نمونن ٢٢- ڏيئي جي وٽ مٿي ڪندي ٢٣- ڪتين (ڇهن تارن جو ميڙ) ٢۴- وچ آڪاس تان لڙي ويا ٢٥- ٽي چمڪندڙ تارا ٢٦- ليئي ٻيئا آهن ٢٧- ٻن ٻوي ٢٨- سڙيل ٢٩- ڏنڀ، سزا، ڏنڀ ٣٠- آرامي ٿيو.

٦

سوڍي ڏاران، سرتيون! پيو پٽين ۾ پنگ،
اُباڻڪي اڄ ويو، راڻا! تو رِءَ رنگ،
هِئين سان هاڃو ٿيو، پيو اوسيڙي انگ،
تون توهِيسين سنگ، ٻيا ٻو، ٻيان ٻهي.

٧

توکي معلوم مُنهنجيون، سوڍا! سيڻيون،
آڳانڊو ارواح کي، آهين اهوئي،
وِهَڪ مون ويئي، ٻيا ٻو، ٻيان ٻهي.*

٨

ٻاٽي گهٽا اَڇن، مَن سوڍي وِنگسيو،§
ڪا جا لائي ميندري، ٽاٽي کي لڳن،
راڻو اَکڙين، وِسارِيان، نہ وِسري.

٩

راڻو ڪا رات وِيو، ڳُجهي ڳالهہ ڪري،
سوڍي رِءَ، سرتيون! هَڏ نہ ساهَ سري،
وَڃي، مان وري! آسائتي آهيان.

١٠

سوڍي سٽي لوءِ، ڪا جا مون سين ڳالهہ ڪئي،
سا جي ٻڌر پوءِ، تہ، سرتيون! ڪا نہ سمهي.

١١

راڻا! تُنهنجي راهَ تي، ڏِهاڙي ڏيکان،
راڻي جيءَ رِهاڻ جون، رُوح اندر ريکان،
مُحبت جون ميکان، تو سين، لال! لپيٽيون.

١٢

آءُ، راڻا راحت! ڏاڄ ڏرٽيءَ جا ڏاٽي!
سِڪن ٿيون سُهاڳڻيون، سوڍا! تُنهنجي سَت،
مون تان لاهِ مِهَت، ڪامِل ڏاٽي ڪاڪ جا!

وائي

ميو تون موٽاءِ، مون رُندي رات وِهاءِ،
سائينءَ ڪارڻ، سُپرين! لا! ميو تون موٽاءِ.
گهر مهارا گهوريا، سُرهو مون نہ سُهاءِ،
ڪاڪيان وَڃڻ ڪَڏهين، راڻا! تو نہ رِهاءِ،
سَنَم ساهيڙين جا، طعنا توهين لاءِ،
سوڍا! سُکياڻي ٿيان، پيرُ ٻرچي ٻاءِ،
آسائتيءَ کي، عبداللطيف، چئي، مؤلا! مُحب مِلاءِ.

---

١- سواءِ ٢- ديوارن ۾ ٻخنو پيو، هيٺو حال ٿيو ٣- جهڪو ٿي ٤- سواءِ ٥- منهن جو رنگ ٦- جنت ٧- سريو ٨- توسان ٿي ٩- وانهڙو ١٠- سيڻيون ڳالهيون ١١- آڌار ١٢- دل ١٣- ٻيٽ جا رهاڪو ١٤- سوگهو ٻڌو ١٥- ميندي ١٦- ڳجهو اِشارو ١٧- هرگز ١٨- شل موٽي ١٩- لوڪ سٽي ٢٠- ظاهر ٿئي ٢١- ڏهاڙي ٢٢- ڏسان ٢٣- صحبت ٢٤- تندون ٢٥- ميخون ٢٦- اي پريتم ٢٧- جڪڙيون ٢٨- هردي جا آنند ٢٩- اَن ۽ ٻرٽويءَ جا سائين ٣٠- صحبت ٣١- روئندي ٣٢- وهامي ويئي ٣٣- هندورا ٣٤- عطر ٣٥- سونهي ٣٦- ڪاڪ مان ٣٧- جڳائي ٣٨- تنهنجي ٿي ڪري ٣٩- سکي ٤٠- آس پريءَ، آسروند ٤١- معشوق، محبوب.
*وهڪ يا آرام مونکان کسيو ويو آهي ۽ وٽان ٿي وانهڙو يا قاصد پڇندي.
§ٻيٽ جا رهواسي گهڻيئي پيا اَڇن، پر منهنجو قلب راڻي قابو ڪيو آهي.

## سر مومل راڻو - داستان چوٿين جو سار

مومل کي راڻي جي انتظار ۾ شمع باريندي، رات وهامي ويئي آهي. ٻره اڃي ٻاکون ڪڍيون آهن. نکٽ سڀ لٿي ويا آهن. مومل جي ڳلن تان ڳوڙهن جون ٻوندون بس نه ٿيون ڪن. سورج اچي شاخون ڪڍيون آهن، پر راڻو ڍت کان واپس نه وريو آهي. سوڍي جي سڪ ۾، مومل جو رنگ اباڻجي ويو آهي ۽ سندس هنڌين سان نسورو هاڃو ٿي ويو آهي. وهڪ هلي ويئي اٿس ۽ سارو وقت اکين اڳيان ميندرو پيو ڦريس. راڻي جي محبت جون ميخون، سندس دل ۾ لپيٽيل آهن؛ ۽ سندس روح ۾، راڻي جي رهاڻ جون ريکون آهن. سوڍي سندس من ونگسي ڇڏيو آهي. مومل کي هاڻ رلڻ جيترو به وسرام ناهي؛ هوءَ ورلاپ ڪري پيئي چوي ته:

”مون تان لاهه مهڻ، ڪامل ڏٺي ڪاڪ جا!“

•

## داستان پنجون

١

سگهڻ ڪري سين سيڻهن[1]، ڪنڌ م ڦيرج ڪيڏهين،*

رمج[2] راڻي[3] پٽ ۾، نرتون[4] منجهان نيڻهن،

لنءَ م وسج عام لي، جڻن، مومل! وسن ميڻهن،§

سندي حشر[5] ڏينهن، سوڍ و سارينديڻ[6] گهڻو.

٢

ونيو وڃج وات، ڪنڌ م ڦيرج ڪيڏهين،

لوڏي ڦير لپاٽ، لڳنديءَ[7] لطيف چئي.

٣

ڪنڌ م ڦيرج ڪيڏهين، ونيو وڃج راهه،

اڄ[8] ڪ سنجهه[9] صباح، نيئي ڏرينده[10] ڏوڙ ۾.

٤

جا پون پيرين[11] مون، سا پون مٿي سڄڻين[12]،

ڏگ لتيا[13] ڏوڙ ۾، اَيي ڏٺاسون،

ڏينهن مڙيئي ڏون[14]؛ اٿي لوچ[15]، لطيف چئي.

٥

لڌيو لطيفن[16]، پلاڻي[17] پنڌ پيا،

هتان حبيبن[18]، ڪڏهن ڪونه ڏکوئيو.

٦

راڻو پانيو راند[19]، وڃيو ڪٿن وڙ[20] رائين[21]؟

---

١- شيڻهن (شينهن مڙس) ٢- وڃج ٣- راڻي جي پنيان ٤- نرت يا هيج مان ٥- قيامت جي ڏينهن ٦- ياد ڪنديڻ ٧- لوڏڙي ڦيرينڏز ٨ ۽ ٩- سانجهيءَ صبح ١٠- رکنده ١١- زمين ١٢- منهنجي پيرن هيٺان ١٣- جنگ مڙس ١٤- ٻه ١٥- ڳول ١٦- سڄڻ ١٧- اٺ پلاڻي ١٨- محبوبن ١٩- راڻي کي راند يا مسخري سمجهي ٢٠- ڪميڻو (جڙتو راڻو) ٢١- ريجهائين.

*راڻي جهڙي شير مرد سان ناتو ڳنڍي، ڪيڏانهن منهن نه ڦيرائج. (رهبر کان منهن نه موڙج.)

§اي مومل! تون عام لي پنهنجي حسن جي ورکا لائين نه ڪج، جڻن مينهن وسن.

ور وڏو ٽو اڳهين، جنهن ٻر ٻچتوءِ پاند،
هيءَ! پڳيءَ هيڪاند، سوبو سارينديءَ گهٽو.

٧

رس مَ، رسڻ گهوريو؛ اُت اوراهون آڻ؛
ليڙي جو، لطيف چئي، تنگ سوارو تاڻ،
شرمنديون سيين پرين، پنيءَ لائج پاڻ،*
اچي مشڪ ماڻ، ته، سويا! سڪياٽي تيان.

٨

رس مَ، رسڻ گهوريو؛ اُت اوراهون چوڙ؛
توءِ ڪاڪ ڪڙي ٿئي، ساڻ سرڪند سوڙ،§
اچي چندن چوڙ، ته، سويا! سڪياٽي تيان.

٩

رس مَ، رسڻ گهوريو؛ پرچ، مَ وانءِ پري؛
ماريس قُت فراق جي، جهت جي ذري؛
لالن جي، لطيف چئي، سونهان ٿي سري،‡
آيس تو ڳري، ته، سويا! سڪياٽي تيان.

١٠

رس مَ، رسڻ گهوريو؛ راڻا! چڏ رياءُ؛
ميت مَدايون، موت تون، ڪري نرت نياءُ،
لالن جو، لطيف چئي، ڪونهي سونهن سياءُ؛‡
اوڳڻ ڍڪي آءُ، ته، سويا! سڪياٽي تيان.

١١

رس مَ، رسڻ گهوريو؛ چڏ، راڻا! ريڏائي؛
منهنجي ميت، ميندرا! عاقل! اڳلائي،
ليپج، لطيف چئي، ڪامل! ڪچائي،
ڪر معاف مدائي، ته، سويا! سڪياٽي تيان.

١٢

ڪاڪ ڪڙهي، وڻ ويا، جلي منهنجي جان؛
رکي ڪام ڪٽڪيو، ماريس تنهن گمان،
هڏ نہ جتان هاڻ! سگهو موليج، سپرين!

---

١- پتار ٢- ڏمريو ٣- ٻرائو يا ڏاريو شخص ٤- توکي ڀڙ پيو ٥- پلاند ۾ ٦- هيڪڙائي (محبوب سان سچائي) ٧- اوري ٨- اُت ٩- سويل ٿي ١٠- تنگ تاڻ=سانباهو ڪر ١١- سيني نمونن يا پرڪارن ۾ ١٢- ڪاڪ جون خوشبوئون ماڻ ١٣- اوري ١٤- زهر ١٥- چندن سان ١٦- سوڙ ١٧- ماڻ ١٨- نہ وڃ ١٩- محبت، نيڻهن جي ڪشش ٢٠- محبوب ٢١- سونهن ٿي ٢٢- حاصل ٿئي ٢٣- وٽ ٢٤- دولاب ٢٥- نظر ٢٦- اِنصاف ٢٧- سونهن ۾ ثاني ٢٨- ڏنگائي ٢٩- ميساري چڏ ٣٠- مدائي ٣١- ڍڪج ٣٢- قصور ٣٣- جلي ٣٤- لڪڻ ٣٥- کسڪي ويو.

*جي هر طرح شرمسار آهن، تن جي اچي رهبري ڪر.

§توکان سواءِ ڪاڪ محل ۾ چندن سان واسيل سوڙيون مونکي زهر ٿي لڳيون آهن.

‡اسانکي صرف محبوب جي جمال جو ديدار حاصل ٿئي. حسن ۾ معشوق جو ڪو مٽ ناهي.

١٣

ڪاڪِ ڪَڙهي، وَڻَ وِيا، ٻَرِيا مَحَلَ ماڳَ،

سوڍي جي، سَرِتيُون! وِڌِيَسِ وَهِ[1] ويراڳَ[2]،*

سُوَرِنِ لائِيا سانگَ[3]، سگهو مونِ ۾، سُپرين!§

١٤

ڪاڪِ ڪَڙهي، وَڻَ وِيا، ٻَرِيا رَنگَ رَتولَ[4]؛

تو ٻُڇاڻا، سُپرين! هِنئڙي اَڇنِ[5] هولَ[6]،[7]

جي مُون سِين ڪَيَءِ قولَ، سي سگها پارِج، سُپرين!

١٥

ڪاڪِ ڪَڙهي، وَڻَ وِيا، لُونو[8] لُڏاڻو؛

تو ٻُڇاڻا، سُپرين! آتِڻُ اُجهاڻو،

مِيِنِ[9] سِين ماڻو، مُناسِبُ نَه، مينڌِرا!

١٦

حالُ قُربانُ، مالُ قُربانُ، گهورِيان لُڏاڻو؛

فِدا[10] ٿِيءِ فَقِيرِ جو، شَلَ رُسي م راڻو!

مِيِنِ سِين ماڻو، مُناسِبُ نَه، مينڌِرا!

وائي

ڏُورِ وَڃِيو، ڏِينهَن لائي، ڪا سوڍَلَ کي سَمجهائي،

جيڏِيُون! مُنهنجي راڻَلَ کي، ڪا پاڄهَه پئي!

ڇِنا، مَنهَن، ماڙِيُون، اوڏانهِين آڏائي،[11]

ميڙِ[12] مُڃان ٿِي، مينڌِرا! تو دَرِ ٿيلاهي،[13]

مِنَت مُنهنجي مينڌِرو، مانَ ۾ موٽائي،[14]

قَتِيلَ مِينهَن فِراقَ جا، وِينِي وَسائِي،

سوڍا! سِرُ ٻڌ گهوريان، آءُ ڪَرهو ڪاڪ وَرائِي،[15]

لُڏوُڻيان، لَطِيفُ چئي، شَلَ پيرُ مُٺِيءِ ڏي پائي!

## سر مُومل راڻو - داستان پنجين جو سار

شاهه صاحب، مُومل کي هدايت ٿو ڪري ته "راڻي جهڙي شير مڙس سان سڱ ڪري، وري ڪائنس منهن نه موڙج." طالب کي واجب ناهي ته هڪواريءَ ڪنهن رهبر جي پٺ وٺي، پوءِ هن کان ڪنڌ ڦيري ڇڏي. دنيا فاني آهي. جا زمين اڄ اسانجي پيرن هيٺان آهي، سا ساڳي ڪن سڄڻن جي مٿان آهي. ڏڳ ته اسانجي پيٺي ڏوڙ ۾ دسجيو وڃن.

راڻي بنا، مُومل کي ويراڳ وٺي ويو آهي؛ ڪاڪ محل جا عيش ڪيس زهر سمان آهن. هاڻ هوءَ پڇتاءُ پيئي ڪري ۽ "سيبن پرين شرمندي" آهي. راڻي کي ميڙ پيئي منجهي: "ڪر معاف مدائي، ته سوڍا! سڪياڻي ٿيان." هوءَ راڻي تان "حال قربان، مال قربان" ڪيو ويٺي آهي ۽ اُئين ٿي پيئي چوي ته: "فدا ٿيءِ فقير جو، شل رسي م راڻو."

---

١- عشق جي جنبش ٢- سنياس، وڇوڙي ٣- طرحين طرحين جا روپ ورتا ٤- رنگين محل ٥- توکان پوءِ ٦- دل کي ٧- خطرا ٨- جليو ٩- فنا ٿيل اُبلائن ١٠- صدقي ٿيل ١١- جايون ١٢- سفارت، وينتي ١٣- ٺنهنڪري، ٿيلانهين ١٤- شل نه موٽائي ١٥- ڪاڪ ڏانهن موٽائي.

*سوڍي جي عشق، مونکي ويراڳ ۾ وڌو آهي؛ يا سوڍي جي وڇوڙي، مونکي عشق جي جنبش ۾ آندو آهي.

§سورن طرحين طرحين جا روپ اختيار ڪيا آهن. اي محبوب! تون ترت موٽي اَچ.

## داستان ڇھون

۱

نہ وارِثُ[1]، نہ وَلَھُو[2] نہ سَڱُ[3]، نہ سِياڪو[4]؛
تو ڀُڄاڻان، سُڄڻين! آئِمِ اولاڪو[5]،
پانڌِيا[6]! پاراٻو[7] ڏِجان[8] پاڻيءَ پرولَ کي.*

۲

ڏِجان پاڻيءَ پرولَ کي، سَنيھو ساري،
مُون کي قَٽُ فِراق جو، مينڌِرا! ماري،
اَچِين جي واري[9]، ڪَرَھو ڪَمِيڻِيءَ لءِ!

۳

ڪَرَھو ڪَمِيڻِيءَ لءِ، سوڍا! وارِ، سُڄاڻَ!
ڪُڇُ[10] ڪَرِيان ڪاڪ کي؟ تَنَ تو ھِين ڏي تاڻَ؛§
لاھي غَيرَ گُمانَ[11]، اَڱَڻِ[12] آءُ اُڪنڊِيِن.

۴

اَڱَڻِ آءُ اُڪنڊِيِن، پَرچِيءَ، پيارا!
پَلَڪَ پَراھُون[13] نہ سَھَنءِ[14]، جِيءَ جا جِيارا!
نيڻھان نيزارا[15]، سَيِجِ[16]، نہ مانَ سُورُ لَھي.‡

۵

سَيجِ نہ مانَ سُورُ لَھي، آڪيُون پَري پاڄھَ،
راڻي جيءَ رِھاڻِ کي، وِيئي وِڄھان واڄھَ،
سوڍا! لَھي ساڄھَ[17]، پَسُ لوشَڪُون[18]، لَڪِيا[19].†

۶

پَسُ لوشَڪُون، لَڪِيا، سيڱي وِھاڻا،
پَسيو ھَنڌَ، پَڇي ھِنڌُون[20]، جي حَبيبَنِ ھاڻا[21]،
ھِڪُ ڏُنگا[22] ڏاڏاڻا، پيو موٽِيو تان نہ مينڌِرو.×

۷

ڪَري موٽ مينڌِرو، جي لُڏوڻِيان[23] لالُ،
گَھرُ[24] مِڙُوئي گھوريان، ھُونءَ پنھنجو حالُ،
راڻي ڏاران[25] راڄَ پِر، مون نہ گُھرجي مالُ،

۱- اولاد ۲- پيار ۳- ساھرو عزيز ۴- سڱو مائٽ ۵- مڇ، پڇ ۶- اي قاصد! ۷- سنيھو ۸- ڏجانءِ ۹- ورائي ۱۰- ڪشش، ڇڪ ۱۱- گمان ۱۲- سڪنديِن جي ۱۳- پري ۱۴- سھانءِ ۱۵- نيڻھن جا نيزا ۱۶- لڳاءُ ۱۷- سٺو وجھہ ۱۸- پٽڙيون ۱۹- وھاڻا ۲۰- بسترا ۲۱- محبوب جا ورتل ۲۲- ٿاٻ ڏڪا ۲۳- پريتم، دلبر ۲۴- في الحال، ھينئر جو ھينئر ۲۵- راڻي ڪانسواءِ.

*اي پانڌي! پرت جي سڄڻ (راڻي) کي وڃي سنيھو ڏج.

§مان ڪاڪ کي ڇا ڪريان؟ منھنجي تن جي ڪشش توڏانھن ئي آھي.

‡نيڻھن جا نيزا ھڻ نہ، من منھنجو درد دفع ٿئي.

†اي راڻا! ڪو سٺو وجھہ وٺي، اچي پٽڙين ۽ وھاڻن جو درشن ڪر.

×ھڪ مائٽاڻا ٿاٻ ڏڪا، پيو راڻو واپس نہ وريو.

سوڍي کي سوالُ، ڪَرِيان ٿي قُربَ جو.

٨*

سوڍا! سُورَ سُڪائيوُن، اَکيوُن آبُ[١] نه ڪَنِ،
راتي جيءَ رِهاڻِ[٢] کي، وِرُوٽيوُن وَڃَنِ،
سي ڪِئن، ميندرا! مڃَنِ؟ جي لوسوُريءَ چاڙهيوُن.

٩

لوڙي لکَ اَچَنِ، روءِ راتي جي ناهِ ڪو،
هِڪَ اَکيوُن، ٻيا اَڱڙا[٣]، ٻَر ۾[٤] تا ٻَڃَنِ،
سي ڪِئن، ميندرا! مڃَنِ؟ جي لوسوُريءَ چاڙهيوُن.

١٠

مُومَلِ[٥] ويٺي ميندِرو، سَدائين ساري،
وَلِيوُن واسَ وَرَنِيوُن[٦]، چانگي کي چاري،
جَڏهن ڪَڏهن سُپرِين، ايندُمِ[٧] اوتاري،
سوڍي سين ساري، ڳالهيوُن ڪَندِيَس ڳُجهه جُون.

١١

سوڍا! تُنهنجي سُورَ، اَندَرِ آڳيوُن[٨] لائيوُن،
راتا! رِهاڻيُن[٩] جا، مارِينمِ مَذڪُورَ،
طَعنا ڏِينمِ ٽُورَ[١٠]، آءٌ، نه پُڇوُن پاڻَ ۾.

١٢

راتا! رِهاڻيوُن، سوڍا! ويٺي ساريان،
سَهَسين سِڄَ اُلٿا[١١]، راتيوُن وِهاڻيوُن[١٢]،
ڪوڙين مُون ڪاٽيوُن[١٣]، ڍولا[١٤]! ٻَڪي، آءٌ ٽوُن.

١٣

مُون گهرِ اَچي جي ٿِئي، ميندِرو مِهماڻُ[١٥]،
آٽي[١٦] جهوڪِيان[١٧] آڳِ[١٨] ۾، جيري وِجهان جاڻُ[١٩]§،
ٽاٽي[٢٠] ٽَنوُرَنِ ۾، ٻيري[٢١] هَٽان پاڻُ[٢٢]§،
پيڪَنِ سوُڌو پاڻُ، گهَرُ ٽَڙُ[٢٣] گهورِيان ٻَرَ تان.

١٤

اَڄُ نه ڳالهائونِ[٢٤]، هُونِ ڏيهاڻي نِجهُري[٢٥]،

---

١- اَکين جو پاڻي سڪي ويو آهي (جيري کي جر لڳڻ ڪري) ٢- خشڪ ٿيو وڃن ٣- اَنگڙا، عضوا ٤- ٻُجهه ۾ ٥- ياد ڪري ٦- سرهاڻ سان ڀريل ٧- گهر ۾ ٨- باهيون ٩- يادگيريون ١٠- سرليون ١١- لهي ويا ١٢- گذري ويئون ١٣- اوٽايون ١٤- اي پريتم! ١٥- مهمان ١٦- داخل ڪريان ١٧- آڳ ١٨- باه ۾ ١٩- آپو، خودي ٢٠- ڪُورن، مڃن ٢١- ڦيري ٢٢- خودي، همت ٢٣- محبوب، پرينءَ ٢٤- سندن ڳالهائڻ ٢٥- گهر ۾.

*اي راتا! تنهنجي وڇوڙي جي درد، منهنجي اَکين جو آب ئي سڪائي ڇڏيو آهي. اُهي، تنهنجي صحبت لاءِ سڪندي، جر ڪان خشڪ ٿيو وڃن. اي ميندرا! اُهي توانيون ڪئن ٿين، جنکي لوسڪ جي سوريءَ تي چاڙهيو آهي.

§ پنهنجي خودي جيڪر اَگنيءَ ۾ اُڇليان ۽ پنهنجو آپو ڪُورن جي حوالي ڪريان.

پَسو! پَکَ[1] پيون، آتڻُ سُڃو اَنِ ري!

١٥

اَڄُ نہ پَسان سي، آتڻ ڪَتيمَ جن سين،
هاڻي ٽَمِين ڪي، ڪَنڌيءَ ڪاڪِ نِهارِيان.

١٦

ٽُون ڀائي، ڀَتَ ڏَٽِي؛ ڀولا! تُنهنجو ڀَتُ،
پائي تُراڙيءَ[2] ٽوريان، تہ مُلڪُ نہ تُنهنجو مَتُ،*
لاهي ڪَسَرَ[3]، ڪَتَ[4]، اَڇي ڪوڙ قَناتُون[5] ڪاڪِ ۾.

١٧

ڪوڙِ قَناتُون ڪاڪِ ۾، راڻا وِيَهُ رَهِي،
ماڙهُوَ[6] جي مَحلاتَ جا، سوڍا! ڪَجِ سَهِي،
ويندِيءَ ڳالِهہ[7] وَهِي، وِڪَرِ[8] پَوَندين، وَلَها![9]§

وائي

نيڻِي نيڻِي ڏيہِ، اي[10] اَدا! اَدا!

سائي! پِرِينءَ سَنيهو.

پِرِين وِجهي هَنَتِرا[11]، زارِيُون[12] زورِ ڪَرِيجِ،
ڪالهَہ ڪُوماڻا گُلَڙا، سُڪا مَٿي سيجَ،
تو لَءِ هَنجُوُن[13] هارِيان، هِي جي مَنجهان هيجَ،‡
جِتَن تو ڀيرو نہ ڪيو[14]، تَن ماءُ[15] مُٺِي سُٺيجِ،
نِماڻيءَ جي نِجهِري[16]، ڀيهي ٽُون ڀِڄيجِ،
اُهڪيءَ، عَبدُاللطيفُ چئي، اَچِي آدَرَ[17] ڏيجِ.

## سر مومل راڻو - داستان ڇهين جو سار

راڻي ڀڄاڻا، مومل ڪي نہ وارث رهيو آهي، نہ ولڙو، نہ سگهہ، نہ سياڪو. هوءَ پانديءَ کي راڻي لاءِ اهوئي پاراپو پيئي ڏئي تہ "تنهنجي فراق جي ڦٽ مونکي ماري ڇڏيو آهي. هاڻ ڪا ڪهل ڪري، مون ڪميڻيءَ وٽ ڪرهي تي اچي رس؛ ۽ اوري اچي، پنهنجون لوشڪون ۽ لڪيا ماڻ." راڻي جي فراق ۾ مومل سنياس ورتو آهي.

سوڍي جي جدائيءَ ۾ سندس جگر کي اهڙي تہ لهس رسي آهي، جو اکين جو آب ئي سڪي ويو اٿس. ڪيئي سيج لهي ويا آهن ۽ راڻيون وهامي چڪيون آهن تہ راڻي جو پتو بہ ڪونهي. جي راڻو سندس نجهري ۾ پيئي اچي تہ هوءَ جيڪر پنهنجو رهيو کهيو "جاڻ" بہ جيري ۾ وجهي ڇڏي.
"آڻي جهوڪيان آڳ ۾، جيري وجهان جاڻ."

---

١- ٻُور ٢- ٽاراڙيءَ ۾ ٣- ڀلائي ٤- بغض ٥- تنبو ٦- ماڻهو ٧- ڳالهہ هٿن مان وينديءَ ٨- وياڪلتا، پشيماني، پريشاني ٩- اي پيارا! ١٠- ڪٽي ١١- نيزاريون ١٢- زور سان ١٣- پريم ١٤- ٽون نہ آئين ١٥- مونکي ١٦- جهوپڙيءَ يا گهر ۾ ١٧- آڌار.

*جي ٽاراڙيءَ ۾ هڪ پاسي ٽوڪي ۽ ٻئي پاسي ساري ملڪ کي وجهي ٽوريان تہ ملڪ تو برابر نہ ٿيندو.

§اي پيارا! ڳالهہ هٿن مان نڪري وينديءَ ۽ پوءِ وڃي پشيمانيءَ ۾ پوندين.

‡هي ڳوڙها، جي حب وچان ٿي هاريان، سي سڀ تنهنجي لاءِ.

## داستان ستون

١

ڀَتِ[1] مَ وَڃج ڀولَ! ڪاٽياري[2] ڪاڪ ڪري!

آئون اَکِھين[3] آهيان، ٻَڌي تُنهنجي ٻولَ،

لوڪي ساري، سُڀرِين! رُنُم مَنجهه رَئولَ،[4]

ٽِڪاٽا[5] ۽ ٽولَ،[6] وِسَهُ[7] مون وِهُ ٿيا.*

٢

جي هُئا ڪوڏيا ڪاڪ جا، سُتا سي سُونهن.§

لُڊوُڻيان، لَطِيفُ چئي، لَڏيو لوڏيڙَن،[8]

سي مولي مَسَ اَچَن، جي آڻِ آرامي ٿِيا.

٣

لُڊوُڻيان، لَطِيفُ چئي، ڪَٿون ڪنيائون،

ڇَڏي حِيلا[9] هَليا، مُومَل مارِيائون،

پيرو پَڪائون،[10] آسَڻِ آرامي ٿِيا.

٤

پيرو پَڃُ مَ، ڪاڙي! لاهي وِهُ[11] مَ لاڳ،[12]

تان مون هِنئَڙو ماڳ،[13] جان تون، جوڳي! جوءِ پر.‡

٥

سوڍي سِرُ نيو، هِتِ ڪَرَنگهُه[14] سَکڻو.†

راڻي جي رِهاڻ کي، سِڪي ساهُ پيو،

پَسان ڪِينَ پيو، تو ۽ اَکڙيُن سين.

×٦

سوڍي مُنهنجي ساهَ سين، جيڏيُون! جڙُن ڪيو![15]

ڪَڙي مُون ڪاڪ ٿئي، آڻُ وِسريو،

پَسان ڪِينَ پيو، تو ۽ اَکڙيُن سين.

جيڏيُون! مُنهنجي جيءَ[16] سين، راڻي رِڻُ[17] ڪيو،

قلبُ ڪاڪ ڪَنڌِن[18] پر، پُرزا ٿي پيو.

---

١- اي محبوب! ٢- عيبدار ٣- اَصل ڪان ٤- محل ٥- عمارتون ٦- سامان سرو ٧- ويساهه ڪر ٨- محبوبن ٩- مومل جون نيزاريون اُن ٻڌيون ڪري ١٠- اُچڻ ڇڏيائون ١١- ويهه ١٢- سنبنڌ ١٣- جاءِ لي ١٤- هڏن جو پڃرو ١٥- اُهڙو ڪو هاڃو ڪيو ١٦- جان ١٧- اُنڌير ١٨- ڪنڌين.

*اعتبار ڪر ته عمارتون ۽ اسباب مون لاءِ هينئر زهر آهن.

§جي ڪاڪ محل جا مشتاق هوا، تن کي هت (ڪاڪ محل جي استرن لي) سمهڻ ڏيائي.

‡منهنجو قلب، جيسين پنهنجي جاءِ لي آهي، جيسين اي جوڳي! تون هن هنڌ آهين.

†سوڍو منهنجو ساهه پاڻسان کڻي ويو، باقي هتي صرف هڏن جو پڃرو وڃي رهيو آهي.

×راڻي منهنجي جان سان اهڙو ڪو هاڃو ڪيو آهي، جو ڪاڪ محل زهر ٿي لڳو اٿم ۽ آڻ من تان ميسارجي ويو اٿم. اي راڻا! توکان سواءِ پيو ڪوبه ڏسڻ سان نه ڏسان.

ٻُجھان[1]، ٻَهرِ[2] وِيو؛ هنئون هَنڌ نہ اَڳئين.*

۸

راڻي رِڻُ ڪيو، جيڏيون! مُنھنجي جيءَ سين،
مَنُ ميندِري وَڍِيو، ڏٻي ڌَڙُ[3] پيو.§
ٻُجھان، ٻَهرِ وِيو؛ هنئون هَنڌ نہ هيڪڙي.

۹

راڻا! نہ جاڻان، ڪِٿَن وِڏوڙِين[4]؟ وَلَها!
اَچِي ڪاڪِ ڪَندِن[5] ۾، پَرچِي ڏي پاڻا،
ميندِرا! ماڻا، تو رِءِ ڪَندِيَس ڪن سين؟

۱۰

رُڻان[6] ٿي، راڻا! هَنڌَ نِهارِيو حُجرا،
پيهي ڪَهُ[7] کُٿَنِ ٿي، ٿيا پَلَنگ پُراڻا،
ڏَرِياڻي[8] ڏَوڙا[9] ٿيا، وَرَ[10] رِءِ وِهاڻا،
جايُون، گُلَ، جَباڪَ، وَڻَ[11]، تو رِءِ ڪَرُماڻا،
ميندِرا! ماڻا، تو رِءِ ڪَندِيَس ڪن سين.

۱۱

مِيان ميندِرا! موتُ، ٻَخشُ ڪرِ ٻچائيون[12]،
تون گهڻن جو گهوٽُ، مون وَرُ[13] تون ٿي هيڪڙو.

۱۲‡

جِتن اِيندي ٿي موٽئين، ميندِرا! وَڏِي جاڙَ[14] ڪياءِ،
وَرُ نہ هُئين؟ وَلَها! هوُندَ[15] جَتِي، مون جاڳاءِ؛
نہ سُتي جي ساجاءِ، سويا! سِگهيائي[16] ٿيءِ.

۱۳†

جَڳُ، جِتن ٿي چوءِ، سوڍو لِتن نہ سگيو،
راڻو لِتن نہ روءِ، ڳوڙهو جِتن ڳَلِ ڳَڙي.

۱۴

سَهسين جِتان[17] سِڪَنِ، لِتان[18] مومَلِ مونڪَ[19] لکيو،
سي هُنهين[20] جاڙَ[21] جِتن، جي ڪوڙي[22] ڪاغذ آئيون.

۱۵

ويهي نِتُ نِهارِيان، راڻا! تُنھنجو راهُ،
موٽائي ماڳِن ۾، آڻيندو اَللهُ.

---

۱- سمجهان ٿو ۲- ٻاهر ۳- ڌڙ ڏڪي ۴- ڪاوڙئين ۵- منزلون ۶- ڪمرا ۷- خاڪ ۸- ڌرپل ٿي ۹- ڌوڙ سان لٿيل ۱۰- پتار ڪان سواءِ ۱۱- عطر، سرهاڻيون ۱۲- ٻچڙايون ۱۳- پتار ۱۴- غفلت ۱۵- لرسي ۱۶- ٻروڙ ۱۷- جتان ۱۸- لتان ۱۹- قسمت ۾ لکيل ۲۰- اُهيئين ۲۱- اَجايو ۲۲- ڪوڙي نياپي.

*سمجهان ٿو تہ منهنجو قلب ٻاهر نڪري ويو آهي ۽ اڳيئن جاءِ ٿي ناهي.

§منهنجي دل سوڍي ڪپي ڇڏي ۽ منهنجو سراپا ڏڪي، ڪري پيو.

‡اي راڻا! تون جو اَچي ۽ موٽي وئين، سا هڪ وڏي ڀل ڪيءِ. اي پتار! تون منهنجو پتي نہ هئين؟ تون جي لرسي مونکي جاڳائين ها تہ سنل شخص جي ٻروڙ لرت پٺيءَ وجيئي ها.

†جتن جهان جا ماڻهو چوندا آهن، لتن سوڍو چوڻ نہ سگيو آهي. راڻو اُئين نہ روئندو آهي، جتن ڳوڙهو ڳلي ٿان ڳري. (راڻو خاموشيءَ ۾ روئندو ۽ لڏبيڪ ڪندو آهي.)

سوڍا! تو گِرِ[1] ساهُ، نات راڻا گهڻا راڄ ۾.

١٦*

راڻي سَندو رُوح ۾، ڀَسو! ڀَڳهُه[2] ڀيومِ،
ٻيڙيءَ جِتَن ٻَڌي وِيو، سوڍو ساهُ سَندومِ،
وِهُڻُ[3] وِهُ تيومِ، جاڳيو ٿِي، جُرُ هاريان.

١٧

تِنِ باغنئُون[4] ٻَسِ[5]، جي کَنديءَ کاڪ کَکوريا،
سوڍي رِءَ[6]، سَرَليئُون! کاڪ نہ اَچي کَسِ،
راڻي ٻائي رَسِّ[7]، تَنُ ٻيڙيءَ جِتَن لاڻيو.

١٨

لوُ نيَسِ[8] ڪُڊاڻي، ڀَسو! جو ٻِرِيَنِ زي،
جيڏيؤن! جيهائي[9] ڪَئِي، راتِ رُسي راڻي!
هَلِبو هاڻي، ويراڻ[10] کاڪِ وِهُ ٿِئِي.

وائي

ڪِٿَن ڪَريان؟ ڪاڏي وَڃان؟
مؤن کي سوڍو سَڄهُه[11] نہ ڏِئي.
راڻو راتِ رُسي ويو، کَرَ[12] ٿي کَلَّ[13] مَٿي،
اَچيو آڱڻ واريؤن، طعنا ڏِينمِ ٿي،
ٻِتَرِ[14] وارَ وِڃائيان، رِيجهي[15] راڻي کي،
ڪارايان ڪيرولِيؤن[16]، چارِيان چانگي کي،
اَدِيؤن! عَبدُاللّطيفُ چئي، اينڊمِ هوتُ[17] هتي.

## سر مؤمل راڻو - داستان ستين جو سار

راڻي بنا، مؤمل کي ٽڪاڻا ۽ ٽول سڀ وه آهن. سوڍو سندس ساه پاڻ سان کڻي ويو. مؤمل جو سکڻو ڪرنگهر ڪاڪ ۾ پيو آهي. سندس قلب (هنئون) پنهنجي جاء تي ناهي. ڪاڪ محل جا ڪمرا، پلنگ ۽ بسترا اڱڻ تي ڏريا پيا آهن ۽ مٿن ڌوڙ چڙهي ويٺي آهي. راڻو، جي ٿورو ٽرسي، جاچ ڪري ها تہ هڪدم پروڙ پوِيس ها تہ مؤمل سان ڪَڏ ڪير سٺل آهي. ٻرهو غيرت ۽ صبر جو صاحب آهي. نہ زبان سان ڪڇي، نہ پڌرو روئي. هو ڳجهو روئي ۽ ڳجهو ڳالهائي. مؤمل سان نسورو هاڃو ڪري ويو آهي. هينئر مؤمل باغن کان بس ڪئي آهي؛ ڪاڪ محل سندس دل کي نہ ٿو وڻي:
”تن باغنئون بس، جي ڪنديءَ ڪاڪ ککوريا،
سوڍي رءَ، سرليؤن! ڪاڪ نہ اَچي ڪس.“

١- ٿو وت ٢- رسو ٣- اکين جو آب ٤- باغن کان ٥- بهاريا ٦- پسند ٧- رسي، نوڙي ٨- جليس ٩- جيڏيائي، هيڏي ويڏن ١٠- هن وير ١١- سنوڄهه ١٢- خبر، سماءُ ١٣- سيني ماٿهن کي ١٤- پترٿي ١٥- خوشيءَ سان ١٦- ڪير جهڙي رس وارو گاه ١٧- محبوب.
*منهنجي قلب کي راڻي جي نينهن جو رسو پيو آهي. راڻي منهنجي جان کي پاڻ سان ٻيڙيءَ جيان ٻڌي ڇڏيو آهي. هاڻي مون لاء وهڻ ٿي زهر آهي. مان جاڳندي، اکين مان جل پيئي وهايان. (مومل پنهنجي دل کي، لنگر سان قابو ڪيل ٻيڙيءَ سان ٿي ڀيٽي.)

## داستان اٺون

١

کين ساڳاهيم[1]، سڄڻ! جاڙون[2] ڪيم[3] جال،
سوڍا! مون کي ڪال، موٽي[4] منهن ۾ آئيون.

٢

کين ساڳاهيم، سڄڻ! جاڙون ڪيم جت،
سوڍا! مون کي لت، موٽي منهن ۾ آئيون.

٣

کين ساڳاهيم[5]، سڄڻ! جاڙون[6] ڪيم جي،
سوڍا! مون کي سي، موٽي آئيون منهن ۾.

٤*

خاموشي خبر[8] جي[7]، مؤمل تي مت،
صبر ٿيو سپت[9]، منهنجي حق[10]، ميندرا!

٥

سوڍا! صبر تنهنجو، مؤمل مت ٿيو،
تو جو ڪالهه ڪيو، تنهن مديون ميٽي ڇڏيون.

٦

تو ۾ ٻڌيس[11] لي، جي منهن ۾ مديون نه ڏٺين،
ڍولا! جي ڍڪين، سي متان عيب اپٽين[12].

٧

جي منهن ۾ مديون نه ڏٺين، تو ۾ لي ٻڌياس،
سوڍا! لن سهاڳ کي، ويٺي واجهاياس،
ڍولي ڍڪيياس، ڏيئي پاند پناهه جو.

٨

راڻا! هيس ري[13]، تو سائينءَ مون سون ڪيو،
منهنجي مداين جو، حال اٽيئي هيءَ،
ڍوليا! ڍڪڻ[14] تي، ڪامل! ڪڇاين جو.§

٩‡

ڍولي ڍڪي آهيان، هيس اگهاڙي،
ڏيئي لڪ[15] لاڙي[16]، ڪڪر[17] ڪيائيم ڪاڪ جو.

---

١- چيتيم ٢- غفلتون ٣- گهٽيئي ٤- ڪالهه ٥- چيتيم ٦- غفلتون ٧- خبر پوندي ء، جا تو خاموشي اختيار ڪئي ٨- نصيحت ٩- سنو مارگ ١٠- منهنجي حق ۾ ١١- توسان انهيءَ ڪري پلؤ ٻڌو اٿم ١٢- ظاهر ڪرين ١٣- ڪجهه ١٤- عيبن، اوڍاڻ ١٥- رلي ١٦- پراڻو ڪپڙو (يعني پردو) ١٧- رحمت جو بادل (ڪامل مرشد، طالب جا عيب ڍڪي، ڪيس فيض تو ڏئي.)

*منهنجي غفلت (ٻئي سان همبستر ٿيڻ) جي خبر حاصل ڪندي ء، تو جيڪا خاموشي اختيار ڪئي، سا مؤمل لاءِ هدايت هئي. اي سوڍا! تنهنجو صبر منهنجي حق ۾ سمارگ ثابت ٿيو.

§اي ڪامل محبوب! تون منهنجي عيبن جو پردو ٿيءُ.

‡مان اصل عيبدار هيس، پر راڻي مونکي ڍڪيو آهي. هن منهنجي مٿان اگهڙيءَ ذرو (پردو) رکي، مونکي خود ڪاڪ لاءِ رحمت (فيض) جو بادل بڻائي ڇڏيو.

١٠

ٻولي ٻَڪي آهيان، هُيَسِ اُگهاڙي اَڳَ،
جوڙي[١] وِچان جَڳَ، ڪَڪَرُ ڪيائيمِ ڪاڪ جو.

١١

ٻولي ٻَڪي آهيان، هُيَسِ اُگهاڙي آنءُ،
رَکي پنهنجو[٢] نانءُ، ڪَڪَرُ ڪيائيمِ ڪاڪ جو.

١٢

ڪَڪَرُ ڪيائيمِ ڪاڪ جو، ڏيئي لاڙيءَ لِڪَ،
هاٺي مَٽي ڏِکَ، چَڙهيو[٣] نيٖ[٤]، چاڳَ ڪَرِيان.

١٣

سوڍا! صَبرُ تُنهنجو، مَرَڪُ[٥] لَڄائِنِّ[٦]،
چُپَ[٧] سين جي چَوَنِّ، اَدَبُ ڪَڄي اُنِ جو.*

١٤

سوڍا! صَبرُ تُنهنجو، لَڄائِنِّ مَرَڪُ،
نہ ڪُڇَڻَ سين نَڪُ، رِءُ رُڪُ[٨] راٺي وَيو.

١٥

سوڍا! صَبرُ تُنهنجو، سَيِنِ سيڪاري،
مُوَمَلِ جي واري[٩]، ڪُهہ[١٠] جاڻان، ڪَهہ ٿيو؟

١٦

سوڍا! صَبرُ تُنهنجو، سيڪاري سَهَسَ[١١]،
پُڄي[١٢] لِڱان پَهَسَ[١٣]، مُون کي نَصيبَ نہ ٿي جهليو.

§١٧

سوڍا! صَبرُ تُنهنجي، ماڙهوُ ڪي مُوَمَلَّ،
ڪُمِرَ[١٤] مَنجهان ڪَلَّ، پِيمَرِ[١٥] پرِين! تُنهنجي.

١٨

سوڍا! صَبرُ تُنهنجو، مُون کي نَصِيحَتَّ،
رِيلا ڪَنديَس رَقَّ، ميندِرا! تو مَهَندان[١٦].

١٩

سوڍا! صَبرُ تُنهنجو، بي عَقلَنِ عَقُلَّ،
آهي اَنگَ اَمُلَّ[١٨]، ماٺ[١٧] تُنهنجي، ميندِرا!

‡٢٠

سوڍا! صَبرُ تُنهنجو، بي عَقُلَ آٽي[١٩] بازِ،
سَندي صَبرَ[٢٠] سازِ، توبہَ ڪارِمِ[٢١] ٽَڪڙي.

---

١- نوازي ٢- موٽي پنهنجو نالو ڏري (مون سان پرڻجي) ٣- شاديءَ جو سينگار ٤- ناز نخرا
٥- فخر ٦- حياءَ ۾ ہڏلين ٧- ماٺ ٨- ڪاليءَ ۾ٺا ٩- حق ۾ ١٠- ڇا ١١- سهسين ماڻهن کي
١٢- پهچي ١٣- زور سان ١٤- خراب روش ١٥- خبر ١٦- تنهنجي اڳيان ١٧- خاموشي (اُنگهہ)
١٨- اَملهہ، بي بها ١٩- سمارڪ لي آٽي ٢٠- صبر جي هٿيار ٢١- ڪرايم.

*جيڪي خاموشيءَ ۾ ڳالهائين (ماٺ ۾ تنبيهہ ڪن)، تن جو ادب ڪرڻ جڳائي.

§اي راڻا! تنهنجي خاموشيءَ مومل کي ماڻهو (سهڄو انسان) ڪيو. ڪمارڪ مان ئي مونکي تنهنجي سڄي پروڙ پيئي.

‡اي سوڍا! تنهنجي خاموشي، بيعقلن کي سمارڪ لي آٽيندڙ آهي. تنهنجي صبر جي هٿيار، مون کان ٽڪڙي توبهہ ڪرائي.

٢١

سوڀا! شرمايُون، ڏسيو عيبَ اَکيان،
نَڪَ نِرجايُون[1]، هيئُون مُنهنجي حَقّ ۾.

٢٢

مولي آيو مُنهَن ۾، سوڀا! شَرَمُ جَنِّ،
سي لَڄايُون لُڇَنِّ، ڏسيو عيبَ اَکيان.

٢٣*

اَديُون! آڻَڻ وارِيُون! نِرجا[2] نَڪَّ ٿيا،
وَڍِيا، ٿان نہ وِڍا، ڀاڻا[3] موريا مُنهَن ۾.

٢٤*

موري مُنهَن وَڏا ٿِيا، وَڍِيا، ٿان نہ وَڃِنِ؛
اَديُون! اَڻاسَنِ[4]، تن ڪوجهَنِ کي ڪِهڙن ڪَرِيان؟

٢٥*

جنين سَندي مُنهَن ۾، نِهائيُون[5] نَڪَنِّ،
تِنِان وَڍِيو هيڪڙو، نہ ڪَهڙو ٿورو تَنِّ؟
سي مُرُ[6] سُڄائي[7] سؤنهَنّ، جن پَلَي پينگَ پَرَمَ[8] جي.

آءُ، راڻا! رَهُ رات، تُنهنجي چانگل کي چَندَنُ چارِيان.
راتيان ڏِينهان رؤح ۾، تَنَ[10] تؤنهِين جي تاتِ[11]،
وينٺي نِمَّ نِهارِيان، اَچِين جي پِرڀاتِ،
مؤن کي آهي، مينڌرا! وائي[9] تُنهنجي واتِ،
اَديُون! عَبدُاللَّطيفُ چئي، ڏاتَرُ[12] ڏِيندُم ڏاتِ[13].

## سر مؤمل راڻو - داستان اٺين جو سار

مؤمل ور ور ڏيئي، پنهنجي غفلت تي پڇتاءُ پيئي ڪري. راڻي جي صبر مان کيس "سبق" مليو آهي. راڻي ۾ اِهو گڻ آهي، جو هو مؤمل کي "موٽائي منهن ۾" نہ ٿو ڏئي؛ ۽ سندس عيبن کي ڍڪيو ويٺو آهي. جي "چپ سان چون"، تن جو اَدب ڪرڻ واجب آهي. اُنهنجي مات بہ اَملهہ آهي. "چپ سين جي چون، اَدب ڪجي اُن جو."

سوڀو، سواءِ رڪ جي، نڪ ڪپيو ڇڏي. راڻي جي صبر ئي مؤمل کان ٽڪڙي توبہ ڪرائي آهي. جي راڻو غيرت وارو آهي، تہ مؤمل بہ حيا واري آهي. آهي اَڻاسا ٻيا، جن جو نڪ وڍڻ سان بہ نہ ٿو وڍجي. جنکي شرم ۽ مرم آهي، تن جي پينگ بہ پلي آهي. آهي سڄائي پيا سونهن: "سي مر سڄائي سؤنهن، جن پلي پينگ پرم جي."

---

١- بي حيايون، بي شرمايون ٢- نرلڄا ٣- اَپريا ٤- بي حيا اِنسان ٥- نهائين جو جمع ٦- پل ٧- مسڪين ٿي ٨- عزت، آبرو ٩- اَت ١٠- تن يا سرير کي ١١- تنهنجي ئي ١٢- ڏاتار، داتار ١٣- دان.

*نهي بيتن ۾، شاهہ صاحب اُنهن ماڻهن ڏانهن اِشارو ڪيو آهي، جنکي حيا جو قطرو بہ ناهي. اُنهنجي منهن ۾ هڪ نڪ ناهي، پر نڪن جون نهائيون آهن. اُنهن اَڻاسن ۽ ڪوجهن جو هڪ نڪ ڪٽي وڃ تہ ٻيا ٿيو پيو اَنيڪ اُنجي جاءِ تي پيدا آهن. اُهڙن کي هزارين طعنا يا لعنتون ڪٽي هڻ تہ بہ بي حيا جا بي حيا. پرم وارن جي ٻڪ بہ پلي، جي شان تہ نہ ٿا وڃائين.

## داستان نائون

١

راڻي جي رِهاڻ مان، ڪو آديسي[1] آيو،
چوڏهينءَ ماهَ[2] چنڊ جئن، ڪيو سامي سهائو[3]،
لٿو اُونداهو[4]، جوڳيءَ سنديءَ جوت سان.

٢

راڻي جي رِهاڻ مان، ڪو آيو آديسي،
ڪٿوريءَ خوشبوءِ[5] سين، وِلاتَ[6] سڀ واسي،
سوڌو سَناسي[7]، اُتانهين[8] تي آيو.

٣

راڻي ريبارو[9]، نوڏانهن مُڪو نِڪتو،
لُڊوڻيان[10]، لطيفُ چئي، ماڻيج موچارو،
صُبحَ سوارو[11]، ڪاڪ ڳهڙندو ڪرهو.

٤

راڻو رَبُ راضي ڪري، مانَ وَرائي واڳ،
چَندَنَ سين چِڪَ ڪري، مؤمل لنبي ماڳ،
سوڍي جي سُهاڳ، ڀَتَ مِڙوئي ڀِڪيو.

٥

ٿئون نياپو آيو، راڻي مُلان[12] راتِ،
لڌيسون، لطيفُ چئي، ڪنان[13] ڏاڙَ ڏاتِ،
ڪهڙي ڀچين ذاتِ؟ جي آيا، سي اَڳهيا.

٦

ڪيڏانهن ڪاهيان ڪرهو؟ چوڏس[14] چتائو[15]،
منجهين ڪاڪ ڪَڪوري، منجهين لُڊائو،
راڻو ءِ راڻو، رِءَ راڻي ٻيو ناهه ڪو.

٧

ڪيڏانهن ڪاهيان ڪرهو؟ چتائو چؤڏار،
منجهين ڪاڪ ڪَڪوري، منجهين باغ بهار،
ڪانهي ٻي ڪنوار، ٿيو مڙوئي ميندرو.

وائي

ڪي جو ڪاڪ تڙاءِ[16]، چانگي چرهو[17] چڪيو،
ڪرهو سرهو ڏيهه ۾، نه لنهن ڏڀُ نه ڏاءِ،
ڀاهه[18] پرائي آيو، لالي[19] لُڊوڻياءِ[20]،
ڪرهي ڪانيتا[21] رتا[22]، نائي[23] ناڪيلاءِ[24]،
وَڳ[25] واسيائين ٻانهنجو، سڀ ٿي سُراهياءِ[26]،
تون ڏاڻي، ڏَتَ ڏاڻي، تون راڻو، تون راءِ[27]،
مؤمل مُحتاجيون[28] ڪري، عاجزيون[29] اَڳياءِ[30]،
آءُ تون، عبدُاللطيفُ چئي، مونئي هنَ محلاءِ[31].

---

١- جوڳي (روحاني قاصد) ٢- چوڏس جي چنڊ ٣- پرڪاش ٤- اَنڌڪار (من جو) ٥- مشڪ جي سرهاڻ ٦- سارو ڏيهه ٧- پورن جوڳي ٨- اُنهيءَ منزل ڪان (محبوب جي) ٩- اوٺي (قاصد) ١٠- سهڻو محبوب ١١- سويل ١٢- وٽان ١٣- ڪان ١٤- چوطرف ١٥- چتائي، روشني ١٦- ڪاڪ جي تڙ تان ١٧- چارو، گاهه ١٨- طاقت، سگهه ١٩- لالاڻ ٢٠- لڊاڻي يا لڊوڻي ڪان ٢١- ڏند ٢٢- لال ڪيا ٢٣- نمي ٢٤- ڳاڙهن گلن واري ناڪيلي وڻ مان ٢٥- وٺر ٢٦- سرهاڻين مان ٢٧- راجا ٢٨- آزيون ٢٩- نيزاريون ٣٠- آڳيان ٣١- محل تي.

## سر مومل راڻو - داستان ناٿين جو سار

مومل جي اندر مان سمورو غير نڪري ويو آهي ۽ سندس باطن ۾ هڪ عجيب اجالو اڀري ٿيو آهي. هوءَ ظاهر توڙي باطن، هر جا راڻي جو نور ئي نور ڏسي. راڻي ون کيس هڪ ”نئون نياپو“ آيو آهي:
”ڪهڙي پڇين ذات، جي آيا، سي اگهيا.“

هوءَ پاڻ ۾ ئي ڪاڪ ٿي پسي ۽ پاڻ ۾ ئي لڌاڻو. هوءَ ”چوڏس چڱاڻو“ ٿي ڏسي. ڪرهو ڪاهي، سو ڪيڏانهن ڪاهي! طالب ۾ جڏهن پڇتاءَ جي لڙڪن سان پنهنجو سينو صاف ٿو ڪري، تڏهن کيس هر جا محبوب (ايشور يا حق) جو ئي جلوو نظر ٿو اچي. روحاني ڪچهرين ۾ ذات جو ڀيد ناهي. جنهن محبوب سان نينهن اَڙايو، سو اوس سندس در اگهيو. جو پاڻ سڃاڻي ٿو، سو مومل وانگر اهوئي سر ٿو آلاپي ته:
”راڻو ۽ راڻو، رءَ راڻي ٻيو ناه ڪو.“

•

”سر مومل راڻو“- هن سر جو نالو ۾ انجي مضمون مطابق آهي. ”سر راڻو“ سنڌ ۾ ٻيتن ۽ لوڙائن جي صورت ۾ گهڻو ڳايو ٿو وڃي. هي فراقي سر آهي. هي نج سنڌي سر آهي ۽ انجي ڳائڻ جو ڪو خاص وقت ڪونهي. ”سر راڻو“ دلين کي ويران ڪندڙ آهي، ڇو ته مڇهس ويراڳ جون وايون آهن.
”سوڍي جي، سرتيون! وڌيس وه ويراڳ.“

# سُر مارُئي

## داستان پهريون

١

'اَلَستُ بِرَبِّڪُم'، جَڏهن ڪَنِ پيوم،
'قَالُوا بَلىٰ' قلب سين، تڏهن تت چيوم،
تنهين وير ڪيوم، وچن ويڙهيچن سين.

٢

جَڏهن 'ڪُن فَيَڪُونُ'، مَنُ لڌا ڪون مارُئين،
تون ڪئن وڃين تن کي، سومرا! سڪون؟
هميرن هڪون، جاڙ جسي کي پاتيون!

٣

جي 'ڪُن فَيَڪُونُ'، جَڏهن خلقيا روح خداءِ،
گڏ جت گڏران هئو، جڙ لڳي تنهن جاءِ،
مون توهين سين آهه، اها ساڃاءِ، سُڃاڻين!

٤

'فَيَڪُونُ' فدا ڪري، ڪهيائين سين 'ڪُن'،
تَعظيماً تمام ڪري، پوءِ پڙيائين پن،
ماروءَ تنائين من، پينرَ! پاڳي آيو.

٥

تڪا 'ڪُن فَيَڪُونُ' هئي، تڪا هونگ، نه هون؛
سَجڙ انهيءَ ساعت ۾، پيئي ڏنوسون،
مون تن تڏهانڪون، ملي ملاقات ڪئي.

٦

تڪا 'ڪُن فَيَڪُونُ' هئي، تڪو لڳ، لحم،
هيو هو نه ٻُت ۾، اڃا ڪي آدم،
مون توهين سين سڱ، اها ساڃاءِ، سُڃاڻين!

---

١- ”ڇا، نه آهيان، مان اوهانجو رب؟“ (ڌڻيءَ روحن کان پڇيو) ٢- وراڻيائون 'هائو' (روحن) ٣- دل ٤- انهيءَ هند ٥- انهيءَ مهل ٦- جهانگيرن ٧- ”ٿيءُ ۽ پوءِ اها ٿي پوي ٿي“ (ڌڻيءَ امر ڪيو ۽ ڪائنات پيدا ٿي) ٨- جسم ٩- زنجيرون ١٠- اميرن ١١- زنجيرون ١٢- اڃايو ١٣- ميخ ١٤- توسان ٿي ١٥- سڃاڻپ ١٦- ٿئي ٿو يا ٿيندو ١٧- ويچار لاهي ١٨- فرمايائين ١٩- ٿيءُ ٢٠- تعظيم وچان ٢١- راس ڪري ٢٢- وڃايائين ٢٣- پون، پرتوي ٢٤- تنان ٿي ٢٥- مون ٢٦- نصيب ۾ مليو ٢٧- آواز ٢٨- هل ٢٩- ملي ٣٠- مدهجي جسم ٣١- ڪئي ٣٢- عضوو ٣٣- ماس.

٧

نَڪا 'ڪُنْ فَيَڪُونُ' هُئي، نَڪا مُورَت ماءَ،
نَڪا سُڌِ ثواب جي، نَڪو غَرضُ گُناهَ،
هيڪائي هيڪُ هُئي، وَحدانِيَّت واهَ،
لَکيائين، لَطيفُ چئي، اَب ڳُجهاندَرَ ڳاهَ،
اَکين ۽ اَرْواحَ، اِها ساڃاءَ، سُڄاڻ ين!

٨

قِسمَت قيدُ قويُّ، نات ڪير اَچي هِنَ ڪوٽ ۾؟
آڻي لِکئي لوحَ جي، هَنڌ ڏيکاريُم هيُّ،
پَرچي ڪين پُنوهارَ ريءَ، جانِ، جُسو ۽ جيُّ،
راڄا! راضي ٿيُّ، تہ ماڙُنِ ملي مارُئِي.

٩

قِسمَت قيد ڪياس، نات ڪير اَچي هِنَ ڪوٽ ۾؟
'وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْد'، وَطَنِ آنْ ويندياس،
مارُنِ کي مِلَنڌياس، ڪو نيڻُن ڇڏي ڪَڌهين؟

١٠

'قَيْدُ الْماءَ' تيوم، هت اَڙانگي گهاريان،
هِنا ڪَجِسْمِي وَالْفُؤادُ لَدَيْڪُمْ، هنئون هُتِ سَندومِ،
قادُرُ شالَ ڪَندومِ، ميڙائو سين مارُئين!

١١

'قَيْدُ الْماءَ' ڪَنهن جو، سو مُون پانڌ پيو،
'جَفَّ الْقَلَمُ بِمَا هُوَ ڪائِنٌ'، وَهي قَلَمُ وِيو،
اِيُّ قضا ڪَمُّ ڪيو، جنهن تہ مارُوءَ آنْ ماڙئين!

١٢

جهڙو 'قَيْدُ الْماءَ'، تهڙو بَندُ نہ ڪو پيو،
'جَفَّ الْقَلَمُ بِمَا هُوَ ڪائِنٌ'، لَهي نہ تہ لِثاءَ،
عُمَرَ! تو هَٽاءَ، آجائي ٿئي آڄڙين!

١٣

ريءَ اِعرابين هتّ، گهنگهور گهارَڻُ مُون تيو،
'بَڪَتِ الْعَيْنانِ فِيْ هَوَاڪَ دماً'، نِهان ساڻ پِرتّ!
مَن، اَکيُون، تَنُ لِٽ، جِتي جَنب جيڏيين.

١٤

هي هَنڌ، پيٽيُون هاڻ، ساڙيان سَڀ ڏيهُنِ ري،
'ڪُلُّ شَيْءٍ يَرْجِعُ اِلٰى اَصْلِهٖ'، ٿي جهڄان جهانگين ڪاڻ،
پِري پَنهنجي پاڻ، پِسان مُلڪُ مَليرَ جو!

وائي

مُنهنجو هنئڙو سَنگهارَنِ ساري،
هوءَ جي ويڄها رَهَنِ وَسَ ڪَي.
آءٌ، هَميرَ! پيچُ زَنجيرَ، جنهن نہ سَگهان گهاري،
قَلبُ مُنهنجو ڪوٽَ ۾، گهايَلُ ٿو گهاري،
اِلاهي عِنايَت سين، شالَ ڪينءَ مَران ڪِنڪاري!
وَڃان شالَ وَطَنَ ڏي، پَرِ پِهاڻي پاري!
مَران شالَ مَليرَ ۾، گولَنِ ساڻ گُذاري!

---

١- ڇنڊ ٢ ۽ ٣- هيڪڙائي ٤- نسوري ٥- ٻروڙائين ٦- ٻرولي ٧- قلب ٨- جبرو ٩- تقدير جي لکتي ۽ ١٠- اَسين هن (انسان) کي ڪنڌ جي رڳ ڪان بہ ويجها آهيون (ق-ش) ١١- اَن جل جو قيد ١٢- مشڪلات ۾ ١٣- منهنجو سرير هت ۽ هنئون اوهان وٽ آهي ١٤- ميلاپ ١٥- پڙپيو ١٦- جيڪي ٿيڻو هو، سو لکي، قلم سڪي ويو (حديث) ١٧- اَن مان رَتي ١٨- چونڪارو ١٩- ٻڪارن ٢٠- جهانگين ٢١- ويا ڪلنا ٢٢- سنڌ ۽ اَکيون ٻنهي نيڻن رت رنو ٢٣- جنم ٢٤- آستان ٢٥- سيڪا شيءِ پنهنجي اصل ڏانهن موٽي ٿي ٢٦- موٽي ٢٧- ماڳ ٢٨- ڏنارن ٢٩- رحمت ٣٠- خوشيءَ مان ٣١- ڪيڪاري ٣٢- پٺيتي يا آباڻي رسم ٣٣- گولاڻن.

# سر مارئي - داستان پهرئين جو سار

جڏهن ڏٺي لعلي روحن کان سوال ڪيو: ”نہ آهيان مان اوهانجو رب“ ۽ روحن جواب ڏنو: ”هائو“، تڏهن ئي مارئيءَ پنهنجي مارن سان وفائيءَ جو وچن ڪيو هو. جڏهن مالڪ ”ڪن“ چئي، هيءَ ڪائنات (سرشٽي) رچي، تڏهن مارئيءَ جي مارن سان ملاقات ٿي هئي. اڃا آدم ئي خلقيو نہ ويو هو ۽ نہ سورج نہ چنڊ، تڏهن کان سندس محبت مارن سان هئي. مارئيءَ جي ازلي محبت کي ڪوٽيون ڪئن روڪي سگهنديون؟ عمر سومري سندس سرير کي جاڙ زنجيرن سان جڪڙيو آهي. مارن جي وڇوڙي ۾، مارئي پنهنجي نيڻن مان رت پيئي وهائي. سڀڪا شيءِ نيٺ وڃيو پنهنجي اصل ڏانهن رجوع ٿئي. مارئيءَ کي بہ هروقت اِهائي آس آهي تہ: ”ٻري پنهنجي پاڻ، پسان ملڪ مليرُ جو!“

•

## داستان ڇهون

### ۱

نَکو اَيُرُ[1]، نہ ڀيرُ[2]، نَکو اوني آيو[3]؛

مُون وَٽِ آيو ڪونَ ڪو، ڀاتُران[4] ڀري ڀيرُ،

ڪِتا بَتُون[5] ڪيرُ، آئي ڏيندُمِ اِن جُون؟

### ۲

نہ خَبَرَ، نہ خُوابُ[6]، نَکو اوني آيو؛

هُتي جو[7] هِتِ ڪَهِين، ڏِنو ڪونَ جَوابُ،

هَمِيرَنِ[8] حِسابُ، ڪُڪُہ جاتان، ڪِنِ ليو؟*

### ۳

اوني! ڳوني[10] آڻِين، ڪو هُتي جو هِتِ هيرَ[9]!

نہ ڪِنا جي ڪوٽَنِ جا، لِيَنَ[11] سُرَها سيرَ،

آءٌ نہ اَکيين اُگهان، جي پاتُرِ[12] ڏُنَءِ ڀيرَ،

اَللهَ لَڳِ، لَطِيفُ چئي، لاءِ مَ تُون اَويرَ،

ڪوٺِيين گهاري ڪيرَ؟ مَحَلين مُنجهي مُون هِتُون!§

### ۴

اَلا! اوني آڻِين، جي نِياپا[13] نِينِ!

آئُون اُنِين جي آهِيان[14]، تُوٽي مُون نہ مِڃِين[15]،

مَسُ[16] مُنهنجي هَٿَ ۾، ڪاغَذَ ڪي آڻِينِ!

لُڙڪَ نہ لِکُ ڏِينِ، ڪِريو پُونِ قَلَمَ لي.

### ۵

جي اُمُرُ هَمِيو[17] اَدَ ڪَري، سي ڪاغَذَ لِکان ڪيئَن؟

---

۱- سماءُ آڻيندڙ ۲- پانڌي ۳- اُت تي سنيهو آڻيندڙ ۴- ڀاتُرن وٽان ۵- خط پٽ، خبرون چارون ٦- نہ سپني ۾ ئي ڏسان ۷- ملير جو ۸- اَميرن (عمر سومري) جو اَمر ۹- ڳوٺاڻي ۱۰- هينئر ۱۱- گس، رستا ۱۲- تر (درحقيقت اُنجو ڏاڪڻو حصو) ۱۳- ڪٺي وچن ۱۴- اُنهن يعني مارن ۱۵- قبول نہ ڪن ۱٦- رت جا ڳوڙها ۱۷- اِلاهي اَمر.

*مونکي ڪهڙي ڄاڻ تہ همير سومري منهنجي حق ۾ ڪهڙو اَمر فرمايو آهي.

§هت ڪوٺين ۾ ڪير ڪاٽيندي؟ محلن ۾ منهنجو هيانءُ ڀيو مڃجهي.

واڳيوُن جي وِصالَ سين، لنين چاڙهي چِهَن!
رُئان رالو ڏينهَن، جِمّن اُن جي وائي ٻورَ گهٽا.

٦

لن وَنهين ويڙيڇَنِ کي، رُئين نہ رالو ڏينهَن؟
ڪالهہ پنوهارَنِ لَڏيو، ٿوُن کي چاڙهي چِهَن،
آئوُن جِمّندي ڪيمّن؟ جُہ اُن تَرِ وَجي، تاٽا ڪيا.

٧

تَرَ تَرَ اَندَرِ تاکَ، عُمَرَ! ماروُئڙَنِ جا،
لاتائوُن، لَطِيفُ چئي، مَٿان لوئيءِ لاکَ،
عُمَرَ! ڪَرِيو آکَ، ٻَهرِيو ٿي ٻَنَ چِران.

٨

تَرَ تَرَ اَندَرِ تانءُ، وَنهين ويڙيڇَنِ جو،
سَبِ ڏُنهنجو، سوُمِرا! وينا ڳِنهَنِ نانءُ،
اَلي ويديَسِ آئوُن، لوئيءِ لَڄَ مَٿي ڪَري.

٩

سَهَسين سيبا ڪَنجُري، لوئي ليڙَ ليامِ،
آباٽَنِ جي آسِري، ڪَتي ڪانَ ڪَيامِ،
جا ڀَتِ ڀَڪيامِ، ڏُنهنجو، ٻَروَرَ! ٻَنُ رَهائيين!

١٠

سَهَسين سيبا ڪَنجُري، لوئي ليڙوُن ليڙَ،
واسي وارَ نہ ويڙهيان، مَرُ چِڳوُن رَهَنِ چيڙَ،
ماروُءَ جي مُهاڙِ رِءِ، اَندَرِ ناهہ اُڪيرَ،
هَهِڙو حالُ، هَميرَ! وَٺي شالَ ويڙهِ وَچان!

١١

سَهَسين سيبا ڪَنجُري، لوئي سين ليڙُنِ،
هَهِڙو حالُ وَٺي ڪَري، وَڃان مَنجهہ تَرَنِ!
ماروُ مانَ چَوَنِ، تہ هُئي اَسانهين آسري!

١٢

سِبي، سيبا ڏي، ٻوري نيِنهَن نہ ڪَڇوئي،
ڪَتيءِ وَٺيوُن ڪُٺيوُن، سَتي سيٽي سي،
مَڇِرِ چَونِم ڪي، تہ لَڄائيءِ تَرَ جائيوُن!

وائي

عُمَرَ! آئوُن ويندڙو ٻِچان ڪوءِ،

جِتي ماروُ، لِتي ٻانڌي، اَلو!

مَٿي ماڙيءِ مارُئي، رُئاري ؟ روءِ.
پَندان ڪاريو ٻَهَڙا، ڪي جو اُپَري چوءِ،
ساريو سانيڙَنِ کي، روُحُ مُنهنجو روءِ،
ٻانڌي پَنوهارَنِ جو، ڪالهہ نہ آيو ڪوءِ،
راڄُ ٻَرِلو رَبَّ کي، سوُمِرا! سَندوءِ.

۱- ٻدل ۲- چکيا ۳- اُنهن، مارن ۴- ڳالهائڻ ٻروت ۵- آسودن ٦- جڏهن ۷- نڪاٽا ۸- هرهڪ وسيءِ ٻر ۹- تاٽا ۱۰- آگيا ۱۱- مال کي ٻهريو ۱۲- ٻن چاريان ۱۳- ٻچار ڪن ۱۴- لوئيءِ جي لڄ رکي ۱۵- ٽوپا ۱۶- چوائي ۱۷- ليڙون ۱۸- اُن جي ڪتيل لوئي ۱۹- ٻهريم ۲۰- تر ٻر ڀڪيم ۲۱- ٻردو رکين ۲۲- سرهاٽيون مکي ۲۳- مدڇهيل ۲۴- مدهن ۲۵- جهنگ (وطن) ۲٦- اَسان جي ٿي ۲۷- معصومڙي ۲۸- گهٽائي ۲۹- ڪتيءِ جون ڪناريون ۳۰- ٽوپا ڏئي ۳۱- مٿان ۳۲- ٽاريليون ۳۳- پند ڪان روڪي ۳۴- وانهڙو ۳۵- ڪند ڪٽي ۳٦- چوي ۳۷- مائٽن ۳۸- روئي ۳۹- قاصد.

## سر مارئي - داستان ٻئي جو سار

مارئي، عمر جي بند ۾، آباڻن جي اوليءَ لاءِ پيئي واجهائي: ”ڪو اهڙو، نه پيو، ڪو اوليءَ آيو.“ سندس نظر ۾، ڪوٽ جا ڪس، اڀرڙو آهن ۽ سندس ساٿيءَ مان ڪو پانڌي اچي، اُن پير ڳهائي، نه سرها ٿين. ڪوٽين ۾ سندس اکين مان اُرڙو آب پيو وهي. اِهائي سندس مس آهي، پر ڪاغذ ڪٿان اچي! جي لکڻ جي ڪري ٿي ته قلم ٿي لڙڪ ڪريو ٿا پوئس ۽ لکڻ نه ٿا ڏيس. وڻڙيُن جي وچوڙي ۾ هوءَ جڻ جيئري، چکيا ٿي آهي. عمر کي ويٺيون ڪري پيئي چوي: ”موڪل ڏينم ته وڃي ملير ۾ مارن سان گڏ مال چاريان.“ لوئي، چيرون چيرون ٿي ويئي آٿس ته به اُن کي ٽوپا ڏيئي پيئي هلائي ۽ نئين نه ٿي اوڍي. وارن کي به نه ٿي ويڙهي يا واسي. چي: ”ڀڙو حال، هميرا! وٺي شال ويڙهه وڃان!“

•

## داستان ٽيون

١

پٽولا پنوهارين، مون نه مٿي ڪن،

جُھ لاڪ رڱاڻون لوئيون، ته سائيڻان سونهن،

اُنَّ ايلاچيئون اڪري، بخمل بافتن،

سَڪَرَ پانئيان، سومرا! ڪٿي ڪان ڪُھنبن،

جا ڏنم ڏاڏاڻن، سا لاهيندي لڄ مران.

٢

آرمڪ هڏ م اوڍيان، پٽولا، پٽ چيرَ ۽

باندوڻا ٻن ڏيان، اَرغچ ۽ عبير ۽

ماروءَ سين شَلَ ماڻيان، ڪٿيون جهڙيون ڪيرَ!

اَندرِ اَڄ اَڪيرَ، مون کي پرينءَ پنوهار جي.

٣

سون برابر سڳڙا، ماروءَ سندا مون،

پٽولا پنوهار کي، عُمَرَ! آڇ م تون،

ورُ لوئيءَ جي لونءِ، ڏاڏاڻن ڏنيام جاءِ.

٤

سون برابر سڳڙا، لونءِ لونءِ برابر لک،

رُپو جنهن رڌ ڪيو، ڪوڙ لهين ڪي ڪک،

مون ماروءَ جو مڪ، ليلُ نه لائيان لُھنجو.

٥

ليلُ نه لائيان لُھنجو، مون ماروءَ جو منّ،

١- ريشمي وستر يا ويس وڳا ٢- پهرين ٣- لاک ۾ رڱيائون ٤- شالن ڪان ٥- اُن جي اولي ٦- ايلاچن (ريشمي ڪپڙن) ڪان ٧- سرس و بالا ٨- بهتر ٩- کهنبن يا ڳاڙهن وسترن ١٠- آرمڪ (ريشمي ڪپڙا) ١١- هرگز نه ١٢- پهريان ١٣- ريشمي ڪپڙا ١٤- پوليون ۽ چنيون ١٥- بافتا ١٦- آسماني رنگ جا ڪپڙا ١٧- ڪير جهڙيون اڇيون ۽ اوجل ١٨- سون جي برابر ١٩- مکڻي جا ڌاڳا ٢٠- بهتر ٢١- لند، ڌاڳو ٢٢- لک جي برابر ٢٣- چانديءَ ٢٤- ڪروڙ ٢٥- ساده سوٽ جو ٽڪل ٢٦- مدهنجي دل کي به ماروءَ جو مک (محبت جو رنگ) لڳل آهي.

ڪَرِيان ٻِيءِ نَہ ڪَنِ، آهَرَ اُنهِين آهِيان.

٦

مُون ماروءَ سِين لَڏِيُون، لوئِيءَ ۾ لائُون،
سونَ بَرابَرِ سَڳِڙا، مُون ڪِي ٻانهن ٻَڌائُون،
عُمَرَ جو آئُون، پَٽُ ڪِئن پَرِهيان؟ سُومِرا!

٧

پَٽُ نَہ پَرِهيان، سُومِرا! جانڪِيتان جِئان،
آئُون ڪِئن لوئِي لاهِيان، ڪارَڻِ ٻِنِ ڏِينهان؟
جانسين ٿِيءِ جِئان، ڪانڌُ نَہ ڪَنديَس ڪو ٻِيو.

٨

جِن ڪَرائِنِ ڪَچَ جا، وَرُ ساهيڙيُون سي!
اَمِ اَڪَنديِ آهِيان، مَنهن ماروءَ جي،
نَڪِن سِين نَہ پاڙِيان، هَندَ هتي جا هِي،
اَهَلَ اَباڻَنِ ڪِي، مَرِي شال مَلهائِيان!

٩

ڪَرائِنِ ڪَڙُورِ جا، چوڙا ڪُوڙا جَنِ،
سو مَرڪُ ماروئَڙَنِ، جِئان لوڪ لَڄَ ٿِئي.*

١٠

ڪارا ڪَرائِنِ ۾، سونَ اَسان کي سُوءَ،
وَرُ جيڏِيُنِ سين جُوءِ، فاقو فَرحَتَ پائِئِيان!

١١

لاءِ نَہ مارُنِ رِيتَ، جِئن سيڻ مَٽائِنِ سونَ لَيءِ،
اَچِي اَمَرڪوٽَ ۾، ڪَنديَس ڪانَ ڪُرِيتِ،
پَکَن جي پِرِيتِ، ماڙِيءَ سين نَہ مَٽِيان.

١٢

عُمَرَ! اَچا ڪَپِڙا، ڪاڻِياريُون ڪِئن ڪَنِ؟
جِنِين جا ٿَرَن ۾، وَرُ تا وِيڻَ سَهَنِ،
هوءَ جي حَقَ پَچَنِ، سي ڪِئن سَٽيُون؟ سُومِرا!

١٣

آئُون ڪِئن سَوَڙين سُمهان؟ مُون وَرُ گهاري وَلِ!
ڪٿِيريءَ تانِ ڪَلِ، عُمَرَ! ڪَچَ ۾ اَهڙِي!

١٤

آئُون ڪِئن سَوَڙين سُمهان؟ مُون وَرُ گهاري سَڃَ!
وَرُ اَباڻَنِ سين اَچَ، ڪوءِ شَربَتُ تُنهنجو، سُومِرا!

١٥

وَرُ سي وَطَنَ جائِيُون، صَحرا سَترُ جَنِ!
گولاڙا ۽ گُگرِيُون، اوڇڻَ اَباڻَنِ،
وِيڙهيا گُهمَنِ وَلِيِن، جهانگي مَنجهہ جَهنگَنِ،

---

١- آسري ٢- ريشم ٣- ڀِهريان، اوڍيان ٤- جيستائين ڪ ٥- جيئري رهان ٦- ٻن ڏينهن جي جيئڻ ڪاڻ ٧- جيسين ٨- شيشي يا ڪانچ جا چوڙا ٩- مبارڪ ١٠- نهايت سڪايل ١١- جهوپڙي ١٢- جهوپڙين ١٣- برابر ڪريان ١٤- اَباڻي قوم ١٥- سرخرو ڪريان، منهن مٿي ڪريان ١٦- ڪچ ڪوڙ ١٧- فخر ١٨- جن (شين) کان ١٩- ماڻهن کي شرم اچي ٢٠- ماتم ٢١- ٻڪ، لنگهڻ ٢٢- لنگهڻ، غربت ٢٣- عزيز، سنبنڌي ٢٤- مٽائين، بدلائين ٢٥- خراب روش ٢٦- ڪاڻ يا عيب واريون ٢٧- ڪانڌ ٢٨- طعنا ٢٩- پنار سان بيوفا ٿين ٣٠- سوڙين ۾ ٣١- ولهه، ٿڌ ٣٢- ڪٿو ڀريندڙ زال (مارئي) ٣٣- ٻرپٽ ۾ ٣٤- جهنگ، بيابان ٣٥- پناهه، اجهو ٣٦- ڪؤنر جا وڻ ٣٧- ٻڪ، پردو ٣٨- ولين ۾ ٣٩- جهنگ جا رهاڪو (مارو لوڪ).
*جن وستن کان ماڻهن کي جيڪر لڄ اچي، سي مارن لاءِ نعمت يا فخر آهن.

مون کي مارو ڏڙن، سڄ ڳڻائي سيج ۾!

١٦

ٻلر ٻيڻ، اوڇڻ اَن، جن جا پير مٿي پٽ پاڪ،
وِهڻ وراڪن ۾، اِن جي اَجوکي اوطاق،
پاڻ نہ پسن پاڻ کي، ويچارا بي باڪ،
عمر! اوءِ نہ عاق، ڏُکيا جمر ڏُکوئيين!

١٧

ڪارا، کٻڙ ڏيهہ ۾، ٻيا واريءَ منجهہ وٿاڻ،
ساٿين کي، سَبّد چئي، پريو ڏين پاڻ،
عمر! اي اماڻ، ثابت رکج، سومرا!

١٨

جا، عمر! تومل عيد، سا ساڻ سوءَ ورلي، سومرا!
ويئي ويچارن وسري، خوشي ۽ خريد،
سڪڻ کيا شهيد، مارو جي ملير جا.

١٩

منهنجو ٽور ٽلين ۾، ڇپها تو چاري،
ڀاتي ڀٽ ڌاري، آهم اُتي ميهڙي.

٢٠

منهنجو ٽور ٽلين ۾، آئون هت بنديائي،
مون ڏاڏاڻي ڏيهہ ۾، ڦره ۽ لاٽي،
ڪنديس رهاڻي، ماروءَ پاس ملير ۾.

٢١

حقاڻو هت ٽيو، آئون هت بنديائي!
ساري ساڏوهين کي، ڪونين ڪوماڻي،
لڳين لوه، لطيف چئي، وينديس وساڻي،
مُدّ ماروءَ جي نہ لهي، ڪَٽ ڪجاڻي،
سمن سچاڻي، الي آهم اُن سين.

## وائي

لونيءَ ۾ لائون، مون ماروءَ سين لڌيون.
سون برابر سڳڙا، بانهن ٻڌائون،
مون ماروءَ سين لڌيون.
سوڪئن پٽ پرهيان، سومرا! گهوريو عمر جو! آئون؟
ڪاڄ ڪتيرين سفرو، سگر ۽ سائون،
ساڪئن ڪاني ڪارڪون، جنهن کي ڏونرا ڏيڄ ڏنائون؟
کِہ، مانڌاڻو، مکٽي، ڦوٽ جنين جو سائون،
عمر ٿي جور ڪري، جيلانہ راڄ اڳاهون.

١- ڳَٽي ڏني (وڳن جي ٻدران) ٢- ڏاج ٣- ميهن جو پاڻي ٤- صاف ميدان ٥- وڻن جي جهڳٽن ٦- جوکي کان سواء ٧- بي فڪرا، بي خوف ٨- اُهي ٩- بي ڇپيا ١٠- ڪارا ڪاڄ، کٻڙ جو قسم ١١- وٿاڻ، لسريون ١٢- اَمانت (مارئي) ١٣- وٽ ١٤- آسان ١٥- مالڪ ١٦- عيد جي خريداري ١٧- ڪنل ١٨- محبوب ١٩- هيٺانهون پٽن ٢٠- ڳاهہ ٢١- واعدو ٢٢- ٿر جو وچون ڀاڱو (هٿي ٿر) ٢٣- برسات وسندي ٢٤- جهنگلي اَناج جو ٻوٽو ٢٥- ننڍو ٻوٽو (ڪارو اَنب ڪاٺين ۽ مٺو ماٺهو) ٢٦- ياد ڪري ٢٧- جار يا پيرن جي وڻن ٢٨- ڪوماڻل ٢٩- زنجير ٣٠- وساڻل ٣١- جهوري ٣٢- وجهاڻ ٣٣- وچن جي سچائي ٣٤- اوڀايان ٣٥- ٻن پيو ٣٦- ڪٽي وارين ٣٧- سڦرو ٣٨- سگريون ٣٩- جهنگلي اَناج ٤٠- ڏاج ٤١- ڳاهہ جو قسم ٤٢ ۽ ٤٣- جهنگلي اَناج ٤٤- لڏهڪري ٤٥- ڏاڍايون ٤٦- جنهن صورت ۾ ٤٧- مارئيءَ جو ڪڙم قبيلو ٤٨- ٻري.

## سر مارئي - داستان ٽئين جو سار

مارئي ٿي چوي: "پنوهاريون، پٽ، پٽيءَ نه ٿيون پهرين. هتن جون لاک رتايون لوئيون، شالن، بخملن ۽ ايلاچين کان اڳريون آهن. اسين ارغج ۽ عبير کي ٻن ڏيون. جي مارن سڳڙا ٻڌا اٿم، سي سون برابر ٿي سمجهان. عمر! تنهنجو تيل، وارن کي نه لائينديس، ڇو ته مون کي ماروءَ جو مک لڳل آهي. سرڙين جي صحبت ۾ مون لاءِ فاقو به فرحت آهي.

آباڻن سان اڄ، تنهنجي شربت کان مٺي اٿم. ويچارا ويڙهيچا، ولين ۾ ويڙهيا، جهنگ پيا گهمن. مان سوڙهن ۾ ڪيئن سمهان، جڏهن منهنجو مارو ولهه ۾ پيو گهاري. عمر! تو وٽ جا عيد آهي، سا مارن لاءِ ماتم آهي؛ هتڪي منهنجي سار، شهيد ڪري ڇڏيو آهي. ميهن جي مند ۾، ماروءَ سان ملڻ جو وچن ڪيو اٿم: "ڪنديس رهاڻيون، ماروءَ پاس ملير ۾."

•

## داستان چوٿون

١

ميندا ڏوءُ نه مارئي، ڀيس پنوهاريون چِٽ،
راڄ رُناري، هنجون هاري، هيءَ هٿيجي هِتِ،
آهِس پاڻُو پار جو، ڪجهڻ ۽ ڪپتِ،
وينگس ويڙهيچن رءِ، مس ستي ڪا مت،
سومرا! سنهت ڪر، نه ڪوٺيان نڪري.

٢

ميندا ڏوءُ نه مارئي، آهس من ملير،
ڪڏهي نه ڪاڻ لهي، هتان هيءَ همير،
ڪاڻِ پين ڪير، جي امانت اُس وهي.*

٣

ميندا ڏوءُ نه مارئي، نه ڪلي، نه ڪاءِ؛
عمر جي انصاف جا، وٽي واساما ڳاءِ،
هيءَ جا ڪيءَ هاءِ سا، مهندا! ايندي ءِ مُنهن ۾!§

٤

ميندا ڏوءُ نه مارئي، ٿيس ڪُرنون وار،
ستيءَ سيٺي سارِيا، جي پاڻُر جا پنوهار،
عمر! انهون ڏار، موُر نه وهي ماڙيين.

٥

ميندا ڏوءُ نه مارئي، مڪلين مارئان ڏار،

---

١- وارن جون چڳون ٢- ڏوئي ٣- من ۾ ياد پيس ٤- ٿر جي طرف جو ٥- وجهڻ ۽ ڳاراٽو ٦- سنڌڙي (مارئي) ٧- ڪوٽ يا قلعي کان ٨- ڪائي ٩- واساما ڳائي، پور پچائي ١٠- هاڃو ١١- اي سردار ١٢- حساب ڏيڻو پوندءِ ١٣- ڳنڍيون ڳوڙها ١٤- ٿر ١٥- انهن کان الڳ ١٦- مارن کان.

*جيڪڏهن هيءَ امانت (مارئي) ٿر ۾ سلامتيءَ سان موٽي وڃي ته ساري ٿر ۾ خوشيءَ مان ڪير پيئن. (ساري ٿر ۾ جيڪر جشن لڳي وڃن ۽ واڌايون ورن.)

§اي مهندار! هي ظلم جو تو ڪيو آهي، تنهن جو اڳيان حساب ڏيڻو پوندءِ.

پايو ميٺ مَليرَ ري، مُندَ نه ويڙهي وارَ،
جا هُتيجَنِ[1] هارَ، سا ڪينَ وِهندي ڪوٽَ ۾.

٦

ميندا ڏوءِ نه مارُئي، ڪونهي اَنَ اوجاهُ[2]،
عُمَرَ جي اِنصافَ جو، پيُسِ ڪَنّ[3] پَڙاءُ،
وينِي چوءِ[4] اَللهُ، ”مؤن لي مِٽَ[5] نه موٽيا!“

٧

مَحلين ماندي[6] مارُئي، ڏنيمِ مُٺهَن مَلوُرَ،
اُٺيا سَٽيا نه ڪري، سؤنهَن وِڃايَس سوُرَ،
پيَسِ لوهَ، لَطيفُ چئي، لَٿَس ڪونَ[7] ڪَپوُرَ[8]،
چِٽَ جنين جا چوُرَ[9]، سي مَکي[10]،مَرُڪ[11] نه ڪَنديوُن.*

٨

ڪَريو مُهاڙ[12] مَليرَ ڏي، روءِ[13] اُيي چوءِ:
”سُهڄُ[14] سوُري پانئيان، سؤمرا! سَندوءِ،
ملڪ[15] ماروءَ جي آهيان، جور[16] نه ٿيان جوءِ،
سو قلبُ ڪوٽ نه هوءِ، جو هُتيجَنِ هَٿَ ڪيو.“§

٩

ڪَريو مُهاڙ مَليرَ ڏي، اِيائي آهي،
جا مَٿي ڏِنيَس مارُئين، سا لوئي نه لاهي،
سؤمِرا! ساهي، سَٽيءَ[17] وِجهه مَ سَنگهَروُن[18].

١٠

ڪَيمِ مُهاڙ مَليرَ ڏي، مَٿي ڪوٽَ چڙهي،
نتُ نهاري ڏيهَ ڏي، ڳوڙها پيمِ ڳڙي،
نِڱي[19] ڪوُڪَ قلبَ مان، مَنجهان روُحَ رڙي،
ويڙهيَنِ وَري، ڪَرَ نه لَڌي ڪَڏهين!

١١

جي ڪَرَ لَڌائوُن، نه ٻَنديءَ ٻَڌُ نه سارِيو،
ماروُئڙَن آئوُن، جيڪُس[20] وِيَس وِسري!

١٢‡

ٻَندي[21] پيا قَرارِ[22]، اَسين لوچوُن[23] لوهَ ۾،
مَٿي لَنَ ترارِ[24]، سَدا سانيڙَنِ[25] جي.

---

١- هتيجي (ٿر جي) ماڻهن سندي يا آڌار ٢- اُجهو ٣- سماءُ، پروڙ ٤- چوي ٥- مائٽ
٦- ملول، اُداس ٧- خوشبون ٨- سرهاڻيون ٩- ٽڙا پڙا ١٠- تيل لائي ١١- لاڏ ڪوڏ، ناز نخرو ١٢- مٿهن ١٣- رويو، ايئن چوي ١٤- فرحت، سک ١٥- ملڪيت ١٦- زوريءَ
١٧- ڇڪي ١٨- زنجيرون ١٩- نڪتي ٢٠- شايد ٢١- ٻانڌي، قيدي ٢٢- آرام ۾ ٢٣- بي آرام يا وياڪل رهون ٢٤- سک جي ترار ٢٥- سڏيا ليندڙن (مارن).

*جن جا قلب درد کان زبون ٿيا پيا آهن، سي تيل مکي، سينگار يا ناز نه ڪنديون.

§ اُها دل، قلعي ۾ قابو نه رهندي، جا هُتي وارن (مارن) قابو ڪئي آهي.

‡ پيا قيدي آرام يا قرار ۾ آهن، پر اسين زنجيرن ۾ ماندا آهيون. منهنجي جسم مٿان هميشه مارن جي سک جي ترار سوار آهي.

*١٣

لِنگَڙِيارِي[1] لوءِ[2] ۾، جِنيِن لَءِ تِياسِ،
لِنيِن تَر جيترو، پَلڪَ نَہ پُڇِياسِ،
جَھروڪَنِ[3] جھوريو هِنئون، ڪونِيُنِ آئُون ڪُنِياسِ،
مارُنِ[4] مُنجھ مُياسِ، ناتَ ماڙِيُن مارِيَس ڪِينَ ڪِي.

١٤

ماڙِيُن مارِيُس ڪِينَ ڪِي، مُيَس مارُنِ لاءِ،
ڪَرَ[5] لَهَندا ڪَڏهِين؟ مُنهِنجي اَچِي، ماءِ!
سانِيِڙَنِ[6] سَداءِ، وِيئو واجَھ وِجھي هِنئون.

١٥

وِيئو واجَھ[7] وِجھي هِنئون، پَرِ ۾ پَنوَهارَنِ،
اَتَ[8] اُڪَنڊِيي[9] آهِيان، پاڻُرَ ۽ پِرِيَنِ،
ڪَرِيان ٻِي نَہ ڪَنِ، وِيندِيَس وَطَنَ سامُهِين.

١٦

وِيندِيَس وَطَنَ سامُهِين، مَليرُ مُنهِنجو ماڳُ،
ڏُکُ[10] چوُنڊِيندِيَس ڏِيہَ ۾، ساڻُ سَرَتِيُنِ[11] ساڳُ،
نَہ مُون سَنئون سَياڳُ[12]، جي وِڄهِي[13] تِيان وَرَ ڪِي.

١٧

جي وِڄهِي تِيان وَرَ ڪِي، نَہ سَياڳُوم[14] سَنئون،
نِتَ نِتَ آهِ نَئون، مُون کي پَسَڻُ پَنوَهارَنِ جو.§

١٨

آئُون ڪِئَن ڇَڏِيان، سُومرا! تِنِ پَنوَهارَنِ پَچارَ؟
جَڙَ[15] جِنيِن جِي جانِ ۾، لَڳِي رِءِ لُهارَ،
مِيڙُون مَحبَتَ سَندِيُون، هِنئڙي مَنجھ هَزارَ،
پَڪا ۽ پَنوَهارَ، ڏِني مُون ڏِينهَن تِيا!

## وائي

مُون مَرَ ڪَسيجاهَه[16]، مُون مَرَ ڪَٺيجاهَه[17] لوئِي، مِيان عُمرَ!
ساڻُ پُلاهَ نَہ پاڙِيان، سَندي ڏُونرَنِ[18] ڏوئِي،
ڪانڌُ نَہ ڪَندِيَس ڪو ٻِيو، مُون وَرُ مارُو سوئِي،
کوءِ سِي طعامَ لِيئَنِ[19] جا! وَرُ سا ڏُونرَنِ ڏوئِي!
جھانگِي جو جَهنگَنِ[20] جو، سيڻُ ڪَميٽِيءَ[21] سوئِي.

---

١- لينگهون لوڏيندڙ ٢- جهان، ملڪ ٣- ماڙين ٤- مونجهاري، فڪر ٥- سار ٦- سانيڙن لاءِ سدائين ٧- ڳجهه ۾ ٨- نهايت سڪايل ٩- ٿر لاءِ ١٠- جهنگلي اَن ١١- ياجي ١٢- نيڪبختي ١٣- ٻتار ١٤- منهنجو ڀاڳ ١٥- ميخ ١٦- ڪسجاڻ ١٧- ڪٽجاڻ ١٨- ڪاٺ جي ڪيوي ١٩- ٿين ۾ لڙيل طعام ٢٠- جهنگ ۾ گهاريندڙ (مارو، ڪيٽ سيٽن) ٢١- سوئي ڪميٽيءَ جو پرين آهي.

*جن لاءِ هن جهان ۾ لينگهون لوڏي، پنهنجو حال فقيراڻو ڪيو آهي، تن هڪ ساعت بہ مونکي اچي نہ پڇيو آهي. محل جي ماڙين منهنجي دل کي جهوري وڌو آهي ۽ ڪوٺين مونکي کهي فنا ڪري ڇڏيو آهي. مان مارن جي مونجهاري ۾ مٽي آهيان، نہ تہ ماڙين مونکي ڪين ماريو آهي.

§ پنوهارن کي روز روز پسان، تہ بہ اهو پسڻ مون لاءِ نئون نئون آهي.

## سر مارئي - داستان چوٿين جو سار

مارئي پنهنجا وار نہ ٿي ڌوئي يا سينگاري. هيءَ ويڳس، ويڙهڻ کي ساري، سارو وقت هنجون پيئي هاري ۽ عمر جي انصاف تي آرمان پيئي ڪائي. هوءَ محلن ۾ ماندي آهي ۽ منهن ملول اٿس. سندس چت، مارن جي اڪير ۾ چور ٿيو پيو آهي. ڪوئين ڪيس ڪهي ڇڏيو آهي؛ مارن جي محبت جون ميخون، سندس هنئين ۾ هزار آهن. هوءَ وطن ڏانهن منهن ڪري، ڳچ پيئي ڳاڙي؛ ۽ وقت بہ وقت سندس قلب مان ڪوڪ نڪريو ٿي وڃي. سندس قلب، ڪوٺن ۾ قابو ٿي نہ ٿو سگهي. عمر سومري، هن ستيءَ کي اجايو سنگهرون وڌيون آهن. هوءَ اميراڻن سهڻن کي سوري ٿي سمجهي. عمر کي چوي ٿي تہ ”مان ماروءَ جي آهيان، زوريءَ لنهنجي نہ ٿيندي‌س.“ ”ملڪ ماروءَ جي آهيان، جور نہ ٿيان جوءِ.“

•

## داستان پنجون

١

سونهن وڃايم، سومرا! مارو مس مڃين،
ڏنگا ڏاڏي پوٽين، ڪن ڏنا، کي ڏين؛
جي مان لوهَ لاهين، تہ ڪوٺن ۾ ڪين هُئان.

٢

سونهن وڃايم، سومرا! ميرو منهن ٿيوم،
وڃڻ لت پيوم، جت هلڪُ ناه حسن ري.*

٣

سونهن وڃايم، سومرا! سکر جهڙي سونهن،
دل ۾ ڏکي دونهن، منهنجو منهن ميرو ٿيو.

٤

سونهن وڃايم، سومرا! هتي اچي هاڻ،
ڪٿ لهنديم ڪاڻ؟ حسن مون هٿ ويو!

٥

سونهن وڃايم، سومرا! ڪيڏانهن ويم ڪمالُ!
وڃان ڪٿ وطن ڏي، هڙو وني حالُ؟
جي مان ڏين جمالُ، تہ پسان منهن پنوهار جو.

٦

سونهن وڃايم، سومرا! وطن وڃان ڪيئن؟
حسن ڏاران هيئن، پسان ڪٿ پنوهار کي؟

٧

سونهن وڃايم، سومرا! پسان ڪٿ پنوهار؟
ڏٽي جا ڏزار، لنهن رءِ روءِ رڇڻ ناه ڪو.

---

١- مشڪل ٢- قبول يا سوڪار ڪن ٣- طعنا ٤- سؤٽين ٥- منهنجا زنجير ٦- لعل (جام لماچيءَ جي پاءِ جام اوڍي جي ڌيءَ، جا حسن ۾ لاثاني هئي.) ٧- دونهي، پنيت ٨- عيب ٩- ڪماليت (سوڀيا ۽ سونهن جي) ١٠- سندرتا ١١- سونهن کان سواءِ (هتي اشارو سيرت ڏانهن آهي) ١٢- پسند ڪئي ١٣- ڏنار (ڪيت سين) ١٤- لنهنکي (مارئيءَ کي) ١٥- منهن يعني سوڀيا بنا ١٦- فرحت.

*اشارو هي آهي تہ نوراني ولايت ۾، حقيقي جمال وارن کي ئي جاءِ ٿي ملي.

٨

سُونهَن وِڃايَم، سُومِرا! عُمَرَ[1] ٻَڌَسِ اَسيرَ،
مارُو مَنجهه مَليرَ، مُون سين هِتِ هِٺَن ٿيو!

٩

سُونهَن وِڃايَم، سُومِرا! ڏيندِيَسِ ڪِٿَن قَبُولُ؟
ڪونهي سُهڳُ[2]، نه سُولُ[3]، ٻُوڇي[4] مُنهَن ٻَنوَهارَسين!

١٠

سُونهَن وِڃايَم، سُومِرا! ڪونِيين[5] اَڇي ڪالَ[6]،
ڪِين پَسَندِيَسِ پالَ[7]، حُسنُ مُون هِتِ وِڃو.

١١

تن مُنهَن[8] موچارا مارُئين[9]، مَليرُ جنين ماڳُ،
ناقِصَ[10] نَوازي[11] گهڻا، سَندو تن سَياڳُ[12]،
اَگِهڻ مُون اَياڳُ[13]، حُسنُ لئي هيڻن ٿيو!

١٢

ڪونهي قادرُ[14] ڪو ٻِيو، اُنين جو اَياڳُ[15]!
'قُل لَّن يُّصِيبَنَا اِلَّا مَا كَتَبَ اللّٰهُ'[16] اِيءُ مَعذِرَتَ[17] ماڳُ،
سَيوني[18] سَياڳُ[19]، مارُئيءَ مُساوي ٿيو.

وائي

مَنجهه رَهي مَليرَ، هاري[20]! مُون ڪره[21] ڪيو؟
مُون هَٿان، مُنهنجا ڏَٽي! سَهَسين ٿيا صَغيرَ[22]،
ٻَکي مَنجهه ٻَنوهارَ جي، ڪوڙين ڪِيمَ ڪَبيرَ[23]،
تُون ڏِنين، تُون ڏَٽي! دِلاسو دِلگيرَ[24]،
ٻُڙو[25] لاهِ مَ پاڇهَ جو، مُون ٽان، مُنهنجا پيرَ!
ٽَڏيُون وَليُون ٽَرَنِ ۾، ڪوڙين ڪِرِڙَ[26] ڪَريرَ.

## سر مارئي - داستان پنجين جو سار

مارئي، محل ۾ اچي، پنهنجي سکر جهڙي سونهن وڃائي آهي. منهن ميرو ٿيو اٿس ۽ دل ۾ درد جي دونهي پيئي دکيس. کيس مولي وچڙو آئي آهي، "جت هاڻ ناهي حسن ري." هن پنهنجو جمال ۽ ڪمال ٻئي وڃايا آهن. انهيءَ ڪاڻ سان، هوءَ پنهنجي ڪانڌ وٽ ڪئن ويندي! ٻنوهارن وٽ ٻُوڇي منهن سان وڃڻ ڪونهي. مارن جي ملڪ ۾ حسن جي درڪار آهي. مارو مٽيئي منهن موچارا آهن، جنجي جمال ۾ ڪا ڪاڻ آهي، سي وٽن قبول ناهن. خدا جا پيارا نه نسورو نور آهن. سندن حضوريءَ ۾ اهڙو ڪوبه نه ٿو اگهي، جنهن جا ڪم ڪچا آهن. جيسين انسان ٻاڻ اجاري، ٻاٽکي سوپياوان نه ڪيو آهي، تيسين هو دنيا جي قيد ۾ ڦاٿو آهي، ۽ روحاني مليرَ کان محروم.

---

١- قيدياڻي ٢- سهاڳ ٣- فرحت ٤- ڪوجهي، بدنما ٥- ڪولين ۾ ٦- ڪالهه ٧- ٻاليون، نوازشون ٨- نوراني چهرا ٩- مارن جا ١٠- عيبدار ١١- نوازش ڪري ١٢- نيڪبختي ١٣- لنهڪري ١٤- شڪتيوان ١٥- بدبختي سندس طرفان آهي ١٦- چؤ ته ڪابه مصيبت اسانکي نه رسندي، سواءِ انهيءَ جي، جا الله اسانجي حق ۾ لکي آهي ١٧- عذر جي واٽ ١٨- سموري تقدير (ڀاڳ، لوڙي اياڳ) ١٩- هڪجهڙو ٢٠- اي نادان، اي وسوڙي! ٢١- ڇا ٢٢- ننڍا گناه ٢٣- وڏا گناه ٢٤- دلگير کي ٢٥- مندڀيءَ جو ٻڙو (همت) ٢٦- هڪ قسم جو ڪرڙ.

## داستان چهون

١

جهڙي آيس جيئن، جي لهڙي وڃان لن ڏي،*
نه لالائيءَ[1] جا، لطيف چئي، ڪرمندن اُنا ميهن،*
ماڙيءَ لڳم مهڻو، سڀ[2] جماندر[3] سيڻن،
ليس ڪاٽياري ڪانڌ جي، هتي اچي هيڻن،
ڪنڌ ڪڻنديس ڪيئن، منهن مارُوئڙن جي؟

٢

جهڙي آيس جيئن، جي لهڙي ملان لن ڪي،
قران ڦر چاريان، هئڻون چشم هيڻن،
وڃان ڪئن وطن ڏي؟ ڪاڻ لهنديم ڪيئن؟
مُندائتي[4] ميهن، سونهان سرلين وچ ۾!

٣

جيڪر ڪين جيان، جاڙ[5] جيان تي، جيڏيون!
اکيون، منهن ملير ڏي، ڪهڙو نڪ[6] نيان؟
ڪنهن کي ڏوهه[7] ڏيان؟ اڳهين[8] منهنجي انگ ۾.

٤

هيڪ جئن نه جاياس، پيو جاپندي جي مران!
گهنگهر[9] گهڻو ليلس، جاپي[10]، مارُوئڙن کي!

٥

هيءُ منهن ڏٺي اِنّ[11]، لون وهه[12] ڪاٽي نه مرين؟
تان جي ملير جائيون، لو[13] سين سنگ[14] نه ڪنّ،
لون ڪئن منجهان لنّ، پاڻ ڪونائين؟ مارُئي!

٦

سيل[15] پڇڙ جي، سومرا! مون کي مت[16] م آڇ، مير!
تورين گهٽين ڏينهڙين، وينديس هُت، همير[17]!
مڇرط منجهه، ملير، ڪڏ متانهون[18] نه ڪٽان.

٧

عمر! ٻن جيو[19]! ڪوءِ منهنجو! سومرا!
جا ٻر نه پنوهارن[20] جي، مون سين لٽن ليو!
وئي منهن ڪهو[21]، وڃان وطن سامُهين؟

٨

م[22] سهپي مارُئي! مُئي! م جائي!
جنهن اچي امرڪوٽ ۾، لوئي لجائي!
جا سانگين[23] سيڏائي[24]، سا ڪين مرڪي ماڙين!

٩

باالله[25] آهيان بند ۾، ڏُئان تي ڏير[26]،
ويڙ[27] وراڻي ناهه ڪا، سومرو سبر[28]،
ميان[29]! مهربان ڪرين، الاهي[30]! عمر§

---

١- ڳاڙهاڻ، سرخي (سرخروئي) ٢- ساري جمار ٣- ٽائين ٤- برسالي موسم ٥- اَجايو ٦- ڪٽي وڃان ٧- اَصل ڪان ٨- قسمت، تقدير ٩- مونجهارو، پريشاني ١٠- جمي ١١- ڪڏ ۾ وجهي ١٢- زهر ١٣- نه جيڪو ١٤- ناتو، سنبنڌ ١٥- ست، پاڪدامني ١٦- نصيحت، صلاح ١٧- اي اَمير، اي حاڪم! ١٨- متان ١٩- جيوت ٢٠- ريت ٢١- ڪهڙو ٢٢- نه پيدا ٿي ٢٣- مارن ٢٤- موهت يا مفتون ڪئي ٢٥- خدا جو قسم ٢٦- لوئي، ڪٿي ٢٧- ڪيڙ پيڙ، سوال جواب ٢٨- جبرو، زبردست ٢٩- اي مالڪ (خدا) ٣٠- يا اَلله!

*جهڙي پاڪدامن هتي آئي هيس، تهڙي جي مارن وٽ موٽي وڃان نه اُتي جڻ لالاڻ (منهن جي لالاڻ يا خوشيءَ) جا مندائتا ميهن وسي وڃن. (مارن جا منهن ٻهڪي پون).

§ يااَلله! تون شل عمر سومري جي من ۾ مهر پيدا ڪرين.

ويڙهِ پَسان سو وَرُ، جيڏانهن عالَمَ آسرو!*

١٠

اَلا! اِئَن مَ هوءِ، جِئَن آئُون مَران بَندَ ۾!
جُسو زَنجيرَنِ ۾، رائو ڏينهان روءِ،
پُهرِين وَڃان لوءِ، پوءِ مَرُ پُڄَنمِ ڏينهَڙا!

§١١

آئُون بَنديائي بَندَ ۾، ڪِ ڪِي پِيَسِ بَندِ؟
مُدهِين لَکو مهڻو، ڪِ مُدهِين ڪَڙو ڪَندِ؟
مَران جي هِنَ هَندِ، تَه نِجاڻ مَٺُ مَليرَ ڏي.

١٢

واجهائي وَطَنَ کي، ساري، ڏِيان ساهُ،
ٻَٺُ مُهِنجو بَندَ ۾، قَيدِ مَ ڪَريجاهُ،
پَرڏيهيائي پِرينءَ ري، ڏارَ مَ ڏَريجاهُ،
ٿَڌي وَسائِجاءِ ٿَرَنِ جي، مٿي مُئيءَ مَٽاهُ،
جي پويون ٿِئي پَساهُ، تَه نِجاءِ مَڙهُ مَليرَ ڏي.

١٣

واجهائي وَطَنَ کي، ساري، ڏِيان ساهُ،
هِيُ سَرُ ساڙِيَهَ سامُهون، مُنهِنجو نِجِ، مِيانِ!
مُقاميائي مارُئِن، وَڃي تَرِ تِيانِ!
مُيائي جِيانِ، جي وَڃي مَڙهُ مَليرَ ڏي.

١٤

واجهائي وَطَنَ کي، آئون جي هِتِ مُياسِ،
گورَ مُنهنجي، سوُمرا! ڪَجِ پَنوهارَنِ پاسِ،
ڏِجِ ڏاڏاڻي ڏيهَ جي، مَنجهان وَلڙِيُنِ واسِ،
مُيائي جِياسِ، جي وَڃي مَڙهُ مَليرَ ڏي.

١٥

ڳِچيءَ ڳانا لوهَ جا، زيرِيُون ۽ زَنجيرَ،
پيڪڙا پيرَنِ ۾، ڪوٺِيُن اَندرِ ڪيرَ،
چارِي چوڳانَنِ ۾، واهيتَ ڪَنِ وَزيرَ،
چِنِ نه ڇَڃي آهيان، اَهڙِيءَ سَتَ سَرِيرَ،
مارُو جامَ مَليرَ! پُڄِ ڪِي پَنوهارَ کي.

١٦

چِنِ نه ڇَڃي هيسَ، ڪُڇِنِ آهيان ڪوٽَ ۾،

---

١- ويڙهين ۾ ٢- پتار ٣- جهان جو آڌار ۴- وطن، ساڙيه ٥- مون کي ٿي ٦- زنجير ٧- لاش، مرلڪ سرير ٨- ڪجاءِ ٩- ڌرجاءِ، رکجاءِ ١٠- مٿان ١١- وطن ١٢- مقام ۾ دفن ڪيل ١٣- قبر، تربت ١۴- وٽ ١٥- ولين ١٦- سرهاڻ، واس ڌوپ ١٧- جڏهن مري ڇُٽيس ١٨- لاش ١٩- ڳٽ، ڪڙا ٢٠- بيڙيون ٢١- بيڙيون ٢٢- ڪلا ٢٣- جاسوس، چوڪيدار ٢۴- ايوانن ٢٥- چوڪسي ٢٦- خوشيءَ سان ٢٧- ڪوٺيءَ ۾ ٢٨- اهڙي نموني ٢٩- مرضيءَ خلاف.

*مان ويڙهين ۾ وڃي پنهنجو پتي پسان، جو ٿي هن جهان ۾ منهنجو آڌار آهي.

§مارئي چوي ٿي ته ”مان ڪنهن قصور ڪري هن بند ۾ قيدياڻي ٿي آهيان يا مونکي زوريءَ بند ۾ وڌو ويو آهي؟ مان ٿي آهيان ڇا، جنهنڪي اهو طعنو لڳو آهي؛ ۽ مان ٿي آهيان ڇا، جنهنکي ڳچيءَ ۾ ڳٽ پيو آهي؟ اي عمر! مان جي هتي مري پوان ته منهنجو لاش مليرڏانهن ڪڻي هلج.“

اوٺيءَ سين، لطيفُ چئي، پيڙهيو[1] پڊان پيٽ[2]،
سَرَهيُون سي سَرَليُون، وَطنِ جنين ويٽ[3]،
اُڀ سَڀَجي[4] اَنَ سَسَنِ[5] جي، هِٽ رَچائين[6] ريٽ[7]،
ماڙيان شالَ مَليرَ ۾، مُندائتي[8] ميٽ!
ڏيهيا[9]! ڪجان ڏيٽ[10]، ڪا مَدَدَ[11] مون سين ماڙيين!

١٧

ڇَنِ نہ ڇَڄي آهيان، ڪُڇَنِ ۾ ڪوٺَنِ،*
ايندي پيمِ اُبَنا، ٻَڪِڙا پيرَنِ،*
هَٿَڙيُون[12] هَٿَنِ، ڄنگهُون ٻانهُون ڪاٺَ ۾!

١٨

هَٿين هَٿَڪَڙول[13]، هِنَڙي پيمِ هُڻَ[14] جا،
سانگي سارِيَمِ، سوُمرا! ڏاڍي[15] ڀاسي ٻولَ[16]،
باباڻَنِ سين ٻولَ[17]، ڪيمِ نہ ڪوٽَ وِهَڻَ جا.

١٩

زيرين ٻيڙيين[18] لوہَ ۾، ڳَتَنِ[19] ڪيس ڳاهُ[20]،
سَنڪي[21] سَندي سوُمري، هَڏ نہ چاڙهيمِ ماهُ[22]،§
سَرَليُون! دُعا ڪَجاهُ[23]، تہ پَرَمُ پارُوڙيءَ[24] رَهي!

٢٠

پَرَمُ پارُوڙيءَ رَهي، جنهن ۾ اَچي اَنُّ!
تہ پڻ وينتي وِنديان[25]، لوڙي پوُنسِ تُنُّ[26]،
غافِلِ رَکُ غَرِيبِ کي، عُمَرَ! مَنجهہ اَمُنُّ،
سَرَلِيَنِ ساڻُ سَمُنُّ[27]، آهِمِ اَني ميهنڙي[28].

٢١

آهِمِ اَني ميهنڙي، سَمُنُّ سَرَلِيَنِ ساڻِ،
ڪَنهن پَرِ لاهِيان ڪاڻِ، وَڃي وِڙِهَڻِ سين!

وائي

عُمَرَ! آئُون مَري تان نہ ڇَڏِيندي، لو!
مَٿي[29] ماروُئڙَنِ جي.
ميهڻين[30] اَني مارُئين، لالَنَ ساڻُ لَڏِيندي،
سِري[31] مُنهنجي، سوُمرا! ٽَرَنِ ڪينَ ٽَڪيندي[32]،
هَميراڻا[33] هَٿڙا، مَهَري[34] ڪينَ مَچيندي.

---

١- ڇڪيو ٢- ڪمر، ڇيلهہ ٣- وهڪ، منزل ٤- پيدا ٿئي ٥- گهيٽن ٦- ريڍائين ٧- وڏا وار ٨- مٺا ميوا ٩- اي ڏيهي! ١٠- درشن ڪرائج ١١- مدد ١٢- هٿڪڙيون ١٣- هٿڪڙيون، ميخون ١٤- مارن ١٥- ٻٽ جا رهاڪو ١٦- محبوب جي طرف ١٧- وچن ١٨- ڏيرين ۽ ٻيڙين ۾ ١٩- زنجيرن ٢٠- چورو ٢١- فڪر، ڳڻتيءَ ٢٢- ماس ٢٣- ڪجو ٢٤- ڪٿيءَ جو ٢٥- رفو ڪريان ٢٦- سوراخ ٢٧- وعدو ٢٨- برسالي مند ۾ ٢٩- ماٽي، خاڪ ٣٠- برسالي مند ۾ ٣١- سسي، لاش ٣٢- نہ ٽڪائيندي، ڀار نہ ڏيندي ٣٣- اميراڻا (عمر جا) ٣٤- استري (مارئي).

*پنهنجي خوشيءَ نہ، پر رنجيدگيءَ سان ڪوٽ ۾ آهيان، جتي اُٺ سان پيرن ۾ آڏيون اٽيون زنجيرون پيئون اٿم.

§عمر سومري جي فڪر ۾ مون پنهنجي سرير لي هرگز ماس نہ چاڙهيو آهي.

## سر مارئي - داستان ڇهين جو سار

مارئيءَ جي ڏٺيءَ ۾ اهائي آرادنا آهي ته "جهڙي ملير مان اُمرڪوٽ ۾ آئي هيس، تهڙي شل اُتي موٽي وڃان." ۽ ته:
"ڪند ڪٽنديس ڪيئن، منهن مارُوئڙن جي."
منڌائتي ميڻهن ۾، هوءَ جا جيڪر سرلين جي وچ ۾ سونهي، سا ڪوٽ ۾ ڪئن گهاريندي. هوءَ جمي، مارن لاءِ گهڻگهر ثابت ٿي آهي. اِنهيءَ ڪان ته وه ڪائي مري ها ته چڱو. جمندي ئي مري وڃي ها ته پنهنجي اباڻي لوئي نه لڄائي ها. هيئنر اِهائي آس اٿس ته:
"پهرين وڃان لوءِ، پوءِ مر پڄنم ڏينهڙا."
عمر کي چويٿي ته "جي وطن لاءِ واجهائيندي، آءٌ بند ۾ مران ته منهنجو مڙه ملير ۾ موڪلج ۽ اُنکي ٿر جي ولين جو واس ڏيئي، اُتي جي ٿڌي مٽيءَ ۾ لتائج."
"ٿڌي وسائجانءِ ٿرن جي، مٽي مٽيءَ مٿاه."

•

## داستان ستون

**١**

ڀنوهارن پابوهيو، وَرِيا واهُندا،
سارِيم سيڻ، سَيدُ چئي، گاڏيليوُن گُندا،
پڻن پِرِ هُندا، پِڪا پڙُ پٽار جا.

**٢**

ڀنوهارن پابوهيو، ڪي وَسَ واهُندَنِ،
لٿو سِيُّ، لَطيفُ چئي، بَدو قَڪُ قَرَنِّ،
اوءِ ٿا ڪورن ڪُنٽري، سَرڪيوُن! مٿان سَسَنِّ،
عُمَرَا! اَنّ اُڳُنڊري، پاسي ڪانڊَ ڪَتَنِّ،
پائُرِ ڏنيوُن پَنيوُن، نَندَنِ نوراپَنِّ،
ڪائُرِ ڪَٽيوُن خاصيوُن، اوُڇيوُن اُٿ اُڇَنِّ،
ڪَڏيو پيڄُ ڪَهَنِّ: "مَلير گُهرجي مارُئي!"

**٣**

ڀنوهارن پابوهيو، ڪي واهُندَنِ وَسَّ،
عُمَرَا! اُنهيءَ ڏيهَ جا، ڏوٿيُن ڏنم ڏسَّ،
وَليوُن، وَڻَ قُلاريا، لُلُرُ نڱيو لَسَّ،
آٽيو وِجهَنِ آهُرين، سَندا ڏوهَنِ تَسَّ،
ميوا، مَڇُرَ، ماڪيوُن، سَڀَ ڪا ڇڪَنِ چسَّ،
مارُيءَ وِهي مَسَّ، مَلير ويندي مارُئي.

---

١- مشڪيو ٢- موٽي آيون ٣- بهاري هيرون ۴- چوپائي مال جا گس ٥- سعدن قرن لاءِ جايون ٦- جهوپڙا ٧- موچاري ٨- ڪٺي ٩- وسڪارو ١٠- سيءُ، فڪر ١١- پير پختا ڪيا (مضبوط ٿيا) ١٢- چوپائي مال جي ٻچن ١٣- ڪورين ١۴- نرم اُن ١٥- گهيٽن لان ١٦- گوندر ڀنا ١٧- پٽارن جي پُر ۾ ١٨- ڪتين ١٩- پائر ۾ ٢٠- پنيءَ جي اُن ٢١- ڏائيندڙ قرن ٢٢- ڪائر ۾ ٢٣- اُڀجن ٢۴- پيچي ٢٥- چون ٢٦- ڏٺ لي گدارينڌڙن ٢٧- ٻور جهليو ٢٨- ياڄيءَ جو قسم ٢٩- لس ٿي لس اُڀريو ٣٠- ڪوندرين ۾ ٣١- ڏوهن جا ٿوڪرا ٣٢- ڪنديءَ جو ٻور ۽ سگريون ٣٣- سواد.

٤

آئين ڪي چاڙهين، ڏٿ ڏيهاڙي، سومرا!
سَٿا ڪيو، سَيد چئي، ساوَن سُڪائين،
مَنجهان لَنب، لَطيف چئي، چائُر ڪيو چاڙهين،
پُلاءَ نه پاڙين، عُمَر! آراڙيءَ سين.

٥

تن وَنهين ويڙهيچن ۾، سَدائين سُڪار،
چُنبڙيو، آئيو چاڙهيون، سَندو ڏوٿيَن ڏار،
جن جو ويڙهن سين وابار، سي ڏوٿي هُون نه ڏيرا.

٦

توري قوت قرارِيا، رَهَن سَبر سَٽ،
ڪتيءَ ۾ ڪَهُ پَکُليا، پُوٽِن آهڙيءَ پَٽ،
پَنوَهارَڪي پَٽ، پيهي پُڇ مَلير ۾.

٧

نَڪا جَهل نه پَل، نَڪو راڻُر ڏيهَ ۾،
آئيو وِجهن آهُرين، روڙيو رَتا گُل،
مارُو پاڻ اَمَل، مَاڙيون مَرڪٽو.

٨

مَڻِ لُبڪ لُبڪڙا، چڪندڙا اَچَن،
ڪُڙيُون ڪيهَ پَکُليون، پَگهر سر پيرَن،
اي وَڙَ ويڙهيچن، مُون لوڏان ٿي لَکيا.

٩

تن ساڻ وهين سَدَ مَران، ڏنگا جنين ڏار،
پَٽي ساڻ پَتار، پائُر پيرُون چُونڊيان!

١٠

پاڻهين پڇي پيهُون، رِءَ واهيمَت، رِءَ واڙ،
جوءِ ڪُشادي جيڏيين، مَلير موڪ مُهاڙ،
اَٽ اَباڻا جنهن جا، سا ماڙيءَ مون مَ چاڙهه،
جي اُڪنڊيون آراڙ، لوهَ لنين ڪي لاهيين!

١١*

دَرَ دَروازا، دَريُون، هاٿي هتي هو،
ڪوڙيين اَڏيان ڪيترا، لَنبو مَتان لو،

---

١- پڳ، ڪيو ٢- گاه جو قسم (اُن مان اَن ۾ پيدا ٿئي) ٣- اَن جو قسم ٤- چانور ٥- اَچن گلن سان هڪ قسم جو گاه ٦- شاهوڪارن، سُکين ٧- چونبڙيو ٨- ڏوٿين سان ڀريل ٽاري ٩- گهاٽن جهنگن ١٠- واهپو ١١- مسڪين ١٢- توري ڪاج لي ١٣- راضي ٿيا ١٤- پلا ١٥- ست ۽ سيل ۾ ١٦- ڏڌ سان ڀريل ١٧- گهمن ١٨- اَهڙيءَ ريت ١٩- پنوهارن جي آبرو ٢٠- محصول ٢١- ٽارين ٽان پٽيو ٢٢- ڳاڙها گل ٢٣- اَملهه، بي بها ٢٤- سندن ملير ٢٥- مرڪندڙ، ٽهڪندڙ ٢٦- ڪارا ٢٧- ننڍا ڪارا ٢٨- پگهر چڪائيندا ٢٩- پيرن لي ٣٠- نشان، پتا ٣١- لوڏ مان ٿي ٣٢- سهي ڪيا ٣٣- جار جي وڻن ٣٤- ٽارين ٣٥- گهمي ٣٦- سواء نگهبانيءَ جي ٣٧- سواء لوڙهي جي ٣٨- کليو ميدان ٣٩- ڪشادو ٤٠- آڱڻ ٤١- سڪندڙ ٤٢- آراڙيءَ لاء.

*(هي لفظ، عمر، مارئيءَ کي ٿو چوي.)

جي مُلِ نه آيا، مارُئي! لنئين لَڙُ مَ رو،[1]
ڪوڪَٽُ آهي ڪو، پُسيءَ[2] پَنوهارَنِ[3] ۾.

*۱۲

سَنهيءَ[4] سُٿيءَ سِبيو، مون مارُوءَ سين ساهُ،
ويٺي سارِيان، سومرا! گولاڙا ۽ گاهُ،
هِنئون مُنهنجو هُتِ[5] ٿيو، هِتِ مِٽيءَ[6] ۽ ماهُ،
پِڪَن مَنجهه پَساهُ، قالبُ[7] آهي ڪوٽَ ۾.

*۱۳

سَنهيءَ سُٿيءَ سِبيو، مون مارُوءَ سين مَنُ،
هَٿيءِ ڪَڪا حِلمَ[8] جا، تَهَ[9] وِڌائين[10] تَنُ[11]،
ڪِڱن لوپايان ڪَنُ، اَباڻي اَبرَ[12] ري؟

۱۴

پاڇاهيءَ[13] نه پاڙِيان، سَرَ ليئون! سُٿيءَ ساڻُ،
پَڪي اُگهاڙَنِ کي، ڪين پَڪيائين پاڻُ!
ٻِيهَر[14] جاڃي جاڻُ[15]، اِبرَ جي اوصافَ کي!§

وائي

رُنڌي[16] راتِ وِهاءِ[17]، مون کي روئيو راتِ وِهاءِ،
عُمَرَ! مِيان سومِرا!
آئون بَنديا ڻيءِ بَندَ ۾، ڪِ ڪي بَندِ پيا؟
مون کي ڏيهان[18] نڪري، ٻه تو ڪَ تِيا[19]،
هڪُ عُمَرَ مَنديا[20] مامرا، ٻيو مارُوءَ تَر تيا،
عُمَرَ! بَنديا ڻين سين، جورو[21] تو نه جُڳاءِ[22].

## سر مارئي - داستان ستين جو سار

مارئيءَ جي اکين اڳيان ٿر جو نظارو پيو ڦري. واهوندا وريا آهن ۽ هينئر سندس پنار جا پڳا، پٽن پر هوندا. پنوهار جي چپن تي مرڪ هوندي. ڇاريليون پنهنجن ڪانڌن جي پاسي ۾ ”ان اڳندري“ ڪتيندڀون هونديون. وليون ۽ وڻ ڦولاريا هوندا ۽ مارو سيڪا چش ونندا هوندا. سندن قوت آراڙي ۽ ساوُن آهي، جنهن سان هو پلاءَ به نه ٿا پاڙين.

”ونهين ولڙيچن“ وٽ سدائين تڪار آهي. ”نڪا جهل نه پل، نڪو راڻر ڏيهه ۾.“

ست ۽ سيل ۾ اُمت آهن. جهڙو آهي سندن ”ملير مرڪٽو“ لهڙا آهن ”پاڻ اَمل“. هو آهن ”ڪيه پڪليا“، پر سندن لوڏ لکن جي آهي. ساڻن، مارئيءَ جو ساه، سنهي سٿيءَ سان سبيل آهي. قالب ڪوٽ ۾ اٿس، پساه پکن ۾. ”پکن منجهه پساه، قالب آهي ڪوٽ ۾.“

---

۱- مور نه، پٽيءَ نه ۲- هل هنگامو، ويڏن ۳- پسيءَ لي گذران ڪندڙن ۴- سنهي سٿيءَ سان (پختو) ۵- مٽيءَ جو بت ٦- ماس ۷- بدن ۸- لوپا ۹- حليمائي ۱۰- لهن ۾ ويڙهيائين (ماروءَ) ۱۱- جسم ۱۲- سٿيءَ ۱۳- پادشاهي ۱۴- ٻيو دفعو جمي ۱۵- ڳڻن ۱٦- روئندي ۱۷- وهامي ويٺي ۱۸- ڏيه مان ۱۹- مندون، وڻون (ڳالهيون) ۲۰- حرفتون رٿيون ۲۱- جور، ظلم ۲۲- جڳائي.

*(مارئي، عمر کي جواب ٿي ڏئي.)

§ٻيو دفعو جنم وٺي، سٿيءَ جي ڳڻن کي سڃاڻ. (جا ٻين کي ڍڪي ٿي، پر پاڻ نه ٿي ڍڪي.)

# داستان ٽئون

١

ڇڙن، ڇُڪن ڇت ۾، وساريان، ڪين وري!
'ڪنان عهد الست' جي، ڪي ٻهائين ٻري،
'لم يلد و لم يولد'، مارئي ڪوه ڪري؟
اڄ ڪِ ڪالهه مري، ساري سانيڙن کي!

٢

ڇڙن، ڇُڪن ڇت ۾، وساريان، ڪين وري!
جن تي ٻي پياريو، مڄهان سڪ سري،
ونهين ويڙهين جي، سنائن سري،
ٽرن ٽوڪ ڏري، اُني ويڙا اُکري.

٣

ڇڙن، ڇُڪن ڇت ۾، وساريان، ڪين ورن!
'ليس ڪمثله شيءٌ'، پسڻ ناه پرين!
پکا پنوهارن، نيٺي اَڌيا ناه ۾.

٤

ڇڙن، ڇُڪن ڇت ۾، گهارن مٿي گهٽ،
ڪه ماندائن، مڪڙي، ٻوئن پاسي ٻٽ،
پنوهارڪي ٻڪڙين، وڃي ڪريان وٽ!
ساڙيه سامهين سٽ، ڪنديس پڇي ڪڙن کي.

٥

ڇڙن، ڇُڪن ڇت ۾، ڳرن منجهه هنئين،
لطف تيون، لطيف چئي، مهر ڪي مين،
ڏکيءَ کي ڏئين، سرهايون ساڙيه جون!

٦

ڇڙن، ڇُڪن ڇت ۾، سدا منجهه سرير،
لڌي ڪنهن لوءِ ويا، مارو منجهه ملير،
وينئي ٻوڄيان ٻير، مان ملئم ڪڏهين!

٧

ڇڙن، ڇُڪن ڇت ۾، رهيا اندر روح،
اُني ويڙا اُکري، مارو مٿي موه،
ويرون ولوڙڪ جون، ساريان گهڻو صبوح،

---

١- ياد پون ٢- چمڪن، وسن ٣- من ٤- نه وري، نه سري ٥- ڪان ونئي ٦- الست جي انجام ٧- يا اُن ڪان به اڳ، ٨- خدا نڪي جڻي ٿو، نڪي ڄائو آهي (ق-ش) ٩- اڄ يا سڀان ١٠- اوجل جل، ڪير، لسي ١١- سڪ جي چمڻي مان ١٢- ماندائن، ٻڪن تي ١٣- لڳي ١٤- آستانن لي ١٥- سامان سرو ١٦- مينهن جي منڊ ۾ ١٧- ٻاهر نڪري ١٨- ور (پتار) جو جمع (عزت وچان) ١٩- ڪا به شيءِ هن (خدا) جهڙي ناهي (ق-ش). (مارئيءَ لاءِ سندس پرين لاثاني آهي.) ٢٠- سڄ (عاشقن جا آستان نابوديءَ ۾ آهن) ٢١- گهارين ٢٢- گس ٢٣، ٢٤ ء ٢٥- ٿر جا گاه ٢٦- ٻوئين ٢٧- ٿر ۾ ٢٨- پنوهارن جي ٻڪن ۾ ٢٩- نون ميون ۽ اناجن جي منڊ ٣٠- وطن ڏانهن ٣١- ڪاه ٣٢- زنجيرن ٣٣- ياد پون ٣٤- ڪٺي ٣٥- مالڪ ٣٦- خوشيون ٣٧- ملڪ ٣٨- مهاڙ، ميدان ٣٩- مهلون ٤٠- ڏڌ ولوڙڻ.

وَرُ سي ڪارا ڪوهَ، سِنجيمِ جي ساڙيهَ جا!

٨

وَرُ اُهائي ويرَ، جڏهن ڏکُ ٽَسي ٽڙ آيو!

سَرَليُنِ ڏُٻُ مُبيلَ ڪيو، اَڳِلا ٻوڙي ٻيرَ،

هنئون اُنِ جي هيرَ، تو جهڄي جهروڪنِ ۾!

٩

ٻيرَ ڪنياڻون ٻَرَ ۾، پيا رينِ ٻهوُن،

سنجهن سانيڪن لي، وڏيءَ ويرَ وهوُن،

پايو جَرُ جندَنِ ۾، ڪوڏان ڪَنّ ڪهوُن،

ڏينهان ڏينهن نئون، مون کي وِرهُ ويڙهڻ جو.

١٠

آڏيءَ اُتَنِ لي، جيلان پاٽي پاتارَ ۾،

وارو ويسرِيُنِ کي، ڏينهان ڪونه ڏٺي،

مون ڪميٽيءَ کي، مَتان ڪوهَ ڪٽي وِيا!

١١

سَرَليُنِ سِدڄڻُ ڇڏيو، سَنيُنِ ڳالهه سُئي،

ماريڄي مانڙيُنِ ۾، ڪَڏهن ڪانَ هُئي،

عُمَرَ! آنُ نه مُئي، لَنَ اوپاڻيان اکين!

١٢

پيءُ جي پوٽَنِ، پيچ پٽڪو نه سُٽان،*

سنجهڻ واريُون سُنيُوُن، وَچي ويڙهه وَرَنّ،*

پيا سيٽ سَڙَنِ، تُرهي ٻهين ڪنديين.

١٣

سَبِ نه وَچي سُنيوُن، اَچا ڪي سِنجَنِ،

پيو، سي پهَرِ، جي اَچانڄي آيُون.

١٤

ٻُري نه ٻَڪَرَ دانهن، پوڙ پٽڪو نه سُٽان،

ميان! مارُو ٽِڙَنِ جا، اوٽا ڏسان آنهن،

جن سانيڪا سنجيا، سي، ڏٺي! ڪيڙءَ ڪانهن؟

پَکا کٽي پُرانهن، جيڪُسِ لَڏيو لوٽڙ ياريين.

١٥

سنجي سِنجي ڪوهڙا، ويڙهي وِيا وَرَتَ،

١- پاٽي ڪڍيم ٢- مهل ٣- اَچانڄي ٤- ٽڙ لي ٥- جهجهو، مڙ ٦- روزمره جي ورلڻ ٧- محلن ٨- ڪوه ٩- ٻڪريون ١٠- پاٽي ڪڍن ١١- سٺ پره (لي سؤ فوٽ) اونها ڪوه ١٢- اَسر جو ١٣- ڙالون ١٤- جل، پاٽي ١٥- ڏولن، ٻوڪن ١٦- ڪوڏ مان ١٧- ڪيهون، آواز ١٨- فراق ١٩- جڏهن ته ٢٠- پاتال ٢١- غافل اِسترين ٢٢- ٻڌي ٢٣- مان ٢٤- اوپالن يا مهڻن ڪان ٢٥- اَڳيئي ٢٦- اَسر جو ٢٧- پره ڦٽيءَ جو ٢٨- ويڙهه ۾ ٢٩- ورن يا گهوٽن وٽ ٣٠- رسا ٣١- ڪوه ٣٢- ٻهي ڪندين لي ٣٣- پاٽي پيئو ٣٤- مال سان ٻهرن ٣٥- ٻڌجي، وڃي ٣٦- پوٽيءَ جي ڦرڻ جو آواز ٣٧- خالي ٣٨- حوض ٣٩- ڪيڏانهن ٤٠- پري ٤١- شايد ٤٢- لوٽي ٻڪيندڙن (مارن) ٤٣- نوڙيون، رسيون.

*جي اَسر جو پاٽي پريندڙيون هيون، تن جو پٽڪو نه ٿو لي سٽان. اُهي وڃي پنارن وٽ سٽيون آهن.

ميان! ماروئڙن جي، مون کي هنئڙي ۾ حيرت،
ڇڳڪن اندر چت، سانيڙا، ساڻ وهيون.

کوهر، ٿوهر، ٿر ۽ جت سانيڪا ۽ سٿيون،
چارڻ اُت چاهه مڃهان، پاسي ڦوڳن ڦر،
ڪئن لهندم ڪر؟ جئن مارو پاڻ آباريا.

عمر! تيم آبار، ورهه وٽيان ڪن سين؟
ڏوٿيڙا ڏور ٿيا، لڳان جن لنوار،
سنائون سنگهار، کوهن تان ڪڍي ويا.

مون ماڙيءَ جو، سومرا! ڀنڀن پارين ڏک!
هت عمر جو اُهڪ، هت مارو ڏينم مهڻا!

ڪنڌ لنگهيندي ڪاڻ، ڀيم ڀنوهارن سين،
الي عبداللطيف چئي، رنو سڀ رهاڻ،
هن هيٺائيءَ هاڻ، منهن مٿانهون نه ڪيان.

وائي

پرچڻ شال ڀنوهار، ٻولا! مارو مون سان، لا!
مون موڙائين مڏيون، آهن سيڻ ستار،
عيبن ڀري آهيان، ستر ڪج، ستار!
انا مينهن ملير ۾، ترٿر ٿيو لدوار،
پائي آيس پاند ۾، اوڳڻ عيب آپار.

## سر مارئي - داستان اٺين جو سار

مارئيءَ جي چت ۾ پل پل ماروئڙا پيا چڙکن ۽ اُهي وسارڻ سان به نه ٿا وسرنس. مارن جي صحبت ۾ ڪئين نه سک منجهان پلر جا پيالا پيتا هوائين! سندس دل ۾ هينئر اِهائي آس آهي ته:

"ڀنوهارڪي ڀڪڙين، وڃي ڪريان وٽ!"

اُسر جو اُباڻي گهر ۾ ڪئين نه ڏڌ ولوڙيندي هئي ۽ ٿر جا ڪارا ڪوه سنجهه ويندي هئي! ڪئين نه تسيل ڏڻ کي ٿڙ لي پاڻي پياريندي هئي! سندس ساهيڙيون، جدبن ۾ جر پائي، ڪئين نه ڪوڏ مان کيهون ڪنديون هيون. هينئر ٿر جي سٿين، عمر جي ندوري هلت ڪان پوءِ، سنجهه ڇڏي ڏنو آهي ۽ کوهن جي ٻنهي طرفن لي سندن سيٽ پيا سڙن.

"سنائون سنگهار، کوهن تان ڪڍي ويا."

---

١- مارو ٢- چار جا وڻ ٣- ننڍا کوه ٤- وڻ جو قسم ٥- سٽ ڀرهن جا کوه ٦- رسيون ٧- چارين ٨- نڍين ٻوٽن ٩- مال جا ڦر ١٠- سڌ سماءُ ١١- مشغول، رڌل ١٢- مشغول ١٣- محبت ونڊيان ١٤- جنجي لدوار لي ١٥- مانڊاٽا ١٦- مارو ١٧- ٻنهي پاسي ١٨- اُهنج ١٩- جهوپڙيءَ جو ٻنگر يا لوڙهو اورانگهيندي، وطن جي ڪنڌ يعني وطن جا وڻ اورانگهيندي ٢٠- عيب، گهٽتائي ٢١- ساري راج ٢٢- هن عيب يا گهٽتائيءَ سان ٢٣- مٿي ٢٤- مون ۾ اَصل ڪان ٢٥- پرين ٢٦- پردو ڍڪيندڙ ٢٧- پردو ڍڪج ٢٨- پوي ٢٩- اوڳڻ.

## داستان نائون

۱

جھڙ ڦڙ جت ٿيا، ات اڏيائون پکڙا،
هن منهنجي حال جو، قدر نه ڪيٽا،
جيڪس آن وسريا، مارو قوت قراريا.

۲

جھڙ ڦڙ مٿي مارئين، جت جيھا، چاڙ، چڪ؛
اندر تو اج مري، ساه انين جي سڪ،
پيھون شال ٻھون پري، لٽان ڏيئي ٽڪ!
ور پريان سين ٻڪ، ٻيا پاڻ پريائي گھوريا!

۳

ڏلين پٽين ڏير، مھين، مارو ٿرن جا،
پائر سپ ٻچي پيو، گھر گھاريندي ڪير؟
ڪونيين لڱن ڪير، ملين منجھي مون هنئون.

۴

هن منڌ مارو سنرا، ويڙهين وڳ وارين،
ڇيپا ڇيڪاريو چيلڙا، پٽين ٻھرائين،
نيڻ منهنجا ان ڪي، جھجھو جر هارين،
ٽاڙا ٽنوارين؛ مينهن وسندا، موٽ ٽون.

۵

هن منڌ مارو سنرا، ڪاٿر ۾ خوشحال،
سائون، سيارچ، مکٽي، جيڏيون! آٽن جال،
سٿيءَ جي، سيڌ چئي، ڪا ماڙيه منجھ سنيال؟
لڱن تان، لطيف چئي، لوئي لاه م، لال!
پلو ڪندو پال؛ مينهن وسندا، موٽ ٽون.

۶

هن منڌ مارو سنرا، ڍنگر ڍار رهن،
پاٽي ٻوڄ پٽن ۾، ٻکي پانڌ پين،
هن ڪي لوه، لطيف چئي، هوءِ ڪاٿر منجھ، ڪلن،
ڪانونبا ڪاجن؛ مينهن وسندا، موٽ ٽون.

۷

هن منڌ مارو سنرا، ساڙيه منجھ سڌير،
هن ڪي لوه، لطيف چئي، ڪونين اندر ڪير،
ميها منجھ ملير؛ مينهن وسندا، موٽ ٽون.

---

۱- مينهن، وسڪارو ۲- هنن لاءِ ٿيو ۳- ڪين ۴- مان ڪين وسري ويس ۵- ڳاه ٦- ڳپ ۷- پيئون ۸- ونيون، پياليون ۹- لٽان ۱۰- ڇيٽ ۱۱- نعمت ۱۲- هڪ سرڪي ۱۳- پيالا، ونا ۱۴- پريل ٿي ۱۵- ڍڳن ۽ پٽن تي ۱٦- سکين، آسودن ۱۷- ٿر ۱۸- آباد ٿيو ۱۹- زنجير ۲۰- سرها، خوش ۲۱- ويڙهين ۾ ۲۲- ڏڪ ۲۳- ورائين ۲۴- هيٺاهن پٽن ۲۵- ڪاهيو ۲٦- پٽن تي ۲۷- ... لاءِ ۲۸- پاٽي، ڳوڙها ۲۹- ٽاڙا پکي (ٽاڙي کي سارنگ، چاتڪ، پاپيهو ۽ مينهڻ به چون.) ۳۰- آسودا ۳۱- ول جو قسم ۳۲- آٽين ۳۳- گھٽيئي ۳۴- سنپار ۳۵- ڏٽي ڪندو نوازشون ۳٦- ڪنڌن واريون ٽاريون (جن مان لوڙها ٺاهيندا آهن) ۳۷- ڍر ۾ ۳۸- جام ۳۹- ڀڪن وٽ ٿي ۴۰- ٻلر (مينهن جو پاٽي) ڀين ۴۱- ڪانونبو يا ڪانونبڙو هڪ ٻوٽي ۽ انجي ميوي کي چون ۴۲- آسودا، آنند ۾.

٨

هن مند مارو سنرا، جيائي جالين،
چاريو لنب، لطيف چئي، واڳيين وهارين،
کيٽائي کاهين، ميهن وسندا، موٽ ٿون.

٩

کاروڙيان ڪٽي، ويڙيچهپ ويا،
سيڻ منهنجا، سيد چئي، هاٺي هيت هيا،
پسي پٻ انين جا، لڙي لڙڪ پيا،
ڏيهي ڏور ويا، ڏيان ڏوراپو ڪن کي!

١٠

سدا جن پرياڻ، پاندي پکي لڏ سين،
مارو گهٽن ساڻ، ويڙا ٿر اکري!

١١

مٿي ٿر رهي، ويا گڏاري ڏيهڙا،
ڪڏهن ڪون آيو، تن پنوهارن ڀهي،
ويڙا سي وهي، جنب گڏاريم جن سين!

١٢

پاسا پولڙين ۾، پانهون سر پيئي،
اکيون، نڪ، اريج ري، نمايم ليئي،
ڏور ٿيا ڏيهي، پرين پاٽر وٽ ۾!

١٣

ٿاجا ٿر ٻر جهل، ڀون پاٽر وٽ ۾،
سيئي ساريو، سومرا! اچي آب اڇل،
سانيين ڏنم سل، ڏني جن ڏينهن ٿيا!

١٤

جهران، جهڄان لي، جڻن پسڻان ٻري ٿيا،
الا! اوني آٽيين، جو کين ء جي خبر ڏي!
من منهنجي کي، واکو لهي ويڙه جو!

وائي

ويڙيچن ڏي ويندي، عمرا! آئون مارو ئڙن ڏي ويندي،
ڏيه ڏاڏاڻين پکڙين.

سگر ساهيڙين سين، ساڙيه منجه سٽيندي،
انا ميهن مليرَ ۾، ڏاڳا ڏير ڏوندي،
عمرا! انهين ڏيه جا، ڪوڏر قوت ڪريندي،
گولون گولاڙن جون، جهڄي ساڻ جهٽيندي،
ڪوڪڙ ڪنڊيرن ۾، ڦوڪيو، ڦڪ پريندي،
عيدن براڊن لي، ڪه مانداڻو ڪيندي،
پسي ڪائي پيت ۾، ڏونرا ڏن آن ڏيندي.

---

١- هڪ ٿڙ جو نالو ٢- گڏارين ٣- واڳيون يا واڳهيون ٿڙ لي (ٿڙ جو نالو) ٤- کيٽائي ٿڙ لي
٥- ڪاروڙي ڀوڻ کان ٦- هڪ ڀوڻ ٧- پٽ ٨- انهنجا ٩- نشان، اهڃاڻ ١٠- پنڌ ڪندڙ
١١- پکن ۽ لڏن سان ١٢- گهٽوان ١٣- ٻاهر نڪري ١٤- پنوهارن جو قاصد ١٥- پنڌ پئي
١٦- جنم، جمار ١٧- ڦولڙين ١٨- مٿي هيٺان پئي پانهون ١٩- بنا ريج يعني ٿر ٢٠- ڪچهريون،
رهاڻيون ٢١- ٿرن ۽ برن ٢٢- منجهه ٢٣- جهنگلي ميوو ٢٤- ٿر ۾ ٢٥- ٻوڙهن جي اڇل
٢٦- سوراخ (فراق جا) ٢٧- وجهلان ٢٨- ٿنهنڪري ٢٩- پسڻ کان ٣٠- خير، سک ٣١- روڄ،
راڙو ٣٢- ويڙهي (وطن) جو ٣٣- سگريون ٣٤- ڪپڙا ٣٥- رليون ٣٦- ڌوئيندي ٣٧- جهنگلي
اَن ٣٨- گول داڻا ٣٩- سڪل پيرون ٤٠- ڪُنڊين ٤١- ٿري ء لي ڦوڪ ڏيئي ٤٢- جشن
٤٣- کائيندي ٤٤- محصول.

## سر مارئيءَ - داستان نائين جو سار

ملير جي منڊ ۾، پاڻ سڀ ڳچي پوندو آهي ۽ ماروسڀ سنرا ۽ خوشحال هوندا آهن. وڻن ساوڻن، سياريءَ ۽ مکڻيءَ جا انبار هوندا آهن ۽ سنڌن پکن اڳيان پٽن ۾ پلر جو پاڻي جام هوندو آهي. جتي جهڙڦڙ، لٽي سنڌن پکڙا. هوڏانهن ٽاڙا پيا ٽڙوارين، هيڏانهن مارئيءَ جا نيڻ، مارن لاءِ جهجهو جر پيا هارين. هوڏانهن هن موسم ۾ مارو ڪاڻر مڇهه ڪلن ۽ ڪونرنبا ڪائين، هيڏانهن مارئي ويچاري سارو وقت ساڙيه جي سڪ ۾ اکين مان نير پيئي وهائي:

”اکيون، نڪ، اريج ري، نمايم نيئي.“

انهين ئي پيئي چوي ته آباڻن جو ڪو اوٺي اچي ڪا خير جي خبر ڏئي:

”الا! اوٺي آڻين، جو ڪينءَ جي خبر ڏي!
من مڍهنجي ڪي، واڪو لهي ويڙه جو!“

•

## داستان ڏهون

١*

اٺي ٺي وَاڻِ[1]، ڪينءَ واڊايُون آيُون،
لَٽي لوڙِيارِيين، مِڙَني مُڏهَن ڪاڻِ،
صُلحُ وارِيو سوُمرِي، ڇَٽي پَنوَهارَنِ پاڻِ،
هَميرَنِئُون[2] هاڻِ، مُهٿَ[3] لَهَندِينءَ، مارُئي!

٢

ڏُرِيائين[4] ڏارَ، جي وَڍي وَڻَ جُدا ڪيا،
تِنِ سُڪَنِ ڪَهڙي سارَ، تہ ڪ اٺا ميڏهَن مَلير ۾؟

٣

آيو ڪيرُ ڏيهان[5]، جدهن[6] ڪَرَ پُڇان خَبَرُون؟
وِڄُون لَنَ وَٺان[7]، راسِ مارُوءَ[8] ٺي وُنِيوُن.

۴

اٺان اوٺي آيو، خَبَرَ اِيَ[9] ڪَرِي،
وِساريج مَ وَرَ ڪي، پَڇِ مَ، مُڏَ! مَري،
ويندينءَ اُپ وَري، ڪرڏِينهُن آهيين ڪوٽَ ۾.

۵

ڪو ڏِينهُن آهِين ڪوٽَ ۾، لوئي هَڏِ مَ لاهِ،
ڪامڻِ[10]! اُهجي[11] ڪُرَ[12] جي، آڏِ وَڏائي[13] آهِ،
هتِ مَ پاڙج هيڪڙو، پاڻُرِ جي پَساهِ،
سَٽي[14]! سيلُ نِباهِ، مَلير ويندينءَ، مارُئي!

٦

سي ساهيڙِيُون سارِينِ لو، سيلُ[15] جنين جو سَچُ،

---

١- سرهاڻي، سکار ٢- اميرن کان ٣- عزت ۴- پاڙن کان ۵- ڏيه مان ٦- جنهن کان جيڪر ٧- (وڻان) ورن يا رنگ واريون ٨- وسيون ٩- سچي، درست ١٠- اي سنڌري! ١١- اوهانجي ١٢- خاندان ١٣- خاص وڏائي ١۴- ست قائم رک ١۵- نيڪ گڻ.

*سانوڻ ۾، تر ۾ سرهائي آئي آهي ۽ خير جون مبارڪون وريون آهن. مارن جي اداسائي لٿي آهي ۽ عمر سومري به ساڻن صلح جي وائي واري آهي. اي مارئي! هاڻ تون اميرن (عمر) کان عزت ۽ مان حاصل ڪندينءَ.

مارُوءَ رِءَ مَ مَڃُّ، سيهو پانڊِ سونَ کي.*

٧

ساهيڙيُون سارِ تون، سَچ جنين جو سيلُ،
نَکو قالُ نَ قيلُ، اُنين جي اَدَبَ ۾.§

٨

جو ڏيهَ ڏاڏاڻيان آيو، پيرين تنهن پٽان،
سانگاِئتوءَ سَيّدُ چئي، سَنديُون چٽ چٽان،
هتي ٽان نَ هُتان، حرفَ لَٿي هيڪڙي!‡

٩

جو ڏيهَ ڏاڏاڻيان آيو، ڏنمِ تنهن طعنو:
"پائي وِيهُ مَ پلنگين، پُڇيءَ سر پانو،
مَٽان لَکَ لَطيفُ چئي، کانءِ مَ خزانو،
سَرتيُن سيلُ چوايو، جور هَٽي جانو،
ٿيو سَدُّ سَمانو، حرفَ لَٿي هيڪڙي."

١٠

مُون سين مارُوَڙيُون، کَهڙيءَ ريت رُسَنديُون؟
چونيءَ ۾ چيڙُ پيو، پيَنِ رَتَ جيُون،
نيڻين نِندَ وِهُ ٿئي، ساري ساڏ وهيُون،
هتي جي هُيُون، نَ سُڌ پيئنِ سيلَ جي.

١١

"سَتي! تُنهنجي سَتَ ۾، پالهه گهرجي پَچُّ،
وَڃِ ڀَو چيرئي، چرئي، پَرِ ۾ اَپي پَچُّ؛
ساڻُ اَمانَتَ اَڇُّ، تَ ٿئين سَماڻي سارَ ۾."

١٢

جانکين سَنئين سيرُ، تانکين وهنديس ڪوٽ ۾،
سبَ سَمَندين سَوَڃي، اَندي پيي نَ نيرُ،
جڏهن هوءَ اَبرُ آسري، تَڏهن مُون مَن مَليرُ،
کاڙُ پيئن کيرُ، جي اَمانَتَ اُت وَڃي!†

١٣

ڄرَ ۾ سِڄُون جيڏهن، آهين اَبرُ آسري،
جڏهن ڪُنجُون سارِين رُوهَ کي، مُون تَنُ اَندَرُ تيڏهن،
هُتَ وَعدا وَڃڻَ جا، هت نَ پانيمِ هيڏهن،
ڪونئين وهان ڪيڏهن، جي نَظَرَ بَنديائي نَ هُٿان؟

١- مٿاري نَ ٿيءِ ٢- شيهو ٣- بحث مباحثو، شڪ شبهو ٤- سانگيءَ يا مسافر کي ٥- چِٽ ۾ سمايل پالهيون ٦- هڪ حرف پالهائڻ جي عرصي جيترو (هڪ پل) ٧- چيلهه، ڪمر ٨- نَ جلاءِ، خزانو=لوئي ٩- زور سان ١٠- ماناِئتو ١١- هڪ لحظي ۾ ١٢- جوُن ١٣- ساڏوهين کي ياد ڪري ١٤- اَندر يا پُڇهه ۾ ١٥- جيسين ١٦- سيل ١٧- اُلهن ٿئي ١٨- جل ١٩- بادل ٢٠- ڪونجون (جبل ۾ رهندڙ ۽ وڳر ڪري اُڏامندڙ پکي) ٢١- جبل ٢٢- قيدياڻي.

*ماروءَ کان سواءِ پنهنجي سرير لي سُڌي نَ چاڙهيج، سون کي لون شيهي سمان سمجهج.

§ اُنهن (ساهيڙين) جي سٽ سيل ۾ ڪو بہ گمان يا شڪ نَ آهي.

‡ مان جيڪر هڪ لحظو (هڪ حرف پالهائڻ جيترو وقت) بہ هتي نَ هجان.

† جي هيءَ اَمانت (ماروئي)، تر ۾ موٽي وڃي تہ اُٿي هوند مارو خوشيءَ مان کير پين.

١٤

سپ سمنڊين سپجي، اُبر آسارو س،
ٻاڙو ٻيءِ نه ٻڙي، منهو منهن لڳو س،
ماڻڪ ٿي مڙيو س، جتن ٽنگ ڪڍيائين تار ۾.

*١٥

سڪو سپ، سرليون! سپن ملان سير،
پيو مٿانئي نير، ايئون اُبر آسري.

*١٦

سڪو سپن ڪان، سرليون! ريت سڪڻ جي،
مگن جر مٿان، اوري ڪن نه آسرو.

١٧

ڀهرين راڀ پسي، مون ماڙيءَ من ڦڪو ڪيو،
موهڙ مارو ٽڙن ڪي، واحدا! ڏيج وسي!

آهر جنهن اسي، سو ملندو شال ملير ۾!

١٨

وطن ۽ ويهي، جي همت گهارين ڏينهڙا،
اوءِ مارو ڏيندم منهن ۾، ڏاڏاڻا ڏيهي،
پکن ۾ پيهي، شل محلن جي مرُ ڏٺان!

وائي

منهنجو من، ميان! واڳيو ويڙهن سين.
پاهي پاڪي پٽڙي، پرين ساڻ پيان!
پيرُ نه ڇڏيان پرينءَ جو، جان سين تي جيان،
حرف لٿي هيڪڙي، هتي ٿان نه هٿان!
ڪيرُون ڪنيرين ڪي، وڃي ڏيه ڏيان!
آئون ڪٿن لوئي لاهيان، ڪارڻ ٻن ڏينهان؟

## سر مارئي - داستان ڏهين جو سار

سارنگ آيو آهي ۽ مارن جي منهن ڪاڻ لٿي آهي. عمر سومري سانڻن صلح جي وائي واري آهي. هاڻ مارئي مهت لهي، پنهنجي ساٿيه ۾ وڃي مارن کي ملندي. سندس اباڻن وٽان هڪ اوني به اِها خبر کڻي آيو آهي. ساهيڙيون به گهڻوئي سارينس پيئون. هنن وٽان به اِهائي وينتي آئي آئس ته "مارو ۽ ۾ مچ، سيهو پانئج سون کي." جتن ڪونجون روه کي سارين ۽ سپون اُبر کي، تئن مارئيءَ جو من ملير کي پيو ساري. مارئيءَ ساٿيه وارو سيل هتان نه ڇڏيو اٿس. اهڙو سيل سپن کان ئي سکجي. جيسين ستين ۾ سيل آهي، تيسين هيءَ مارڻي ماڙين ۾ نه گهاريندي. هوءَ اِئين ئي پيئي چوي ته:

"پکن ۾ پيهي، محلن جي مر ڏٺان."

---

١- سندس آسرو ٢- ڪارو پاڻي (سمنڊ جو) ٣- ٻن ٻڙن واري (سپ) ٤- نديءَ جو منو پاڻي نه وٺيس ٦- موتي ٧- لٽهڪري ٨- حاصل ٿيس ٩- ڪشالو، فاقو ١٠- اونهي پاڻيءَ (سمنڊ) ١١- ڪان ١٢- ست سيل ١٣- ترڪ ڪري ١٤- پاڻي ١٥- جل گهرن ١٦- آڪاس کان ١٧- مهانڙ، منهن ١٨- وسيع، ڪشادو ١٩- آسري ٢٠- اسين ٢١- ٻڌو ٢٢- پيالي ۾ ٢٣- ٻاڪري جهڻ ٢٤- جيسين ٢٥- هڪ پل به ٢٦- هتان ٢٧- واڌايون ٢٨- ٻن ڏينهن ڪاڻ.
*سپن کان ئي سيل سکڻ گهرجي، جي ساگر ۾ رهندي به، آڪاس کان جل ٿيون مڳن.

## داستان يارهون

١

مَليران مارُوءَ[1]، پَکي[2] پِيهي آئيو،
وَرِيا[3] واهارُوءَ[4]، هاڻ[5] سَڀ هيٺا[6] ٿيا.

٢

پَهي[7] سُکَ[8]! پيرن[9] کيہ! کو نيڻهن[10] نياپو مارُئين؟
اَڀ اُکنڊي آهيان[11]، تنهن آڻِ، تنهن ڏيہَ؛
سَنڌي جا ساڙيہَ، کہ کٿوري پانئيان.

٣

ڪنهن[12] لَڙ[13] ڏيهاڻي؟ ڪٿي اُنِ مينهنڙا[14]؟
مُون وَٽِ مُون پرينءَ جي، ويهي ڪَرِ وائي[15]،
آئون اَڳَ ڀائي، سَديهو سُڻي جڻان!

٤

جيڪُس[16] اُنا مينهن، مُنهان[17] پوءِ مَليرَ ۾؟
ڪالَهہ سَچوئي[18] ڏينهن، مُنهنجي اَکڙين اَکيريو.

٥

سَچُ ڪِ اُنا مينهن، مُنهان پوءِ مَليرَ ۾؟
ڏوٿين لائيا ڏينهن، ڀَريا[19] جي پُسيءَ[20] کي.

٦

اُنَ مينهَن گهڻا، ٿين موڪ[21] مَليرَ ۾؟
آڪيُون آڀ پِريو[22]، اُنهين ڪوڻ[23] ڪڻان،
مارُن شالَ مڙان، ڪونيُون ڇڏي ڪَڏهين!

٧

”تنهن[24] پُر اُنَ مينهڙا، جنهن پر گهُريائون،
رَضا جا رَحمانَ[25] جي، پُڇي[26] پاريائون،
مَليرُ ماڻيائون، حُڪمَ ساڻُ حَبيبَ[27] جي.“

٨

سُڪُر[28] سيٺي ڏينهن، جي مُون گهاريا بَندَ ۾،
وَسايم وَڏ ڦڙا[29]، مَٿي ماڙين[30] مينهن،
واجهاڻيس[31] وِصالَ[32] کي، تيس تهوارُون[33] ليڻ،
نيرُ[34] مُنهنجي نيڻن، اُجاري اچو ڪيو.

٩

عُمَرَ! اَڄُ گَڏيام، ڏوٿي اُنهين ڏيہَ جا،
پارايا[35] پرينءَ جا، اُپي اُنِ چيام،
لهي لوہَ پيام، لُطُفَ ساڻَ، لطيفُ چئي.

وائي

ڪَتيءَ مَنجهہ ڪتيائين، مارُوءَ جام مَليرَ جو،
پَرچي پنوهارَن سين، لوئي ڏيج[36] لَڌائين،
سيلُ نِباهي، سوُمرا[37]! پَنهجو نِي[38] پُڇيائين،
جهوُپو[39] جهانگيڙن جو، ماڙيءَ سان نہ مَٽيائين،
سگَرُ ساهيڙين سين، ڪاٽُو نِبا ڪاڏائين،
مارُوءَ پاسِ مَليرَ ۾، چِسا[40] سَڀ چکيائين،
اَلي، عَبدُاللطيفُ چئي، شَرَمُ رکين رَبَّ سائين!

---

١- ملير کان ٢- ڪوٽ ۾ ٣- وارد ٿيا ٤- واهرو ٥- ضر ٻيندڙ ٦- بيحال ٧- قاصد! ٨- سکي هجين ٩- شل پيرن تي وطني خاڪ هميشه لڳل هجيئي ١٠- نيڻهن جو ١١- نهايت ١٢- کهڙي تڙ تي ١٣- هموطني ١٤- وسين ١٥- ڳالهہ ١٦- شايد ١٧- مونکان پوءِ ١٨- سڪيون ١٩- پکڙجي ويا ٢٠- ٻسيءَ لاءِ ٢١- جهجهو پاڻي ٢٢- ڳوڙهن سان ڀري ٢٣- طرف ٢٤- تنهن نموني ٢٥- ڏاڍيءَ ٢٦- ليلائي ٢٧- محبوب (ڏاڍيءَ) ٢٨- موچارا ٢٩- وڏا لڙڪ ٣٠- ڳوڙها ٣١- واجهايم ٣٢- ميلاپ لاءِ ٣٣- تهبارون ٣٤- زنجير ٣٥- سنيها ٣٦- ڏاج ٣٧- ست رکي ٣٨- پريتم ٣٩- جهوپڙو ٤٠- لذتون.

## سر مارئي - داستان يارھين جو سار

مارئيءَ لاءِ نيٺ رب جو فضل ٿيو آھي. ملير مان ھڪ ڀيرو، مارن وٽان ونس آيو آھي. ھوءِ رڳي، رڳي، ساڻن سندس اچيان ٿي ڪري. سندس نظر ۾، سندس ساڃھہ جي در، مشڪ ۽ عطر سمان آھي. ڪالھہ جو سندس اکڙين اکيريو ھو، تنھن مان ٿي لائين ٿي لڳو تہ ملير ۾ ميھن اُنا آھن ۽ مارن وٽ پاڻي موڪ ٿيو آھي. مارئيءَ جا نيڻ ۽ ھينئڙو آب سان آلا آھن. وڇوڙي ڪان پوءِ، وصال جو وقت آيو آھي. اھي ڏينھن سڀورا ھوا، جي ھن بند ۾ گھاريا، ڇو تہ سچي آزمائش مان پار پوڻ جو شرف کيس اُنھيءَ نظربنديءَ ۾ مليو. سندس ستيا، نيٺ لوھ کي ڳگھاري، پاڻي ڪيو ۽ سندس نيرن کي اُجاري اُڇو ڪري ڇڏيو:

"نير منھنجي نيڻھن، اُجاري اُڇو ڪيو."

•

## ابيات متفرقہ

١

جڏھن[1] سي لوڙائو[2] ٿيا، جنھن[3] ڀر رھن،

مارو مڏجھہ ٿرن، رھي رھندا ڪيترو؟

٢

جڏھن سي لوڙائو ٿيا، جنين سنديءَ ڏير[4]،

مارو ٿرا فقير، ڪنھن[5] در ڏيندا دانھڙي؟

٣

وطن مون ملير، قضا[6] آنديس ڪوٽ ۾،

چانڪ[7] پڻنديس پرين سين، پاڻر[8] جو پنير،

ھاچو[9] ڪيو ھمير[10]، ٻالله[11] نٿي تو ٻند[12] ۾!

٤

سُھم[13] ھسان ٿي، سومرا! پرين رِءِ پيٺي،

مُل رساٽي[14] مارئين، مون کي ڪو نيٺي،

تہ ساٽن سيپٺي، ڳجھہ ڳرھيان[15] ڳالھيون.

٥

جي گھر گھاريم ڏينھڙا، ھيڪانديءَ حضور[16]،

سيٺي سڪان، ساريان، پچان پاٽُر[17] پور؛

ھميراڻا[18] ھتڙا، ڪين مڃينديس مور،

سنجھي[19] سٽ[20] گذاريان، اچين شال اسور[21]!*

دران ٿيان م دور، ماروءَ جام ملير جي!

٦

اُٽ اَکنديءَ[22] آھيان، عمر! آئون اڪاچ[23]،

---

١- جڏھن ٢- لوئو ٣- جن جي آڌار لي ٤- آڌار، ڀروسي ٥- ڪنھن جي در لي ٦- تقدير ٧- چوان تہ ٨- ٿر جو پاڻي ٩- ظلم، ستم ١٠- امير (عمر) ١١- خدا جو قسم ١٢- ولي تو وچي ١٣- طعنا ۽ ٺاب ١٤- مارن وٽ رسائي يا پھچائي ١٥- ڳجھيون ڳالھيون اوريان ١٦- پرينءَ جي حاضريءَ ۾ ١٧- ٻائر (ٿر) جي خيال ۾ ١٨- اميراڻا (عمر جا) ھٿ ١٩- رات جو ٢٠- سٽ ۽ سيل ۾ گھاريان ٢١- اسر جو ٢٢- نھايت سڪايل ٢٣- اڻ لائق.

*شل رات جو مان سيل ۽ سٽ ۾ گھاريان. اي پرين! تون شل مونسان پرڀات جو اچي ھيڪاندو ٿيين.

سوُمرا، سَڪاجَ! جَهلِ مَ ٻَڌ جهڄنديوُن.

٧

اَڄُ اَڏِنگا وِڻَ، موُن کي مُکا جيڏِيين:
”هارِي! هَميرَنِ جا، جيڪُس کاڏَء کِيڻَ،
سانِيڙا ۽ سيڻَ، ڪِ تو وِيا وِسري؟“

٨

وِٺي ڪوٽَ وَٽِ ۾، ڪامَڻِ ڪُوارِي،
مَليرُ سارِيو مارُئي، رويو رُنارِي؛
اَلا! اوتارِي، مُنڌَ مارُوء جي ميڙِيين!*

٩

جيها جي ٿيها، موُن مارُوُ مَڃِيا،
موُن جيڏِيوُن مَلِيرَ ۾، چوُنڊِنِ موڪَ مِها،
مُنهنجِي آهَ اِها، ڪَڏهِن ڪِيرائِيندي ڪوٽَ کي!

١٠

مارُوء پاسِ مَلِيرَ ۾، ڏوئي مَرُ مَران!
پاڻي واري پانهِنجو، وِينديائِي وَران!
ٿورو مَنجهِ ٿَران، هُند لَڳي لوڙِيارِيين!

١١

مارُوء پاسِ مَلِيرَ ۾، هَميشهَ هُئان!
پيرين ڪَنهن پَٺان، نَيَ وِهاڻيء نوُرَ سين.

١٢

مائِتَ مُنهِنجا، سوُمِرا! مارُوُ نه مِيرا،
اُتيو ڏِيَنِ اَسوُرَ جي، پِٽَنِ پَرِ پيرا،
پَنوَهارِنِ پيرا، وِڙهَ مَ وِيڙِهيَنِ سين.

١٣

ڪِٿِن ڏُٺارِيان ڏَيڙا؟ وِينديَس ڪَنهن نه وِهاءِ،
موُن مُلِ مارُوُ ناهِ، اَڇا اوڍِيان ڪِن کي؟

§١٤

اَکَڙِيوُن مَلِيرَ ڏي، جِنين رالو ڏِينهَن،
هاڻي ڪَندين ڪِئَن، عُمَرَ! آسائُنِ سين؟

١٥

ڪانڌُ نه ڪَندِيَس ڪو ٻِيو، ڪَتيروٽِي خوُبُ،
ميرو‌ٺِي مَحبوُبُ، اَسان مارُوُ مَنَ ۾.

١٦

مُنهِن مُنهنجو، سوُمِرا! مَرُ ميروٺي هوء!
مَٿان مارُوُ چوء، ته ڏولوء ڏوراٽِنِ ۾.

---

١- لائق ٢- سڪ ۾ جهڄندڙ ٣- اَڻ سهائيندڙ طعنا ٤- سرتين ٥- نادان! ٦- اَميرن ٧- طعام ٨- مائٽ ۽ پيارا ٩- ڪوٽ جي ڪنڊن ڪڙڇن ۾ ١٠- سندري ١١- ڪوارتا يا نندا ڪري ١٢- جهڙا جي تهڙا ١٣- قبول ڪيا ١٤- جام ١٥- ميها ١٦- سناڻ ڪري ١٧- سرير تي وطن جو پاڻي وجهي ١٨- اَحسان ١٩- ٿرن ۾ ٢٠- لوئي پڪيندڙن کي ٢١- ماروء وٽ ٢٢- پوان ٢٣- رات وهامڻ کان پوء ٢٤- نيڻن سان ٢٥- اَسر جو ٢٦- چڪر ٢٧- مارن جي پيرن جا نشان ٢٨- ڪٿان لوڙيون ٢٩- وهانء ٣٠- مون وٽ ٣١- اَڇا ڪپڙا ٣٢- ڪن جي لاء ٣٣- آسائتين ٣٤- ڪٿو ڀريندڙ ٣٥- سنو، موچارو ٣٦- مارو چوي ٣٧- تو ڏولو ٣٨- محلاتن.

*اي ڏاڍي! تون ٿل هن ناريء کي ماروء سان سبدس پکي ۾ ملائين.

§(هي شاه ڪريم جو بيت ٿوري تبديل سان آيل آهي.)

۱۷

جي اوڙ لڳن لانئين، ڇيري ڇيري ڇڄ،
مون ڪُرَ اڳي نه ڪيو، اهڙو ڪوجهو ڪڄ،
جان جان دعويٰ ڏجَ، تان تان پرت پنوهارَ سين.

۱۸

لَنهن ڪوڙ تي ڪواءِ، جا ڏس ڏاڏاڻن جي،
سارِيو سانپيڙن کي، روئو راتِ وهاءِ،
سونا ڪيمَ سهاءِ، عمر! بنديائن کي.

۱۹

جت پُنگا، پتون، پيٽيون، لنهن ڪوڙ ڪوٽ،
پاٽُر سَبِ پُسائيو، وسي وڄڙن،
مارُوءَ ري مَرَ مرن، الله! هي آسانئيون!

۲۰

جت پُنگا، پتون، پيٽيون، لنهن ڪوڙ تي ڪواءِ،
سا وڄ پَسيو وِندُران، مون رُندي راتِ وهاءِ،
سيليٽين سُهاءِ، مارو جو ملير جو.

۲۱

ڀهري ڪيا ڀَٽن ۾، وڄڙن واڏاٽا،
سوُرَ انين جا، سومرا! مون کي اندر اڏاٽا،
اني وِيڙا اڪري، عمر! اباٽا،
ٻڪَرَ باباٽا، پسان شالَ ٻرِ ڪنهين!

۲۲

وڄڙن وِسَ ڪيا، مونئي آئي مُندَ،
اکيون اباڪن ڏي، ٻس نه ڪرن ٻُندَ،
هيئن نه ٿيس هُندَ، جي ڪَرَ لڏائون ڪڏهين.

۲۳

جت ڪَرڙَ ڪُتا ۽ ڪاهيون، ڀالَ، ڀڪا ۽ ڀَڪَّ،
سرهيون سي سَرليون، حاضرُ پاسي حقّ،
مارُوئن سين ماڙيان، شال مُندائتي مَڪَّ!
ڪنڪاريان خلقّ، جا ٿرَ جائي ۾ تُوهَرين.

۲۴

ڀَڪا پنوهارن ڏي، ميوا، مڱرَ، مَڪَّ،
عُمَرَ! اَبِ اکنديو، حالُ همارِي حَقّ،
لوئيءَ ۽ لَڪَ، سُمَنَ سُپيرِئن سين.

---

۱- منهنجي سنڌن تي لوڙ ٻرڪين ۲- منهنجو ماس ڪري ۳- منهنجي قبيلي يا راڄ ۴- جيسين جيڏري هٺ جي دعويٰ تي ڪريان ۵- محبت ۶- ڪنوي ۷- طرف ۸- طعما، سهما ۹- بنڌياڻين ۱۰- پونگا ۱۱- آستان ۱۲- لنهن طرف ۱۳- ٿر ۱۴- روئندي ۱۵- وهامي ۱۶- ستياوان استرين کي سونهي ۱۷- پکڙجي ۱۸- وڏندڙ چمڪاٽ ۱۹- جاڳيا ۲۰- برسات جي مند ۾ ۲۱- ٻاهر نڪري ويا ۲۲- ٻوند، ڦوڙها ۲۳- هوند ۲۴- خبر ۲۵- اوني فراسيون ۲۶- ڏاس جا ٻورا يا خرزيون ۲۷- جهوپڙا ۲۸- ڪرڙ جا لال ڏونرا ۲۹- ڀڪل ڀپ ۳۰- ڪانڌ ۳۱- ڪبڙ جو لال ميوو ۳۲- ڪيڪاريان ۳۳- توهرن يعني ڪنڊن وارن وڻن ۾ ۳۴- ڪنڊيءَ جو ڦر ۳۵- نهايت سڪايل ۳۶- منهنجو حال ۳۷- منهنجي پتار لاءِ ۳۸- لوئي ۽ ڇيله، يا سَنڌرو ۳۹- وچن.

٢٥

پانڌي! پرينءَ پنوهار کي، چيم لئن چئيج:
”سدا سنگت ڏينهڙا، ورَ! م وساريج،
ڪوئين ڪني آهيان، سگهي سار لهيج،
مٽ مانڌاڻي منجهيج، ته نيرن ۾ نئون ڪريان.“

٢٦

پانڌي! پرينءَ پنوهار سين، روئي ڪج رهاڻ:
”جنهن تر وڃوڻ آئيوڻ، لئن آن سورن ساڻ،
ڪڄاهُ ڪا وراڻ، ڏکن ڏيل ڏهيوڻ ڪيو.“

٢٧

پانڌي پرينءَ پنوهار جا! جان تو وڃين وسّ،
ساري ڏيج سرنيين، سلامن سهسّ:
”آئون اوهانجي آهيان، گولي مٿي ڪسّ،
ويٺي ڪريان وسّ، ايڏي جي اچڻ جا.“

٢٨

پانڌي! چئج پرينءَ کي، جور هٿي جانا:
”پيڪڙا پيرن ۾، ڪراڙ ڪانا،
آن رءِ امانا، گهنگهر گهاريان ڏينهڙا.“

٢٩

پانڌي پرينءَ پنوهار جا! نياپا ني ڪي،
ساري ڏيج سرنيين، ياد پنئي جيڪي،
وليوڻ، وڻ ڦلاريا، ڪرڙ پڪا ڪي ڪي،
سگر ڪين سرنيوڻ، سيڻن جئن سيڪي،
ذيريوڻ پڃي جي ڪي، ملان مارُوئڙن ڪي!

*٣٠

مارئي ناهه ملير ۾، نڪا وت همير،
پنهوڻ ڪونهي ڪيچ ۾، نڪي سنڌ امير،
مؤمل ڪانهي ماڙيين، گنجي ناهه فقير،
ور ڇڏيو، واهڙ لري، ساهڙ منجهه سرير،
قبن ڪيندن پير، مرشد مساڻن ۾.

§٣١

جي همت هئي مارُئي، ته لڌير ڪر ڪيڻاس،
اُرداسيم عمر کي، ويجهو ٿي وڻاس،

---

١- اي قاصد! ٢- اي پيتار ٣- مانڌاڻي (جهنگلي گاهه) جي مٽ ٤- منجهه ٥- زنجيرن ٦- مدد جي وت ڪريان ٧- ڪڄانءِ ٨- موت ٩- سرير ١٠- ذرا ذرا (اصل معنيٰ: ست جا ٽڪيل چتر) ١١- برسات کان پوءِ سبز ٿيل تر جي زمين ١٢- سهسين سلام ١٣- حيلا ١٤- زور سان ١٥- ڪراين ۾ ڪڙا ١٦- اوهان کان سواءِ ١٧- بي مانا ١٨- پريشانيءَ ۾ ١٩- ڪي نياپا ڪٽي وڃ ٢٠- پونئي ٢١- سگريون ٢٢- سيڻن وانگر سيڪ ڏيئي ٢٣- ماڙين ۾ ٢٤- گنجي ٽڪر ٽي (حيدرآباد سنڌ جي ڏکڻ طرف. شاهه صاحب جوڳين جي سنگ ۾ هنگلاج جو سفر هتان شروع ڪيو هو.) ٢٥- پيتار ٢٦- دريائ ٢٧- سنديس سار لڌيم ٢٨- وينتي ڪيم.

*هن بيت ۾ اشارو آهي ته سنڌ ۾ سچن حاڪمن، عاشقن ۽ فقيرن جو قحط لڳي ويو آهي.

§شاهه چوي ٿو: ”جي مارئي همت هجي ته عمر وت ضمانت طور پاڻ آڇي، ڪيس ملير نيان.“

جي نه ڇڏيائين، ڪجهليائين، ته پنهنجو انگ آڇيائس،
لاهي لوهه، لطيف چئي، هتان هند هلائس،
موڪي ملير سامهين، وڃي باهن وڃائس،
رهبر تي ريڙهيائس، سنهاري ساٽيهه ڏي.

٣٢

ننگا آهيون نڱيا، اسين مارو لوڪ،
ترڪي پانيون توڪ، جو ڏيڪ پائيڙن جي.

٣٣

اوڏا جان هئا، تان نت نياپا آئيا،
ماروئڙا ملير ڏي، واري وڳ ويا،
لنيين ڏونهه ڪيا، ڏيئي ڏوراپا، ڇائيان؟

٣٤

ڪنياڻون ڪاٿر ڏي، ساري هاج هيا،
لاهي لڏ، لطيف چئي، پرئين تر تيا؛
ڇڏي ڳڻ ويا، ماروئڙا ملير ۾.

٣٥

جڻن ڳنڍيون منجهه ڳنڍيرن، تن مون من ماروئڙن سين؛
سي ماروئڙا تر تيا، جي ڳڻن جا ڳهير،
لنيين ره، همير! گهنگهر گهاريان ڏينهڙا.

٣٦*

جڻن ڳنڍيون منجهه ڳنڍيرن، تن مون من ماروئڙن جون،
ڏنيون لس، لطيف چئي، هنئڙي کي همير،
وڃي منجهه ملير، سڀ ڇوڙينديس، سومرا!

٣٧

سي ٽاريلا ترن ۾، جي مان گهٽ گهري،
وطن، وس، وسنديون، هنئڙي نت هري،
اندر چت چري، وره وڙيهن جو.

٣٨

ونهيا تين وٿاڻ، ڏوڪاهي هئان جي!
اوءِ پيٽيون ۽ پاڻ، موئي مارن اڏيا.

٣٩

ٿورا منجهه ترن، مون سين ماروءَ جي ڪيا،
عمر! ان ڳڻن، آئون ڪئن لوئي لاهيان؟

٤٠

ٿورا نه ٿورا، مون تي ماروئڙن جا،

---

١- سرير ٢- آزاد ڪرائي ٣- سونهاري، سهڻي ٤- خلقيل ٥- بي بها نعمت ٦- پناه ٧- ترين ٨- جي ويجها هجن ها ٩- هر روز نوان سنيها اچن ها ١٠- ڏڪ ١١- تن ڏانهن ١٢- ڪهڙا ١٣- ڇوائيان ١٤- هتان ١٥- سامان سرو لاهي، منزل هٽي ١٦- ڳنڍيدار ڪانين وارو ڳاه ١٧- ڳوڙل نمتار ١٨- لسيون ڳنڍيون ١٩- منهنجو اندر ٢٠- چاهي يا طلبي ٿو ٢١- دل ۾ هروقت پيا ياد پون ٢٢- مشڪلات يا تڪليف ۾ ٢٣- جي سندن هوا ٢٤- هند ۽ آستان ٢٥- احسان ٢٦- انهن ڳڻن جي لحاظ کان ٢٧- احسان.

*جڻن ڳنڍير ۾ ڳنڍيون ٿينديون آهن، تن مارن جي يادگيرين جون ڳنڍيون منهنجي دل کي آهن. عمر سومري جيڪي مونکي ڳنڍيون (قيد جون) ڏنيون آهن، سي لسيون (آسانيءَ سان ڇڙڻ جهڙيون) آهن. اهي مڙيئي ملير ۾ وڃي ڇوڙينديس.

ڀلائيءَ ڀيرا، ڳڻي ڳڻيان ڪيترا؟

٤١

هَڏ نہ ڀڙان هيڪڙي، توري تُرَ جاينَ،
مون کي مارُوئڙنِ، ميري ڪري نہ مٽيو.

٤٢

نيرُ نہ لهي نينهن جو، لُڪَ جا وِيا لهي،
ڪُنجيون جي قُفلَنِ جون، سيڻَنِ هٿ سَهي،
ويڙا راڄ رَهي، ڏيان ڏورابا ڪنِ کي؟

٤٣

نيرُ نہ لهي نينهن جو، لُڪَ جا لهي وِيا،
مارُن ڏاران ماڙيين، ڏُهلا ڏينهن ٿيا،
ڏيهي ڏورِ وِيا، ڏيان ڏورابا ڪنِ کي؟

٤٤

مَنٺان مارُوئڙنِ، هَڏ نہ ويٺي وِسري،
قيد ڪيَس ڪوٽَ ۾، ڏاڍَ سين ڏاڍَنِ،
لوءِ ڀليو ڀنوهارَنِ، سوسُ مُنهنجو، سومرا!

٤٥

سُٺي ساٺيہَ ڳالهڙي، وِهُسي ويڙهيچي،
سَڀ سُڌِ ڀيمِ، سومرا! هتي هُتي جي،
ڀينرُ ۽ ڀيچي، سُوايا سارينِ مون.

٤٦

سُٺي ساٺيہَ ڳالهڙي، لهي وِيا لوهَ،
اَندرَ جا اندوهَ، لٿا ڏُکَ، سُکَ ٿيا.

*٤٧

توکي تورڙائين لکي، عُمَرَ! اڄائي،
جنهن تو ساماٽي، مامَ نہ ڀڳي مارُئين.

٤٨

وِيا ڳڻَنِ ساڻُ، مارُوئڙا تَرِ اَکري،
تن ڀُڃاٽا هاڻُ، آئون جاڙَ جڻان ٿي، جيڏيون!

٤٩

ڇڏِ سَبرايُون، سومرا! عُمَرَ! لَڳِ اَللهَ،
ٿيمِ نہ تورا ڏينهڙا، ماڙيين ڳاريمِ ماهَ،
سڪَ مُنهنجي ساهَ، ماروءَ جي مَسَ لهي!

٥٠

مَ ڪي روءِ، مَ رڙُ ڪي، هَنجون هَڏ مَ هارِ،
تو تان بَندَ ٻڌا ٿيو، ٻيڙيُون نيٺي ٻارِ،

---

١- اَحسانن جو انداز ٢- هرگز لائق نہ ٿيان ٣- تر جاين جي اَحسان جي ٤- عيبدار جاڻي ٥- ڇڏي ڏنو ٦- زنجير ٧- لوهہ، زنجيرون ٨- مارن جي من مان ٩- ڏاڍائيءَ سان ١٠- وطن ۾ ١١- ڀلي ڇڏيو ١٢- سانگو، چنتا، فڪر ١٣- وطن جي وارتا ١٤- سرهي ٿئي ١٥- مارئي ١٦- همراهہ ١٧- منو ڳالهائيندڙ ١٨- غم ١٩- ازل يا تورڙ کان ٢٠- پاڪائي، پاڪدامني ٢١- مارن جي ساماٽل يا جوان نياڻي (مارئي) ٢٢- شرم، لڄ ٢٣- آجايون عذاب ۾ ٢٤- ڏاڍايون ٢٥- خدا جي واسطي ٢٦- ماڙين ۾ ڪي مهنا وڃايم يا پنهنجو ماس ڳاريم ٢٧- وداع، معاف، خلاص ٢٨- زنجيرون ٢٩- ڪٽي جلائي ڇڏ (ٻار جي معنيٰ ٻاهر بہ آهي).

*اي عمر! تنهنجي تقدير ۾ ازل کان پاڪدامني لکيل هئي، جو تو مارن جي ساماٽل نياڻيءَ جو شرم زائل نہ ڪيو.

ڀِڄندينءَ، پَنوهار! سگهي سَنگهارَنِ کي.

٥١

مَ ڪي روءِ، مَ رڙُ ڪي، مَ ڪي هَنجُون هارِ؛
جهڙا اَچِنِ ڏِيهڙا، تهڙا وِيئي گهارِ،
ڏُکَنِ پُٺيان سُکڙا، سِگها ٿِيَنِ، سَنگهارِ!
لَٿا لوهَ، لطيفُ چئي، پَرُوڙِج، پَنوهارِ!
ٻيڙيُون نيئي ٻارِ، تو تان بَندُ بِدا ٿيو.

٥٢

مَ ڪي روءِ، مَ رڙُ ڪي، مَ ڪي ڪَرِ داهُون؛
سُتي لوڪَ، لطيفُ چئي، ٻيئي ڪَڍِج ٻانهُون،
لَڏِيءَ جِتِ لائُون، سو ڏيهه پَسندينءَ، مارُئي!

٥٣

مَ ڪي روءِ، مَ رڙُ ڪي، مَ ڪي ڪَرِ ڪيهُون؛
اُٺي اَچِنِ اُٺِهين، واندِنِ جُون ويهُون،
ميڙِيندوءِ مِيُون، ميهين اُٺين، مارُئي!

٥٤

لوئِڙياري آهيان، واريان تان نه وَرقُ،
سانڍيم سُپيرِيُن لَءِ، لوئِيءَ اَندرِ لِڪُ،
ڪَنڌ ڪاسو، پِٽ پاسو، ڏُنُم ڏَنَ ڏَرَڪُ،
سَندو مارُوءَ حَقُ، جان جِيان، تان پاريان.

٥٥

اَڄُ پڻ چِڪِيُم چاڪَ، وَڏهِين ويڙهِيَن جا،
سُوُرَنِ اَچِي، سومرا! اَندرِ ڪِئي اوطاقَ،
مارُوءَ جي فِراقَ، هَڏَ مُنهنجا ڪپيا.

٥٦

چِڪِي، چِڪِيُم چاڪَ، وَڏهِين ويڙهِيَن جا،
واجهيندي وِصالَ کي، ڦِنا ڪَيس فِراقَ،
سِيڻي سارِيَم، سومرا! تُرِ جنين جا تاڪَ،
مارُوءَ جي اوطاقَ، گهڻو اُڪنديءَ آهيان.

وائي

مُون مَنُ مارُوءَ جو، مارُوءَ جو مُنهنجو، مِيان!
مُنهن مُنهنجو، سومرا! مُرُ ميروئِي هوءِ،
ڏوٿوءِ ڏُورانِ ڀر، مَٿان مارُو چوءِ،
لارُوُن جي لُڙڪَنِ جُون، ڪَٽي وَڃان توءِ.

١- ڀڄندين ٢- اي پنوهار (مارئي)! ٣- جنهن وقت خلق ستل هجي (رات جو) ٤- ٻئي ٻانهون کڻي دعا پنج ٥- جت لڏهنجو ماروءَ سان پرڻي جو سنبنڌ ٿيو ٦- داڻهون ٧- ميڻهن جي مند ۾ ٨- نوجوانن (اَصلي معني: ڪنوارن) ٩- ويهن ويهن جون ٽوليون (گهڻو انداز) ١٠- ملائيندءِ ١١- مالڪ ١٢- برسات جي مند ۾ ١٣- لوئي ڀريندڙ ١٤- نئون ورق نه ورائيندس (اَصلي ريت نه مٽائيندس) ١٥- لوئيءَ اندر پنهنجي ڪمر يا چيلهه ١٦- ڪنڌ هيٺان ١٧- ڪکائون ٽوڪرو ١٨- پٽ تي ١٩- جيءَ کي لسو ڏنم ٢٠- زخم ڪڙهيم ٢١- آسودن ٢٢- منزل، اوتارو ٢٣- ميلاپ لاءِ واجهائيندي ٢٤- جايون، آستان ٢٥- آستان يا پڪي لاءِ ٢٦- ٽوڏوٽو ٢٧- محلن (ڏوراٽن) ٢٨- چوي ٢٩- ڏارائون ٣٠- ڳوڙهن، هنجن ٣١- ڪٽي وڃان ٣٢- تنهن هوندي به.

## سر مارئي - ابيات متفرقہ جو سار

مارئي ٔي چوي تہ ”جي حاڪم (عمر) ٔي ”لوڙائو“ ٔيو تہ مسڪين مارو ٔون منجهہ ڪٿن گهاري سگهندا.“ قضا ڪيس ڪوٽ ۾ آندو آهي. هوءَ ”هميرائا هتڙا“ مور ڪين مڃيندي. ڪيس جهڙا جي ٔهڙا پنهنجا مارو منا ۽ ملهائتا آهن. هوءَ پنهنجي وطن جي آب لاءِ ٔي سڪي. عمر ڪي ويڌتي ڪري ٔي چوي تہ ”رڳو ايتري مهلت ڏينم، جو پائر جو پاٽي پنهنجي سرير ٔي واري، انهيءَ دم لو وت وابس وران.“ مارئيءَ جي من جو محبوب ”ميرو مارو“ ٔي آهي. مارن جي فراق سندس هڏ ڪپي ڇڏيا آهن. ساٽيہ جو نالو سٹندي ٔي سندس اندوه غائب ٔيو وڃن. ڏکن پنيان نيت سک اَچڻا آهن. مارئيءَ ٔان بہ نيت ”بند بدا“ ٔيندو ۽ هوءَ ڌٹيءَ جي فضل سان وڃي پنهنجن مارن سان ملندي.

•

”**سر مارئي**“- هن سر ٔي سندس مضمون مطابق ٔالو رکيو ويو آهي. منجهس مارئيءَ جي ورلاپن، پورن، اُمنگن ۽ وطني اُڪير جو ورڻن آهي. هن سر ۾ شاه صاحب وطن پرستيءَ جا اعليٰ ۽ بي نظير خيال آندا آهن. ساڳئي وقت، مسڪينن ۾ جو اِخلاص ڏنو أَس، ٔنهنکي پورو داد ڏنو أَس. هي سر، عمر جهڙن ”لوڙائو“ اَميرن لاءِ هڪ اَبدي سبق آهي.

# سُر ڪاموڏ

## داستان پهريون

١

لوُن سَمو، آئوُن گندري[1]، موُن ۾ عَيبَنِ جوءِ[2]،
پَسي راڻيُنِ[3] روءِ[4]، مَتان ماڳُرِ مَٽيِين!

٢

لوُن سَمو، آئوُن گندري، موُن ۾ عيبَ اپارَ،
پَسي لِيَّ[5] لغارَ، مَتان ماڳُرِ مَٽيِين!

٣

لوُن سَمو، آئوُن گندري، موُن ۾ عَيبَنِ ڪوڙِ[6]،
پَسي ڪِڪيءَ ڪوڙِ[7]، مَتان ماڳُرِ مَٽيِين!

٤

لوُن سَمو، آئوُن گندري، موُن ۾ عَيبَنِ وِيءَ،
پَسي مَٽڪي[8] ڏِيَّ، مَتان ماڳُرِ مَٽيِين!

٥

لوُن سَمو، آئوُن گندري، موُن ۾ عَيبَنِ لَکَّ،
هِنَ مُنهنجي حالَ جي، توکي سَڀِ پَرَکَّ،
ڪارَڻِ رَبَّ اَلکَّ، مَتان ماڳُرِ مَٽيِين!

٦

لوُن لَماڇي، تَڙَ ڏَڻي[9]، آئوُن مُهاڻي[10] مِي،
موُن ڪي ڏُهاڳ، مَ ڏِي، آئوُن جا نالي سُيَسِ تُنهنجي.*

٧

لوُن لَماڇي، تَڙَ ڏَڻي، آئوُن گندري غَرِيبِ،
تو سِين جامَ! قَرِيبَ، ڪي ڏَنُ[11] ڇَڏائي[12] ڏيهِ موُن.§

٨

ڪاڄُ جنِين جو ڪِکيوُن، مالَ جنِين[13] جا مَڏَ،

---

١- گندري ذات جي ٢- آستان ٣- شڪل ٤- ماڳر ذات جي (ٺوري) ٥- مڇيءَ مٽان ڳڳ ٦- ڪروڙ ٧- داغ ٨- مهاڻن جي (مي=مهاڻي. ماڳر=هڪ مهاڻن جي ذات) ٩- بندر جو خاوند يعني جام لماڇي ١٠- مهاڻي ١١- مٽياڻي ١٢- محصول ١٣- مڇين جو ڍڳ، مياڻي، ٺرهو.
*آءٌ جا تنهنجي نالي سان سڏجڻ ۾ ٿي اَچان (جو ته تنهنجي زال آهيان)، تنهنکي ڏهاڳ نه ڏج.
§اي جام لماڇي! مان، جا تنهنجي ويجهي مٽياڻي آهيان، تنهنجي محابي، لون منهنجي ماڻهن تان محصول معاف ڪري ڇڏ.

سمي سيئي سيڻ ڪيا، هيڻ جنين جا هڏ،
جامَرا[3] پرڙيءَ لڏ، سانگين[1] جي، سيڏ[2] ڇئي.

9

جارا ۽ ڪارا، مالُ جنين جو مڪڙيون[4]،
تماچيءَ جي تڪيي، اچن سوارا[5]،
مي مڇيءَ مارا، سمي سي سيڻ ڪيا.*

10

ککيءَ هاٺيون ڪاريون، ڇڇيءَ هاٺا ڇڇ،
پاند جنين جي پاند سين، لڳو ٿئي لڇ،§
سمو جام سهڄ[6]، ايو ڪري ان سين.

11

ڪاريون، ڪوجهيون، ڪوڙيون[7]، مورِ موچاريون،
وٺي وينيون وات لي، ککيءَ جون ڪاريون،
انين جون آريون[8]، سمي ري ڪير سهي؟

12

جاريون، ڪاريون، ڇڇ، ڇيريون[9]؛
جن جي محبت مڇيءَ ساڻ،
رهن، وهن سر پاندين[10]، سيئي[11] بدبوءِ[12] هاڻ،
لڏڙن جئن، لطيف چئي، پاٽيءَ وجهن پاڻ،
تن ملاحن جو ماڻ[13]، سمي سر ڪيو پانهنجي.‡

13

گند جن جيءَ گوڏ[14] ۾، پابوڙا پوشاڪ[15]،
انين جيءَ اوطاق، راجا ريجهي آئيو.

14

گند جن جيءَ گوڏ ۾، پابوڙا پيدام[16]،
انين کي انعام، مهر مڙوئي ڏيو.

15

گند جن جيءَ گوڏ ۾، متن لي موڙيون[17]،
اچن سنيوڙيون[18]، سمي جي سلام لي.

†16

ٿيا تماچيءَ جام سين، مهاڻا محرم[19]،
نديءَ وڏيءَ گندريءَ، متي ماڙيءَ ڏوم[20]،

---

١- سامگري ٢- اي اَجهي مهاڻن ٣- وڏا جار ٤- نديون ٻيڙيون ٥- سويل ٦- سهج، نوازشون ٧- ڪميڻيون ٨- ناز نخرا ٩- ڪکن ۽ ڪانن جا اوڇا ١٠- مٿان ١١- پاندين تي (ٽانگهي پاٽيءَ مٿان اَڏيل پيهن تي) ١٢- بدبوءِ سان ڀريل ١٣- ماڻو، ناز ١٤- پيٽ جون پاڙون ١٥- پيٽ جون لڪيون ۽ ٻن ١٦- ٻهران ١٧- سينهيون ١٨- سنيريل ١٩- رازدار، گهاٽل ماٺل ٢٠- ڪاه.
*جيڪي مڇي ماريندڙ مهاڻا آهن، سي تماچيءَ پنهنجا سيڻ ڪيا.
§جنهن پلاند سان جيڪڏهن اتفاق سان پلاند لڳي وڃي ته هوند لڄ اچي وڃي.
‡اُنهن مهاڻن جا ماڻا، سمي برداشت ڪيا.
†مڙيئي مهاڻا، جام تماچيءَ سان ايتري قدر گهاٽل ماٺل ٿيا، جو نديءَ وڏيءَ مهاڻيءَ جي، سندس محل جي ماڙيءَ لي ڊوڙ پئي پيئي. اوري پري جا ملاح، انعامن سان مالا مال ٿيا.

جي ڪنجهر جي روم[1] سي سڀ انعامي ٿيا.

١٧

نه وڏي، نه وڪٽي، نه ماري، نه ڌاري،
ڪارو وڏائين ڪوهه ۾، نرتون[2] نهاري،
سائي ٻر[3] ٻاري، جا گهر سمي جي سهڄي[4].*

١٨

نه وڏي، نه وڪٽي؛ نه ڪٽي ۾ ڪاري،
اهڃ[5] سهڄ ساهيون، ڏريان[6] نه ڌاري،
سائي ٻر ٻاري، جا گهر سمي جي سهڄي.

١٩

ٻاٻوڙو ٻيش ڪيو، نئون[7] نوريءَ نيئي،
حاضر[8] هيون هڪيون، سميون سيئي،
نوازي نيئي، گاڏيءَ چاڙهي گڏري.*

٢٠

مهاڻيءَ جي من ۾، نه گيرب[9] نه گاءُ،
نيڻن سين ناز ڪري، ريجها يائين راءُ،
سمو سين ملاءِ، هيريائين[10] حرفن[11] سين.§

٢١

نوريءَ جي نياز جو، عجب[12] اجهل هوءِ،‡
سمو سر[13] سين ۾، مي موڙيو[14] سوءِ،
اڇو[15] اڀين ٻوءِ، حجت[16] ڀڳي راڻين.†

٢٢

مي مڇيءَ ۾ هٿڙا، ويئي ڪري ورن[17]،
راءُ اکين رکي، مهاڻي منجهه من،×
تماچيءَ جي تن، ڳالهيون ڇمس[18] ڳجهيون.

٢٣

هٿين، پيرين، آرڪئين، منهن نه مهاڻي[19]،
جئن سڳو وچ سرندڙي[20]، تئن راڻين ۾ راڻي،
اصل[21] هئي ان کي، اهل[22] جاماڻي،
سمي سهاڻي[23]، ٻيڙو ٻڌس ٻانهن ۾.

٢٤

لهڙو ڪنجهر ڪين ٻيو، جهڙي سونهن سنديا س،

---

١- روم ولايت يعني ڏورانهان ملڪ ٢- جاڻي، نرت سان ٣- هلت چلت ٤- ورلڄي ٥- لورڻ لڪڻ ٦- اصل ڪان ٧- نئين وٽ ٨- حاضر ٩- هٺ ١٠- وچان ١١- چترائي ١٢- نهايت ١٣- سردار ١٤- موهيو ١٥- ٻيهن ١٦- دعوي ١٧- رنگ روپ ١٨- راجا ١٩- روپ ۽ روش ۾ ٢٠- سرندي جي تارن وچم ڏاڍو (ٽارن ۾ مول) ٢١- روش ٢٢- شاهاڻي ٢٣- نڪاح جو ڳاڙهو سڳڙو.
*جام تماچيءَ ٻين سڀني راڻين کي ڇڏي، نوريءَ کي نوازيو ۽ کيس پاڻ سان گڏ گاڏيءَ ۾ چاڙهيو.
§سڀني راڻين وچان، نوريءَ ئي سمي کي پنهنجي چترائي سان موهيو.
‡نوريءَ جي نماڻائي، بيحد حيرت جو ڪارڻ آهي.
†راڻين جي دعوي ڀڄي پيئي ۽ هو اڇيو سندس (نوريءَ جي) ٻنيان ٿيهن.
×راجا هنڪي (نوريءَ کي) اول ڪان ئي پنهنجي هردي ۾ جاءِ ڏني هئي.

مڏَ[1]، مياڻيُون[2]، مَڪُڙا، مِڙئي مَعافُ ٿِياسِ،
مورِڇَلَ[3] مَٿانسِ، اَيو لَماچي تي هَڻي.

۲۵

لَڙُ لَماچي جامَ جو، لَماچي لَڙَ راءِ،
لَماچيءَ جي ٽِڪِي[4]، تُون لَماچي ڳاءِ[5]،
تہ تُون لَماچِياءِ[6]، لَماچي لَڙُ لَهِين[7].

۲۶

ڪوءِ سَمِيُون! ٻَنِ سوُمِريُون! جي اَچَنِ اوچي ڳاٽ[8]،
وَرُسي ڪِنجُهر جائِيُون! جِن لَماچيءَ جي لاس،
راڻِيُن مُلان راسِ، ماڻڪُ[9] مي پرائيو.

وائي

هيري هَٿُ وِڌائين، ويهي سائُين وِچَ ۾،
نَوازِشِ نُوريءَ جي، آهي لَماچيءَ لائِين،*
گَندَگيءَ گوشو ڪيو، عَطرُ[10] اوڦ[11] اولِيائين،
آنڊا، مَنڊا آئِيا، سَخا[12] سَڏُ وِڌائِين،
پَسو جوُڙُ[13] جُوانَ جو، ڪو هَنڌُ ڪونَ مَنيائين،
قيمَتَ[14] ڪَميڻَن سين، جهَڙي وَٿَ وَٺيائين،§
مولي مَڇيءَ هَٿَ لي، ڪوڏِنِ جَنِ ڪَڍيائين،
ماڻڪَ مياڻَن ۾، چِلُرَن جَنِ چُنيائين،
ڏيئي سونُ سُوالَ[15] ۾، رُپي راند ڪيائين،
پاڻيَٽ[16] آڻي پاڻَ سين، لعلوُن سَڀ لُٽيائين،
ڦيروزا[17] فَقيرَن لان، گهوري سَڀ گهوريائين،
آئي، عَبدُاللَّطيفُ چئي، اَڇلي اَمُلَ[18] ڏنائين.

## سر ڪاموڏ ـ داستان پهرئين جو سار

جام لماچيءَ، نوريءَ جي حسن ۽ حلم تي موهجي، کيس پنهنجي پٽ راڻي ڪيو آهي. راڻين جي راڻي هوندي بہ نوري نياز ۽ عجز کي هٿان نہ ٿي ڇڏي ۽ راءِ کي ور ور ڏيئي اِئين ٿي پيئي چوي تہ "منهنجي ذات خسيس آهي؛ تون اُنکي ڏسي، مونکان منهن نہ مٽج، پر پاڻ سڃاڻج." سمي، سگهہ، اُنهن سان ڪيو آهي، جنهنجو واهپو ڪکيءَ سان آهي. لماچي سردار ساڻن ڏاڍا سهڄ توڪري ۽ سندن دامن، رپي، سون، لعلن، فيروزن ۽ پاڻيٽن سان ڀر ڪري ٿو ڇڏي. نوريءَ جو جنم، مهاڻن ۾ ٿيو آهي، تہ بہ سندس هلت چلت جائي جم ڪان شاهاڻي آهي: "اَصل هئي اُن کي، اَهل جاماڻي." لماچي سردار اَيو ٿي، متانس مورڇل پيو هڻي. مڙني راڻين جي دعوي هاڻ پڄي پورا ٿي پيئي آهي.

---

۱- سامان ۲- مڇي گڏ ڪرڻ جون جايون ۳- مور جي کنڀن مان ٺهيل پنکا ۴- مڪان يا آستان تي ۵- لماچيءَ جي ساراهہ ۶- لماچيءَ کان ۷- تڙ تي لماچيءَ جو ديدار ڪرين ۸- مغروريءَ سان ۹- جام لماچيءَ جهڙو اَملهہ ماڻڪ ۱۰- گم ٿي ويئي ۱۱- ٻالوت ۱۲- هوڪو ڏيارائين ۱۳- سخا ۱۴- قيمتي وستو ۱۵- خيرات لاءِ سوال ۱۶- آڌار مولي ۱۷- نيلي رنگ جا هيرا ۱۸- بي بها ماڻڪ.

*نوريءَ تي فيض ٿيسين آهي، جيسين جام لماچي حيات آهي.

§خسيس مهاڻن ۾ قيمتي سوغاتون اِئين ورهيائين، جڻ ڪا وٿ ورهائجي.

## داستان ٻيو

١

سرُ سلامت[1]، سُپرين! مرڪڻا[2]! تون م مرڪج!
آهيين ناز اکين جو، وٽان مون م وڃيج،
لماچي! لکيج[3]، ڪوڏيهُن ڪنڌهر ڪنديين.

٢

ڪوڏيهُن ڪنڌهر ڪنديين، تون لماچي! لڳ،
اوچو تيوم اڳ[4]، مون ڪرُ ملاحن[5] ۾.

٣

هيٺ جرُ[6]، مٿي مجرُ[7]، پاسي ۾ وڪاراهَ[8]،
اچي وچي وچ ۾، لماچيءَ جي ساءَ[9]،
لڳي اَنَرَ واءَ[10]، ڪنڌهر هندورو ٿئي.

٤

هيٺ جرُ، مٿي مجرُ، پاسي پرين سدامِ،
ڪوڙيين[11] ڪاج[12] سدامِ[13]، اَڻ سدو[14] ڪون رهيو.

٥

هيٺ جرُ، مٿي مجرُ، ڪنديءَ ڪونر[15] لرنِ،
ورني واهوندنِ[16]، ڪنڌهر ڪٿوري[17] ٿئي.

٦

سميون ڪري سينگارُ، راءِ ريجهائڻ آئيون،
جامَ هت ۾ جارُ، جُلي[18] جُهبرن[19] وچ ۾.

٧

ميءَ هت ۾ مڪڙي، جام هت ۾ جارُ،
سڄو ڏيهُن شڪارُ، ڪنڌهر ۾ ڪالهه هو.

٨

نوريءَ جي نوازيو، تيو لماچي لي،*
گاڏيءَ چاڙهي گڏري، ماڙهوُ ڪيو مي،
ڪنڌهر چوندا ڪي، نہ سڄ سيائي ڳالهڙي.

§٩

جامان اڳي جي جائيون، تن جي نرت[20] نوريءَ کي ناهِ،
نہ مٺهن[21]، نہ مارڪي، نہ وڃن[22] ڪنهن وهانءِ،
سي ڪنڌهر ڪنديون ڪانهِ[23]، جن لماچي لکيو.

١٠

نہ ڪنهن جائو[24] جام کي، نڪو جام ڄياءِ[25]،
نَنديءَ وڏيءَ گڏريءَ[26]، سين آه سياءِ،
"لم يلد و لم يولد"[27]، اي نجابت[28] نياءِ[29]،
ڪبرُ ڪبرياءِ[30]، تخت[31] لماچيءَ جام جو.

---

١- سلامت ٢- اي مرڪندڙ سپرين! ٣- لکيج ٤- مدهن ٥- ڳات ٦- اوجل پاڻي ٧- ٻڌي ٨- وڻڪار ٩- لطف ١٠- پينگهو ١١- ڪروڙين، سهسين ١٢- ڪارج ١٣- منهنجا سڌ ٿيا ١٤- سڌ نہ ٿيل ١٥- ڪنول گل ١٦- بهار جي اچڻ سان ١٧- مشڪ، عطر ١٨- هلي چلي ١٩- جهبير ذات جي مهاڻين ٢٠- نگاهہ، ڄاڻ ٢١- وهانءَ جو منڊپ ٢٢- غميءَ جو ميڙ ٢٣- ڪيڏانهن ٢٤- ڄڻيو ٢٥- اولاد ٢٦- ڏورانهون عزيز ٢٧- نہ ڪنهن کيس ڄڻيو، نہ ڪنهن کي ڄڻيائين ٢٨- شرافت ٢٩- اِنصاف ٣٠- شان ٣١- دبدبو.

*لماچيءَ جو نالو انهيءَ ڪري پيو ڳائجي، جو هن نوريءَ کي نوازيو.

§ جيڪي زالون، جام کان اڳي ڄايون (يعني جام جي گهر جون وڏڙيون)، تنهن جي ڄاڻ نوريءَ کي ناهي. اُهي شاديءَ غميءَ لي ڪٿهن وڃن. جن جو آذار لماچي، سي ڪنڌهر کي ڇا ڪن.

١١

پَکَنِ پوءِ پُڪارَ: "اَڄُ تَماچِي آئيو"،
مِرڪَنِ مَلاحَنِ جا، مَتِي باندِيُنِ بارَ،
وَڏي جامَ جمارَ! جنهن مِياڻِيُون موڪِيُون.*

١٢

پَڪا پُڪارِيو، جامُ تَماچِي آئيو،
ڳوندَرَ لاهِيو، گَندِرِيُونِ! آنَڪَ اُجارِيو،
ڪِنجهُرُ ڦوارِيو، سَمي سامَ بَخشي.

١٣

ڪو جو ڪامَڻُ مي، آهي اَڪَرِيُنِ ۾،§
تَنُ تَماچِيءَ جامَ جو، ناٺِيُنِ پايو ني،
عِشقُ اِئَنِ ڪَري، جِئَن جارو جامُ ڪُلهي ڪِيو.‡

وائي

ڪَنهن کي ڪيرُ چَوَندو مي؟ اَڙي! اِيَّ سَمي جا سَمَنگِي،
سَمي جي سُهاڳَ جو، مينڊِ و ڳِنو مي،
جارو جامَ ڪُلهي ڪَيو، عِشقُ اِئَن ڪَري،
جِنِ وِهَڻُ نَه ڏِني وَٽِ ۾، تِيا سَلامِي سي،
عالَمُ اِنعامِي ڪَيو، نُورِيءَ نازُ ڪَري.

## سر ڪاموڏ - داستان ٻئي جو سار

بهار جي مند موٽي آهي ۽ ساري ڪنجهر عطر سان واسجي ويئي آهي. مٿي هير پيئي لڳي، ۽ ڪنجهر جو اوجل جل، هندوري وانگر پيو لڏي. پاسن کان وڻڪار اٿس ۽ ڪنڌين تي ڪنول. اهڙي جانفزا فضا ۾ جام تماچي ۽ نوري، ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، سارو ڏينهن شيل شڪار پيا ڪن. نوريءَ جي صدقي، سردار، سيني مهاڻن کي سام بخشي آهي ۽ سندن مياڻيون موڪيون آهن. نوريءَ جي نيڻن ۾ اهڙو ڪو جادو آهي، جو تماچيءَ جي تن کي جڻ نيزي جي نوڪ تي ڪٽي ورتو اٿس. اها عشق جي ڪرامت آهي، جو شاهه ٻانهي سان هڪ ٿيو وڃي. نوريءَ جي محبت ۾ منڊجي، تماچيءَ جهڙو شاندار حاڪم به، جار ڪلهي تي ڪري، مهاڻن جي وچ ۾ وينو شڪار جو شغل ڪري!

"سر ڪاموڏ"- ڪاموڏ "ڪامودا" جي بگڙيل صورت آهي. "ڪامودا" جي معنيٰ آهي "ڪام يا پريم وهيڻي". هندستان جي گائن وديا موجب، ڪاموڏ هڪ راڳڻي آهي، جا ديپڪ راڳ جي پنجن استرين مان هڪ آهي. هيءَ راڳڻي "سمپورڻ" سڏي ٿي وڃي ۽ ڀيرويءَ جو ڀائيپي آهي. رسالي ۾ هيءَ ٽي سر آهي، جنهن ۾ محض وصل جي وائي آهي.

---

١- پوي ٢- هل ٣- ڍلون معاف ڪيون ۴- اوجل ڪريو ۵- چيتائون، غم ٦- مهاڻيون! ٧- صاف ڪريو ٨- بي فڪر ٿيو ٩- پناهه، اجهو ١٠- جادو ١١- نيزا، نوڪون ١٢- ڇڪي، ڪنيو وٺي ١٣- نوازي ١۴- وارن جون ڇڳون ١۵- وڙهيو ١٦- سارو جهان (سڀ مهاڻا) ١٧- نوازيل.

*شل جام وڏي آورجا ماڻي، جنهن مياڻين تان محصول معاف ڪيو.

§مهاڻيءَ جي نيڻن ۾ اهڙو ڪو جادو آهي!

‡عشق جا رنگ اِهي آهن، جو تماچيءَ جهڙي حاڪم به مهاڻن جي جار ڪلهي تي کنئي آهي.

# سُر گهاتُو

## داستان پهريون

١

ڳهڻگهرِيا[1] ڳهڻَ جا[2]ڻَ، موڙهي مَتِ مَهائِيينِ[3]،

وِيا ڳَڏجي وِٻرِ ۾، پِيا مُڏهن مهراڻَ،

اَڳيان ٻويان ٿاڻَ، وِيا ويڃارَنِ[4] وِسري.

٢

ماڪَ پيڃاڻَن مولهِيا، مَتان راتِ[5] پئي،

اولِيؤن اُجهڻَ[6] لَڳيؤن[7]، وِيا وَنجهه وَهي،

ڪَلاچِيان[8] ڪَهي، ڪَڏهِن ڪونَ آئِيو.

٣

ڪو جو ڦَهرُ ڪَلاچَ ۾، گهڙي سو نَئي،*

خَبَرَ ڪونَ ڏئي، نه رَڃَ[9] ڪُهاڙي رَنبِيا[10]؟

٤

ڪالهه ڪَلاچيءَ وِيا، ڇَتيؤن[11] ڪَٽي ڇُڳيرَ[12]،

پاڻُوَنِ پيرو نه ڪَيو، اَڏَنِ ڪي اوڀرَ[13]،

اَهڙي خاصي ڪيرَ[14]، ڪُنَّ وَراڻي جهلي.

٥

ترِيؤن[15] پَسان نه ٿارِ[16] ۾، جُهڳا[17] جاءِ نه ڪَنِ،

مادَرِ! مَلاحَنِ، ماڳِ نه ڀُو ويا مَڪُڙا[18].

٦

ڏهاڻي[19] ڏنَرِ ڪيترا، جنين مارِيو موڪَ،

---

١- منجهي پيا ٢- گهڻو جاڻندڙ (ماهر) ٣- وڙيامن جي ٤- وقت ٥- ڀڳون ٦- ٻيڙي هلائڻ جا ڳن ٧- لڙهڻ ٨- ڪلاچيءَ (ڪراچيءَ) جي ڪن مان (ڪلفٽن ۽ منهوڙي جي وچ ۾) (ڪلاچي ذات جا بلوچ، انهي نزديڪ ڳوٺ ۾ ڏي وينا هوا) ٩- جار ١٠- روڪيا ١١- ميڇ مارڻ جا وڏا ڀالا ١٢- طرن وارا ١٣- پيرو ڪرڻ=موٽي اچڻ ١٤- ٽولي ١٥- ٽرها، ميڙا ١٦- درياه ١٧- وڏا جار ١٨- ٻيڙيون ١٩- گهٽي انداز ۾ (ميڙيون).

*ڪلاچيءَ جي ڪن ۾ اهڙو ڪو ڦهر ٻيو وسي، جو جيڪو ٿو اندر گهڙي، تنهڪي ٿو ڪٽي.

گهرَ ۾ گهاتوُئڙَنِ جا، تا ٻاريلمِ ٹوڪَ،

لَڏي وِڃان لوڪَ، اوُنهي وِيا اوهِري.*

۷

ڪالهہ ڪَلاچيءَ وِيا، گهاتوُ ڪَري گهوُرَ،

مادَرِ! مَلاحَنِ جا، ويٺي سَهان سوُرَ،

موُن کي ڪري مَلوُرَ، اوُنهي وِيا اوهِري.

۸

اُڀي اوسِڙان اَسَ ۾، جَهليو ڪُنَّ ڪِنارَ،

گهاتوُ گهرِ نہ آئيا، وَڏي لَڳِيَنِ وارَ،

هُيَسِ جنين هارَ، سي موڙي چڙهيا مَڪُڙا.

§۹

ڪلِي جان ڪِنڪارِيان، تان سائِي سَگُ نہ ڪَنِ،

وارِيو وَهِتَ وَڃَنِ، ڪَنِ سَپاڳِنِ سامُهان.

۱۰

جتي گهورِيو گهاتوُئين، لِتي واريءَ ٻُٽَّ،

سَهسين سائي مُٽَّ، سَرُ سُڪو، سوُنگهي، گيا.

۱۱

نَڪا ٻوُء ٻازارِ ۾، نَڪا چِلُرَ چِٽَّ،

جتي ڏَنيرِيَنِ جي، اَڳي هُئي اَکَٽَّ،

سي پِڙَ پَسيو پَٽَّ، ماڙهوُ وَڃَنِ موٽِيا.

۱۲

موُن اَڏاريا مَڇِڙَا، اللهَ! گهاتوُ آڻِ،

ميان! مُدارِنِ سين، موُن کي، قادُرَ! وِڃهہ مَ ڪاڻِ،

هَٽَ مُهنجي هاڻِ، قَدُرُ لَڌو جِنِ ري.‡

۱۳

اوري هُئا نہ آئيا، جيڪُسِ وِيا پَري،

سائِي سَڏَ ڪَري، ماڳَ نِهاري موٽِيا.

۱۴

اَئين جا لُڏو لوڏَ، ايَ پَرِ گهاتوُئڙَنِ جي،

۱- مڇي ماريندڙن ۲- سامان ۳- سمنڊ ۴- گم ٿي ۵- ٻوڙهي جاچ ٦- اَمڙ! ۷- ملول ۸- اُس ۾ رلان ۹- وٺيو ۱۰- ڪنارو ۱۱- دير ۱۲- پروسي ۱۳- وهنوار ۱۴- ٻولا ڪٺي (درياه ۾ مڇيءَ لاء) ۱۵- ٻڳ، ۱٦- مُنا ۱۷- درياه ۱۸- محصول اوڳاڙيندڙ ۱۹- ويا ۲۰- مڇيءَ جي ٻانس ۲۱- چلرن جي وسڪار ۲۲- مڇيءَ جو قسم (ڏنيرو) ۲۳- اَکٽ تعداد ۲۴- اَڏارا ورتا ۲۵- مڇيون ۲٦- ڪوني دارن ۲۷- سرير ۲۸- دستور.

*لوڪ ٻا سنسار مان لڏي، وڃي عميق ۾ غرق ٿيا.

§مهاڻي ٿي چوي تہ "هينئر سائين کي ڪلي ڪيڪاريان ٿي تہ هو پوري خوش خيرعافيت ۾ نہ ٿا ڪن. هو پنهنجا وهت وراهي، وڃيو سهاڳڻين جي سامهون پيهن."

‡جن کان سواء منهنجي سرير کي اُنهن جو قدر پيو آهي.

ڪُنَّ ڪَلاچيءَ[1] ڪوڏَ، سُکَ نه سُتا ڪَڏهِين.*

١٥

گهوريندي[2] گهورِ پِيا[3]، اَگهورِ[4] گهوريائُون،
مَيڪُرُ[5] مارِيائُون[6]، مَلاحَنِ مُنهَن سَنَرا.

١٦

جان گهڙَندا گهاتوءَ، تان رَچَنِ ڏيو رَڱَ[7]،
سَڳايُون[8] ۽ سَڱَ[9]، ڪَلاچيءَ ڪيرُ ڪَري؟

١٧

جِنَ جُهڳا[10] پائِيين جهولَ[11] ۾، اِنَ نه مَرَنِ مَڇَّ،
سَبَرَ[12] ڏارِ سَمنبَ[13] جا، ڪي راتُون رَڱيُون رَڇَّ،
هي چارُون[14] ۽ چَڇَّ[15]، آجا[16] اوڙاهُ[17] اَڳاهُون ٿيو.§

وائي

جيڪُس جَهليا مَڇَّ، گهاتوءُ گهر نه آئيا[18]،
ڪاهي وَڃو، ناکُئا[19]! ڪَريو ٻُري تي ٻَڇَّ[20]،
ڪاٿي سَندِيَن ڪُنديُون؟ ڪاٿي سَندَنِ رَڇَّ؟
ڪُنَّ ڪَڙڪو ڏايو، اَڳو اَڳِيان اَڇَّ[21]،
اَدِيُون! عَبدُاللَّطيفُ چئي، سَڀِ لَنگهِيندا چَڇَّ.

## سر گهاتوءُ - داستان پهرئين جو سار

ڪلاچيءَ جي ڪن ۾ ماهر ملاحن جا به اوسان خطا ٿيو وڃن. گرداب جي گردابين ۾ سندن اوليون ۽ ونجهه لڙهيو وڃن. هن قهري ڪن مان ڪوبه سلامت ٻچي نه ٿو نڪري. جي اڙيا، سي ويا. ويچارا ملاح (ڇهه پائر) ميڪر جا شڪار ٿي، وڃي عميق جي تري ۾ پيا ۽ پنهنجين وهن ڪي وره ۾ وجهي ويا. هنن ڪان سواءِ بازاريون ۽ بندر سڃا آهن. هو اهڙي هند وڃي پيا آهن، جتي ڪو ڪنهن جو سڏ نه ٿو سڻي. ڪلاچيءَ جي ڪن ڪي ڪنهن لاءِ درد ناهي؛ اُن ڪي ”نه سڳايون، نه سڱ.“ سچاڻ ملاح نيت مانگرمڇ کي ماري فنا ٿا ڪن. هي سنسار به هڪ پياڻڪ مهاساگر آهي ۽ نفس يا من هڪ قهري مانگرمڇ. ڪي ٿورا سالڪ ٿي اُن کي اِئين نگهوسار ٿا ڪن، جئن موروڙي، ڪلاچيءَ جي ميڪر کي ماريو.

•

”سر گهاتوءُ“- گهاتوءُ لفظ جي معنيٰ آهي شڪاري يا ماري. هن سر کي اِهو نالو اِنهيءَ ڪري ڏنو ويو آهي، جو منجهس مڇي مارينڙن جو ذڪر آهي. موروڙي جي پائرن کي ڪئن هڪ مڇ ڳرڪائي ويو، ۽ وري موروڙي ڪئن مڇ کي ماريو، تنهن ڏانهن هت اِشارو آهي. اِنسان جو من به هڪ مردود مڇ آهي، جنهن کي مارڻ لاءِ ڪو موروڙي جهڙو مرد کپي.

---

١- شوق ٢- ڳوليندي ٣- ڪن ۾ ٤- اونهو سمنڊ ٥- مانگرمڇ ٦- سرهيا ٧- رنگ ٨- عزازتون ٩- مانڻيون ١٠- جار ١١- درياهه جي جهول (گوشي ۾ بيٺل پاڻي) ١٢- پڪتا ١٣- رڱيل ڏورا ١٤- سمنڊ جون ٽانگهيون ڪاريون ١٥- ٻورا، ترايون ١٦- سمنڊ ١٧- اَڳتي ١٨- شايد ١٩- ملاح ٢٠- ٻيڙي جيئو (مانگرمڇ) ٢١- آب جي اڇ.
*ڪلاچيءَ جي ڪن گهورڻ جي شوق ۾، گهاتو ڪڏهن به آرامي نه ٿا ٿين.
§هي سمنڊ جا ٽانگها هند آهن، اوڙاهه آجا اَڳتي آهي.

# سُرُ سورَٺِ

## داستان پهريون

١

اَللهَ جي آسَ ڪَري، هَليو هِٽائِين،[1]
چارَڻَ[2] ٻَڌا چَنگَ[3] ڪي، جهوَڙا[4] ۽ جهائِين،[5]
ڏولي[6] راءِ ڏِياچَ جي، ڏوُران[7] ڏِٺائِين،
وِينَتي واحِدَ دَرِ، تَنهن وِيرَ ڪَيائِين:
”سَباجها سائِين! راءِ[8] رِيجهائِين راڳَ سين.“

٢

پَرديسان پَندُ ڪَري، هَلي آيو هِتِ،
جاجِڪُ[9] آيو جِتِ، سِرَ جوُن[10] صَدائوُن هَڻي.

٣

پَرديسان پَندُ ڪَري، هَلي آيو هيُّ،
مالُ نَه مَڱي مڱڻو، جاجِڪُ گهُري جِيُّ،[11]
”وَيِ، وِهلو[12] تِيُّ، ساعَتَ صَبرُ نَه سَهان.“

۴

”پَرديسان پَندُ ڪَري، هَلي آيو هوُن،[13]
اوُنچو توُن عَرشَ تي، آنْ پورو[14] مَٽي پوُن،[15]*
ڪِيئَن ٽُسَندين توُن[16]؟ هِيءُ سِرَ سُوالي[17] مَڱڻو.“

۵

”پَرديسان پَندُ ڪَري، آيُس آڳاهِين[18] ۾ ماءِ،[19]
جي وِهاڻيءَ[20] وِيرَ مَ تِئي، تَه موُن هيرَ[21] نَه هَلاءِ،
سوُنهارا سورَٺِ وَرَ[22]! ڳالهه هِنئين سين لاءِ،
سو مَڱڻهارُ مَلهاءِ،[23] جو وِچان وِٻڙِنِ[24] آئيو.“

٦

”پَرديسان پَندُ ڪَري، سُٽي آيُس شانُ،

---

١- هٽائين (اَنيراءِ جي ڏيڍ ۾) ٢- ساز وڄائيندڙ مڱڻهار ٣- سرندي يا تنبوري ۴- ٽوٽر، جهاڳا ۵- گهنگهٽا ٦- هٽي محل ٧- پريان ٨- راجا ٩- مڱڻهار ١٠- پڪارون، سوال ١١- جان ١٢- جلد، سگهو ١٣- مان ١۴- پورڙو، نادان ١۵- پرٿوي ١٦- راضي ٿيندين ١٧- سر جو سوالي (گهرندڙ) ١٨- ٻنهي هيٺ ١٩- مان ٢٠- پرڀات جو ٢١- هينئر ٢٢- سورٺ جا پيار! ٢٣- مرڪاءِ، نواز، سرخرو ڪر ٢۴- دشمن (اَنيراءِ ڏانهن اِشارو).

*ٿهڃي پدوي اوچ آهي (توُن آڪاس تي آهين)؛ مان نادان پرٿويءَ تي آهيان.

مَگَڻ کَهڙيءَ مَت[1] سين؟ نِسورو نادانُ!
سو ڪوڏِيارِئين ڏانُ، جو طَمَعَ[2] کي تَرڪُ[3] ڪَري."

٧

"سَرديءَ سالُمَ نہ رَهان، گَرميءَ تِيان گُدازُ،*
اَمُنُ ڏيئِجِ اَمانَ تُون، سائِلُ هَٽي سازُ،
رَاڳيءَ کي راڙُ، خالِصُ ڏيئِجِ خَلِيلَ جو."§

٨

"سَرديءَ سالُمَ نہ رَهان، ڪوسي سَهان ڪانَ،
اَمُنُ ڏيئِجِ اَمانَ تُون، دُور ڪَري ٻيا دانَ،
پاڻِڊَپ! ڪاٺي پانَ، وِجهِجِ ڀِڪَ ڀِينارَ لي."

٩

"تو دَرِ آيُس، راڄِيا! جاچڪُ وَني جِيَّ،
کَنان[4] "نارُ حامِيَہ[5]"، هاڻ ٻَچائِج هِيَّ،
والي[6] ڏياريٺي وِيَّ[7]، جِت آهي "جَنَّاتُ عَدَنٍ[8]".‡

١٠

"تو دَرِ آيُس، راڄِيا[9]! هُڙو وَني حالُ،
اوناٺِجِ عَلِيلَ[10] جو، سَباجها! سُوالُ،
اَگَهُ مَتي آنهجي[11]، کَهي کي قَوالُ[12]،
يَلا! ڪَري پالُ[13]، اَمَنُ ڏيو اَن کي."

١١

"تو دَرِ آيُس، راڄِيا! ٻيا دَرَ ڪَري دُورِ،
سائِلُ[14] تو سَيِنَ هَٽي، هَردَمُ آن حُضُورِ[15]،
ٻِيو نہ مَگي مُورِ، اَمَنُ[16] ڏيو اَن کي."

١٢

"تو دَرِ آيُس، راڄِيا! ٻيا دَرَ ڏيٺي ٻَنِّ[17]،
کَهان[18] جو کُماچَ[19] سين، سو سُڻُ سَباجهي ڪَنِّ[20]،
جا مَگَ، مُنهنجي مَنِّ[21]، سا توکي مَعلوُمُ سَيَڪا[22]."

١٣

"ٻيا دَرَ ڏيٺي ٻَن کي، آيُس تُنهنجي دَرِّ،
سوُنهارا سورَت وَرَ! ڪا[23] مُنهنجي ڪَرِّ،
يَلا! پيري[24] پَرِّ، پالهو[25] پاندُ پِينارَ[26] جو."

وائي

ڏِنو راءِ ڏياچَ، هيٺِ سِرُ صاحب تان صَدقو،
چَڏي هَليو هٿين، واٽيون پَنهنجا راڄ،
اَگهيو دَرِ اَللهَ جي، ڪوڙين ڀُنَس ڪاڄ،
مَگي وَرِتو مَگٽي، کَهي سانُ کُماچَ،
اَديون، عَبدُاللَطِيفُ چَئي، ٻيس ڪَمَ سُڪاجَ.

---

١- هوش، سمجهہ ٢- لمعا ٣- دفع ڪري ٤- ڪان ٥- جلائيندڙ باه (آنيراء جا عذاب) ٦- ڏٺي ٧- گلشن، باغ ٨- عدن جو بهشت (باغ عدن) ٩- اي راجا ١٠- نپل، ضعيف ١١- اَوهانجي ١٢- راڳيندڙ ١٣- اي پال ڪندڙ ١٤- سوالي، مگڻهار ١٥- اَوهانجي حضور ۾ ١٦- دل جي تسڪين ١٧- ترڪ ڪري ١٨- چوان ١٩- ساز، رباب ٢٠- سباجهي ڪن سان ٢١- خيرات ٢٢- منهنجي دل ۾ ٢٣- ڪا منهنجي اون ڪر ٢٤- ڦيري، وري ٢٥- خالي جهولي ٢٦- مگڻهار.

*مونکي سهڻ شڪتي ڪانهي. سرديءَ ۾ سرڻو سالم نہ رهيم ۽ گرميءَ ۾ ڳريو وڃان.

§هن راڳيءَ کي پاڻ وٽ سڏي، گهري دوست (خليل) جهڙو ڪو نج (خالص) ڳجهہ سڻائج.

‡شل ڏٺي توکي اهو بهشت عطا ڪري، جتي عدن جو باغ آهي.

## سر سورٺ - داستان پهرئين جو سار

ٻيجل، چنگ کي جهونڻ سان سينگاري، الله ۾ آس رکي، راءِ ڏياچ جي محل طرف اچي نڪتو آهي ۽ واحد کي وينتيون ڪري پيو چوي ته:

”سڀاڳا سائين! راءُ ريجهائين راڳ سين.“

محل اڳيان اچي ٿو سر جي صدا هڻي. راجا کي ريجهائڻ لاءِ چنگ چوري، سندس اسٽي ٿو ڳائي: ”تنهنجو شان سڻي، ٻيا در سڀ ٻن ڏيئي، هت آيو آهيان. هاڻ اٿي مڱڻهار ملهاءِ ۽ اهڙو ڪو ڏان ڏيار، جو طمع کي ترڪ ڪري. تون اوچو مٿي عرش آهين، مان ٻورو مٿي ٻوُن آهيان. اي سورٺ ور! جيڪي ڪماچ سان چوان، سو سڀاڳي ڪن سان سڻج. منهنجي مڱ، جي توکي سڌ آهي؛ هاڻ اٿي ڪا منهنجي ڪر:

”ٻلا! ٻيري ٻر، پالهو پاند پيار جو.“

•

## داستان ٻيو

١

جاڄڪ[1] جهونا ڳڙهه[2] ۾، ڪو عطائي آيو،
تنهن ڪامل[3] ڪيڏي ڪينرو[4]، وڃهي وڄايو،
شهرُ سڄوئي سُرَ سين، ٽنڊُن ٽپايو،
دايُن دَرِماندِيُن[5] ٽيُن[6]، باين[7] ٻاڏايو،
چارڻ تي چايو[8]، ته ماري[9] آهي مڱڻو.

٢

ساري راتِ صاحب کي، ڳڙهه پر[10] ڳايائين،
اُنس[11] مائڪ مينهن جڻن، هَٿ نه ڇتائين،
ٽي[12] لائق[13] لڌائين[14]، جڻن هو ميرائي[15] مڱڻو.

٣

نِرلي[16] ٽندُ نيازَ سين، ٻيجلَ ٻرائي[17]،
راجا رَتولن[18] ۾، وَرنائي[19] وائي،
ڪونايائين ڪوٽ ۾، بارِتُ[20] باجهائي[21]،
راجا راڳائي، هَردوئي[22] هيڪ ٿيا.

٤

نِرلي ٽندُ نيازَ سين، ٻُرائي ٻيجلَ،
راجا رَتولن ۾، اونائي اَملَ[23]،
راڙُ[24] ڪيائين راءِ سين، ڪڍهن موچاريءَ مهلَ[25]،
”اَنا اَحمَدُ بِلاَمِيمِ“[26]، سين هَنئي سائِلَ[27]،

---

١- مڱڻهار ٢- ڏاتر عطا ڪندڙ ٣- ماهر ٤- سرندو ٥- هتي ٻانهيون ٦- ويا ڪل ٧- راڻيون ٨- چوايو (سرندي ڪان) ٩- شڪاري (ماريندڙ) ١٠- قلعي پر ١١- وسيس ١٢- تنهنڪري ١٣- لائق انعام ١٤- پاتائين ١٥- ورثي ۾ مليل ڏاتر وارو ١٦- چتائي ١٧- وڄائي ١٨- رنگ محل ١٩- قبولي ٢٠- ماهر راڳيندڙ ٢١- ٻاجهه ڪري ٢٢- ٻئي ٢٣- املهه يعني بي بها شخصيت واري راجا ٢٤- ڳجهه سليائين ٢٥- سڳوري ساعت ٢٦- ”آءٌ احمد آهيان بنا ميم جي“ (حضرت محمد جو پاڻ ڏانهن اشارو، صوفين جي ويساهه موجب) (احمد بنا ميم=احد=ڌڻي) ٢٧- سواليءَ.

ڪنهن ڪنهن پيئي ڪلّ[1]، نه هردوئي هيڪ ٿيا.

۵

ڪِين ڪِين ماڙهين[2]، پيئي ڪَل ڪائي،
رَسِيا جي رمز[3] کي[4]، تن پارسي پائي،
"الانسانُ سِرّي[5] وَ انا سِرّه[6]"، وَرِٽي اِيَ وائي،
راجا راڳائي، هردوئي هيڪ ٿيا.

۶

راجا رَنگ مَحل[7] ۾، جاجڪ سِر زمينَ،
جا هَميائين[8] هَٿن[9] سين[10]، سا سُٽي بالا بينَ،
جت اَچِن نه اُردا[11] بيگيون، اُت ڪونايو اَمينَ،
"تازي[12] ڏيوس ٽڪِڙا، جوهَر[13] پائي زينَ؛"
پيو مَگي ڪينَ، ڏاران سِرَ، سيّدُ چئي.

۷

راجا جو راضي ٿيو، ڏنهن ڏنا وَڏا ڏانَ،
موٽي[14] ڪاريا مڱڻي، طرحَ[15] ٽُنبي[16] کي تانَ[17]،
"موُن وٽ مال مَتاعَ جي، ڪمي آهي ڪانَ،
ڪارڻ رَبّ[18] رَحمانَ، سِرُ وِڃي، سُلطانَ! ڏي."

۸

سِرَ جي هٿائين هَليو، چارڻُ چِتائي،
سو موڙا جهلي نه مالَ جا، تو ماڻڪ موٽائي،
"تو دَرِ آيُس تي، جِنّ تو ناهه نه سِکيو."

۹

پائي پَٽَ[19] کَٽا[20]، موُن تان موُرِ نه مَگيو[21]،
تازي[22] طبيلن ۾، گهوڙا گهر گهڻا،
هاٿيءَ ڪارڻ هيڪڙي، آڻ ڪا ٽندُ هڻان؟
جا مَٿي[23] تو مَٽيا[24]، ٽنهن سِرَ جو آهيان سيڪڙو[25].

۱۰

"جي ميراثي مَگڻا[26]، آئون پُڻ منجهان تن؛
"ڪي ڪهُ[27] منهنجي[28] ڪن[29]، ارث منجهاران اِن جي[30]."

۱۱

"ڪا جا ڳالهه ڳري[31]، بيجليا! بُداءِ مون،
پينين جِنّ ڳرنارَ[32] ۾، ٽندُن[33] تانُ ڪري،
ڪِ تو پَندُ پَري[34]؟ ڪِ مَگَ، جهلِيندين؟ مَگڻا!"

---

۱- پووڙ ۲- ماڻهن کي ۳- ڳجهارت ۴- هتي پارسي معنيٰ آهي ٻولي ۵- انسان منهنجو ڳجهه آهي ۽ مان هنجو ڳجهه آهيان (حديث) ۶- اِها پچار پيئي يا ٻولي هلي ۷- مڱڻهار ۸- ٻڌي ۹- مٿي (يعني محلات ۾) يا اوچ راجا ۱۰- ساز ۱۱- مرداني ويس ۾ ٻانهيون (حويليءَ لي پهرو ڏيندڙ) ۱۲- عربي گهوڙا ۱۳- زين کي جواهرن سان جڙي ۱۴- ڪرايا ۱۵- طرحين ۱۶- سرندي ۱۷- آلاپ ۱۸- ڏٺي ٻاجهاري جي واسطي ۱۹- پٽ يا ڪشتي ۾ وجهي ۲۰- اَن جا داڻا ۲۱- هرگز ٻن نه ڪٺي ۲۲- عربي گهوڙا ۲۳- تنهنجي مٿان ۲۴- زيور (يعني سر) ۲۵- سڪندڙ، لمدا رکندڙ ۲۶- آهي مڱڻا، جنکي ورثي ۾ ڳائڻو مليو آهي ۲۷- ٻڌاءِ ڇو ۲۸- منهنجي ڪن ۾ ۲۹- ورثي ۳۰- انهنجي ورثي مان ۳۱- چئي ۳۲- داخل يا وارد ٿئين ۳۳- سرندي جي تندن لي تان هڻي ۳۴- خيرات وٺندين.

۱۲

”مڱ[1]، نه جهليان موڙهين، نه مون ڀنڊ ڀري،
ڪڍي[2] آيس ڳالهڙي[3]، ڳجهي لو ڳري،
سا سمجهه[4]، سورٺ ورَ! ويندس ڪين وري،
ٻريان ٻيرَ ٻري، لو لءِ آئيو آهيان.“

۱۳

مڱ، نه لسي[5] مڱڻو[6]، نه ملڪ، نه مال،
ڏانئون[7] ڌوڙ[8] ٿئي، ڪا جا ڳڻس ڳال!
آهي لنَ خيال[9]، نه ڏيني ٿيان ڏاتار سين.

۱۴

سُرُ مڱي[11]، سُرُ گهري، سرَ رهه[10] ٿئي نه صلاح،
غريبڻون[12] نه ڳُڏري[13]، تو ماري مير ملاح[14].*

۱۵

نايو[15] ٽوابن جا، سوريو ڪيئي ساهه[16]،
خالق سنجهه[17] صباح[18]، ڪونه ڇڏيندو ڪٿهين.

۱۵

موٽي، مڱڻهار! شال مَ اچين ڪڏهين!
اٿي ٻهر اجل[19] جو، ڪنڌو منجهه ڪپار،
جنهن لو سڀ جمار، هنيا ڇٽ پٽن سين.

وائي

ٽنهجيءَ ٽنڊ ٽنوار، يار! مون من موهيو.
ملهي[20] آئين، مڱڻا[21]! گجي ۾ گرنار،
سرَ جي صدا ڇڏ لون، ڏيانءِ ڏيڄ[22] اپار،
دانَ ڏيانءِ ڍهرا[23]، هزارين هزار،
آلا! عبداللطيف[24] چئي، ٻسان ٻرين پار!

## سر سورٺ - داستان ٻئي جو سار

جاجڪ، جهوناڳڙهه ۾ اچي، سارو شهر ٽنڊن سان ٻهايو آهي. ڪينرو وڄائي، سر جي صدا تو هڻي. دايون درماندين ٿيون آهن ۽ ٻاين ٻاڪاريو آهي. ساري رات ڳڙهه پاسي ڳايو اٿس؛ ۽ صبح جو مٿس محل مان ماڻڪن جي ورڪا ٿي آهي. ميراثي، ماڻڪن کي ڇهي ٻه نه ٿو. نيٺ راجا، ٻارت کي ڪوٽ ۾ ٿو ڪوٺائي. ٻيجل جي راڳ ۾ ڏياچ فنا ڪاڏي آهي. جاجڪ کي اُلي لو گهرائي، جتي ”اچن نه اُردا بيگيون“. مڱڻو چويس ٿو ته ”مون ماڻڪن، هاٿين ۽ گهوڙن لاءِ ٽنڊ نه هنئي آهي. مون وٽ انهن جي ڪمي ڪانهي“: ”جا مٿي لو مٽيا، ٽنهن سر جو آهيان سيڪڙو.“

راجا، سندس رمز لي راضي ٿيو آهي ۽ ٻوءِ ٻئي خلوت ۾ گڏ ويهي هڪ ٿي ٿا وڃن: ”راجا راڳائي، هردوئي هيڪ ٿيا.“

---

۱- اصل، ٻنهه ۲- ڪڍي ۳- لو وٽ ۴- ورائي، موٽي، واپس ۵- راضي ٿئي ۶- ملڪيت يا خزاني لي ۷- ڏاڻن يا دانن ڪان ۸- وڻس ڳالهه ۹- ملاقي ۱۰- سر ڪان سواءِ ۱۱- راضپو، چڱائي ۱۲- غريبن مان ۱۳- نه لو ٽري ۱۴- مليح جو جمع (مليح=سهڻو، حسين) ۱۵- نمايو ۱۶- ڇڪيو ۱۷- سرجڻهار، ڌڻي ۱۸- سنجهي لوڙي صبوح ۱۹- موت ۲۰- مرڪي، سرخرو ٿي ۲۱- غلغلو، مچائي ۲۲- ڏاج، انعام اڪرام ۲۳- ٻيڻا يعني ڳهڻا ۲۴- محبوب جا پاسا يعني ماڳ.
*مسڪينن مان ته نه لو گسي، پر حاڪمن لوڙي حسينن کي به ماريو فنا ڪيو ڇڏي.

## داستان ٽيون

١

كي جو ٻيجل[1] ٻوليو، ٻنيءَ ويهي ٻانَ،
راجا رَنولَنِ[2] ۾، سيباڻو[3] سُلطانَ،
”آءٌ مَنگاهوُن[4]، مَنگتا! مُقابلِ ميدانَ،
گهوريان لک، لطيفُ چئي، تنهنجي قدمن تان قربانَ،
مَنو هيءُ، مزمانَ! هاڻي آءٌ نه هِتِ ڏِيَنءِ.“

٢

”آءٌ مَنگاهوُن، مَنگتا! چڙهي ۾ چَوڙولَ[5]،
لوكي گهوٽَ گهرائيو[6]، راجا مَنجهه رَنولَ،
ٻيجلَ تو سين ٻولَ، وِهاڻيءَ وَيَرَ جي.“

٣

مَحلين آيو مَنگڻو، سازُ كڻي سُرَندو،
سِرَ جي صدا سُرَ ۾، گهوڙَ[7] هڻي گُهرَندو،
مَٿي رِءَ مَلوڪَ[8] جي، چارَڻُ نه چُرَندو،
جهوُناڳڙهه[9] جُهرَندو[10]، پوندي جهانءِ جهوڪَ[11] ۾.

٤

مَحلين[12] آيو مَنگڻو، كڻي سازُ سِري،
لڳي تندُ[13] تنبيرُ جي، پيا كوٽَ كِري،
هنديءَ ماڳين هوءِ ٿي[14]، تنهنجي، ٻيجل! داڻهن ٻري[15]،*
سڀي تنهن سُلطانَ كان، اچي گهوٽَ گُهري،
جهوناڳڙهه جُهري، پوندي جهانءِ جهوڪ ۾.

٥

ڏاتارَ ۽ مَنگڻي، كوڻ وَسيلو وچ،
سائي تالَ تندُنِ جي، سائي چارَڻَ چِتَ،
جي هتي جي هُتِ، ته ڳالهه مڙيائي هيكڙي.§

٦

”جاچكَ! تو جُهارُ[16]، ڏَهَ[17] پيرا ڏِياچُ چئي،
جنهن ۾ مالُ نه مِريءَ جيترو[18]، تنهن لوُن طمعدارُ[19]،
جي اچيئي كَمِ كپارُ، ته وِيَهَ[20] پيرا وَيِي ڏِيَنءِ.“

٧

”ٻيلي ٻئي ٻارَ[21]، جان مون نيڻَ[22] هڻي نهاريا،‡

---

١- مگڻهار ٢- محلاتن ٣- وڏيرو ٤- پڌري پٽ ٥- ڏوليءَ ۾ ٦- رنگ محل ٧- ليزيءَ سان وڄائي (ڳائڻ جو اصطلاح) ٨- بادشاهه ٩- ماتم ۾ پوندو ١٠- واويلا ١١- محلات ١٢- ڳجهه پريو، حيرت انگيز ١٣- تنبي يا سرندي وڄائيندڙ ١٤- هل هلاچو ١٥- وڄي ١٦- اي مگڻهار! ١٧- نمسكار ١٨- هك كاري مرچ جيترو (تچ) ١٩- طلبگار، طالب ٢٠- مٿو، سر ٢١- گر ٻيلي جا ٻئي طرف ٢٢- نيڻن سان جاچي ڏٺا.
*اي ٻيجل! تنهنجي صدائن جي كري چوڌاري هاهاكار مچي ويئي ۽ سڀني كان تنهنجي داڻهن نكري ويئي.
§هيٺ پڌر لي لوڙي رنگ محل ۾ هكڙيائي ڳالهه (سر جي طلب) پئي كيائين.
‡گر ٻيلي جي ٻنهي طرفن ڏانهن مون نظر كري (چٽائي) نهاريو.

چوري رکيم چت ۾، ڏسڻ جا ڏاتار،*
هيءُ سرُ لوڪان ڏار، ٻيءَ ڪنهن نه ٻوليو."*

٨

"سو جيءُ، منگڻهار! مرهوءِ، جنهن تو متي سر ستو ڪيو،
جو مون مُل مور نه سهجي، تان جي سو گهُربوءِ،§
نه جڳان جُڳ، ڏنوءِ، ڏنگو ڏاتارن ڪي."§

٩

"متو متائين گهوريان، متو تو متان،
سو مون ٿئي نه هتان، جنهن تون لائق، منگڻا!"

١٠

"متو متائين گهوريان، متو تو متاءِ،
هڏو هيءُ هٿ ڪري، جاچڪ! وهلو جاءِ،
تون سين آنيراءِ، جم واچا ۾ ولهو وهين."

١١

"متو مور نه پاڙيان، تنهنجيءَ ننڍ ننوار،
سر ۾ سهڻ ناهِ ڪي، موٽ م، منگڻهار!
ڪينهي منجهه ڪپار، لکيو تو لاهيان."

١٢

"سؤ سرن پائي، جي نند برابر توريان،
اڙل اوڏانهين ٿئي، جيڏانهن ٻيڇل ٻُرائي،
سڪتو هڏ آهي، سر ۾ سهڻ ناهِ ڪي."

١٣

"متي آئي منهنجي، جي هوا سرن سو هزار،
نه تنهنجيءَ ننڍ ننوار، هر هر وڍيم هيڪڙو."

١٤

"متي آئي منهنجي، جي ڪوڙين هون ڪپار،
نه وارئو وارئو وڍيان، سسيءَ ڪي سو وار،
نه پڄ ننڍ ننوار، مون هان متائون، منگڻا!"

١٥

"جو تو ڏيڻ ڏياچ! لاهيو اي سر سڪو ڏي،
ڪي نانءَ جهڙو ڏي، جو سند ٿئي سوالين."

١٦

"ڏيڻ گهڻو ڏهلو، سسي ڏيڻ سُک،

---

١- ساري ٢- دل ۾ ٣- ملڪن جا سخي ٤- لوڪان سواءِ ٥- ٻئي ٦- سودو ٧- مون وٽ ٨- پيدا ٿئي يا ميسر هجي ٩- گهرين ها ١٠- جڳن جا جڳ (هميشه) ١١- ڏين ها ١٢- عيب ١٣- سخي مڙس ١٤- سڪتو متو ١٥- جلد وڃ ١٦- متان ١٧- وچن ١٨- قاصر ٿين (نه پارڻ ڪري ڪاٺيارو ٿين) ١٩- هرگز برابر نه ڪريان ٢٠- پيتا آڇڻ ٢١- ڪاپار يا متي ۾ ٢٢- ساهميءَ جي پڙ ۾ وجهي ٢٣- لاڙو (پڙ جو) ٢٤- وڃائي ٢٥- خالي هڏو ٢٦- پيتا آڇڻ ٢٧- متي تي ٢٨- ڪروڙين ٢٩- وري وري ٣٠- سوين ڀيرا ٣١- مونکان اُلم يا اوڇ ٣٢- آهڙو، جهڙو ٻئي ڪنهن نه ڏنو هجي ٣٣- اختيارنامو ٣٤- سوالين لاءِ ٣٥- ڏک.

*مڙني طرفن جا سخي خيال ۾ رکيم؛ پر لوڪان سواءِ ٻئي ڪنهن به سر ڏيڻ نه قبوليو.

§جي ڪي آهڙو گهرين ها، جو مون وٽ مور نه هجي ها ته جيڪر هميشه لاءِ سخين کي داغ ڏيئي ڇڏين ها.

سو ٿان، ڏياچ! ڏک، جو تعلق رکي تند سين."

۱۷

"جو تعلق رکي تند سين، سو ڪي پلئہ پاءِ،
مون کي م موٽاءِ، آئون اڳاھون آئيو."

۱۸

پسي پاڻ پر ٿيو، سندو جادم جود،
مڱڻ وهاڻيءَ، مڱڻا! مٿو هير موجود،
بلڪ آهي بود، ناڪسيءَ، نابود ۾.

۱۹

چارڻ چنگ ڪلهي ڪري، رمي رهيو راتِ،
صدا جي، سيد چئي، وائي ڪيائين واتِ،
ڏيه ڏنا تنهن ڏاتِ، ميين مڱڻهار کي.

۲۰

چارڻ چنگ ڪلهي ڪري، پير پري پاتا،
صدا جي، سيد چئي، وائي ڪيائين واتا،
تنهن تي راءُ راضي ٿيو، دل وڏيءَ داتا،
مرڪي مر ماتا، روڙي راءِ ڏياچ جي.

وائي

مٿو ۾ ڪنڪار، يار! ڏاڻ ڏيندو سنءَ، مڱڻا!
جاجڪ! جهوناڳڙھ ۾، هل ته ٿيئون يار،
مٽان ڪا منهنجي ڪرين، ڳالا جي گفتار،
مٿي آئي منهنجي، جي هون سر هزار،
هر هر وڍيان هيڪڙو، تنهنجيءَ تند تنوار،
لهيندي تو لاهيان، ڪينهي منجهه ڪپار،
آدينون! عبداللطيف چئي، لڳيس لنؤ لغار.

## سر سورٺ - داستان ٽئين جو سار

بيجل، پنيءَ جو اهو ڪي بوليو، جو راجا وجد ۾ اچي تو وڃي ۽ چويس ٿو:
"مٿو هي، مزمان! هلي آءُ ته هت ڏينءِ."
مڱڻو "ساز سري" کڻي محل ۾ گهريو آهي؛ سندس صدا تي هنڌين ماڳين "هوءِ" ٿي ويئي آهي. جهوناڳڙھ سارو ماتم ۾ آهي. راجا، راڳ، تي اهڙو ته مست ٿيو آهي، جو چارڻ کي هر هر پيو نمسڪار ڪري:
"جاجڪ! تو جهار، ڏه پيرا ڏياچ چئي."
نه رڳو ايترو، پر لئين ٿه ٿو چويس ته:
"مٿي آلي منهنجي، جي ڪوڙين هون ڪپار،
ته واريو واريو وڍيان، سسيءَ کي سؤ وار."
"اي بيجل! سچ پچ ته مونکي هي خسيس دان ڏيندي، لڄ پيئي اچي." بيجل به ڪيس سندس لاثاني سخا تي داد ٿو ڏئي:
"هي سر توهان ڏار، ٻيجي ڪنهن نه بوليو."

۱- مشڪل ۲- لاڳ، ۳- ٿورو اڳي ۴- راڳيندڙ ۵- راضي، خوش ۶- يادو ڪل جو راجا (راءِ ڏياچ) ۷- سخاوت ۸- دان ۹- هينئر ۱۰- پر ۱۱- سڄي هستي ۱۲- پاڻ وڃائڻ ۱۳- فنا، نيستي ۱۴- ڪلهي تي رکي ۱۵- ويندو رهيو ۱۶- ملڪن جا ملڪ (جاگيرون) ۱۷- ڏاتار (يعني راءِ ڏياچ) ۱۸- هلي ۱۹- واتان ۲۰- راجا ۲۱- وڏيءَ دل وارو، فراخدل ۲۲- سخي ۲۳- فخر ڪري ۲۴- پلي ۲۵- ماءُ (راءِ ڏياچ جي) ۲۶- گڻوان، سشيل ۲۷- ڪيڪار، خوش خيرعافيت ۲۸- دان ۲۹- ٿيون ۳۰- وائي، ڳالهه ۳۱- لهي تي ۳۲- تو وڍيان ۳۳- ڪجهه ڪينهي.

## داستان چوٿون

١

وِءِ مصلحت منگتا، قصر کِين اچن،
نور تجلو نور سين، نميو نيڻ ڀسن،
خيمي ۾ کنگهار جي، چانڊوڻا چمڪن،
لذائين، لطيف چئي، سندا ڏاڻ ڏسين،
ٽيلان ملڪ ڏٺين، مڃيو منگڻهار کي.

٢

”مُرُ نه آئين، منگتا! مام پروڙي مون،
جيڪا ڳاهه ڳالهائين، سا سڀ سمجهيس مون،
تنهن ۾ نسبت تون، جيڪي پويئي پٽ ۾.“

٣

”چارڻ! تنهنجي چنگ جو، عجب آهه اِئَّ،
هٽي ايو هتن سين، جڙو رکيو جيَّ،
راتِ منهنجو ريِّ، ڪانيو تو ڪماچ سين.“

٤

”تان نه آهي تند جو، رون روُن ڪري راڙ،
هڪندڙ سندا هتڙا، سيڪو چئي ساڙ،
ست ڏيئي شهباز، نيي، نه تو ڪ پرائيين.“

٥

”تند تماريءِ تانءَ، ڪهيو سو قبول پيو،
سرُ نه آهي ست ۾، پر ٻيو ڪي منگڻ دانءَ،
خاڪ، مٽي ڪا بانءَ، ڪاٽيا پوءِ ڪجهه نهين.“

٦

”چارڻا! ٻولڻ ڪي ٻيو، گهڙيءِ سو گهوريان،
گهر، سورٺ نه پڙي، جان تندن برابر توريان،
ٻجهي آهم ڳالهڙي، آءٌ اوري، تان اوريان،
ڪڪلهه ڏئون ڪوريان؟ ڪ، جاجڪ! جسي سين ڏينءِ؟“

٧

”چارڻا چنگ، ٻنگ لهي، وڄايو وڏاڻ،
سر جو هڏ آسان، پر منگڻهار متي وهي.“

٨

”ٻجهه پنهنجي ٻجهه سين، رند! رساڻي لاءِ،
اجل ايو آهِ، پنيءِ تو پلاڻيو.“

٩

”وڍ سر، ٿيءِ سرهو، ۽ ڪي آءٌ، م ڳاءِ،
جاجڪ! تو متاءِ، ملڪ مڙيوئي گهوريان.“

---

١- پلاڻيءِ يا فيض کان سواءِ ٢- محلات ۾ ٣- اِلاهي نور يا ايشوري جوت جو جلوو ٤- مرشد يا گروءِ جي روشنيءِ يا جوت سان ٥- دان ٦- ملڪن، سيئي ڏسين يا پاسن ٧- ٽنهڪري ٨- راجائن ٩- پلي ١٠- پروڙي، ڳجهارت ١١- ڳجهارت ١٢- ڪشتي ۾ ١٣ هردو ١٤- رباب، سرندي ١٥- آلاپ ١٦- اِلاهي راز يا ڳجهه ١٧- تيز رفتار رکي ١٨- شاهي يا وڏو باز (اوچ پرواز وارو) ١٩- قيمتي وسٿو ٢٠- حاصل ڪرين ٢١- تنهنجيءِ ٢٢- چيو ٢٣- عيوض ٢٤- مٽيءِ جو ٢٥- پولو، بناوت ٢٦- ڪجهي ويو ٢٧- برابر ٽئي ٢٨- سليان ٢٩- ڪلهن کان ٣٠- وڍيان ٣١- اي منگڻهار! ٣٢- ڏڄ سودو ٣٣- ڪمان جو پورو پيچ سجاڻي ٣٤- ساز، واڄو ٣٥- احسان ٣٦- وڃي ٣٧- اي فقير ٣٨- رساءِ، پهچاءِ ٣٩- موت ٤٠- پنيءِ لي ٤١- سڃيرايو ٤٢- نه ڪي اچ ٤٣- نه ڪي ڳاءِ.

۱۰

نيئي پرچيا پاڻ ۾، تند، ڪتارو، ڪندُ؛

”تنهن جهوٽي ناهه ڪي، جو تو، چارڻ! ڪيو پڌُ،

اي شڪر الحمد، جنهن مٿو گهرايو، مڱڻا!“

۱۱

ڪنجهي ڪيرت ڪينرو، واجو ولائي،

هنئي تند حضور ۾، تنهن پارس پيرائي،

ڏسنديئي ڏياچ کي، ظاهر ٿيو ذاتي،

ڪڍي تنهن ڪاتي، وڍو ڪرت ڪپار ۾.

۱۲

گل جيئو گرنار جو، پتڙ ٿيون پٽين،

سهسين سورت جهڙيون، اپيون اوسارين،

چوٽا چارڻ هٿ ۾، سر سينگاريو ڏين،

ناريون ناڏ ڪرين: ”راجا راس رمگيو.“

۱۳

پاسنگ جنهن پيش ڪيو، تنهن ڏنو ڪين ڏياچ،

مٿو نيئي ماڳ، وڃي ڏور، ڏک ٿيو.

۱۴

ڏنو ڪين ڏياچ، ٿو سائل سڪائي،

منهن لي موٽائي، مٿو هنيس مڱڻي.

۱۵

سورت مٺي، سک ٿيو، کيما ڪنيا ڪنگهار،

نڪو راڳ، نه روپ ڪو، نڪا تند تنوار،

لهان پوءِ مڱڻهار، ڏنو سر ڏياچ کي.

۱۶

سورت مٺي، سک ٿيو، کيما هنيا ڪنگهار،

ٿيو راڳ، روپ سو، لڳي تند تنوار،

سو ڏٺين پٽين پار، پسو! راجا راضي ٿيو.

وائي

الوداع، وو! الوداع، جاني ڪيوءِ جدا،

هيءِ! هيءِ! سورت تي ساري.

هڻ تون تند طريق جي، وو! واجٽ سڀ واري،

سورت سرتين وچ ۾، وو! اپي اوساري،

”ڏيندو ساڻ“، ڏياچ چئي: ”هي سر سينگاري“،

هي جو آيو مڱڻو، سو مٿارا ماري،

دوس دوستان دور ڪيو، ٿو ڏيا ڏيکاري،

ڪند منهنجو ڪاٽيو، نينهن سندي نعري.

---

۱- خنجر، ڪاتي ۲- جهڙو ٿي ۳- ڌڻيءَ جو شڪر ۽ واکاڻ هجي ۴- روُن روُن ڪري، وڃي ۵- راڳ، ۶- سرندو ۷- ولائتي (افضل) ساز ۸- راجا جي حضور ۾ ۹- پارس جهڙي پرش ۱۰- پيرائتي، سربستي ۱۱- ذاتي نور يا جوهر ۱۲- خنجر ۱۳- يعني راءِ ڏياچ ۱۴- شهر، نگر ۱۵- انيڪ استريون ۱۶- رودن يا روج ڪن ۱۷- وار (راءِ ڏياچ جي مٿي جا) ۱۸- مڱڻهار جي هٿ ۾ ۱۹- استريون ۲۰- ورلاپ ۲۱- ويو هليو، گذاري ويو ۲۲- ڪاڻ لاهڻ لاءِ ڪوڏيون يا پتريون ۲۳- مطرب يعني راڳيندڙ ۲۴- چکيا لي چڙهي ۲۵- شانتي ٿي ۲۶- لنبو ڪنيا، لڏيو ۲۷- راءِ ڏياچ (هتي سورٺ مان مراد آهي نفس) ۲۸- ڳجهه، راز ۲۹- لنبو ڪوڙيا (روحاني ديس ۾) ۳۰- ٻنهي پٽن ۾ ۳۱- طرف ۳۲- خدا حافظ! ۳۳- محبوب يا جانب ۳۴- طريقت ۳۵- ترڪ ڪري ۳۶- دوست ۳۷- دوستن ڪان ۳۸- حشمت.

## سر سورٺ - داستان چوٿين جو سار

ملڪ ڏٺيءَ (ڏياچ)، مڱڻهار جي مام پروڙي آهي. ڪامل مرشد جي ڳاهه (ٻِجهارت)، سعادتمند مريد سمجهي آهي. راجا، سر ڏيڻ ته قبولي ٿو، پر سواليءَ کي اهوئي پيو سوال ڪري ته:

”ڏهن پر لسج ٿون، جيڪي پويئي پت پر.“

”اي چارڻ! شل مونهنجو سر قبولين. مونکي ته عجب آهي ته چنگ وڄائيندي، تو ڪئن پنهنجو جيءُ جيٿرو رکيو آهي! تو رات جو منهنجي هردي کي ڪماچ سان ڪاٽيو آهي. هي منهنجو خاڪ جو جسم، جي تو ورتو ته ڇا ٿيو:“

”خاڪ مٽي ڪا بان، ڪاٽيا پوءِ ڪجهه نهين.“

نيت ٿئڻ، ڪنارو ۽ ڪنڌ پاڻهِ پرٽا. راڻين ۽ نارين پر روڄ مچي ويو:

”سهسين سورٺ جهڙيون، آيون اوسارين، نارٽون ناڏ ڪرين: ’راجا رات رمگيو!‘“

•

”سر سورٺ“- سورٺ، سنسڪرت شبد ”سؤراشٽر“ جي بگڙيل صورت آهي. هندستان جي ڳائڻ وديا موجب، هيءَ راڳڻي، راڳ ڀئرو جي ٽئين پت جي استري آهي. شايد سؤراشٽر ۾ هيءَ راڳڻي گهڻو ڳائڻ ۾ ايندي هئي، جنهنڪري اُنس اهو نالو پيو آهي. هيءَ راڳڻي رات جي ٻئي پهر ۾ ڳائبي آهي. هتي، راڳ جو عاشق شاهه صاحب، پاڻ ئي ڏياچ آهي.

# سُر ڪيڏارو

## داستان پهريون

### ١

ڏِنو مُحَرَّمُ[1] ماهُ[2]، سَنْڪو[3] شَهزادَنِ ٿيو،*

جاڻي هيڪُ اَلله، پاڻَ وَڻَندِيُون[4] جو ڪَري.

### ٢

ڏِنو مُحَرَّمُ ماهُ، سَنْڪو شَهزادَنِ ٿيو،

مَڪي، مَدِيني ماڙُهين،[5] رُنو مَٿي راهَ،

ڪَنهن[6] واحِدَ کي واهَ، جو حُڪُمَ هَڙائي ڪَري.

### ٣

مُحَرَّمَ موٽي آئِيو، آئِيا ڪان نه اِمامَ،[7]

مَدِيني جا جامَ،[8] مؤلا! مُون کي ميڙِئين!

### ٤

مُحَرَّمُ موٽي آئِيو، موٽِيا ڪان نه اَمِيرَ،

مَدِيني جا مِيرَ، ڏاتَرَ! مُون ڏيکارِئين.

### ٥

مِيرَ مَدِينِئان[9] نِڪِري، ڏيرا ڏِنائُون،[10]

ڪاني ۽، پاڻي ۽، گاهَ کي، ماڙهو مُڪائُون،

چڙهَندي چيائُون، ته ٿيندي وِيڙهِ[11] وَڏاندِ رِي.[12]

### ٦

مِيرَ مَدِينِئان نِڪِري، رِڙهيا مَٿي رَنَدَ،[13]

گهوڙا تِنِ گهوڙَنِ جا، ڀِڙِيا[14] مَٿي ڀَدَ،

جِتي رَهِيا راتِڙي، سي سُونهارا[15] هَنڌَ،

ڪُلها، ڪَرَنگهَرَ[16] ڪَندَ، جُهرَنِ جهُونجهارَنِ[17] جا.§

---

١- اسلامي سال جو پهريون سڀُورو مهنو ٢- مهنو ٣- فڪر، جهوري ٤- ڪيس وڻندڙ ڳالهيون ٥- ماڻهن ٦- ڪنهن ڏاڻي ۽ کي واڪاڻ يا جس ٧- مذهبي پيشوا يا اڳوان ٨- سردار ٩- مديني کان ١٠- ڇانوڻيون هنيائون ١١- جنگ ١٢- وڏي، زبردست ١٣- واٽ، رستي ١٤- هليا ١٥- سهڻا، سياڻا، سڀورا ١٦- ڀِني ۽ جا هڏا ١٧- بهادرن، سورمن.

*محرم جو مهنو ڏنو ۽ امامن سڀورن جي جهوري لڳي.

§سورمن جا ڪلها، ڀنيون ۽ ڪند (مڙيئي سند) سور کان ڪڙهن پيا.

۷

ميرَ مَدِيني‌ان نِڪِري، آئيا نه موٽي،

ڪارا رَڱِج ڪپڙا[1]، اَدا نيروٽي!

آنْ نيِن لَء لوٽي، جي ميرَ مُسافِرَ[2] رانئيا[3].

۸

سَختي شَهادَت جي، سُڻُ! شاديءَ جو ڏينهُن،*

ذَرو ناهِ يَزِيدَ کي، نِسورو نِينهُن،

مَرڳُ[4] آهي مِينهُن، عَليءَ[5] جي اولادَ کي.

۹

سَختي شَهادَت جي، مِڙوئي مَلارُ،

ذَرو ناهِ يَزِيدَ کي، اِي عِشقَ جو آثارُ،§

ڪُسَڻَ جو قرارُ، اَصُلُ اِمامَن سين.§

۱۰

سَختي شَهادَت جي، مَلارُ[6] مِڙوئي،

ذَرو ناهِ يَزِيدَ[7] کي، آثارُ[8] اُهوئي،

ڪُسَڻُ هو ڪوئي، اَصُلُ اِمامَن سين.

۱۱

سَختي شَهادَت جي، نِسوروئي نازُ،

رِنْدَ[9] پَروُڙِين رازُ[10]، قَضيي ڪَربلا جو.‡

وائي

اَڄُ ميرَ مومِنَن جا، مَدِينو ڇڏي هَليا،

مَدِينو ڇڏي هَليا، سي مَدِينيءَ‌ان لَڏي هَليا،

هَيءَ! هَيءَ! مَدِينو ڇڏي هَليا!

سڄُ، چَنڊُ، مُصْطَفيٰ[11] ڏي، يَڪدل ڳَڏي هَليا!

هَيءَ! هَيءَ! اَنڌارُ ٿيو، اُن رِيءَ ٿارا لَڏي هَليا!

## سر ڪيڏارو - داستان پهرئين جو سار

محرم جو مهنو ڏنو آهي ۽ من ۾ شهزادن جو ارخود سڪو اُٿيو آهي. محرم موٽي آيو، پر اِمام نه موٽيا. مڪي ۽ مديني جي ماڻهن، اِمامن کي راهن مٿي رئو آهي. جيڪي ڪربلا ۾ ٿي گذريو، سو اِلاهي اَمر موجب هو. شهادت جي سختي، درحقيقت، اِمامن لاءِ ”مڙوئي ملار“ هئي. هنن اَصل کان ”ڪسڻ جو قرار“ ڪيو هو. سندن شهادت جي سختي، نسورو نينهن جو ناز هو؛ اِهو راز رند ئي پروڙين. جو عشق اِمامن کي هو، تنهن جو ذرو به يزيد کي نه هو. سندن شهادت تي ساري ڪائنات ماتم ڪيو ۽ چوطرف اَنڌارو ڇانئجي ويو:

”هيءَ! هيءَ! اَنڌار ٿيو، اُن رءِ تارا لڏي هليا.“

مديني جي ميرن جي ديدار لاءِ شاه صاحب جو هنئون ٽڙڦي ٿو:

”مديني جا مير، ڏاڍا! مون ڏيکار ئين.“

---

۱- ڪپڙا رڱيندڙ ۲- منيس، جليس ۳- گذر ڪري ويا، رڱجي ويا ۴- موت ۵- اِمام حسين جو والد ۶- مينهن (محبت جو) ۷- اِمام حسين جو دشمن (معاويه جو پٽ) ۸- اهڃاڻ ۹- ڪامل عارف ۱۰- معاملي ۱۱- حضرت محمد صلعم (مصطفيٰ=ڏٽيءَ جو چونڊيل يا پسند پيل).

*اِمامن لاءِ شهادت جي سختي درحقيقت هڪ جشن هو.

§ يزيد کي اِنهيءَ اِلاهي عشق جي رتيءَ ماتر به خبر نه هئي. اِمامن لاءِ شهادت، ازلي وعدي موجب هئي.

‡ ڪربلا جي واقعي جو راز، ڪي ڪامل عارف سمجهن.

## داستان ٻيو

١

چنڊَ[1] وِهاڻيءَ چڙهيا[2]، مَلّهه[3] مَدينئان ميرَ،

اِن سين طبلَ[4]، بازَ[5]، ٽَبروُن[6]؛ ڪُنڊَ[7]، ڪَنارا[8]، ڪيرَ[9]؛

عَليءَ پُٽَ اَميرَ[10]، ڪَندا[11] راڙو رُڪَ سين.

٢

چنڊَ وِهاڻيءَ چڙهيا، مَلّهه مَدينئان گهوٽ،

اِن سين طبلَ، بازَ، ٽَبروُن؛ ڪُنڊَ، ڪَنارا، ڪوٽَ[12]؛

عَليءَ پُٽَ اَموٽَ، ڪَندا راڙو رُڪَ سين.*

٣

چنڊَ وِهاڻيءَ چڙهيا، مَلّهه مَدينئان جامَ،

اِن سين طبلَ، بازَ، ٽَبروُن، نيزا ۽ نِشانَ؛

عَليءَ پُٽَ آيامَ[13]، ڪَندا راڙو رُڪَ سين.

٤

ڪَربلا جي پِڙَ[14] ۾، خيما کوڙِيائوُن،

جهيڙو يَزِيدَ سامهون، جُنبي[15] جوڙِيائوُن،

مُنهَن نه موڙِيائوُن، پَسي ٽاءَ[16] تَرارِ جو.

٥

ڪامِلَ ڪَربلا ۾، اَهلِ بَيتَ[17] آئيا،

ماري مِصرِيُن[18] سين، تن ڪافرَ ڪنبايا،

سَچُ ڪِ[19] ٻيبيءَ[20] جايا، هَهڙا سوُرِهَ سُهڻين.§

٦

ڪامِلَ ڪَربلا ۾ آيا سَيّدَ شيرَ،

ماري مِصرِيُن سين، ٻوُٽيُون[21] ڪَيائوُن ڍيرَ،

ڏَهليا[22] اُن دِليرَ، پَسي حَملو ميرَ حُسينَ جو.

٧

ڪامِلَ ڪَربلا ۾ آيا جُنگ جُوانَ،

ڌَرتي ڏُٻي[23]، لَرزِي[24]، ٿَرٿليا آسمانَ،

ڪَرِهَ[25] هُئي ڪانَ، هو نَظارو نينهن جو.‡

٨

ڪامِلَ ڪَربلا ۾، پاڻَ آيا پيهي،

---

١- چنڊ لٿي ٢- سوره ٣- مديني کان ٤- دهل، نغارا ٥- باز پکي (شڪار ڪندڙ) ٦- کهاڙيون ٧- پالا ٨- خنجر ٩- برڇيون ١٠- جنگ ١١- رڪ جا هٿيار ١٢- گرز ١٣- آڀهم ١٤- لنبو ١٥- جوش ۾ اچي ١٦- تاب ١٧- پيغمبر صلعم جي گهر جا ماڻهو يعني امام حسين ۽ سندس ڪٽنب ١٨- مصر ملڪ ۾ ٺهيل تراروں سان ١٩- بيشڪ ٢٠- بيبي فاطمه، پيغمبر صلعم جي نياڻي ٢١- لاش ٢٢- ڪنبيا ٢٣- ڏڪي ٢٤- ڏڏيا ٢٥- جنگ.

*حضرت عليءَ جا فرزند موٽڻ وارا نه آهن؛ هو رڪ جي هٿيارن سان جنگ (راڙو) ڪندا.

§ بيشڪ بيبي فاطمه (پيغمبر صلعم جي نياڻيءَ) ههڙا پيارا سوروير ڄڻيا.

‡هيءَ ڪا معمولي ويڙه نه هئي؛ هي الاهي محبت جو مظاهرو هو. (هن جنگ ۾ الاهي عشق ۾ رڱيل امامن، شهادت جو جام پيتو.)

پَهُ[1] ڪَيائُون پاڻَ ۾، مُقابِلِ[2] ويهي،

قَضا هيءَ ڪيهي، هَيءِ! هَيءِ! تِي[3] حُسينَ سين؟

۹

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا اَڄُ اَميرَ،

ويهي ويرِيَنِ سامُهان، لِڪا هَميائُون تِيرَ،

هُئِي لِايَ[4] تَقديرَ، اِمامَنِ سين اَڳهِين.

۱۰

دوستَ ڪُهائي دادُلا،[5] مُحِبَّ[6] مارائي،*

خاصَنِ حَبِيبَنِ[7] کي، سَختِيُون سَهائي،*

اَللّٰهُ اَلصَّمَدُ[8] بي نيازُ،[9] سا ڪَري، جا چاهي،

اِنَهِين مَنجهِ آهي، ڪا اُونهِي ڳالهِ اِسرارَ جي.

وائي

واويلا! واويلا! ڪَيو مَلَڪَنِ[10] رِڻِ ماتامُ!

هَيءِ! هَيءِ! شاهَ حُسينَ سِدارِيو[11]!

ڪَربَلا جي پِڙَ ۾، خيما کوڙِيائُون،

جيڪا رَضا رَبَّ جي، لِکيو لوڙِيائُون[12]؛

ڪَربَلا جي پِڙَ ۾، آيا اَڄُ اَميرَ،

جُهڙَ وَرائي جهُوريءَ جَهليا، طَرَفَ سَندي تَقديرَ،§

پَسي سَختي مِيرَ حُسينَ جي، رُنو نَبِيَنِ زارون زارِ،

مَلَڪَ، فَلَڪَ[13]، ڏَرِي ڏُبِي، آئِي عَرشَ مَٿان اوچِنگارَ.‡

## سر ڪيڏارو - داستان ٻئي جو سار

مير، مديني کان، چڙهيا آهن؛ وهاڻيءَ چنڊ ۽ پاڻ سان طبل، ٻاڙ، تبرون، کنڊ، کٽارا، نيزا ۽ تير کنيا اٿن.
"عليءَ پٽ اَمير، ڪنڌا راڙو رڪ سين."
ڪربلا جي پڙ ۾ اچي خيما کوڙيائون ۽ يزيد جي سامهون جنبي جهيڙو جوڙيائون. ترار جو ڌڪ ڏسي منهن نه موڙيائون، بلڪ ترار سان ڪيئي ڪيرايائون ۽ کنبايائون. وڏا دلير ۽ مير حسين جو حملو پسي دهلجي ويا. ڌرتي پڻ ڏبي ۽ آسمان ٿرٿليو. هيءَ جنگ نه هئي پر نيڪن جو نظارو هو. اِها شهادت اَصل کان اِمامن لاءِ لکيل هئي. ڌڻي پنهنجن پيارن کي سختيون ٿو سهائي ۽ دادلا ٿو ڪهائي. هوُ جو پنهنجن محبن کي ٿو مارائي، تنهن ۾ ڪا ڳوڙهي رمز رکيل آهي.
"اِنهين منجهه آهي، ڪا اُونهي ڳالهه اِسرار جي."

---

۱- صلاح، مصلحت ۲- هڪ ٻئي جي سامهون ۳- ڪهڙي ۴- اَڳي ئي اَصل ئي ۵- پيارا ۶- محبوبن، دوستن ۷- دوستن ۸- اَلله بي پرواه آهي ۹- بي پرواه ۱۰- فرشتن ۱۱- لاڏاڻو ڪيو ۱۲- تڪيو ۱۳- آسمان.

*ڌڻي پنهنجن دوستن ۽ دادلن کي شهيد ٿو ڪرائي؛ ۽ خاص پيارن کي عذاب ٿو سهائي.

§تقدير يا قضا جي طرفان ڪين جهوريءَ جي ڪارن ڪڪرن اچي ورايو.

‡اِمام حسين جي شهادت تي ملڪن (فرشتن) رنو ۽ آسمان ۽ زمين لرزيا.

## داستان ڇهون

١

ڏنو ڪالهه ڪنهين، جهونجهار[1] ڪو جهيڙو،*

هاڻين هڏ ميڙائيا[2]، رياو رت[3] نڪين،

پاڻين سا سڃين، جنان[4] جيءُ جوکو ٿئي.§

٢

ڪاري ڪڪر هيٺ، مون جهيڙيندا ڇڏيا،[5]

ڪارا ڪند هڻن ۾، اڙل وڇيڙا[6] هيٺ،

ٿي لنين سين ڏيٺ، مونڌ[7] جنين ميهڻو.‡

٣

آيا اجارين؛ ٽنڪ[8]، ترارين[9] تڙ،

سانگيون سائن[10] هٿ[11] ۾، ڪلهنئون[12] نه لاهين،

اياڻي آهين، مهاڻي مرڻ[13] لي.

٤

هٺڻ هڪلڻ[14]، بيلي سار ڻ؛ مانجهيان لاءِ مرڪ،

وڃهن ٽان نه فرق، رک وهنديءَ راند[15] ۾.†

٥

بهادر ڏيا بهادرين، ڪرڙ[16] ڪلول[17] ڪن،

وڃهن ڏڙ ڏڙن تي، هاڪارين[18]، هڻن،

ڪرن، ڪند نمن، رڻ ڳجهيو، راڙو ٿيو.

٦

هوڏانهن هن هاڪارين، هيڏانهن هي هڻن،

سرنائون ۽ سندڙا،[19] بنهين[20] پار[21] پرن،

گهوڙن ۽ گهوڙن، رڻ ۾ لائون لڌيون.×

٧

گهوڙن ۽ گهوڙن، جڻ تورا ڏينهڙا،

ڪڏهن منجهه ڪوڙن، ڪڏهن واهي[22] رڻ جاءِ

٨

گهوڙو گهوٽ[23] پلاڻيو، مٿس زين ڏري،

علي شير پٽن کي، ايو سڏ ڪري،

قضا ڪيئن ٽري، جڻ امر الاهي آئيو.

---

١- بهادرن جو ٢- ويڙايا ٣- هاري ٤- جنان ٥- وڙهندي ٦- ڪڏنا گهوڙا ٧- مکاميلو ٨- کهاڙيون ٩- هتيار صاف ۽ تيز ڪندڙ ١٠- نيزا ١١- بهادرن ١٢- ڪلهن تان ١٣- ڪنل ١٤- بهادرن جون ١٥- جنگ (جنهن ۾ هتيارن جي بازي ٿي هلي) ١٦- ترارين ١٧- ڪڙڪو ١٨- هڪلون ڪن ١٩- ٽوٽارا ٢٠- ٻنهي طرفن ٢١- وڃن ٢٢- محلن ٢٣- امام حسين.

*اهڙو ڪو آهي، جنهن پنهنجن اکين سان هيءُ سورمن جي جنگ ڏٺي؟

§جنان جان جو جوکو آهي، سا منزل هو آسان ٿا سمجهن.

‡مون انهن جو ديدار ڪيو، جن لاءِ جنگ جي ميدان مان مونڻ، هڪ عيب هو.

†رک جي هتيارن واري راند (جنگ) ۾ تر جيترو به ويڇو نه ٿا وجهن.

×سورمن ۽ سندن گهوڙن، جنگ جي ميدان ۾ ڪري، هڪ ٻئي سان ڪند ملايا.

جهمنديون[1] اڇن، جهوليون[2] جهونجهارن جون،*
پايو ٻڪ ٻهار[3] جا، اِن جون وهون واڪا ڪن،*
پٽين، پار ڪَڍَنِ؛ رڻ گجيو، راڙو ٿيو.

۱۰

”ڪانڌَ![5] ڪلارين[6] ڪپڙين، وَر![7] وَناهيو[8] آءِ،
جت سانگين[9] جي سَٽ وَهي، اُت وڪَ وَڌندي پاءِ،
ٽان ٽان[10] پؤم پاءِ، جان جان نوڏين نه چڙهين.“§

۱۱

’پيگو‘ آئون نه چوان؛ ’ماريو‘، ته وسهان؛
ڪانڌَ مُنهن ۾ ڏڪڙا، سيڪيندي سونهان،
ته پڻ لڄَ مران، جي هُونس پُٺِ ۾.

۱۲

”پيچي آئين پيچطا، لڄايءِ مون، يار!
وينيون ڪِن ڪُوار[11]، مُنهن مَٿاهان جن جا.“

۱۳

”پيچي آئين پيچطا! لڄايءِ مون، سيڻ!
وينيون وِجهن وِيڻ، مُنهن مَٿاهان جن جا.“

۱۴

مُنهن مَٿاهان جن جا، سي پٽيون، ڪَڍَن پار:
”جيڏيون! هن جهُنجهار، اجاري سڀ اُجاڪيا.“‡

۱۵

مَرُ مَرين، آئون رُنءِ[12]! مونِي آءٌ مَرِ، ڪانڌَ!
ڪَپِن وَڏا پانڌ[13]، جِتڻَ[14] ٿورا ڏيهَنڙا.

۱۶

مَرُ مَرين، آئون رُنءِ! موني، ڪانڌَ! مَر آءٌ،
مَيِڻَ[15] لو[16] پُٺاءٌ، ڪچا[17] ڪَنم جيڏيون.

وائي

يا عَلي! عَلي! سِرِ يَتيمَنِ جي آئي!
آيو حُڪُمُ اَللهَ جو، يا اِمام!
ٻن وڇوڙو مَوتَ جو، هَيءَ! ووءِ! چارِئي ٻهَرَ[18] جُدائي،
آئُر ٻهَر ميڙي، سائين! اَلا! بيبيءَ ديگ چڙهائي،
جنين ڪارڻ چاڙهيائين، سي ٽان ڪَرِن لڙائي.

---

۱- لڏنديون ۲- جهوليون، جنهن ۾ رخميل سورما ڪچي پٺي آيا ۳- ڏوڙ ۴- ڙالون ۵- اي گهوٽ! (امام قاسم، امام حسين جو ڀائٽيو، جو جنگ جي ميدان لي پرڻيو هو) ۶- گلن قلن سان پرپل ڪپڙن ۾ ۷- اي گهوٽ ۸- شاديءَ لاءِ سيرپل ۹- نيزن ۱۰- نوڏ=وڻ جي ٽاري، جا شاديءَ وقت گهر ٻاهران ٽنگيندا آهن. نوڏ چڙهڻ=شادي ڪرڻ ۱۱- ڳلا ۱۲- مان تو لاءِ رُئان ۱۳- طعنا ۱۴- ٻلاند ۱۵- متان ۱۶- تو پچاٽا ۱۷- طعنا هڻنم ۱۸- ٻهڻ پٽر (چلهه لاءِ).
*جنگ جي ميدان مان سورما جهولين ۾ ڪچي پيا اچن (جئن اڳئين زماني ۾ هو) ۽ سندن ڙالون پار ڪڍيو، پنهنجن متن لي ڏوڙ جا ٻڪ پيئون وجهن.
§جيسين شهادت جي شادي نه ڪئي اٿيئي، ليسين دل ۾ ڪو به خطرو نه رک.
‡اي سرليون! هن پهلوان، جنگ جي ميدان ۾ سر ڏيئي، پنهنجن سيني وڏن کي سرخرو ڪيو.

## سر ڪيڏارو - داستان ٽئين جو سار

ڪربلا جي جنگ، ”جھونجھارڪو جھيڙو“ ھئي. ڪلھن تي سانگيون ۽ اڙلن تي سوار: ”اپائي آھين، مھائي مرڻ تي.“ بھادر، ٻھادرن کي گڏيا آھن؛ ڪرڳن (ترارين) جا ڪرڪا پيا ٻڌن. ڌڙ، ڌڙن تي پيا پون ۽ ڪنڌ ڌرتيءَ تي ڪريو پيا ڇڄن. ”گھوٽن ۽ گھوڙن، رڻ ۾ لاٺون لڌيون.“ ھيڏانھن جھونجھارن جون جھوليون جھمڪيون اچن، ھوڏانھن سندن وھون واڪا ڪيو مٿي تي ”ٻھار جا ٻڪ“ پيئون وجھن. سورمن جون استريون بہ سورميون آھن. ھڪ سورمي پنھنجي پتار کي چوي ٿي: ”جي ڇپائون تہ جنگ مان ڀڳو آھين تہ مان نہ وسھنديس؛ پر جي ڇپائون تہ جنگ ۾ مٺو آھين تہ وسھنديس. جي منھن ۾ ڌڪ ھوندءِ تہ سرلين وچ سونھنديس؛ جي پٺ ۾ ھوندءِ تہ لڄ ۾ مرنديس.“

٥

## داستان چوٿون

١

ڪا جا ڏُوري ڏُنگري، ڪو جو وَريو واءُ،
عَليءَ شيرَ وِياءُ، رِڻَ ۾ رِڻِ راتڙي.

٢

جھيڙو لاهِ، يَزيدَ! عَليءَ جي اولادَ سين،
سا نہ پَسنديِن عِيدَ، جا هُوندي مِيرَ حُسينَ سين.*

٣

جنين جھيڙيو ڪالَ، عَليءَ جي اولادَ سين،
هَيءَ! تنين جي حالَ، جي جَماتي يَزيدَ جا.

٤

جنين جھيڙيو اَڄُ، عَليءَ جي اولادَ سين،
ٻَيءَ! تنين ڪان ٻَڄُ، جي جَماتي يَزيدَ جا.§

٥

ڪُوفيُنِ قَھرُ ڪيو، ٿيا جَماتي يَزيدَ سين،
پَليتَنِ کي پَڙ ۾، وَرِنَهُ وَرِ پيو،‡
سَدَّرِ هونِ سھو، شيرُ شَهادَتَ رَسيو.‡

٦

ڪُوفيُنِ ڪاغَذُ لِکيو، وِچِ وِجھي اَللهَ،
”اَسين تابعَ تُنھنجا، تُون اَسانجو شاهُ،
هيڪَرَ هيڏي آءُ، تہ تَختُ تابيِي تُنھنجي.“

١- مٿان پيئي ٢- ماڪ (صحيح لفظ ڊُونگر) ٣- علي شير جو اولاد ٤- جماعتي، ساٿي ٥- جوان مرد (امام حسين) ٦- مضبوط ٧- ارادو، مقصد ٨- الله جو قسم کڻي ٩- حوالي.

*اي يزيد! جا خوشي اَبد تائين امام حسين کي حاصل ھوندي، سا تون نہ ماڻيندين.

§اي ڀائو يا اَدا! جي يزيد جا ساٿي آھن، تن کان ڀڄ.

‡جنگ جي ميدان ۾، خبيثن (ڪوفين) جي پيچ ۾ ھي جوان اچي ويو. سندن جو ارادو پختو ھو، انھيءَ ڪري امام حسين جھڙو شيرمرد سندن ھٿان شھيد ٿيو.

۷

ڪُوفي ڪَربَلا ۾، پاڻي نہ پيارِين،
آئي عَليءَ شاہَ ڪي، شَهزادا سارِين،*
نِڪريو نِهارِين، چَڙهُہ، مِيرَ مُحَمَّدَ عَرَبِي!*

۸

پِرہَ پَکي آئيو، ڪَربَلا مان ڪَهي،
روضي پاسِ رَسُولَ جي، تَنهن هَاڪَ هَنئي،
"ڏَنيِمِ رُڪَ رَئِي، چَڙهُہ، مِيرَ مُحَمَّدَ عَرَبِي!"

۹

پِرہَ پَکي آئيو، صُبحَ سَوارو،
روضي پاسِ رَسُولَ جي، هَنيائين هاڪارو:
"مانجِهين ڪيو مارو، چَڙهُہ، ميرَ مُحَمَّدَ عَرَبِي!"

۱۰

پِرہَ پَکي آئيو، ڪَربَلا مان ڪالَ:
"آہِ آلُودو رَتَ ۾، حيرَتَ گَڏيو حالَ،
گهوٽَ وِڍاهيا ڪالَ، ٻيلي مِيرَ حُسينَ جا."

۱۱

ڪَربَلا ۾ ڪُوڪَ، ساجهُر شَهزادَنِ جي،
عالَمَ جا مَلُوڪَ، رُڪَ روهي جهليا.

وائي

سارو ڏينهُن رِڻَ ۾ رَهيا سي اِمامَ،
رِڻَ ۾ رَهيا سارو ڏينهُن، رِڻَ ۾ رَهيا،
هَيءَ! هَيءَ! رِڻَ ۾ رَهيا!
"تون جا وَڃين ڪُونجڙي! هَيءَ! هَيءَ! نانيءَ ڏيجِ سَلامَ،
مُون کي ويرِنَ ويڙهيو، مَولا! مينهُن وَساءِ."

## سر ڪيڏارو - داستان چوٿين جو سار

عليءَ جي اولاد کي رڻ ۾ راتڙي پيئي آهي. يزيدءَ سندس ساٿين سان تمام ناحق ڪيو آهي. ڪوفين، مير حسين سان وڏو ڌوهو ڪيو، جو ڪيس ويساهي، وڃي يزيد سان مليا. الله جو قسم کڻي چيو هوائون تہ "تون اسانجو شاهہ آهين ۽ اسين تنهنجا تابعدار. هيڪر هيڏانهن اچ تہ تخت تنهنجو آهي." پوءِ واعدي کان ڦري ويا. ڪربلا جي ميدان ۾ ڪوفي امامن کي پاڻي بہ نہ پيا پيارين. شهزادا، آئي عليءَ شاهہ کي پيا سارين. پکي (ڪبوتر)، "رت سين آلودو" ٿي، رسول اڪرم جي روضي طرف، پرہ جو آيو آهي، ۽ اچي امام حسين جي شهادت جي خبر سڻائي اٿس. شهزادن بہ جنگ جي ميدان ۾ رسول اڪرم کي پئي سڏ ڪيا:
"نڪريو نهارين، چڙهہ، مير محمّد عربي!"

---

۱- ياد ڪن ۲- اَسُر جو ۳- ڪبوتر، جو رت ۾ پسي، پيغمبر صلعم جي روضي مبارڪ طرف آيو ۴- روضي جي معنيٰ آهي باغ. نبين ۽ ولين جي مقبرن کي "روضو" چئبو آهي ۵- پاسي ۶- نعرو هنيو ۷- چمڪات ۸- نعرو ۹- ڪالهہ ۱۰- رڱيل، ٻڏل ۱۱- فنا يا شهيد ٿيا ۱۲- دنيا جا سردار ۱۳ -روڪي ۱۴- اي ڪونج ۱۵- يعني پيغمبر صلعم (امام حسين تو چوي).
*آئي شهزادا حضرت عليءَ کي پيا ياد ڪن ۽ تنهن کان ٻاهر نڪري سوال پيا ڪن تہ "اي رسول اڪرم! اچي اسان سان حامي ٿيءُ."

## داستان پنجون

١

حَسَنُ ناهِ حُسينَ وَٽِ، ٻيلي نہ ٻاهُوَنِ،[١]*

ساڙيہ شَهزادَنِ جو، آهي اَڳاهُوَنِ،[٢][٣]

يَزيدَ! جُلاهُوَنِ، تيلان ڪَرئين تَڪِڙيُوَنِ؟[٤]§

٢

ڪِلي وِيَرَ ڪَٽَڪَ ۾، ڪَهِيءَ! جي حَسَنُ هو،[٥][٦]‡

ٻيڙو ٻيڙو ٻَنهجي ڀاءُ سين، پَتَنگَ جيئَن پيو،[٧]‡

آهي ڪيرُ پيو، جو ڪَري هَلان مِيرَ حُسينَ تان؟

٣

ڪِلي وِيَرَ ڪَٽَڪَ ۾، ساڻُو سَڀِ نہ هُوَنِ،[٨]

پِڙَ تي سيٺي پُوَنِ، موٽڻُ جنين ميهڻو.[٩]

٤

ڪِلي وِيَرَ ڪَٽَڪَ ۾، ڀاڪُرَ جو پائي،[١٠]

اَڄا اَنَ کي جيئڻَ جو، آسانگو آهي،[١١]

سوُرِهُ سو چائي، جو رُڳوئي رِڻِ گهڙي.[١٢][١٣]

٥

سوُرِهَ! مَرڻ سوڀَ کي، نہ دِلِ جا وَهمَ وِسارِ،

هَڻُ ڀالا، وِڙهُ ڀاڪُرِنِ، آڏي ڀالَ ۾ ڀارِ،

مَٿان تيغَ تَرارِ، مارِ تہ مَٿارو ٿِئين.[١٤]

٦

حُرَّ هَلي آئيو، مانجهي مَردانو:[١٥]

”آهيان عاشِقُ آڳِ، جو، پَتَنگُ، پَروانو،[١٦]

مانَ راضي ٿِئي رَسُولُ رَبَّ جو، نَبي تو نانو،

هيءُ سِرُ سَمانو، گهوٽَ! مَٿان ٿي گهوريان.“[١٧]

٧

هُئي هِدايَتَ حُرَّ کي، اَزَلَ ۾ اَصْلا،[١٨]

چڙهي آئيو جنگَ تي، هَلي هُنَ پارا،

ايندي چيائين اِمامَ کي: ”گهوريس آن مَٿاء“،

”لَايُكَلِّفُ اَللّٰهُ نَفسًا اِلَّا وُسْعَهَا“، جيڪا پُڄندي مَرِسا،[١٩]

---

١- همراه ٢- وطن ٣- ٻري ٤- جلهون، حملا ٥- جنگ جي وقت ٦- لشڪر ٧- ساٿي ٨- سورهه، بهادر ٩- جنگ جي ميدان تي ١٠- زره ١١- آسرو، محبت ١٢- چوائي ١٣- جنگ جي ميدان ۾ داخل ٿئي ١٤- ترار (دشمن جي) ١٥- حر، يزيد جي طرف کان ڦري، امام جي طرف ٿيو ١٦- ٻاهه، آگ ١٧- مانائتو ١٨- اصل کان ١٩- الله ڪنهن به انسان کان، سندس وسعت کان ٻاهر تڪليف نہ ٿو سهائي (ق-ش).

*امام حسن، جنگ جي ميدان ۾ امام حسين جو واهرو ڪونهي. (ڇو تہ هو يزيد جي ڏوهہ سان ٻارهن سال اڳ، شهيد ٿيو هو.)

§اي يزيد! تون اِنهيءَ ڪري ئي مٿس تيز حملا ٿو ڪرين.

‡جنگ جي وقت جي امام حسن هجي ها تہ ڀاءُ سان ٻيلي ٿي، پرواني جيان پاڻ فدا ڪري ها.

گھوٽ ٻه لڳا گھاءَ، سو ڀڄ شير شهيد ٿيو.

۸

پاوَنگ[1] آيو پڙ ۾، هٿي[2] هزاري[3] هولَ،
جوهر ۽ جڙاءَ[4] سين، ڪامل[5] سِرَ[6] ڪنگولَ[7]،
رَتو رَت رتولَ[8]، مولهيو[9] مير[10] حسين جو.

۹

ڏاڙهي رت رتياس[11]، ڏندَ نه ڏاڙهونءَ[12] گل جئن،
چوڏهينءَ ماهَ چنڊَ جئن، پڙ ۾ پاڳڙياس[13]،
ميڙي[14] ۾ محمدَ جي، مرُ مرڪي ماس[15]،*
لنهن سورهَ ڪي شاباس، جو مٿي پڙ پرزا ٿئي.

۱۰

ڏاڙهي رت رتياس، ڏندَ نه موتين جتيا،
چوڏهينءَ ماهَ چنڊَ جئن، پڙ ۾ پيشانياس[16]،
"اَللهُ نُورُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ"[17]، جلوو زميناس[18]،
"سِيمَاهُمْ فِي وُجُوْهِهِمْ"[19]، منهن ۾ مٺ[20] گتياس[21]،

ڪڪرا ڪربلا جا، مادُرِ[22] ٿي ميڙياس،
قتن تان رت ڦڙا، عليءَ[23] ٿي اُگهياس،
مڙئي معاف ڪياس، خالق ٻڌلي خون جي.

۱۱

ڪربلا ڪڪوري، دُلدُلِ رَتا پير،
سنئون ڏيندي شير، مٿان سڄ مرڪيو.

۱۲

چارِ نواريون چيلهه سين، ٻڌي ۾ پاڳون،
اڳين جون آڳون[24]، ڪونرَ[25] ڪلي ۾ موڪيون[26].

وائي

اڄ نه آيو امامُ، واويلا! مومدا! ماتامُ! واويلا!
انُ نه پاٽي انِ ڪي، نڪو وَنڙن ميهڻ،
هٺا سناٽيءَ جنگ[27] ۾، نوَ واليون ڏهَ ڏينهن،
دُلدُلِ[28] گھوڙو شاهَ جو، مٿس[29] لالَ پلاڻي،
شير شهزادي لڏيو، سيد[30] سيج نه ماڻي.

---

۱- پانڊپ، سورمو ۲- هزارن جي ملهه وارو ۳- لوه يا رڪ جو ٽوپ ۴- هيرن ۽ ماڻڪن جي جڙت سان ۵- ڪامل ڪي ۶- مٿي تي ۷- ڪلنگي ۸- رڱيو ۹- رت جهڙو ڳاڙهو ۱۰- دستار ۱۱- رڱيس ۱۲- ڏاڙهونءَ گل وانگر ڳاڙها (رت ۾ رڱيل) ۱۳- سندس پڳ، يا دستار ۱۴- قيامت ڏينهن، اُمت جي ميڙ ۾ ۱۵- سندس ماءُ ۱۶- سندس پيشاني ۱۷- اَللهُ آسمان ۽ زمين جو نور يا روشني آهي (ق-ش) ۱۸- هنجو زمين تي ۱۹- سندس چهري ۾ سجدي جي نشاني آهي (ق-ش) ۲۰- مٺيو، موتي ۲۱- ڪيس ڳتل ۲۲- ماءُ ۲۳- حضرت علي (امام حسين جو والد) ۲۴- اَبن ڏاڏن جون جانبازيون ۲۵- شهزادي ۲۶- جنگ ۾ ۲۷- زبردست ۲۸- امام حسين جي گھوڙي "ذوالجناح" ڏانهن اشارو ۲۹- ڳاڙهي زين ۳۰- يعني امام قاسم.
*قيامت ڏينهن، اُمت جي ميڙي ۾، سندس والده (بيبي فاطمه) مرڪندي.

## سر ڪيڏارو - داستان پنجين جو سار

افسوس جو ڪربلا جي جنگ ۾ امام حسين اڪيلو آهي ۽ ساٿس سندس ڀاءُ امام حسن شامل ناهي. جي هو هجي ها تہ پنهنجي ڀاءُ مٿان پتنگ جيان پيو ڦيرا ڏئي ها. سچو سورهه اهو آهي، جنهن لاءِ موٽڻ مهڻو آهي. جو ويڙهه جي وقت، پاڪر (زرهه) تو پائي، سو سورهه ناهي، ڇو تہ هنجي اجا جيئڻ سان محبت آهي. سورهه اهو، جو رڳو رڻ گهڙي: "سورهه سو چائي، جو رڳولي رڻ گهڙي."

سچي سورهه کي دل جا سڀ وهم وسارڻ گهرجن. حر کي آفرين هجي، جو يزيد جو طرف ڇڏي، اچي امام حسين سان شامل ٿيو ۽ گهائجي شهيد ٿيو. امام حسين جي دستار چوڌهينءَ جي چنڊ وانگر پئي چمڪي ۽ سندس پيشانيءَ مان الاهي نور پئي ٻکيو. مطلب تہ: "اڳين جوُن آڳوُن، ڪونر ڪلي ۾ موڪيوُن."

•

## داستان ڇهون

### ١

ڪُونَ[1] ڪِلي جا ڪوڏيا[2]! جانڪي تائين[3] جِيءُ،

مَتان اُڙن اُسري[4]، رُڪَ[5] پيالو پيءُ،

ڳاهُ[6] ڳجهَن جو ٿِيءُ، ويٺي جن وَرهَ ٿيا.

### ٢

پاڪ جنين جا پيرَ، ڪَتان[7] هيٺ نہ ڪوڙيا،

ٽَنگ[8] تَرارن ٽِڪيا[9]، ڇِٽيو[10] پُون ڇڪيرَ،

ٻِوَنِدَ لنين جا ٻيرَ، ڳجهڙين[11] ڳَرَ لائيا.

### ٣

ڇِپَرِ[12] جِمَن ٻهُوَن[13]، لئن رِڻَ ڳجهن رانئيو[14]،

وَرڪا[15] وَڻڪن گڏيا، ٻوڙيو ڏيَن ڍهُون[16]،

مُهاين وَهُون[17]، نير[18] مُهانگو ڪَنديون.*

### ٤

ڳجهُون ڳوڙ نہ هُوَن، وَڻَن ڪلي ڪوڏيون[19]،

حَسَن، مير حُسين کي، لِميو[20] لائون[21] ڏيَن،

ڳُتا[22] اڪوڙين، چوٽا[23] چوڙيرَن جا.

### ٥

ڳجهڙين ڳارو، راتو[24] ڏيهان رِڻَ ۾،

پَٽيو پُڇَن پاڪَ ۾: "ڪَنهن[25] مُهَن[26] ڪيڏارو"،

---

١- اي شهزادا ٢- جنگ ٣- جيستائين توکي سرير ۾ ساهه آهي ٤- ٽوڪن ٥- هٿيارن جو جوهر ٦- ڳاچ ٧- ڪت ڪان ٨- گهوڙن جا پٽا ٩- ڪپيا ١٠- ڪلنگين وارا ١١- گلي لڳايا ١٢- جبل لي ١٣- ٻڪريون ١٤- ڀريو ١٥- بهادر ١٦- هلائون ١٧- شهيد ٿيلن جون زالون ١٨- ڪمڙن رڱڻ جو نير ١٩- جنگ جون شائق ٢٠- لامارا ڏيو ٢١- پنهنجا مٿا سندن مٿن سان پيئون لائين ٢٢- ڳتيل وار ٢٣- ڪلنگيءَ وارن ٢٤- ڪاچ ٢٥- ڪهڙي طرف ٢٦- جنگ جو ميدان.

*شهيدن جون عورتون نير جو ملهه وڌائي ڇڏينديون (ڇوجو ماتم جا ڪپڙا ڪنديون) (نازڪ خيالي).

كائِنِ کَکِمارو[1]، كانئرُ پيو كِنو ٿئي.

٦

ڳائو[2] ڳِجهہ نہ كاءِ، مِهِي ماسَ[3] نہ هيرَئين[4]،
لنبين لَءِ واجهاءِ، کَلَنگِئُن جن کَپارَ ۾.*

٧

اِکيئُن کَکَ ۾ ڳِجهڙي! تارا تُون م کاءِ،
پِيو نہ پَسين پَٽ ۾ رِنگِڙبارو[5] راءِ،
جهڙي جِهون جَوانَ جي، اَکا تُون سڄُ تُون[6] گهاءِ!§

٧

واسِ جنهِجي ماءِ، رُوئي، اَرِٽيو رَبَّ کي.

٨

کَنَب کَسنٽي، ڳِجهڙي! لِگين لُوٽي واءِ،

٩

اَميرَنِ مُناءِ، جڻِن تو قَلبن[9] چانئُون نہ کيئُون.

٩

١٠

ڳِجهَن وِيني ڳَاڙِيا، ڏِجها ڏَکَ[10] کهٽا،

١١

ٽَکِي لَنبينِ لوُڙِ جِيء، سوُرِهَ سامانا[11]،
کَندا راماٺا[12]، کَوُنرَ کِلي جا کوڙيا.

١٠

کوُبا کِلي کوڙيا[13]، راوَتَ[14] کين رَهَنِ،
سائُن سِرَ فِدا کيا، اَڳيان اِمامَنِ[15]،
"يُجاهِدُونَ فِي سَبِيلِ اَللهِ[16]"، کَرَ اِهوئي کَنِ،
حوُروُن[17] هارَ[18] ڳَڏِنِ، سِهرا شَهِيدَنِ کي.

١١

کوُبا کِلي کوڙيا، سائُر[19] سِلَحدارَ،
هَٺَ پائُن، پيا پاٽيا، ٽِيان جاني[20] جِگَرَ پارَ،
اَرِڙَن[21] ۾ اِحسانَ سين، سويا[22] ٿيا سَردارَ،
حوُرُن ڳَڏا هارَ، سِهرا شَهِيدَنِ کي.

١٢

جَنَّتَ[23] سَندِيَن جُوءِ[24]، فائِق[25] هَلِيا فِردَوسَ[26] ڏي،
فاني[27] ٿيا "فِي اللهِ"[28] ۾، هوُءِ[29] سين ٿيا هوُءِ[30]‡
رَبَّ! ڏِيکارئين[31] روُءِ، اُنِهِن[32] جي اِحسانَ سين!

١- کرار هنڌ ٢- ڳائو ماس ٣- مِينهن جو ماس ٤- هريل ٥- واريءَ ۾ ويڙهيل راڄا ٦- زخم ٧- اَرِٽيو، سپرد ڪيو ٨- سنڌن جو سور لوڻي ٩- قلن جي ورکا ١٠- ڏک، ١١- قوت گذران ١٢- لڙائيون ١٣- پهلوان ١٤- بهادر ١٥- پهلوانن ١٦- الله جي واٽ ۾ وڙهن ٿا ١٧- اپڇرائون ١٨- موڙ، هار ١٩- هٿيار بند ٢٠- جاني يا جگري دوست ٢١- جمون دشمن ٢٢- سويارا ٢٣- بهشت ٢٤- آستان، مڪان ٢٥- اوچ انسان بالا ٢٦- بهشت ٢٧- حل ٿي ويا ٢٨- الله ۾ ٢٩- ذات سان ٣٠- هو هڪ ٿي ويا ٣١- ڏيکار ٣٢- انهن جو.

*آهي (ڳجهون) اُنهن لاءِ ليون پائي وجهو، جن جي مٿي ٿي چٽ آهن.
§هيءُ مبالغو نهايت سهڻي طرح ڪم آندل آهي. مبالغو رزمي شعر جو سينگار آهي.
‡هِن الله ۾ مڪمل فنا ڪاڌي ۽ الله سان هڪ ٿي ويا.

١٣

حَسَنَ، مِيرَ حُسينَ جي، سُڻي جَنگِ جَهانَ،

اُڏاڻا اوڙَ[1] ڪَري، ڪارِين[2] پَکين ڪانَ[3]،*

پِيءِ، ڏاڏاڻا، ناڻَي، سَيّدَ سَڀِ مَلهائيا.

١٤

حَسَنَ، مِيرَ حُسينَ کي، رُنو ٽِنِ[4] ٽولَنِ،

گهَرِ[5] ماڙهين، جهَنگِ[6] مرُوئين، اَيِنِ[7] مَلَڪَنِ؛

پکُينِ پاڻُ پڇاڙِيو، ته لَڌِيو هوتَ وَڃِنِ،

اَلا! شَهزادَنِ، سوڀُون ڏِئين، سَچا ڏَڻي[8]!

§١٥

حَسَنَ، مِيرَ حُسينَ جو، جِن نَه هِنئَڙي[9] جاءِ[10]،

خالِقُ، رَبُّ[11] جَبّارَ، ڪِينَ مَرهِيندو[12] تِن کي.

وائي

ماتامُ اِمامَنِ جو ڪَريو، ماتامُ شَهيدَنِ جو ڪَريو،

روئي روئي اَکيُون، رَتَ سين ڇو نه ڀَريو؟

جيڪي اِمامَنِ سين ٿيو، سو پاڻَ ڏَڻي؏ پيدا ڪيو.‡

## سر ڪيڏارو - داستان ڇهين جو سار

اِمام حسين جو مثال، سورهن کي هميشه لاءِ همٿائيندڙ آهي. سوره اهو آهي، جو اُڙن مثال اُسري، ڪڪ جو پيالو ٿو پيئي. جنگ جي پوري تياري ڪان پوءِ، سارو ميدان پُڇهن سان ڇانئجي ٿو وڃي. پُڇهون ۽ سورمن جي ماس جون ڪوڏيون آهن. هو هر وقت رڻ جي تاڙ ۾ آهن ۽ پُودنه ۾ نه ٿيون ڳهارين. ڪين پيو ڪوبه ماس نه گهرجي ۽ ٻر اُنهنجو، "جن ڪلنگيون ڪيا ڙ ۾". پُڇهن ۽ گهٽا ڏينهن ڏکيا گذاريا هوا؛ سوره ساماڻا ۽ سندن ۽ لُوڻ لٿي. جي شهيد ٿيا، تن کي مٿي ڪان پوءِ وڏو مان مليو:

"حُورُون هار پڏن، سهرا شهيدن کي."

اِمام سڳورا نه اَلله ۾ فنا ڪاڏل هوا، سندن جوءِ جنت هئي. اِمامن سڳورن جي شهادت لي گهر ۾ ماڙهن، جهنگ ۾ مرن ۽ اَين ۾ فرشتن رنو.

•

"سر ڪيڏارو"- هندستان جي ڳائڻ وديا موجب، "ڪيداري"، ديپڪ راڳ جي پنجن اِسترين مان هڪ آهي. هيءَ راڳڻي اَڌ رات جو ڳائبي آهي ۽ "سمپورڻ" ڪري سڏي ويندي آهي. ڪيڏارو سنسڪرت شبد "ڪيدار" جي بگڙيل صورت آهي. ڪيدار جي معنيٰ آهي جنگ جو ميدان. هي سر، مرثيه ۽ رزمي شعر جو هڪ لاثاني مثال آهي.

---

١- قطارون ٢- ڪارن پکن يا ڪنين سان ٣- پاڻ، ٽير ٤- ٽولين ٥- گهرن ۾ ماڻهن ٦- جهنگ ۾ پسن ٧- عرش ۾ فرشتن ٨- فتحون ٩- هنئين ۾ ١٠- درد ١١- طاقت وارو ١٢- بخشيندو.

*ڪارن ڪنين وارا ٽير، قطارون ڪري اُڏاڻا.

§جن کي اِمامن سڳورن جو درد دل ۾ ناهي، تن کي ڏڻي تعاليٰ ڪين بخشيندو.

‡جيڪي اِمامن سڳورن سان ٿي گذريو، تنهنجو اَمر (اَزل کان) اَلله پاڻ ڪري ڇڏيو هو. (ڏڻي پنهنجن پيارن جي حق ۾ سور ۽ سختيون لکي ٿو ڇڏي.)

# سُر سارَنگ

## داستان پهريون

**١**

آڳميو[1] آهي، لَڳَهَ[2] پَسُ! لَطيفُ چئي،
وُٺو[3] ميِنهُن وَڏَ ڦُڙو[4]، ڪَڏو ڏَهَ ڪاهي،
ڇَنَ[5] ڇَڏي پَٽِ[6] پٽو، سَمَرُ[7] سَنباهي،
وِهو مَ لاهي، آسِرو اَللهَ مان.

**٢**

آڳَمُ[8] ڪَيا اَللهَ، لَڳَهَ پَسُ! لَطيفُ چئي،
پَلَڙَ[9] جي پالوٽَ سين، پَٽَن[10] جَهليا پاهَ[11]،
واحدَ وَڏائي ڪَيا، مَٿي[12] گَسَن گاهَ[13]،
سانگين[14] وَرِيا ساهَ[15]، اُٺِن[16] آبُ اَڱُوندِرو[17].

**٣**

آڳَمَ لاءِ نه اَنگ[18]، جَهڙو پَسَڻُ پِرين جو،
سيڻَن[19] رِءِ سَيدُ چئي، روحَ نه رِچَن[20] رَنگ،
سَهَسين ٿيا سارَنگ[21]، جاني آيو جُوءِ[22] ۾.

**٤**

جاني آيو جُوءِ ۾، ٿيو قَلبَ[23] قرار[24]،
وَهلو[25] وِچائِين وِيو، ڪَري غَمُ گُذارُ[26]،
نِظارو نِروارُ[27]، پِيُ[28] پَسايو پانهِنجو.

**٥**

اِيُون ڪَڪَرَ ڪَڏَڙِ يُون، اَتَرَ[29] ڏي آهين،
ڪَري آڳَمُ آئِيُون، مُندَ نه مَٽائين،

---

١- جهڙ لاٿو ٢- گهاٽا بادل ٣- وسيو ٤- وڏين ڦڙين وارو، زوردار ٥- هيناهان ميدان ٦- مٿاهان پٽ ٧- سامان سرو ٨- جهڙ ٩- مينهن جي پاڻيءَ ١٠- پلٽ، اٿل ١١- ريجھ، رنگ ١٢- ڏٺيءَ ١٣- پيچرن، گذر گاهن ١٤- مالدارن، جهانگين ١٥- نئون ساهه پيو ١٦- وسين ١٧- غم لاهيندڙ يا اَجهل پاڻي ١٨- رنگ روپ ١٩- محبوبن ٢٠- وٺن، راحت ڏين ٢١- سر سارنگ جا آلاپ، وسڪارا ٢٢- ماڳ، مڪان ٢٣- دل کي ٢٤- آرام، راحت ٢٥- ترت، فوراً ٢٦- گذر ڪري، ماٺ ٿي ٢٧- ظاهر ظهور ٢٨- پرينءَ ٢٩- باقون، گهاٽا جهڙ.

مَتان لوڪَ[1] لَطيفُ چئي، ڳوُندَرَ[2] ڳنوائين[3]،
پَلَرَ پيارين، اُڇِين[4] آبُ[5] اَڳوُندرو.

٦

اَڄُ پڻ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪَڪَرَ ٿو ڪَري،
وَسايو واڻڙين[6] ٿي، ٿو خالِقُ[7] ڪَندَ پَري،
پاسارِيان[8] پَري، سانگ مَ وَڃِنِ سُپرِين.

٧

اَڄُ پڻ اُتَرَ پارَ ڏي، تازي[9] ڪي تَوارَ،
هارِيُن هَرَ سَنباهِيا[10]، سَرَها ٿِيا سَنگهارَ[11]،
اَڄُ پڻ مُنهِنجي يارَ، وَسڻَ جا ويسَ ڪِيا.*

٨

اَڄُ پڻ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪَڪَرِيُون ڪارِيُون[12]،
وَسي ٿو وَڏَ ڦُڙو[13]، ٿَهڪَنِ ٿيُون[14] ٿارِيُون،
لَتيَنِ لُڪَّ لَطيفُ[15] چئي، پايُون پاسارِيُون[16]،
پَڇَندِيُون پَنارِيُون، وَري وَٺاڻ آئِيُون.

٩

اَڄ پڻ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪَڪَرَ[17] ڪي چوٽِي،
مَنداڻِي مينهَن جي، ڪُنوڻِ نہ ڪوٽِي[18]،
آءُ، لالَنَ![19] موٽِي، گهوريا رُسَڻَ ڏيهڙا.

١٠

اَڄُ پڻ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪارا ڪَڪَرَ ڪِيسَ[20]،
وِڄوُن وَسڻَ آئِيُون، ڪَري لَعلُ لِبيسَ[21]،
پِرِين جي پَرديسَ[22]، مُون کي مينهَن مِيڙِيا ڏ§

١١

اَڄ پڻ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪَڪَرَ ڪِياڻِين،
مَنداڻِين مينهَن جي، رَبِ[23] نہ روڪِياڻين،
پَلَرَ پَلِتِياڻين، گَهڻا سانگِيُن سُکَ ٿِيا.

١٢

اَڄ پڻ اُميدُون، آگَمَ سَندِيُون اُپَ ۾،
ساوڻُ پَسي، سَرتِيُون! سَچَڻَ سارِيو مُون،
آئُون آسائتِي[24] آهِيان، مانَ پَڃاڻي[25] پُون،‡

---

١- خلق ٢- غم ٣- لاهين ۴- اُڇايل کي ۵- غم ميسارينڌڙ پاڻي ٦- سرجڻهار ٧- ديس، ولايتون ٨- پاسي ڪان، پر مان ٩- چالاڪ پکي (ڏسو مارئي) ١٠- تيار ڪيا ١١- مالدار ١٢- ڪارا بادل ١٣- وڏن ڦڙن وارو مينهن ١۴- ٽهڪن ٿيون ١۵- چنتا، اسات ١٦- اُڇايل مينهون، ڳائيون ١٧- ڪٽي ١٨- ڪوڙي، دولاب ڪندڙ ١٩- محبوب! ٢٠- وار، زلف ٢١- ويس وڳا ٢٢- ملايا ٢٣- موسم ٢۴- پسائي ٢۵- پرٿوي.

*شاه صاحب سارنگ ۾ محبوب حقيقي تو پسي، چوي ٿو: "اَڄ منهنجي جانب سارنگ جو جامو پهريو آهي." (ڏٺيءَ جي فضل جيان مينهن جي مهر به عالمگير آهي.)

§منهنجا محبوب، جي پرانهين پنڌ تي آهن، تن سان مينهن موٽڪي مکاميلو ڪرايو.

‡مان آرزو مند آهيان، شل وسي، اُچي پرٿويءَ کي پسائي.

ڳهر نہ ڳهرجين ٿون، مُند مڙئي مينهن جي.

۱۳

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪڪر ٿو ڪري،
روضي[1] پاڪ رسول[2] جي، پلٽيو پٽ[3] پري،
وڃن[4] ساڻ وري، تہ سنگهارن سُک ٿئي.

۱۴

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪڪر ٿو ڪري،
وسيو سي پري، جي ڏر[5] ڏيهن ڪانئيا[6].

۱۵

اتران[7] ٿي آئيون، ڪري هڪل[8] هوء،
پري تل[9] تراڻيون[10]، جوڙي هليون جوء[11]،
پسو جا پٽن ۾، ڪٿوري[12] خوشبوء،
اچي روبروء، انيون[13] روضي تان رسول جي.

۱۶

روضي تان رسول جي، ڪيو وڄڙين[14] وارو،
پرياڻون[15] پير پٿي، نظر سين نارو[16]،
هادي! پر حُڪم سين، هي تڙ تاسيارو[17].*

نرمل[18] نظارو، پي[19] پسايو پانهنجو.

۱۷

پي پسايو پانهنجو، نظارو ناگاه[20]،
لٿو ڪٽ قلوب[21] تان، ٿي وروهڻ[22] واه،
اميدون[23] ارواح، پي پسندي پنيون.§

۱۸

وڄون وسڻ آئيون، سارنگ سينگاري،
اڇيا لڪ[24]، لطيف چئي، ڪر پياري،
وڄڙين واري، ڪٺي ڪعبي تي ڪر ناڻيا[25].

۱۹

وسي ڪڏهن وس، مند مڙوئي مينهن جي،
ڪترن[28] ڪينا ڇڏيا[27]، جي مڙيون[26] ٿي مس،
گاها متي گس، ڏک نہ ڪندا ڏيرا.

۲۰‡

وسڻ اڪڙين جمن، جي هوند سڪئين، مينهن!
تہ هوند رالو ڏيهن، بس پوند[29] پنئون نہ ڪرين.

۲۱

ڪڪر مڌ ڪپار[30]، جهڙ نيڻئون[31] نہ لهي،

۱- مقبري ۲- نبي سڳوري ۳- ميدان ۴- ڪنوٽين ۵- خال (زمين ۽ پهاڙن ۾) ۶- ساڙي سڙڪ ڪيا ۷- اتر ڪان ۸- هل هنگامو ۹- تلاء ۱۰- هيٺاهان پٽ ۱۱- نهر، ندي ۱۲- مشڪ جي سرهاڻ ۱۳- وسيون ۱۴- ڪنوٽين ۱۵- پيرو يا شعاع ڪري ۱۶- نهر ۱۷- سڪل يا اجايل تڙ ۱۸- اوجل، پوتر ۱۹- محبوب ۲۰- اوچتو، اچانڪ ۲۱- دلين ۲۲- ولڏر، فرحت ۲۳- دلين جون مرادون ۲۴- لکين اجايل ۲۵- ڪنڌ نوايو، پالوٽ ڪئي ۲۶- ڪيتو ڪندڙ يا ڪير نہ ڏيندڙ مينهن يا گاين ۲۷- تيسا، ضد ۲۸- ڪير ڏنو ۲۹- بوندن ڪان ۳۰- ڪاپار ۳۱- نيڻن مان.

*اي جڳ جا رهبر! پنهنجي حڪم سان هي اجايل يا سڪل تڙ پري آباد ڪر.

§محبوب جي ديدار ڪندي، دلين جون مرادون پوريون ٿيون.

‡اي مينهن! جي تون اکين وانگر وسڻ سکين تہ رات ڏيهن بوندن وهائڻ کان نہ رهين.

جهڙا مُنهنجا سُپرين، تهڙا ميگهه ملار،[1]
ڪڻ اڪيون، ڪلُ يارَ! وَڃن سوَر[2] سَندا ڪيو.

۲۲

جهڙ نيڪڻئون نہ لهي، ڪَکَر هُوَن نہ هُون،
ساريو سُپرينِ ڪي، لُڙڪ ڳلن تي پون،
سي مُڙ[3] رويو روَن، جن مُسافر سُپرين.

۲۳

گام[4] گُنديءَ گنج[5]، اُبر[6] پر اُهاءَ[7] ٿيو،*
پسي پَر[8] پرينِ جي، ڏور ٿيا سَڀ ڏنجَ[9]،
شالَ وسندو سَنجَ[10]، عاشقَ تي اوهيڙا[11] ڪري.

۲۴

اُنو[12] اوهيڙا ڪري، عاشقَ مٿي اَڄُ،
ڏور، ڏڪاريا![13] ڀڄُ، ميهَن مُهُن ڏيکاريو.

۲۵

اڪڻ تاري[14]، ٻهر ڪُنديئون[15]، ڀڪا[16] پَٽ سُنهن[17]،§
سُرهي سيڄ، پاسي پرين[18]، مُڙ پيا ميهُن وسن،
آسان ۽ پرين، شالَ هُون برابر ڏينهڙا.

۲۶

ٻَرَ وَنا[19]، ٿَرَ وَنا[20]، وَنيئون تراين[20]،
پرهَ جو[21] پٽن تي، ڪَن ولوڙا[22] وائون،
مکڪَ پرين هنڙا، سَنگهارين سائون،
ساري ڏٿن سامُهيئون[23]، ٻولايون رانيون[24]،
پانهيئون ۽ پايون[25]، پڪي سُڌهن پانهجي[26].

۲۷

ٻَرَ وَنا، ٿَرَ وَنا، وَنو جيسر ميرَ[27]،
آگم ڪري آئيون[28]، پاڻُو پري پيرَ،
لاٿائون[29]، لطيفُ چئي، واڻندين مٿان وير[30]،
سَرها ڪيائون سير[31]، سُرهيون سَنگهارين ٿيون.

۲۸

ٻَرَ وَنا، ٿَرَ وَنا، وَني ڪڇ ڪنارَ[32]،
پونياڙيءَ[33] پٽن تي، ڏسُ! ناياڻون نارَ[34]،
سَباجهي سَنارَ، لاٿا ڏُرسَ[35] ڏيہَ تان.

۲۹

سارنگ![36] سارَ لهيج[37]، اَللهَ لڳ[38]، اُجَين جي،

---

۱- سارنگ ۲- ڪنارو ڪري ۳- پل ۴- ڳوٺ جي گنديءَ (اَن رکڻ جي جاء) ۾ ۵- خزانا (اَن جا اَنبار) ٦- بادل ۷- شعاع، چمڪاٽ ۸- روش ۹- درد، دک ۱۰- سنجهي ۱۱- وسڪارا ۱۲- وسيو ۱۳- اي ڏڪاري! ۱۴- تازي يا عربي گهوڙا ۱۵- مينهون ۱٦- مڪان ۱۷- سونهن ۱۸- پر ۾ سپرين ۱۹- وسيا ۲۰- هيٺاهان پٽ ۲۱- اُسر جو ۲۲- ڏڏ ۾ ولوڙا ۲۳- پوريون مينهون ۲۴- خوش ٿيون ۲۵- نوڪرياڻيون ۽ ٻيگمون ۲٦- گهر ۾ ۲۷- جيسلمير ۲۸- ٿر ۾ ۲۹- اڪيلين ڙالن ۳۰- چنتا، ڏولائو ۳۱- گس، ٻيڙا ۳۲- ڪڇ جو پاسو ۳۳- شام جو ۳۴- ٿار يا وهڪرا هلايائون ۳۵- ڏک ۳٦- اي ميهن! ۳۷- سنڀار لهج ۳۸- اَلله جي واسطي.

*ڪڪرن ۾ شعاع ٿيو آهي؛ اِجهي ٿا ڳوٺ جي گنديءَ ۾ اَن جا اَنبار جمع ٿين.

§ پڌر ۾ تازي گهوڙا، ٻاهر مينهون ۽ مڪان ڪليل ميدان ۾ سونهن (آسودگيءَ جي نشاني).

پاٽي ٻوڄ ٻَنَ ۾، آرزان[1] اَنَّ ڪَريج[2]،
وَطَنُ وَسائيج، تہ سَنگهارَنِ سُکُ ٿئي.

٣٠

سارَنگَ کي سارِينِ، ماڙهو[3]، مِرگهہ، مينهوَنِ[4]،
آڙِيوَن اَبرَ آسري، تاڙا تَنوارِينِ،
سڀوَن[5] جي سَموَندَ ۾، ٿئين سڀ نهارِينِ،
پَلَرُ پِيارِينِ، تہ سَنگهارَنِ، سُکُ ٿئي.

٣١

ڪانڌَ![6] مَ وِڪڙُ ڪُنديوَن، ڏُکُ سيوئي ڏارِ،
اَيَريوَن[7]، سَيَريوَن[8] پانهجوَن، سڀوَن سَبِ سَڌيارِ،
بَنَّ[9] چِڏي، چَنَ پَٽي[10]، وَڃي وِلهارَنِ[11] وارِ[12]،
تہ اَچي اَڳِتا[13] ٻهارِ[14]، سَرِلا ڪَندي سَڏَڙا.

٣٢

سارَنگَ کي سعيو، تو کي سعيو نہ لئي،
ڳُڙي[15] تو گُمانَ ۾، آيو ڪي آيو،
هارِينَ لَءِ هَرُ هَرِجاءِ[16] ۾، هاديءَ هَلايو،

مُتان[17] لائن پانيو، تہ ٻادَلَ آهِ ٻَسِ ڪئي.

٣٣

سارَنگَ سِينگاري، وِڄوَن وَسَڻَ آئيوَن،
ٻِرِسي[18] پَٽاري، پُرِيا[19] پَٽَ ٻُڙانَ جا.

٣٤

سارَنگَ سِينگاري، وِڄوَن وَسَڻَ آئيوَن،
موَن کي کنوَڻِ خوش ڪيو، جا ڪَڪَرَ ۾ ڪاري[20]،
جهَڙِنِ جهوُنگاري، لاٿمِ ڪَمتَ[21] قُلوُبَ تان.

وائي*

مُنهنجي سَيّدُ[22] سارَ لَهندو، موَن کي آهِ اميدَ اَللهَ ۾.
سَجدي پَئي سُهرينءَ[23]، زارِيوَن[24] زورِ ڪريندو،
اُمَتَ ڪارڻِ اَحمَدُ[25] اُٿي، پَرمَلُ[26] پاکُ[27] پِنَندو[28]،
صوُرَ ذَڪاءَ[29] ٿيندو، اَڪيوَن[30] سَبِ سِڄُ ڪَندو،
ميڙو ٿيندو مومنين[31]، اُٿي مُحمّدُ ميرُ[32] مَلهندو،
نَفَسَا نَفسي سَڀڪو ڪَري، داتا[33] دَرِ دوڙندو[34]،
مُهتُ[35] ڏيندُسِ مَولو[36]، اُٿي بَديوَن بَخشائيندو.

١- جام ٢- سستو ٣- ياد ڪن ٤- هرڻ ٥- هرروز ٦- مينهون ٧- نبل ٽوڙي سگهاريون ٨- ريون ٩- متاهان پٽ ١٠- هيناهان پٽ ١١- سبز ميدانن ۾ ١٢- وراءِ ١٣- اڳڻ ۾ ١٤- چنا، صاف ١٥- گجي تو ١٦- ٽو ١٧- ڏٺيءَ ١٨- ڪٽي ١٩- وسي ١٩- پراٽي دريا ه وارا (ٽر ۾) ٢٠- ڪاري ڪڪر ۾ ٢١- دل ٢٢- پيغمبر صلعم ٢٣- نمسڪار ڪري ٢٤- وينتيون ٢٥- پوٿليڪن ٢٦- پيغمبر صلعم ٢٧- پاڪ ٢٨- شفاعت ڪندو ٢٩- اسرافيل جو ٽوٽارو (اسرافيل فرشتو قيامت ڏينهن ٽوٽارو وڄائيندو) ٣٠- آواز ٣١- مومنن جو ٣٢- سرخرو ٿيندو ٣٣- پنهنجي پنهنجي جان ٣٤- ڏاتار ٣٥- عزت، مان ٣٦- مؤلا، ڏٺي.

*هن وائيءَ ۾ اشارو آهي تہ قيامت جي ڏينهن هرڪنهن کي پنهنجي جند جي اچي لڳندي؛ ۽ انهيءَ اوکي وقت حضرت محمد صلعم ڏٺيءَ در مومنن جي شفاعت ڪندو.

## سر سارنگ - داستان پهرئين جو سار

آگم جو سعيو ٿيو آهي ۽ وڏ ڦڙو مينهن وسيو آهي. ڏنار، ڇن ڇڏي، پٽ پيا آهن. آب اگونڌري سنگهارن ۾ نئون ساهه وڌو آهي. پٽن ۽ گسن مٿي گاهه ۽ گلڪاريون لڳي ويئون آهن. سبزين، سارنگ جي روپ ۾ اُچي نروار ٿيو آهي. ڪڪرن کي برينءَ جهڙا ڪارا زلف آهن ۽ وڄن کي محبوب جهڙا لعل لبيس. پٽن ۾ سرهاڻيون ڇٽجي ويئون آهن. سارنگ، ماڻهن جي قلبن تان ڪٽ لاٿي آهي؛ سڀڻن اميدون پيئون آهن. ملار لاءِ سڀ ساهوارا ماندا آهن. ماڻهو، مرگهه، مينهون، آڙيون، ٽارا ۽ سڀئون سڀ آڪاس ۾ اکيون اڙائي تا وهن. ملر جي پالوٽ سان سارو وطن آباد ٿو ٿئي. اَن ارزان (سستو) ۽ خلق شادان (خوش) ٿي ٿئي. ملار جي مدد، هر دل ۾ خوشي ۽ هرجاءِ رونق پيدا ڪيو ڇڏي. ٿر ٻر گلزار ٿيو پون.

•

## داستان پهريون

**١**

سارنگ سائي سٽَ،[1] جهڙي[2] لائي اڪ جي،

اِنَ سي اُڀِن[3] اَنگيا،[4] جِنَ سي چُنيءَ[5] چِٽَ،

بَرسيو[6] پاسي پَٽَ، پَريائين[7] ڪَنَ ڪِراڙَ جا.

**٢**

پِري پَٽَ تي آئيو، سارَنگَ سُهڃَ[8] مَڃهان،[9]

ڪِڙيون ڪَنڪَ هارَ جِنَ، وِڄُون اُنوَ واءِ،[10]

سُرها[11] سَبزا ٿيا، دامَڪَ[12] دِبَ[13] ڪيا،

پَهري پَنَڌان،[14] پَريائين[15] ڪَنَ ڪِراڙَ جا.

**٣**

پَريائين ڪَنَ[16] ڪِراڙَ جا، وَڻو وارياسو،[17]

ڪَٽيتيءَ ڪِنوَڙَ[18] ڪيو، ڇڳو ڇوماسو،

ماڪاڻيءَ[19] تان موٽيو، ڏيئي پَٻَ[20] پاسو،

خالِقَ ڪيو خاصو، ڇپهو[21] ڇڪيءَ[22] ڪَنڌيين.[23]

**٤**

ڇپهو ڇڪيءَ ڪَنڌيين،[24] ڪيائين ڪَڙنگ تي ڪُلَ،

هَڏاڪُٽيان[25] هَليو، پَري ٽَرايُون ٽَلَ،

آنڌائين آبَ اُڇَلَ،[26] مَٿي باغَ بَهارَ ٿي.

---

١- سينگار، جنسار ٢- لالاڻ ٣- ٻاڦون (بادلن) ٤- ڇٽ يا رنگ ڪڍيا ٥- رنگين پوتيءَ جون گلڪاريون ٦- وسيو ٧- پٽ جي پرسان هڪ پڌر ٨- موٽي ٩- خوشيءَ ١٠- روشن ٿيون ١١- سبز ميدان ١٢- گاهه جو قسم، جو ڏٽ تي ڪم ايندو آهي ١٣- اَنبار، ڍيڳ ١٤- پڪڙجي ١٥- پٽن تان ١٦- وسيو ١٧- وارياسو ملڪ (ٿر) ١٨- پوري مدد تي ايندڙ ١٩- مڪان، جبل ۽ ٽي جو نالو ٢٠- ٻُٻ جبل ٢١- هڪ قسم جو گاهه ٢٢- نديءَ يا ٽڪريءَ جي ٢٣- ڪنارن تي ٢٤- پٽ ڪان اَڌ ميل پري هڪ قتل واهه ٢٥- پٽ جي پرسان هڪ ڳوٺ ٢٦- اُٿل.

٥

اَڄ رَسيلا رَنگ[1]، بادَل ڪِيا پَرِجَنِ[2] سين،

سازَ سارَنگيُوَن سُرَنْدا[3]، وَڄائي پَرُ چَنگ،*

صُراحِيُوَن[4] سارَنگ، پَلِٽيُوَن راتِ پَدامَ[5] تي.

٦

مينهان[6] ۽ نيِدهان[7]، پئي اَکَر هيڪِڙي،

جي وَسَڻَ جا ويسَ ڪَري، تہ ڪَڪَرَ ڪَنِ ڪِيهان[8]،

بادَلْ تي بيِهان، جي آگَمَ اَچَڻَ جا ڪَرِين.

٧

ڪُڻڪَنِ[9] ڪانڌُ[10] چِمِڪِيو، جهُڙُ پَسيو[11] جهِڄَنِ،

وَرَ رِءِ واندِيُنِ[12] اَڏِيا[13]، پَکا سي مَ ٻُسَنِ،

اَنَرُ داهي[14] اُنِ جا، تہ کَنهن کي کارُوَن کَنِ،

وارِثُ[15] وَري ٿَنِ[16]، اَچي شالَ اولو ڪَري.

٨

ڪُڻڪَنِ ڪانڌُ چِمِڪِيو، جهُڙُ پَسيو جهُٽڪَنِ[17]،

سِٽيو رَڙِ رَعِدَ[18] جي، ڪَليُوَن[19] ليُوَن ڪَنبَنِ،

ڪَليُوَن ڪِينَ کُليَنِ، وِيچارِيُوَن وَرَنِ[20] رَي.

وائي

ڪُرُمُرُ[21] ڪامي[22] ٿئي، آئُون ويندي دَرِ دوستَنِ جي.

جيائين[23] ڏُجَنَ[24] ڏَکيو[25]، سَجَڻُ لِيائين[26] اَچي،

نُوُرا پايو[27] نيڻهَن جا، دَرِ پَليَ[28] جي نَهي.

## سر سارنگ ـ داستان ٻئي جو سار

سارنگ، پٽ تي وري سهڄ منجهان آيو آهي. کنوڻيون کنڌهار جئن ٿيون ڀڙڪن؛ پٽ سرهاڻ سان واسجي ويا آهن؛ ڪراڙ جي پنڊ کاڌڪن تي ويٺي آهي. آب جي اڇل، باغن ۾ بهاري لائي ڇڏي آهي. سارنگ، آسمان مان صراحيون اوتيون آهن؛ ۽ فضا ۾ هرهنڌ سازن جا مڌر آلاپ پيا ٻڌجن. مينهن ۽ نينهن هڪ ئي اکر آهن. عاشق ۽ اُنهن تو وسي، جئن آڳم وسي. اُنُ جي لکي وسڪار ۾، ويچاريون وانڍيون ٿي ويڳاڻيون ۽ هراس ۾ آهن. جي سندن پونگا ڪري پون تہ سندن وسيلو ڪير آهي! شل هنيجي پکن کي ڪو ضرر نہ رسي! هو ويچاريون ڪانڌ کي ساري، ڪنجهن ۽ روئن پيئون. شل وارث اچي سندن اولو ڪري:

”وارث وري ٿن، اَچي شال اولو ڪري.“

---

١- وٽندڙ ٢- چوٽين (ٽلهن) تارن جي جهڳٽن (هتي وڄ جي شعاعن) ٣- هڪ ساز ٤- گهگهيون ٥- پٽ پرسان هڪ هنڌ ٦- مينهن ٧- نيِدهن ٨- دانهون ٩- ڪرڪن ١٠- پتار ١١- دل ۾ ساري ١٢- پتار ڪان سواءِ ١٣- بيوه زالن ١٤- دانهون ١٥- پتار ١٦- پردو ١٧- ڪرڪن ١٨- گجگوڙ ١٩- ڪليجو ٽوڙکي ٢٠- معصوم جوان استريون ٢١- دشمن ٢٢- پل ٢٣- جنائين ٢٤- مد خواهن ٢٥- اکيون کوڙيون ٢٦- تنائين ٢٧- پيرن جا زيور ٢٨- پليءَ مرشد جي در تي.

*سازو ٿر، خوشيءَ ۾ سارنگيون، سرندا، چنگ ۽ پيا ساز ٿو وڄائي.

## داستان ٽيون

١*

گُنيَرَ گُتَ سِکَنِ، چِلَڪَ جي چاهَ پِٽي،
هِندوا حَيرَتَ ۾ پيا، لالي کي لبَنَ،
چِمڪنِ چوڏَس چَندَ جِئَن، وِجِڙيُون وَهِسَنِ،
لوچَنِ تا، لَطيفُ چئي، پَسَڻَ لءِ پِرِيَنِ،
ڪيسَرَ ڦوِيَنِ، سَنباهي ساڄُ ڪيا.

٢

مُندَ ٿي مَندَلَ مَنِدِيا، ڪي اوهيڙَنِ اوڪَ،
چاچُرِ ٿي چَئَنِ ۾، مينهيُون چَرَنِ موڪَ،
سَرَهيُون ٿيُون سَنگهارِيُون، پُوِيو پائنِ طَوقَ،
مِيها، چِيڙَ، ڦُنگيُون، جت ٿينِ سَيئِي ٿوڪَ،
لاهِئين مَتان لوڪَ، ڏولائي جا ڏِينهَڙا.

٣

مُندَ ٿي مَندَلَ مَنِدِيا، ٽاڙي کي ٽَدوارَ،
هارِيُنِ هَرَ سَنباهِيا، سَرَها ٿِيا سَنگهارَ،
اَڄُ مُنهِنجي يارَ، وَسَڻَ جا ويسَ ڪيا.

٤

مُندَ ٿي مَندَلَ مَنِدِيا، آيو جهڙُ جهاٽي،
هڪ اَرزان اَنُّ ٿِيو، ٻِيو مَکَڻُ مَدهه ماٽي،
ڪَلمِي سين ڪاٽي، لاٿمِ ڪَسُ ڦَلُوبَ تان.

٥

ڏِٺي ريڄَ راڪَ کي، ڪيائِين لوڙهيءَ ٿي لَلَ،
ڏَلهي چَڏِيائِين ڏَرَ کي، پاٽيءَ پِرِيائِين پَلَ،
آندائِين آبَ اَڇِلَ، موڪَلَ ٿي مينهَنِ کي.

٦

مُون جهڙُ ڏِٺو آبَ ۾، ڍوليا! لَڏَ مَ لاهِ،
اَڇَنِ آبَ اَکئين ڪيو، وِڃُون اُتَرَ واءِ،
چَنَ چَڏي پَتَ پاءِ، اَڏِ اُتاهِين پکڙا.

٧

مُحبَّ مُنهِنجا سُمِرِين! آٽيئي اَللهَ،
ٿوکي ساريو ساهُ، اَکَدِيو آهُون ڪَري.

---

١- هاٿي ٢- طرز ٣- مينهن وسارا ٤- ٽڙن ٥- زعفران ٦- محبوبن ٧- ساز ٨- وسڪارن ٩- پالوت ١٠- گاهه ١١- هيناهن پٽن ١٢- چام ١٣- سانگين يا مالدارن جون استريون ١٤- هار ١٥- کنيئون ١٦- مال، کاڄ ١٧- ڏک، غم ١٨- ٽاڙي ٻکيءَ ١٩- کٿي ٢٠- تيار ڪيا ٢١- جهت گڏ ٿي ٢٢- سستو ٢٣- مت ٢٤- ڪاراڻ ٢٥- دل ٢٦- پت جي ٻرسان مڪان ٢٧- هڪ مڪان ٢٨- پلايون ٢٩- ٻر ڪري چڏيائين ٣٠- ڏرڙ، زمين ۾ خال ٣١- تلاءَ ٣٢- پاٽيءَ جي وهڪ ٣٣- اي ٻول! ٣٤- سامان سرو لاهي نہ رک، يعني هلڻ جو سعيو هتان نہ چڏ ٣٥ -هيناهان پت ٣٦- مٿاهون پٽ ٣٧- جهوپڙا ٣٨- سڪايل.

*هاٿي ۾ جيڪر چاهه پٽي، اها هلڻ جي طرز سکن. خود مينهن وسارا، لبن جي لالاڻ ڏسي، اَچرج ۾ پيا آهن. محبوبن پاڻ سان زعفران کنيا آهن (وڄن جا ڪينسري چمڪات).

٨

پاڇاڻيان[1] پٽي، ڏيو آڳاڻيان[2] اڳرو[3]،
ڇڪس سڀ ڇٽي، ڏڌن مؤلا ميهن وسائيا.

٩

آڳر ڪيو اڄ، سڄڻ سانوڻ ميهن جڻ،
پاسي لڻ وسن، جي سڀ جماندر[4] سڪيا.

١٠

اوچڙ[5] گهرجي آڄڪو[6]، جهوڙيو[7] سهي نہ سيءِ،
سٽائيج سوڙ[8] کي، حال مهنجو هيءِ،
اڳڙ آيو تيءِ[9]، تہ ڀوليا! ڪڏهن ٻڌنگ ٿيان.

١١*

ڪانڌ! ٿهنجي پاند[10] ري، سنجهي سيءِ مران،
ڪامل! ڪپاهن[11] ٻ، پيٽي ٿار[12] ٽران،
ٿاريءِ[13] ٽو ٽران[14]، جٽن ور[15] وِهاٽيءِ[16] وارئين.

١٢*

ڪانڌ! ٿهنجي پاند ري، سيءِ مران سڀ رات،
ڪامل! ڪپاهن[17] ٻ، جهپ نہ اڄي جهات[18]،
اڄين جي ٻرياٽ، تہ آؤن سيءَ نہ سارڀان.

١٣

ميندو ميهن ٻسايو[19]، سري ڏيو سيلو[20]،
ٻڪي پيهي آيو[21]، رحمت جو ريلو[22]،
ساڄڻ سويلو، پيهج[23] پنيءِ گهر آيو.

وائي

اڪيؤن ميگهه ملار، صور ٿهنجي سڀ جڳ موهيو،

سجدو فيل في الحال ڪيو، ٻسي مطلب[24] نور نزار[25]،
جاڙ وقت جام جي، ڪريا ڪوت ڪفار[26]،
آڳي سڀ آين جو، ٽوڪي ڪاريو[27] سير ستار،
ولسوف يعطيڪ ربڪ[28]، ٽوسين قادر ڪيا قرار،
قادر پاڙ تسمر ڪيا، خاڪ قدمن جا ڪلتار[29]،
آهين ڪرم[30] ڪريم[31] جا، احمد[32] ساڻ اپار[33]،
اڪنديا جي آئر[34] کي، سڙها[35] ٿيا سنگهار،
موڪل ٿي ميهن کي، دوس[36] هتان دلدار.

١- مند جي پڇاڙيءَ ۾ ٢- مند جي اڳياري ٣- سرس ٤- ساري حياتي ٥- ٻڪ، پناه ٦- سمر ٧- جهوپڙو ٨- گٺوان ٩- ڪڏهن حال ۾ ١٠- پلاند، پناه ١١- هڏن، بسترن ١٢- سرديءَ ۾ ١٣- آسري ١٤- پٽار ١٥- ٻرپات ١٦- ورايو ١٧- جهونو ١٨- ذات، ٻڌ ١٩- وار ٢٠- سيلهو، ويڙهو ٢١- مهر ٢٢- وهڪرو ٢٣- ٻرپات جو ٢٤- هاٿي ٢٥- عبدالمطلب، پيغمبر صاحب جو ڏاڏو ٢٦- سردار (حضرت محمد صلعم) ٢٧- ڪرايو ٢٨- ٿهنجو رب توکي ترت عطا ڪندو ٢٩- ڪرٽا، ڏٺيءَ ٣٠- ٻلايون ٣١- ٻاجهاري ڏٺيءَ ٣٢- حضرت محمد صلعم ٣٣- ٻيحد ٣٤- سڪيا ٣٥- ڪڪر ااءِ ٣٦- دوست (ڏٺيءَ).

*ويچارين واندين کي، مسڪينيءَ سبب، نہ آهي ڪو اوڇڙ نہ بسترو. جهوپڙن ۾ سيءِ ڪاهي پيو آهي. هو ورن ۽ ٿار ۾ پيٺون ٽرن ۽ رات جو پل بہ ننڊ نہ ٿي اچين.

## سر سارنگ - داستان ٽئين جو سار

ملار جي مدد آئي آهي ۽ چوطرف سرهائي ٿي ويئي آهي. پنن ۾ گاهه موڪ ٿيو آهي ۽ ميهون خوب پيئون چرن ۽ سڌگهاريون طوق ٻڌو گهڙيءَ ۾ پيئون ٻائين. طرحين طرحين جا ٿوڪ پيدا ٿيا آهن ۽ ساري عالم تان ڏولائي جا ڏينهن لٿا آهن. ڪاڙي جي تلوار پيٺي پوي ۽ هارين هر سنباهيا آهن. اَن آرزان (سستو) ٿيو آهي ۽ مکڻ مٺو. پرين به ساوڻ جي ميهن وانگر اُنهن تي اچي ٿو وسي ۽ جي ساري جمار سڌس سڪ ۾ سڪيا آهن، ويچاريون وانڍيون، ورن کان سواءِ نه ٿيون گهاري سگهن. ڪانڌ جي پاند ۾ پاڻ هو سيءَ ۾ پيئون مرن. ور ورڻي نه وانڍيءَ جو سيءُ لهي ۽ ور رءِ ڪپاهه ۾ نار پيئي ٿري: "ڪامل! ڪپاهه ۾، جهپ نه اچي جهاتِ، اچڻ جي پرياتِ، ته آئون سڀ نه سارئان."

•

## داستان چوٿون

۱

سَڄَڻَ ساوَڻَ ميهَن جيئن، جُهڪن پاسي جهوڪ،
ڏيندا پاڻ پنن کي، مڄهان ميهن موڪ،
لَسُ پيارين لوڪ، آگُرَ ڪيو اُڪيُن سين.

۲

واهُندان وِڄُون ٿيون، ڪڙيون ڏنهن ڪنياتَ،
ڪُنڊيون ڪاهي ڪس ڪريو، وِچُون ڪَريو واتَ،
سَڌگهارن سُکُ ٿيو، لٿي اڄ اساتَ،
جهڙ ڦڙ ڏيئي جهاتَ، پُسائيندئون پٽيون.

۳

سڄو صاف نه اڀري، سرلي وِڄان سڄُ،
منهن چڙهيو ماڙهن کي، ڏئي واڏايون وڄُ،
هيئڙا! ڪُبُ م ڪڇ، سگها ملندءِ سپرين.

۵

پَٽ ڏري پٽ پيئون، پاسي پار ڪر،
سيئي پريا سَر، ٻلر جي پالوُتَ سين.

۶

ٻَٽ ڏري پٽ پيئون، آيون امرڪوٽ،
پُسايون ٻلر سين، سُڪا پٽ جي سوٽ،
چنڊل ڏيئي چوٽ، سڀ سامارو سر ڪيو.

۷

ٻَٽ ڏري پَٽ پيئون، آيون ڪاهي ڪاماري،
وَنا پَٽ پُراڻ جا، وَنيون ساماري،
ڪَکَر ۾ ڪاري، وِڄُڙين پُسو! ويس ڪيا.

---

۱- پلڪار ڪن ۲- جهوڪ طرف ۳- رنگ ۴- جام پاٽي ۵- پاٽيءَ جي اُڃ ۶- ماڻهن کي ۷- جهڙ ۸- اوله جي هوا کان ۹- ڪنياٽ طرف ۱۰ ۽ ۱۱- ميهون ۱۲- جهڙڪو ڏيئي ۱۳- پٽ ۱۴- جهڙ ۱۵- اي دل! ۱۶- ڳَلهيءَ ۾ نه پُو ۱۷- ٿر (ڏسو سر مارئي) ۱۸- مائل ٿي ۱۹- ٿرپارڪر ۲۰- چشما ۲۱- خشڪ ۲۲- هيٺي چنڊل = تيز برسات ۲۳- جام وسي ۲۴- ٿر ۾ شهر ۲۵- سرشار ڪيو ۲۶- شهر جو نالو ۲۷- پراڻو درياهه (جو ٿر مان وهندڙ هو) ۲۸- ٿر ۾ شهر ۲۹- ڪاري بادل ۾.

درستي: بيت ۳ کان پوءِ سلسلي موجب ۴، ۵ وغيره پڙهڻ گهرجي.

۸

ڏَٽ ٻَري پَٽ پيهُون، ٿيا وَلهارَ وِيَ،
سِيَجَ، چَندُ نَ ٻاڙيان، سيڻَنِ جي شبيهَ،
جي جاني اَندَرِ جيءَ، سي پِرين ٻهي گهر آئيا.

۹

ڏَٽ ٻَري پَٽ پيهُون، وِڄُنِ ڪيو واڄو،
پَکو پَنهنجي پِرينءَ لَءِ، سڀي ڪِرِ ساڄو،
سَڄَڻُ سَباجهو، پيچَ پَنيءَ گهرِ آئيو.

۱۰

ڏَٽ ٻَري پَٽ پيهُون، وِڄُنِ ڪيا ڏَرَمَ،
واحدَ وَڏائي ڪيا، ڪُنديِن ساڻُ ڪَرَمَ،
سَنگهارَنِ شَرمَ، رَکُ مُنهنجان سُپِرين.

۱۱

وَسي ساري راتِ، صُبحَ جو ساهُ کَڻي،
مُنجهيشي ميڻهن پِرينءَ جو، جي آنَ مِڙهُوئي لاتِ،*
تَ وِهائيءَ پِرياتِ، هوُنَ باڊلَ اَسِ ٿي نَ ڪَري.

§۱۲

موٽي ماندائِ جي، واري ڪيائين وارِ،
وِڄُون وَسَڻَ آئيُون، چوڏِسِ ۽ چوڌارِ،
ڪي اَٿي وِيئُون اِستنبولَ ڏي، ڪي مَٿيُون مَغربَ پارَ،
ڪي چمڪَنِ چينَ تي، ڪي لَهَنِ سَمرقنديَن سارَ،
ڪي رَمي وِيئُون رومَ تي، ڪي ڪابُلَ، ڪي قندارَ،
ڪي دَهليءَ، ڪي دَکَنِ، ڪي گُڙَنِ مَٿي گرنارَ،
ڪَنهِين جُنبي جيسلمير تان، ڏِنا بيڪانير ڀَڪارَ،
ڪَنهِين ڀُڄُ ڀِڄائيو، ڪَنهِين ڍَٽَ مَٿي ڍارَ،
ڪَنهِين اَچي اَمرڪوٽَ تان، وَسايا وَلهارَ،
سائِيمَ! سَدائِين ڪَرِين، مَٿي سِنڌُ سُڪارَ،
دوسَ! مِنا دِلدارَ! عالَمُ سَڀِ آبادِ ڪَرِين.

۱۳

موٽي ماندائِ جي، پَري ڪيائين پيچَ،
وِڄُون وَسَڻَ آئيُون، سارَنگُ چَڙهيو سيجَ،
لَڏهن نُورِيُون نَوارِيُون، ڏيئي ڏُوٽا ڏيجَ،
پَچَ کَڻي پَٽِ هَليا، هاري مُنجهان هيجَ،
راضي مُنجهان رِيجَ، عالَمُ سَڀُ آبادُ ٿيو.

---

۱- ميدانن ۾ ۲- سبز گاه ۳- سيج ۴- برابر نہ ڪريان ۵- محبوبن جي شڪل سان ۶- آلاپيو ۷- پرياٽ جو ۸- ڪرياٺون ۹- مينهن ۱۰- جهڙ ڦڙ ۱۱- پيرو ۱۲- اولھ جا پاسا ۱۳- آواز ڪن ۱۴- هلي، جنبش ۾ اچي ۱۵- وسڪار، ساوڪون ۱۶- لاڙو ۱۷- سبز ميدان ۱۸- اي منهنجا سائين! ۱۹- اي جاني! ۲۰- رانجھ ۲۱- مسڪين ڳالون (نوري، مهاڻي هئي) ۲۲- جهجها ۲۳- ڏاج، سوغاتون ۲۴- ڪڙمي ۲۵- خوشيءَ وچان ۲۶- مينهن جي پاڻيءَ ۲۷- سارو جهان.

*جي اَندر ۾ سڪ هجيشي تہ تو منجهہ ئي محبوب جو مينهن وسي.

§هتي شاه صاحب پنهنجي عالمگير محبت جو اظهار ڪيو آهي. ملار جي مهر، ڌڻيءَ جي فضل وانگر، هر ولايت تي ٿي وسي. شاه صاحب ساري عالم، خاص ڪري سنڌ جي آسودگيءَ لاءِ دعا گهري آهي.

۱۴

مونِي مانداڻَ جي، جُڙِي ڪيائين جوڙَ،
وِجُوَن وَسَڻَ آئِيُوَن، ٻَهَ[1] ٻَهَ ٻَڏاڻوَن ٻوڙَ[2]،
اَنَنِ جا عالَمَ ۾، لِکين ٿيا ڪوڙَ،
سارَنگ لاتِي سوڙَهه[3]، سانَدَهِ سُهائو[4] ٿيو.

۱۵

مونِي مانداڻَ جا، پَرِي ڪيائين پِرَ[5]،
وِجُوَن وَسَڻَ آئِيُوَن، ڪوڏان[6] ڪَٽِي ڪَرَ[7]،
ميهُيُوَن ٻاڻَ مُراديُوَن، ٿَڌا ٿَرَن ٿَرَ[8]،
وَڏِي اوهَ[9] آئِيُوَن، ٻَنِيءَ لاتِي ٿَرَ[10]،
سارِي اَچيو ساميُوَن، ڏِيَنِ سَنجهي ڪيرَ سَچَرَ[11]،
ساڻُ وانِدِنِ وَرَ[12]، پَرِيُوَن پَرچڻَ[13] جوَن ڪِيُوَن[14].

۱۶

حُڪُمُ ٿيو بادَلَ کي، تہ سارَنگ[15] سانَ ڪَجَنِ،
وِجُوَن وَسَڻَ آئِيُوَن، ٿَهَ ٿَهَ ميهَن ٿَمَنِ،
جِنِ مَهانگو لَهِي ميڙيو، سي تا هَٿَ هَڻَنِ،*
پَنجَنِ مَنجهان پَندرَهن ٿيا، اَنَنِ تا وَرقَ وَرَنِ،*
ڏُڪارِيا ڏيہَ مان، شالَ مُوڏي سَپُ مَرَنِ،*
وَرِي وَڏِي وَسَ جوَن، ڪِيوُن ڳالهيوُن ڳِنوارَنِ،
سَيّدُ چوِي سَيِنِ[16]، آءٌ توهہ تُنهنجِي آسرو.

۱۷

اَندَرِ جهُڙُ[17] جهوُرِ وَهي، بِهَرِ ڪَڪَرُ نہ ڪوءِ،
وَسائيندِي وِڄُڙِي[18]، حُبَّ جنين کي هوءِ،
لالَنُ[19] جنين لوءِ[20]، تن اوڪاڻين[21] نہ اَڪيوُن.

۱۸

اَندَرِ جهُڙُ جهورِ وَهي، بِهَرِ ٻَرسي[22] ٻوُندَ اَپارَ،
وَٽِ جنين جي يارَ، سي اوڪاڻين نہ اَڪيوُن.

۱۹

اَکِهِي آئيوُن[23]، اَتران[24] ڪَرِي اوُرَ،
جي پِرين هُٿَڙا ڏوُرَ، سي مُوَن کي ميهَنِ ميڙيا[25].

وائي

آئِي مُندَ[26] مَلارَ[27]، آئوُن کُهنبا ڪَندِيَس ڪيڙا،
وَسَڻَ جا وِيسَ ڪيا، اَچُ مُنهنجي يارَ،
لارَ[28] لائيندِي[29] وَڄڙا، پِنڙَس[30] پَنِيا وارَ،§
پَکِي آءُ پِرين توُن، لَہُ مُنهنجِي سَيّدَ سارَ.

---

۱- واه! واه! ۲- ٻوڙ ٻوڙان، پاڻيءَ جي اُٿل ۳- تنگي ۴- روشني، سرهائي ۵- پرٻور وسڪارا ۶- ڪوڏ يا شوق وچان ۷- ڳاٽ ۸- ميدان ۹- وڏن ٽِڻن سان ۱۰- وچڙا ۱۱- سنا، صحت بخش ۱۲- ڙالن، استرين ۱۳- پتار ۱۴- روشون ۱۵- برسات جا سانباها ۱۶- مهر ۱۷- زور ۱۸- محبت ۱۹- محبوب ۲۰- جنجي مڪان ۾ ۲۱- موڳائي ڪن ۲۲- وسي ۲۳- اُتر ڪان ۲۴- ميڙ، پرواز ۲۵- ملا يا ۲۶- ملار يا ميهن جي مند ۲۷- ڳاڙها ۲۸- گهنڊ ۲۹- لڳائيندي، ٻڌندي ۳۰- ڳنڍيل وار.

*هتي شاه صاحب اُنهن ڏڪارين ڏانهن اشارو ڪيو آهي، جي اَناج سانڍي تا رکن ۽ ٻوءِ سوڪر جي حالت ۾ اُهو مهانگو ڪري تا وڪڻن. هو پنجن مان پندرهن واري ڪار لڳايو وهن ۽ ٻڌين ۾ ڪوڙا اَنگ اَٽڪايو ڇڏين. شل اُهڙا موذي مري ٻورا ٿي وڃن.

§وڇڙن کي گهنڊ ٻڌندي، ڳنڍيل وار پسي پيس.

## سر سارنگ - داستان چوٿين جو سار

مينهن موڪ پيو آهي. ساري عالم ٽان "اڄ اساٽ" لٿي آهي؛ سنگهارن لاءِ خاص سک ٿيو آهي. ڪنڊيون ڪاهي ٻاهر ڪيون اٿن؛ ڏر سڄو ساوو ٿيو آهي؛ ولهارن ۾ گلزاريون لڳي ويئون آهن. رڳو موڏين ۽ ڏڪارين جي گهرن ۾ ئي ماتم آهي. شل ڏٺي اڄي مسڪين مالدارن جو پردو رکي:
"سنگهارن شرم، رک منهنجا سڀرين."

وڄون، محبوب جي نوازش جو روپ آهن. اُنهن استنبول، چين، روم، ڪابل ۽ قندار ڪان وٺي، جيسلمير، بيڪانير، ڀڄ، دکن ۽ سنڌ تائين، سڀني ولايتن تي پنهنجي مهر جي ورکا ڪئي آهي. شاهه صاحب، ساري عالم، خاص ڪري سنڌ لاءِ، دعا ٿو گهري:
"سائيم! سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار، دوس! مٺا دلدار! عالم سڀ آباد ڪرين."

•

"**سر سارنگ**"- هي سر، هندستان جي گائن وديا موجب، ميگهه راڳ جي اُٺن پٽن مان هڪ آهي. ميگهه جي پنجن استرين مان هڪ ملهار آهي. ميگهه، ملهار ۽ سارنگ کي باترتيب ڳاٽ سان، آسمان ۾ جهڙ لڳيو وڃي ۽ برسات اچيو وسي. ڪن صاحبن جو رايو آهي ته "سارنگ" هڪ پکيءَ جو نالو آهي، جنهنجي آلاپن مان هي سرو رکيو ويو آهي.

# سُر آسا

## داستان پهريون

لوچان تي لاحَدَ ۾، هادي؏ لَهان نہ حَدَّ،
سُپيريان جي سونهَن جو، ڪو قَدُ نہ مَدَّ،
هِتِ سِڪَڻُ بي عَدَدَّ، هُتِ پِرين؏ پروا ناهِ ڪو.
”آئون“ سين اَن پارِ، ڪَڏهن تان ڪون پيو،
”اِنَّ اَللّٰهَ وِترٌ يُحِبُّ اَلوِترَ“ ائين پيائي پارِ،
هيڪڙائي؏ وَتِ هارِ، هَنجون جي هَنڌ جون.
بِنِ! بيائي، سُپرين! پاڻان مون کي پَلِ،
”آئون“ اوريان جَهلِ، توکي رَسي ”تون“ ڏٽي.
توکي رَسي ”تون“ ڏٽي! سَيونئي جَمالُ،
ڪونهي بيو خيالُ، جي شارِڪَ! شَڪُ وڃائيين.
”آئون“ اوراهين جَهلِ تون، ڇڏيمِ پاڻُ پچارِ،
شِرڪُ ساڻُ سَتارَ! گهڻا گهارِيَمِ ڏيهڙا.
عينُ شِرڪُ اِهوئي، جِئَن بي شِرڪُ پائيين پاڻَ کي،
وڃائي وُجودَ کي، پاڻان پاسي ٿيءُ،
هَڏِ هِن ڪونهي هيءُ، هوءِ پڻُ ڪونهي هِنَ ري.
هوءِ پڻُ ڪونهي هِنَ ري، هيءُ نہ هُنهان ڌارِ،
”اَلاِنسانُ سِرّي وَ اَنا سِرّهُ“ پروڙ ج پچارِ،
ڪِندا ويا ڪنوارِ، عالمَ عارِفَ اَهڙي.

---

۱- گوليان ۲- لامڪان ۳- حقيقي رهبر ۴- نہ ٻيگهہ نہ وِيڪر ۵- اُپار ۶- خودي ۷- هُن طرف ۸- الله هڪ آهي ۽ ڪيس هيڪڙائي وڻندڙ آهي ۹- ڳوڙها ۱۰- خودي؏ ۱۱- ڪه ۱۲- دوئي ۱۳- پاڻ يا خودي؏ ڪان ۱۴- حسن ۱۵- اي شرڪ ڪندڙ (شرڪ = ٻئي کي ڏٽي؏ جو شريڪ سمجهڻ) ۱۶- خودي؏ جي وائي ۱۷- نج ۱۸- بند ۱۹- يعني وجود يا هستي ۲۰- يعني خدا ۲۱- يعني وجود يا هستي؏ ۲۲- هن يعني ڏٽي؏ ۲۳- انسان منهنجو (خدا جو) ڳجهہ آهي ۽ مان سندس ڳجهہ آهيان (حديث) ۲۴- وائي ۲۵- لاٽ ۲۶- علم وارا ۲۷- گياني.

٨

نَڪا اِبتدا عَبدَ جي، نَڪا اِنتها،
سي وَڃَڻ ڪي وِيا، جن سُڃاتو سُهرِين.

٩

تَعظيمان تَرڪُ ٿيا، واجهائيان وِيا،
وَڃِي لِيتِ لِيا، جِت نِهايَتَ ناهِ ڪا.

١٠

"اَنَ عَبدُ"، مَعبُودُ تُون، اِت نَه ڪو شِرڪُ نَه شَڪُ،
پيارُون پِرِين جُون، مُحَبَّتَين مَرڪُ،
سو سَيوئِي حَقُّ، جِنهن ۾ پَسَڻُ پِرِينءَ ڪي.

*١١

جان جان پَسِين پاڻَ کي، تان تان ناهِ نمازَ،
سَڀِ وڃائي سازَ، تهان پوءِ تَڪبيرَ چئُو.

*١٢

جان جان پَسِين پاڻَ کي، تان تان ناهِ سُجُودُ،
وڃائي وُجُودُ، تهان پوءِ تَڪبيرَ چئُو.

١٣

نابُودِيءَ نيٺِ، عَبدَ کي اَعلىٰ ڪيو،
مُورَتَ ۾ مَخفِي ٿيا، صُورَتَ پِڻ سيٺِي،
ڪَبي اِت ڪيٺِي؟ ڳالهه پِريان جي ڳُجهَه جِي.

١٤

ڳالهه پِريان جي ڳُجهَه جِي، ڳالهه مڙيائي ڳُجهه،
هِنئڙا! اُجهه ۾ مُنجهه، تَه پِرينئُون پِرين ٿئين.

١٥

صُورَتَ سوجهه ۾ تَنهنجي، پِيءُ پَچَين ٿو جو،
سُڌِنُ آهي سو، جو مُنهن مُقابِل نَه ٿئي.

١٦

سَچائِي نَه صُورَتَ رِي، صُورَتَ هُئِڻ ۾ سوجهه،
تِني باراٽِيءَ بوجهه، وڃائي وُجُودَ ڪي.

١٧

جن وڃايو وُجُود کي، سي فاني ٿيا "فِي اَللّٰه" ۾،
نَه تن قيامُ، نَه قُعُودُ ۾، نَه ڪو ڪَن سُجُودُ،
جيلان ٿيا نابُودُ، تيلان ڳَڏيا بُودَ کي.

وائي

پِرينئُون پوءِ، مُون تي نَه وِهامِي رات رِمَنديئِي،
ڦوڙائو فَقيرَ کي، قادِرَ! ڪوهُ ڏنوءِ؟
چَڙهيا ڏاڍِين ڏُونگرين، سِيڻِن سانگ نَه ڪوءِ،
اَچِي اوراهُون ٿئي، سَيَّدَ! ساٿُ سَندوءِ،
وِيئِي واٽَ نِهارِيان، مَنَ پِرِين باجهه پوءِ،
اَدِ پُون! عَبدُاللَّطيفُ چئي، مُحِبُّ سِگهو مِلندوءِ.

١- شروعات ٢- پاڇاڙي ٣- پڇاڙي ٤- وڏائيءَ کان ٥- سڪڻ کان ٦- حد ٧- مان ٻانهو يا بندو آهيان ٨- عبادت جو لائق ٩- سچ ١٠- حيلا وسيلا ١١- تنهن کان پوءِ ١٢- اَللهُ اَڪبر چئُو ١٣- سجدو ١٤- هستي ١٥- پاڻ فنا ڪرڻ ١٦- ٻانهي ١٧- اوچ، عالم ١٨- لڪل، سمايل ١٩- اي دل! ٢٠- حيران نه ٿيءُ ٢١- پرينءَ طرفان پيارو ٢٢- محبوب ٢٣- روبرو ٢٤- سچائڻ ۾ اچي ٢٥- باراٽي ٻڌيءَ وارو يعني معصوم ٢٦- محو، گم ٢٧- اَللهُ ۾ ٢٨- نماز ۾ بيهڻ ٢٩- نماز ۾ ويهڻ ٣٠- جنهن صورت ۾ ٣١- تنهن صورت ۾ ٣٢- سچي هستيءَ ٣٣- پرين جي اچڻ کان پوءِ ٣٤- گذري ٣٥- رمڻ يا راند ۾ ٣٦- جدائي ٣٧- اي سگهارا ڌڻي! ٣٨- چيو ٣٩- اڻانگن جبلن تي ٤٠- محبوبن ٤١- پرواهه ٤٢- اوريان ٤٣- تنهنجو قافلو يا صحبت.
*جيسين پنهنجي خودي فنا نه ڪئي آهي، تيسين تنهنجي عبادت بحال ناهي.

## سر آسا ـ داستان پهرئين جو سار

حقيقي پرينءَ جي سونهن جو نه آهي قد نه مد. هيڏانهن طالب کي سڪ بي عدد، هوڏانهن محبوب کي ڪا پرواه ناه. انسان عبد (ٻانهو) آهي، ڌڻي معبود (عبادت جو لائق). هنکي نه ڪا ابتدا (شروعات) آهي، نه انتها (پڇاڙي)؛ عالم ۽ عارف اِهائي تنوار ڪندا ويا ته "اِنسان، ڌڻيءَ جو ڳجهه آهي ۽ ڌڻي، اِنسان جو." "آئون" يعني خوديءَ سان ڪو به حقيقي وصل نه ٿو ماڻي سگهي. "آئون" ۽ "تون" صرف ڌڻيءَ کي جڳائي. سندس جمال به ڪيس ٿي ٿو رسي، جن سندس حسن سڃاتو آهي، سي منجهس هميشه لاءِ ليئي ٿي ويا آهن. جي "فنا في الله" آهن، تن لاءِ نه نماز آهي، نه سجود. سجدو ۽ نماز به اُنهن کي جڳائي، جن سڀ ساز وڃايا آهن. وجود وڃائي، سجود ڪر.

•

## داستان ٻيو

**١**

اُپرندي ٿي سڄ[1]، پرين جي نه پسنديون،

ڪيڏي ٻيٺي[2] ڏڄ، اُکڙيون ڪانگن کي.

**٢**

اُپرندي سڄ سان، پرين جي نه پسنديون،

ڪيڏي کي ڪانگان، نوالا نيڻ[3] ڏيان.

**٣***

مون کي اَکڙين، وڏا ٿورا[4] لائيا،

ته پڻ پرين پسن، ڪنان جي ڪُر[5] سامهيون.

**٤**

اَکڙيون پرين ري، جي ڪي ٻيو پسن،

ته ڪيڏي کي ڪانگن، نوالا نيڻ ڏيان.

**٥**

نيراڻائي[6] نيڻ، نيئي آڇ پرين کي،

سٿر ڪاڏا ڪيڻ[7]، جُه[8] ڏنو منهن محبوب جو.

**٦**

تن نيڻن[9] کي نيران[10]، جن ساجهر[11] سيڻ[12] سانيهيا[13]،

جيءَ جسي ۽ جان، ڪر[14] حضوري حج[15] ڪيو.

**٧**

اَکيون عليٰ الصباح[16]، دوست ديکڻ[17] آئيون،

اُپينديون[18] اَرداس[19] ڀر، ٻي نه ڪنديون ڪاءِ،

رچنديون[20] رءِ پاهَ[21]، پرچنديون پرينءَ سين.

**٨**

ڪي جو ڪيڏانهين[22]، اَکيون پسي آئيون[23]،

---

١- سڄ اُڀرڻ سان (صبح جو) ٢- ٻٺي ٣- طعام ۴- اَحسان ٥- بد اِنسان ٦- نيراڻي ٿي (نيرن کان اڳ) ٧- طعام ٨- جڏهن ٩- ڪٺي ١٠- نيرن ١١- سويل ٿي (صبح جو) ١٢- محبوب ١٣- درشن ڪيو ١۴- چڙ ١٥- وڏو حج (حج اڪبر) ١٦- اَسر جو ١٧- ڏسڻ ١٨- ٻيهنديون ١٩- بندگي، پرارٿنا ٢٠- رڱيون ٢١- رنگ کان سواءِ ٢٢- اَهڙو ڪي ٢٣- ڪنهن هنڌ.

*مونتي اَکين وڏا اَحسان ڪيا آهن، ڇو ته اُنهنجي وسيلي مان هرهنڌ پرين پيو پسان، ٿوڻي اُهي ڪٺي ڪنهن اهڙي يا بدڪار ڏانهن ڪنان. (هر صورت ۾ هو آهي.)

تِئُون تاڪِين تِيڏانهِين، پيٺُون[1] پاڻَ مُهاڙِيُون[2].

۹

ڪِي جو ڪَنهِين پارِ[3]، اَکِيُون پَسي آئِيُون،
تِئُون ديوانيُون[4] دِلِ ۾، اَپُر[5] لَڳِيَن[6] آرِ،
تِهان پوءِ[7] قَرارِ[8]، سُتِيُون ڪِينَ، سَيَّدُ چئي.

۱۰

ڪِي جو وَڃي اَڄُ، اَکِيُون پَسي آئِيُون،
سيڻِن[9] ڪيو سَهَڄِ[10]، لائُون[11] تِئُون، لَطيفُ چئي.

۱۱

ڪِي جو وَڃي ڪالَ[12]، اَکِيُون پَسي آئِيُون،
لائُون ڪِيُون، لَطيفُ چئي، جانِبَ جي جَمالَ،
تِيا نيڻَ نِهالَ[13]، جنهِين دِلبَرُ ڏِٺو.

۱۲

وَسَنِ[14] ۽ وِهسَنِ[15]، ڏيهاڙِي ڏِسَڻَ لَءِ،
جِنَّن جِنَّن پِرِين پَسَنِ، تِنَّن تِنَّن نِشا[16] نيڻهَن جا.

۱۳

وَسَنِ ۽ وِهسَنِ، ڏيهاڙِي ڏِسَڻَ لَءِ،
ڏِسي ڏِسي آئِيُون، توءِ تَلاشُون[17] ڪَنِ،
ڍاپيو نہ ڍاپَنِ، پَسَڻَ مَنجهان پِرِينءَ جي.

۱۴

ڏِسَنِ ڏيهاڻِي، تَبِ[18] تَرسَنِ[19] اوڏَهِينِ،
آيا سُڃاڻِي، نيڻَ نِهاري پِرِينءَ کي.

۱۵

اَکِڙِيُون اَکِڙِنُ لِي، ڏَمَرَ ڏوسَ ڪَرِينِ،
جيلانَهَ[20] سَڪَڻُ سِکِيُون[21]، تيلانَهَ ڏَعوِيِ[22] مَنجهِ ڏِڙِينِ[23]،
کِلَنِ ۽ کِرِينِ، رَسَنِ پَرچَنِ[24] پاڻَ ۾.

۱۶

اَکُنِ کي آهِينِ، عَجَبَ[25] جهوُن عادَتُون،
سوَرَ پَرائي ساڻَ جا، وَڃيو وِهائِينِ[26]،
اَتي لَنؤ لائِينِ[27]، جِتِ حاجَتَ ناهِ هَٿيارَ جي.*

۱۷

اَکُنِ کي آهِينِ، وَڏا وَجهَہ وِڙهَڻَ جا،
مَندِي[28] پيئيُون مامرو، جهيڙو[29] نہ لاهِينِ،
جِنَّن سي ڪَکَرَ اَپَ ۾، تِنَّن آڳِميُون آهِينِ،
جهُڙُ[30] قُڙُ نہ لاهِينِ، وَسَنِ ساوَڻَ مِينهَن جِئَن.

---

۱- ڇڪجي وڃن ۲- پڌهنجي منهن ۳- ڪنهن پاسي ۴- مستانيون ۵- بيحد ۶- نينهن ۷- ڪنهن ڪان پوءِ ۸- آرام ۾ ۹- محبوبن ۱۰- قرب ۱۱- لالن جيان ڳاڙهيون ٿيون ۱۲- ڪالهه جي حسن ۱۳- پرسن ۱۴- جل هارين ۱۵- سرهيون ٿين ۱۶- خمار ۱۷- ٺ بہ ۱۸- ٺ بہ ۱۹- منتظر رهن ۲۰- جڏهن صورت ۾ ۲۱- تڏهن ڪري ۲۲- معاملي ۾ ۲۳- تيز ڳالهائين ۲۴- بگڙجن ۲۵- جهڙيون ۲۶- ڳنهن ۲۷- محبت اَڙائين ۲۸- سٺي ۲۹- جهيڙو ۳۰- جهڙ لائو اٿن. (مٿين بيتن ۾ اَکين جي عجيب عادتن جو بيان آيل آهي. اَکيون کلن بہ پاڻ ۾، بگڙجن بہ پاڻ ۾، رسن بہ پاڻ ۾، پرچن بہ پاڻ ۾. جِنَّن جِنَّن پسن، تِنَّن تِنَّن مخمور ٿين. ساوڻ جي ميهن جِئَن آگم لايو ٿيون وسن.)

*اَتي وڃي ٿيون محبت اَڙائين، جتي ڪنهن هٿيار جي ضرورت ناهي. (معشوقاڻا نيڻ قاتل آهن.)

١٨

اَکيِنِ کي آئوُن، جان ڪي جهاوُن پائيان،
لوکُ لَناڙي نِنڊَ ۾، ساجَنُ سوناٽوُن،
موُن کي مارِيائوُن، پاڪَ پَرچي آئيوُن.

١٩

اَکيِنِ پَنهنجي مَتِ، پاڪَ سين پاڻهين ڪئي،
اُتي وَڃي لَڳيوُن، جتي جانِ ڪَمِتِ،
نہ ڪا ڳالهہ نہ ڳِتِ، جي ڏني رءُ نہ جُڙي.*

٢٠

اَکڙيُنِ آرو، موُنهان پُڇي نہ ڪيو،
اُتي وَڃي اَڙيوُن، جتي چوڪَ نہ چارو،
هِنڊڙو ويچارو، وائوُن جهليو وِڃهلي.

٢١

اَکِ اُلٽي ڏارِ، وَنءُ اُلٽو عامَ سين،
جي لَهوارو لوکُ وَهي، توُن اوُچو وَہَ اوپارِ،
مَنجهان نوُچ نِهارِ، پر پُنيرو پِرينءَ ڏي.

٢٢

لان جي لَينَ سامُهان، پُنيرا سوُنهَن،
سَنڌون وَرائي سُپرِيِن، مُنهن جي مانڊي ڪَنِ،§
رَڳوُن سَڀ رَچِنِ، تَنَ ۾ تازائي ٿئي.§

٢٣

اَکيوُن سيئي ڏارِ، جنِ سان پَسين پرينءَ کي،
ٻئي ڏانهن ڪيمَ نهارِ، گهٽو رِيسارا سُپرِين.

وائي ١

جيڏيوُن! آئوُن ڪا پاڪَ وَهيٽي آهيان؟
ڪا موُن سارَ لَهيجا.
جيڏانهن وار ٻيمِ سُپرِين، پيرَ اوڏانهين پايان،
قَلَمُ ڪالَبَ هَٿَ ۾، ڪئن لِکئي مان لِکَ لاهيان؟
واڳَ ڏٺين هَٿَ ۾، ڪيڏانهن ڪَرَهَلُ ڪاهيان؟
سَدا سُپرِيُنِ لَءِ، آئوُن وينئي ڪانگَ اُڏايان،
ايندا، عَبدُاللطيفُ چئي، آسَ اُميدَ نہ لاهيان.

وائي ٢

اي مِيان سَجَڻَ! ڪئن رَهندا نينَہَ مُنهنجا؟
تو ري تو ري.
جن جو آڌارُ توُن، آئوُن تِنِ سِين لائِقُ يوُن،
ڪئن رَهندا تو ري.
جِيانيِن اَلهي اُيري، توڻي تَهان ٿي پَري،‡
توءِ وَڃي تَن ڏي، اَکڙيوُن پيرَ ڪَري.‡

١- لڏائون ٢- مصلحت ٣- جان جو جوکو ٤- سڌ سماءَ ٥- محبت ٦- مونکان ٧- پرينءَ جا پيرا جهليو ٨- ڳري ٩- اُبتي اختيار ڪر ١٠- وڃ ١١- عام ماڻهن ١٢- لون اوپارو وه ١٣- ڪُتل نظر ١٤- اڳتي وڌ ١٥- ڦيرائي ١٦- لال ٿين ١٧- تازگي ١٨- غيور، غيرت وارا ١٩- پنهنجي وس ٢٠- وراڻيمر ٢١- لکندڙ ٢٢- تقدير ٢٣- ذرو ٢٤- اَب ٢٥- توکان سواءِ ٢٦- زمين ۾ دفن ٿيڻ جي لائق ٢٧- جتان سج لهي ۽ اُيري ٢٨- تنهن کان ٢٩- تنهن هوندي بہ.

*اُتي بي ڪا ڳالهہ ٻولهہ يا سڌ سماءَ ناهي؛ جان ڏيڻ کان سواءِ هي سؤدو ٿيڻ ناهي.

§جي محبوب منهن ورائي سڌو مون ڏانهن نظر ڪن تہ جيڪر منهنجون سڀ رڳون رچي لال ٿين ۽ ساري سرير ۾ تازگي اچي وڃيم.

‡جتان سج اُيري ۽ لهي ٿو، تنهن کان ٿي پري هجي، تہ بہ اکيون پير ڪري اُتي وڃجي.

## سر آسا ـ داستان ٻئي جو سار

اُهي اَکيون، جي سڄ اُڀرڻ سان، پرين نه ڏيون پسن، سي ڪانگن جي حوالي ڪجن. ڏيراني ٿي محبوب جو درشن ڪرڻ آهي ستر طعام کائڻ ۽ حضوري حج ڪرڻ. اَکيون، اسر جو پرينءَ جو درشن ڪندي، اُداس ۾ ويهو رهن. اُنهن اُهو ڪي ڏنو آهي، جو هرگز قرار ۾ نه ڏيون رهن. ڏسيو ڏيون ڏسن نه ڌاپجن نه ڏيون. جڏهن جڏهن پرين پسن، لڙڪن لڙڪن مٿن نيڻهن جا نشا چڙهن. اَکين ڪي عجيب عادتون آهن: وسن نه ڀڄون، وهسن نه ڀڄون؛ پرچن نه پاڙيِم، رسن نه پاڙيِم؛ اُلي وڃي ڏيون نيڻهن اَڙائين، جتي جان ڏيڻ کان سواءِ ڇٽڻ ناهي. اَکيون سيڌي ڏار، جن سان پرين پسين؛ ٻئي ڏانهن ڪين نهار، ڇو نه سڀرين گهڻو پيسارو آهي. اَک اُلٽي ڏار؛ جي لوڪ لهوارو وهي، نه تون اوڀارو وڄ. چنائي، پرينءَ پنڌيان هل.

•

## داستان ٻيون

١

ديکُ[1] مَ ڏوُن سيڻ تَن، هي جي مَجازَ[2] پاٽيوُن مُنهنَ ۾،
ڪينَ نه سُڃاتو سُپرين، نِهاري نيڻَنِ،
پرين سي پَسَنِ، ٻَئي[3] جنين ٻُوٽيوُن[4].

٢

مَجازي موهي[5]، ڪَڏهن ويندءِ نِڪري،*
اَکڙيوُن لو هيِ، جمَ[6] وِهين[7] وِسَهي[8].*

§٣

اي مَجازي، ماءُ! جي لو سَڄڻَ پاڻيا،
ڪَجهو[9] ڪوهُ لِياءِ[10]، هاري! حَقيقي پرين[11]؟

§٤

مَجازي مَ رمتَ[12] ڪَرِ، ڀَيڻوُن[13] لاڻَ نه پير[14]،
پُڇي ٿئين نه پير[15]، هاري! حَقيقيءَ[16] جي.

٥

مؤن ڪي ماءُ! مَجازَ[17]، پيچاري جڻ پچيو،
هَٿَن ڇَڏي هاجَ[18]، وِٽي[19] سارَ سَندَنِ[20] مان.

٦

حَقيقتَ هَٿِي، مُنهنجي جانِ جُدا ڪئي،
هيڪو[21] پَساهُ پرينءَ ري، سگهان تان نه ڪٽي،
ڏَٽي ٿي ڏَٽي، رَهيو آهي رُوحَ ۾.

١- ڏس ٢- مجاز ڪمائيندڙ اَکيون ٣- ٻئي اَکيون ۴- ٻند ڪيون ٥- موهت ڪري ٦- متان ٧- ويهين ٨- اعتبار ڪري ٩- عار، ندڳ ١٠- اي ڪم عقل! ١١- حقيقي محبوب يعني ڏٽي ١٢- سجڻ ١٣- مورک اَکيون ١۴- قيراءِ ١٥- پند ۾ ١٦- حقيقي محبوب ١٧- ڪپهه پجڻ وارو ١٨- ڪم ڪار ١٩- سگهه ٢٠- سڀڻ جي سندن ٢١- هڪڙو.

*هي جي لنهڊجون اَکيون آهن، تن تي متان اعتبار ڪري ويهين، ڇو ته اُهي موهي، نڪيندي يءَ.

§هي ٻه بيت، شاه ڪريم جي ٻن بيتن جو بدليل روپ آهن (ڏسو شاه ڪريم بيت ٣٢ ۽ ٣٣).

٧

سَنئين[1] سُونهائي سَيَڪا، ڪَا مُون مُنجهائي،

طَلَبَ[2] ۾ تَحْصِيلَ[3]، اوريان ئي آهي،

مان تُنُ ليتِ لائي، جِت آهِ نه ناهِ ڪا.*

٨

جِت آهِ نه ناهِ ڪا، اِيءَ خاڪيءَ[4] جو خِيالُ،

جانبَ جو جمالُ، پَسَّڻان ئي پَري پِيو.

٩

جِت آهِ نه ناهِ ڪا، اِيءَ خِيالُ خاڪِي[5]،

پِرينءَ جي پاڪِي[6]، پَسَّڻان ئي پَري ٿي.

١٠

نِيڻين نَظَرَ نِيمَهُن[7]، جَڙُوُن[8] جِت جَڙَنِ،

ساهُ اُنين تان صَدقو، اَندرُ[9] سين عُضْبَنِ[10]،

لاهي تَنُ، لَطِيفُ چئي، اَنگ پَڻ آڇَن،

قَلْبُ قُرباني ڪَريان، مَتان دِل دوسَّنِ[11]،

هِنئين[12] ۾ اَکُين، ڦاهي ڪاڍي پِرينءَ لَءِ.

١١

پِرين نه اَکڙِين ۾، هِنئون نه حاضرُ جَنِ،

سي هُنئهين جاڙَ[13] جَتَنِ[14]، تِلها[15] تاتا سَکتا.

١٢

موڙڪَ مامَ[16] نه بُجهَنا[17]، هيڏانهن هوڏانهن ڪَنِ،

سي ڪِئَن پِرِين پَسَنِ، ڪُتَّرُ[18] جن اَکُين ۾؟

١٣

جان تَنُ کيوءِ نه ٿيڻَ، سوئيريان[19] ئي سَنهڙو،

پِرِين پائيندا ڪِيئَن، تَوکي اَکڙِين ۾؟

١٤

اَکُين ۾ ئي وِيهُ، نه آئُون واري نَڪيان،

تَوکي ڏِسي نه ڏيهُ، آئُون نه پَسان ڪي پِيو.

١٥

تارَنِ[20] ۾ ڪَرِ تَڪيو، وَنِّين[21] ۾ ئي وِيهُ،

اَکُين ۾ ئي پيهُ[22]، نه آئُون آڇارُو[23] ٿِيان.

§١٦

ڪَران[24] وِجهُه مَ واتِ، پِرولَ[25]! مُنهنجي ڳالهڙي،

مَچِڻ[26] رَتِيءَ[27] راتِ، اورڻَ[28] ۾ اُونهي[29] ٿئي.

١٧

سِڪَ سِڪائي سِڪَ، سِڪَ نه آهي سُتري،

لِڪَ لِڪوٽيءَ[30] لِڪَ، نه ڪَرَنِ خَبَرَ نه ٿئي.

١- سنئين وات لي رهبري ڪري ٢- ڳولا سڪ ٣- حاصلات (ديدار جي) ٤- خاڪ مان ٺهيل اِنسان ٥- اِنساني، محدود ٦- پاڪائي ٧- ميڙون ٨- ڪُپن ٩- دل عضون سميت ١٠- عضوا ١١- دوستن ١٢- دل ١٣- خواه مخواه ١٤- اَجايو ١٥- خالي، سڪڻو وجندڙ ١٦- پرولي ١٧- سمجهندڙ ١٨- موتيا، بغض ١٩- سئيءَ ڪان ٢٠- آستان ٢١- ماڪين ٢٢- داخل ٿيءُ ٢٣- چم جي ڳوٿري ٢٤- ڪرن يعني شرير اِنسانن ٢٥- اي محبوب! ٢٦- متان ٢٧- رات جي گهڙي ٢٨- سور ساڻ ٢٩- وڏي پوي ٣٠- ڳجهيءَ طرح.

*منهنجو جيءُ اُلي جڙيو آهي، جتي نه "آه" آهي نه "ناه". (جتي هن دنيا وارا ضد نه آهن.)

§اي منهنجا محبوب! منهنجي ڳالهه شرير اِنسانن جي زبان تائين نه آڻ، متان رات جون ٿوريون گهڙيون ڏکن اورڻ ۾ ئي وڏي پون.

۱۸

خبر ٿي ڪرڻ کي، ته مون کي ڪندا ڪوهه؟
صورت سُپيرين جي، ڏني ڪونهي ڏوهه،
لوريءَ لڳم[1] لوهه، جڏهين رت رُنا ريو.

۱۹

ڪر جا ڪڏ ڪنئي، پوڻ ڪارڻ پرينءَ جي،
تنهن ۾ پاڻ پئي[2]، غيبتي[3] غارت ٿيو.

۲۰

الا! ڪر جئين، مدي[4] جنين جي من ۾،
اسان ۽ پرين جون، اميدون پسن،
تهان پوءِ[5] مرن، سڙي اُنهيءَ سور ۾.

*۲۱

ڪر ڪاريندو سي[6]، ماڻو جن پرينٺو[7]،
جوش جلايا جي، ماري تن ماڻ ڪيو.

§۲۲

ڪر کي کپر[8] ڪاءِ، نانگ مٺيارو[9] نڪري،
آيو جو اوناءِ[10]، سر[11] ۾[12] سندي سڄٽين.

۲۳

ڪرا! خراب ٿئين، هيا[13]! هڇارا!
پوَرايءِ پرين جا، چوڌاري[14] چارا،
مرين، منهن ڪارا! سڙي، اُنهيءَ سور ۾.

‡۲۴

سڄڻ سنئيون[15] ڪن، لوڪان[16] ليکي ونگيون[17]،
سندي سپرين، ڀر پروڙڻ[18] ڏاکڙو.

۲۵

ڪا جا ڀر پرين، نه سا سٽي نه ٻڌي،
منيون سڀ منجهن، آهڙي ڏني قضي[19].

†۲۶

نڪو ڏيگهه نه ويڪر[20]، نڪو منهن نه مهاڙ ڪا،
اي اهڙي ڪيل، ڪور[21] پروڙي ڪين ڪي.

†۲۷

حوصلو[22] حيرت[23] ۾، ڪري ڪين ڏرڪ،
جو حسن سندو حق[24]، سو ڪور پروڙي ڪين ڪي!

†۲۸

حوصلو حيرت[25] ۾، وڃي ٿيو ويڇون،
محبت جون ميڇون[26]، ڪور پروڙي ڪين ڪي.

۲۹

حوصلو حيرت ۾، وڃي لڄاٽو[27]،

---

۱- عشق جو تير لڳم ۲- گلا ڪندڙ ۳- فنا ٿيو ۴- برائي ۵- تنهن کان پوءِ ۶- سرد ۷- عشق ۸- زبردست زهري نانگ ۹- مٺ وارو، واسينگ ۱۰- ايني ۱۱- ٻڌي ۱۲- جهيڻي گفتگو ۱۳- لعنتي ۱۴- واٽون ۱۵- سڌيون ۱۶- ماڻهن ليکي ۱۷- ڏنگيون ۱۸- ڳجهارت ۱۹- واقعي ۲۰- ويڪر ۲۱- اَنڌو ۲۲- هوش ۲۳- سمجهه ۲۴- سچو ملهه ۲۵- حيران ۲۶- اِشارا ۲۷- شرمسار ٿيو.

*شيطان اُنهيءَ کي ڪاريندو، جنهن جو عشق سرد آهي. جنهن کي عشق جي جوش جلايو آهي، تن هنن کي ماري فنا ڪيو آهي.

§ڪر کي ٿل واسينگ کائي، جو اهڙيو بيئو محبوب جي جهيڻي گفتگو ٻڌي.

‡محبوب سهڻا پيو ڪري، ماڻهن ليکي ڏنگا پيو آهن. دلبر جي رمز سمجهڻ مشڪل آهي.

†هتي اِنساني عقل کي اَنڌو سڏيو ويو آهي. حقيقي حسن جو مشاهدو اُنهيءَ وقت کان ٻاهر آهي.

ويچارو ڪاٺو، ڏسي ٿيو ڏسڪ ڪي.

٣٠

حوصلو حيرت جو، آهي نہ متي عام[1]،
سندي محبت مام[2]، ڪُو پروڙي ڪين ڪي.

٣١

متي هاٿيءَ تي مامرو، اچي ڪيو انڌن،
مناڙين[3] هٿن سين، اکين ڪين پسن،
"في الحقيقت"[4] فيل[5] کي، سچا سهاڻن[6]،
سندي سرڊارن[7]، بصيرت[8] بينا ڪري.

وائي ١

مُنهن[9] منجهه خليل[10]، اندر آذر[11] آهئين.*
سڌ مَ ڪر صحت جي، اچا تون عليل[12]،
نالو ناهه نفاق[13] جو، جتي رب جليل[14]،
منهن ۾ مسلمان تون، قلب[15] تان قليل[16]،
والي[17] جي وصال[18] ۾، دوئي[19] ناهه دليل[20]،
الا! عبداللطيف چئي، سچو رکائج[21] سيل.

وائي ٢

موت منڍ[22] نہ آهي، لائب[23] ٿيو لڪڙا.
"عجلوا بالتوبة[24] قبل الموت"، ويڙتون[25] ويرم لائي،
پريان ڪارڻ پاڪ ڪي، سگهو ويڙه سنباهي[26]،
اجل[27] اسارن[28] ڪي، ڪام ونئي[29] تو ڪاهي،
وڏائين وَڏ[30] لاءِ، ڳن ڪهاڙيءَ پاهي،
عمارتون انڌن جون، ڍاهيو تو ڍاهي،
نبا[31] گهوٽ گهرن[32] ڏي، ڪنهن وڏيءَ ويرواهي[33]،
اٿي، عبداللطيف چئي، بنا ڪفن پراهي[34].

وائي ٣

الله سائين! سائين! ڀٽان[35] پرينءَ[36] مَ پانهين[37]،
مون تان اسرو آهي اوڏانهين.
جتي ديرو[38] دوست جو، سا ڪٿن جوءِ اڳاهين[39]؟
ينيهون[40] پري[41] آئيون، آيل! مون اڻانهين،
قلم جن جي هٿ ۾، سي سيڙ سڀاجها سائين،
ٻندي[42] جي باب ۾، شال م لکن[43] لائين.

---

١- عام ماڻهن ٢- ڳجهارت ٣- مهٽين، ڇهن ٤- درحقيقت ٥- هاٿيءَ ٦- روحاني اميرن ٧- نظر ٨- ڏسندڙ ٩- صورت ١٠- حضرت ابراهيم ١١- حضرت ابراهيم جو پيءُ ١٢- بيمار ١٣- ناسازي ١٤- جلال وارو خدا ١٥- دل ١٦- تنگ ١٧- ڌڻيءَ ١٨- ميلاپ ١٩- ٻيائي ٢٠- رهبر ٢١- اخلاق ٢٢- موت جي وقت جي سڌ نہ آهي ٢٣- پڇتاءُ ڪندڙ ٢٤- موت کان اڳ، توبه جي تڪڙ ڪريو ٢٥- دير نہ ڪري ٢٦- تيار ٿي ٢٧- موت ٢٨- ويسرن ٢٩- لڪڙ ٣٠- قبر جي چوُر ٣١- نيا ويندا ٣٢- سهڻا يا سچا انسان ٣٣- وڏه ٻروهاري ٣٤- ٻهرائي ٣٥- ٻوان ٣٦- پرينءَ کان ٣٧- پري ٣٨- منزل ٣٩- اڳيرو، پري ٤٠- اکيون ٤١- قري ٤٢- حق ۾ ٤٣- ڪسي ڳالهہ.
*صورت ۾ حضرت ابراهيم جهڙو پاڪ پيو لڳين، پر اندر ۾ آذر (بت پوڄيندڙ) آهين. (حضرت ابراهيم کي خليل الله يعني خدا جو دوست چوندا آهن. آذر، بت گهڙيندڙ هو.)

## سر آسا - داستان ٽئين جو سار

هي مجازي اکيون نڪين ٿيون. حقيقي پرين اهي پسن، جي ٻئي اکيون ٻوٽين. مجاز جي پڄڻ ڇڏي، حقيقت جو پيرو پڇ. جت جانب جو جمال آهي، لت نه ”آه“ آهي، نه ”زاه“. اهو به هڪ انساني خيال يا اندازو آهي؛ درحقيقت ”پرينءَ جي پاڪي“ ڏسڻ کان ئي پري آهي. اي عاشق! جيسين جسم کي ڳاري، سڀيءَ کان ئي سڌهو نه ڪيو آئيٽي، ليسين پرين ٿوکي اکين ۾ ڪيئن پائيندا؟ ڪر (شيطان) انهنکي ڪاريندو، جنجي محبت ماني آهي. سچا عاشق، انهيءَ لعنتيءَ کي مات ڪيو وينا آهن. محبوب جي جمال جي ڪت، انساني عقل جي وت کان ٻاهر آهي. عام انسان انڌا آهن. اهي حقيقت کي اهڙو سڃاڻن، جهڙو نابينا هاٿيءَ کي.
”في الحقيقت فيل کي، سچا سڃاڻن.“

•

## داستان چوٿون

*١

ڏيکيندي[1] ديدارَ[2] کي، ڪِينَ سُڃاتو ڪُلّ[3]،
تازي[4] طويلن[5] ۾، آهي احاطو[6] جهُلَ[7]،
هُئا جي اَمُلَ[8]، سي حِسابان[9] هَڏيءِ وِيا[10].

*٢

ڏيکيندي ديدارَ کي، ڪُلُ سڃاتي ڪِيئن؟
جانِبَ منجهان جيئن، محرُومُ[11] ئي مري وِيا.

*٣

محرُومُ ٿي مري وِيا، ماهِرُ[12] ٿي نه مُئا،
ڇڙيءَ[13] جِئن ڇُهنبَ[14] هڻي، لَڏِيائون لُئا[15]،
حُبابَ[16] ٿي هُئا، اِنهيءَ واديءَ[17] وِچ ۾.

٤

ترڪُ ڪر ترڪ کي، وڃڻ[18] ڪنان وڃُ،
آهي اِيُ اهڃُ[19]، سُٽي سُٽائيج تون.

٥

وڃي وَسُ وڃڻ کي، وڃڻ پڻ وڃاءِ،
لوڪان[20] لِڪاءِ، لِڪان[21] پڻ لِڪيج تون.

٦

لوڪان لِڪي سِيکو، لِڪان لِڪي ڪونَ،
اَتي ويني اونَ[22]، اِنَ اِتيءَ ڳالهه جي.

---

١- ڏسندي ٢- دنيوي لقاءُ ٣- ساري ڪائنات ٤- تازي گهوڙا ٥- طبيلن ٦- حد، حاطو ٧- گهوڙي جي ٻوري، ٻڪ ٨- املهه ٩- حساب کان ١٠- فنا ٿي ويا ١١- نااميد ١٢- ڪامل ١٣- جهرڪيءَ ١٤- ڇهنب ١٥- ڳاهه جي ڳڏي مان ١٦- ٻُڏ ٻُڏا ١٧- ماٽري ١٨- نابوديءَ کان اڳتي ١٩- نشان، اهڃاڻ ٢٠- لوڪ کان ٢١- لڪڻ کان ٢٢- فڪر.

*ظاهري لقاءَ مان حقيقي راز ڪنهن نه پروڙيو. ڪامل به اُنت نه لهي سگهيا. انسان لاءِ مجازي ڪيل اهڙي حد آهي، جهڙي تازين لاءِ طبيلي ۾ جهل. ماهر به ڇڙيءَ ۽ حباب مثل آهن.

٧

هُتِن سين هاجَ ڪَري، نيٺِن سين نِهارِ،

أيا آڳَا پارِ، پَسُ پَهِنجا سُپِرين.

٨

اَسين سِڪُون جن کي، سي تان اَسين پاڻَ،

هاڻي وَڃُ، گُمانَ! ڇَهي سُڃاتا سُورين.

٩

اَسين سِڪُون جن کي، اَسين پڻ سيئي،

"لَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُولَدْ"، وڻ اوڏانهين پيئي،

تهان مَنجهيئي، پارکَ! پَرکِج حَقَ کي.

١٠

ڏِسڻُ ڏِسين جي، تہ هَمہَ کي حَقُ چئين،

شارڪَ! شَڪُ مَ ني، اَندا! اِنهيءَ ڳالهہ ۾.

١١

مُنهُن ڪَر مَنجهاران، ٻَهَران، ٻِ وُنيا مَ ٻِ ور جِئن،

جي اَکڙيين آران، تہ ڪَندِيءَ اَچُڻ ڏاکڙو.

١٢

آڌو جو اِثباتَ کي، سو شِرڪُ لاهي شَڪُ،

هُئِي جِنهن ۾ حَقُ، لِنهن نَفِيءَ جِهو ناهِ ڪو.

١٣

وَڏي تان اِنَ واتَ ۾، پيلُپَ پيائِي،

آهي اوُنداهيءَ جو، شِرڪُ سَهائِي،

چِٽي چِٽائِي، اَلِفَ جي عَيْنَڪَ ۾.

*١٤

اِنَ پَر نہ ايمانُ، جئن ڪَلِمي گو ڪوناٿيين،

دَغا ڏُنهنجي دِلِ ۾، شِرڪُ ۽ شيطانُ،

مُنهَن ۾ مُسلمانَ، اَندَر آذَرُ آهئين.

*١٥

ڪوُڙو ڏُون ڪُفرَ سين، ڪافِرُ مَ ڪوناءِ،

هِندوُ هَڏَ نہ آهئين، جَڻيو تو نہ جُڳاءِ،

ٽِلڪُ ٽيين کي لاءِ، سَچا جي شِرڪَ سين.

١٦

مُنهُن نہ مُوسيٰ جهڙو، عادَتَ ۾ اِبلِيسُ،

اَهڙو خامُ خَبيثُ، ڪَيئي ڪوهُ نہ ڇڏئين؟

١٧

مُنهُن نہ مُوسيٰ جهڙو، سيرَتَ شيطاني،

بازي بيراني، ڪَيئي ڪوهُ نہ ڇڏئين؟

١- بيٺل ٢- اَڳيان طرف، گهر ۾ ٣- اي وهم! ٤- چڱي طرح پروڙ جي ويا ٥- نڪي هو (ڏٺي) جڻي ٿو، نڪي پاڻ ڄائو آهي ٦- وڃ ٧- اي پرکيندڙ! ٨- سچو ڏسڻ ٩- سيئي ١٠- خدا ١١- اي شرڪ ڪندڙ! ١٢- شڪ نہ آڻ ١٣- اَندران ١٤- نہ ڳول ١٥- ڄانور ١٦- محبت ١٧- ڏٺيءَ جي هستيءَ جو اقرار ١٨- ڪفر (ٻئي ڪنهن کي ڏٺيءَ سان شريڪ ڪرڻ) ١٩- هجي ٢٠- ڏٺي، سچ ٢١- اِنڪار (ٻي ڪنهن بہ هستيءَ کان) ٢٢- جهڙو ٢٣- همراهي ٢٤- ڪفر جي اونده ٢٥- روشني ٢٦- اَهڙي ريت ٢٧- ڪلمو چوندڙ ٢٨- حضرت اِبراهيم جو پيءُ، جو بت پرست هو (هتي نفس جو پوڄاري) ٢٩- هرگز نہ ٣٠- جڳائي ٣١- حضرت موسيٰ، جو پيغمبر هو ٣٢- شيطان ٣٣- پليد ٣٤- چال ٣٥- حرفت ٣٦- ويراني، بيسود.

* نہ مسلماني ڪلمي چوڻ ۾ آهي، نہ هندو ڌرم ٽلڪ يا جڻيي ۾. مذهب يا ڌرم جي سچي معنيٰ پروڙ.

١٨

مُنهن ۾ آهيرين ئي اُجرو، قلبَ ۾ ڪارو،
ٻهَران زيبُ زبانَ سين، دلِ ۾ ڪچارو،
اَنِ پرِ ويچارو، ويجهو ناهه وصالَ سين.

١٩

تون ڪا ڪانئي پاءِ، وَتِن ۾ وصالَ جي،
دوبينائي دورِ ڪري، معَرفتَ مَلهاءِ،
سِپيرِيان جي سونهَن ۾، رُخنو ڪونَ رهاءِ،
اَکِ اَشهَد چاءِ، تہ مُسَلماني ماڻئين.

*٢٠

سُرمون سياهيءَ جو، رَتِن کي رهاءِ،
ڪاني ڪارائيءَ جي، مُڙسُ تي مَ پاءِ،
اَکِنِ ۾ اَنڪاءِ، لالائي الَنَ جي.

*٢١

سُرمون سُرخيءَ جو، جَڏهن پاتو جن،
تَڏهن ڏِٺي تن، رَوْنَقَ ريٺي جھڙي.

*٢٢

سُرمون سُفيديءَ جو، جَڏهن وِڌو جن،
تَڏهن ڏِٺي تن، اَچائي عالَمَ ۾.

٢٣

جي فارسي سِکيو، گولو تہ غُلامُ،
جو بَدو بِنِ ڳالهئين، سو ڪِئن چائي جامُ؟
اَچيو تان آبُ گهوري، ٻُکيو تان طعامُ،
اِيءُ عامَن سَندو عامُ، خاصَنِ مَنجهان نہ ٿئي.

٢٤

اَوڳُڻَ رُسي سَيڪو، ڳُڻين پرين رُنامِ،
ليکيَمِ جي لسانَ سين، سي ڪَرَ ڪِينَ ڪيامِ،
پاڻُ وِڃائي پانهنجا، تورا ٽُڪَ هَنيامِ،
بَندگي شرمندگي، اِها ميڙَ مُڪيامِ،
پرين کَب پُڇيامِ، "آئون" جَب اُب گئي.

٢٥

اَوڳُڻَ رُسي سَيڪو، ڳُڻين پرين رُنامِ،
ڀُون باروڪَن ۾، ڪوڙين ڪوڙَ ڪيامِ،
ليلانهين سَريامِ، سُڪَنئون سوَرَ گهڻا.

---

١- آرسيءَ ڪان ٢- صاف ٣- دل ۾ ڪارو ٤- ٻاهران ٥- سهڻي گفتار ٦- سرائي (سرمي جي) ٧- اَکين ٨- ٻيائي، دوئي ٩- معرفت يا سچي گيان جي منزل ماڻي، سرخرو ٿيءُ ١٠- عيب ١١- جڳائي ١٢- شاهدي ڏيندڙ (ڏٺيءَ جي جلوي جي) ١٣- ڪڻ ١٤- پاءِ ١٥- لالاڻ ١٦- کهنبي ڪپڙي جهڙي ١٧- اَڇاڻ ١٨- جهان ١٩- پارسي ٢٠- ٻانهو ٢١- ڪنهن هوندي بہ ٢٢- چوائي ٢٣- سردار ٢٤- عام ماڻهن ٢٥- خاص ماڻهن ٢٦- عيبن ڪري ٢٧- ڳڻن سان ٢٨- مونسان رنا ٢٩- شمار ڪيم ٣٠- زبان ٣١- جڳ ٣٢- خودي ڪيي ٣٣- احسان ٣٤- ٽچ سمجهيم ٣٥- منت ٣٦- موڪليم ٣٧- ڏڏهن ٣٨- مونسان پرنا ٣٩- خودي ٤٠- جڏهن ٤١- هلي ويئي ٤٢- گهڻيئي ٤٣- ٻاروڻ ٤٤- لنهڪري ٤٥- حاصل ٿيم ٤٦- سکن ڪان.

*ڪارو سرمون نہ پاءِ پر عشق جي لالاڻ ۽ وحدت جي اَڇاڻ جو سرمون پاءِ.

٢٦

اَلتيمِ جا هيئان، سا نه سَلتيمِ ساهَ کي،
سُپيريان جي ڳالهڙي، لِڪائِرِ لوڪان،
ويئي مؤن وَسان، پَڌَرِ پيئي پِرينءَ ري.

٢٧

مؤن تان لِڪائي گهڻو، روئڻَ ڪَيِ روشَنُ،
رَسيو ريڙالَن کي، مَنجهان زَرديءَ ظَنُّ،
ويري مؤن وَرَنُ، ڳالهه ڪيائين ڳُجهه جي.

٢٨

عاشقُ پائي ايئَن، نه آئون سِڪَ ڪَنهنکي نه سَلان،
وِچ رَهندي ڪِئَن؟ وَهَن اکيؤن، وِرِجي هيئون.

٢٩

اَندرِ رَهي نه گهڻ، سُپيريان جي ڳالهڙي،
چاڳُرَ سَهي نه سَتَ، جُه مَهراڻَ مَوجَ ڪَيِ.

٣٠

لکين سڱين مَهراڻَ، آئي سَپِ اُڌمِيا،
سِرّان مَنجهين مانَ، ٻَهَرِ ٻاڦَ نه نڪري.

٣١

"ٻاڻُ" پَردو ٻاڻَ کي، سُٽِي ڪَرِ سَنيالَ،
وِڇان جو وِصالَ، سو تان هُئڻُ هِنَ جو.

٣٢

"ٻاڻُ" پَردو ٻاڻَ کي، طالِبَ! سُڻڄِ لؤن،
نَڪا هان نه هؤن، پَردا سَپِ پاسي ٿِيا.

٣٣

"مؤن" "مؤنهين ۾ سَڄي، مؤن کي "مؤن" جُڳاءِ،
مؤنهين جي ساڃاءِ، مؤنهين مَنجهان "مؤن" ٿِئي.
اُنهين اِئن جُڳاءِ، آن کي اِئن نه چَوَٽو.

٣٤

بنُ جنهن جي ذاتِ جو، آئي آهِ اللهُ،
ٿَهَ نه ٻَجِي ماهُ، ڳُنديءَ نيڻهُن نه سَهَجي.

٣٥

ڳُنديءَ نيڻهُن نه سَهَجي، ٿَهَ نه ٻَجي ماهُ،
ڪَهِيءَ ٻَرِ ڪِٿاءِ، نِئي سَماجوڳُ، سَهِجين؟

٣٦

نَظَرَ نزديڪونِ، سَهِي نه سَگهان ساعَتَ سيئَن،
ٻَسَڻُ ٻَري سَندونِ، آئون نالي ڳيڙي نِجهُران.

٣٧

عِلَّتِيءَ آرامُ، پَسِي عِلَّتَ آئيو،

---

١- نه سليم ٢- دل کي ٣- سليم ٤- لوڪ کان ٥- منهنجي وس کان ٦- ڪٿي ٧- ڪميٽن ٨- پيلاڻ (منهن جي)، جا عشق جي نشاني آهي ٩- گمان ١٠- دشمن ١١- رنگ (زردو) ١٢- ڳري ١٣- اندر ١٤- ساندارو ١٥- زور ١٦- جڏهن ١٧- سوين ١٨- رجائي ١٩- جوش ۾ آندا ٢٠- اندر ئي ٢١- شل ٢٢- خودي ٢٣- جو وصال جي وچ ۾ رنڊڪ آهي ٢٤- وجود ٢٥- يعني خودي ٢٦- ڪابه گفتار ٢٧- سڀي خودي ٢٨- مون ۾ ٢٩- پيدا ٿئي ٣٠- سڀي "مان" يعني پنهنجي شناس ٣١- سڃاڻپ ٣٢- انهيءَ يعني اندر ۾ ويا پڪ هستيءَ (ذاتيءَ) ٣٣- جڳائي ٣٤- اوهانکي ٣٥- بنياد، اصل ٣٦- ٿهن ۾ ٣٧- ماس ٣٨- آن رکڻ جي جاءِ ۾ ٣٩- عشق ٤٠- پيدا نه ٿئي ٤١- ڪهڙي طرح ٤٢- ڪِئَن ٤٣- وصال ٤٤- سدن ويجهو ديدار ٤٥- هڪ پلڪ تائين ٤٦- ڳُنهندي ٤٧- ڳران ٤٨- عاديءَ ٤٩- علت واري چيز.

حُسنُ جو حَقّ جو، سو خامي! پائِيين خامُ،
اَچي ٿيا اِسلامُ، ڪُفرُ ڪافرُ پاڻ ۾.

۳۸

مؤن ڪي مؤن پرينَ، ٻَڌي وِڌو بارِ ۾،
اَيا ايئن چَوَنِ، مَڱڻ پاندُ پُسائيين.

۳۹

پيو جو پاتارِ، سو ڪيئن پُسڻ کان پالهو رهي؟
سالڪَ! مؤن سيڪارِ، ڪو پَهُ اِنهين پاندَ جو.

۴۰

ڪرِ طريقت تَڪيو، شريعت سُڃاڻُ،
هنئون حقيقت هيرِ توُن، ماڳُ معرفت جاڻُ،
هوءِ ثابوُتيءَ ساڻُ، تہ پُسڻ کان پالهو رهين.

۴۱

ڪوڙيِ ڪَڄِ مَ ڪَڌهين، ڪي پانئِجِ ڦانگ،
ساري سَناسيُنِ جَئن، لائق! رکج لانگ،*
تہ چارِئي چُنيءَ پاندَ، اوسا ڳِڌهي اکرين.

۴۲

تَعظيمان ترڪ ٿيو، واڪاڻان وِيو،
جِتي سَڌّ صاحبَ جو، اُت آهي ڪونہ پيو،
پاڻيءَ تَڌهين پيو، جَڏهين ناھ نِهايت نيڻهَن جي.

۴۳

سُتوئي سيڄَ گھورين، جَنا ڏئين نہ جانِ،
صُلحَ رِءَ سيڻانِ، مَتان ننڊين نہ چڙهين.

۴۴

سُتوئي سيڄَ گھورين، جَنا ڏئين نہ جيّ،
پُهَڻي ڏاران پيّ، مَڱڻ ننڊين نہ چڙهين.

۴۵

صُلحُ جن سَڄڻ سين، سيجَ ماڻيندا سي،
"اَلَّذِيْنَ آمَنُوْا وَكَانُوْا يَتَّقُوْنَ"، اِنَ پرِ آيا جي،
نيڻي ننڊين لي، ڏکي جڳي چاڙهيا.

۴۶

جي ٿيا حُلّ حبيبَ سين، سُمھڻ تن ثوابُ،
نيڻ هيرائي ننڊ سين، خوش ڪياٿون خوابُ،
اوسيڙو عذابُ، دليان ٿئين دور ٿيو.

۴۷

تنّ تسبيحَ، منّ مڻيو، دل دنبوُرو جن،

۱- اي آلڙ ۲- ڪچو ۳- خدا کي تسليم ڪندڙ ۴- اوڻهي پاڻيءَ ۵- متان ۶- پلاند ۷- تون پسائيين ۸- اوڻهي پاڻهيءَ ۾ ۹- آجو ۱۰- اي سالڪ! ۱۱- ڪا رمز ۱۲- پلاند ۱۳- آڌار ۱۴- تون هيراءِ ۱۵- منزل ۱۶- هيج ۱۷- ثابت قدمي ۱۸- پسڻ کان ۱۹- سڪل ڪاري ۲۰- هوشيار رهي ۲۱- اي لائق شخص! ۲۲- لانگوٽي ۲۳- پوتيءَ جا پلاند ۲۴- سڪل ۲۵- جهلي ۲۶- پار پوين ۲۷- تعظيم ڪان ۲۸- واکاڻ ڪان ۲۹- حد ۳۰- راضپي ڪان سواءِ ۳۱- سندن (محبوبن جي) ۳۲- ليکي، شمار ۾ ۳۳- راضپي ۳۴- محبوب ۳۵- ساڻ ۳۶- جن ايمان آندو ۽ جي متقي يا پرهيزگار آهن ۳۷- اهڙي ۳۸- شاديءَ ۳۹- سينگاري ۴۰- هڪ ۴۱- پرينءَ ۴۲- نيڪ ڪم ۴۳- ننڊ ۴۴- انتظار ۴۵- درد ۴۶- دل ۴۷- مالها ۴۸- مالها جو داڻو ۴۹- تنبورو.

*اي لائق طالب! تون سنياسين وانگر هوشيار رهي، پنهنجي نفس تي قابض رهج.

ڪَندوُن جي طَلَبَ جوُن، وَحدتَ[1] سِرِ وَڃنِ،
"وَحْدَهٗ لَاشَرِيْڪَ لَهٗ"، اِهو راڳُ[2] رَڳُنِ،
سي سُتائِي جاڳَنِ، نِتَ عِبادَتَ اُن جي.

٤٩

رُنِّي[3] جا رِهاڻِ[4]، سا پِيَ پِهَنِي[5] نہ ٿئي،
ڪَنهن ڪَرِ وڏي[6] ڪاڻِ[7]، پاٽا نينهن[8] نِڪاليو.

٥٠

رُسَڻُ نہ آهي رِيتِ، پَهَنيءَ پاهڻُ[9] ناهِ ڪو،
پَسو مَڏِجهِ پِرِيتِ، جيهائي[10] جوڙَ[11] وَهي.*

وائي

ڪي اُنهين مَنجهہ آهي، هوُ جي جهوُنا پَسڻ جهوُ پَڙاهہ،
اِنَ دَرِ سيئي اَڳهيا[12]، جن ڪي ڪوُنَ چَنائي،
ڏاريا پانئَنِ ڏارِيو، پاڻ پِريان سين ڪائي،
"اِنَّ اَوْلِيَائِي تَحْتَ قَبَائِيْ"[13]، پَنهنجا پاڻ پَڙرائي،
"لَايَعْرِفُهُمْ[14] غَيْرِيْ"[15]، پَرِ ڪي ڪين پَسائي،
پَنهنجي چَڏي پَتَ[16] ۾، رِڙِهٗ اُنين جي رائي[17]،
خدمَتَ ڪَرِ خُلْقَ سين، پاندُ[18] ڳِهيءَ ۾ پائي،
اَڏيوُن! عَبدُاللطيفُ چئي، اِنا هِين[19] ڪي آهي.

## سر آسا - داستان چوٿين جو سار

حقيقي محبوب جي بي پايان حسن جي ڪل ڪاملن کي بہ ناهي. اُهي بہ صرف چڙيءَ جيان چهنج هڻي، هتان هليا ويا:
"محروُم ٿِي مري ويا، ماهر ٿِي نہ مٺا."
جي سچو عاشق آهين تہ ترڪ کي ترڪ ڪر ۽ خود لڪڻ کان لڪ. جن لاءِ اسين سڪون ٿا، سي اسين پاڻ آهيون. سياهيءَ جو سرمون، مردن کي نہ جڳائي. عاشقن جي عينن ۾ سرخيءَ يا سفيديءَ جو سرمون اڪيل آهي. مسلماني، صرف ڪلمي چوڻ ۾ ناهي؛ نڪي هندو ڌرم، رڳو تلڪ اڳيائڻ ۽ جڻيي پائڻ ۾ آهي. جن پنهنجو وجود وڃايو، سي حق ۾ حل ٿيا. هنجون رڳون هر وقت "وحدت سر" پيئون وڄن. سندن ننڊ بہ عبادت آهي. هن دنيا روپي درياہ ۾ پسڻ کان پالهو رهڻ چاهين تہ ساوڪ جون مڙيئي منزلون طيءِ ڪر.

•

"سر آسا"- هيءَ مني راڳڻي اُسر جي وقت ڳائبي آهي، جڏهن ساري ڪائنات، سرجڻهار جي اُستتي ڳائيندي آهي. ڪن صاحبن جو رايو آهي تہ آسا هڪ راجڪماريءَ جو نالو آهي، جا پرڀات جو اُٿي، ايشور جي اُستتيءَ جا گيت ڳائيندي هئي. جنهن سر ۾ هوءَ ڳائيندي هئي، تنهن تي "آسا" نالو پئجي ويو.

---

١- وحدت يا هيڪڙائي جي راز سان ٢- هو (ڌڻي) هڪ آهي ۽ سندس ڪو شريڪ يا ثاني ناهي ٣- رُسي ويئي ٤- رهاڻ ۾ ٥- محبوب سان ساز ۾ ٦- شرير شخص ٧- نفاق ٨- ڪڍيو ٩- لائق ١٠- جڻن ١١- سرشتي ١٢- جاچي ١٣- منهنجا اوليا منهنجي قبا يا چوغي هيٺ آهن (حديث) ١٤- مونکان سواءِ اوليائن کي ٻيو ڪوئہ سڃاڻي ١٥- ڌارين ١٦- پنهنجي مرضي ١٧- رائي موجب ١٨- سليٽائيءَ سان ١٩- انهيءَ هنڌان ئي حاصل ٿيڻو آهي.
*ڏسو تہ ساري سرشتي ڪئن نہ پيار يا محبت تي پيئي هلي.

# سُر رِپَ

## داستان پهريون

1

ڳوندر ڪيو غرق، ماءُ! منهنجو جندڙو،
ڏکوين مرڪ، متي سگهر پندڙو.

2

ڳوندر ڳڏياس، صحت نيڙيم سڄڻين،
مادر! ماريا‌س، ڦوڙائي پرينءَ جي.

3

ڳوندر هٿ نه ڀير، ورهه منجهين وهٽو،
ڪُڙهه ۾ قطارون ڪري، سورن لايا سير،
مون جن گهاري ڪير، هيڪاري رهه سڄڻين؟

*4

اُني جن مورن، اوير ولهارن ۾،
سا پرِ ڳوندر ڪن، جه ڦوڙائو سڄڻين.

5

لائي جو ويا، سو منجهين تو مچ ٻري،
سو اجهامي ڪئان، جنهن سوريندڙ سڙين؟

6

ڪهڻ نه ڪچالي، سور نه ساندڻ سٽرا،
آجا نه آئي، ڏيل منهنجي ڏک سين.

7

جيئن سو لٿيءَ لرو، ڪامي ڪوري وچ ۾،
مون کي ڏنو سڄڻين، منجهان سڪ سرو،
ور جهيڻو ائي ٻرو، مَ ڦوڙائو سڄڻين.

---

1- غم 2- ڏکويلين 3- فخر 4- وات 5- ڪٺي ويم 6- اي امڙ! 7- جدائي 8- عشق 9- اندر 10- ڪک يا سرير ۾ 11- واٽون 12- گذاري 13- پرينءَ بنا 14- مينهن وسڻي 15- اڀرن 16- ساوڪون 17- سڪن پٽن 18- اُها ڪار 19- جڏهن 20- وڇوڙو 21- ڪٿان 22- مچائيندڙ 23- چوٽ ڪري 24- آسان 25- آپدا 26- سرير 27- لٿيءَ جو لرو 28- جلي 29- شراب جي سرڪي 30- مبارڪ 31- لپ.

*جنن برسات ۾ ٻوٽن تي ساوڪون اچيو اڀرن، تن پرينءَ جي وڇوڙي ۾، غم، مونسان ساڳي ڪار اچيو ڪن. (اچيو مون ۾ بي انداز اڀرن.)

٨

اِيرِبلمِ انگوُرَ، سُتي سُپيرِيُن جا،
ڪايو ڪايو سوُرَ، لَهِيو لوڇيو اَليان.

٩

گَرِنِ ۾ گَرهيجِ، روئي ڪيج ۾ پَدِرا،
تان سوُراٽي سَهيجِ، جان لاهيندڙ ڪو لَهين.

١٠

گُر ۾، گُجهو روءُ، پَڌَرِ وجهُه مَ پرينءَ ري،
سوُرَنِ سِيرُ هوءُ، هينڙا! ڪُرَ ڪَنَنِ جِئن.*

١١

لاه مَ پَچارانِ، سُکَ مَ سُمهُه، جندڙا!
ڪَرَ جهوري ڪيڻانِ، ڪالهوٺيان اَڄَ گهڻي.

١٢

جهڄي، جهانءِ ڪَري، ماٺ نه اَچي موُن هنئين،
سَڄڻَ سي ساري، هو جنين جو هيرَئون.

١٣

جهوري، جهڄڻُ، جهانءِ، موُن جنين جي نه لَهي،
آيلِ! اُنَن مَ پانءِ، ڪَ آئوُن جيئندي اُن ري.

١٤

جاء نه سَچو ڏينهَن، هينڙو اوني وَڳَ، جِئن،§
موُن پِرِيان سين نينهَن، چِنڊَ ڪارڻِ نه ڪيو.

١٥

پَلَ پَلَ ۾ پَليانسِ، پَلُ نه رَهي پرينءَ ري،
جِئن جهوريءَ ڪان جهَليانسِ، جهڄيولَئِن جهوريءَ اوي.

١٦

ڪَڪَرَ مَنجهه ڪبارَ، جهڙُ نيڻيئوُن نه لَهي،
اَڄُ مُنهنجي چِتَ ۾، اَنا پرِينَ اَبارَ،
آءُ، سَڄڻَا! لَهُه سارَ، وِرهَ ويڙهي آهيان.

١٧

موُن مَنجهيئي مِينهَن، ڪوهُ ڪَريندَيسِ ڪَڪَرانِ؟‡
سَرَلو سارو ڏينهَن، موُن پِرِيان جو نه لَهي.

١٨

سُتي سَپيرِيُو ۾، ڪَر گُڻَ باروچَنِ جو،
ڪَندَ وهاٽو پيو، هَرِيو هَٿَ ٽيو ۾،
سَڄڻَ ياد پيو ۾، جاڙَ جتان ٽيءِ جيڏيوُن!

١- غم ٢- تلاشون ڪيو ٣- گجهن ۴- سلج ٥- ليسين ٦- سوُر سهج ٧- جيسين ٨- گجهه ۾ ٩- سورن ۾ ١٠- مضبوط ١١- ٽيءُ ١٢- اي هنئان ١٣- پيٽ ١۴- ڪنارين ١٥- سندن پڇار ١٦- جڳ ١٧- ڳاراٽو ١٨- سندن ١٩- ڪالهه ڪان ٢٠- روچ ڪري ٢١- ياد ڪري ٢٢- هريل ٢٣- روج ٢۴- نه ٢٥- هڪ هنڌ قرار ۾ ٢٦- اُنن جي ولر ٢٧- چنڊ لاءِ ٢٨- روڪيانس ٢٩- مٽي ۾ ٣٠- نيڻن مان ٣١- وسيا ٣٢- بيحد ٣٣- برهه ۾ وڪوڙيل ٣۴- ڇا ٣٥- جهڙ (غم جو غبار) ٣٦- ياد پيم ٣٧- آلو ٽيو ٣٨- آلو ٣٩- اچايو.

*اي دل! سورن ۾ پيٽ جي ڪنارين جيان مضبوط رهج.

§منهنجو قلب، اُنن جي وُلر وانگر، سارو ڏينهن هڪ جاءِ تي ناهي (بي قرار آهي).

‡منهنجي اَندر ۾ ئي مينهن آهي. مان ڪڪرن کي ڇا ڪريان؟ (عاشق جون اَکيون دائم وسندڙ آهن.)

١٩

سَڄڻَ سَنڀرِيامِ، پِيمَ[1] ڪَرَ ڪَپارَ ۾،
جَهڙي تَهڙي حالَ سين، پرين نه وِسِريامِ،
هَرِيا هَٿَ ٿِيامِ، نيٺنئُون نيرُ[2] وَهي.

٢٠

سَنڀريو جيان، ڳالهيُون، پِريمَ![3] تُنهنجُون،
ڳُڻَ[4] ڪيترا ڳڻيان، تورِن[5] مَٿو ناهِ ڪو.

٢١

جُه سي سَنڀرِجَنِ[6]، سه[7] تنين سين اوريان[8]،
لُنءُ لُنءُ[9] هيٺ وَجَنِ، رَڳُون رَبابَنِ جئن.

٢٢

چِتُ[10] رَهي نه چِتَ[11]، وِيٺين[12] واڳيو[13] نه رَهي،
رَئيءَ[14] لَڳي نِتُ، هِنئڙو واتَ[15] وِرکَ جئن.

٢٣

چِتُ رَهي نه چِتَ[16]، سڙُران صَبرُ نه ڪَري،
سَڄڻَ ساري نِتُ، ويڳاڻو[17] ٿِيو وِڃهلي.

٢٤

چوري چوري[18] چِتُ، جان نئين وِهاڻيءَ[19] نِڪران،
نيڻهُن گُهرائي نِتُ، پِريان سَندي پيرَ[20] ۾.

٢٥

چيتارِيان[21] چُڪَنِ[22]، سَنڀارِيان[23] سَهي[24]،
اَندَرِ رُوحَ رَهي، مُون ڪي صُورَتَ سُپيرِنِ جي.

٢٦

چيتاريان چُڪَنِ، وِساريان نه وِسري،
ويرو[25] تارَ[26] ڏُکَنِ، سَڄڻَ ڀِگي هَڏَ[27] جئن.*

٢٧

چيتاري چَونِدِياسِ، ڳالهيُون سيوئي سَڄڻين،
جُه مُقابِلِ ٿِياسِ، ته سَڀِ وَڃَنِ وِسِري.

وائي

جو نَوازي ڏُڏَ، آسَرَ[28] لاهِ مَ اَنَ جي.
وِهُ داتا جي دَرِ لي، لَنگها! لاهي لَڏَ[29]،
اوڏايان اوڏو[30] گهڻو، کَهڙا ڪَرِئين سَڏَ،
اَگَلَنِ[31] ڪي اوڏو وهي، گَندا ڪَري گُڏَ[32]،
کَهڙا جَڏَ[33] جَڏوئيين[34]، جوڏَ[35] مَهَندان[36]، جَڏَ[37]!
اَڳيان عَجيبَن جي، اُهَکا[38] بَدَرُ[39] مَڏَ،
آدَمُ لِيائين[40] اَپيو[41]، هوءَ جا کَپي مَنجهان کَڏَ،§
اَوَليءَ[42] ۾، عَبدُاللطيفُ چئي، سَڄڻُ ڏِيندو سَڏَ.

١- ياد پيم ٢- ڳوڙها ٣- منهنجا پرين ٤- احسانن ٥- ڳاڻاٽو ٦- ياد پون ٧- اَندر جو نيڻهن ٨- سليمان ٩- بدن جي هرهڪ وار ١٠- سڄاڳ، ١١- دل ١٢- ويٺي يا طعنن سان ١٣- بدل ١٤- مٽيءَ ١٥- وات تي ٻيٺل وڻ ١٦- سورن کان ١٧- پريشان ٿئي ١٨- پريائي ١٩- نئين پرڀات (نئين سج) ٢٠- پيچري تي ٢١- ساريان ٢٢- ياد پون ٢٣- ياد ڪريان ٢٤- ضرور ٢٥- هميشه ٢٦- درد ڏين ٢٧- ڀڳل هڏي جيان ٢٨- آسرو ٢٩- مڏي لاهي ٣٠- ويجهي کان ويجهو ٣١- گندن ٣٢- گوڏي وٽ، صاف ٣٣- عيب ٣٤- ناس ڪندين ٣٥- سخيءَ ٣٦- اڳيان ٣٧- اي جڏا! ٣٨- ڏکيا ٣٩- ترها ٻڌڻ (اَجايا آسرا وٺڻ) ٤٠- تنان ئي ٤١- خلقيو ٤٢- اوکيءَ.
*ڀڳل هڏي جيان پرين مونکي هميشه درد پيا ڏين. (ڏسو تشبيه جي اصليت ۽ نزاڪت.)
§هوءَ جا ڪَڏ مان ٿي کپي، تنهن مان ئي اِنسان خلقيو ويو. (يعني مٽيءَ مان.)

## سر رپ - داستان پهرئين جو سار

عاشق جو هنئون گوندر ۾ غرق ٿيو پيو آهي ۽ پرينءَ جي ڦورائي ڪيس ماري وڌو آهي. جڏهن ملار جي مند ۾ پٽن تي اَنيڪ سلا ۽ ٻوٽا اُڀري پرگهٽ ٿين، تڏهن عاشق جي اَندر ۾ به فراق جي حالت ۾ اَپار غم اُڀري اُٿن ٿين. عاشق جي هنئين کي ماٺ ئي ناهي ۽ اُنکي هر وقت پرينءَ جي جهوري ۽ جهاڻ لڳل آهي. عاشق جي ڪپار ۾ ڪڪر ۽ نيڻن ۾ جهڙ لڳائي آهن. پرينءَ جي سڪ ۾ سندس اَکين مان آب وهيو پيو وهي ۽ هٿ هريا ٿيو پونس. سندس رڳون رباب جيان ٻهڪون وڄن. ڀڳل هڏي وانگر، محبوب جي ياد ڪيس دم دم ڏکوئي پئي. جنهن مڇ جو سوريندڙ سپرين، سو مڇ ڪٿان وسامي! عاشق جي اَندر ۾ پل پل نوان سور پيا اُپجن.
"ڪر جهوري ڪيٽان، ڪالهوٽيان اَڄ گهڻي."

•

## داستان ٻيو

١

سَڄڻ سان نه ڀيٽ، ڳُجهه[1] ڳالهيان ڪن سين،
ڳالهيون اُنهيءَ ريت، سَلا[2] ٻَڌي مورِيون[3].

٢

ڳالهيون ڀيٽ وَرِ[4] ۾، وَڏي وَڻَ ٿيون،
ڦِرُ[5] سين مون نه ڪيون، گوشي[6] پرينِ نه گَڏيا.

٣

وِيو ٻاروچو نِڪري، اَنگِنِ[7] چاڙهي اَنگ[8]،
روئي ڏِنمِ رَنگ، وِيچارنِ وڻن کي.*

٤

مون تان لاهِ مَ، سپرين! اَکين جا اُگهم[9]،
ڪري مَلارُ[10] ميهن جڏن، وَسي لاهِ وَهم،
تو ڏِني مون غم، ڏينهن جا ڏورِ ٿيا.

٥

نيڻ نه نِنڊون ڪنِ، پڳو آرِسُ[11] اکين،
اُجهاميو ٻرنِ، توکي سارِيو، سپرينِ!

٦

سَنئين[12] نه سيٽانِ[13]، ناهِ اُبتي[14] اُنِ سين،§
وَنءِ[15] سَهي ويڙانِ[16]، تو نه سَرندي تِنِ ري.

٧

ڳَوڻي[17] ۽ ڳوڻي[18]، پرينِ پٽائين[19] ڳَڄ[20] جڏن،
جي مَنَ مَڄوني[21]، سي ڪئن وَڃنِ وِسري؟

٨

اَندَرِ اَندَرِيون[22]، جڏن سي وانجهيءَ لَٽ[23] ۾،

---

١- ملاقات ٢- درياهه جي ٻر ۾ ڪچي زمين ٣- اُڀريون ٤- وڪڙن ٥- ڏارئي ٦- نويڪلائيءَ ۾ ٧- ڦاسيءَ ٨- عضوا ٩- جهڙ ١٠- ساوڻ ١١- سستي ١٢- سنئين هلت ١٣- ساڻن ١٤- اُبتي روش ١٥- وڄ ١٦- سندن ويڙهه يا طعنا ١٧- رڱيل يا ڇرڪيل ١٨- رنگين ١٩- پٽ يا ريشم جي ٢٠- چوليءَ ٢١ من مست ڪندڙ ٢٢- اندريون گردشون ٢٣- ونجهه جي ڪاٺي.

*يعني مينهن جي روڻ ڪري، ويچارا وڻ به غم وچان ساوا ٿي ويا آهن (حسن التعليل).

§ظاهر ۾ سڄڻ جي سنئين هلت ناهي، پر حقيقت ۾ هن وٽ اُبتي روش آهي ئي ڪانه.

مُون تن[1] ٽيڙيون[2]، تہ ”ڪٿِ ماڻهو سڄڻين؟“
جِتِ سي کوهيءَ نارَ[3]، وَهَنِ واريءَ[4] ڳاڏئان،
هِنَڙو پريان ڌارَ[5]، نِبيريانس[6] نہ نبري.

*١٠

سَبُرُ[7] سِيٌّ پيو[8]، نہ مُون سَوَڙِ، نہ گبرو،
نہ مُون ڪانڌُ[9]، نہ قُوتُ[10] ڪي، جوڙ وَهي وِيو[11]،
تنين حالُ ڪهو[12]، نِڌرَ[13] جنين نِجهرا[14]؟

*١١

اَڳُ اولون ڏي[15]، نہ مون سَوڙِ، نہ گبرو،
سِيٌّ ساريندِيُون[16] سي، جنين نِڌرَ نجهرا.

*١٢

اَڳَ ڏِني اوڪَ، نہ مون سوڙِ، نہ گبرو،
چارَئي چُڪيءَ[17] پوڪ[18]، مون رڙهِيندي راتِ گئي[19].

١٣

نينهن نهائينءَ جان، ٻَڪِيو ڪوهُ نہ ٻَڪِئين؟
جَرَ[20] جيري[21] چڏي، تہ ڪٿِ پچندا ٿانءَ؟
سَندي ڪُنڀارن، ڪن ڪريجا[22] ڳالهڙي.

١٤

نينهن نهائينءَ جتِ، ٻَڪِيو ڪوهُ نہ ٻڪئين؟[23]
جَرَ جيري چڏي، تہ رچ[24] پچندا ڪِٿِ؟
ڏون ڀلا ڪريج[25] لتِ، جتِ ڪُنڀار ڪَرنِ ڪَر سين.

١٥

نهائينءَ ڪان نينهن، سِڪَ مُنهنجا سُپرين!
سَڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦَ نہ نڪري.

١٦

نيئڻ[26] نهائينءَ جان، سُتي لوڪ ٻَڪِيان،
اجهاميو ٻران، لوڪي ساريو، سُپرين!

§١٧

ڪي جو ڪُنڀارن، مٿيءَ ٻائي منيو[27]،
تنهن مان تہ جيتري، جي ٻئي خبر[28] ڪرن،
هي تان هوند مرن[29]، هُنِ[30] آڳِٺ[31] اوڙالو ٿئي!

وائي ١

سَرتيون! سَڳيٽيون[32] ساريان[33] پنهوَر پرينءَ جو[34]،
مون پنهنجي پرينءَ سين، ڳجهون ڳالهڙيون،

---

١- منهنجي سرير ۾ ٢- ٽيڙيون چنتائون ٣- کوہ تي چڙهيل نار ٤- واريءَ سان ڳڏ ٥- پرين کان پري ٦- جدا ڪريانس ٧- زبردست سيءَ ٨- رلي ٩- پتار ١٠- خورش ١١- ڏبون ٿي ويو ١٢- ڪهڙو ١٣- نڌڙڪا ١٤- جهوپڙا ١٥- چوہ مان لڳي ١٦- محسوس ڪنديون ١٧- پوليءَ ١٨- پلو ١٩- گذري ٢٠- ٿو ٢١- باھ ٢٢- خيال سان سٽج ٢٣- چوڻ ٢٤- ٿانو ٢٥- ڪٿ ٢٦- ماڻهن جي سمهڻ مهل ٢٧- گوهيو ٢٨- ڪميڻن ٢٩- يعني ڪنير ٣٠- هنن جي (ڪرن جي) آڳٺ ۾ ٣١- ماٺر ٣٢- ماڻٽيائيون ٣٣- ياد ڪريان ٣٤- پيهرو.

*هتي شاھ صاحب اُنهن مسڪين عاجزائن جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن جو حال هيٺو آهي. نہ ڪين سولو چڏو آهي، نہ پورو اَنگ پيٽ. شاھ صاحب جي دل، اهڙن غريبن لاءِ روئي ٿي.

§انسان، نيٺ مٽي ٿي، وڃيو ڪنڀرن جي ور چڙهي. (انهيءَ تي جيڪر ڪير نہ رت روئي؟)

ڳالھيون، پرين! تنھنجيون[1]، وڏي وَٽَ ٿيون،
گوشي پرين نہ گڏيا، ڪَرَ[3] سين مون نہ ڪيون[2]،
لالائيءَ جي لوءِ[4] ۾، ساري رات سيون[5]،*
توبہَ آهي تن کان، جي هُتان مون ٿيون،§
مون کي ڏئين نہ مُنھن ۾، جي مون ڪالھہ ڪيون،
اَرِلو[6] اوتڻَ[7] سکيون، عادت اُڪريون،‡
مُنھنجا ڪَرَ ڪَريمَ[8] لي، ٻيا ڪَنِ ٻيون،
اَلا! عبداللطيف چئي، صاحب! ڪَجِ سنيون[9].

### وائي ٢

جُھڙي زيارت[10]، جي مان هوءَ پرينءِ سين[11].
سَدَرَ[12] مُنھنجا سُپرين، مون ٿان لاهِ مَ هَٿَ،
مِڙُلا! مون کي ميڙئين[13]، سُپيرين جي سَٿَ[14]،
چَنديان ڪا اَکين[15] سين، پيرين وِجھان هَٿَ،
ڏوران ڏُنر[16] سُپرين، هُيم جنين جي سِڪَ،
اَديون! عبداللطيف چئي، مَچياڻون مِنَٿَ.

## سر رپ - داستان ٻئي جو سار

عاشق جي نيڻن ۾ ننڊ ناهي. هو پرينءَ کي ساريو، پيو ٻري ۽ اُجهامي. سندس هنئون پرينءَ سان اِئين هڪ ٿيو پيو آهي، جئن نار مان نڪرندڙ پاڻي، مٽيءَ سان. پرين، پٽ جي رنگين چوليءَ وانگر نزاڪت ۽ حسن وارو آهي. هو جو من مست ڪندڙ آهي، سو عاشق کي ڪئن وسرندو! وانجهيءَ لٺ وانگر عاشق جي اَندر ۾ بہ اهوئي فڪر پيو ڦري تہ نيٺ معشوق سان ملاقات ڪئن ٿيندو؟ ويچاري نوجوان بيوه ناري، جنھنکي نہ سوڙ آهي، نہ گبرو، سا پنھنجي نماڻي نجهري ۾، اُنر جي اوٽ سامهون، پنھنجي چنيءَ جا چارئي پلاند ريڙهيندي، رات ٿي گذاري. نيڻهن، نهائينءَ کان سک، جا سارو ڏينهن سڙندي بہ ٻاڦ ٻاهر نہ ٿي ڪڍي:
"نيڻهن نهائينءَ جان، ڀڪيو ڪوهہ نہ ڀڪئين؟"

•

"سر رپ"- "رپ" جي لفظي معنيٰ آهي آفت يا آپدا يا ڪا ڀيانڪ چيز يا جاندار. هن سر ۾ ڦوٽائي يا فراق جو ذڪر آهي. جدائيءَ جي حالت ۾ عاشق جي اَندر مان جهوري ۽ جهانءِ وڃن ٿي نہ ٿا؛ عاشق جو قلب هر وقت بي قرار آهي:
"جهجي، جهانءِ ڪري، ماٺ نہ اَچي مون هنئين."
عاشق لاءِ فراق ئي "رپ" آهي.

---

١- منھنجا پرين! ٢- نويڪلائيءَ ۾ ٣- خراب شخص ٤- روحاني ولايت ۾ ٥- ڪائڻ جون منيون سيئون ٦- رت جا ڳوڙها ٧- وهائڻ ٨- ڏٺيءَ ٩- سولايون ١٠- سڳوري ملاقات ١١- ٿئي ١٢- طاقتور ١٣- ملائين ١٤- ٽوليءَ، صحبت ١٥- دز، مٽي ١٦- پريان.
*عاشقن جي نوراني ولايت ۾ ساري رات مٺي موج آهي.
§جي خطائون مونکان ٿيون، تن کان منھنجي توبہ آهي.
‡منھنجون اکيون، رت جي ڳوڙهن ڳاڙڻ جي عادت سکيون آهن.

# سُر ڪاھوڙي

## داستان پھريون

١

کاھوڙين[1] خفيءَ[2] سين، سوجھي[3] لڌو سبحان[4]،
عاشق اھڙي[6] اکرين[5]، لنگھيا لامڪان،
ھوءِ[7] م گڏجي[8] ھوءِ ٿيا، بابو جي برياڻ،
سيوئي سبحان، آيو نظر انن[9] جي.

٢

ھون سي ڏٺا، ماءِ! جنين ڏٺو پرينءَ کي،
ڪري نہ سگھان ڪاٿ، انين سندي ڳالھڙي.

٣

ھون سي ڏٺا، ماءِ! جنين ڏٺو پرينءَ کي،
رھي اڇجي واٽڙي، تن جنگن[10] سنديءَ جاءِ،
لنين جي ساڃاءِ[11]، ٿرھو[12] ٿئي تار ۾.

٤

ويٺون پب[13] پٽي، ڪيرون[14] کاھوڙين جون،
آئون لن ڏوٿين جو، پڇان پيڙ[15]، پٽي!
رڃن راب رھي، ڏونگر[16] جنين ڏوريا.

٥

پاران[17] پڇي آءُ، خبر کاھوڙين جي،
نہ ڏوٿين[18] ڏونگراءِ[19]، ڪنھن پر[20] ڏوريو ڏٺ ڪي.

٦

ٿون ھڏ[21] ڪچاڙيا[22]، سنجھي[23] سعيو نہ ڪرين؟
سوارا[24] سنڌ[25] ڪٽي، کاھوڙي وڃا،
آٽيندين ڪيا[26]، ڏٺ ڏوراٽي[27] ڏيہ جو؟

٧

ھو ڏوٿي، ھو ڏيھن، ھو ڏونگر، ھو لڪيون،

---

١- سچن فقيرن (لفظي معنيٰ: جبلن ۾ ڏٺ ڏوريندڙن) ٢- ڳجھو ذڪر (ذاتيءَ جو نالو ڳجھو اچارڻ) ٣- ڳوليو ٤- ذاتي ٥- اھڙن اکرن سان ٦- اھا ولايت جتي مڪان ۽ زمان جا بندن ناھن ٧- ذاتيءَ ٨- جليل، پڪل (عشق جي آتش ۾) ٩- انھن ١٠- ڪاملن ١١- سڃاڻپ ١٢- اونھي پاڻيءَ ١٣- پب جبل ۾ ١٤- ٽوليون ١٥- قاصد يا پانڌيڙا! ١٦- جبل ١٧- ھن پار کان ١٨- ڏٺ ڳوليندڙن ١٩- ڏونگر مان ٢٠- ڪھڙيءَ ريت ٢١- ماڳھين ٢٢- ڇو ٢٣- سويل ئي ٢٤- سويل ٢٥- سانداريون ٢٦- ڪتان ٢٧- ڏورانھين.

کَنھن جَنھن لَڏا نيھَن، پَٽا اوَسَنِ لَڪَ ۾.
ڏونِئي سا ڏورِينِ، جا جوءِ سُٺِي، نہ ٻُڌِي،
پاسا مَٿي پاھڻين، ڪاھوڙِي ڪوڙِينِ،
وِڄا اُڀ ووڙِينِ، جت نھايَتَ ناہ ڪا.

٩

ڪاھوڙِي ڪِڄَنِ، پَسِيو پورِھِيَتَ ويسرا،
ڏونِيَڙا ڏورِ ويا، رُڃَنِ مَنجھ رَھَنِ،
ڪا مُلِ آھي تَنِ، مون ٻَريان جي ڳالھڙي.

١٠

پَڪَليا پُوڻَنِ، ڏِڙُ ڪي ڳَڏيو ڏوڙِ ۾،
ڳالھيُونِ، ڳُھلي لوڪ سين، پَڌَرِ پَٽِي نہ ڪَنِ،
ڪا مُلِ آھي تَنِ، مون ٻَريان جي ڳالھڙي.

١١

تان وَنڻَن ويھي آءٌ، اَڱَڻِ ڪاھوڙِيُنِ جي،
جوشَ ڏِنائُون جيءَ کي، لِڪائي لوڪاءُ،
ڏونِيُنِ ڪنھن ڏُڪاءُ، سُمھي سُکَ نہ ماٺيو.

١٢

ڪي ڪو، ڪاھوڙِي! ڇپر ۾ سَڏُ ٿيو؟
اَڳِي ئي سُٺِي، اُنِين سَندي ڳالھڙي.

*١٣

ڏُٺ گھٽائي ڪَنِ، اَنَ اورانھين ڏينھَ جو،
سَندا ڪاھوڙِيَنِ، ٻَري سُڃَنِ پيچرا.

١٤

ڏُٺُ نہ ڪُتو ڏونِيِين، جيڪي ڏُٺُ ڪَرِينِ،
اُھڃاڻيُون عالَمَ جُون، اوريائين آٽينِ،
تھان پوءِ ڏَسِينِ، ٻَريان سَندي ڳالھڙي.

١٥

جي ڪو ڏُٺُ ڪَري، تہ ڏونگرُ ڏورَڻُ ڏاکڙو،
ڇپرُ ڪِينَ ڏئي، سوُکڙيُون سُڃَنِ کي!§

١٦

مون ڪاھوڙِي لَکِيا، گَھرِين نہ گھارِينِ،
واحدَ لَڳ، وِلھَنِ ۾ روئيو جَرُ ھارِينِ،
گوُندَرِ گَڏارِينِ، جہ ڏونِي ڏُٺَ ڳَڏُ ٿِيا.

١٧

مون ڪاھوڙِي لَکِيا، آيُنِ نہ آرامُ،
ڪَيائُون تَنُ تَمامُ، جہ ڏونِي ڏُٺَ ڳَڏُ ٿِيا.

١٨

مون ڪاھوڙِي لَکِيا، ويھي نہ وِيرمَ ڪَنِ،

١- اَھڙي ڪنھن ٢- لڪيا ٣- گھمندا ٤- جلن ٥- گرم ھوا ۾ ٦- ڳولين ٧- منزل ٨- ٻڌي ٩- پھڻن ١٠- سچي وڌيا ١١- ڳولين ١٢- حد ١٣- ڪاوڙجن ١٤- غافل ١٥- وت ١٦- منھنجي پرينءَ جي ١٧- مٽيءَ سان پريل ١٨- گھمندا وتن ١٩- سرير ٢٠- ڳجھيلي ٢١- ظاھر ٿي ٢٢- وڄ ٢٣- لوڪ کان ٢٤- ڪنھن ڏک کان ٢٥- پھاڙ ٢٦- ٻُڌي ٢٧- اُنھن ٢٨- سڃھن ٢٩- نشانيون ٣٠- روحاني ولايت ٣١- ڏنا ٣٢- گھرن ۾ ٣٣- گذارين ٣٤- ڏٽيءَ ڪارڻ ٣٥- سرد ھوائن ٣٦- اکين مان آب وھائين ٣٧- غم ۾ گھارين ٣٨- دير نہ ڪن.

*ھن جھان جو قوت گھٽيئي پيا گڏ ڪن، ڀر جي سچا فقير آھن، تنھا گس پري ٿا سڃھن. (اھي ٻئي جھان جو قوت ٿا ڪٺو ڪن.)

§جبل، غافلن کي سوغاتون نہ تو ڏئي. (قدرت وٽان سرجوش انسان ئي انعام ٿا حاصل ڪن.)

ڏينهن تتي ۾ ڏونگرين، ڪارڻ قوت ڪهن،
جهنگل ۾ جهڳڪن، جُه ڏوتي ڏُت گڏ ٿيا.

١٩

مون ڪاهوڙي لکيا، سُمهن ڪين پٿي،
سَمرُ ڪياٿون سُڄ ۾، ڏوري ڏُتُ لهي،
وِيا اُتِ وَهي، جِتِ نهايَتَ ناهه ڪا.

٢٠

راڻو، رِڄَ، رَهُون، جِتي نينهان نِڪتي،
لِڳيو ٻيرَ لَڪن سين، چِڄيو ٿين ڇهُون،
ٿان ڪا سارَ لَهُون، هوتا! ڪميٺيءَ، سُپرين!

٢١

ڪاهوڙين ڪٽي، ساڄهرُ ٻڌا سَندرا،
ڏوريندي ۾ ڏونگرين، ڪياٿون پاڻُ پَٽي،
ڏُکن ڏيُلُ هٽي، چِڪهُ لڌاٿون چُورين.*

٢٢

ماءُ! ڪاهوڙي هَليا، ڏُکائي ڏوُنهان،
چِٻرَ جا سوُنهان، ڏوتين ڏُت چيتاريو.

٢٣

ڪٽن نه ڪيڪان، پنڌَ پراهين هَليا،
ڏوتيڙا ڪنهن ڏُتَ کي، جُنبيا ڏنهن جاڻانَ،
ڪاهوڙين اُهڃاڻ، اَنگ نه سَڄي اَٻڙي.

٢٤

ڪَرِڪَن لاهي، سُڪ نه سُتا ڪَڏهين،
اوسيڙو آهي، ڪاهوڙين کي پَنڌَ جو.

٢٥

سُڪا مُنهن سَندن، پيرين پُراڻا ڪيتڙا،§
سا جوءِ ڏوري آئيا، سوُنهان جت مُنجهن،§
ڳُجها ڳُجهيون ڪن، تهان پَراهين پَنڌَ جون.

٢٦

سُڪا مُنهن سَندن، ڪَرِڪَٽا پيرين،
وِهاٽيءَ ويرين، اَڻُ تڻُ هُين اڳ جي.

٢٧

سُڪا سَندَ ڪَڇُن ۾، ڪَرِڪَٽا پيرين،
ٽُمندي نيٽين، آن ڪي ڪاهوڙي گڏيا؟

وائي

وَسائيندي مينهن، مان مِلان ڪي سَڄڻين.
آئون مَلنديس پرينءَ کي، رائيون ڏوري ڏينهن،
مون پرين ميڙئين، روڄهڙيون ميڙئين مينهن،
اَکين آگم لائيا، ڪر مُداٿنا مينهن،
مادر! موليي نه وهان، مون پريان سين نينهن،
اَديون! عبداللطيف چئي، ويندس ساڄن سيئن.

---

١- پنڌ ڪن ٢- تنوارون ڪن ٣- نڪري ٤- ڪڪري ٥- جبل ٦- رڳو ٧- ڇيهون ڇيهون ٨- سڌ لهو ٩- سويل ٿي ١٠- خاڪ ١١- سرير ١٢- آخرين حد ١٣- رهبر ١٤- چت تي رکيو ١٥- گهوڙا، اُٺ ١٦- ڏورانهين سفر ١٧- هليا ١٨- برپٽ ١٩- ڪاهوڙين جا نشان ٢٠- سرير تي ٢١- سڄو ڪپڙو ٢٢- نوڙين جا پادر ٢٣- اها منزل ٢٤- رهبر ٢٥- هي ڳجها فقير ٢٦- ڳجهيون ڳالهيون ٢٧- اُسر ويلي ٢٨- آخرت ٢٩- چنتا هين ٣٠- پڇاڙون ٣١- ٽمندڙ نيٽن سان ٣٢- اوهانکي ٣٣- مينهن وسائيندي، هنجون هاريندي ٣٤- ملائين ٣٥- مذڪر=روڄهه (سفيد پيرن وارا هرڻ) ٣٦- جهڙ ٣٧- جڙ ٣٨- اي اُمڙ ٣٩- سڄڻ وٽ.

* پنهنجو سرير ڪشٽن ۾ وجهي، وڃي جبلن جي آخرين حد لڌائون (منزل مقصود ماڻيائون).

§ منهن سڪل ۽ پيرن ۾ پراڻا ڪلٽر آٿن. منزل اها ماري آئن، جت رهبر به منجهي پون.

# سر ڪاهوڙي - داستان پهرئين جو سار

هتي ڪاهوڙين مان مراد آهي: سچا سالڪ يا فقير. ڪاهوڙي ۽ ڏونگرن ۾ رهن ۽ رات ڏينهن ڏٽ پيا ڏورين. هو اهڙي ڪنهن در د جا نهوڙيل آهن، جو لڪن لوڙي ولهن ۾ ولن ڇپر چلندا. دنيا کان گوشو ڪري، هنن وڃي ويرانيون وسايون آهن. ڏڙ، ڏوڙ پڪليا آئن، ۽ پيرن ۾ ڪلتر پيا آئن. سندن اهڃاڻ اهو آهي جو ٻت تي ٻوري اگهڙي ۽ ڪانهين. سندن منهن ۾ سڪا پيا آهن ۽ سارو وقت اکين مان جرجاري آئن. ظاهر ۾ ميرا آهن پر اندر ۾ نوُراني. هو اهي جُنگ آهن، جنهجو قدم لامڪان ۾ آهي، هو اها جوءِ جهاڳيو اچن، جتي جيڪر روحاني رهبر ۽ منجهي پون. ڏيل ڏکن ۾ هٽي، وڃيو ڏونگر جو ڇيه لهن. غافلن کي ڇپر کان ڪجهه نه ٿو پڙڻي:
”ڇپر ڪين ڏٺي، سوکڙيون سٽن کي.“

•

## داستان پهريون

۱*

پيو جن پُرو،[1] گنجهي[2] ڏُونگرَ گامَ[3] جو،
ڇڏي ڪيئڻ ڪُرو،[4] لوچي لاهوُتي ٿيا.

۲

پيئي جن پرڪَ،[5] گنجهي ڏُونگرَ گامَ جي،
واري سَپُ[6] وَرقَ،[7] لوچي لاهوُتي ٿيا.

۳

پيئي جن پٽي،[8] گنجهي ڏُونگرَ گامَ جي،
ڇڏي نِندَ گهٽي، لوچي لاهوُتي ٿيا.

۴

پيئي جنين اوُءِ،[9] گنجهي ڏُونگرَ گامَ جي،
ڏوري سا جوءِ،[10] لوچي لاهوُتي ٿيا.

۵

پيئي جن پُروُڙ، گنجهي ڏُونگرَ گامَ جي،
ڇڏي سَپِ ضَروُرَ،[11] لوچي لاهوُتي ٿيا.

۶

پيئي جنين باسَ،[12] گنجهي ڏُونگرَ گامَ جي.
ڇڏي سَپِ لِباسَ،[13] لوچي لاهوُتي ٿيا.

۷

گنجهو ڏُونگرَ گامَ، پيهي جن پُروُڙيو،
ڪري تَنُ[14] تَمامُ،[15] لوچي لاهوُتي ٿيا.

۱- سماءُ ۲- گنجهي ٽڪر ۳- ڳوٺ ۴- پلو فصل (دنيوي اسباب) ۵- سچي سڌ ۶- سڀ ڀوٽيون پيا بند ڪري ۷- لاهوتي فقير ۸- خاڪ ۹- سڳنڌ ۱۰- اها منزل ۱۱- ضرورتون ۱۲- هڳاءُ ۱۳- دنيوي ويس يا رنگ ڍنگ ۱۴- جسم ۱۵- نابود.

*شاه صاحب، جوڳين جي صحبت ۾، هنگلاج ڏانهن، گنجهي ٽڪر واري وات ويو هو. سندن صحبت ۾ جيڪي پرايائين، تنهن ڏانهن اشارو هنن بيتن ۾ ڪيو اٿس. فرمائي ٿو ته ”جن کي گنجهي (روحاني راه) جي پروڙ پيئي، تن دنيا کي ترڪ ڪري ڇڏيو.“

٨

ڪَهڙو آئيٺي ڪامُ[1]، ڳنڍي ڏُونگَرُ ڳامَ ۾؟

پَسي ٽِنهِن[2] پاهڻَ کي، اَچي نه آرامُ،

مَتان ڏُونگَرُ ڏورِيين[3]، اُجهين[4] ڪُهُ عَوامُ[5]؟*

هَرا[6] ڪَري حَرامُ، ڪامُ[7] نه ڪاهوڙِي ٿِئين.

٩

پيرُ پروڙي پاءِ، ڳنڍي ۾ ڳُنَ[8] ڳهڻا،

ڪاهوڙِي ڪَرا[9] وِيا، نڪا[10] اوڏي ماءِ،

جنين ڏِني جاءِ، تنين موڙَهُ ميهڻو.

١٠

ڏيهُ[11] ڏيهائي[12] ناهِ[13]، جِتي پيرُ نه پکيانِ،

لِتي[14] ڪاهوڙِيان، وَرُ[15] ڏيهُ وَڃُ چوُنڊيا.

§١١

جِتِ نه پکيءَ پيرُ، لِتِ لِمڪي[16] باهڙِي[17]،

پيرو بارِيڪُ ڪيرُ، ڪاهوڙڪيءَ ڪيرُ[18] رِي؟

وائي

آئون جيهانئي ذاتِ، توُن پاڻُ سُڃاڻج سُهِڻين!

اوئيوُن آديسيُن[19] جوُن، پَريان ساري راتِ،

جي باڻهي کوٽيين باجهه سين، ته ڪَرَ لَذيمَ ذاتِ،

تان کي ڏُونگَرُ ڏورِيان[20]، جان نه وِهامي راتِ،

ڪَنديِس عَرضُ اَللهَ کي، وِهاڻيءَ پِرِياتِ،

آديُون!عبدُاللطيفُ چئي،مُنهنجي ڄمَن سان مَصلاتِ[21].

## سر ڪاهوڙي - داستان ٻئي جو سار

جنکي ڳنڍي ٽڪر جي سمڪ پيئي يا ٻوءِ آئي، تن دنيوي لباس ۽ احتياج ڇڏي، فقيري اختيار ڪئي. (شاه صاحب جوڳين جي صحبت ۾ هنگلاج ڏانهن ڳنڍي ٽڪر جي طرف ڪان ويو هو.) هنن سڀ ڳرنٿ ويڙهي رکيا آهن ۽ دنيوي ڳالهين سان سندن ڪو سنبند ڪونهي. هنن پنهنجو تن، حقيقي جستجو ۾، تمام ڪري ڇڏيو آهي. هننجو ڏيهه جهاني رنگ جو ناهي؛ هننجي منزل اُتي آهي، جتي "پير نه پکيان" (جتي پکين جو پير ناهي)؛ هنجي دونهين ٻه اُتي پيئي دکي، جتي ڪنهن پکيءَ جو پير به ناهي. جي ڪاهوڙي تيڻ جي طلب تو رکين ته سنساري لاڳاپا لاهي، ڳنڍي ۾ پير پروڙي ڪرڻ. ڳنڍي ۾ اُهنج ڳهڻا آهن، پر لاهوتي فقير اُنهن تي پوري اطمينان سان غالب پئجيو وڃن.

١- ڪم ٢- پهاڙ ٣- ڳهڻين ٤- ڇو ٥- جهان ٦- هرچيز ٧- سڙ ۽ پڇ ٨- ڳڻ ٩- سچا، ثابت ١٠- پاڻي، جيجل ١١- ديس ١٢- جهاني ديسن جهڙو ١٣- پکين جو ١٤- ڦيرا پائي ١٥- وڻن مان جهنگلي قوت گڏ ڪيو ١٦- ٻري ١٧- باه ١٨- ڪاهوڙين جي ٽوليءَ ڪان سواءِ ١٩- پڇالون ٢٠- جيسين رات نه وهامي آهي ٢١- مصلحت، رهاڻ.

*متان جبل ڳولين ۽ جهان رلين. هرچيز ترڪ ڪر ۽ پاڻ پڇاڻ نه لاهوتي ٿين.

§جتي پکيءَ پير ناهي، لتي به باه پيئي ٽمڪي. ڪاهوڙين ري، اُت ڪير اَڳئي دکائيندو؟

## داستان ٽيون

١

اَچي پيا آتَ ۾، واتَ وِچائي جَنِ،

اوءِ بَصيرَ ٻَنِّ ۾، اَنڌا ٿيو اَيَنِ،

کَنَنِ آڏيُون ٽاڙيُون، ڳُنگَنِ جَنِّ ڳُھمَنِ،

فِراقيءَ فَرمان جو، آهي ٻَرُ ٻوڙَنِ،

لَنگھا ٿِيا لاهوتَ کي، سُتا پِيا سِکَنِ،

کَپَت کاهوڙِيَنِ، آهَ اُٿي پِٺي نہ لهي.

٢

ڏسي ڏوري ڏُونگَرَين، واتَ وِچائي جَنِ،

ڪُرَندان کي ڀَروُڙِيو، رَندُ سي نہ رِڙهَنِ،

ٻيئي دارَ دَيُون ڪيو، ڀيرَس ٿان نہ ٻچَنِ،

ڏوڙِ ٻِرِيان لَءِ ڏارِ ڪيو، ويچارا وِڃهَنِ،

خَبَرَ کاهوڙِيَنِ، آهي لِکَ لاهوُتَ جي.

٣

ويڄهو وَنڻِ مَ واتَ کي، کَهِڄِ ڏَنهنُ ڪُواتَ،

اُڇهي مَنجهان آتَ، اَويسي ٿي آءُ ٿِيُون.

٤

ڪُمِيريءَ ۾ ڀيرُ، ڪَنهِين ٻانُو ڀِيريِين،

جيان مُنجهِڻَ ماڙهئين، سَڄَڻَ ٿِيان نُي سيرُ،

اَنَ ٻيُون سَندو ڀيرُ، ڪوڙَنِ مَنجهان ڪو لهي.

٥

ڪُميريان ٻَري ٿِيا، اَبُڏي ٻُڏائُون،

اُنين کي آئُون، هِنئَرَ ڏسي آئيو.

٦

سوُنهَپ ۾ سَپَّ گهَٽا، مُنجهِڻَ ماکي هوءِ،*

پَرو تَنهِين ٻوءِ، جو اُڇهي ٻوءِ اُنِ ٿان.

٧

ڏوري ڏوري ڏِٺَمَ، ماءِ! کاهوڙي آئِيا،

مَيَنِ ڀيرين کيڻَ، ڪُٺَہ جاٽان ڪَنهن پارَ جي.

٨

جهَنگَلِ هَليا، سي نہ ٻُليا، راهَ هَليا ڦُرجَنِ،

اَوَجهَڙِ سي نہ ٻَوَنِ، ٻيئي جنين چَڏيُون.

١- سوز ٢- اُهي ٣- ڏسندڙ، بصيرت وارا ٤- ٻنهن ٥- فراق جو اَمر ٦- اَفسوس ٧- ٻوڙن کي ٨- تياڳي ٩- لاهوت لاءِ ١٠- ٻارائُو، جهوري ١١- اُلٽي وات کان ١٢- وات ١٣- ٻئي دنيائون ١٤- ماٺ ڪيو ١٥- ڀيڙو ١٦- ڏارا، وسڪار ١٧- ٿوري ١٨- هلڄ ١٩- اُلٽي وات (ماڻهن جي نظر ۾) ٢٠- اورانگهي ٢١- سوز ٢٢- اَويسي فقير، جنهنکي مرشد جي هرو پرو درڪار ناهي ٢٣- گمراهي ٢٤- ڀيريءَ جو جمع ٢٥- جتان ٢٦- تتان ٢٧- ڀيڙو ٢٨- اُنهيءَ زمين (روحاني ديس) ٢٩- آنت ٣٠- ڪروڙن ٣١- خراب وات کان ٣٢- نہ ٻڏي ٣٣- رهبري ٣٤- نانگ، مصيبتون ٣٥- گمراهي، غلط راهہ ٣٦- پتو ٣٧- پار پئي ٣٨- اُنهن (رهبري توڙي گمراهي) ٣٩- جُنگن جي ڀيرن تي ٤٠- مٿي ٤١- گمراهيءَ ۾ ٤٢- ٻئي جهان.

*درست راهہ ۾ گهڻيون آفتون آهن، غلط راهہ تي هلڻ ماڻهن کي مٺو ٿو لڳي.

٩

جهنگ[1] ڪامي پٽ ٿيو، پڳي چوران لِڪ،
سيڪڙو[2] ۽ سِڪ، ٻئي گڏيا ٻاڻ ۾.

١٠

جهنگل[3] آهيڙين[4] کي، پنڌ[5] ڪيو روءِ،
نه ڪُتا، نه ڪوڙڪون[6]، چڙهيو آيو چوءِ[7]،
هاٿي هيهان پوءِ[8]، لڳي[9] لوٺو نه ٿئي.

١١

جهنگل آهيڙين کي، پنڌ ڪيو روندو،
نه ڪُتا، نه ڪوڙڪون، چڙهيو آيو چوندو[10]،
هڏهين[11] نه هوندو، انهان پوءِ عالم[12] ۾.

١٢

نه ڪُتا، نه ڪوڪار[13]، نه سي سڌ شڪارين،
پٽيو ڪٽي پار، جهنگل آهيڙين کي.

١٣

ور[14] سا سُڃي وٽڙ[15]، جنهن ۾ سڄڻ هيڪڙو،
سو ماڳ[16] ٿئي قير[17]، جتي ڪوڙ[18] ڪماڙهئين[19].

١٤

ور سا ڪاري رات، جنهن ۾ راهَ گُم ٿئي،
نه ڪا هُنين جي ٽاس، هيءَ ٻڻ وڃي وسري.

١٥

ڪاري رات، اچو ڏينهن، اِيءَ[20] صفتان[21] نور،
جتي پرينءَ حضور، تتي رنگ نه روپ ڪو.

١٦

تحقيق[22] جي پري تون، متي رءِ ڪٽيج،
هڪل حقيقت[23] جي، ٻوڙو ٿي ٻڌيج،*
اندر ٿي پسيج، مشاهدو[24] محبوب جو.*

١٧

ڏونگرين ڏسڄن[25]، اچ ٻڻ رُيون[26] اڻ جون،
ڏوٽيڙا ڏُٽ[27] کي، آرازان[28] اچن،
کيما[29] ڪاهوڙين، اچ نه انهين[30] پيٽيين.

١٨

ڏونگر[31] نه ڏوٽيي، ڏونگر سڀو ڏوٽين[32] ري،
پڇان[33] پرو ٿيي، ڪِ ڏوٽيي ڏُٽ اَڇا؟

---

١- چورن (نفساني خواهشن) جي لڪ ٢- سڪندڙ، عاشق ٣- نفس، جنهن ۾ جهنگلي وصفون آهن ٤- شڪارين ٥- رودن ٦- ڪوڙڪا (پکين کي ڦاسائڻ جا) ٧- چوي ٨- هن کان پوءِ ٩- سڙيل، ڪاٺو ١٠- چوندو ١١- هرگز ١٢- جهان ١٣- پونڪار ١٤- ڀلي، چڱي ١٥- جاءِ، آستان ١٦- هنڌ ١٧- ٻڏلاءِ ١٨- ڪروڙ ١٩- ٻد انسانن جو ٢٠- هيءُ ٢١- صفتن واري روشني (جنهن ۾ جهاني گڻ آهي) ٢٢- حقيقت ٢٣- سڏ ٢٤- ديدار ٢٥- جبلن ۾ ٢٦- رئي=قافلي جي اُٺاريل ڏڏڙ ٢٧- ڏٽ لاءِ ٢٨- آراڙ (جهنگلي اَن) ڪاٺ ٢٩- تنبو ٣٠- انهن ماڳن لي ٣١- جبل ۾ ٣٢- ڏوٽين ٣٣- سڌ سماءُ.

*حقيقت جي راه ۾ ظاهري حواسن کي ترڪ ڪر. نه اکين سان ڏس، نه ڪنن سان ٻڌ. ٻاهريون اکيون ٻوٽي، اندر جي ديد سان محبوب جو ديدار ماڻ.

*۱۹

كاهوڙي ڪُرا، سوُڌي[1] خَبَرَ[2] پَکيا،
سوجهي[3] جن ڪيا، مَٿي[4] اَڳِ آهِرا.

واڳي ۱

سِياڪو[5] سيڻانِ[6]، پوري! تو پاڻُ سُڃاڻي نہ ڪيو.
مونيو ماڳ، نِهارِئين، ڪَهڙي[7] مُنهن ڪيڻانِ[8]؟
هوُندَ نہ پيئينءَ هيٺري[9]، ويئينءَ جي سيڻانِ[10]،
مَڃَ پَسي ڪَٿِن مونيِن، سَڙيئن نہ لَءِ سيڻانِ[11]،
واريءَ جِتِن وِڄري[12] هِمَٿون، ڪِرڪي[13] لَءِ ڪيڻانِ[14]،
آئن[15] مَنهنجا اَنگَڙا[16]، ڪالهوُن[17] پوءِ ڪيڻانِ،
چُهرِ ڪَنديَس پَندَڙا، موُن پانيو[18] سيڻانِ[19].

واڳي ۲

جاڳي اَڪَڙيَن، اَوان[20] اوجاڳو نہ ڪيو.
اَڪَڙيوُن پريُن لَءِ، نَهَ نَهَ[21] ڪيو نِمَن،
جي سَنجهيئي[22] سُتيوُن[23]، سي مَرُ سوُرَ سَهن،
توُن اَٿاسي! اوجهرين[24]، هوءِ ٿا هوتَ هَلن،
اَديوُن! عَبدُاللطيفُ چئي، مِلان[25] سين مُحبَن.

## سر كاهوڙي - داستان ٽئين جو سار

سچا فقير (كاهوڙي) سولي جهاني وات ڇڏي، ڏکي راه ٿا وٺن. خلق جي نظر ۾ هو گمراه آهن، پر هدن اِنهيءَ "گمراهيءَ" مان سچي وات ڳولي لڌي آهي. هنن جو "ڪرند،" جهان جي ماڻهن جي "ڪرند" کان نرالو آهي. هو ناپاڪائيءَ کان پري آهن ۽ سندن مارڳ سچ جو آهي. كاهوڙين جو گذر جهنگلن، بنن، برپٽن ۽ پهاڙن ۾ آهي. درويش، نفساني جهنگ کي ساڙي پٽ ڪيو ڇڏين. پوءِ اُنهن نہ رهيو کوڙڪو، نہ ڪتو، نہ شڪاري. لاهوتي فقير هن جهان ۾ اُنڌا، گنگا ۽ ٻوڙا ٿي پيا گهمن:
"هڪل حقيقت جي، ٻوڙو ٿي ٻڌينج."

اَفسوس جو اَڄ ڏوٽي پنهنجي ماڳن تي ناهن. هو پنهنجا خيما کڻي خبر ناهي ڪيڏانهن هليا ويا آهن. سندن خبر اُنهنکي، جي پرواز ڪري، سندن اَڳڙ پهتا آهن.

•

"سر كاهوڙي"- هن سر جو نالو اُنجي مضمون مطابق آهي، ڇو ته اُنهن كاهوڙين جو ذڪر تو اَچي. وڏو جهنگ ۽ جبل ته اِنسان جي اَندر ۾ ئي آهي، جتي آهيڙين، ڪتن ۽ کوڙڪن جي ڪمي ڪانهي. هتي شاه صاحب گنجي ٽڪر جي اُستتي اِنهيءَ ڪري ڪئي آهي، جو اُتان ئي کيس جوڳين جي صحبت حاصل ٿي هئي. گنجي مان مراد آهي: روحاني راه.

۱- سچا ۲- پکين کي (يعني روحاني پرواز ڪندڙن کي) ۳- ڳولي ۴- آڪيڙا ۵- سنڀند ۶- ساٿين ۷- ڪهڙي منهن سان ۸- سندن لاءِ ۹- هيٺري ڪشالي ۾ ۱۰- ساٿين ۱۱- سندن لاءِ ۱۲- بي قرار ٿئي (تابش جي ڪري) ۱۳- ٽڙڪي ۱۴- سندن لاءِ ۱۵- سڙن ۱۶- عضوا ۱۷- ڪالهه کان وٺي ۱۸- مون سمجهيو ۱۹- ساٿين ۲۰- اَوهان ۲۱- وسڪارا ڪيو ۲۲- سويل ٿي ۲۳- سمهي پيٺون ۲۴- جهوٽا کائين ۲۵- محبوبن سان واصل ٿيان.

*سچن ڏوٽين جي پرواز روحاني اُڏامندڙن کي، جن ڏوري وڃي سندن اَڳڙ ۾ آشيانا اَڏيا.

# سُر بروو سنڌي

## داستان پهريون

**١**

چا[1] کي وڃيو ڇو، ٻيلي ٿئين ٻين جو؟
وڳ ڪنڌڪ[2] ڪريم[3] جي، جڳ جو والي[4] جو،
سؤڪو[5] هوندو سو، جنهن جو عشق الله سين.

**٢**

جن ڪا ڪاڻي[6] ڪانهن، لُسندي[7] لائيون[8] ڪري،
اچي ٻئي اوچتي، درد پريان جي دانهن،
وئج[9]! ڏنئين ڪهڙا[10] ٻانهن؟ سور هئين ڪي سامهان.

**٣**

ساهه ونئي وئين، سپرين! ڪري قضاڪي[11]،
دلبر! دل کسي وئين، يار! ٿئين ٻوءِ ياڪي[12]،
جاڙ[13] موں ضعيف سين، تو جانب! ڏس جاڪي[14]،
هيت ٻت رهيو باقي، ساهه ونئي وئين، سپرين!

**٤**

پر وس[15] ٿيم پراڻ[16]، پرين وس نه پانهنجي،
لڳو ڪيئن، لطيف چئي، جبر[17] چاليءَ ساڻ!
پرين ڏيکاري پاڻ، خوش ڪري ويا خواب ۾.

**٥***

ڌر[18] لي دونهن[19] جن، سر پر سپرين ڏي،
لڳو آهه، لطيف چئي، تن پريان ڏي تن،
حاصل ٿئي هتن، قرينو[20] قريب[21] جو.

---

١- چاڪر ٢- گهوڙي جي واڳ، جهل (چاڪري ڪر) ٣- ٻاجهاري ڌڻيءَ ٤- مالڪ ٥- سکيو ٦- گاهه ٧- ڪجهڙ وقت ٨- ڳالهيون، دانهون ٩- اي طبيب! ١٠- دل ١١- قرلت ١٢- باغي، بي وفا ١٣- تعدي، جفا ١٤- جا ڪئي ١٥- ٻئي جي وس ١٦- ساهه ١٧- جبل جيڏو درد ١٨- ڌرليءَ تي (ڌر = ڌرلي) ١٩- سونڌ ٢٠- سنبنڌ، محبت ٢١- محبوب.

*جن هاٿيءَ جي سونڌ ڌرليءَ تي نمندڙ هوندي آهي، تن اسان جو سر پڻ پرينءَ ڏانهن رجوع آهي. اهڙي طرح سان (نياز سان) ئي پرينءَ جي محبت حاصل ٿي سگهندي.

٦

اَچين[1] جي هيڪارَ[2]، مۇن سارِيندي، سُپرِين!
پيرين ڏِيان پِيبِٽيۇن[3]، هَندَ وِڃايان وارَ،
ساڄَنَ! سَڀُ ڄمارَ، هۇنَدَ گولِي ٿِي گذارِيان.

٧

مۇن سارِيندي، سُپرِين! اَچين جي تۇن هاڻِ،
ڪَريان رۇحَ رِهاڻِ[4]، لَڪَن مَنجِهہ، لَطِيفُ چئي.

٨

لَڳِيءَ جو، لَطِيفُ چئي، نڪو قال نہ قِيلُ[5]*
لِکِئي[6] لامۇن[7] ڪوڙِيۇن، ليٽِين[8] وَهي نِيرُ[9]،
هِنَئڙا[10]! ٿِي سُڌِيرُ[11]، ڪالهہ قَرِيبَنِ لَڌِيو.

٩

پَلِي ڪَيءَ[12]، پَلا پِرِين[13]! مۇن نہ جاتو اِيئن،
هِئڙۇن هيرائي[14]، هَٿِ ڪري، لوڪي ڏِيان ڪِيئن؟
سا سِڪَ سَلان[15] ڪِيئن، جِدهن اَندَرِ[16] آهيرا ڪَيا؟

§١٠

پَلِي ڪَيءَ، پَلا پِرِين! هِيئَن نہ مُناسِبُ[17] هوءِ،
لائي چِتُ، چَرِيو ڪري، پاڻُ[18] ڪَڍي وِئين پوءِ،
تو ٿِي حُبُّ[19] نہ هوءِ، تَہ هوتَ[20]! نہ ڪِجَن هيڏِيۇن.

١١

اَڄُ پڻ اَکَڙِيَن، سَجَڻ[21] پَنهِنجا ساريا،
پِلَنِ ٿان ڦوڙهَن[22] جۇن، پۇندۇن بَس نہ ڪَنِ،
سَندي سِڪَ پِرِيَن، لوڪَ ڏِنِئي[23] نہ لَهي.

١٢

ڪي اوڏائي ڏۇرِ، ڪي ڏۇرِ بہ اوڏا سُپرِين،
ڪي سَنڀِرِجَنِ[24] نہ ڪَڏهِين، ڪي نہ وِسرَنِ[25] مۇرِ،
جِئَن مِينهَن ڪُنڍِيءَ[26] پۇرِ، تِئَن دوستَ وَراڪو[27] دِلِ سين.

١٣

ڪوني ڪُناتۇن، اَڄُ پڻ اَکَڙِيَن سين،
ماسُ وِراهي هَلِيا، ڪَرُنگَلُ[28] ڇَڏِياتۇن،

---

١- هيڪر ٢- ياد ڪندي ٣- لڏهنجي پيرن هيٺ ٤- جبلن جي لنگهن ٥- لفظي بيان، گفتگو ٦- تقدير ٧- ڏاريون (لامون ڪوڙڻ = تاثير ڏيکارڻ) ٨- نيڻن مان ٩- پاڻي، ڳوڙها ١٠- اي دل ١١- ڏيرجوان ١٢- چڱي ڪيءِ ١٣- اي ڀاڄهارا محبوب! ١٤- دل کي هيرائي ١٥- سليان ١٦- اکيڙا ١٧- واجب ١٨- دل لڳائي ١٩- محبت ٢٠- دلبر! ٢١- ياد ڪيا ٢٢- قطرا ٢٣- ماڻهن کي ڏسندي ٢٤- ياد پون ٢٥- هرگز ٢٦- وريل سڱن واري مينهن جي سڱ جو پيچ ٢٧- پيچ ٢٨- سڪڻو پڃرو (هڏن جو).

*دل لڳيءَ جو ڪو بيان ٿي نہ ٿو سگهي. (عشق بي زبان آهي.)

§اي نيڪ محبوب! تو آسان سان چڱي ڪئي! پهرين دل ڏيئي چريو ڪيءَ ۽ پوءِ کسڪي وئين. ائين توکي واجب نہ هو. محبت نہ هجي، تہ بہ هيڏيون ڏاڍايون نہ ڪجن.

"وَتَوَاصَوا بِالحَقِّ وَتَوَاصَوا بِالصَّبرِ" ائين آئا تون،

مُٺي مارِياتُون، ڪِلِي گهائِيو سَڄڻين.

۱۴

ماڙهو گهُوَن مالُ، آئون سَڀ ڏيئهَن گهُران سُپرين،

دُنيا ٿئهن دوسِتَ تان، فِدا ڪَرِيان في الحالُ،

ڪَيَسِ نامُ نهالُ، پَسڻَ تان پِري ٿِيو.

۱۵

هيرائي هَٿ ڪيو، هِنئڙو حَبيبَن،

بَڌي ڪچيءَ تندُ ۾، سَلهاڙِيو سيڻَن،*

جُه وِڏا پيچ پِرين، تِه هِنئڙو هٿيڪو ٿيو.

۱۶

جَڏهانڪُرَ جانِي! سَڄڻَ سانگ سِڌارِيا،

راتِيان راحَتَ ناهِ ڪا، ڏيئهان حيرانِي،

آئون پَنهنجي پِرينءَ تان، ڪوڙين قُربانِي!

رَضا رَبّانِي، نا تِه ڪَرِيان وَسُ وِصالَ جا.

۱۷

جَڏهانڪُرَ ٿيامِ، ساڄاهُ سُپرِيُنِ سين،

تَڏهانڪُرَ تَرَ جيترو، وِيَرَ نَه وِسرِيامِ،

اَندرِ رُوحَ رَهيامِ، سَڄڻَ اوطاقُون ڪري.

§۱۸

ڪَڏهِن طاقيُون ڏين، ڪَڏهِن کُلَن دَرَ دوستن جا،

ڪَڏهِن اَچان، اَچڻَ نَه لهان، ڪَڏهِن ڪوليو نين،

ڪَڏهِن سِڪان سَڏَ ڪي، ڪَڏهِن ڳُجها نِدرَ ڳُرهين،

اَهڙائي آهين، صاحِبَ مُنهنجا سُپرين.

۱۹

تُون صاحِبزادو سُپرين، آئون نِسورو نوڪُرُ،

بيهَد ڪَرِيان بَندگِي، هَٿَ بَڌي حاضُرُ،

چِنَ چِڏيندِيَس ڪينَ ڪِي، دوسِتَ! اوهانجو دَرُ،

---

۱- حق يا ڏٺيءَ سان ۽ پاڻ ۾ صلاح ڪندا رهو صبر سان (قران شريف) ۲- فرمايائون ۳- ماڻهو ۴- قربان ڪريان ۵- نالي ۶- خوش ۷- محبوبن ۸- ٻڌو ۹- محبوبن ۱۰- جڏهن ۱۱- وراڪا ۱۲- سفر ۱۳- اسهيا ۱۴- ڪروڙين دفعا ۱۵- ڌڻيءَ جي مرضي ۱۶- حيلا، وسيلا ۱۷- سڃاڻپ ۱۸- هڪ ساعت به نه ۱۹- جايون جوڙي ۲۰- در بند ڪيو ڇڏين ۲۱- حاصل ڪريان ۲۲- سڏيو ۲۳- وٺيو وڃن ۲۴- ڳوڙهو راز ۲۵- سلين ۲۶- ڪن، ساعت.

*محبوبن مونکي پاڻسان ڪچيءَ تند سان ٻڌو آهي. (محبت جي تار نهايت نازڪ آهي.)

§ڪڏهن محبوب در بند ٿا ڪن، ڪڏهن کولين ٿا. ڪڏهن وڃان ٿو اندر وڃڻ جي اجازت نه ملي ۽ ڪڏهن پاڻيهي دعوت ڏيو گهرائين. ڪڏهن سندن سڏ لاءِ سڪان، ڪڏهن مونسان ڳجهه سلين. اهڙائي منهنجا سپرين آهن. (قبض ۽ بسط ڏانهن اشارو.)

مون ڪان مهر[1] نظر، پرين! لاهه م پانهنجو.

٢٠

صورت گهڻو سهڻا، تاتا[2] سندن طور[3]،
ريلو[4] ڏئي روح، جو ڪائي، سو ڪامي مري.

٢١

صورت سندين سالم[5]، پاڻ مصاحب[6]، سپرين!
مولا ڏنن مُنهن ۾، نوري[7] نيڻ[8] نهال،
سندي خواب خيال، مون مَن مستانو ڪيو.

٢٢*

ڪڏهن ڪونه ٿيوم، آثار[9] لنهن عشق جو،
محبوبن منٿون ڪري، سڪڻ سيکاريوم،
تهان پوء[10] ٿيوم، پسڻ سپرين جو.

٢٣

هوڏ[11] ڇڏي هوڏي[12]، جي مان گهر[13] اچين، سپرين!
ڳالهيون ڳجهه اندر جون، تن گهريون تو ڏي،
جي وهين گڏ گوڏي، ته دور[14] سڻايان دل جا.

وائي

هوت[15] نيڻان[16] جو دلبند[17]! پلو جيڏيون!
هيڏي هوڏي[18] سپرين، ڪاڏي واريان ڪند،
چڙهي ڏاڍين ڏونگرين[19]، راهه پڇايان رند[20]،
ساڄن سينئان[21] سهڻو، سائينءَ جو سوگند[22]،
اديون! عبداللطيف چئي، ميڙيندم[23] صمد[24].

## سر بروو سنڌي - داستان پهرئين جو سار

هتي ڪنهن جي چاڪري نه ڪر، مالڪ جي اوٽ وٺ، جو ڏٺيءَ جو آسرو تو وٺي، سو هميشه سکي ٿو گذاري. محبوب جي نوازش هٿ ڪرڻ لاءِ، نياز جي درڪار آهي. دل کي لڳل عشق جو ڪو بيان ٿي نه ٿو سگهي. محبوب، صورت ۾ حسن ڪمال آهي. پلارو به هڪ ٿي آهي. پهرين حرفت سان عاشق جو هنئڙو هٿ ٿو ڪري ۽ کيس سڪ جا سبق ٿو سيکاري. پوءِ اوچتو آلوپ ٿيو وڃي. ڪڏهن ظاهر ٿي عاشق کي پنهنجو ديدار ٿو ڏئي، ڪڏهن لڪيو غائب ٿيو وڃي. ڪڏهن سندس در بند آهن، ڪڏهن کلن ٿا. ڪڏهن عاشق سندس در تان نراس ٿيو موٽي، ڪڏهن هو پاڻ پنهنجا قرب ڪري، کيس سڏي ٿو ۽ ساڻس ڳجهانديون ٿو ڳرهي. ماڻهن کي پدارت ڪين، پر عاشق کي سپرين.

١- مهر يا نوازش جي نظر ٢- هتي لچڻ، اطوار ٣- نوه جهڙا (ڪوڙا) ٤- ڪشش ٥- سالم، سهڻي ٦- صحبتي ٧- نوراني اکيون ٨- دل خوش ڪندڙ ٩- نشان ١٠- لنهن کان پوءِ ١١- ضد ڇڏي ١٢- هن طرف ١٣- منهنجي گهر ١٤- دل جا داستان ١٥- محبوب ١٦- نيڻن ١٧- دلبر ١٨- وراڻيان ١٩- ڏکين جبلن تي ٢٠- وات ٢١- سيني کان ٢٢- قسم ٢٣- ملائيندم ٢٤- بي نياز (ڌڻي).
*هتي محبوب مان مراد آهي مرشد ڪامل، جو طالب کي پرپائي، عشق جو سبق ٿو سيکاري. ان کان اڳ، طالب ۾ محبت جو ڪوبه آثار نه ٿو ڏسجي.

## داستان ٻيو

١

جانِبَ! تُون جيڏو، آهين شانَ شَعُورَ[1] سين،
مُون ٿي ڪَرِ، مُنهنجا پِرين! تورَ[2] تُسي[3] ٿيڏو،
اِيءُ ڪامِلَ! ڪَمُ ڪيڏو؟ جِنءَ نَوازِيمِ نِگاهَ سين.*

٢

جانِبَ! مُنهنجي جيءَ ۾، تُنهنجي طَمَعَ[4] ٻوءِ،
وَٽُ ڪاٽي، وَڍِ آڱُرِيا[5]، اَدَبُ[6] ڪَرِ مَ ڪوءِ،
پانيان[7] پالُ[8] سَندوءِ، جي ساڄَنَ! سَٿُون نِهارِئين.

٣

جانِبَ! اِيئَن نه ڄَڳاءِ، جيئَن مارِيو، موٽيو نه پُڇين،
رَليءَ رَتُ نه سِنڌُري[9]، سِڪَ تُنهنجي ساءِ،
آسان تُوني لاءِ[10]، ٿي پَرِ[11] ۾ پُڄاڻُون ڪيئُون.

٤

جَڏهِن پَوي ياد، صُحبَتَ سُهڻِنِ جي،
فِريادُون فِريادِ[12]، ناڳَهَ[13] وَڃِن نِڳِيو[14].

§٥

ڪَڙو مَنجهه ڪَڙي، جيئَن لُهارَ لَپيٽِيو،
مُنهنجو جِيءَ جَڙي، سُهڻِيان سوگهو ڪيو.

٦

نازَ مَنجهارانِ[15] نِڪري، جَڏهِن پِرين ڪَري ٿو پَنڌُ،
ڀُون[16] پڻ "بِسمِ اللهَ"[17] چئي، راهَ چُمي ٿي رَنڌُ[18]،‡
اُپيئُون گهٽي اَدَبَ سين، حُورُون حَيرَتَ هَندُ[19]،‡
سائينءَ جو سَوَڳَندُ[20]، ساڄَنُ سَيِّئَنانِ[21] سُهڻو.

٧

ساڄَنَ! سِپاهي[22]، آئُون اَوهانجو آهيان،
اَچان وِيلَ سَيَّڪَنهِين، وَڃان واجهائي،
لالَنَ![23] تو لائي[24]، ڪيڪاريمِ ڪُڙَنِ[25] ڪي.

٨

فاني[26] ني فاني، دُنيا دَمُ نه هيڪڙو،
لَٿي[27] لوڙهَ لَٿَنِ سين، جوڙيندءِ، جاني!

---

١- فهم ۽ فضيلت ٢- نوازش، مهر ٣- راضي ٿي ٤- تمنا ٥- عضوا ٦- لحاظ ٧- سمجهان ٨- نوازش ٩- وهي، پيدا ٿئي ١٠- تنهنجي ني لاءِ ١١- اندر يا ڳجهه ۾ ١٢- دانهن تي دانهون ١٣- اوچتو ١٤- نڪريو ١٥- منجهان ١٦- ڌرتي ١٧- الله جي اسم سان ١٨- رستو ١٩- حيرت جو مڪان ٢٠- قسم ٢١- سيني ڪان ٢٢- خادم ٢٣- اي پرين! ٢٤- تو لاءِ ٢٥- شرير انسان ٢٦- ناسوت ٢٧- مٽيءَ سان پڪي.

*اي ڪامل! تنهنجي لاءِ هي ڪو وڏو ڪم آهي ڇا، جو پنهنجي نظر سان مونکي نوازين!

§جيئن لهار، زنجير جو هڪ ڪڙو، ٻئي سان جڪڙيندو آهي، تيئن پرينءَ منهنجي جان کي پاڻ سان جڪڙي ڇڏي آهي. (شاهه جون تشبيهون ديسي رنگ جون ۽ نهايت دلپذير آهن.)

‡زمين، "بسم الله" چئي، پرينءَ جو ڪُس ٿي چمي ۽ حورون حيرت ۽ ادب ۾ بيهي ٿيون رهن.

ڪوڏر ۽ ڪاني[1]، آهي سر سيڪنهين[2].

نيڻ سقيلا[3] سپرين، پنور[4] پرون[5] پالا،
چڪيا قت فراق جا، اندر ۾ آلا،
سويا رميڙئين[6] يالا![7] جنهنجي ءِ صحبت ڪاڻ سڪي هنئون.

١٠

ويٺو ڏسان واٽ[8]، اڄ پڻ آيا ڪين ڪي،
ساڄن لاءِ سڪي گهڻو، سارين منهنجو ساهُ،
آڻين شال الله! تہ اکڻ ليئم اجرا.

١١

اڄ پڻ انگيم[10] انگ[11]، هتان حبيبن[12] جي،
جا پر[13] سونهيءَ[14] سنگ، سا پر[15] سوڙن سان ٿئي.

١٢

اڄ پڻ جڙيم[16] جوڙ، دوست پنهنجي در آئيو،
سکن اچي ڏکن[17] کي، مڪر[18] ڏني موڙ،
جا پر ڪتيءَ[19] ڪوڙ[20]، سا پر سوڙن سان ٿئي.

وائي ١

مولو[21] ڪندو ماڻ[22]، منهنجي الله ڪندو ماڻ.
هادي[23]! ڏيئي هتڙا[24]، اچي ڇڪڻ منجهان چاڙهه،
ڪشتي[25] ڪميڻن جي، الله لڳ[26] اڪار[27]،
هو جو ويري[28] وات جو، سو سائين! نيئي ساڙ[29]،
ڪرم ساڻ[30] ڪريم جي، سڀ لنگهيندا پار،
الا! عبداللطيف کي، ڏاتر[31]! ڏيهُ[32] ڏيکار.

وائي ٢

هاڻ ايندو، الا! منهنجو سڄڻ شال ايندو.
اگر[33] لائي انديون[34]، وجهي وسنئن ۾ وجهندو،
نماڻيءَ جو نجهرو[35]، پاسي پاڻ اڏيندو[36]،
مٿان لڪن سانٿرو[37]، صحيح سلامت نيندو،
مهند[38] ٿيندو مصطفيٰ[39]، پنيءَ لوڪ لنگهيندو،
اچي عبداللطيف کي، دوس[40] دلاسا ڏيندو.

---

١- مرلڪ سرپو کي ماپڻ لاءِ ڪانو ٢- سيڪنهن جي سر مٿان ٣- چمڪندڙ (صقيل) تراريون
۴- پونر جهڙيون ڪاريون پرون ۵- نيزا ۶- ملائين ۷- يا الله ۸- وات ۹- چمڪندڙ، اڇا
١٠- چيرون ٿيم ١١- عضوا ١٢- محبوبن ١٣- جا ڪار ١۴- سونهيءَ جي سنگ سان ١۵- سا ڪار
١٦- پاڳ- سٺائو ٿيم، مراد پنيم ١٧- پختي ١٨- قيرو، مهت ١٩- ڏوبيءَ ٢٠- ڪپڙن جي
کيپ کي ڏوئي ۽ سڪائي سونهيءَ سان لسو ڪرڻ ٢١- مولي ٢٢- مدد ٢٣- اي مرشد
٢۴- دنيا جي ڏيڻ ٢۵- ٻيڙي ٢٦- خدا جي واسطي، الله ڪارڻ ٢٧- پار لنگهاءِ ٢٨- دشمن
٢٩- جلائي رک ڪر ٣٠- مهر ٣١- اي ڏاتي! ٣٢- روحاني ولايت ٣٣- اگر ڪان وٺي
٣۴- آباد بستيءَ ٣۵- جهوپڙو ٣٦- پنهنجي پاسي ٣٧- سات، قافلو ٣٨- اڳيان، مهندار
٣٩- حضرت محمد صلعم ۴٠- دوست. (هتي پيغمبر صلعم جي شفاعت ڏانهن اشارو آهي.)

## سر بروو سنڌي - داستان ٻئي جو سار

جيڏو ڏٺيءَ جو شان ۽ شعور آهي، ليڏو ئي شل ٻانهي لي سندس لوه ٿئي. نگاه سان نوازڻ، مالڪ لاءِ وڏي ڳالهه ناهي. جانب، جيڪڏهن عاشق ڏانهن سنئون نهاري ته سندس وڏو ڀال ٿيندو. عاشق جي معشوق کي هيءَ ئي دعوت آهي: "وت ڪاڻي، وڃ اَنگڙا، اَدب ڪر م ڪوءِ." جنِ لهار، ڪڙو مڇهه ڪڙي لهيٽيندو آهي، لٽن محبوب، عاشق جي جان کي ٻاڻ سان ٿو جڪڙي. پرينءَ جي حسن لي حورون ٻه حيران آهن. هو جڏهن پند ڪرڻ ٿو نڪري، لڏهن پڙن پڻ سندس رند تي چمي ۽ "بسم اَللہ" ٿي چوي. سندس نيڻ سڻيلا آهن ۽ پيرون ڀالا. اَهڙي معشوق جي صحبت کي ساريندي، عاشق جي زبان مان:
"فريادؤن فرياد، ناڳه وڃن نڳيو."

•

## داستان ٽيون

۱

عِشقُ اَهڙي ذاتِ، جو مانجهي[1] مُنجهائي[2] مينِ[3] کي،
ڏِيهان[4] ڏورِڻُ[5] ڏونگرين[6]، رونَڻُ سَچِيائي راتِ،
اَئي وِيئي ڏاتِ[7]، مِيان! مَحبُوبَنِ جي.

۲

جَنهِنجي ڏَٺيان[8] ڏارَ، پيٺي[9] ناهِ پَنيورَ ۾،
ڪَميٽيءَ جي ڪانَ ڪَيَءِ[10]، ساٿَ لَڏِيندي[11] سارَ،
آءٌ، عالَمَ جا سَردارَ[12]! واري[13] واڳَ، وِلَهيءَ[14] لي.

۳

يارُ سَڏائي سَيُڪو، جاني زِباني،
آهي آساني[15]، ڪَرَ ٻِئي تي ڪَلَ پَوي.

۴

آدميَنِ اِخلاصُ، مَٺائي[16] ماٺو ڪيو[17]،
هاڻِ ڪاڻي سَيُڪو، سَندو ماڙهوءَ ماسُ،
دِلبَرَ! هِنَ دُنيا ۾، وَڃي وَهندو واسُ[18]،
ٻئي سَبُ لوڪَ لِباسُ[19]، ڪوهڪَ[20] دِلِ[21] هوَندو هيڪڙو.

۵

شُڪُرُ ڪَڏِياسؤن، سُپرِين! جِڙي، جاني ٻارَ!
وِيئي جن جي وَٽِ ۾[22]، ڪوڙِين[23] ٿِيا قَرارَ[24]،
ڏَٺيَمِ[25]! ڪَرِ مَ ڏارَ[26]، ٻاڙو لِنِ پِرين کان.

۶

ڪوڙي، ڪَڻُ[27] مَ سُپرِين! ڪَنيئي ٽان ڪوڙِ[28]،

---

۱- پهلوان ۲- حيران ڪري ۳- مين متارن، سورمن ۴- ڏيهن جو ۵- ڳولڻ ۶- جبلن ۾ ۷- پچار ۸- ڏٺيءَ ڪان سواءِ ۹- جاءِ ۱۰- قافلي الڏيندي ۱۱- يادگيري ۱۲- ساري جهان جا والي! ۱۳- واڳ ورائي ۱۴- مسڪين، سچيءَ ۱۵- سڌ پوي ۱۶- سچائي ۱۷- هيٺو، جهڪو ۱۸- سرهاڻ (نيڪيءَ جي) ۱۹- ٻين سيني ماڻهن کي ۲۰- ظاهري ڏيک ۲۱- دل جو سچو ۲۲- جدجي وڃهڙائيءَ ۾ ۲۳- ڪروڙين ۲۴- آرامي ۲۵- اي مدهجا ڏٺي! ۲۶- جدا ۲۷- ڪهائي ۲۸- جي مون ٽان نظر ڪنئي اَئيٺي ته وري ڪوڙ.

عادتَ[1] جا اَکِيُن جي، سا نيٺي نباهِج لوڙِ،
مُون ۾ عيبَنِ ڪوڙِ[2]، تُون پاڻُ سُڃاڻج، سُپرين!

٧

دِلِ جو دِلبَرُ هيڪڙو، گهڻا تان نه ڪَجَنِ،
دِلِ ڏجي تنهن هِڪَ کي، لوڙهي سَوَ سِکَنِ،
سي چِلوِلا[3] چَتَجَنِ، جي دَرِ دَرِ لائينِ دوستي.

٨*

مُنهنجي مَدائُنِ[4] جي، ڳَلَ پِرِيان پيئي،
ڪَڏهِن ڪوسا نه ٿيا[5]، ڏوراپو ڏيئي،
ساڄَنَ سَيبيئي، ڍَڪِيَمِ[6] ڍولَ ڍِلائيُون[7].

٩

ڏاتَرَ! مُون ڏيکارِيو، هوتَنِ جو حُضُورُ[8]،
پِرِيَنِ پَرچڻَ جو ڪيو، موٽائي مَذڪُورُ[9]،
اِيُ دوستَنِ جو دَستُورُ، جَنِ چِتِي چَڏَنِ ڪِينَ ڪي.

١٠

ڪِتان[10] سکٿين سُپرين، ڪاسائڪي ڪارِ؟
لِکي ڪالي[11] هَتِ ڪَري، مُنيءَ سين مَرمارِ،
چوري[12] چاڪَ[13] نهارِ، سورَنِ سانگهيڙا[14] کيا.

وائي ١

سَڄَڻَ پاروچيءَ جي ذاتِ، دِلبَرَ ڪوهِياريءَ جي ذاتِ.
اَنَتَ ڪُنگائي[15] هَليا، وائي ڪَنِ نه واتِ،
جاني جَتَ وَٽي وِيا، روهَ ۾ پيئمِ راتِ[16]،
کُهي ڪَميٺي هَليا، اَديُون! آڏيءَ راتِ،
مِلان مَحبُوبَنِ[17] کي، وِهاڻيءَ پِرِياتِ،
اَديُون! عَبدُاللطيفُ چئي، ڏاتَرُ ڏيندو ڏاتِ.

وائي ٢

وَٽان وَڃُ ۾ مُون، مُنهنجو تُون ٿِي تُون،
ڪونه سُٽي ڪو ٻِيو.
تُون لَڌهانڪُرَ[18] مَنجهه ٿِي[19]، جَڏهِن ڪُنَ فَيَڪُونَ،
اَهُکيءَ[20] رَسِجِ، اَحمَدا[21]! اَڳيان سوڙهي[22] پُون،
رَسِجِ، مُحَمَّدَ ڪارڻي! جتي هُونگ نه هُون[23]،
آڳهُ[24] هِنَ اُمَتَ[25] جو، آهين تُون ٿِي تُون،
ڏِجِ ڪا لَتَ[26]، لطيفَ کي، طَهُورَ[27] مَنجهان تُون.

---

١- ڀڄاڙيءَ ٿائين ٢- ڪروڙين ٣- بي بقا، هلڪي دل وارا ٤- ٻرائين ٥- نه ڏمريا ٦- محبوب ٧- عيب، ڪچايون ٨- محبوبن جي دربار يا شاهاڻي موجودگي ٩- ذڪر ١٠- ڪٿان ١١- مڏي (ڪاتي) ١٢- اُٿلائي ١٣- زخم ١٤- سوراخ ١٥- سانت ڪرائي ١٦- جبل ١٧- اُسر جو ١٨- اُندر ۾ ٿي ١٩- "ٿيءَ ۽ اِئين ٿي پيو" يعني ڪائنات جي رچجڻ کان ونئي ٢٠- مشڪلات ۾ ٢١- رسول اڪرمُ ٢٢- سوڙهي زمين (قبر) ٢٣- نه هل نه هلاچو ٢٤- ٻروسو ٢٥- پوئلڳن يعني مومن ٢٦- ڏُرد (شراب جي گهاٽي تر) ٢٧- روحاني شراب.

*محبوبن کي منهنجي عيبن جي جاڻ پيئي، تڏهين به نه موٽئي ڪڏهن به نه ڏمريا ۽ نه ڏوراپو ڏنائون. منهنجي سپرينءَ منهنجون سڀ ڪچايون ڍڪي ڇڏيون. (ڏٺي پرده پوش آهي ۽ ڀلائيءَ جو ڀيدار.)

§لطيف کي جنت جي شراب (حقيقي شراب) جي ڪا گهاٽي سرڪي ڏج.

## سر بروو سنڌي - داستان ٽئين جو سار

عشق اهڙي شيء آهي، جا مانجهي مڙس کي به منجهايو ڇڏي. عاشق لاء ڏينهن جو ڏونگرن ڏورڻ ۽ ساري رات روئڻ ئي آهي. افسوس جو اڄ ماڻهن پنهنجو اخلاص ماڻو ڪيو آهي. ماڻهو، ماڻهوء جو ماس پيو کائي. سارو جهان، دولاب ۾ گرفتار آهي. انسان، هن جهان ۾ رهڻ نيڪيء جو واس ڇڏيندو. دل جو دلبر هڪ هئڻ گهرجي. زبان سان هرڪو ٻاڏکي جاني دوست پيو سڏائي، پر جڏ ن ڪم ٿو پوي، تڏهن دوستيء جي ڪل ٿي پوي. دوستن جو دستور اهو آهي، جو ڪڏهن به هو هڪ ٻئي سان نالو ڇني نه ٿا ڇڏين. ڏٺي اهڙو محبوب آهي، جو پنهنجي ٻانهي جا سڀ عيب ڍڪيو ڇڏي، ۽ ڪڏهن به ڪوسو ٿي، ڪيس ڏورايو نه ٿو ڏئي. ٻوليو سڀ ٻلايون ٻڪيو ڇڏي.

•

**"سر برو و سنڌي"**- هندستان جي ڳائڻ وديا موجب، "برو و" هڪ راڳڻيء جو نالو آهي. انهيء راڳڻيء کي ڪجهه سنڌي رنگ ڏيئي، هي سر رچيو ويو آهي. هن سر مان حسن ۽ عشق جي همڪار پيئي اچي. دلبر جي ناز ۽ بيپرواهيء ۽ عاشق جي نياز ۽ وفائيء جي مضمون کي نهايت نزاڪت ۽ رقت سان هن سر ۾ آندو ويو آهي.

# سُر رامڪلي

## داستان پهريون

۱

نُوري ۽ ناري[1]، جوڳيڙا جَهانَ ۾[2]،
پَري جن ٻاري[3]، آئُون نہ جِئَندي اُنِ ري[4].*

۲

جوڳيڙا جَهانَ ۾، هُئا مَنجهہ حَمامَ[5]،
آرامان اَرَڳُ ٿيا[6]، اوڏا نہ آرامَ[7]،
ڪياٺُون قِيامَ[8]، آئُون نہ جِئَندي اُنِ ري.

۳

لَڪين ڪيا لِسانَ[9] سين، لاهوُتيُن[10] لوڙا[11]،
گهوڙا! ٿي، گهوڙا! آئُون نہ جِئَندي اُنِ ري.

۴

ڳوليانِ ۽ ڳُنڌيانِ[12]، وِيا ويراڳي نِڪري،
صُحبَتَ جا سَنڌيانِ[13]، آئُون نہ جِئَندي اُنِ ري.

۵

مَران، مَٿو پِٽيان، نِهاريان نيڻانِ،
سُڌُنَ جي سَنڌانِ، آئُون نہ جِئَندي اُنِ ري.

۶

وارو! ويراڳِيُنِ کي[14]، وِيلَ مَ وِساريجِ،
قَدَمَ ڪاپڙِيُنِ جا[15]، لِيلائي لَهِجِ،
پيرَڪَ[16] پَسيو پَٽَ جي[17]، وَڃَڻَ کي وَجِهجِ،§
رالو ڏيِهَن رِڙهيجِ، آئُون نہ جِئَندي اُنِ ري.

۷

قَدَمَ ڪاپڙِيُنِ جا، لَڳا ۾ لاهوُتَ[18]،

---

۱- نوراني (سچي جوت وارا) ۲- باھ وارا (دوزخي) ۳- چمڪي (عشق جي باھ ۾) ۴- جماعت ۵- تابش (عشق جي) ٦- آرام ڪان ۷- اَلڳ، پري ۸- قيامت، قهر ۹- زبان ۱۰- سچن فقيرن ۱۱- آلاپ ۱۲- سندن سڱڌ وٺان ۱۳- سندن ۱۴- اي مدد ڪريو! ۱۵- جوڳين ۱٦- پيرَ يا گروءَ ڏانهن گس ۱۷- پٽ، ٽولي ۱۸- لاهوت يعني جوڳين وڏي جي منزل.
*جنجي جماعت جيڏهن جي نور سان پيئي چمڪي، تن ڪان سواءِ مان نہ جيئنديس.
§جوڳين جي ٽوليءَ جو گس پسي، هڻن پٺيان هميشہ لاءِ وڃج.

جنين سين ياقوتَ[1]، آئون نہ جِئندي اَن ري۔

٨

واجهَ[2] ويراڳين جا، مون وَت وَڏي وَٿَ[3]،
سونُ سَيوئي سِڱيون، ٻَسي[4] ڪين مَ ڪَٿُ[5]،*
ويساهي[6] ويلَ ڪَنهين[7]، ٻُرَب[8] ويندو پَٽُ[9]،
هَلُ! ڪَنياٺون هَٽُ، آئون نہ جِئندي اَن ري۔

٩

واجهَ ويراڳين جا، مون وَت وَڏو مالُ،
مَقالان[10] مَهند[11] ٿيا، ڪونهي وَٽِن[12] قالُ،
حاصُلُ جنين حالُ[13]، آئون نہ جِئندي اَن ري۔

١٠

سُٽي سيجَ هُياس، مون ڪي آهَ[14] اٿاريو،
جنين جاڳاياس، آئون نہ جِئندي اَن ري۔

١١

جان ڪي[15] مون ڪي ني[16]، ٻِڳَهَ[17] پائي پاڻَ ڏي،
ٻَہ پروڙيم[18] پَٽَ[19] جا، مَنجهان ڪيهَرَ[20] ڪي،
هاٺي جي هنئي[21]، آئون نہ جِئندي اَن ري۔

١٢

جان ڪي مون ڪي تاڻ[22]، ٻِڳَهَ پائي پاڻَ ڏي،
هوُ جي هَنيءَ هاڻ، آئون نہ جِئندي اَن ري۔

١٣

جان ڪي مون ڪي نيو[23]، ٻِڳَهَ پائي پاڻَ ڏي،
قوُتُ مُنهنجو، ڪاپڙي! سِڱين مَنجهہ سِهو[24]،
ڪا قُري قوُڪَ ڏيو، آئون نہ جِئندي اَن ري۔

١٤

سوڏو[25] سگڙين سين، ڪي جو ڪَهياٺون[26]،
هوُ جي هَنياٺون، آئون نہ جِئندي اَن ري۔

١٥

ستر[27] سگڙين[28] سين، لَحظي لاٿاٺون،§
ڪيئن ڪُني آهيان، اُنهن جي آئون،
مون ڪي ماريائون، آئون نہ جِئندي اَن ري۔

١٦

صُبُحَ سگڙيون ڪَٽِي، وِيا ڏُڪائي دُوِر[29]،
ٿيا ڏيناريان[30] ڏوُر[31]، آئون نہ جِئندي اَن ري۔‡

١٧

صُبُحَ سگڙيون ڪَٽِي، وِيا وَڃائي ويڙ[32]،

---

١- قيمتي خزانا (روحاني) ٢- سگين جا آواز ٣- ملهائتي چيز ٤- سنج ٥- ڪٿ نہ ڪر ٦- اعتبار جمارائي ٧- اَچانڪ ٨- منزل مقصود ٩- اولي (جوڳين جي) ١٠- گفتگو يا بيان ڪان ١١- اَڳتي ١٢- بحث مباحثو ١٣- روحاني مستي ١٤- عشق جي آہ ١٥- يا نہ ١٦- ڇڪي ١٧- نوڙيون وجهي ١٨- راز ١٩- جوڳين جي جماعت ٢٠- سرندي، ساز ٢١- هنئين يا دل ۾ ٢٢- ڇڪ ٢٣- ونئي هلو ٢٤- اميد، آسرو ٢٥- عمدو ٢٦- چيائون ٢٧- پردو (آندر جو) ٢٨- وڃائڻ جي سگين سان ٢٩- دڪ ڏيئي ٣٠- درشن ڪان ٣١- پري ٣٢- جنگ۔

*هنجون سگيون سمورو سون آهن. سندن آڻ هوند پسي، سندن پدارٿن جي ڪٿ نہ ڪر۔

§هڪ ساعت ۾ آندر جو پردو يا حجاب هٽائي ڇڏيائون۔

‡هو جي هيئڙو درشن ڪان پري آهن، تن ڪان سواءِ مان نہ جيئنديس۔

ڏوريان ڏوريان، نہ لهان، تہ ٻيراڳين ٻهير،
جن آسڻ منجهہ عنبير، آئون نہ جئندي اِن ري.

١٨

ميڙيو ياڻ پريون ڪيو، جوڳي جلائين،
سامي سگڙين سين، خوديءَ کي کائين،
هو جي تار تگائين، آئون نہ جئندي اِن ري.

١٩

پسيو آسڻ اِن جا، اچي نہ آرام،
ڪينر ڪُني آهيان، تنين جي تمام،
مون کي نيو ماتام، آئون نہ جئندي اِن ري.

٢٠

پسيو آسڻ اِن جا، ادوها اچن،
ڪينر ڪاپڙين جا، صُبح تان نہ سُڄن،
جي رائي منجهہ رهن، آئون نہ جئندي اِن ري.

٢١

پسيو آسڻ اِن جا، اوچنگارون اچن،
پاٽا وِڌيس پٽ تي، لاهي لاهوتين،
جي رائي منجهہ رهن، آئون نہ جئندي اِن ري.

٢٢

آسڻ وٽ آهون ڪريان، وس نہ مُنهنجي واٽ،
لَڱم لاهوتين جو، ڪينر منجهان ڪاٽ،
هاڻ کي هيهاٽ! آئون نہ جئندي اِن ري.*

٢٣

پسيو آسڻ اِن جا، ٻانهن وجهان واٽ،
هو جي کهيا ڏنهن قلاٽ، آئون نہ جئندي اِن ري.

٢٤

وَڻن وينئي آهيان، ڏسيو ڪين ڏسان،
جنهن جهوئي ناه ڪي، سا ڪا سونهن سنديان،§
پسيو ڪين پسان، آئون نہ جئندي اِن ري.

٢٥

بابو بيڪاري ٿيا، اڄ نہ آسڻ وٽ،
خودي ڪانئي هليا، پير نہ لائي پٽ،‡
"هيءَ! هيءَ!" جنين هٽ، آئون نہ جئندي اِن ري.‡

٢٦

بابو بيڪاري ٿيا، پڇي ڇڏيائون ياڻ،

---

١- قطار ٢- جنجي آسڻ ۾ ٣- عطر ۴- خودي ٥- وچ سير مان پار اڪارين ٦- تنبوري جي ڪنل ٧- ٻنهہ ٨- امنگ، اڌما (سوز جا) ٩- ساز ١٠- ٻڌجن ١١- پاٽي، رضا ١٢- موڙيو ١٣- قبضي ۾ ١۴- ڪاتي ١٥- افسوس ١٦- واٽ کي ٻانهن ۾ وجهان (پاڻ کي روئڻ کان ٻلڻ لاءِ) ١٧- اُسهيا ١٨- قلاٽ (منزل مقصود) ١٩- جهڙو ٢٠- جلائي ٢١- پٽ تي پير نہ رکي ٢٢- جنجي هٽ يا آستان تي ٢٣- خودي.

*افسوس جو هاڻ کان عاجز يا حيران آهيان. آءٌ انهن کان سواءِ نہ جيئنديس.

§سنڌين سونهن اهڙي ڪا آهي، جو اُن جو ڪو ثاني ڪونهي. (هو لاثاني آهن.)

‡هو خوديءَ کي جلائي نابود ڪري، ڇوه مان هليا ويا. جنجي آستان تي "هيءَ! هيءَ!" (عشق جي سوزش) آهي، تن کان سواءِ مان نہ جيئنديس.

نسوروئي[1] نيڻهن جو، نانگن وٽ نڏاڻ،
سرِ ڪنڊُ[2] جنين ساڻ، آئون نه جئندي اُن ري.

٢٧

بابوُ بيکاري ٿيا، آسڻ وٽ نه اڄُ،
نسوروئي نيڻهن جو، سامي ڪن سهڄ[3]،
هنئڙا الڻين سين هڄُ[4]، آئون نه جئندي اُن ري.

٢٨

نانگا[5] نانيءَ[6] هليا، سامي سيهيٽي،
وهڪ موُن وئيٽي، آئون نه جئندي اُن ري.

٢٩

نانگا نانيءَ هليا، ويچارا ويا،
ڪينَرَ ڪاپڙين جا، صُبُح لان نه سُڻا[7]،
هوُ جي هت هُئا، آئون نه جئندي اُن ري.

٣٠

نانگا نانيءَ هليا، چيلهيا[8] چيلهه بڌن،
هوُ جي هُت هلن، آئون نه جئندي اُن ري.

٣١

نانگا نانيءَ هليا، هنگلاجان[9] هلي،
ديکي[10] لن دُوارڪا[11]، مهيسين[12] ملهي[13]،*
آڳهُ جن عَلي[14]، آئون نه جئندي اُن ري.

٣٢

نانگا نانيءَ هليا، هاءِ! مُنهنجي حالَ،
هوُ جي ڪهيا[15] ڪالَ[16]، آئون نه جئندي اُن ري.

٣٣

نانگا نانيءَ هليا، لوڪان[17] ڪري لِڪ،
ويٺي موُن وهڪ[18]، آئون نه جئندي اُن ري.

٣٤

جُسي[19] سَندو، جوڳ[20] ري، موُن نه گهرجي ماهُ[21]،§
ساميءَ مُنهنجو ساهُ، آئون نه جئندي اُن ري.

٣٥

ڪالهوڪو ڪاڏي ڳيو، سَندو جوڳين جوشُ[22]؟
پسي لنهين پٽ ڪي، هَڏ نه رهيو هوشُ،
آسڻ منجهه افسوسُ، آئون نه جئندي اُن ري.

٣٦‡

نه ڪي[23] ڪڻن پاڻ سين[24]، نڪو ساڻن پاڻ،
اهڙو جن اُهڃاڻ[25]، آئون نه جئندي اُن ري.

---

١- نڏان، گهر ٢- چمڙن ٣- سهڄ (سُکو)، آدب ٤- هڪ ٿيءَ ٥- جوڳي ٦- هنگلاج ڏانهن (اُلي جي ديويءَ کي مسلمان ناني سڏيندا آهن) ٧- ٻڌا ٨- پٽا ٩- هنگلاج کان ١٠- درشن ڪيو ١١- دوارڪا جو تيرٿ ١٢- شوَ جي پوڄارين ١٣- چوڄ پيٺي ١٤- سونهون ١٥- ويا ١٦- ڪالهه ١٧- جهان کان ١٨- ٻينڪ ١٩- سرير جو ٢٠- جوڳ، کان سواءِ ٢١- ماس ٢٢- ويو ٢٣- ڪي ڪين ٢٤- خودي ٢٥- نشان.

*اُنهن مهيش (شوَ) جي پوڄارين، چوڄ پئي، دوارڪا جي تيرٿ جو درشن ڪيو.

§جوڳ، ٻنا، مونکي هي سرير جو ماس نه گهرجي. (جوڳ، ٻنا هيءَ ڪايا اَجائي آهي.)

‡هو نه ڪي ڪو پدارٿ پاڻ سان کڻن، نه خودي. جنجو اهڙو نشان آهي، تن کان سواءِ مان نه جيئنديس.

٣٧

پاڻهين وينا پاڻَ سين، پِر ۾ ڪَنِ پَرياڻَ،
اَهڙا جن اُهڃاڻَ، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٣٨

پاڻهين وينا پاڻَ سين، پِر ۾ پَرياڻين،
سامِي سَفَرِ هَليا، آسَڻَ اُجھائين،
رُخصَت رُئارين، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٣٩

پاڻهين وينا پاڻَ ۾، پِر ۾ پَرياڻين،
هوُ جي هَلَڻَ سَنديوُن، ڳالهيوُن ڳالهائين،
وَڃَڻَ وِڃائين، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٤٠

ويراڳِيَن وَرَنَ، ڏِسَڻُ گهڻو ڏُهلو،
هڪُ ٻولَڻُ ٻوڙَنِ سين، ٻيو سَندا فانِيُن فَنَ،
ڪِي گُهرجَنِ ڪَنَ، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٤١

جُزو وِڃايو جوڳِيين، ڪُلَّ سين آهين ڪَمُ،
آسَڻَ جِن عَدَمُ، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٤٢

وَڃائي واٽَ ٿِيا، جوڳِي جُڳاڻي،
هُنا جي هاڻي، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

وائي*

سَندڙيانِ سگڙي، ڳالهہ ڳُجهڙي،
موُن ماريندي ڪَڌهين.
جا وَڃائين جَتڙا، نہ تِنهن تڙَ جهڙي،
مُرليءَ کي جَنهن ماتُ ڪِيو، نہ تِنهن تُل تُنبڙي،
ٺاريو جَنهن توڏيءَ کي، نہ سو گهنڊُ نہ گهنڊڙي،
ڏاريو جَنهن ڏِباڄ کي، تَندُئان تِنهن تڪڙي،
نہ سِري نہ سِنڌُ کا، نَڪا هِندُ هِهڙي،
مناٺيان مَنِي گهڻو، چُوندا جن چِڪڙي،
وَتِن اوناٺي اُنَ کي، ويہُ مَ، ڪَڻُ وِڪڙي،
بيخود باهوُ سي ٿِيا، ٻُرندي جن ٻُڌڙي،
جا ساراهيل سُبحانَ جي، تِنهن واڪاڻَ کهڙي؟
سَهسين سَروُدَنِ کي، پاڻان پوءِ وڄهندَڙي،
گهانداڙ ٻِروُن موهيا، هيءِ ماڙهوُ مُهندَڙي،
اَديون! عَبدُاللطيفُ چئي، هيءَ مُنا جِياريندڙي.

١- ڳجهہ ۾، اندر ۾ ٢- صلاحون، رهاڻيون ٣- حال اورين ٤- سميٽين ٥- موڪلاڻيءَ ويل ٦- ترڪ کي ترڪ ڪن ٧- رنگ روپ، ويس، رمزون ٨- ڏکيو ٩- ٻي ٻتا انسان ١٠- حرفتون ١١- ذرو (هتي الڳ، يا انفرادي هستي) ١٢- ڏٺي ١٣- اُتن ١٤- نيستي، نابودي ١٥- جوڳ- ٻجائڻ لاءِ ١٦- سندن ١٧- جت (سنڌ جا جت نڙ وڄائيندا آهن) ١٨- مٽ، ثاني ١٩- تنبو (سرندو) ٢٠- سهڻيءَ ٢١- تندن کان ٢٢- اُتر ۾ (سنڌ جي) ٢٣- سنڌ ۾ ٢٤- هندستان ۾ ٢٥- مناٺين کان ٢٦- چڪي ٢٧- وڄ ٢٨- اُنهو سڌ اوناٺي ٢٩- بي سرت ٣٠- سنياسي ٣١- وڄندي ٣٢- ٻڌي ٣٣- ڌڻيءَ ٣٤- اُنيڪ سازن ٣٥- پنهنجي پنيان (پاڻکان گهٽ) ٣٦- وڏن گهنڊن ٣٧- ٻورو ٣٨- مست ڪيا ٣٩- ماڻهو ٤٠- موهيندڙ ٤١- جياريندڙ.

*هتي شاه صاحب جوڳين جي سگڙيءَ کي ساراهيو آهي. اُها سيني سرودن کان مٿي آهي.

## سر رامڪلي - داستان پهرئين جو سار

جوڳيئڙا، آرم ڪان اُرڳ، آهن ۽ سارو وقت عشق جي آگ ۾ پيا پچن. سندن صحبت، سرڪنڊ مثل آهي ۽ سندن اوطاقن ۾ ياقوت ۽ آسڻ منجهه عنبير آهن. هنجو هاڻ پورب ڏانهن آهن. سندن سڱين ۾ آتمڪ خزانا آهن. آهي سيوئي سون آهن. سندن قدم لاهوت لامڪان ۾ آهن. ونن حال آهي، نه قال. هو سارو وقت پنهنجي خوديءَ کي پيا ڪائين. سندن ڪينر دليون کهنڊڙ آهي. سندن سونهن جي مت ڪوبه ناهي. پنهنجو وجود وڃائي، رام سا رليا پيا آهن ۽ جزو وڃائي، ڪل سان حل آهن: "جزو وڃايو جوڳين، ڪل سين آهين ڪم."

سندن سڱين ۾ اهو سوز آهي، جو نه بيجل جي چنگ ۾ هو، نه ٻئي ڪنهن ساز ۾ آهي. سندن صحبت ۽ سڱين کي ساري، شاه صاحب هنجون ٻيو هاري ۽ سنياسين تي نسورو فدا آهي.

•

## داستان ٻيو

۱

ڪَيمِ ڪاپَڙِيُنِ جي، پهرئين ڏينهن پروڙ،

سَگها ساعَتَ نه هيڪڙي، چارَني ٻَهَرَ چوُرَ،*

سَدائين، سَيِّدُ چئي، هونِ سَناسِي ۾ سوُرَ،

جوڳِي ساڻُ ضَروُرَ، لِڪا پُٺَنِ لوڪَ ۾.

۲

ويهي ويراڳِينِ جو، ٻئي ڏينهن ٻُڌُمِ حالُ،

آنِ جا ڏاڍا ڏوُڙِ پَڪُليا، جاڳوتا زَوالُ،

تن جاڻي جَتانوُن جَڏيوُن، چوتا چَگَيءَ چالِ،

ويچارا وُجوُدَ جي، ڪَنهن سان ڪَنِ نه ڳالِ،

نانگا ٿيا نهالُ، لِڪا پُٺَنِ لوڪَ ۾.

۳

ٽِئين ڏِينهن ٽِمڪائِين، دوُنهيوُن داٽرَنِ ۾،

ميڙيو ڪَرَڄَ ڪاٺيوُن، جوڳي جَلائينِ،

سَنديوُن ڪامِڻَ کَبروُن، آديسيُن آهينِ،

ڳُجهه نه ڳالهائينِ، لِڪا پُٺَنِ لوڪَ ۾.

۴

چوٿين ڏِينهن چوڳانَ ۾، ڪَنهن جَنهن پَرِ پيا،

۱- سمڪ ۲- تندرست ۳- سارو ڏينهن ۴- چڪاچور ۵- ضرورت يا مصلحت جي ڪري ۶- گهمن ۷- اُنهنجا ۸- گيڙورنا ڪپڙا ۹- مٽيءَ ۾ ميرا ٿيل ۱۰- وارن ۾ ٻڌڻ جا رسا (جوڳين جا) ۱۱- چيل، ڍبون ۱۲- جتانون ۱۳- وار ۱۴- اُندر، باطن ۱۵- سرها، سرخرو ۱۶- روشن ڪن ۱۷- آستانن ۱۸- ڪک ڪانا ۱۹- جوڳين ۲۰- جوڳين جي لٺ، جنهن تي هو ڪنڌ نمائي ڌيان ۾ وهندا آهن ۲۱- ڪنهن اُهڙي خيال ۾.

*سنياسي هڪ ساعت به تندرست ناهن، هو سمورو وقت عشق ۾ فنا ٿيا پيا آهن.

وَهمَ پَرِيان[1] جي وَڻيا، تن ۾ ڪوڙ[2] ڪِها؟*

آندَرِ آديسين کي، اَچِن جوش جِها[3]،

ساميءَ سون ٿيا، لِڪا پُڙن لوڪ ۾.

٥

ڪَنهن جَنهن نُور نهاريا، پنجين ڏينهن پَٽِي،

آندَرِ آديسين کي، سُوزِن[4] شاخَ ڪَٽي،

مَحَبَتَ جي مَيدانَ ۾، اَشڪ پيا اُهي،

تن کي ساري رات، سَبدُ جهڙي، گوڏَڙ[5] ساڻُ[6] گَٿي،

ڪَرِيو سيڙا[7] سهي، لِڪا پُڙن لوڪ ۾.

٦

پيا ڪَنهن پَرِياڻَ ۾، ڇهين ڏينهن ڇَٽي،

آندَرِ آديسين کي، ڏُرِيان[9] ٿي ڏَٽِي،

پَرِي پاڇارا ڪيا، ڪاڻي[10] خاڪ گَٽي،

پِهو پَنجَ ڪَٽي[11]، لِڪا پُڙن لوڪ ۾.

٧

سَتين ڏينهن، سَبَدُ جهڙي، ڏاڍا ڏولائون،

آئي، اَلَکَ[12] سامهون[13]، پانهون پَڌائون،

وَڏيءَ ڪَنهن وِلايت[14] جا، اَهڃاڻ[15] آنداڻون،

رُوحُ پَنهنجو رامَ سين، پَرِ ۾ پَرَچائون[16]،

ڪَٽيو ڪِداڻون[17]، لِڪا پُڙن لوڪ ۾.

٨

آٺين ڏينهن آئي وِيا[18]، جوڳِي جاءِ نهاءِ،

سا پَرِ[19] ساميءَ سِکيا، جا پَرِ[20] جوڳ جڳاءِ[21]،‡

ويرونا[22] وُجُود[23] ۾، اُن کي رامُ رهيو آهِ،‡

ڪَنهن جَنهن[24] ڪمائيءَ لاءِ، لِڪا پُڙن لوڪ ۾.‡

٩

ڻائين ڏينهن نيٺان، اوجاڳي اَجاريا،

سَباجهي پاجهه[25] ڪَٽي، سُجاڻي سيڻان[26]،

---

١- پريان جي پور ٢- ڪوڙا ٣- آهڙا کي جيوا ٤- جاڳيا ٥- غم ٦- گدڙي ٧- سوڙهن، سڄڻ ٨- خيال، ملاقات ٩- اصل کان ١٠- رک، ڀڀوت ١١- پنج داتا يعني ٻيڪ، اُن جي مٺ ١٢- ٻهڪي ١٣- ايشور ١٤- افضل ولايت، لوڪنب ١٥- نشان پتا ١٦- ڳجهه ۾ ١٧- گوڏڙيون ١٨- آئي ويا ١٩- اها ريت ٢٠- جيڪا ريت ٢١- جوڳ کي سونهي ٢٢- هميشه ٢٣- اندر ۾ ٢٤- انوڪي ڪنهن يا وڏي (ڪمائيءَ) ٢٥- دياوان ايشور ٢٦- ڪيئي ساٿي.

*هنن کي جو پريان جي نور ڪهي وڌو آهي، سو منجهن ڪوڙيون طلسم بازيون ڪٿان آيون؟

§هنن افضل ريت يا لوڪنب جا نشان پتا آندا (هو نوراني ديس جا واقف آهن)

‡ساميءَ اِهائي ريت سکيا، جا جوڳ جي شان لي آهي. هنن جي آندر ۾ سدائين رام ٿي ٻهو وسي، هو ڪنهن وڏي ڪمائيءَ لاءِ جهان ۾ لڪا گهمندا وتن.

جتي نَظرُ ناٿَ جو، اُلي اوتارنِ،
اِهي اُهڃاڻنِ، لِڪا پِٽَنِ لوڪَ ۾.

١٠

ڌهين ڏيهن ڏِڪَ ٿيا، پِرينءَ پاٻوهيا، پَسُ،
وَرقَ جي وِصالَ جا، سي واري ڪياؤن وَسُ،
لَڌاؤن، لَطيفُ چئي، سَندو گُروءَ گَسُ،
جوڳِين ڪِئيو جَسُ، لِڪا پِٽَنِ لوڪَ ۾.

١١

وَريو ويراڳِين جو، ڪارهين ڏيهن ڪَرمُ،
جوڳِين جاناؤن پُيؤن، هَلي وِيا حَرمُ،
دائمُ جهليو دَمُ، لِڪا پِٽَنِ لوڪَ ۾.

١٢

مَنَ مُرادؤن پُيؤن، پارهين ڏيهن پئي،
جوڳي لِنَ جانا ڪي، اُي سِڪيا سيئي،
سَمانا سيئي، جي گُرَ ڳَڌِجي آئيا.

وائي

ڪُلهَنِي آئيا، هو ماءُ! آئون هَلندي اُن سين.
حرصَ هَوائي جن جا، سُکين تان نہ سَڌائيا،
تن تَڪيا تاڪي ڇڏيا، جي ابهيءَ ورونهن وَڌائيا،
لوشڪون ۽ تَڪيا، وِهاڻا جن وِڙاهيا،
هَلو! نہ پَسوُن تن کي، جن لُنگَ لاهوتين لائيا،
اَديوُن! عَبدُاللطيفُ چئي، اَڳِ مؤن آئيا.

## سر رامڪلي - داستان ٻئي جو سار

ڪاپڙي، چارئي پهر چوُر آهن ۽ هڪ ساعت ۾ سگها نہ ٿا گهارين. هنجون ڪفنيون ڏوڙ ۾ لٽيل ۽ جاڳوتا ڏبون ٿيل آهن. جوڳين جاڻي ڄاڻي ڏاڙهون ڏاريون آهن ۽ چوٽا ٻڌا آهن. هو دونهيون دکايو باهڙيون پيا ٻارين ۽ اُهڙيءَ طرح ٻين کي ڪامڻ سنديون خبرون پيا سڻائين. زبان سان ڪچن ڪين ٿا:
"وڇارا وجود جي، ڪنهن سان ڪن نہ ڳال."

هنن کي پرينءَ جي وهم وڌي ڇڏيو آهي ۽ ساري رات گونڊر ۾ ٿي گذرين. هنن پنهنجو روح پر ۾ رام سان پوُٺي ڇڏيو آهي ۽ لوڪ ۾ لڪا پيا پٽن. سندن اوتارو اُلي آهي، جتي ناٿ جي نظر آهي. هنن گروءَ جي گس تان هلي، هميشہ وارو جس کٽيو آهي. سندن سارو وقت سن ۽ سماڌيءَ ۾ ئي گذري ٿو:
"دائم جهليو دم، لڪا پٽن لوڪ ۾."

١- ايشور جي درشن ٢- سندن اوتارا يا آستان ٣- سندن اُهڃاڻ يا نشان ٤- سينگاريا، پرگهٽ ٿيا ٥- خوش يا سرخرو ڪيا ٦- پنا، ڪاغذ ٧- ميڙائي يا ميلاپ ٨- ورائي ٩- وس يا قبضي ۾ ڪيائون ١٠- پارهين ١١- پاڳ، ١٢- پاترائون ١٣- قلدانڪ ٿيون ١٤- پاڪ آستان ١٥- ماٺ ڪيو ١٦- پاترا، زيارت ١٧- ماناٺا ١٨- مهايوگي، مهاآچاريہ ١٩- سڌون، لوشنائون ٢٠- نابود ٢١- سُکن ٢٢- هرڪايا، لالچايا ٢٣- آستان، دنيوي پروسا ٢٤- ٻند ڪري ٢٥- اُهڙيءَ ٢٦- رهاڻ ٢٧- بسترا ٢٨- وهاڻا ٢٩- لانگوٽ ٣٠- پهريا.

## داستان ٽيون

**۱**

ڪنهن[1] جنهن سناسي[2] سوَر، جي وَهلوُر[3] وَتن،*
اُنئي پهَر اَلک جو، ڪو وَيُ[4] ويراڳين،
سَدائين صاحب پَر، تا ڪاپڙي ڪنبن،
جي راتو ڏينهن رَمن[5]، هلو! تڪيا پسوُن تن جا.

**۲**

ڪنهن جنهن سَناسي سوُر، جي وَتن بر وَهلوُر،
پهَر پوليءِ پي ڦري، گهٽ بر گهايل[6] گهوُر،
چِٽ جنين جا چوُر، هلو! تڪيا پسوُن تن جا.

**۳**

سَدائين سَفر بر، رَمن مٿي راه،
پُرن پوُرَب[7] پَندَ[8] ڏي، منجهه[9] موالي ماه[10]،
جن اَلک سين آگاه[11]، هلو! تڪيا پسوُن تن جا.

**§۴**

نِڪرُ ناه[12] ڪُلهي ڪري، هوُندن[13] جيئن مرهو،
لوڪي ويس وِڃائيو، ويس وِڃايو تو،
سامي آهي سو، جنهن پاڻ[14] وِڃائي پوءِ[15] ڪيو.

**۵**

نِڪرُ ناه ڪُلهي ڪري، هو مَرهوُندن جيئن،
لاهوُتي، لَطيفُ چئي، هُون نه آديسي[16] ايئن،
سي ڪاپڙي ڪيئن، جي دارين تعلقُ[17] تي جيترو؟‡

**۶**

ڪنڪٽ[18]، ڪاپٽ[19]، ڪاپڙي، ڪنوٽيا[20]، ڪنچيرَ[21]،
سَدا وَهن سامُهان، عاشق اُتَر[22] هيرَ،
تَسا ڏيهي تن کي، ساڙيائون سَريرَ،
جي فنا ٿيا فقيرَ، هلو! تڪيا پسوُن تن جا.

---

۱- اَهڙي ڪنهن ۲- سنياسي ۳- پريشان ۴- زخم (درد جو) ۵- هلن ۶- گهوُر يا نظر جا گهايل ۷- هلن ۸- آلمڪ سفر ۹- مست ۱۰- ديسان ديس (پارسي: ماه=ملڪ) ۱۱- سڄاڻپ ۱۲- نيستي (پاڻ وڃائڻ) ۱۳- هٺ وارن (خوديءَ وارن) ۱۴- خودي ۱۵- پنڌي يعني مات ڪيو ۱۶- سنياسي ۱۷- سنساري سنبنڌ رکن ۱۸- ڪن چيرائيندڙ ۱۹- جوڳين جو فرقو ۲۰- ڪن ويڌيل (ڪنڊل پيل) ۲۱- ڪن چيريل ۲۲- اُتر جي سرد هوا (ولهه).

*جوڳي ڪنهن اَهڙي درد ۾ مبتلا آهن، جو هميشه پريشان ٿيو پيا گهمن.

§ لون نيستي ساڻ ڪٺي هن پنڌ ۾ پؤ ۽ خوديءَ وارن وانگر نه ٿيءُ. لوڪي پاهرئين لباس وڃايو آهي ۽ تو لباس کي وڃايو يا لڪايو آهي. جوڳي اهو آهي، جنهن پنهنجي خوديءَ کي فنا ڪيو آهي.

‡ اهي جوڳي ڪئن چئجن، جي تر جيترو به سنساري سنبنڌ رکن؟

٧

ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپڙي، ڪَنَ جي ڪَنائين،
لاهوتي، لطيفُ چئي، ماڳُ نہ مَنائين،
جي خوديءَ کي ڪاڻئين، هلو! ٽڪيا پسون تن جا.

٨

ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپڙي، ڪَنوٽيا، ڪَنَ ڪَٽَ،
ڏونهان جن ڏُکائيا، هلي مَٿي هَٽَ،
خاڪ جنين جي کَٽَ، هلو! ٽڪيا پسون تن جا.

٩

ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپڙي، لانگوٽيا لالَ،
لاهوتي، لطيفُ چئي، موهيا ڪَنهن نہ مالَ،
گهڙا جنين حالَ، هلو! ٽڪيا پسون تن جا.

١٠

ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپڙي، ڪَنوٽيا، ڪَنَ ٻارَ،
هلن جي هنگلاجَ ڏي، ٻاهُو چڙهي ٻارَ،*
جي ڪين قبولڻهارَ، هلو! ٽڪيا پسون تن جا.

١١

ٽڪيا پسون تن جا، هلي مُنجهان حالَ،
ڪوڙين ڪَنوٽين جا، پيرُو! پاتيان پالَ،§
سامين جي سَنيالَ، مُنهنجو چت چڱو ڪيو.

١٢

ٽڪيا تاڪيائون، ويا وَندا رامَ ڏي،
ڪهان، خبر نہ لهان، تن آديسين آئون!
ڪنهن ڪوڻ ڪَنيائون؟ ڪاڏي ويا ڪاپڙي؟‡

١٣

سامي ڪامي پرينءَ لَءِ، ڪُسي ٿيا ڪبابُ،
جهڙو ڏسن ڏوهَ کي، تهڙو تن ثوابُ،†
اوتين آرتي ڪاڏئون، مُنجهان آڪين آبُ،
سَندو ذات جوابُ، آئون ڪئن ڇڏين تن کي؟

---

١- چيرائين ٢- آپي کي جلائين ٣- آلمڪ دڪان (منزل) ٤- لانگوٽ ٻڌل فقير ٥- جنجا ڪن ڪنڊلن جي ٻار ڪري ٻرڪيل آهن ٦- ڪين يا نيستي قبول ڪندڙ ٧- روحاني مستي يا وجد واري حالت ٨- نوازشون، ڀلايون ٩- سنڀار يا سار ١٠- هلندا ١١- ڳران يا سڙان ١٢- طرف ١٣- وهائين ١٤- رت ڳاڙهيل ڳوڙها ١٥- ذات جو حساب ڪتاب.

*جيڪي دنيوي اسباب ترڪ ڪري، هنگلاج ڏانهن ٿا هلن.

§مان جوڳين جا سهسين احسان ٿو ڳڻيان. (ڪاڻ روحاني فيض حاصل ڪرڻ ڪري.)

‡هو پنهنجي منزل ڪٿي ڪهڙي طرف يا ڪيڏانهن غائب ٿي ويا؟

†هو سمدرشت آهن ۽ گناه ۽ ثواب کي هڪ نظر سان ٿا ڏسن. (هو پاپين ۽ پنين کي هڪ درشٽيءَ سان ٿا ڏسن).

١٤

سامِیُن سِڱُ[1]، کُلهَنِ تي، سَنگُ[2] مڙوئي سوُرُ،
کَهَندا وِيا ڪاٻُلَ[3] ڏي، ڪو جو ٻيڙَنِ ٻوُرُ،
مَڙهيءَ جو مَذڪوُرُ، ڪالهه ڪندا وِيا ڪاڙي.

١٥

سامِیُنِ سَمَرُ[4] سوُرَ، گوُندَرُ[5] گَبرِیُنِ[6] ۾،
جَڙي ٻَڌائوُن[7] جانِ ۾، پيغامَنِ جا ٻوُرَ،
آديسي اَسوُرَ[8]، وَڃائي واٽَ وِيا.

*١٦

سامي! مَڙهي سَندِياءِ[9]، سامُهِين موُن سيلهَه[10] ٿي،
سا تان ڪُڪُهُ اَڏِياءِ[11]، جان نانگا وَڃِين نِڪري؟

وائي ١

جوڳي سوئي، جَنهنجي مَنَ ۾ مالا،
سامي سوئي، جَنهنجي مُنهَن ۾ مُنڊا[12]،
پيناسوُن مَڙهيءَ ۾، اِلّا اَللّهُ[13] سَنگرُوءَ[14] جي سَنگا.

وائي ٢

آسِرو آهي، موئي ايندا، موُن نه ڇَڏِيندا، پاڻ پَسَندا.
ايندا آديسي وَري، دوُنهِيوُن دُکائي،
پَٽَرِ[15] وارَ ٻرَ لَءِ[16]، ويهُه توُن وِڃائي،
ڏُکَ لاهيندا ڏيلَ[17] جا، ڳُجهو ڳالهائي،
موُن کي نيِندا پاڻ سين، هي سَڱُ ساڳاهي[18]،
آدِيوُن! عَبدُاللّطيفُ چئي، اوُ اَهِڙوُئي آهي.

## سر رامڪلي - داستان ٽئين جو سار

سنياسي ڪنهن اهڙي سور ۾ مبتلا آهن، جو سارو وقت ويچارا وهلور (ويڳاڻا) پيا وتن. اُن ئي ٻهر، هنئين ۾ الک جو وڻ اٿن ۽ هو سدائين صاحب ڏي پيا ڪنبن. هن تن کي ٽسا ڏنئي، پنهنجو سرير ساڙي سڪائي ڇڏيو آهي. ڪن چيرائي ۽ لانگوٽ ٻڌي، درد جو دود دکايو پيا هلن. لاهوتين کي ڪنهن به مال نه موهيو آهي؛ هو ساري جڳ کي تياڳ ڪري، راهه مٿي پيا رمن. هو "ڪين قبولڻهار" آهن. هو ٻرين لاء ڪسي ڪباب ٿيا آهن ۽ سارو وقت اکين مان آرتو آب پيا وهائين. سندن گبرين ۾ سواء گوندر جي ٻيو ڪي ڪينهي؛ جان ۾ پيغامن جا ٻور جڙي پيا هلن. وٽن ذات جو حساب ناهي. اهڙن سامين جي سار، شاه صاحب جي چت کي چڳو ڪيو آهي: "سامين جي سنيال، منهنجو چت چڳو ڪيو."

١- سگڙي ٢- صحبت ٣- يعني روحاني مقصد ٤- سامين جو سامان ٥- غم ٦- گودڙين ٧- روحاني نياپن ٨- سور کان سواء ٩- تنهنجي مڙهي ١٠- ڪندا ١١- چو اَڏيءِ ١٢- منڊ (سن)، چلا (ٻائڻ جا) ١٣- ناهي ڪو الله، سواء الله جي (ڪلمي شريف جو جزو) ١٤- گروءَ جي سنگ ۾ ١٥- پتراٽي يا بستري لي ١٦- ٻرينءَ ١٧- سرير يا جسم ١٨- سچاٽي، ساڃه رکي.
*اي سامي! توکان سواء تنهنجي مڙهي مون لاء ڪنڊ ن مثل آهي. اهڙي مڙهي اَڏيءِ ڇو، جو ٻوءِ تون اُن مان نڪريو وڃين؟

## داستان چوٿون

۱

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، تہ سڱ سيبئي ڇنُ،
وڃي ڏرِ دوستن جي، ناٿگا! ڪيمَ ٽنُ،
ڀت لئين جي ڀنُ، جن ٻُجھي تہ ٻُجھيو.*

۲

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، تہ سڱ سيبئي ٽوڙِ،
جي جاوا نہ جاڻيدا، جڳَّ لئين سي جوڙِ،
تہ ٽون ڀُڇين ٽوڙِ، مُحَبَّت جي ميدان ۾.

۳

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، تہ ڀڙ گُروءَ جي ڀارِ،
هَوائُون هنگلاجَ ڏي، ويندي سَڀ وِسارِ،
ناٿگا! ناٿُ نھارِ، سامي! وَڏيءَ سڪَ سين.

۴

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، تہ طَمعَ ڇڏِ تمامُ،
گولا جي گولَنِ جا، تنِ جو ٿيُّ غُلامُ،
صَبُرَ جي شَمشيرَ سين، ڪرِ ڪيمي ڪي قتلامُ،
تہ ناٿگا! ٽُنھنجو نامُ، لکجي لاھوُتين ۾.

۵

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، تہ ٿيءُ گُروءَ جي گسِ،
ڏُکَ ڀاڻ ڪي ڏسِ، سامي! وَڏيءَ سِڪَ سين.

۶

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، تہ مَنُ ٻُوري، منجھ مارِ،
دائم دوُنھين دلِ ۾، مَنَ سين مالھا وارِ،
سَہُ سيڪا آرِ، آڳي جي اَدَبَ سين.§

۷

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، تہ ڪيِنَ پيالو پيُّ،
ناہ نھاري هَمتَ ڪَري، ”آٻُون“ سين اُھع نہ پيُّ،
تہ سَندو وَحَدَتَ وِيُّ، طالِبَ! توڙان ماڻئين.

۸

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، تہ مُنھَن ۾ مُنڌا ڀاءِ،
ڪين ڪينَ وڃائيو، جنِ ۾ ڪوڙين ڪَڪَرَ وِڏاءِ،
ڇڏِ ڇادَرَ، ٻُڌُ ڇمڙا، جُنبي ٽو نہ جُڳاءِ،
تہ سامِيڙا! سَندياءِ، گُرَ وَتِ ڳالا نہ ٿئي.

۱- ناٿا، سنبند ۲- رودن ڪر ۳- سنياسين جي ٽولي ۴- سمجھي، جاڻي ۵- ريت، آگيا ۶- ٽرشنائون ۷- ايشور لاءِ نھار ۸- لوڀ، تمنا ۹- سمورو ۱۰- ترار ۱۱- وير ساز ۱۲- وات، مارگ ۱۳- من کي وس ۾ رکي ۱۴- اندر ئي مات ڪر ۱۵- ڦيراءِ ۱۶- مرضي، اڇا ۱۷- ڪين يعني نيستيءَ جو پيالو ۱۸- نيستي يا فنا (ڀاڻ وڃائڻ) ۱۹- ٻيھ ۲۰- وِٽِج، واپار ۲۱- اصل ڪلس، ۲۲- ڇلا (مُھن ۾ منڌو ڀائڻ=مات اختيار ڪرڻ) ۲۳- ڪنن ٽنھنجو کي ڪين وڃايو ۲۴- ڇير، وِيڙ ۲۵- وڏا اٽيڻي ۲۶- چم جا ٽڪر ۲۷- اي سامي! ۲۸- ٽنھنجي.

*ٽون انھن جوڳين جي جماعت کان وڃي پڪيا مڱ، جن سڀ ڪجھ جاڻي بہ نہ ڄاتو آھي. (جي پنھنجي ڄاڻ جي ڏيکاري نہ ٿا ڏين يعني ڄاڻ ھوندي اڄاڻ آھن.)

§ايشور جي ھرڪا اڇا اَدب سان انگيڪار ڪر. (ڏڻيءَ جي رضا تي راضي رھ.)

٩

جوڳين جوڳ، جڳاءِ، جوڳ پڻ سُونهي جوڳيين،*
جوڳين سندي جانِ ۾، ڳُجهه ڳُجهاندرُ آهِ،
هاءِ! مُونهين کي واءِ! جا آئُون جوڳ نہ سِکي.

١٠

جوڳ نہ جوڳو تُون، ڪرين پٽارُون جوڳ جُون،
هڪڙو پَنڌُ پرين جو، ٻي تُنهنجي پُون،
سامي سيٽن ڏُون، رُنڊا ٿي رَمتَ وِيا.

١١

جوڳي هُونِ نہ جِتَرا، پائي جوڳ مَ جِيُّ،
هارِيا! هنِ ڪَنن سين، سُڻُ سَنيهو اِيُّ:
”وِڃائي وُجوُد کي، پاٽان پاسي ٿِيُّ،“
هَڏَهين ڪونهي هِيُّ، اَسارا! ”آئُون“ چوِين!

١٢

جا جِتاري جوڳيين، سا ماڙهن مُصيبَتَ،
سامِين سوُرُ صحبَتَ، جي پُورِ پِيا! پروڙين.

١٣

جوڳي! تُنهنجي جوڳ ۾، ڳالهِ گهُرجي ڳچُّ،
وَيڙو، چيريو، چڙيو، ٻَر ۾ آيو پَچ،
سوئي ٻارِج مَچُّ، جو آتَشان آبُ ٿِئي.

١٤

جانِ ڪي جوڳي ٿِيَّ، نا تہ نِرجا! وَنئُن نِڪري،
ڪوهُ تو ڪَن ڪَپائيين، جان نہ سَهين سِيَّ؟
پَڇُ! پَراهوُن ٿِيَّ، مَنان پِيا لَڄائيين.

١٥

جوڳي ٿِيَنِ نہ يارَ، ڪَنهين سين قريبُ ٿي،
مان مُلاقي اُنِ سين، جن پُوَربَ جي پچارَ،
اُنٿي پهَرَ اُنِ جي، آهِ نانيءِ ڏانهن نهارَ،
لائي وِيا، لَطيفُ چئي، اَندرَ منجهه اَپارَ،
سامِين ساڻُ، سَتارَ! لاهوُتي لالَ لِيان.

١٦

گولا جي گِراهَ جا، جوُتا سي جوڳي،
قتَل سي قوڳي، جِن شڪر سانديا.

١٧

جِندا! هو مَ جوڳَ رَي، جِندا! جوڳ مَ پاءِ.§

١- جڳائي ٢- اونهو راز ٣- مونکي ٤- اَفسوس ٥- زمين، پنڌ ٦- محبوبن ٧- ڏانهن ٨- اي نادان!
٩- هستي يا خودي ١٠- خوديءَ کان ١١- بدن ١٢- هيءُ وجود يا حياتي ١٣- اي غافل!
١٤- ”آءٌ“ چئي خودي ٿو ڪرين! ١٥- اي پورب ڏانهن ويندڙ (جوڳي) ١٦- اَندر يا
ڳجهه ۾ ١٧- آتش يعني باه مان ١٨- پاڻي ١٩- يا تہ ٢٠- اي نرلڄا! ٢١- ٿڌ ٢٢- پري،
دور ٢٣- سنبنڌي ٢٤- اُنهن سان ٢٥- هنگلاج، جتي ديويءَ کي ”ناني“ سڏيو ويندو
آهي ٢٦- اي پردو رکندڙ (ڍڪيندڙ)! ٢٧- ڪاٺي يا بيت ٢٨- ڪوڙا ٢٩- بگڙيل ٣٠- قوڳ، جهڙا خصمس
٣١- بيت ٣٢- اي جند يا جان! ٣٣- هيچ نہ ٣٤- جوڳ، کان سواءِ ٣٥- جوڳيانو ويس نہ پاءِ.
*جوڳين کي ٿي جوڳ، جڳائي ۽ جوڳين کي ٿي جوڳ سونهي.
§اي جند! جوڳ، کان سواءِ نہ رهہ؛ ساڳئي وقت ٻاهريون جوڳڪو لباس نہ پاءِ.

ڪُوڙي ڪَچ مَ ڪَڍَهين، سَچي ڪا مَ سَلِ*[1]

ٻُهَڄَهُ[2] پارِينداءِ، مَتان رامُ رُسائِيين.

۱۸

ڪَنَ ڪورائي[3]، ڪاپَڙي، جِندا! ٿِيءُ مَ جوءِ[4]،

سِرَ سِپاهِين وِڪِيا، سوڪَ[5] نَ، سامي! سوءِ[6]؟

جيڪي پُڇِين، پُڇُ[7] سو، گُنگا نيِنَ نَ گوءِ[8]§

وَڄُ، لاهوتي! لوءِ[9]، عِجِزَ[10] کي آڏو ڪَري.

۱۹

ڪَنَ ڪورائي، ڪاپَڙي، جِندا! ٿِيءُ جُوانُ،

ڪاهِ نَ لَڳِيڻي[11] ڪانُ، نانگَنِ هَتان[12] نيهَنَ جو.

۲۰

نِسورِ روئي نيهَنَ جو، دِلِ ۾ دُونُدُ[13] دُکاءِ،

آهي آڳِ[14] عِشقَ جي، ٻاري جانِ جَلاءِ،

جِندا! اِيئَن جَڳاءِ، جِئَن آتَشان آبُ[15] ٿِئي.‡

۲۱

ڪَنَ ڪورائِيين، ڪاپَڙي! اِيءُ زَنانو جوڳُ،

سامي! سُڃاڻَ تو پِيو، هِڪُ ڏهي[16]، ٻيو دروڳُ[17]،

جنِين پانِيو ڦوڳُ[18]، رامَ تِنِين کي وِسِريو.†

۲۲

هُوءَ جي ڪَنَ ڪَپارَ[19] جا، سُوڌو[20] سي نَ سَڄِين[21]،

اَندرِ جي آهِنِ، سُڄُ سَنهو[22] اُنِ سين.

۲۳

هي ڪَنَ گانڌا[23] وِڪِڻي، ڪَنَ کي پيا ڳِنهِيڄِ،

تِنِين ساڻِ سَڄِيڄِ، سُپيريان جي ڳالهڙي.

وائي

ويڳُرُ ويسِري! تان کي جاڳِي اورِ الله سين.

مَحبت جي ميدانَ ۾، سُچي ڳالهه ڳري،

سي ٻَه رُونا رَتَ ويا، مِڙيا[24] جي مَري،

سُچي ساهَڻُ[25] نَ مِلي، آهي اِيءَ ڳري،

جي اوسيڙي[26] آڏيءَ[27] اُتِي، تِنِين واڳَ وَري،

اَڏيُون! عَبدُاللطيفُ چئي، اِيندا شالَ وَري.

---

۱- ڪاڻ، سلاجِ ۲- ويو پاريندءِ ۳- ڪپاٽي ۴- ڙال ۵- چاهه، سوڻ ۶- ٻڌءِ ۷- يعني نه پڇندڙ ۸- گوءِ نه ڪڍن ۹- ماڳ، وطن (روحاني منزل) ۱۰- نياز ۱۱- اڳتي وڌ ۱۲- ٻاڻ، تير ۱۳- دونهون ۱۴- آگ، باهه ۱۵- آتش مان ۱۶- ڏهي ۱۷- دوغ يعني ڏڌ (دنيوي لذتون) ۱۸- پلايو ۱۹- مٽي يا سر ۲۰- پورو، درست ۲۱- ٻڌن ۲۲- آهن ۲۳- گڏهن جا ۲۴- مليا، واصل ٿيا (پرينءَ سان) ۲۵- سچي ڳالهه ۲۶- ڏڪر يا اوني ۾ ۲۷- آڏيءَ راس.

*ڪوڙ نه ڪماءِ ۽ ساڳئي وقت سچي ڳالهه (حقيقت جي) به نه سل.

§جيڪي پڇين، سو پڇ، چاڪاڻ ته نه پڇندڙ ڪڏهن به منزل مقصود نه ٿا ماڻين. (پڇن سي پسن.)

‡اي جان! عشق جي آگ کي اهڙو ٻچائي وڄ، جو پوءِ سدائين جل جيان سيتل رهين.

†جن دنيا جي خسيس لذتن (ڦوڳ) سان دل لڳائي، تن کي رام پلائي ڇڏيو. (سو سچي راهه تان اُڙڪيو.)

## سر رامڪلي - داستان چوٿين جو سار

جي پائيين ته جوڳي ٿيان ته سنسار جا سڀ سمبنڌ ٽوڙي، وڃي اُنهن جي در ۾ لڳي پئُ، "جن ڄڃهي نه ڄيو." گروءَ جي ٻر پار ۽ هنگلاج ڏانهن ويندي، سڀ هوائون وسار؛ طمع کي ٽوڪ کر ۽ ٽوان جو گولو ٿيءُ؛ صبر جي تلوار سان کيئي کي قتلام کر ۽ من سان ماڻها وار. جوڳين کي ئي جوڳ سونهي، جوڳين جي جان ۾ "ڳجهه ڳجهاندر" آهي. اي جوڳي! کن ڪهائي، ڪنديل نه پاءِ. سچو جوڳي، منهن ۾ مندرا تو پائي. اي جوڳي! ڪين جو پيالو پي، پنهنجي من کي پور ۽ آڳي جي هڙڪا آر ادب سان تو سهه. سنياسين وٽ "آئون" جي رتي به ڪانه ٿي رهي ۽ سور، سندن صحت ۽ سامان آهن. ڪن ڪپائڻ، زنانو جوڳ، آهي. اي جوڳي! عجز کي آڏو ڪري، لاهوت ڏانهن قدم رک.

•

## داستان پنجون

۱

مُونا[1] طُورِ[2] سِينا، سَندا سَنياسِيَن،

ڄنده[3] ۾، سَيّدُ چَئي، گوڏا گودڙ[4] ڀَنِ،

"فَكانَ قابَ قَوْسَيْنِ اَوْ اَدْنيٰ"[5] تا نانگا اِئين ٿيَن،

"كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَانٍ"[6] باقي ڪين ڪَنِ،

"اَللّٰهُ وَلِيُّ الَّذِيْنَ آمَنُوا يُخْرِجُهُمْ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ"[7]

تا اَهڙيءَ[8] پَرِ پُرَنِ[9]،

"خَرَّ مُوْسيٰ صَعِقًا"[10] جوڳي جُنگ جَلَنِ،

"مَازَاغَ الْبَصَرُ وَمَا طَغيٰ"[11] اَهڙيءَ رَوَشِ رَوَنِ،

مُشاهدو[12] مَحْبُوبَ جو، اُني آديسِيَنِ،

رِي ٻَسَڪَ، رِي سُڪَڪَ، پِي وِصالَ وِهَنِ،

رِي ٻُرڪَ[13]، رِي ٻولَڪَ، تا اَهڙيءَ چالَ چَلَنِ،

سَيّدُ چئي سَندِيَنِ، ڪَلَ ٻُڇين ڪُون ڪَهڙي؟

۲

مُونا طُورِ سِينا، سَندا سَنياسِيَن،

ٻُوَرَبُ[14] ڪنيو نه پاڪَ سين، ٻُوڌ[15] بيراڳِيَن،

رِدا[16] آهي رازَ جي، اوڇڻُ[17] آديسِيَن،

قُربُ[18] ڪاپڙِيَنِ، نَهَن چوٽِيءَ سيئُن ٻَڪيو.

---

۱- گوڏا ۲- جبل، جتي حضرت موسيٰ خدائي تجلو ڏٺو ۳- عبادت ۾ سر نوائڻ ۴- گودڙي پهريندڙن ۵- حضرت جن خدا کان ٻن ڪمانن جيترو ويجها ويا، بلڪ اُن کان به وڌيڪ (ق-ش) ۶- جيڪي زمين تي آهن، سي فاني آهن (ق-ش) ۷- الله، ايمان وارن جو دوست آهي ۽ اُنهن کي اونده مان ڪڍي، روشنيءَ ۾ ٿو آڻي (ق-ش) ۸- اهڙيءَ ريت ۹- هلن ۱۰- حضرت موسيٰ بيهوش ٿي ڪريو ۱۱- نه نظر ڏنگي ٿي، ۽ نه نافرماني ڪيائون (ق-ش) ۱۲- ديدار ۱۳- هاڻ ۱۴- پورب ڏي ۱۵- وجود ۱۶ ۽ ۱۷- چادر ۱۸- نهن کان چوٽيءَ تائين.

۳

مون طور سينا، سندا سناسين،
"طالبُ المولىٰ مذڪرٌ"[۱] اي ڪلمُ ڪيائون ڪن،
سُکن کي سيين[۲] پرين، ٻجهي[۳] ڏنائون ٻن،
الفُ آديسين[۴]، چوري رکيو چت ۾.

۴

مون جن محرابُ[۵]، جسو جامع[۶] تن جو،
قبلي[۷] نماءُ قلبُ[۸] ڪري[۹]، تن کي ڪيائون طوافُ،
تحقيق[۱۰] جي تڪبير[۱۱] چئي، جسمان[۱۲] ڪيائون جوابُ[۱۳]،
تن ڪهڙو ڏوهه حسابُ[۱۴]، جن[۱۵] هنڌڙي هادي[۱۶] حل ٿيو[۱۷].

۵

منهن محرابُ پرينءَ جو، جامع سڀ جهانُ،
فرهيءَ[۱۸] تان فرقان[۱۹] جي، ڪاڙهيائون قرآنُ،
اڏامي اسُ ويو، عقلُ ۽ عرفانُ[۲۰]،
سيوڪي سبحانُ[۲۱]، ڪاڏي وڃي نيتيان[۲۲].

۶

پايو منهن مونن ۾، وينا سي وهسن،
جوڳي جاڻا[۲۳] ڪن، آيا الوهيت[۲۴] ۾.

۷

آيا الوهيت ۾، لاهوت لنگهيو جن،
منجهان تن جسن، حرفُ[۲۵] نه سڃي هيڪڙو.

۸

منجهه محبت مچُ[۲۶]، ٻهر ڏوڏا ڏوڙ سين،
ڇڏيائون ڇڙ[۲۷] لهي، ڪوڙ ڪلڪڻ[۲۸]، ڪچ،
اوڳڻ اوڏا نه ٿيا، ڳڻ ڪيائون ڳچ،
جن سڙن، تن سچ، جن سڙن، تن سنرا[۲۹].

۹

ڇڏ جاڳونا جوڳيين[۳۰]، دونهين ڪيم ڏکاءِ،
"واذڪر ربڪ في نفسڪ"[۳۱] اندر آگ جلاءِ،
جن سڄڻا جي ساڃاهه[۳۲]، تن ڪيدان منو[۳۳] ڪين پيو.

۱۰

جوڳي! ڪنڌ ڪپاءِ، ڪن ڪپاڻ ميرڪي[۳۴]،
صحبت[۳۵] تنهنجي، سيد چئي، سامين وٽ سماءِ،
"يهدي الله لنوره من يشاء"[۳۶] ائين انين لاءِ آهه،

---

۱- موليٰ جو طالب مرد آهي ۲- هر طرح ۳- ترڪ ڪيائون ۴- ياد ڪري ۵- مسجد ۾ قبلي طرف ڪمان ۶- وڏي مسجد (سجدي جي جاءِ) ۷- قبلو ڏيکاريندڙ ۸- دل ۹- پرڪرما ۱۰- حقيقت ۱۱- الله اڪبر چوڻ ۱۲- جسم ڪان ۱۳- ڪنارو ڪيائون (پاڻ سڪايائون) ۱۴- پڇاڻو ۱۵- جن جي هردي ۾ ۱۶- رهبر ۱۷- رلي ملي ويو ۱۸- ڦرهي ۱۹- قران شريف کي فرقان به چئبو آهي ۲۰- علم ۲۱- رب ۲۲- نماز ۾ سر نمايان ۲۳- ياترائون ۲۴- خدائيءَ ۲۵- هڪ به عيب نه ٻڌجي ۲۶- لهار اڳيان باهه ڏنو ويندڙ ۲۷- غفا، ايڪانت ۲۸- ڪلچڻ ۲۹- خوش ۳۰- جوڳين وارا مٽي لي ٻدل رسا ۳۱- پنهنجي رب جو پنهنجي اندر ۾ ذڪر ڪر (ق-ش) ۳۲- شناس ۳۳- ڪين يا نيستيءَ کان وڏيڪ منو ۳۴- اميرائي روش ۳۵- سمائجي، زيبائي ۳۶- الله جنهنکي گهري ٿو، تنهنکي پنهنجي نور تائين رسائي ٿو (ق-ش).

اِيَ تنين جي جاءِ، جِن ٻئي جڳ ڇڏيا.

۱۱

جوڳي جڳ ڇڏي، پُريا[1] پُورب پند ڏي،
لاهوتي، لطيف چئي، هليا لعل لڏي،
"وَاللّٰهُ يَدْعُوْٓا اِلٰي دَارِ السَّلَامِ"[2] صاحب سين سڏي،
هي ءِ! هي ءِ! هن[3] هڏي، همه[4] کي حيران ڪيو.

۱۲

ڪيهي[5] ڪام ڪاڙي، تا آهڙي[6] روش رون؟
تڪا دل دوزخ ڏي، تڪي بهشت گهر،
تڪو ڪم ڪفار[7] سين، تڪا مسلماني من[8]،
اَيا ايئن چون، تہ پرين ڪجو پانهنجو[9].

۱۳

جوڳيڙا پاڙي[10]، ڪَر[11] نہ هوا ڪڌهين،
ويا مڙه تاري[12]، ڪاله وڃائي سگيون.

۱۴

راهہ شريعت[13] هليا، تفڪر[14] طريقون[15]،
حال حقيقت[16] رسيا، معرفت[17] ماڳون،
ناسوت[18]، ملڪوت[19]، جبروت[20]، اِي اِنعام لڏون،
پس لاهوت لنگهيون، هاهوت متي هليا.

۱۵

ڙنگيا[21] ناسوتان[22]، مُطيائون[23] ملڪوت ڏي،
جوڳي جبروتان[24]، وڃائي وات ٿيا.

۱۶

جن اجهيو[25]، تن نہ ٻجهيو[26]، ويٺي ڳڌين وير[27]،
ڏوري ڏٺائون ڏک سين، پاڻ منجهان ئي پير،
لٿو تن، لطيف چئي، جسي جو زنجير[28]،
ڪين ڏٺو هو ڪاڙيين، ڪابل ۽ ڪشمير،
سچ جنين جو سير[29]، تن گُرُ[30] وٽي ئي گڏيو.

۱۷

نااُميدي آجڪو، اوچڻ[31] آديسين،
سدا سُک وسن، طالب[32] اوءِ تقدير[33] تي.

---

۱- هليا ۲- اَللهہ سلامتي ۽ آرام جي گهر (بهشت) ڏي سڏي ٿو (ق-ش) ۳- هن پونئي (دنيا) ۴- سڀني کي ۵- ڪهڙي ڪم سان ۶- هلت هلن ۷- ڪافر جو جمع، هتي ڪفر ۸- من ۾ ۹- پنهنجو ۱۰- پاڙي ۾ ۱۱- جڳ ۱۲- مڙهيون ڪڍي ۱۳- شريعت (مذهبي پابندي) جي وات ۾ ۱۴- خدائي فڪر ۾ غرق رهڻ ۱۵- سندن طريقو ۱۶- حقيقت واري حال کي ۱۷- معرفت سندن ماڳ، آهي (شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت - اهي چار صوفيانہ منزلون آهن) ۱۸، ۱۹ ۽ ۲۰- (ناسوت، ملڪوت، جبروت ۽ لاهوت بہ فقيرن جون منزلون آهن) ۲۱- نڪتا ۲۲- ناسوت کان ۲۳- هليا ۲۴- جبروت کان يا مان ۲۵- پند ڪيو، پڪيا ۲۶- سمجهيو ۲۷- ڏٺي (سرو شڪتيوان) ۲۸- جسماني قيد، بندن ۲۹- سيل، مارگ ۳۰- گرو ۳۱- اوچڻ (آذقو) ۳۲- اهي طالب يا جگياسو ۳۳- قسمت جي فرمان موجب هلندڙ.

١٨

ناأميدي آڄڪو، اوڇڻ آديسين،
ڪڏهين تازيءِ پُٺ تي، ڪڏهين هيٺ هلن،
سامِيڙا سمونڊ ۾، تُنبي جِئن ترن،
جي واڳوءِ واٽ وڃن، ته ڪُسن، ڪُهن ڪين ڪي.

١٩

لالَ ڪي لالَ ٿيا، لالُ لنگهيو جن،
عدم جي اوڙاهَ تي، ڪيا آسڻ آدوتين،
گردانيو گُنگن، گرداب ڪي گيان سين.

٢٠

ولهون، ويلا، واءُ، جوڳين جهليا جانِ ۾،
اڄهو رءِ اَللهُ، ڪونهي ڪاپڙين جو.

٢١

نامُرادِي نجهرو، عدمُ اوتارونِ،
رضا راڄ سندونِ، مونُ نه مڱن ڪي ٻيو.

٢٢

ڪهڙي پُڇين ڪالهه، ڪر نڪا اڄُ صُباحُ،
وڃن لنبين سي واڳيو، جيڪي ٻُسين مَنجهه پساهَ،
رمز ربانيءَ راهَ، متي حالَ هوشيارُ ٿي.

٢٣

ڪٽيو تڪبر تڪيا، حيلا ڪيو هلن،
مونڙها تا نه لهن، لمي راهَ، لطيفُ چئي.

وائي

لن ڳُجهن ڳهروچائي، هومائي! جوڳين مون سين جي ڪيا.
ڪري مَرج، ڪاپڙي! گروءِ وٽ گدائي،
اشارون اُن جون، وانءِ ڪهي نون ڪائي،
نبد نين ڪي ناه ڪا، جا آديسين اُنائي،
آهي اِن ڳالهه جي، راوَل! اِيَّ رُباعِي،
هيڪائي هيڪ ٿيا، ٻئن ڪانه ٻيائي،
اَکين آرسُ ڇڏيو، دل ۾ ناه دَغائي،
”اِنَّ اللهَ وِترٌ يُحِبُّ الوِترَ“ اِيَّ اُنين لاءِ آئي،
ريجهائي رمزن سين، ڪاهوڙين آئون ڪائي،
اَلا! عبدُ اللطيفُ چئي، مون سين، صاحب اِڪرسائي.

١- تازي گهوڙي تي سوار ٢- ساگر ٣- واڳوءِ جي وات ۾ ٤- هيري جهڙا سچا ٥- رچي لال ٿيا ٦- دلبر (ڏٺي) ٧- جن وٽان لنگهيو (جن درشن ڪيو) ٨- نيستي ٩- مڪان ١٠- جوڳين ١١- ولوڙيو ١٢- سن لڳلن ١٣- ڪن (نفس) ١٤- سچي ڄاڻ ١٥- سرد هوائون ١٦- ڏکيا وقت ١٧- هوائون (ڪوسيون ٿڌيون) ١٨- اَلله کان سواءِ ١٩- نااُميدي ٢٠- جهوپڙي ٢١- نيستي ٢٢- سندن اوتارو ٢٣- ياڻي تي راضي رهڻ ٢٤- سندن راڄ ٢٥- سڀان ٢٦- جڪڙيم ٢٧- هل ٢٨- ڏاڍيءَ جي وات تي ٢٩- خوديءَ جا ٣٠- آڌار ٣١- حرفتون ٣٢- منجهيل ٣٣- نمي ٣٤- ڳُجهن ٣٥- منهنجي نبد وڃائي ٣٦- اي ماءُ! ٣٧- فقيري ٣٨- ڳجها اِشارا ٣٩- وچ ڪهي ٤٠- ڪاجي ٤١- ڪنهن ٤٢- پريتم ٤٣- چئن مصراعن وارو نظم، هتي ڳجهارت ٤٤- تحقيق اَلله هڪ آهي ۽ هيڪڙائي کيس پسند آهي ٤٥- اِها ڳالهه ٤٦- اُنهن لاءِ ٤٧- آيل آهي ٤٨- رمزن ٤٩- سڙيل.

## سر رامڪلي - داستان پنجين جو سار

سنياسين جو مُنا طورسينا جبل مثل آهن. سندن گوڏا هميشه سجدي ۾ آهن. هو الاهي نور کي اوڏا آهن. ڪاپڙين پاڪي ننهن کان چوٽيءَ تائين الاهي قرب سان ڍڪيو آهي. جنجا مُنا محراب مثل آهن، تنجو تن سجده گاه آهي، ۽ قلب، قبله نما. هو پنهنجي جسم کي ئي طواف پيا ڪن. جوڳي سواء الوهيت جي، ٻئي ڪنهن ۾ هند جي ياترا يا زيارت نه تا ڪن. نه هنن ڪڏهن ڪابل ڏٺو، نه ڪشمير. سندن اوتار عدم ۾ آهي ۽ نامرادي سندن نجهرو آهي. هنجو راڄ آهي رضا ۽ الله کان سواء سندن ڪو اڄهو ڪونهي. هو هن پوساگر ۾ لنبي جئن پيا لڙن. واڳوءَ جي وات ۾ وڃن ته ٻه ڪين ڪڇن. هو دين ۽ ڪفر کان پري آهن؛ نه تمنا بهشت جي اٿن، نه خوف دوزخ جو. الهائي پياس اٿن ته پرين پنهنجو ڪريون.

•

## داستان ڇهون

١

ڪَنهن جَنڊِن ڪُناڪاسِ، جِنّ سامِي مُور نه سَترا،

ڏيهان ڏُکي ڏيل ۾، سُور سَجائي راسِ،

سَندي جوڳِيان ذاسِ، جيجان! هوءَ جَڏائُڙي.*

٢

رُوحَ ۾ رَهِينِ رامُ، ٻَهَرِ ٻولِينِ ڪي ٻيو،

پيالو پُرُ ڪَري، جوبَ پيئاڻون جامُ،

ٿهان پوءِ تَمامُ، تِنِ تَڪيا تاڪي چِڏيا.

٣

رامُ رَهِينِ ۾ رُوحَ، ٻَهَرِ ٻولِينِ ڪي ٻيو،

سَدائين سَفَرَ ۾، مَٿا ٿِينَ مُوءِ،

ساميڙا صُبوُحَ، سارِيان گهڻو سَيّدُ چئي.

٤

مَٿا مُوءِ ٿِيانِ، سَدا سُوئِيتا ڪاپڙي،

ڪوني ڪَنهن نه پُڇيا، ڪي اَندَرِ اَندوهيانِ،

جيڪا جَمارانِ، سا مَنجهِ گوندَرَ گُذري.

٥

ويني جَنهِين وَرِهَ ٿيا، مَٿي سين ميري،

اَکيوُن جَنهِن جوُن اَلکَ ڏي، پوُن ڏي نه پيري،

ڪارٽيان ڪَڪا ٿيا، جَرالِيا جيري،

لِتُڪَ لالُ، لَطيفُ چئي، ڪَنبي ۽ ڪيري،

١- اُهڙي ڪنهن ٢- ڪاٿي ٣- سرها، خوش ٤- ڏينهن جو ٥- سرير ٦- جوڳين جي ذات ٧- اي اَمڙ! ٨- جڏي، اَگهي ٩- جهجهو ۾ ١٠- پيالو ١١- تنهن کان پوءِ ١٢- سمورا ١٣- ٻند ڪري ١٤- جتائون ١٥- سنياريان ١٦- سوءَ ۾، ماتم ڪندڙ ١٧- ڪين غم يا اندوه آهي ١٨- سندن جمار ١٩- غم ٢٠- مٿيءَ ۾ ويل ٢١- پرٺوي ٢٢- ڦيرائي ٢٣- ڪارڙ مان ٢٤- ڪڪي يا خاڪي رنگ جا ٿيا ٢٥- لهسيا ٢٦- آگ ٢٧- ڳجي ٢٨- ڪيرائي.

*اي جيجل! جوڳين جي ذات اَگهي آهي. (الاهي عشق جي درد کان.)

نيڻهن نه نِبيري، سوُر چَرندي سَنرُو.

۶

ويٺي جنهين وره ٿيا، مٿي ميري ساڻُ،
ڪاراٽيان ڪڪا ٿيا، جيري وجهي جاڻُ،
خوديءَ کان خلاصُ ٿيا، پُٺ لي وِجهي پاڻُ،
سي ڪِئن ڀَهِر هَٽَنِ باڻُ، جن گَڏيو گُر گروان ۾؟

۷

نانگَن ڪين نَمايو، ناٿُ نَمايو نيڻهَن،
مَڙهن اُنا ميڻهَن، جوڳيان سنديءَ ذات کي.

۸

نَڪي نَمَنِ ناٿ کي، ناٿُ نه نَمائين،
جاڻا ڪَنِ نه جوڳ، کي، جوڳ، نه جُهارِينِ،
آديسي آٽِينِ، اهڃاڻيوُن الماس جوُن.

۹

هَرهَر ڪَنِ هَرنامُ، ڏُوَنِ ڏهاڻي ڌوليا،
جن نه رِيجهايو رامُ، ناٿُ نه نَمي تن کي.

۱۰

هَرهَر ڪَنِ اميسَ، ڏُوَنِ ڏهاڻي ڌوليا،
جن نه ماري ميس، ناٿُ نه نَمي تن کي.

۱۱

گُهنبنِ پاسي گهنبَ، گَڏُ گُذارِينِ گودَڙِيا،
پَليتيءَ کان پانهنجا، پاڪُ رَکيائوُن پِنڊَ،
نانگا ڪَنِ نه نِنڊَ، وَڃنِ رُوندا رامَ ڏي.

۱۲

ٿهڙا ڪَڙِجَ ڪَکرا، جهڙا جائُنِ ڦُلَ،
تِنِ سامين جي سَڌَ مَران، جن جي گودَڙِيُنِ ۾ گُلَ،
اَندَرِ مُلان مُلَ، ٻَهِر ڪوجها ڪاپڙي.

۱۳

ياد گُروُ ڪَن گودَڙِيا، پِر بازار بيٺا،
پَڙهن سوُر سُبحان جي، پِيَنِ تنهن پيٺا،
جيلان مُنهَن ميٺا، تيلان تَشا چاڙهيائوُن نيڻهَن جا.

۱۴

ريگَڙِيارا رِميا، لوُنِيَس لانگوٽِيَن،
مُنهنجو جيءُ جَلائيو، اَندَرِ آديسين،
هَيءَ! هَيءَ! منجهه هَٽَنِ، وَڃائي وات ٿيا.

وائي

تن اَکِينِ آئوُن اَڙائي، ٻَڙي! جيڏيوُن!
ڪَڏهن ڏَرِ ڏيان دانهَڙي؟
ڦَڪيوُن ڏيئي ڦَڪيوُن، ويڄن آئوُن وِرچائي،
حُسن هوتَنِ جي، اَديوُن! تڏهن لاليءَ آئوُن لُڇائي،
اُلفَت ڪَرم اَنَ سين، قُربَ جا ڪَڙائي،
صُحبت سَپيرِنِ جي، مٿي آه مَنائي،
اَلا! عبدُاللطيفُ سين، وَحدت وَٽ وِراهي.

۱- چڏي ۲- سرهو ۳- خودي ۴- آجا ۵- ماٺ ڪري ۶- ٽير ۷- گريبان ۸- مڙهين ۾ ۹- وسيا ۱۰- يادائون ۱۱- جوڳ، لاءِ ۱۲- پوڄين ۱۳- نشانيون ۱۴- جواهرن ۱۵- ڌوئن ۱۶- لانگوٽيون ۱۷- شؤ پڳوان ۸ ٽرشنا ۱۹- بدن ۲۰- ناپاڪائي ۲۱- سرير ۲۲- روئندا ۲۳- ڪانا ءِ ڪانيون ۲۴- ٻڳيون ۲۵- جائو ٻوٽن جا گل ۲۶- پياس ۲۷- بي بها ۲۸- باهران ۲۹- بدزيبا ۳۰- آيت ۳۱- ڌٽي ۳۲- پيٽ = بازاري ملهه ۳۳- جڏن ته ۳۴- منهن جا منا ۳۵- تڏهن ۳۶- پيوتيا ۳۷- هليا ۳۸- لوسائيم ۳۹- لانگوٽ پهريندڙن ۴۰- طبيبن ۴۱- بيزار ڪيم ۴۲- لالائي ۴۳- موتکي لڇايو ۴۴- محبت ۴۵- بيزار ٿيل ۴۶- ميوو.

## سر رامڪلي - داستان ڇهين جو سار

جوڳي ڪنهن اَهڙي درد جي ڪاليءَ جا ڪٺل آهن، جو ڪڏهين ٻہ سڌرا نہ آهن ۽ ساري رات روڄ ۾ ٿا گذارين. هنن جي اَندر ۾ سدائين رام پيو وسي، پر هو ٻاهران ٻوليون ٿي ٻيون پيا ٻولين. سڌن متا ميرا آهن ۽ سوير ڪنهن ڇيري ۾ جرائيل. اَڪيون هميشہ اَلڪ ڏي اُٿن ۽ سارو وقت ڪنبن ٻہ پيا ۽ نيڻن مان نير ٻہ پيا وهائين. ناتہ ڪي نانگن نہ، پر سندن نيڻهن رپڄهايو آهي. جوڳي، پليتيءَ کان ڏي آهن. ٻاهران ڪوجها آهن، پر اَندران سونهن جا ساگر آهن. هننڄي من ۾ هردم رام پيو وسي؛ هو حقيقي ٻازار ۾، پورو ملهہ اَدا ڪري، محبت جو جام پيئن ٿا. اَهڙن سامين جي جدائيءَ ۾، شاہ صاحب "هيءَ! هيءَ!" ڪري روئي ٿو:
"هيءَ! هيءَ! مڄهہ هتين، وڃائي وات ٿيا."

•

## داستان ستون

### ١

قوت ڪڙايا ڪاڙي[1]، طعامَ[2] نہ طاماعُو،
سَيِنَ[3] هميائُون سُبَ ۾، ٻهرَ[4] نہ پيمائُو[5]،
اَوَسَرَ[6] آساٽو[7]، اُٿي گوُندَرَ[8] گَڏيا.

### ٢

قوت ڪڙايا ڪاڙي، طعامَ نہ طمعدارَ[9]،
سَيِنَ هميائُون سُبَ ۾، جوڳي ڪنهن نہ يارَ،
اَوَسَرَ جي آڌارَ، اُٿي گوُندَرَ گَڏيا.

### ٣

قوت ڪڙايا ڪاڙي، ٻُڪَ[10] چَکياٽُون ٻوء،
وِيا نيرانا نڪري[11]، جوڳي مَڄهان جوء،
اَوَسَرَ[12] آجا اوء، اُٿي گوُندَرَ گَڏيا.

### ۴

پِنِنِ ڪيِنَ پَٽُ[13] ڪٽي، گُهرَنِ ڪيِنَ گهران،
مهيسي[14] مَخلوقَ[15] جي[16]، اُپِنَ[17] دوُرِ دَران،
ٻُڇِنِ[18] ڪوهُ شرعان[19]، جُ[20] اَندرِ عدالتَ[21] اُنِ جي[22]؟*

### ۵

پِنِنِ جو پَٽُ ڪٽي، سو جي سُجاڻُن،
لہ ٻرَ ۾[23] بيڪَ[24] لهَنِ، ٻهرَ نہ پِنَنِ ڪاڙي.

---

١- ڪاڏي ڪان بيزار (ٿورو ڪائيندڙ) ٢- ڪاڏي جا شايق ناهن ٣- فقيرن وارو ڏرنو ۴- ساعت ۵- پسندڙ ٦- اَڻ هوند، ڏک ٧- طلبيندڙ ٨- غم سان شريڪ ٿيا ٩- طمع يا خواهش رکندڙ ١٠- ٻک جو ذائقو ورتائون ١١- ماڳ، تان ١٢- غربت کان آزاد ١٣- ڪشتي، ڪشڪول ١۴- مهيشور (شوُ ڀڳوان) جا پوڄاري ١۵- ماڻهن جي ١٦- ٻيهن ١٧- در ڪان دور ١٨- ڇو ٻڇن ١٩- شرعي قانون ڪان ٢٠- جڏهن ٢١- اِنصاف جي دربار ٢٢- اُنهنڄي ٢٣- ٻرپٽ ٢۴- ٻکيا.

*هو شريعت جا قانون ڇو ٻڇن، جنهن صورت ۾ هننڄي اَندر ۾ منصف (وويڪ) سڄاڳ، وٺو آهي.

٦

اُسڪ جنِ اويرَ، سي سانجهيءَ رهنِ سُمهي،
لاهوُتي، لطيفُ چئي، آديءَ ڏبنِ اُبيرَ،
سُتو اوڪُ ٻَسي پيا، سامي مٿي سيرَ،*
ڪيڏانهن ڪندا پيرَ؟ مڙوئي مٿو ٿيو.*

§٧

وڃينءَ وينا هُونِ، سانجهيءَ رهنِ سُمهي،
مهيسي مُنهن پانهنجو، ڏاران ڏوڙ نه ڏُونِ،
وهاٽيءَ واٽنِ تي، پاسا ڪوڙيو پُونِ،
ڪنهنکي ايئن نه چُونِ، ته اُسين آديسي آهيوُن.

٨

وڃينءَ وينا رهنِ، سانجهيءَ رهنِ سُمهي،
ٻُڪَ مرندي ڀِڪيا، ڪنهن ڪان ڪينَ گُهرنِ،
پيٽ نه هيرِيائُون پانهنجا، چوري ساڻُ چسنِ،
ٽڪي فقيرنِ، ماڳهان پٽي ماٽ جي.

٩

ڪشي ساڻُ ڪشنِ، ڏيلَ ڪيائون ڏُبرا،
پيٽ نه هيرِيائُون پانهنجا، چوري ساڻُ چسنِ،
اَهڙيءَ راهَ رسنِ، ڪاپڙي ڪابُولَ ڪي.‡

١٠

ڪشي ساڻُ ڪشي، ڏيلَ ڪيائون ڏُبرا،
پيٽ نه هيرِيائُون پنهنجو، چوري ساڻُ چسي،
ويراڳين وسي، رامَ سدائين روحَ ۾.

١١

ڪشي چيلهه ڪنا، ڏيلَ ڪيائون ڏُبرا،
لاهوُتي لطيفُ چئي، لَنَ کي ڏبنِ لسا،
گروءَ جي گسا، پاسي ڪنِ نه پاڻَ کي.†

١٢

آديسي آديسُ، هتان ڪري هليا،

---

١- سڪ جو ضد، بي قراري ٢- ديرسان، آديءَ رات جو ٣- اُچانڪ ٤- مٿيءَ کان سواءِ ٥- ڏوڙن ٦- پرپاسن جو ٧- پيٽ چوري ڪائي ٨- چشڪن ٩- سٽي ١٠- ماڳهين ١١- چم جي پٽن ١٢- اَهڙي طريقي سان ١٣- گس يا راه کان.

*جهان کي سٿل ڇڏي، سامي پنهنجي سفر تي هليا. هو ڪيڏانهن پير ڏکها ڪري سمهن، ڇو جو هرهنڌ هوت جو حضور آهي.

§هن بيت ۾ جوڳين جي نرالي روش ڏانهن اشارو آهي. جڏهن خلق سجاڳ آهي، تڏهن هو سمهندا پون. جڏهن پاڻ بيدار آهن، تڏهن جهان ننڊ ۾ آهي. هو اهو طريقو پاڻکي لڪائڻ لاءِ ٿا اختيار ڪن.

‡اَهڙي طريقي سان ئي جوڳي به پنهنجي منزل مقصود تي ٿا رسن.

†هو گروءَ جي ٻڌايل راه کان هرگز پاسي نه ٿا ٿين يا ڪنارو نه ٿا ڪن.

ڪاپڙين قلب ۾، ڪيو ڏوراٽو ڏيس،
ويراڳي نئون ويس، راول ڀڪي ومياء

١٣

آديسين ادب، آهي اکڙين ۾،
تن جو حسب نسب ناهه ڪي، نه اما نه اب،
سامين کي سيئين پرين، روح ۾ رهيو رب،
ر ۾ لانگوٽيءَ لب، پاڇي ڪن نه پاڙ سين.

١۴

لانگوٽي لاهي، وانءِ ويراڳين سامهون،
بڌ سورن جو سندر، مڇهان سک ساهي،
انين وٽ آهي، اوڇڻ ڳالهه اگهاڙ جي.

١۵

لنگ ڪديائون لانگ، موٽي ڪن نه مسڪوء،*
جا اسلامان اڳي هئي، سا سڻائون بانگ،*
سامي ڇڏي سانگ، ڳڏيا گورکناٿ کي.§

١٦

ويراڳي واڳي، ڏين ڏهاڙي ڏيل کي،"
راول رتين مولهئين، سامي سهاڳي،
لنؤ جنين سين لاڳي، سي جوڳي پسان نه جڻان.

١٧

ويراڳي واري، الا! اڱڻ آڻئين،
ڏک لاهيندي ڏيل مان، تهن جڻن تاري،
ايندم اوتاري، ڪينءَ جون ڏيندم خبرون.

١٨

ارتو اکين مان وهي، مٿي ڳلن ڳاڙ،
ڪوري ڪنن وچ ۾، قچ ڏنائون قاڙ،
هٿي نوهه تاڙ، نانگا نسورا ٿيا.

١٩

لاهوتي، لطيف چئي، سڌ نه ڪڻن ساڻ،

١- ڏورانهون ديس ٢- اصل نسل ٣- نه اما نه ابو ۴- سيني نموني ۵- مايا ٦- ڇڪائين
٧- پاڙ وٽ ٨- وچ ٩- چڪي ١٠- انهن وٽ ١١- چادر ١٢- لانگوٽي ١٣- وضو، پنج اشناني
١۴- اسلام کان اڳي ١۵- بڌائون ١٦- بانگ (نماز لاءِ سڏ) ١٧- سانگا، آسرا ١٨- واڳ
١٩- ڳاڙهن پٽڪن سان ٢٠- سهاڳ وارا (جن لئي ايشور راضي آهي) ٢١- محبت ٢٢- لڳي
٢٣- موٽائي ٢۴- جڻن پاڻيءَ ۾ ٽه ٽرن، تئن تاري ٢۵- خير، سک ٢٦- وهه ڳڏيل پاڻي
٢٧- ڳاڙهاڻ ٢٨- ڪپي ٢٩- قت، چهڪ ٣٠- تاڙي ٣١- نج ٣٢- خواهش، ترشنا.
*هتي شاهه صاحب اشارو ٿو ڏئي نه جوڳين جون ساڌنائون ۽ منتر اهي آهن، جا اسلام جي اچڻ کان ٿي اڳ، وجود ۾ هوا.
§جوڳين سڀ سنساري ناتا ٽوڙي، پنهنجي پرم گروءَ گورکناٿ جو درشن پاتو.

اُتي آديسين اُهڃاڻُ، جِتي تَعلُّقَ ڇڏيا تُون تَڪيا.

۲۰

جَرِ جَرائِنِ اَنگَڙا، ڪُوري ڪاٽيئين ڪَلَ،
ماءِ! ماريندَمِ اُن جا، اَڏيا ماڳ، مَحلَ،
ڪيا تُون ڪانہ ڪَهلَ، اَديُون! عَبدُاللّطيفُ چئي.

۲۱

پُوڄا ڪارڻِ مَ پاڻَ ڪي، ڪوءِ، راوَلَ! ٻَن رَجاتُ،
لباسان، لَطيفُ چئي، پَلِ ويراڳي! واتُ،
مَن ماري ڪَرِ ماتُ، نہ ليرَتَ پَسين تَڪيو.

۲۲

پُوڄا ڪارڻِ مَ پاڻَ ڪي، پَلِ پُوڄا ڪان پاڻُ،
جاٽِي ڇَڏِ جاڻُ، پُرچُ پُوَرَبَ پَندَ ڏي.

۲۳

پُوڄا ڪارڻِ مَ پاڻَ ڪي، جوڳِي! رَکبج جوڳُ،
خَلقَ خادِمُ جِتي ڪَرِين، اُي راوَلَ! وَڏو روڳُ،
پِگِن ڪونهي پوڳُ، نانگا وَڃن نگيا.

وائي

مڙئيئون موڪَلَ، ڪالهہ ڪندا وِيا ڪاپڙي.
ڪَڏهن اَتَرَ سامُهان، ڪَڏهن دوُنهين جهَلَ،
هُنَ سيڪيندي هَڏڙا، مُون ٻاڙيندي ڳَلَ،
ڇيري ڇَندَن ڪانَ جِتي، سوُرَ ڏنا تُونَم سَلَ،
بابُو ڪَنِ نہ ٻکيا، نَڪا وَلِن وَلَ،
اَلا! عَبدُاللّطيفُ چئي، ايندَمِ شالَ اَملَ.

## سر رامڪلي - داستان ستين جو سار

ڪاپڙي، قوت ڪرايا آهن ۽ طعام لاءِ نہ جيتري بہ طمع نہ ٿا رکن. هنن جو گذران، گوندر لي آهي. هو اُڻ هوند جا آسائو آهن ۽ ٻک جي ٻوءِ چکيو پيا هلن. هو سانجهيءَ جو سمهيو رهن ۽ آڌيءَ اُٿيو اُلير ڏين؛ لوڪ ستي، هو جاڳن؛ لوڪ اُٿي، هو سمهن. هنن پنهنجا ڏيل، ڪشن م ڪشي، ڏٻرا ڪري ڇڏيا آهن. پنهنجا پيٽ ڪڏهن "چسن" لي نہ هيريا اُٿن ۽ ٻک مرندي بہ ڪڏهن ڪنهن کان ٻکيا نہ ٿا گهرن؛ نہ حسب نسب اُٿن، نہ اُما نہ اُب؛ سدائين روح ۾ رب پيو وسين؛ لانگوٽيا لال، ڪڏهن بہ مسدوُ (وضو) نہ ٿا ڪن، بانگ اُها ٻڌي اُٿن، جا اِسلام کان اَڳِ هئي؛ اَکين مان اُرلو پيو وهين ۽ ڳلن لي هميشہ ڳاڙه اُٿن. پنهنجي پوڄا ڪرائڻ ۽ خلق کي پنهنجو خادم ڪرڻ هڪ وڏو روڳ آهي. جوڳين جي اِها ريت ناهي.

۱- نشان ۲- ناٿا ۳- ماڳ، مڪان ۴- باه ۵- جلاين ۶- عضوا ۷- مچ ۸- ساڙين ۹- پنهنجي پوڄا نہ ڪراءِ ۱۰- ٻن ۱۱- رجوعات (ماڻهن جو رجوع ٿيڻ، اَچ وڃ) ۱۲- ڪوڙ يا فريب کان ۱۳- خودي ۱۴- هلبج ۱۵- جوڳ، يا ويراڳ، قائم رکبج ۱۶- ماڻهو ۱۷- ٻانها، مريد ۱۸- مرض ۱۹- دنيا کان پگلن يعني لياڳين لاءِ، فدا ٿيلن لاءِ ۲۰- عيش ۲۱- نڪريو ۲۲- مڙني کان ۲۳- اُتر يعني سرد هوا جي سامهون ۲۴- دونهين جي پر ۾ ۲۵- ڳلن ٿان ڳوڙها ڳاڙيندي ۲۶- مونکي ڏنائون ۲۷- سوراخ ۲۸- ڪيتيءَ لاءِ هر ڏين ۲۹- اُملهہ، اي اِها اِنسان.

## داستان آٺون

*۱

رَهيا آئيِي راتِ، صُبُحَ[1] ويندَ صابِري،
لُنءِ لُنءِ مَنجهه، لَطيفُ چئي، ڪَرِ تنين جي تاتِ،[2]
سَندي جوڳِيانِ ذاتِ، ٻِئي پيري مَسَ مِڙي.[3]

*۲

اَگھا آهينِ اَڄُ، صُبُحَ ويندَ صابِري،
ڪَنِ ڪو ڪاپڙِنِ مانِ، رُوحَ[4] رُڃِندو رَڄُ،[5]
ٻيرَ تنين جا ٻَجُ، مَتان سِڪِينِ سَناسِيُنِ ڪي.

*۳

تان ڪي ساڻِ اوِرِ،[6] جان[7] آهينِ اوطاقُنِ ۾،
ڏَهَ ڏَهَ پيرا ڏينهَن ۾، ٻاڻُ مَتانئُنِ گهورِ،
وِيا جي هِنگلورِ،[8] تَه ڪَرَمِ[9] مِلَندَءِ ڪاپڙي.

۴

تان ڪي وَڃِ ويهُه، جان آهينِ اوطاقُنِ ۾،
سامِي سَفَرِ[10] هَليا، ڏُورِ[11] چِتائي ڏيهُه،
ڇَڏي سُڪُ سانڍِهُ،[12] مَٿي گَنگا[13] گهِيا.§

۵

تان ڪي وَڃِ وَڃُ، جان آهينِ اوطاقُنِ ۾،
سامِي سَفَرِ هَليا،[14] رائو[15] چِتائي رُڃُ،
اُهڙو جن اُهُڃُ، سي ڪَرَمِ مِلَندَءِ ڪاپڙي.

۶

تان ڪي وَڃِ آءُ، جان آهينِ اوطاقُنِ ۾،
ويو لَنِ نَه وِسري، لاهوُتيڪو[16] لاءُ،[17]
فَنا ءِ فِراق جو، سامِيُنِ چِکيو ساءُ،
وَتان تو ويندءِ، ڪاپڙي ڪابُولَ[18] ڏي.

۷

اَڄُ نَه اوطاقُنِ ۾، جاڳَرُ[19] جوڳِيڙَنِ جو،
ساري سَناسِيُنِ ڪي، رُئَندين تان رو،
پَسُ! پاريان تو،[20] لاهوُتي لَڏي وِيا.

---

۱- صبر وارا ۲- وار وار ۾، رڳو، رڳو ۾ ۳- ملي، گڏجي ۴- روح کي وڻندڙ ۵- رس ۶- ليسين ۷- جيسين آهن ۸- هنگلاج ۹- ڪنهن ڀڄ سان، نصيب سان ۱۰- ڏورانهو ۱۱- چت ۾ رکي ۱۲- وطن ۱۳- جوش مان هليا ۱۴- جبل ۱۵- رڻ پٽ، بيابان ۱۶- لاهوتيءَ مان صفت ۱۷- لاءُ ساءُ، لطف ۱۸- ڪابل ۱۹- راڳ جي محفل، جماعت ۲۰- تنهنجي پار ڪان.

*هنن بيتن ۾ شاه صاحب فرمائي ٿو ته سنياسين جي صحبت ڪنهن وڏي ڀڄ سان ملندي آهي. هڪواريءَ جي سندن سنگ همت لڳي، ته اُن مان پورو فيض وٺجي. اي طالب! جيسين ڪاپڙي، تنهنجي اوطاق ۾ آهن، ليسين پاڻ متانئن گهور ۽ سندن سنگ مان پورو لاڀ وٺ.

§جوڳي، سڀ سک، ملڪ پنهنجو ماڳ، تياڳ ڪري، گنگا جي تيرٿ لاءِ نڪتا. (گنگا مان مراد آهي: آتمڪ گيان جو سر.)

*۸

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، طالبَ تنوارِينِ،
آديسي اُٿي وِيا، مَڙهيون مون مارِينِ،
جي جيءَ کي جِهارِينِ، سي لاهوُتي لَڏي وِيا.

۹

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، سَندي جوڳِيُنِ جوڙَ،[1]
ساري سَناسِيُنِ کي، کامي ٿِيَس کوڙَ،[2]
مَنَ جنِين سين موڙَ،[3] سي لاهوُتي لَڏي وِيا.

۱۰

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، سَندي جوڳِيُنِ ذاتِ،
ساري سَناسِيُنِ کي، رُنُم ساري رات،[4]
مون تَنَ جنِين جي تاتِ، سي لاهوُتي لَڏي وِيا.

۱۱

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، تازا ٻَڌَرَ ڪَکَ،
آديسي اُٿي وِيا، پيئي اُڏامي رَکَ،
سامي ڪَڍي سَنکَ،[5] وَڄائي واٽَ ٿِيا.

۱۲

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، ڪَرڳَلَ[6] ڪِينَ رُوُنِ،
نہ اُهي آديسي اُسڪا،[7] جِن سين مَڙهيوُن سوُنهَنِ،
مَڙهُ[8] ٻُوُرِياتُون ماٺ ٿي، واڄِٽَ ڪِينَ وَڄَنِ،
وِيا نانگا سي نِڪري، ٻُهَرَ نہ ٻُوُرَ[9] ٻِنِ،
سارِيو سَناسِيُنِ کي، اولاڪا[10] اَچَنِ،
لاڄئون لاهوُتِيَنِ، جوڙي ڏِنئون جيءَ کي.[11]

۱۳

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، دوُنهين،[12] ڏُنڌُ،[13] نہ لاٽَ،
وِيا ويراڳي نِڪري، چِٽ[14] چِڪائي چاٽَ،[15]
آئون ماريَس تَنهين ماٽَ،[16] جيجان! جوڳِيَڙَنِ جي.

§۱۴

جِياسوُن جوڙَ ٿِيي، جوڳِيءَ لاٿو جارُ،[17][18]
سَندو پُوُرَبَ پارُ،[19] آچِيائين اَنڌَنِ کي.[20]

۱۵

جِياسوُن جوڙَ ٿِيي، جوڳِيي ڏِنوسوُن جانِ،

۱- ڪپهري ۲- ڪٽين جي ڪوڙ ۳- لاڙو ۴- ياد ڪري ۵- ناد ۶- وڏي آواز ۷- بي آرام ۸- مڙهي ۹- پوربين يا جوڳين مان ڪو بہ جٿو ۱۰- چِتائون، ڏک ۱۱- رسيون (ضابطي جون) ۱۲- دونهون ۱۳- روشني ۱۴- دل کي ۱۵- چاٽو (ماکيءَ جو) ۱۶- ماڪ (ڳوڙ هن) ۱۷- گڏجاڻي ٿي، آنند ٿيو ۱۸- غم، پيڙا ۱۹- پورب يعني آلمڪ ديس جو طرف يا ڏس ۲۰- اڱيائين.

*ڪن صاحبن جو رايو آهي تہ ”اَڄ نہ اوطاقن...“ وارن بيتن ۾ شاه صاحب، شاه عنايت جهوڪ شريف واري جي شهادت تي پنهنجي درد ۽ ماتم جو اظهار ڪيو آهي. اِنهيءَ واقعي شاه صاحب جي دل کي سخت صدمو رسايو ٿو ڏسجي. شاه عنايت جي وڃڻ کان پوءِ ڪيس مڙهيون (فقيرن جي آستانن) ۾ نسوري رڪ اُڏامندي نظر ٿي اچي.

§ڪي صاحب ”جِياسوُن جوڙ ٿيي“ جي معنيٰ ٿا ڪن: جڏهن ڪان سرشتي رچي ويئي.

سَگُ[1] هو جَنهِين سان، سو سامِي اَسان پيٽيو.

١٦

جِياسُون جوڙَ تي، نانگو ڏِٺوسُون نِٽُ،

ڇُونڍو[2] هو ڇِتُ، کُلِي سو باغُ ٿيو.*

١٧

هَيءِ! جي هُنا هِتِ، تہ مَتِنِ هوُندَ[3] حَقُّ[4] ٿيو،

مَٽيُون[5]، مُورَتَ[6]، مَتِ[7]، مانَ[8] وِسِرِيُون کِي لهان.§

١٨

هَيءِ! جي هُنا هاڻِ، تہ مَتِنِ هوُندَ حَقُّ ٿيو،

پيهي وِيا پاڻَ، اَڏِيا مَڙهَ[9] مارِينِ مُون.

وائي ١

ڪاپَڙِي ڪَنَ چيرَ[10]، وِيا ويراڳِي نِڪِري،

دِلِ هَٽِي وِيا دَلَقَ[11] سِين، ڦورُوُ هُنَڙا ڦَقِيرَ،‡

هَٽِي وِيا حِلِمَ[12] سان، سِڱِيُون مَنجِهہِ سَرِيَرَ.

وائي ٢

جوڳِي جَڳَ گَهِٽا، اَلا! مُون وَهُ ويراڳِينِ سِين.

پاڇِي ڪَنِ نہ پاڻَ[13] سِين، لُنبِيءَ مَنجهہ ڪٽا، اَلا!

جان ڪِي ڏاٽِيُون[14] ڏُوڙِ ۾، جان ڪِي ڪِينَ ڇِٽا! اَلا!

ويٺي واڙِيُنِ لي، پَٽَنِ[15] جِتَنِ[16] پِٽان، اَلا!

سارِيو سَناسِيُنِ کي، ويٺي هَٿَ هَٽان، اَلا!

آئِلِ! آديسِيُنِ[17] جا، مُون لي کُنَ گَهِٽا، اَلا!

اَديُون! عَبدُاللطيفُ چئي، مُحبَّنِ[18] مَنجهہِ مَٽيا، اَلا!

## سر رامڪلي - داستان آٺين جو سار

جوڳين جي ذات ڪنهن ڪرم سان ملي. جيسين اوطاقن ۾ آهن، تيسين سندن ڪانءَ ڪر ۽ پاڻ مٺاڻن گهور. هنن جي ڇت ۾ ڏورانهون ديس پيو وسي. هنن جو سفر سچ ۽ رچ ۾ آهي. هنن کڻا ۽ فراق جو ساءُ چکيو آهي. افسوس جو اڄ آديسي پنهنجي مڙهين مان لڏي ويا آهن ۽ هينئر اُتي ڪک پيا وسن:
”جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.“

شاهه صاحب کي جوڳين جي فراق ۾ راتيون روئڻ ۾ گذارڻيون پيئون آهن. آديسي هليا ويا آهن ۽ سندن جاءِ تي رڳو رک پيئي اُڏامي:
”آديسي اُٿي ويا، پيئي اُڏامي رک.“
جوڳين جي سنگ ۾ سندس ڇت کلي باغ ٿي پيو آهي. سندن صحبت مان کيس حال (روحاني خمار) پرڙيو آهي. جوڳين جي صحبت وڏي جوڙ آهي ۽ سندن جدائي وڏي جاڙ.

---

١- ياترا ڪئي، ڏٺو ٢- ٻوٽيل (مکريءَ جيان) ٣- جيڪر ٤- منهنجو حق ٥- مٽڪا (مالها جا) ٦- مورتي، جوڳيءَ جو روپ ٧- گيان، وديا ٨- من ٩- اُڏيل مڙهيون ١٠- ڪن چيريل ١١- ڪفني ١٢- نيار، نهنائي ١٣- ٻجائين ١٤- ڪائين ١٥- مڱڻهارن ١٦- گهمان ١٧- اَحسان ١٨- جوت، جوهر.

*اَسانجو هردو، جو اَڳ، مکريءَ مثل ٻوٽيل هو، سو هاڻ ٽڙي هڪ گلشن ٿي پيو آهي.

§شل وڃايل مالهائون، جوڳيءَ جو روپ ۽ سندس گيان وري پراپت ڪريان.

‡جوڳي ڪي، ڦورُوُ هوا، جو منهنجي دل کي پنهنجي ڪفنيءَ جي جادوءَ سان لٽي ويا.

## داستان نائون

١

هُڪَ وِڏائُون هُڳريين[1]، جوڳِي ڪَندا جُڄَ[2]،
طَلَبَ نَہ رَکَنِ طَعامَ جي، اوليو پِيَنِ اُڄَ،
لاهوُتِيُنِ[3]، لَطيفُ چئي، مَنُ ماري ڪيو مُڄَ،
سامِي جهاڳِي سُڄَ، وَسَندُن[4] کي ويجها ٿيا.

٢

نَہ گِندا[5]، نَہ گَبَري[6]، نَہ لانگوٽِي لِڪَ[7]،
جيڏَنهن پِرين وِکَ، تيڏَنهن صاحِبُ سامُهون.

٣

نَہ گِندا، نَہ گَبَري، نَہ لانگوٽِي لِيڙُ[8]،
جيڏَنهن ڪَرِين پيڙُ[9]، تيڏَنهن صاحِبُ سامُهون.

٤

نَہ گِندا، نَہ گَبَري، نَہ لانگوٽِي لِينگَ[10]،
ٻُنگا[11] جِنين پِينگَ[12]، صاحِبُ تِنين سامُهون.

٥

نَہ گِندا، نَہ گَبَري، نَہ کَچِين ڪاڇوٽِي[13]،
سامِيُن ٻاري سُڄَ ۾، ٻابُن[14] ٻاهوٽِي[15]،
جوڳِي جَبرُوتِي[16]، وَڃائي وات وِيا.

٦

ڪَڇي ڪاڇوٽِي، نانگَنِ ٻَڌي نيڻهَن جي،
جَهڙا آيا جَڳَ ۾، تهڙا وِيا موٽِي،
اُنين جي[17] چوٽِي، ڀُورَ[18] ٿيندي پَڌري.

٧*

جِنَ تا پُڇَنِ اَنَّ کي، تِنَ جي پُڇَنِ پَندُ،
نَہ رِڙهي لَڌائُون[19] رَندُ[20]، لَتَين لُڪَ، لطيفُ چئي.

٨*

جِنَ تا پُڇَنِ اَنَّ کي، تِنَ جي پُڇَنِ اَللهُ،
نَہ رِڙهي لَڌائُون راهُ، لَتَين لُڪَ، لطيفُ چئي.

٩

سَبِيري[21]، سَيّدُ چئي، جي تا پُڇَنِ اَنُّ،
تِنِ ڪاپَڙِيُنِ[22] ڪونهي ڪَنُّ[23]، جوڳِي چائِينِ جاڙَ تا.

١٠

جا بَرادَ[24] ٻِتَنِ[25] جي، سا اَڄ هُڪَ آديسِينِ،§
روزا رِندَ رَکَنِ[26]، عيدَ نہ اوڏا[27] ڪاپڙي.

---

١- ٿيلهيين، گودڙين ۾ ٢- موجون، آنند ٣- سريا يا گاھ جيان نرم ٤- وسندي، آبادي ٥- رلي ٦- گودڙي ٧- ٽوري، لرمالر ٨- اَڳڙيءَ ٽڪر ٩- ڪاھ ١٠- ٽِڳڙي ١١- گھر، جھوپڙا ١٢- سچا ١٣- لانگوٽي ١٤- جوڳين ١٥- ٻاھ، ٻاھڙي ١٦- جبروت جي منزل تي پهتل جوڳي ١٧- اُنهن جي ١٨- ڏِيا، ڪماليت ١٩- وات، مارگ ٢٠- لُڪ، ڪشت ٢١- سوير ئي ٢٢- پاٽڪي چوائين ٢٣- مفت، اَجايو ٢٤- عيد، جشن ٢٥- اِنساني پتلن، عام ماڻهن ٢٦- مست فقير، اِلاهي رنگ ۾ رتل جوڳي ٢٧- عيد کي اوڏا ناهن (جشنن کان پري آهن).

*جِن اِنسان روز اَن جي طلب تا ڪن، تن جي هو روحاني پهڌ يا اَللهُ جي پڇا ڪن ته جيڪر جلد وڃي سچو مارگ لهن ۽ پوءِ سندن من مان سڀ چنتائون ۽ ڪليش نورت ٿي وڃن.

§سنياسين لاءِ اَڄ هڪ اِئين آهي، جِن عام اِنسانن لاءِ جشن جا ڏينهن.

١١

جنهن سَناسيءَ سانڍيو[1]، گَندي ءِ گراهُ[2]،
اُنهيءَ کان اَللهُ، اَجا اَڳاهُون[3] ٿيو.

١٢*

ويٺو پُڇين پُڙُ[4]، ڪَرِ ڪا هنئار[5] هَلاڪَ جي،
اَڄُ، آديسي! مَرُ[6]، صُباحَ مَرَندو سَيُڪو.

١٣

پَرِيِندِيءِ پيرِ ٿيا[7]، ڇَڏي[8] گَندو[9] گامُ،
گُروءَ سَندي گَسَ ۾، جنِ ڪيا تَنَ تَمامُ[10]،
ويهي ڪيو نه وچ ۾، تِنِ آديسُنِ آرامُ،
رَهُ[11] ۾ گَڏيِنِ رامُ، پَندان جُتا ڪاپڙي.

١٤

اَکيُون آلو ماهُ[12]، سَدا سَناسيُنِ[13] جُون،
واري نيڻَ نِنداهُ[14]، جاڳي جَهليا جوڳِيُنِ[15].

١٥

اَڌَ[16] لِکيُون آهينِ، آئِل! آديسُنِ جُون،
ويهي وِهائينِ[17]، ڪا قَضاني[18] راتڙي.

١٦

اَجا سي آهينِ، جي سَزاوارَ[19] سَگِيُنِ جا،
وينا وَڃائينِ، جي، سَناسي، سُڱيِنِ.

١٧

نسورِيائي ناهُ[20] جي، دِل ۾ دُونهين دُکاءِ،
آٽي[21] آڳ عِشقَ جي، لاهوُتي! تَنَ لاءِ،
جِندا[22]! تِنِ جاڳاءِ، جِنَ آتَشيان[23] آبُ ٿِئي.

١٨

مَرَڪُ[24] مُسَلَّمُ جِنِ، واحِدُ[25] تِنِ نه وِسري،
مَٿي سَگَرَ[26] ڪاپڙي، ڪا نانگا نِبدَ نه ڪَنِ،
نيڻَ سَدائين تِنِ، اوجاڳَنِ[27] اُجاريا.

١٩

جو کُهَند[28] سُهَند[29] سامُهون، پُرت[30] تَنهين سين پارِ[31]،
نيڻهُن نه نِباهي[32] جِهِجهو، تَنهن سين تُون مَ[33] تَنوارِ،
هَڏ[34] مَ وات وِسارِ، ٿي[35] نِرالو نِبري.

٢٠

پُوري[36] پَئي رَهُ، اَپَتي[37] اُڃهِ[38] مَ ڪاپڙي!
اَلا جي عِشقَ جا، سي تُون سَهيو سَگهُ،
پُڇُ پاڻَ کي پَگهُ[39]، هِڪلاج هَلاڪَ جو.

---

١- رلي ٢- گره، ڪاڌو ٣- پري ٤- گذريل سال ٥- هيندر ٦- مرڪ کان اڳي مر ٧- سفر ٿي اسهيا ٨- گندو ٽڪر ٩- ڳوٺ ١٠- نابود ١١- راهه، وات ١٢- ڳوڙهن سان تر ١٣- چندرما ١٤- روڪي ١٥- ننڊ کان ١٦- اڌ پوريل اکيون ١٧- گهارين ١٨- ڪا ورلي ١٩- لائق ٢٠- نيستي، فنا ٢١- جسم يا وجود سان لڳاءِ ٢٢- اي جندا! ٢٣ آتش يعني باهه مان ٢٤- قبول ٢٥- ڏٺي، ايڪو برهم ٢٦- سمارگ (روحاني پند) ٢٧- روشن ڪيا ٢٨- خراب هند ٢٩- سٺو هند ٣٠- پريت ٣١- نباهه ٣٢- لوڙ ڏائين نه هلي ٣٣- روحاني ٻوليون نه ڪر ٣٤- الڳ يا نياڳي ٣٥- نباهي ٣٦- ٻنڌڪري (روحاني راز) ٣٧- ڪولي ٣٨- نه پڌڪ ٣٩- مصلحت.

*تون ويٺو گذريل وقت واچين، هيندر ڪي ڪا هلاڪ جي ڪر. اي جوڳي! تون اڄ ئي پاڻکي مار (نفس نابود ڪر) ڇو ته سڀان (ڪنهن ڏينهن) هرڪنهن کي مرڻو آهي.

٢١

جوڳي[1] ويا جاميرَ[2]، جان مڙهيان مُنهن پائيان،
پيا پوڄيندي[3] ڪيرَ[4]، ڏوڏاڻي ڏوپَ ڌري.

٢٢

ڌورَڻ گهڻو ڍاڪڙو، ڏورِ جِ مَرِ ۽ ڏِئي[5]،
ڏان ڏان هونئي[6] ڇَڄري، جان سين يارُ جُٺي،
جَڏهن پاسي[8] پاڪ[7] ٿئي، تَڏهن ڇَڏج ٽِڪيو.

٢٣

ڌورِ مَ ڏِٺان[9] ڌارَ، ڌورَڻ گهڻو ڍاڪڙو،
ڪوڙين[10] لَکَ هزارَ، اِنَ اوڻداهيءَ اَنڌا ڪيا.

٢٤

لو جو ڏِيو پانئيو، سا سوُرِج سُهاڻي[11]،
اَنڌَنِ اوُنداهي، جي راتِ وِهامي ڏِينهَن ٿيو.

٢٥

ناٿ جَنهين نِنڌِ[12]، لَٿ نَ نهاريو جوڳيين،
ڪي ڪُويساهيا[13] ڪاپڙي، پُريا پَراهين[14] پَنڌِ،
هوُ هِنهين هَنڌِ[15]، ٿي هُنهئين[16] وِيا هِنگلاجِ ڏي.

٢٦

ناٿ جَنهين ننڌِ، لَٿ پڻ نهاريو جوڳيين،
سي سُويساهيا[17] ڪاپڙي، پُريا پَراهين پَنڌِ،
هوُ هُئو هِنَ[18] هَنڌِ، هُنِ هنگلاجانِ[19] هَٿ ڪيو.

٢٧

سامي! توُن سُلوُڪَ[20] ڪي، هَٿان هَڏِ مَ ڇَڏِ،
لَڏيندَنِ[21] سين لَڏ، تَ رَهين توُن راجَ ڪري.

٢٨

ويندَنِ[22] ڪي ويڪَ[23] ٿئي، هوُندَنِ[24] ڪونهي هَنڌُ،
"مَنْ لَهُ الْمَوْلٰى فَلَهُ الْكُلُّ"[25]، اِيُّ پروُڙِج پَنڌُ.

٢٩

عاشِقَ، شَهَرَ فَقِيرَ، دَرِ دَرِ هَڻَنِ سِينَ،
"مَنْ عَرَفَ اللّٰهَ كَلَّ لِسَانُهُ"[26]، اَهڙائي اَمِينَ[27]،
جِتي پَسَنِ ڪِينَ[28]، تِتي ڪَنِ ٽِڪيا.

٣٠

گُذَرَ ڪَٿي گُذرانُ[29]، ڪِينَ قبوُلِج ڪاپڙي،
عَليءَ جو مَيدانُ، سَکَرُ[30] سناسِيُن ڪي.*

٣١

وينا ڌوُڙِ ڌُکِي[31]، عَليءَ جي مَيدانَ ۾،
تَرڪَ ڪياءوُن ٽِڪيا، پَريون پَنڌُ سُٺي،

١- ليروڻ پاتل ٢- مڙهين ۾ ٣- ڌوڏي (ڀاهه ڌويندڙ) جي ٤- دونهي (واس ڌوپ) ٥- بتي يا چراغ (روشني) کان سواءِ (گروءَ کان سواءِ) ٦- ڪُنيءَ ۾ (خلوت يا ايڪانت واريءَ) ٧- خود ٨- آستان ٩- ڏٺي يعني آلمڪ رهبر کان سواءِ ١٠- ڪروڙين ١١- سج جو ٽڪلو ١٢- جنهن آستان تي ١٣- ڪوڙي ويساهه وارا ١٤- هليا ويا ١٥- هن ئي آستان تي ١٦- اونهئين، اَجايو ١٧- سچي ويساهه وارا ١٨- هن ١٩- هنگلاج مان ٢٠- روحاني مارگ ٢١- ٽارڪن يا ليباڳين ٢٢- ويندڙن، هلندڙن ٢٣- ڪشادائي ٢٤- خوديءَ وارن کي ٢٥- جنهن کي مولا آهي، تنهن کي سڀڪجهه آهي (حديث) ٢٦- جنهن الله کي سڃاتو، تنهنجي زبان گنگي ٿي (حديث) ٢٧- پارکو ٢٨- نيستي ٢٩- گذري ويل ۽ گذرندڙ ٣٠- سنو ٣١- چوندي.
*"عليءَ جي ميدان" مان مراد: مسڪيني ۽ رياضت. (جهڙي حضرت عليءَ جي زندگي).

ڪندي ڪوهُ ڏني؟ طعنا ڏيئي تن کي.

۳۲

لمگهہ لاهوُتيان، ڪاپڙي! دوُنهين ڪا مَ دُکاءِ،
اوري ڪَرِ مَ آسرو، پَري پيرُ مَ پاءِ،
جنِ جي جاءِ نہ ماءِ، وَنءِ تنين سين واجهيو.

۳۳

چڱِ جاڳوتا جوڳيين[2]، دوُنهيوُن ڪيمَ دُکاءِ،
"وَاذْ کُرْ رَبَّکَ فِيْ نَفْسِکَ"[3]، اَندرِ آڳ جلاءِ،
جنِ سَڄَڻَ جي ساجاءِ، تن ڪينان منو ڪينَ کي[4].[5]

۳۴

پنيءَ[6] پَڙڪَ ڪَنِ، باهيوُن بيراڳين جوُن،
هلو تہ سيڪيوُن هَٿڙا، مَٿي تنِ مَچَنِ،
مُلان سداسينِ[7]، موُن جَڙ لڳي جانِ[8] ۾.

*۳۵

هوُجي ٿيا هَرِڪيِسَ[9]، تنِ لڳي ڪينَ لباسَ سين،
وَنِ وِلهي[10] ويسَ، لاهوُتي لطيفُ چئي.

۳۶

ٻُکَ اُنين جي بکيا، ڏوُڙ اُنين جو ڏوُپُ[11]،
کَپاٿوُن سوني روُپُ[12]، جتان لوڪَ لَنَجَ[13] ٿئي.

۳۷

سگيوُن[14]، سيليوُن[15]، گَبَريوُن[16]، ٽيئي اولَ لڳو[17]،
پُٽَ هَٽي پَٽَ سين، پيري تن پَگو[18]،
لاهوُتَ جنِ لڳو، سي مَڙهيان[19] موُرُ[20] نہ نڱيا[21].

§۳۸

کوءِ گودَڙ[22]! بَنِ گبَريوُن[23]! نيئي کِداٿوُن[24] کانءِ[25]؛
جيڏانهين جوڳِ، وِيو، نيڻَ تيڏانهين نانءِ[26]،
پُٺو ايئن پانءِ، تہ سگيوُن شوُمَتَ هَٿَ جوُن[27].

۳۹

کَٿِ گودَڙ، بَنِ گَبَريوُن، کانءِ مَ کداٿوُن،
جيدا! وَهي جوڳِ سين، لَهِج[28] کي لاٿوُن،
ايئن ڪِهُ اُتاٿوُن، سگيوُن شوُمَتَ هَٿَ جوُن؟[29]

۴۰

جا گُرُ ڏِني گودڙي[30]، سا موُن کي ٿي مَرَڪَ[31]،

---

۱- دنيا ۲- جوڳين وارپون جتائون ۳- پنهنجي رب کي پنهنجي اَندر ۾ ياد ڪر ۴- شناس ۵- ڪين (نيستي) کان وڌيڪ ۶- پڙڪا ڏين ۷- وٽان ۸- ميخ (عشق جي) ۹- هريءَ جي رنگ ۾ رتل ۱۰- غريباڻي لباس ۾ ۱۱- واس ڏوپ ۱۲- جهڙو کان ۱۳- ماڻهن کان ۱۴- وجائڻ جون سگيون ۱۵- رسيون ۱۶- گودڙيون ۱۷- جڙيو ۱۸- ڪشتو ۱۹- مڙهين مان ۲۰- هرگز نہ ۲۱- نڪتا ۲۲- گودڙيون ۲۳- ڪٽي ۲۴- رليون ۲۵- جلاءِ ۲۶- نماءِ ۲۷- برائي، خرابي ۲۸- واڳجي يا شامل ٿي ويهج ۲۹- چو چپائون ۳۰- گروءَ ۳۱- فخر.

*جيڪي هريءَ جي رنگ (الاهي عشق) ۾ رڱيل آهن، تنهي ويس وڳن سان دل نہ ٿي لڳي. هو غريباڻي لباس ۾ گهمندا وتن.

§اشارو: جوڳي، ظاهري وستن جهڙوڪ گودڙين، گبرين ۽ سگين ۾ ناهي، ۾ من جي استريا ۾.

چيلا! ماري چرخ، اوڍي ويهہ ادب سين.

*٤١

جا ڳر ڏني گودڙي، سا ٿئي لاهيندي لڄ،
سدا تنهن سهڄ، چيلو چوندو ڪيترا؟

*٤٢

جا ڳر ڏني گودڙي، سا مون ڳهٽي سهاءِ،
نيٺي رساٽي ماءِ، اوڍڻين جي ادب سين.

٤٣

اندر رلا رليون، ٻاهر پٽولا،
لڻ ٻر ڪاپڙي، ڳڏهه جا گولا.

٤٤

ٻاهر رلا رليون، اندر پٽولا،
لڻ ٻر ڪاپڙي، خدا جا گولا.

§٤٥

گل گل پسي، گودڙيا! ڳهٽا م پانئيج،
سوئي سڃاڻيج، هيُّ هوُ آهي هيڪڙو.

٤٦

پٽ چڏياڻون پٽ ۾، ڏنڊ چڏياڻون ڏس!
آلائشان اڳي ٿيا، مولي ٿين نہ مس،
هيُّ چڏياڻون حِس، وڃي ڪالهہ ڪل ٿيا.

٤٧

ٻولي ٻجهارت، جوڳيان سنديءَ ذات جي،
ڏورڪ ڳهٽو ڏاڪڙو، هلڪ ۾ حيرت،
عجب عبادت، پهہ پروڙڪ اڻ جو.

٤٨

جنهن ڪارڻ جوڳي ٿيا، جان جان سو نہ پسن،
تان تان سداسين، وره وهامي راتڙي.

٤٩

نہ ڪلن، نہ ڪين ڪي، نڪي ڳالهائين،
ڪنهن جنهن ۾ آهين، سا ٻر پروڙڪ ڏاڪڙو.

٥٠

ٻچڪ پرڏيهين جو، آسڪ وت آهي،
اڳڪ جي لاهي، هنئين تان حق لهي.

٥١

راليان وڄهن رام سين، ڏينهان ڪن سنان،

---

١- پلٽي ماري ٢- ٻهري ٣- ڳڻ، سهڄ ٤- سونهي ٥- وڃي ٻهچائي ٦- ماڳ، لي ٧- ريشمي وستر ٨- آهڙي نموني ٩- غلام ١٠- قسمين قسمين گل يا روپ ١١- ڪشتا ١٢- سگيون (وجائڻ جون)، آسن ١٣- آلايش يعني ناپاڪائيءَ کان ١٤- ٿامونڪچ ١٥- احساس (دنيا جو) ١٦- ڏٽيءَ سان هڪ ٿيا ١٧- ڳجهارت ١٨- غم ۾ ١٩- ڪائين ٢٠- آهڙي ڪنهن ڳالهہ ۾ ٢١- ريت، نمونو ٢٢- اپوترتا، موه، پردو ٢٣- ايشور ٢٤- اهينئين ٢٥- پيدا ٿئي ٢٦- ريدا رهن ٢٦- سنان.

*چيلي کي جڳائي نہ گروءَ وٽان مليل گودڙي ادب سان اوڍي، آسن ۾ وهي. پوءِ هو وهي پار پهچندو. چيلو، گروءَ جي گودڙيءَ جا ڳڻ ڪيترا ڳائيندو!

§اي ڪاپڙي! هن دنيا روپي گلشن ۾ گوناگون گل (روپ) پسي، ڪثرت نہ سمجهہ؛ تون اهوئي هڪ (ايشور) سڃاڻج، جو سڀ ۾ ٿو وسي.

جوڳِي سِي اِيانا[1]، وَتُون جن وِرهائِيوُن.*

٥٢

ڪِي جو ڏِناتُون، ڏَهڪَچِي[2] ڏُورِ ٿِيا،
وِهَڪَ نه ڪَياتُون، اَيَڪَ[3] عَيبُ اَنِ جو.

٥٣

نَڪِي طَعامُ ٿَنبَڙِيَنِ[4] ۾، نَڪِي گُجَرُنِ[6]،
مُون پَڻِ مُلان تَنِ[5]، حاصِلُ ڪِي حالُ ڪَيو.§

٥٤

دَلَقَ[7] يَڪائِبِ دِلِ ڪِي، لاٿِبِ[8] ڪو مَ لباسُ[9]،‡
پُورِي ڪاٿِبِ پانهنجو، مَڙهيان[10] اَندَرِ ماسُ،
ته ويراڳِي! تو واسُ[11]، بَرَ[12] ۾ بُويُون موڪِلي.

٥٥†

جِتي عَرشُ نه اُبُ ڪو، زَمِينَ ناهِ ذَرو،
نَڪو چاڙهاتُو[13] چَندَ جو، نَڪو سِجَ سَرو[14]،
اُتي آديسِيُنِ جو، لَڳو[15] دَنگَ[16] دَرو،
پَري پيِنِ پَرو[17]، ناتُ[18] ڏِناتُون ناهِ ۾.

وائي ١

جوڳِي ڏاڍِي ذاتِ، جيجان! سامِي ڏاڍِي ذاتِ،
ماءُ! مُون قَبولِيا ڪاپڙِي.
رالِيان ڏِيهان رُوحَ ۾، مُون ڪِي سَندِيَنِ تاتِ،
سِگها اِيندَمِ سُپرِينِ، شالَ سُياڻي پرڀاتِ،
اُنهَنِ آديسِيُنِ جي، مُون ڪِي وائي آهي واتِ،
ڪَريان عَرضَ اَللهَ ڪي، آئُون اُٿي آڌِيءَ راتِ،
آديُون! عَبدُاللَّطِيفُ چَئي، شالَ ڏاتَرُ[19] ڏِيندَمِ ڏاتِ[20].

وائي ٢

راوَلُ[21] رَهي نه راتِ، جيڏِيُون!
مُنهنجو راوَلُ رَهي نه راتِ.
ڪوهُ[22] ڪَرِيندِيَس ڪانڌَ رِي، وِهاڻيءَ پرڀاتِ،
مِتَ[23] نه مَعذُورِنِ جا، ڪا جا جوڳِيءَ ذاتِ،
لَڳمِ لاهُوتِيُنِ جو، مَنجهان ڪِينَرَ[24] ڪاتِ[25].

---

١- اَحمق ٢- ٻه جي ٣- ٻيهڪ ٤- لنبن ۾ ٥- تن وٽان ٦- روحاني فيض ٧- فقيراڻو چتبن لڳل لباس ٨- پائبج ٩- ظاهري ويس ١٠- مڙهين ۾ ١١- ننهنجو هنڌاءُ ١٢- خوشبويون ١٣- اڀرڻ، چڙهڻ ١٤- نشان ١٥- حد ١٦- آسڻ ١٧- پنوءَ جاڻ ١٨- نيستي، عدم ١٩- ڏاتار، خدا ٢٠- دان ٢١- محبوب ٢٢- پره ڦٽيءَ جو ٢٣- دوست ٢٤- ساز، سرندي ٢٥- خنجر.

*اُهي جوڳي احمق چئبا، جن پاڻ ۾ دنيوي پدارٿ وراهي ڪيا.

§مون پڻ اُنهن (جوڳين) مان ڪي روحاني فيض حاصل ڪيو آهي.

‡ظاهري ويس نه پهر. پنهنجي دل کي جوڳياڻو لباس پهراءِ. (پنهنجي دل کي جوڳي ڪر.)

†آديسين جي منزل اُتي، جتي نه عرش آهي، نه زمين؛ نه چنڊ آهي، نه سج؛ هنن ايشور نيستيءَ يا عدم ۾ ڏٺو آهي. (گيتا ۾ به ساڳيو ورڻن آهي.)

## سر رامڪلي - داستان ٽئين جو سار

جوڳين لاءِ ٻڪ وڏو ڄڄ آهي. هو طعام جي طلب نه ٿا رکن ۽ سارو وقت اڃ اوليو پيا پيئن. هنن من ماري مڇ ڪيو آهي ۽ پوءِ اُهڙي آلمڪ اوستا کي رسيا آهن، جو: "جيڏنهن پرين وڪ، ليڏنهن صاحب سامهون."

هو جهڙا جڳ ۾ آيا، تهڙائي هتان موٽيو وڃن. اي آديسي! اڃ ٿي مر ۽ ڪالهه ۽ سڀان جي ٻچار نه ڪر. جن سنياسين "گندي ۽ گراه" سانديو، تن ڪان الله اڄا پري آهي. سامي اهو آهي، جو سلوڪ کي هٿان نه ڇڏي؛ رلين ۽ گبرين کي ترڪ ڪري؛ ۽ "گرجي گودڙيءَ" کي ادب سان اوڍي. آديسي اهو آهي، جو مڙهيءَ اندر پاڻ پوري، ٻهڏجو ماس کائي. جوڳين جو درو اُتي آهي، جتي نه سج آهي، نه چنڊ، نه عرش، نه آب:

"پري پين پرو، ناٿ ڏناٿون ناهه ۾."

•

"**سر رامڪلي**"- هندستان جي ڳائڻ ودِيا موجب، رامڪلي، هندول جي پدڄن استرين مان هڪ آهي. سارو سر، جوڳ ۽ جوڳين جي استتيءَ ۾ اچاريل آهي. جيڪي گيتا ۾ يوڳ ۽ يوگين بابت چيل آهي، سو شاه صاحب جي "سر رامڪلي" ۾ نرنيءَ ٿيل آهي. شاه صاحب سچن ويراڳين جي ويراڳ ۾ ٿي هي سر چيو آهي.

# سُر ڪاپائتي

## داستان پهريون

ٽوڻي ٽُوڻ[1] ڪاٽارِ[2]، جِمِ[3][*] هيڪلي[4] پيرڻين[5]،
ڏِٺي ڪا ڏُٺارِ[6]، صَرافَ اِنهين سُٽَ ۾.

٢

جنين پيرِيو هيڪلو، تنين ميڙيو، ماءِ!
تَنُ اَهڙيءَ[7] ساءِ، مُون آڻُ[8] هَڏِ[9] نه اَجهي.

٣

جان ڪتين ٽان ڪِتُ، هيءَ[10] هَڏِ وِهاڻي[11]،
ڪاپاٽي[12] سَيَڪا[13]، ڪِتي سيباڻي[14]،
جاٽو جن جاڻي[15]، تن هَتان پهي نه چَڏي.

٤

هيءَ هَڏِ وِهاڻي، جان ڪتين ٽان ڪِتُ،
ڪو پنهنجي عيد[16] کي، پيري ڪَج پرتُ[17]،
مَتان روئين رَتُ، صُباحَ[18] وِچ سَرَتين.

٥

هيءَ هَڏِ وِهاڻي، ٽون ڪَڙهُه ڪالهوڻي ڏينهن کي،
اٽي اور اَرتَ[19] سين، وِيهُه مَ، وِهاڻي!
نه صَرافَ سُياڻي، موٽائي هَٽيڻي نه، مُنهن ۾.

٦

ڪتڻَ جي ڪانه ڪَرين، سُتي ساهين هَڏُ[20]،
صُباحَ ايندءِ اوچتي، عيدَ اَگهاڙن[21] گڏُ،
جِتِ سَرَتِيون ڪندءِ سڌُ، اُتِ سِڪَندين سيڳار کي.

---

١- جيتوڻيڪ ٢- ڪتڻ واري ٣- متان ٤- اَڪيلي ٥- ڦيرائين، ورائين ٦- وڏ، نقص ٧- اَهڙي طرح ٨- اَٽڻ ڪتڻ جي جاءِ ٩- هرگز ١٠- هيءَ مهل يا حياتي ١١- گذري ١٢- ڪتينديون ١٣ ڪتيل سٽ ١٤- وٽي، پسند پيئي ١٥- ڪمهه جو پهو ١٦- عيد يا خوشيءَ جي ڏينهن لاءِ ١٧- پرت پرج ١٨- قيامت جي ڏينهن ١٩- اَٽت ٢٠- سرير کي آرام ڏيڻ ٢١- يعني جنکي روحاني ڪمائي ناهي.

*جيتوڻيڪ ٽون ڪتڻ واري آهين ته به اَوائل ۾ اَڪيلي سر نه ڪت، پر ڪنهن جي رهبريءَ هيٺ، جو نه حقيقي پارکوءَ انهيءَ ۾ عيب ڏٺو آهي. (طالب کي رهبر گهرجي.)

۷

پاڻي ڏورِ اَرٽ ۾، ڪتين نہ ڪُوڙيِ،
وِهاڻء واڌاڻي، پُڻين سَنيوُڙيِ،
مَتي جنهن مُوڙيِ، سا ڪِئن وِهي ويسِري؟

۸

اَڄُ پڻ اَجهڙَ کي مَرين، نَڪي ڪِتُء ڪالَ،
پوري! توسين پالَ، ڪانڌُ ڪَريندو ڪيترا؟

۹

اَڄُ پڻ اَجهڙَ کي مَرين، نَڪي ڪِتُء ڪالَ،
مونا اُنهي اَڪرَيا، اَرٽ پَرڪي مالَ،
هَيء! تنهين جي حالَ، جن ڪا پي مَنجهان ڪين ڪَيو.

۱۰

سي تو ويهي وِڃائيا، جي ڪَتڻَ سَندا ڏينهَن،
اَرٽ اوڏي نہ ٿئين، پوري! پوري سِيئَن،
ڪندُ ڪَتيندينء ڪيئن، اَگڙ عَجيبَن جي؟

۱۱

توڻي ٿيينء وَڏي، توء اُني آنڻ آء،
ٿي پيڙي پيرَمَ وارِئين، پِي هَڏَ ڪَرِمَ ڪاء،

۱۲

نہ صَرافُ نہ صُباحَ، ڪوئي ڪاتارِن سين.
سون سارِيکا هَتڙا، ڪوهُ نہ ڪتين رَڏِ؟
ويهي ڪُمبَ، ڪاپو ڪَرِ، گُهتوُن گوهيوُن چڏِ،
نہ صَرافاڻي سَڏِ، مَرَڪيو هوُندِ مَٽائيين.

۱۳

پَگُوئي پيرِ، جانسِين رَتُو راسِ ٿئي،
ٻُرِيء بيڪارِيء سين، هارِي! پاڻُ مَ هيرِ،
ڪٽُ ڪتيندِيوُن ڪيرِ، نَئين سين نہ جاڻهي؟

۱۴

پيرِئين ۽ پائُئيين، اِئَن وِڏُوڻو ڪانڌُ،
ويٺي اوڙِ اَرٽ سين، ڳِچيء پايو پانڌُ،
نہ تُنهنجو ٿِي وِڻوانڌُ، ڪتو وِتو نہ ٿئي.

۱۵

مَچُڻ پاڳَ پَرِ ڏِئين، ڪٽَ، ڪَنبندي آءُ،
جِڏهن تَڏهن، ماءُ! پيرِن پيرَمَ وارِيوُن.

۱۶

چاڻُت پائي چتَ ۾، سَنهو ڪتو جَنِ،

۱- شادي مرادي ۲- وچين ۳- سنيريل ۴- سينهوڙي ۵- غافل، سست ۶- اُڪڙ ۷- ڪتيء ۸- نادان ۹- مهربانيون ۱۰- پنار ۱۱- اُٺت جون اُپيون ڪاٺيون ۱۲- پلي تي ۱۳- اُٺت کي قيرائيندڙ ڏور ۱۴- ڪتڻ جي محنت ۱۵- هڪ ساعت تائين ۱۶- محبوبن ۱۷- تنهن هوندي به ۱۸- ويجهي ۱۹- اُٺت وارين کي ۲۰- ڪتڻ وارين ۲۱- سون برابر ۲۲- هوڏ ڪندڙ ۲۳- ڪتڻ جو ڪم ڪرڻ ۲۴- صراف يا پارکوء جي سڏ تي ۲۵- ناڻي تي مٽائين ۲۶- پگل اُٺت تي ۲۷- جيسين ۲۸- وري رچي راس ٿئي ۲۹- خراب نکمٽائيء ۳۰- پاڻکي نه هيراء ۳۱- ڪتيل سٽ ۳۲- نئين اُٺت سان ۳۳- گمراه ٿين ۳۴- خودي ڪرين ۳۵- ڪاوڙيو ۳۶- عيبدار ۳۷- ڪتيل سٽ ۳۸- اُجايو ۳۹- مٿان ۴۰- پاڳ، کي ۴۱- ڌڪو ڏين ۴۲- پيرين، اُٺت هلائين ۴۳- ڪتڻ واريون ۴۴- چاوٽ، بغض ۴۵- ڪتيو.

تنِ جو صرافنِ، ڏُکو[1] داخل نہ ڪيو.

١٧

مُحبت پائي مَن ۾، رَنديا روڙيا[2] جَنِ،
تنِ جو صرافنِ، اَٽَ ئوريو ئي اَگهائيو.

١٨*

ڪو[3] جو[4] وَهَه ڪاپائتين، ڪُنبن[5] ۽ ڪتنِ[6]،
ڪارڻِ سوڌ سواريون، آڻَ[7] مَنجهہ اَچنِ[8]،
انِ جيءَ سوُنهن[9]، سَيّدُ چئي، صراف ئي سڪنِ،
اَگهيا سُتَ سندنِ، پائي ترازيءَ[10] نہ توريا.

١٩

سُتُ اُنين جو سَڦرو[11]، جي پَرِ ۾[12] پڃائين،
آوازُ اَرٽَ جو، ساهَ نہ سُڻائين،
لِڪايو، لَطيفُ چئي، ڪَنبيو ڪَتائين،
جي ماڻڪ موٽائين، ٿوءِ مُلهہ مهانگو اُنِ جو.

٢٠

تُنبائي[13] تاڪيد[14] سين، جن پڃايو پاءُ،
لَسي تَندُ، لَطيفُ چئي، هَلي ٿن هَٿاءُ،
مَلمَلِ مَنجهان، ماءُ! جي سڪيوُن، تن سون[15] ڪيو.

٢١

ڪي او ڀينِ عَرَب ۾[16]، ڪي ڪابُلَ مَنجهہ ڪتنِ،
سُتُ اُنِ جو سَڦرو، مَتيو ماڻڪنِ[17]،
قادُرُ[18] ڪيمر[19] ڪَدَنِ، تيلهي[20] ٿُلهي واريوُن.

٢٢

ٻليءَ پايو ٻوٽيوُن[21]، دَرِ دَرِ ڦيرا ڏئي،
ڪا موُن ڪَتائي، آئوُن ڪاپائتي آهيان.

٢٣

تَڪُ وِنگي[22]، وَرَ[23] گهٽا، ڪَتيان ڪُڄاڙو؟
ڪاٻي متان ڪيترو، آٽيان[24] اُڌارو؟
جي وَرُ[25] ڏئي وارو[26]، تہ سوُنهان سَرتيُن وِچ ۾.

٢٤

ڦيرئين[27] ۽ ڦانئيين[28]، ڦانڊُ[29] ڦڃي ڇڏ،
ڪتو وِلو ڀورِهيو[30]، هوڏَ[31] وجهندي ۽ هَڏ،
هنئي ڏيڏو مَنجهِ ڏَڏ[32]! جنئي ڏَکنِ ڏَهسٽي[33] واريوُن.

١- ٿولو ٢- ڳنڍيون ڳوڙها يا ٿلهو سٽ ڪتيو ٣- اَهڙو ڪو ٤- نيڪهن ٥- ڪتين ٦- ڏجن ٧- فائدي لاءِ ٨- سويل ٩- اُنهن جي سوڀيا لاءِ ١٠- تارازيءَ ۾ ١١- قلدائڪ ١٢- اَندر ۾، ڳجهہ ۾ ١٣- ڪپهہ صاف ڪرائي ١٤- خبرداريءَ سان ١٥- سون ڀراپت ڪيو ١٦- اوٻري ٿي چاڙهين، سٽ ويڙهين ١٧- ماڻڪن جي عيوض وڪاڻو ١٨- شڪتيءَ يا ڀدارت وارا ١٩- ڏڪي ٢٠- ٿلهي سٽ واريون ٢١- ڪپهہ جا مڇا ٢٢- اُنت ٿي ڏاڍي ڪيڻ لاءِ سيخ ٢٣- ڏنگي ٢٤- ڪتي ٢٥- ڪانڌ (ڏاڻي) ٢٦- ڀاڱو، وارائي ٢٧- گمراه ٿين ٢٨- خودي ڪرين ٢٩- خودي يا هٺ ٣٠- ڪتيل سٽ ٣١- اَجايو ٣٢- اي ڪم عقل! ٣٣- ڏهن سوَن ٽڪن وارو ڪپڙو.

*جيڪي ٿڌو لڳل ڪاپائتيون نفعي (آتمڪ لاڀ) لاءِ سويل آڻ ۾ اَچي ٿيون ڪنبن ۽ ڪتين، تنهجي سٽ جي سونهن لاءِ صراف (حقيقي پارکو) بہ سڪن ٿا. سندن سٽ اَڻ توريو ئي بحال ٿيو وڃي.

*۲۵

اولاٺيان اَرَٽَ، ڪيڏانهن ڪتِرَ واريُون؟
پُهيوُن مَٿي پَٽَ، لُڙَجن لاڪيڙن جوُن.

*۲۶

ڪَتي ڪَتي ڪالهَه، اَڄُ نه آٽَڻِ آئيوُن،
اَرٽَ اُڪلي مالهَه، پُوري وِيئيون نجُهرا.

*۲۷

نه سي وَوڙَ وَٽَنِ ۾، نه سي ڪاٽارِيُون،
پَسيو بازاريُون، هِنڌڙو مُون اوڻُ ٿئي.

۲۸

ڪتي مَٿي آئيوُن، ڪَري ڪَندُ تيارُ،
اُلَلَ اوڏانهين ٿئي، جيڏانهَن پرينءَ پارُ،
ڪاپاٽيءَ قرارُ، مَنجهان پُوٽيءَ آئيو.

۲۹

جا سَنهو نه سِڪي، سا مُرُ رَنداني روڙي،
سُٽُ اُنهيءَ جو سَڦَرو، وِيا نَوازيءَ توري،
ٿُلهي ۽ توري، وِهاريءَ سان وَڙُ ٿيو.

۳۰

جنين ڪِتو ڪالهَه، سي پاٽا پيهوُن مامري،
جنين ٽَڪَ نه مالهَه، سَرَهيوُن سي صَرافَ سين.

۳۱

پاٽي پانڌ ڪپاهَه، جان مُون آٽَڻَ نهاريا،
ڪُٽي ڪانه پَساهَه، سَرَليوُن وَڃي سُتيوُن.

۳۲

چَرڪو پَنهنجي چِتَ ۾، پَنيءَ پيرِيو جن،
لوٽي ڪين ڪَتَن، نه ڪاڏُ ليين جو ڪوڏيو.

۳۳

تاڃي لوڙياٽوُن، نه عَيبَ نِڪتا اَڳيان،
ڪوني ڪاپاٽيُن ڪي، پَرَ ۾ پِڇياٽوُن،
اَڳُلڙي آٽوُن، مون ڪان پِڙا پَگا نه ٿيا.

وائي

ڪا هِنئين سين لاءِ پوري! ڪا هِنئين سين لاءِ.
ٽِيباني تاڪيدَ سين، جن پِڃايو پاءِ،
لَسي ڪَندُ، لَطيفُ چئي، هَلي ٽن هَٽاءِ،
پَهيوُن ٽُمهنجوُن جهورَڪَنِ جهوريوُن، پيوُن اُڏايون واءِ.
اَرٽَ پاسي اوجهرين، توڪي سُمَهَڻَ آئيو ساءِ،
آڏيءَ عَبُداللَّطيفُ چئي، روئي رِجهائيج راءِ.

۱- سدن اَٽت خالي آهن ۲- ڪپهه جا مُها ۳- لَٽجن ۴- لاڪيڙن ۵- چرخي جي ڏور ۶- جهوريڙا ۷- ڪپهه جا ڏيڏا ۸- ڪتڻ واريون ۹- مايوس ٿئي ۱۰- لاڙو ۱۱- پرينءَ جو طرف ۱۲- ڪتڻ واريءَ ۱۳- آرام ۱۴- پل ۱۵- ڳنڍيون ڳوڙها ٿي ڪتي ۱۶- ٿلهي ۽ توري سٽ هوندي به ۱۷- مهر، نوازش ۱۸- اَللو ۱۹- مونجهاري ۾ پيئون ۲۰- اَٽت جو سامان ۲۱- خوش، راضي ۲۲- پلاند ۾ وجهي ۲۳- چرخو ۲۴- پرياٽ جو ۲۵- ڦيريو ۲۶- شائق ۲۷- تاڃيءَ جون لنڊون ۲۸- سٽ ڪتيندڙ نارين ۲۹- اَڳلي، ميري ۳۰- ڳنڍيون ڳوڙها ۳۱- نادان ۳۲- جهرڪين جو مذڪر ۳۳- جهورٽا ڪاٺين ۳۴- توکي سمهڻ مان سواد آيو ۳۵- آڏيءَ رات ۳۶- راضي ڪج ۳۷- راجا (ڌڻي).

*اَرٽ خالي پيا آهن ۽ پهيون پٽ تي. نه ووڙ وٽن ۾ آهن، نه ڪاٽاريون نجهرن ۾، نه صراف بازارين ۾. مطلب ته نه رهيا آهن طالب، نه رهي آهي طلب.

# سر ڪاپائتي - داستان پهرئين جو سار

شاه صاحب هت انسان کي ڪاپائتيءَ جي صورت ڏني آهي ۽ سندس قلب کي ائٽ جي. جيئن انسان کي سري ۾ ساه آهي، تيئن ڪتڻ يعني ڏٽيءَ جو اسم اچارڻ ڪپهه. ڪتيو اهو قبول ٿو پوي، جنهن ۾ "چاٽ" يعني خودي ناهي ۽ جنهن سان ڪنبڻ ساڻ آهي. جيڪي چت ۾ چاوت پائي تيون ڪتين، تنهنجو صراف ڏکو به داخل نه ٿا ڪن؛ پر جيڪي من ۾ محبت رکي تيون ڪتين، تنهنجو صرافن وٽ اڻ توريو ئي ٿو اگهامي. جنهجي من ۾ محبت آهي، سي ڪٽي رنڍا روڙين، نه به صراف ڪوڏ پئي، سندن ست ماٽڪن عيوض ٿا مٽين؛ پر جنهجي اندر ۾ ڪينو آهي، سي پل ڪٽي سنهي تند ڪتين ته به صراف انکي ڇهن به نه ٿا. افسوس جو اڄ نه ڪتڻ واريون آهن، "نه وڙڻ وٽن ۾". بازاريون سڃيون آهن.

"سر ڪاپائتي"- "ڪاپائتي" لفظ جي معنيٰ آهي ڪتڻ واري يا ڪاتار. هن سر ۾ ڪاپائتين جو ذڪر آهي. مضمون جي مدنظر انس اهو نالو رکيو ويو آهي. سالڪ کي ڪاپائتيءَ جو روپ ڏنو ويو آهي. قلبي ذڪر کي ائٽ ڪتڻ سڏيو ويو آهي ۽ ڪاملن کي صراف. هرڪو پنهنجي ڪتي موجب ئي مالڪ وٽ ملهه ۽ مان لهندو.

# سُر پُورَبُ

## داستان پهريون

**١**

ڪَري، ڪانگَ! ڪُرنشُون، پِرين پرينءَ پَسِيجِ،
آئُون جو ڏِيَنِهِي سَنيهو، وِچِ مَ وِساريجِ،
اَللهَ لَڳِ، لَطِيفُ چئي، ڳُجهو ڳالهائيجِ،
ڇُٽان لِڱن چِئيجِ، تہ ڪَنبيا تا! خوش هُئين.

**٢**

اَڏُرُ لَڳِ، اَللهَ، وِيلو ڪَرِ مَ وِچِ ۾،
آئُون جو ڏِيَنِهِي سَنيهو، سائين بَرابَر ساهَ،
سَندي ڳُجهاندَرَ ڳالهَ، ڪَهِجِ مَ قريبن ري.

**٣**

آءُ اَڏامي، ڪانگڙا! پارانيان پَهارِ،
ويهي هيٺ وِصالَ جو، تان ڪو تُرُ تَنوارِ،
جي ڏِسَڻَ ۾ ڏيسارِ، سي اَڏامي آڻِ پرين.

**۴**

پارانيان پَهارِ، مَٿي لامُ لَطيفُ چئي،
تيرِ مَ فَضيلَتَ تُون، جا ڪُرَ اُوان جي ڪارِ،
جي ڏِلي ۾ ڏينارِ، سي اَڏامي آڻِ پرين.

**۵**

وَهلو وَرُ، وَريا پِرين، آءُ ڪانگا! وَڻِ ويهُ،
جنين ڏوُرِ چِتايو ڏيهُ، سي اَڏامي آڻِ پرين.*

**٦**

وَهلو وَرُ، وَريا پِرين، آءُ ڪانگا! لَنئُن لاهِ،

---

١- نيازي سلام ٢- ڏيانءِ ٣- وات ۾ ۴- ڏٺيءَ ڪارڻ ۵- چوان ٦- اي ڪانگل! ٧- اُڏام ٨- دير ٩- پهنجي ساهہ سان سانڍج ١٠- ڳجهي ڳالهہ ١١- چئج ١٢- محبوبن کان سواءِ (ٻئي ڪنهن کي نہ) ١٣- سنڌن نياپا ١۴- ميلاپ ١۵- ٿورو، ذرو ١٦- ڏيساور ۾، دور ديس ۾ ١٧- وڻ جي ٽاريءَ ١٨- ڪل يا نسل ١٩- اوهانجي ٢٠- ڏسڻ ۾ ٢١- روز روشن مثل ٻهڪندڙ ٢٢- جلد موٽ ٢٣- محبوب واپس آيا ٢۴- وڻ تي.

*جن وچي ڏورانهون ديس وسايو آهي، تن محبوبن کي اڏامي واپس آڻ.

وِيا جي قلاتِ[1]، سي اڏامي آڻِ پرين.

٧

ڪانگل! سي ٿي ڪوٺ، پرين جي پرڏيهه ويا،
جيئن رءَ جهان ۾، اڪرين[2] اروٺ،*
الله لڳ، لطيف[3] چئي، ڪج ڳاراڇو ڳوٺ،
جي ڏمريا ڪنهن ڏوٺ[4]، سي اڏامي آڻ پرين.

٨

پرين جي پرديس ۾، تن جي ڪانگا! ڪج خبر،
ته سڀ مڙهايان سون سين، پکي! تنهنجا پر،
ڳهمي مٿان گهر[5]، ڏج پارانيا پرينءَ کي.

٩

آءٌ ڪانگا! وڃ ويهه، سڏيون[6] ڏي ساٽيهه[7] جون،
چڱا ڀلا سپرين، ڪِ سک وسي ساٽيهه،
پرين لاءِ پرڏيهه، مون تان گهڻو نهاريو.

١٠

ڪر[8] ڪيو ڪانگ لنئي، مُنيءَ[9] لي مضبوط،
آڻيو ڏي آڱڻ[10] ۾، سنيها ثابوت[11]،
ڪانگل! آڻيون[12] قوت[13]، پيغام پرين جا.

١١

مٿان منهن[14] منهنجي، ڪنهن اڏايو ڪانءُ؟
ڳنهي آيو ڳالهڙي[15]، سندي سپريانءَ،
جيڏيون! جاڙ[16] ڪنان[17]؟ سڻم[18] هوند سنيهڙو.§

‡١٢

ڪڏي، ڪانگا! تو ڏيان هنئون[19] ساڻ هٿن،
وڃي ڪاءُ ولات[20] ۾، اکيان عجيبن[21]،
پرين مان چون، ته هئن قربان[22] ڪير ٿئي.

١٣

ڏاڍي چڙهي[23] ڏار لي[24]، ڪي جو ڪانگ ڪهيو[25]،
سور[26] ڀنيءَ سور ٻئي[27]، ٻهو پت[28] هنيو،
ڪامي آرت[29] ڪيو، ويچاريءَ ورونهن مان[30].

١٤

ڏاڍي چڙهي ڏار لي، تو زاغ[31] ڪري زاريون،
آڻيو ڏني آڱڻ ۾، سنيها ساريون[32]،
ماٺ ڪريو، ماريون[33]! ته ڪهيو[34] سڻان ڪانگ جو.

---

١- قلات مان مراد: ڏورانهون ديس ٢- خشڪي، سوڪ ٣- شادمانو ٤- ڏک ڪري ٥- نيايا ٦- خبرون ٧- وطن ٨- ڳالهه ڪٺي ٩- ڪانيءَ يا ٽاريءَ تي ١٠- آڱت ڪتڻ جي جاءِ ١١- پورا، سچا ١٢- آڻيون ١٣- خوراڪ ١٤- جهوپڙي ١٥- ڪٺي آيو ١٦- دک ١٧- ڪٿان ١٨- پڌم ١٩- دل ٢٠- ولايت ٢١- محبوبن ٢٢- من ٢٣- ٻني تي ٢٤- وڻ جي ڏار ٢٥- چيو ٢٦- درد جي ماريل ٢٧- ڪپهه جو مڃو ٢٨- پٽ تي اڇليو ٢٩- آڱت ڪٺي ڇڏيو، هلائڻ ڇڏي ڏنو ٣٠- هٿي درد ٣١- ڪانءُ ٣٢- ساريو سنڀاليو ٣٣- اي ماريون! ٣٤- چيو، سخن.

*جن (محبوبن) کان سواءِ هن سنسار ۾ منهنجا نيڻ روئي ٻيءَ آب ٿي پيا آهن.

§اي سرتيون! جي سندس سنيهو سڻان ته هي ڪشت هوند ڪٿان پوڳيان.

‡هن بيت ۾ لاثاني سوز ۽ نازڪ خيالي سمايل آهي. (ميران به اهڙو خيال ظاهر ڪيو آهي.)

۱۵

ڏائي چڙهي ڏارَ لي، ڪا جا لاٽ لَنئي[1]،

آڱڻ ۾ اندوهه[2] ٿيو، سگهي ڪانَ ڪَتي،*

ويڙهي[3] مَنجهه[4] وَلي، ڪي جو ڪانگ ڪمائيو[5].

۱۶

ڪي جو زاغ زَبانَ سين، لکيو مٿي لامَ،

پُڇايائين پِرينءَ جا، سَرليُون! رابع سَلامَ،

ڪاڪيون[6]! ڪَتي ڪامَ[7]، نه ڪهيو سُڻان ڪانگ جو.§

۱۷

اَچيو اَچيو ٻُونَ، واڪا ڪيو وَڻن ۾،

سَديها سيڻن جا، چوليءَ چڙهيو چُونِ،

ڪانگ نه ڪُوڙا هُونِ، پِريان سَندي پارَ جا.

۱۸

پِريان سَندي پارَ جو، ڪانگل نه ڪُوڙو،

اَچي وڃي وچ ۾، مٿي دَر دُوڙو[8]،

جو اَندرِ اوسيڙو، سو لاٿائين لطيف چئي.

۱۹

ڪانگل قريبن جا! اچي وائيءَ وَٽُ[9]،‡

تو ۾ ٻوءِ ٻهارَ جي، مُشڪ ڪٿوريءَ مَٽُ،

اچي عجيبن جو، اورانگهيج اَگَٽُ،

توکي ٻَسي ڪَرُٽُ[10]، سوُرِ[11] نشان صافُ[12] ٿئي.

۲۰

آنديون ڪانگ قريب جون، اَڄُ واڌايون واهَ،

مَن مُرادون پنيون، ٿيون سَرهايون[13] ساهَ،

آندا پِرين اللهَ، سَڏُ مُنهنجا ساڀِ[14] پيا.

۲۱

ڪانگل! ڪوهُ[15] ٿيوءِ، ٻيو آهين ٻَٽ ۾؟

اَڳي اَسَ ٽِڙڪو نه سَهين، اَڄُ سارو ڏينهن سنوءِ[16]،

ٻَسي حالُ سندوءِ، ڪانگن ڪانگورو ڪيو[17].

۲۲

هُئين وَسيلو[18] وِچ ۾، ڪانگل! پاڙيئي ڪانَ[19]،†

اُٺئي[20] ڪين عجيب کي، ظاهر ساڻ زبانَ،

لوڙِ پُهتين لان[21] نه، اوريان[22] ئي آٿيو ڏئين.

۱- لنئي ۲- غم ۳- موڙهي ۴- اندر ۾ ۵- چيو ۶- سرليون ۷- ڪاٻه ڪتڻ جو ڪم نه ڪري ۸- ڊوڙندڙ يعني قاصد ۹- اچي وٽندڙ وائي ڪر ۱۰- ٽن، سرير ۱۱- سورن کان ۱۲- آجو ۱۳- خوشيون ۱۴- قلدائڪ ٿيا ۱۵- ڇا ٿيو اٿيئي؟ ۱۶- سنو اٿيئي ۱۷- ميڙ ڪري هل هلاچو مچايو ۱۸- منهنجي ۽ پرينءَ جي وچ ۾ ناتو ڳنڍيندڙ ۱۹- تو لوڙ لائين نه نباهيو ۲۰- چيءِ ۲۱- پهاڙي يا منزل مقصود تائين ۲۲- اوريائين يعني وچ مان ئي موٽي اچيو خبرون ڏين.

*آڱڻ ۾ ڏک ڇانئجيو وڃي، ايتري قدر جو ڪنهن به سرليءَ کان ڪتڻ جي ڪار ٿي نه پڄي.

§اي سرليون! اوهان مان ڪا به ڪتڻ جو ڪم نه ڪري، جئن مان ماٺ ۾ ڪانوَ جو چيو (پيغام) سڻان.

‡اي پرينءَ جا قاصد ڪانگا! تون اچي ڪا وٽندڙ وائي ڪر.

†اي ڪانگا! تون منهنجي ۽ پرينءَ جي وچ ۾ ناتو ڳنڍيندڙ هئين، پر تو لوڙ لائين نه نباهي.

۲۳

ڪانگل! تنهنجيءَ چانگ، جڏو جيءَ جهاريو،
مٿان لامن لٿ ڏيو، ٻولئين سِرِ ٻيلانگ،
اڏ مٿان ڦانگ، تہ گهرِ آوَنِ سُهڻين.

۲۴

ڪانگل! ٻيٺي ڪانگ، مُنهنجي ڏي محبوب کي،
"لالن! لاٿي ڏيهڙا، ڪيهن سناٽي سانگ،
آوان رءِ اڙانگ، ويٺي ورہ وسائيان."

۲۵

رِءِ پريان پرديس ۾، ورہ وَڌي ڪي وس،
اکيون پار پرين جي، ٽيون ڪام نهارين ڪس،
ڏيندا پاندي ڏس، ڪينءِ جون آڻي خبرون.

۲۶

زاغ! تنهنجيءَ ذات جو، نُور مٿي مون،
اڏامج، عبداللطيف چئي، صُبح سيڻن ڏون،
ڪج ويٺيون وکريون، ٻاجهائج ٻهون،
تہ "لالن! ڪون لهون، جهڙو تو جهان ۾."*

۲۷

قريبن جو ڪانگڙو، مٿي ٽار ٽلي،
ڪٽيو ڪنيا تو خبرون، ڪيرون ڏيو ڪلي،
لائي جڏهن لالن سان، مُنهنجي ٻاف ٻلي،
سو ور چشمن تي چلي، جو دِرٻاري دوس جو.

۲۸

ڪُتو جي ڪانءُ، پريان سندي پار جو،
اُنهين مٿان آئون، ڪوڙين قرباني ٿيان.

۲۹

سو ڪانگ مَ قاصد ڪر، جو سدا ٻوُلي ٻوُليڪي،
ڪ ڪندو پنهنجي پيٽ جي، ڪ ويندو دوسن در؟
جنهنجي ٻولياني "ٻر ٻر"، سو نيا پا نيٺي رهيوا!

وائي

سائين! سگ، سندوم، م ڇڏي سين جو ڇِڪڻ!
هلڪ جو هنگلاج ڏي، آديسين الوم،
نيٺي پورب پار ڏي، ويراڳين وِڌوم،
سوئي تيرت ڪيو، سوئي پنڌ سندوم،
هوُ جو تيرت ڪيو، ساميُن سوُنهايوم.

---

۱- ٽپ ۲- ٽي ۳- ٻڌي ٽاريءَ ۴- ٽاريءَ ۵- ڪانوَ هتان نيا پو ۶- ضروري ڪم يا سانگي سان ۷- اوهان کان سواء ۸- ڏکي ۹- درد ۱۰- وڌي ڪٺي ۱۱- وسڪار ۱۲- پرينءَ جي طرف ۱۳- ڳوٺ جون ۱۴- وائون ۱۵- قاصد ۱۶- خوشيءَ ۱۷- نوازش ۱۸- محبوبن ڏانهن ۱۹- گهٽيون ۲۰- ليلائج ۲۱- گهڻو ۲۲- ڪونہ پسون ۲۳- تو جهڙو ۲۴- ٽاريءَ تي ۲۵- ڪانگل ۲۶- واڌايون ۲۷ ۽ ۲۸- ٻلي لائي = ٻهڪائي ۲۹- ٻلي ۳۰- اکين مٿان هلي ۳۱- درٻاري ۳۲- دوست ۳۳- ڪتو هجي يا ڪانوَ ۳۴- ڪروڙين ڀيرا ۳۵- ڳولي ۳۶- مردار ۳۷- يا ۳۸- دوستن جي در تي ۳۹- ٻولي ٿي، لاف ٿي ۴۰- ٽان ٽان ۴۱- ڏيٺي رهيوا! ۴۲- چيوم ۴۳- پورب يعني آلمڪ ديس طرف ۴۴- منزل ۴۵- منهنجو ۴۶- ڏيکاريوم.

*اي محبوب! تو جهڙو (تنهنجو ثاني) هن جهان ۾ ڪونہ ٿا پسون.

## سر پورب - داستان پهرئين جو سار

ڪانگ يا ڪانگل، پرينءَ جي پار جو قاصد آهي. عاشق، زاغ کي زاريون ۽ ٿو ڪري ۽ طرحين طرحين جا لب ۽ ٿو آکي: "سڀ مڙهيان سون سين، پکي! لنهندڙا پر." ڪانگ جڏهن "قريب جون واڌايون" ڪيو اچي، تڏهن عاشق جو جڏو جيءُ، سجو ٿيو پوي. عاشق، ڪانگل هٿان، پنهنجي قريب ڪي هي پيغام ٿو موڪلي ته: "لالن! ڪونه لهؤن، جهو ٿو جهان ۾." ڪانؤ، "دوست جو درباري" آهي ۽ مر ته عاشق جي چشمن تي چلي. عاشق هن پکيءَ کي هي عرض ٿو ڪري: "مان ٿو کي پنهنجو هنئون هٿن سان ڪيڍي ٿو ڏيان. تون وڃي پرينءَ جي اکيان اڪي ولايت (پرديس) ۾ ڪاءِ. من عجيب اٿين پڇن ته هٿن ڪنهن پاڪي قربان ڪيو."

•

## داستان پيو

١

سَدا شَوق[1] پِرِينِ جي، قِران[2] قيرِيدارُ،
مانَ سَڄڻُون يارُ، اکِيان اکڙيُون[3] ڪٽي.

٢

لن اَکِينِ[4] اُتان سُڪَ، ڪِلندي ڪَٽَنِ جي،*
پِرِينِ پاپوهڻَ[5] سان، ڏُورِ ڪَيا سَڀِ ڏُکَ،
ماڙهِنِ ليکي لُکَ، سامي سوڙَ[6] سَنا ڪَيا.

٣

وِچِينءَ وِراڳِينِ[7] جي، مَٿي کَٽِيءَ[8] ڪُوڪَ،
مُڇَڙِيءَ مَلُوڪَ، ساڙي[9] سِڪَ سَنا ڪَيا.

٤

سامي چانِئِينِ، سُڪَ طَلَبِئِينِ[10]، سِکِئين[11] نَه[12] سامي!
اَچا اوڙِئِين پَندَ ۾، وِيئِين وِسامي[13]،
گُرَ کي تُون نَه کَڏِئِين، چانِئِين اِنعامي[14]،§
دائِمُ مُدامي[15]، پُورو رَهِجِ پِرِينءَ سِين.

٥

سامي چانِئِين، سُڪَ طَلَبِئِين، کَسا[16] ڏِئِين نَه کَنَ[17]،
ماڙهِنِ ڪان مِهُن[18] ڪَيو، پِنِين اَٽا ۽ اَنّ،

---

١- محبوب جي سڪ ۾ ٢- قيريون پائيندڙ، فقير ٣- اَسان کي سڄي، نشان ڪري ٤- اَکين کان ٥- مرڪڻ ٦- سڌها ٧- سنجها جو ٨- ڪڙڇ، ڪڙاهي ٩- ڳاري ١٠- چوائين ١١- چاهين ١٢- تون ڪين سکئين ١٣- بيحال ٿي ١٤- اِنعام (وصال) حاصل ڪيل ١٥- هميشه ١٦- ڪشت ١٧- سريرِ کي ١٨- بهانو.

*لن اَکين مان اَسان کي سڪ سريا، جي پرين ڪلي مٿي ٿا ڪٽن.

§تو اَچا گروئي نه پراپت ڪيو آهي ته پاڻ کي پهتل پيو سڏائين.

كاڙِي! تو ڪَنِ، ڪَ چيرايا[1] چشنِ لَءِ[2]؟

٦

ٻُورِيا[3] ٻُوري وِيا، آسڻ آديءِ رامِ،

سُيمِ[4] نہ سَاسيُنِ جوُن، ٻَچارُون ٻرِياسِ،

ڪا جا[5] جوڳيءِ ذاتِ[6]، مِتَ[7] نہ مَعدُورنِ[8] جا.*

٧

ٻُورِيا ٻُوري وِيا، آسڻ اَڄ صُبوُحِ،

کَستوُري خُوشبوُءِ، آهي آديسِيُن ۾.

٨

مَتي راهَ رَوان[9] ٿِيا، ٻُورَبِ ٻُورِيائُون[10]،

هيِ گهرُ گهورِيائُون[11]، اَڳانديائُون[12] اَڳيان.§

٩

ٻُورَبِ ۾ ٻيهي، تان مُون گهڻو نهارِيا،

سُدِ نہ مُڪي سَڄَڻين، جيهي نہ ليهي[13]،

هُنا ٻَرَڏيهي، وَڃائي واٽَ ٿِيا.

١٠

ٻُوَرَبَ ٿي مارِياسِ، ڪَڏهن ڏَرِ ڏِيان دانهڙِي؟

مَتيوُن[14] ڏِيندي لوڪَ کي، ڇَري پاڻَ ٿِياسِ،

جنين نہ جيهياسِ[15]، مان[16] لَڏُ[17] لَڳو لِنِ سين.

١١

ٻُوَرَبَ ٻُوَرَبَ لَبَ[18] ڪرُون، جَبَ[19] هنڙي آوَن ٻُوَرَ[20]،

سِڪَندي کي سَڄَڻين، نِڪوُن[21] لائِوُن[22] نوُرَ،

مارِيَسِ لَنهين سوُرَ، جنِ ساجَنُ سُجهي[23]، نہ ملي.

واڻي

جن جو وارِثُ تُون، اَلا! سي ڪيئن رَهندا نيرَ مُنهڻجا؟

آڳي[24] اَبَ خلقيا[25]، پَلي[26] خَلقيائين پوُن،

جوڙِيائين جوڙ جهانَ جي، ڇٽي[27] ”ڪُنْ فيَڪوُنْ“،

ڪوُڙي دُنيا، ڪوُڙا پَسارا، ڏِينهن مِڙيئي ڏوُنِ[28]،

آهِيوُن اَلفَ[29] آسِري، مُحَمَّدُ مَحيوسوُن.

---

١- ويڙايا ٢- سوادن لاءِ ٣- پورب ديس جا، آتمڪ پرش ٤- ٻڌيم ٥- آهڙي ڪا ٦- جوڳين جي ذات ٧- مائٽ، مٽر ٨- ضعيفڙين، ڪاٺيارين ٩- روانا ١٠- هليا ١١- قربان ڪيائون ١٢- اَڏيائون ١٣- جهڙي لهڙي ١٤- صلاحون ١٥- جن جهڙي نہ آهيان ١٦- مونکي ١٧- عشق، نيههن ١٨- لڏهن ڪريان ١٩- جڏهن ٢٠- اَچن ٢١- ڳوڙهن جا وهڪرا جاري ڪيا ٢٢- اَکين ٢٣- سجهي (سجهي نہ ملي = سجهي تہ بہ نہ ملندو) ٢٤- ڏٺيءِ ٢٥- سهڻي ٢٦- ڏرلي ٢٧- ٿيءَ ۽ اِئين ٿي پيو [ڏٺيءِ چيو ”ڪن“ يعني ”ٿيءُ“ ۽ اِئين ٿي پيو (فيڪون)] ٢٨- ٻہ ٢٩- يعني اَلله.

*جوڳين جي ذات آهڙي ڪا (ٻي درد) آهي، جو هو معذورين (درد ۾ فنا ٿيلين) جا ڪڏهن بہ مٽر (همدرد) ٿيڻ وارا نہ آهن.

§هي دنيوي اوطاق ترڪ ڪيائون ۽ وڃي آتمڪ ديس ۾ پنهنجا خيما اَڏيائون.

## سر پُورب - داستان ٻئي جو سار

شاه صاحب، سچن جوڳين جي صحبت تان بلهار ٿو وڃي ۽ ڪوڙن کي قيمتي مت ٿو ڏئي. پورب مان مراد آهي: جوڳين جي آتمڪ منزل. شاه صاحب جا من گهريا جوڳي، پورب پڌاريا آهن ۽ سندن فراق ۾ سندس دل درد جون دانهون ٿي ڪري:

"پورب ٿي ماريا، ڪهن در ڏيان دانهڙي."

هنن جي صحبت ۾ "ڪستوري خوشبوء" آهي. ڪوڙن سامين جو حال اهو آهي، جو هو پيٽ جا ڪن ڪمايو، خلق اڳيان ڏيک پيا ڪن، ۽ اندران چشڪا پيا وٺن. پاڻ کي سوامي چوائي، سک طلبڻ، آهي جوڳ جو اپمان ڪرڻ. سچو جوڳي اهو آهي، جو سڀ لاڳاپا لاهي، مرڻ کان اڳي مري:

"لاڳاپا، لطيف چئي، جوڳيا! ڇڏي جاڳ،
لاهو ليڪو لاڳ، مرڻ جيءَ نه ماڻئين."

•

"سر پُورب"- هندستان جي گائڻ وديا انوسار هندول جي اٺن پٽن مان هڪ جي استري، جو نالو 'پوربي' آهي. هن سر ۾، شاه صاحب، 'پورب'، پرينءَ جي ديس ۽ سامين جي منزل مقصود کي ٿو سڏي. سامين کي "پوربيا" ٿو سڏيو اٿس:

"پوربيا پُوري ويا، آسڻ آڏيءَ راتِ."

هن سر لي اهو نالو انهيءَ ڪري رکيو ويو آهي، جو منجهس 'پورب' ۽ 'پوربين' جو ذڪر آيل آهي.

# سُر ڪارايَلُ

## داستان پهريون

١

"وَحدَهٗ"[1] وائي[2]، چڙهندي[3] ڇپائين،
سو لُڙُ[4] لَڳِهيائين، جِتي پارکَ[5] پکيان[6].

٢

ٻَگهن سين پاڻُ هَٽي[7]، اُڏاڻو آڪاسِ،
جِتي پِرين سَنداسِ[8]، سو سَرُ[9] مَٽي[10] هَنجڙو.

٣

اَڪَرِيوُن اوڙاهَ[11] ۾، اَيو تَڪي[12] تارِ[13]،
ٻٽوُن[14] جي پاتارِ[15]، هَنجُ تَنين جو هيرَئوُن[16].*

٤

وَڃين نه پيهي، پٽن لَءِ پاتارَ ۾؟
ڪَڏيءَ ۾ ڪيهي[17]، هاڃَ[18] تُنهِنجي هَنجڙا؟

٥

اوُنهي ۾ اوڙاهُ جو، هَنجُ لِنئين هوءِ،
اِيءُ ڪانئيرو[19] ڪوءِ[20]، جو چاڙهِ[21] ۾ چيروُن[22] ڪري؟

٦

ٿيو حُضوُري[23] هاڻ، سوجها[24] پيس سَرَ جي،
ڪُنڍي[25] لَڌي ڪاڻ[26]، پکيڙي پاتارَ ۾.

٧

اَچو پاٽي لُڙُ ٿيو، ڪاڙهو[27] ڪَنگن،
ايندي لَڄَ مَرَن، تَنهن سَرَ مَٿي هَنجڙا!

٨

ويٺو جنِ وِماسِئين[28]، حَيرَت پَوُمَ هَڏِ،
لاليوُن[29] جي لِباسَ[30] جوُن، سي ڇپائي ڇَڏِ،

١- اِهو (ڏاڍي) هڪ آهي ٢- لدوار ٣- اُڏامندي ٤- اَندڪار، ڪارونيار ٥- پرک، آزمائش ٦- پکين جي ٧- ٻير هٽي (ترڪ ڪري) ٨- سندس ٩- چشمو ١٠- ڏانهن (وڃي) ١١- اونهي عميق ۾ ١٢- جاچي ١٣- تار پاٽي ١٤- رليون (موتي) ١٥- پاتال ١٦- هريل ١٧- ڪهڙي ١٨- ڪم ١٩- پاڻيءَ جو پکي ٢٠- ڪهڙو ٢١- ڇِڪڻ، ٻڏڻ ٢٢- پند ڪري ٢٣- حضور ۾ ٢٤- ٻروڙ ٢٥- ڳجهي، ڳجهه سانديڪڙ ٢٦- خزانو ٢٧- لڙائيو ٢٨- چمتائون ڪرين ٢٩- لدوارون ٣٠- دولاب.
*هنج، اُنهن موتين تي هريل آهن، جي عميق ۾ سانديل آهن.

"آئون"، "اَسين" ڪَن جي، پاسي لَن مَ آڻُ،*
لَنُ طالِبَن کَڏِ، تہ ويجھو ٿئين وِصالَ کي.

٩

ويٺو جِئَن وِماسِئين، حَيرَتَ پَئو مَ هورِ،
اُونهون جو اَچو وَهي، گھڙي ليان ٿي گھورِ،
ڏَنيؤن هَڏَ مَ ڏورِ، گھوريو گَبُ گَسَنِ جو.

١٠

ويٺو جِئَن وِماسِئين، حَيرَتَ پَئو مَ هاڻِ،
لَلِن کي، لَطيفُ چَئي، اَچي ساڻُ آراڻِ،
ڪَنگَنِ لَٿي ڪاڻِ، گَڏيو هَنجُ حَبيبَ کي.

١١

پَکي پيھي نِگيا، مَنجھان لَنڙَن لَڪَ،
کِنين ماڻڪ ميڙيا، کِنين رَتا پَڪَ،
پُنيءَ لاٿي لَڪَ، گَڏيو هَنجُ حَبيبَ کي.

§١٢

هَنجَنِ سين هيڪارَ، جي ڳَنڍِ ڪري نِهارِئين،
بَگھن ساڻ بِهارَ، پِيلھَ نہ پَڏينِ ڪَڏهين.

١٣

هارِيا هَنجَ! بَگھَنِ سين، ڪيھي پَڏينِ پيلَ؟
ميرو مَنائيج تُون، اَچي ڪَرِ اَڪيلَ،
ڪَنگَنِ ساڻُ ڪُويلَ، لَلا! جَرَ لَڙُ پَٽين.

١٤

اَچو پَٽو اَچاهُ! تہ اَچائيءَ اُهو،
وِهڻُ وَڙُ نہ آن جو، پاٽيءَ لَڙَ لَلاهُ،
سُسَرِ ڏِجي ساهُ، ڪَسَرِ ڪَنگَنِ ڦَبَرُون.

١٥

ڪُسَرِ ڪَنگَنِ ڦَبَرُون، سُسَرِ ساڳاهيج،
هَنجَ! هنيجي ڳالھڙي، بَگھَنِ مَ ٻوليج،
ماٺي، تُون مُڙيج، چَنبَ مَ ڪَنهين ڇُهنجَ سين.

١٦

سَرَ سُڪي سالَ ٿيا، هَنجَ هَريو ٿي ٻيرُ،
ڪَنگَ وِچارو ڪيرُ، جو وَسي لَنَ وَمَڙ کي؟

---

١- لنجھي پر مہ گذار ٢- سچن ڳولائن ٣- گڏجاڻي ٤- فڪر ٥- عميق، ساگر ٦- ڳول ٧- ڪنڌيون ٨- غب، مٽي ٩- پيچرن ١٠- پکيءَ جو قسم ١١- آٽبطت ١٢- نڪتا ١٣- پيڙيءَ ثان ڪناري تي لهڻ لاءِ لڳتا (لتاڙيون) ١٤- پر رڳيا ١٥- پھھڄي پنيءَ سان لڳائي، رهبري ڪري ١٦- ڳنڍ ڳوست ڪري ١٧- پيو دفعو ١٨- صحبت نہ ڪرين ١٩- نادان ٢٠- ڪهڙي ٢١- ميرو پاڻي ٢٢- ڪنارو ڪبج ٢٣- اَچي پاڻيءَ ٢٤- اُڪلاءِ، اوت ٢٥- ڪمھل ٢٦- اي اَڇا يا سفيد پکي! ٢٧- پار اُڪرو ٢٨- لائقي ٢٩- سست، ڍڄڙو ٣٠- سٺي سر يا چشمي ٣١- خراب سر يا چشمي ٣٢- گڏجبج ٣٣- چوڇي، ڪم نظر ٣٤- آلو، تر ۽ تازو.

*اُنهڄي پر مہ گهار، جي "آئون" ۽ "اَسين" پيا ڪن. (جي خودي ٿا ڏيکارين.)

§جي تون هڪواريءَ سوچ ڪري هنجن سان گڏ گهارين تہ وري هوند بگھن سان صحبت نہ ڪرين.

۱۷

آءُ اَڏامي، هَنجَڙا! سَرَ ۾ سارِ ڀَنئي،
مَتان مارِ ڀَنئي، پاڙهيري پَهُه ڪري.

۱۸

سَرَ ۾ پَکي هيڪڙو، پاڙهيري پنجاهَ،
سَندي آس اَللهَ، لَڏي لَهِرُنِ وِچ ۾.

۱۹

دَلبو مَنجهه دَرِياهَ، پَکي پَسي آئيا،
ويچارا ويساهَ، آئي اُتِ اُڏائيا.

*۲۰

پَکي جَنهِن پُڄائيا، تَنهِن ۾ ساهُ نَه ماهُ،
مَنجهه ڪَرنگهه ڪاتَ جو، مَتي پَکَنِ گاهُ،
ويچارَنِ ويساهُ، مَتي پَکَنِ آئيو.

۲۱

جِنَ قَطرُ ڇُڪيو ڪُڙِ پَرِئين، پولَ پڄهندين هَنج!
موليٰ جي مهراڪَ جا، پورا ڇُڪِجِ پَنج،§
اَڄُ ڪِ صُباحَ سَنجَهه، تو پَڪِيءَ ۾ پيو ٿئين.

۲۲

ڪَوَنَرَ پاڙُون پاتارَ ۾، پُونرُ پري آڪاسِ،
ٻنهِين سَندي ڳالهڙي، رازِقَ آندي راسِ،
تَنهِن عِشقَ کي شاباسِ، جَنهِن مُحَبَتي ميڙيا.‡

۲۳

ڪَوَنَرَ پاڙُون پاتارَ ۾، پُونرُ پري ۾ سُجَ،
ٻنهِين سَندي ڳالهڙي، عِشقَ اِئَي اُهُجَ،
تُوءِ نَه لَهِين اَڄَ، جي پيو ٻِين پاڪَ ۾.

۲۴

ڪَندَنِ ۾ ڪوهُ ڪَرِئين؟ ڪَسَنِ ۾ مَ گُذارِ،
وَڃي وَحَدَتَ وِٽَّ ۾، گُهتُون ڇَڏي گهارِ،
شَرِيعَتَ جو سَرُ لَهي، تَنُ تِيائين تارِ،
حقيقَتَ هَنجَنِ سين، طَرِيقَتَ تَنوارِ،
مَنجهان مَعرِفَتَ سين، اَندَرُ تُون اُجارِ،
هِدايَتَ جي هَوءِ ۾، چُڳيو تُون چانگارِ،
نَه پاڙهيري لَنَ پارِ، ڪونَ ڏسين تُون ڪَڏهين.

---

۱- شڪاري ۲- فنا ڪيا ۳- ماس ۴- ڀِنيءَ جو ڪنڊو، ٻيرو، ڪوڙڪو ۵- ڪنئين ۶- قطرو ۷- ڪک ۸- اقرار ۾ ٻڌبين ۹- صبوح يا سانجهيءَ، جلد ۱۰- ڪوڙڪي ۱۱- فوت ٿين ۱۲- ڪنول ۱۳- گهمي ۱۴- آسمان ۾ ۱۵- ڏٺيءَ ۱۶- راس ڪئي ۱۷- نشان ۱۸- تنهن هوندي به ۱۹- ڪنارن ۲۰- وحدت يا هيڪڙائي جي سبز گاهه ۾ ۲۱- اُنهيءَ هنڌان ۲۲- صاف ڪر ۲۳- هاديءَ يا رهبر جو ارشاد يا سکيا ۲۴- حق جي هيڪڙائي يا هلاچو ۲۵- چڱيو ۲۶- تنوار ۲۷- هن طرف.

*شڪاري ڪاٺ جو ڪوڙو پکي ٺاهي، اُنکي پرن ۽ ڪنئين سان ڍڪيندا آهن ۽ پوءِ اُنکي پاڻيءَ مٿان تاريندا آهن. ٻيا پکي اُنکي سچو سمجهي، اُتي جمع ٿيندا آهن ۽ شڪار ٿيندا آهن.

§ڪن صاحبن جو رايو آهي ته هتي سرير جي پنجن يوگ آستانن ۽ گيان پدارٿن ڏانهن اشارو آهي.

‡تنهن محبت کي آفرين هجي، جنهن ٻن پريمين کي هڪ ٻئي سان ملايو.

۲۵

جيهَرَ[1] لوڪُ جَهپَ[2] ڪَري، اوهيرَ[3] اُڏامَنِ،

پِٽَوُن جي پاتارَ جا، چيتارِيو[4] چُڳَنِ،

ڪوهُ ڪَندا ڪي ٽَنِ، پاڙهيري پَهُ ڪَري؟

۲٦

ماٽَڪَ[5] چوُڳو جن جو، هَنجَ[6] حُضوُري سي،

چِلُوَ[7] ۾ چُهبَ هَٽي، مَڇي[8] ڪَين[9] نَه اي،

لوڪَ نَه لَکيا[10] لي[11]، جيلان[12] پوُٽَنِ[13] ٻَگهنِ[14] گَڏِيا.

۲۷

هَنجَ مِڙيئي هَنجَ، ميرو مَنجهنِ ناهه ڪو،

جتي رَهَنِ سَنجهه[15]، سو سَرُ ڪَنِ سُرَهو.

۲۸

سَرَ اِهيئي اِڳيان، پَکي پِيا پِيا،

جن لَميو لائِيوُن ڏِنيوُن، سي وِيچارا وِيا،

پاٺُونَدَرَ[16] پِيا، وَڃي ڪِنجهُرَ[17] ڪَندِيِن.

*۲۹

وِيا مورَ مَري، هَنجُ نَه رَهيو هيڪڙو،

وَطَنُ ٿيو وَري[18]، ڪوڙَنِ ڪانيِرَنِ جو.

۳۰

سُرَهو سَرُ وِڃائيو[19]، ڪوڙَنِ ڪانيِرَنِ،

رُنا روهَ وَڃَنِ[20]، ڪَنهن هيٺانئيءَ کان هَنجڙا.

وائي

پَلو، جيڏِيوُن! آئوُن جا ٻَلوچي جي آهيان،

ڪَنيزَڪَ[21] ڪيچِيُن جي[22]، ناتَر نانءُ سَڏائيان،

بيزارَ[23] ٻُڌهونءَ جامَ جي، اَکيُن[24] سين اُنائيان،

پَلو جيڏِيوُن! آئوُن چَشمَنِ[25] سين چائيان[26].

## سر ڪارايل - داستان پهرئين جو سار

حقيقي عاشق هنج مثل آهي، ۽ عام خلق، ٻگهن ۽ ڪانيرن مثل. هنج، ٻگهن جي صحبت کان ڪنارو ڪري، آڪاس ۾ ٿو اڏامي، ۽ آنهيءَ سر لي وڃي ٿو گذاري، جتي حقيقي نور پيو وسي. هنج اوجل جل جو عاشق آهي ۽ ٻگهه ميري ۽ لڙائيل پاڻيءَ لي ٿو مري. هنج، پاتار ۾ پيهي ماڻڪ ٿو چڳي؛ ٻگهه، ڇاڇر ۾ ڇيرون ڪري، مڇي پيو ڪائي. افسوس جو هيٺئن ڪانگن، سرها سر ۽ ميرا ڪري ڇڏيا آهن. هنج ويچارا پرواز ڪري ڪنهن روهه ۾ هليا ويا آهن. عام پکي، پاڙهيريءَ جي دام ۾ اڙجيو وڃن؛ هنج سان سندس پهچ ناهي. عام ماڻهو شيطان جو شڪار آهن؛ پر عارف کي ڪي عزازيل هٿ لائي نه ٿو سگهي. عشق جي ڪرامت، پاتار ۾ پيٺل ڪدول ۽ آڪاس ۾ اڏامندڙ پؤر کي پاڻ ميڙي هڪ ڪيو ڇڏي.

---

۱- جڏهن مهل ۲- ننڊ ۳- اوڏيءَ مهل ۴- چت ۾ ساري ۵- چوڳو، کاڌو ۶- محبوب جي حضور ۾ ۷- چڪ ۸- ڪائين ۹- اهي ۱۰- ڏٺا، سڃاتا ۱۱- انهيءَ ڪري ۱۲- جڏهن صورت ۾ ۱۳- گهمن ۱۴- ٻگهن سان گڏ ۱۵- سنجها، رات ۱۶- در ڀٽيندڙ، سخي ۱۷- ڪنجهر ڍنڍ ۱۸- ڍنڍ جا پکي ۱۹- خراب يا ميرو ڪيو ۲۰- جبل ۲۱- ٻانهي ۲۲- مومل جي داسيءَ جو نالو هو ۲۳- جتي ۲۴- ڪٽان ۲۵- آکين ۲٦- ڪٽان.

*مور ۽ هنج هليا ويا. ملڪ سڄو ڪوڙن ڪانيرن جو آهي. (سچا انسان لڏي ويا. ڪوڙن جو وارو آهي.)

## داستان پهريون

۱

سو پکي سو پکڙو، سو سر سوئي هنج،
پيهي جان پروڙيو، موں پانهنجو منجهه،
ڏيل جنهن جو ڏنجهه، سو ماري تو منجهه ٿري.

۲

ڪارايل جي ڪوڏ، موں ڪنجهر سڀ نهاريو،
وري واهيري نه وريا، ڪلا لاڪيٽيءَ لوڏ،
هنئين جنهين هوڏ، سي هنجڙا سڀ هلي ويا.

۳

سنها پانءَ مَ سپ، وياءِ واسينگن جا،
جنهن جي جهڙپ، هاٿي هندان ٿي نه ڇري.

۴

سنها پانءَ مَ سپ، ڪا جنهين پيٽ،
لنهن جي جهپيٽ، جنگين کي جوکو ٿئي.

۵

آسڻ جن اربع پر، اوءِ ڪپر وه ڪري،
تن جا منهن ملڪن جهڙا، تڪو تان نه تري،
جي انهين ساڳ ازي، ته ڪانهي جاءِ جريءَ جي.

۶

آسڻ جن اربع پر، تن جي وه جو ورن پيو،
تن جو ڪنبو ٿي ڪمڪري، جي متس پير پيو،
پرينتان آهي پڌرو، تن نانگن جو نهو،
ڪلي ويل ڪهو، جو سامهون اُٿي سڀن کي؟

۷

ڪنهن ڪنهن ڪاريءَ ذات کي، مور نه منائين،
جي ڇترا چکيا ڪري، نه وڳ ورائي ڏين،*
سات سموُرا نين، جي منين پانئي مونيا.*

۸

پهرين ڪاري نانگ جي، ڪوڇڙ ڪيل ڇيڙ ڪري،
جي هٽي ڏنگ ڏسائيو، ته ويهو تان نه وري،
جيڪي نپ مري، جيڪي سڪي صحت کي.

۹

ڪپر! ٽاوڙين سين، وڏو وڏءِ ويڙ،
نانگ نه ويندين نڪري، تو ڏر متي پيڙ،
هي لنيين جو ڏيڙ، جن جهوناڳڙه جلائيو.
وائي

لڪ سيڻن لئووٽيو، ڪوڙي رانڊ، ڪوڙو چٽڪو،
لنيو جئن لامين چڙهين، ڪريو، ڪارايل! ڪٽڪو،
ڪ تو ڪنين نه سُٺو، شهباز جو سٽڪو؟

---

۱- راز، ڳجهه ۲- سرير ۳- ڏک ۴- شڪاري (شيطان) ۵- مور ۶- شوق ۾ ۷- آکيري ۸- موٽيا ۹- محبت ۱۰- نه سمجهه ۱۱- نانگ ۱۲- ٻچا، چاوا ۱۳- ڏنگ ۱۴- اُنهيءَ هنڌ تان ۱۵- ڏنگ ۱۶- سورمن ۱۷- آستان ۱۸- ريگستان، رڻ پٽ ۱۹- نانگ ۲۰- سچي يا قاتل زهر سان پريل ۲۱- فرشتن، ديوتائن ۲۲- ڏنگ ۲۳- مارڻ ڪان نه گسي ۲۴- پلاند آڙ جي ۲۵- ذري ۲۶- رنگ ۲۷- ملڪان ملڪ، جڳن کان ۲۸- نسل ۲۹- جنگ جي وقت ۳۰- ڪير ۳۱ مور به پاسو ڪن ۳۲- چترائيءَ سان ڏنگي ۳۳- چنائي ۳۴- يا نه ۳۵- اُنهيءَ دم ۳۶- اي نانگ! ۳۷- نانگ منديندڙ جوڳين ۳۸- ديرو ۳۹- اُوري وقت تائين ۴۰- خوشامد ۴۱- لائيون ڪري ۴۲- ٽارين ٿي ۴۳- اي مورا ۴۴- جلهه، هلان ۴۵- پڌو ۴۶- وڏي باز (موت) ۴۷- ڏک.

*جي چترائيءَ سان اُوروٽي ڏنگي ته مور به جيڪر بر ٿي، پهنجا سمورا سات موٽائي وڃن.

## سر ڪارايل - داستان ٻئي جو سار

انسان جي ڪايا هڪ پڃرو آهي، هنج پکي ۽ سرهو سر ۽ اُن منجهه ٿي آهن. شيطان روپي شڪاري ۽ منجهس ٿي پيو ڦري. اَفسوس جو اَڄ هنجڻ (ڪاملن) جو ديدار دُرلڀ ٿي پيو آهي. هن دنيا روپي ريگستان ۾ ڪيٽي سنها سپ پيا گهمن، جنجي جهڙپ وڌن جدگن ڪي ۽ ڏاهيو وجهي. جڏن ڪارايل (مور) ڪنهن ڪنهن ڪاري ۽ ذات ڪان ڪنارو ڪندو آهي، لڏن سچا سالڪ ۽ اُنهن بلائن کان ڪنارو ڪندا ولن. وڏي ۾ وڏو نانگ شيطان آهي، ۽ جوڳين سان سندس جاء ناهي. جن جوڳين، پنهنجي يوگ ٻل سان جهوناڳڙه جلايو، سي هن نانگ کي ڪن ۾ ناس ڪيو ڇڏين. گاروڙين سان وير رکي، نانگ ڪتان پڇي ڇنڊو!

"نانگ! نه ويندين نڪري، تو ڏر مٿي پير،
هي تنين جو ڏير، جن جهوناڳڙه جلائيو."

•

"سر ڪارايل"- هن سر لي مضمون مطابق نالو رکيو ويو آهي، اُن ۾ ڪارايل (مور يا هنج) جو ذڪر آهي. دنيا جي فضا کي "لڙ" سڏيو ويو آهي ۽ مڪار انسان کي ٻگهن ۽ ڪانيرن سان مشابهت ڏني وئي آهي. عارف، هنجن مثل آهن:

"هنجن سين هيڪار، جي ڳڻ ڪري نهارئين،
ٻگهن سين ٻيهار، ٻيلهه نه ٻڌ ين ڪڏهين."

# سُر پِرڀاتي

## داستان پهريون

١*

اِيَّ نه پانَ پِيرُ، جِنَ کِيڻَرُ کيريءَ لَنگهيو،
سُونهاري صُبُوحَ سين، وِڄهي ويٺين وِيرُ،
توکي چَوَندو کيرُ، کيرَتَ ڏارانِ مَڱڻو؟

٢

سُتو کِٿُن نِنڊُون کَرِين، رو وِهاڻيءَ رُوءِ،
سُيان سارُ سَندوءِ، پيو هُوندو پَتَ پَرِ.

٣

سيرانديءَ سارُ کَيو، سُمهين ساري راتِ،
جاچڪائي ذاتِ، اِيَ هوءِ اَکِهين؟

٤

جنين سُکَ ناهِ کو، چارَڻَ سي چَهڄَنِ،
رُڃنِ راهَ ڀِڄَنِ، مَٿي کُلهَنِ کينَرا.

٥

مُوڙهو پُٺين، مَڱڻا! کيڏانهن هُئين کالَ؟
لَنگها! چِڙِ، لَطيفُ چئي، اِجهڻَ جا اَفعالَ،
سَهڙَ دَرِ سُوالَ، کِرِ نه قِيمَتَ آڻين.

٦

چارَڻُ لَگو، پِنڌُ گهڻو، کي چوٽائيءَ چَڙهِجِ،
هِتِ کي هَلائيجِ، اُتي آئُون نه اَچڻو.

٧

جيکي ڏُڏَنِ ڏي، ٻُجهيان ٿِي ٻُجهَه پَرِ،
سو جي سُٺَنِ کَڏهين، کِرتَ وارا کي،

---

١- مڱڻهارن ٢- اُهڃاڻ ٣- سرندو ٤- کليءَ ٥- سهڻي ٦- ڀڄن، راڳ، ٧- اَسر جو ٨- روئي ٩- ميراثين جي ذات ١٠- عزت واري ١١- ملول، منجهيل ١٢- گهمين ١٣- اي ذوق ٽيڻ ١٤- ڪرتوت ١٥- لس ٻيلي جي حاڪم سهڙ سخي ١٦- ملهائتي سوغات لهين ١٧- مڱڻهار ١٨- جڏو ١٩- تاجدار، ڪلنگيڌر ٢٠- اي هڏون ٢١- ڪيرت ڪندڙ، راڳيندڙ.

*اِهو مڱڻهارن جو دستور ناهي، جو سندن سرندو کليءَ ۾ لنگهيو پيو هجي. تو سهڻي صبح سان عداوت وڌي آهي. سائينءَ جي اُستتي ڳائڻ بنا توکي ڪير مڱڻو چوندو؟

نه سارَ مِڙوئي سي، هوندَ [1] پِٽوُن ڪَنِ پَلڪَ ۾.

۸

اِن ڪِرِت وارا ڪيترا، ڪِرِت ڪَبو ڪوهُ؟
جيڪي ٻَندو ڪَمُ ڪَري، سو مِڙوئي ڏوهُ،
تون پارِسُ، آئون لوهُ، جي سَچِين [2]، نه سونُ ٿِيان.

۹

اُٿيو اَبوجهاءِ! [3] سَهڙَ جو سَڏُ ٿِيو،
جِنِ اُٿين [4] ڪِيَرسَ ڪَٽُ [5] نه سِڪِيا، تِنِ [6] پاٽا رِيڙو [7] راءِ،
مَگُو مون مُلاءِ [8]، آئون اوهانجو آهِيان.*

۱۰

ڏاتِ نه آهي ذاتِ تي، جو وَهي [9] سو لهي [10]،§
آرِيون [11] اَبوجَهنِ جون، سَهڙَ جامُ سَهي،
جو راءِ [12] وَٽِ راتِ رَهي [13]، تِنهِن جُهڪي ٿان نه ٿئي.

۱۱

ٻولِيون [14] ٻيلي [15] جيوُن ڪري، پاسي ٻَرِ پيو،
سُتائي سُتَنِ کي، وِهاڻيءَ ويو،
جاڳي ڪِين پيو، سُرِ سِکيوئي هيڪڙو.

۱۲

ٻولِيون ٻيلي جِيوُن ڪَري، پاسي ٻَرِ پيو،
چارَڻُ چاڙهي چوڏولَ ۾، ڏِهان ٻوءِ ٿِيو،
رُچي [16] راتِ ڪيو، سَرفرازُ، سَيّدُ چئي.

۱۳

ٻاجهاڻو [17] ٻيلي [18] ڏَٽي، ٻُجهان [19] ٻاجهَ ٿِئي،
سَهڙَ [20] سا سُٽي، جيڪا چارَڻَ چِتَ ۾.

‡۱۴

چاڻين نه ڇهه نه چارِ، لِئي ڏرُ اَبوجَهنِ جو،
اَنَ ڏرِ سي ٿِي اَگهِيا، جن نه پانيو پارَ،
رِيجهاڻو [21] راجاڻُ [22]، آهي اَبوجَهنِ جو.

‡۱۵

ڏَڏُ تي ڏانُ گُهرِيجِ تون، چِلَ وِجا [23] وِجائي،
سَهڙَ راتِ سَنباهِيا [24]، تازي [25] تو لائي [26]،
جو جاڳي نه ڳائي، تِنهِن سِمن ٻيلي ڏَٽيءَ ٻاجهه ڪئي.

۱۶

صُبوحَ جو سُهاڳُ [27]، مَگڻهارَنِ ماڻيو،
ڏِناٺون ڏاتارَ کي، وَڏيءَ وِيرَ [28] وِهاڳُ [29]،

۱- پرزا، ڇيهون ڇيهون ۲- نظر ڪرين ۳- اي اَبوجهه اِنسان! ۴- اوهين ۵- هرگز ۶- اَڙخود ۷- راضي ٿيو ۸- مون کان ۹- محنت ڪري ۱۰- حاصل يا پراپت ڪري ۱۱- آرا آنگل ۱۲- راجا ۱۳- ڏک سور ۱۴- آلاپ، راڳ ۱۵- جهنگلي ۱۶- راضي ٿي ۱۷- ٻاجهارو ۱۸- لس ٻيلي جو حاڪم ۱۹- سمجهان ٿو ۲۰- سهڙ سخي (حاڪم) ۲۱- راضي ٿيل ۲۲- راجا ۲۳- وديا، جاڻ ۲۴- تيار ڪيا ۲۵- تازي گهوڙا ۲۶- تو لاءِ ۲۷- هتي ڏَٽيءَ جو راڄ ۲۸- سوڀل ۲۹- اَسر جي واڳڻي.

*سهڙ (ڏَٽي) ٿو چوي نه "(اي اِنسانو!) مونکان گهرو، ڇو نه مان اوهانجو آهيان."

§ روحاني فيض ڪوڪنهن کي ذات تي عطا نه ٿو ٿئي، پر جو جوڳو ٿو ٿئي، سوئي پراپت ٿو ڪري.

‡ هنن ٻنهي ۾ هدايت آهي نه ڏَٽيءَ جي در تي اَڻ جاڻ ٿي اَچڻ گهرجي.

وَسِ مُنهنجي ناهِ ڪا، سيڻَن هَٿِ سُهاڳُ،
ڀِرِيَنِ سين ڀُهاڳُ[1]، مان نِماڻيءَ نَصيبُ ٿِئي.

۱۷

پِيو ليٽين لُٽَ[2]، سَچيؤن رائيؤن سُمهين،
اُٿي آديءَ نہ ڪَرين، سَچُ ساڻُ[3] سَهَتَ،
رُونجهي[4] راتَ[5] اَپِيا[6]، پيٽنيئون پاڻيٽ[7]،
ميڙي[8] تِتان مَتَ، چونڊي پِرِيا چاڙِهين.

*۱۸

ڏاتارَ ڏُکَ[9] ڪِيا، پاٽا مَٿي مَنگڻين،
"مُون دَرُ[10] چِڏيو، مَنگڻا! مَنگين ڪوهُ پِيا؟
تَڏهِن تو پِيا[11]، وِڇان وِلها ڏيهڙا."

۱۹

مَنگُ تَنهِين کان، مَنگڻا! جو ڏيهاڙي تو ڏِئي،
ڪُوڙا دَرَ دُنِيا جا، جاچڪ! مَنگين جي،
سُيان لوڪِين کي[12]، مولي ڏيندا مُنهَن ۾[13]

۲۰

ڪَرُهه[14] اَڳِيان ڪَپُ[15]، ڏِهاڙي ڏاتارَ جي،
لَنگها! لاهِ مَرِلڪ[16] سيڻن، مَتان چانئُٽ چَپُ،
مَنگڻهارَنِ مَپُ[17]، ڪونهي ٻِيو ڪيرَتَ ري.

۲۱

سَچُ[18] ساهُ پَساهُ[19]، جاچڪ! جَمُ وِسارئين[20]،
رِيهي رُپي[21] سَديؤن[22]، تَدوُن تُنبي ڪي پاءُ[23]،
لَنگها! تُون لِيلاءِ[24]، اَڳِيان وَڃي اُن جي.

۲۲

ميرا پَسي مَنگڻا[25]، سَچُ سَڏَ ڪِيا،
سَبوجهِنِ سُڌا[26]، اَبوجهِن آسِرو[27].

۲۳

تُون سَچُ، آئُون سيڪڙُو[28]، تُون صاحِبُ، آئُون سَگُ[29]،
پُڇي تُنهِنجو پَگُ[30]، ڪُلهي پاتُم ڪيِنرو.

۲۴

تُون سَچُ، آئُون سيڪڙو، تُون ڏاتارُ، آئُون ڏُڌُ،
سُڻي تُنهِنجو سَڌُ، ڪُلهي پاتُم ڪيِنرو.

۲۵

تُون سَچُ، آئُون سيڪڙُو، تُون ڏاتارُ، آئُون ڏوهُ[31]،
تُون پارِسُ، آئُون لوهُ، جي سَڃين، تہ سونُ ٿِيان

---

۱- ميڙائو، ميلاپ ۲- اَلوٽ ۳- رهاڻ، سلوڪ ۴- حاڪم جي ذات جو نالو ۵- ڪوليا ۶- پيٽنين مان ۷- پاڻيٽ (آبدار موتي) ۸- مَنگڻهارن ۹- ڏوراپا ڏنا ۱۰- منهنجو در ۱۱- ڏکيا، مسڪينيءَ جا ۱۲- لوڪن لئي ۱۳- منهن ۾ مهڻا ڏيندءِ ۱۴- آستان، لنگهه ۱۵- پاڻ ڳار ۱۶- ٽر ماٽر، هڪ ڪن ڪاٽين ۱۷- وجهہ، موقعو ۱۸- دم ٻدم ۱۹- اي مَنگڻهار! ۲۰- متان ۲۱- ورهہ ڏيئي، ڳنڍي ۲۲- چانديءَ جون ۲۳- سرندي ۲۴- اي مَنگڻهار! ۲۵- گدا، مسڪين ۲۶- هوش يا سمجهہ وارن ۲۷- ٻڌا ۲۸- طالب، سوالي ۲۹- ڪتو (پارسي سگ جي بگڙيل صورت) ۳۰- پير، ڏس ۳۱- ڏوهن جو مجسم.

*سچو سخي مَنگڻهار کي ڏوراپو ڏيئي ٿو چوي تہ "تون منهنجو در ڇڏي ٻين جي درن تي ڀٽڪيو آهين، تڏهن ئي لوڪن وچ ۾ هيترا ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا آهن."

۲۶

ڏاتار نہ تون، پيا مڱڻي مَڱڻا،
ميهَن مُندائِتا وَسِڻا، سَدا وَسِين تون،
جي گهر اَچِين مون، تہ ميرائي مانُ لهان.

۲۷

اُپيو تارو، آئي وِرَ وهاڻُ ڏي،
سَيڙُ رِيسارو، چِٽُ پِرکي چارئين.

وائي ۱

ٻِئي دَرِ وانءِ مَ کيڏانهين،
اَلا! جو تون جامَ مَگيندين، مَڱڻا!
قيرِ مَهنئون، کَنڌُ کياڙي، ٻيندءِ هاڃَ هٿائين،
ماڻڪ موتي، مالَ خَزينا، ڏيندءِ ٻيلي سائين،
وِرچي تون وهاڻَ کان، مَتان ڏئين پانهين،
دَرِ دانا مَگَ، مَڱڻا، اَندا! هوئيج اوڏانهين،
مُذڪِرا! مَتان ڇڏئين، هَٿان هيڪڙائي،
ٻيون ڏيهي ٻين کي، کَٻُ سَمو سَوائي،
”اِنَّ اللّٰهَ وِترٌ يُحِبُّ الوِترَ“، وَحدَتَ واڳَ وِڌائين،
ٻَنهجي طَرفِ ٻانهين، سائِلَ سَڏِيائين،
جتي جُوانَن کي، کوٺي کُنائين،
اُني عاشقَنَ کي، اُلفَتَ اُهِجُ ڏِنائين،
کيرَتَ کَر قُربَ سين، خُلَتَ کاڄُ ڏنائين،
”اَلانسانُ سِرّي وَ اَنَا سِرّهٗ“، اِن پَرِ اُتائين،
ٻُجهہ ٻُجهاندَرَ ڳالهيون، رازُ نہ رَکيائين،
ٻَسوا! ٻيمارن جي، ٻَٽَ پِر پاڻَ وِڌائين،
اَديُون! عَبدُاللطيفُ چئي، مُون سين مِهرَ کيائين.

وائي ۲

وَڏُڙا ڏاڻَ ڏنائين، کَنيائين رَخَتُ رِيزانَ جو.
ڏاتيُون ڏٺي ڏُڌنِ کي، سَنديُون سونَ سائين،
اَندا مَدَد آئيا، سَخا سَڏُ وِڌائين،
ڪيئن مَنجهان جو ڪي ڪري، سو نہ سا راهين سائين!
”وَتُعِزُّ مَن تَشَاءُ وَتُذِلُّ مَن تَشَاءُ“، آهي سَڀِ اُتائين،
نَوازيائين نُطفو، مَنجهان کينَ کيائين،
حَرفتَ حَرفَن جي، پيري سَڀ پِکائين،
حاسِدَ سَڀِ حُزنَ پِر، مُدعي پاڻَ مُنائين،
اَديُون! عَبدُاللطيفُ چئي، آهِ پاڻَ وَڻندڙُ سائين.

---

۱- مڱڻي ۲- مند تي ۳- عيبدار ٿي ۴- شرف پايان ۵- ڪانڌ کي (ڌڻيءَ کي) ۶- اُسر جي راڳڻي ۷- غيرت وارو ۸- داڻون پرکي ۹- مڱڻهارن جون ۱۰- نہ وڃ ۱۱- جام ڪان مگيندين ۱۲- هٿان ۱۳- خزانا ۱۴- لس ٻيلي جو ڌڻي ۱۵- بيزار ٿي ۱۶- ٻئي ۱۷- ڌڻيءَ جو ذڪر ڪندڙ ۱۸- سيڻتي ڪان سرس ۱۹- تحقيق الله هڪڙو آهي ۽ کيس هيڪڙائي پسند آهي (حديث) ۲۰- هيڪڙائي جي واڳ ۲۱- سوالي ۲۲- محبت جو ڏس ۲۳- محبت جي خوراڪ ۲۴- انسان منهنجو ڳجهہ آهي ۽ مان سندس ڳجهہ آهيان (حديث) ۲۵- اهڙيءَ ريت ۲۶- چيائين ۲۷- نہ سانديائين ۲۸- مڱڻهارن ۲۹- ڪشڪول ۳۰- دان وڌائين ۳۱- وڏو دان ۳۲- سامان سرو ۳۳- ناڻائن ۳۴- سوغاتون ۳۵- سون جون ۳۶- جنهن کي وڻيس تنهن کي عزت ڏئي، جنهن کي وڻيس تنهن کي ذليل ڪري ۳۷- قطرو (يعني انسان) ۳۸- درد ۳۹- ڪوڙا ۴۰- مات ڪيائين.

## سر پرڀاتي - داستان ڀھرئين جو سار

مڱڻھارن جو اِهو ڪم ناهي، جو سونهاري صبح سان وير وجهي، ڪينرو ڪليءَ ۾ ٽنگي چڏين. چارڻ اُهي چڱن، جي ڪينرو ڪاهي تي ڪري، رڻ جي راه ڀڃن. اي مڱڻھار! (اِنسان!) ڪنهن ڏينهن تون فنا ٿي ويندين ۽ تنهنجو ساز پٽ ۾ پيو هوندو. ڌڻي ڏڌن کي اِئين ٿو نوازي، جئن لس ٻيلي جي حاڪم سپڙ سخيءَ هڪ اُجاڻ مڱڻھار کي نوازيو هو. ڏڏن کي هو اهو ڪي ڳجهه ۾ ٿو ڏئي، جو حاذق ۽ حيران ٿيو وڃن. ٻندو لوه آهي ۽ صاحب پارس. پارس، لوه کي سڄي ته لوه سون ٿي پوي. ڌڻي ۽ ڪنهن نالائق کي نوازي ته هو ٻي ٻها بالم ٿي پوي. ڏاتار، هڪ سائين ئي آهي:
"ڏاتار ته تون، ٻيا مڙئي مڱڻا."
مڱڄي اُنهيءَ ڏاتار کان، جو ڏهاڙي ٿو ڏئي؛ ٻيا مڙئي در دنيا جا ڪوڙا آهن.

•

"سر پرڀاتي"- "پرڀاتي" هڪ هندستاني راڳڻيءَ جو نالو آهي، جا صبح جو ڳائبي آهي. هن سر ۾ اِنسان کي مڱڻھار جو روپ ڏنو ويو آهي ۽ ڌڻيءَ کي سپڙ سخيءَ جو. اَسر جي وقت ڌڻيءَ جي اُستتي لازم آهي. اِنسان کي گهرجي ته پره ڦٽيءَ جو اُٿي، پنهنجو ساڻ حاڪمن جي حاڪم اڳيان وجائي:
"اُٿيو تارو، اُٿي ور وهاڻ، ڏي."

# سُرُ ڏَهَرُ

## داستان پهريون

**١**

ڪَرِ ڪي ڳالهڙيون، ڪَنڊا[1]! ٻورَ[2] ڌَڻين[3] جون،
ڪِئن سي راتڙيون، ڪِئن پَرِ[4] ڏينهن گذاريئين؟

**٢**

ڪَرِ ڪا وِهي ڳالهِه، ڪَنڊا! ٻورَ ڌَڻين جي،
هَهڙي اَڄُ حالَ، ڏُکيا ڏينهن گذاريئين!

**٣**

ڪَنڊا! تو وَٽان، سَڄُ ڪ سيڻَن[5] لَڌيو؟
مَڃَرَ[6] تو مَٽان، ڇِڻيو پَوَنِ[7]، ڇُڳا[8] ڪيو!

**٤**

جان تو هُتَڙو وَڍُ[9]، ڪَنڊا! ٻورَ ڌَڻين جو،
پاڙا ڏيئي ڏَڍُ[10]، مُوريءَ[11] مَڃَرَ نه ڪَرئين.

**٥**

جان تو هُتَڙو سُورُ، ڪَنڊا! ٻورَ ڌَڻين جو،
مَٿي لامِنِ[12] پُورُ، موريءَ مَڃَرَ نه ڪَرئين.

**٦**

ڪَنڊا! تون ڪيڏو، جَڏهن پَرِيو ٻورُ[13] وَهي؟
جَسودَنِ[14] جيڏو، تو ڪو ڳَڏيو پَهِڙو[15]؟

**٧**

سَڄُ ڪ سُڪو ٻورُ، ڪَنڊيءَ[16] اَڪَ[17] ڦُلارِيا،
جُڳَنِ[18] ڇَڏيو زورُ، سَرُ[19] سُڪو، سَوَنگي[20] ڳيا[21]؟

**٨**

جَڏهن ٻاڪي[22] ٻورُ، پَٽي وَهَنِ[23] پَليارَ[24] ۾،
تَڏهن تازَڙين طورُ[25]، هُئو جَسودَنِ سين.

---

١- ڪنڊا وڻ ٢- مهراڻ (ٻورو) ٣- مالڪن (ٻوري جي وڻجارن) ٤- ڪهڙيءَ طرح ٥- محبوبن ٦- ڪنڊيءَ جو ڦر (سنگر) ٧- ڪري پون ٨- ڇڳن جي صورت ۾ ٩- فراق جو ڦٽ ١٠- آلت، ١١- مور، اَصل ١٢- ٽارين ١٣- ٽمٽار نهر ١٤- انهيءَ ذات جي وڻجارن ١٥- قاصد ١٦- ڪنڊيءَ لئي ١٧- اَڪ جا وڻ ١٨- بهادرن (هٿي شاهوڪارن) ١٩- هٿي نهر ٢٠- محصول وٺندڙن ٢١- ويا ٢٢- نهر جو نالو يا ناڙ (ٻاڪو) ٢٣- وهٽ (ناڙ ۾ بدل) ٢٤- پلي زمين ٢٥- تازي گهوڙن جهڙو شان (تاجڙين=تاجڙ ذات جي هارين. اها بي پڙهڻي آهي.)

٩

سُڪي ٻوڙَ ٻيڙيُون ٿيون، ڪَنڌيءَ ڏنو ڪائو،
سو پاڻيءَ پَنِهِجَل ۾، اڳيون نه آيو،
ماڙهُنِ ميڙائو، ڪنهين ڪنهين پيٽئين.

١٠

ٻوڙُ نه اڳينءَ پارَ، مُهَند مَلاحَن لکيو،
موڙي ڇوڙ يا مَڪُڙا، پَسي پاڻيءَ پار،
جَسودَنِ جيها يارَ، ٻيڙا ويرَ وماسَ ۾.

١١

جان واهُڙَ ۾ وَهُه، تان تُون، مَڇَ! نه مولِئين،
ڪائي ۾ ڪوهُ ڪرئين، پوءِ موڙهَ جو پَهُ؟
سِرَ مَٿي تُون سَهُه، مَهميزُون مَلاحَن جُون.

١٢

جان جَرُ هُٿڙو جالَ، تان تُون، مَڇَ! نه مولِئين،
ٻُونديءَ اَجُ ڪِ ڪالَ، سانيوڙُون سانگن جُون.

١٣

جان جَرُ هُٿڙو سيرَ، تان تُون، مَڇَ! نه مولِئين،
آڏا اَڏي ڪيرَ، گهٽ نه جهليءَ گهاٽئين.

١٤

مَتو آهين، مَڇَ! ٿُلهو ٿو ٿيُونا هَٽين،
جا تو ڏِٺي اَڄَ، ٿَرهن پاڻيءَ ڀُما ڏينهڙا.

١٥

ڪُنڊي ڪَلِين وِچَ ۾، جَڏهن هَنئي جَن،
موٽي مُون پرين، ڪَيَڪ جي ڪانَ ڪَئي.

١٦

ڪُنڊي ڪَلِين وِچَ ۾، جَڏهن هَنياڻُون،
موٽ نه مارياڻُون، ڏورِ ڏيٺي وِيا ڏُک جي.

وائي

لاڙيءَ جا وَرَنَ ڪي، سا ڪانڌ! مُهنجي ڪورا.
ماءُ! ماڙ پِنڌ م ڪڏهين، هِنَ پِرينءَ جا هورا،
اَچِن پرين پَڪيا، ڪَرَ باٻيهو جِئَن مورا،
سيٽين سرڪنڊ سَنهِجي، پيو عَطَر پرينِ آنورا،
چِپرُ ڪتُوري ٿيو، پي ٿازي قُلَن قورا،
اَلا! عَبدُاللَّطِيف ڪي، سانوَلَ ميڙ سَنيوُڙا.

---

١- ٻهيون (ٽري ۾ پاڻيءَ جا ننڍا وهڪرا) ٢- ڪکن جو ٻوڙو ٣- ٽڙ يا نهر جو نالو ٤- ماڻهن جو ميڙاڪو ٥- ورلي ڪن هنڌن تي ٦- اڳئين نمونې ٧- اڳي ٨- ڏنو ٩- ڦيرائي ڇڏيا ١٠- ٻيڙا يا ٻيڙيون ١١- پاڻيءَ جو نمونو ١٢- جهڙا ١٣- جنگ ١٤- چنتا ١٥- وهڪرو ١٦- خيال ١٧- جنيون ١٨- جل، پاڻي ١٩- گهٽو ٢٠- اَج يا سيان ٢١- سنڀهيون، ملاحن جا جار ٢٢- سفر ڪندڙن، ملاحن ٢٣- ٿار ٢٤- ڪلا ٢٥- واهوُن ٢٦- مهاڻن ٢٧- ٿار پاڻيءَ جي اَڄ ٢٨- انهيءَ پاڻيءَ جا ٢٩- حياتي پوري ٿي ٣٠- نرگهٽ ٣١- ڪنڊيءَ جي ڏور ٣٢- رنگ رونق ٣٣- مهنجي خاطر ٣٤- انتظار ٣٥- پڇن ٿي ٽلندڙ ٣٦- چڙ ٣٧- باٻيهو پکي ٣٨- مورن جيان يا موران=ٽازن ٻوٽن مان ٣٩- پرينءَ وٽ ٤٠- چندن ٤١- اُڀن ٿٺي ٤٢- اَڙ ٿوريا ٤٣- جبل ٤٤- مشڪ ٤٥- گان جو ڦنڊ يا سرهاڻ ٤٦- محبوب ٤٧- ملاءِ ٤٨- سنيڙيل، سينگاريل.

## سر ڏهر - داستان پهرئين جو سار

ٻوڙو سگهي. وڏو آهي ۽ ڪنڌو هيٺڙو ننڍڙو ڏيو پيٺو آهي. شاه صاحب چوي ٿو: "اي ڪنڌا! جي توکي ٻوڙي جي سگهي وچڻ جو درد آهي ته تون پنهنجي لامن منان مٿي پيدا نه ڪر." اڳي جت واپار جو زور هو، تتي هيٺڙو سڃ لڳي پيئي آهي. نه رهيا آهن وڻجارا (جسودا)، نه سوُنگي. ڪنڌيءَ تي هيٺڙو رڳو ڪڪن جا ٻوڙا پيا ڏسجن. مڇ، جو ٻاڻيءَ جي اَڇ ڏسي، وچي هڪ ڪنڊ ۾ آرامي ٿيو هو، سو هيٺڙو اُلي ٿي پيو آهي. جنهن ٻاڻيءَ لئي پنپليو هو، سو هيٺڙو غائب آهي. هاڻي ڪنهن به وقت، ملاح اَچي مٿان پوندس ۽ ماري ٻورو ڪندس. اِنسان به جوين ۾ غافل ٿو رهي ۽ پوءِ پڇتائڻو ٿو پوي. اِهي خيال شاه صاحب کي ٿر جي هڪ ڍهر مان لنگهندي تا اَچن. اَڳي جت مهراڻ هو، تتي هيٺڙو رڃ آهي.

•

## داستان ٻيو

۱

مَدِيني جا مِيرَ[1]! سُڻُ مُنهِنجا سَڏَڙا،
سَرَڻِ[2] تُنهِنجيءَ سيرَ[3]، تُون پار لَنگهائِيين پيڙا[4].

۲

مَدِيني جا ڏَڻي! سُڻُ مُنهِنجا سَڏَڙا،
تُنهِنجي آهِ تَڪي[5]، ٻِي ڪَندي سارِيان ڪانَڪا.

۳

مَدِيني جا گهوٽَ! سُڻُ مُنهِنجا سَڏَڙا،
ڪَچِ، مُحَمَّدَ! موٽَ[6]، عاصِي تُنهِنجي آسِري.

۴

مَدِيني جا شاهَ! سُڻُ مُنهِنجا سَڏَڙا،
ڪارَڻِ لَڳ، اَللهَ، سِگهو رَسج سُپِرين!

۵

مَدِيني جا شِيرَ! سُڻُ مُنهِنجا سَڏَڙا،
پَرِ مُبارَڪَ پِيرَ[7]، عاصِي تُنهِنجي آسِري.

۶

مَدِيني جا جامَ! سُڻُ مُنهِنجا سَڏَڙا،
آهِيان تُنهِنجي سامَ[8]، سِگهو رَسج سيرَ ۾.

*۷

وَنئين[9] مَدِيني، مَگَڻا! اَکِيُون پِيرَ ڪَري،
جتي ماڻڪَ[10] مُحَمَّدَ مِيرَ جِي[11]، جَرڪيو جوتِ[12] ڪَري،
پَسيو جوتِ جَمالَ جِي[13]، جتِ اُمَتِن نيڻُ[14] ٺَري،
پِرِيَتئُون[15] پِيرُ پَري[16]، ڪَج زِيارَتِ ذوقَ[17] سين.

۱- حضرت محمد صلعم ۲- پناه ۳- راهه، وچ درياه ۴- ٻانڌي، پنتي ٻيل ۵- آڌار ۶- گنهگار ۷- سڳورا پير ۸- سرڻ، پناه ۹- وڃ ۱۰- اک جو تارو، نوراني نظر ۱۱- چمڪيو ۱۲- روشنائي ۱۳- تيج، سونهن ۱۴- ٺوڙلجن ۱۵- پريت مان ۱۶- پانڌا ۱۷- شوق، دلي اُلساهه.

*اڳين بيتن ۾ شاه صاحب حضرت محمد صلعم کي لطف ۽ مهر لاءِ ٻاڏايو آهي. هتي فرمائي ٿو: "اي مگڻا! تون ذوق سان مديني ۾ اکين سان پنڌ ڪري وڃ. اُتي ٻنهي عالمن جي جوت پيئي جرڪي، جنهنجي ديدار سان اُمتين جا نيڻ ٺريو پون."

۸

ڏٺي سو وارئين واءُ، جو ميڙائو سڄڻين،
وهيءَ وات مٿاءُ، هينئڙي آسرو م لهي.

۹

مٿي وانڱڙين، نينهَ نهارا مون ڪيا،
ايندا مانَ پسنِ، مٿان سگهرَ سُهڻِين.

۱۰

ڪيهِين ڪارڻِ ڪالَ، نينهَ نهارا مون ڪيا،
ايندا پسان شالَ! اوئي آريءَ جامَ جا.

۱۱

اوئين ڪارڻِ اڄُ، نينهَ نهارا مون ڪيا،
پُنهون جامَ! پهچُ، ته لاهيون اڄَ اکين جي.

۱۲

نينهَ جي نهارينِ، سي اڄُ نه اوئي آئيا،
هنجون نه هارينِ، پاڻي پُنهونءَ جامَ ري.*

۱۳

نينهَ نهاري مُنهنجا، روئي ئيا رتُ،
پُنهونءَ هوءِ پهتُ، ته پاري نينِ پاڻَ سين.§

۱۴

نينهَ نهاري مُنهنجا، روئي رتُ ئيا،
جي هُتان هوتُ وِيا، سي اڇنِ تان آڇي ئيان.

۱۵

نينهَ نهاري مُنهنجا، رتُ ئيا روئي،
ڏکن جي ڏوئيءَ، آهي هُت اسُونهن جي.

‡۱۶

اڄ اکڙ ڪيڏانِ، آسرُ لڳي سوريان،
ڏونگر ڏيهَن لڳانِ، مانَ وِرڪن سُهڻِين.

۱۷

ڏونگرَ لڳنِ ڏيهَن، مانَ وِرڪن سُهڻِين،
ڪيس نماڻي نيهَن، آيلِ! ٻاروچنِ جي.

۱۸

اَللهَ جنِ نالو، لڳن مون وڏو آسرو،
خالق! تُنهنجيءَ ڪاندَ جو، پرو پاندُ نه ڪوءِ،†
نالو، رَبُ! سدوءِ، وَهيو آهِم روحَ ۾.

۱۹

صاحبَ! تُنهنجي صاحِبِي، عجبُ ڏٺي سُون،
ٻَن ٻوڙين پاتالَ ۾، پهڻَ تارين تون،
جيڪر اچين مون، ته ميڙيائي مانَ لهان.

---

۱- سڏائو واءُ ورائين ۲- ميلاپ ۳- وهندڙ وات ۴- دل کي ۵- اُميد ٦- نهاريندڙ ۷- سني راه ۸- ڪالهه ۹- پهچ ۱۰- راضپو ۱۱- ٻانهي ۱۲- شفاياب ۱۳- ڪاٿ جي ڪيوي ۱۴- سندن لاءِ ۱۵- اُميد لي لڳي ۱٦- صاف ڪريان ۱۷- جبل ۱۸- ڏيهن لڳن ۱۹- شال ۲۰- واپس ورن ۲۱- صبر ۲۲- حساب يا حد ۲۳- تنهنجو ۲۴- آئم ۲۵- ميري حال ۾ ئي ۲٦- آدر.

*منهنجا نينهن پنهونءَ جي فراق ۾ رواجي ڳوڙها نه ٿا ڳارين. (پر رت ٿا روئن.)

§پنهون راضي ٿئي ته هن ٻانهيءَ کي پاڻ سان وٺي هلن.

‡اڄ سندن آسري لي لڳي، اکڙ ٿي اجاريان. جبل ۾ ڪيٿي ڏيهن لڳا آئن. هاڻ محبوب شال موٽن.

†اي رب! تنهنجي صبر جي ڪا حد يا حساب ئي ڪونهي.

۲۰

صاحبَ! تُنهنجي صاحبي، عَجَبَ جھڙي آهِ،
وَڏي سَگهه سَنديا[1]، ٻاڪَ[2] وَهيڻو آهِين.

۲۱*

وَڏي سَگهه سَنديا، ٻاجھَن ڀَرِيو آهِين،
مُون تان مَهَر مَ لاهِ، آئُون تُنهنجي آهيان.

۲۲

مِنو جِتَن ناٺوءِ، لِئَن مُون وَڏو آسرو،
ڪو ڏَرُ[3] ناهِ جھوءِ، مُون ٻيا ڏَرَ ڳھٺا نِهارِيا.

۲۳*

جيڏو تُنهنجو نانءُ، ٻاجھه ٻه اوڏيائي مڱانءِ،
رِءِ تُنيِين، رِءِ توٽِيين، تُون ڇپرُ[4]، تُون ڇانءِ،
ڳُجھاڙو ڳھانءِ[5]؟ توکي مَعلوُمَ سَڀَڪا.

۲۴

مَ ڪَرِ، ٻيو وَل[6]! ٻِلو، نالو نماٽيءِ سين،
ڪونهي ڪَميٽيءِ جو، ٻگَرُ[7] تو ٻلو[8]،
تُنهنجو نانءُ نِلو[9]، وَنيو وينِي آهيان.

۲۵

سَتُرِ ڪَرِ سَتارَ! آئُون اَگهاڙِي آهيان،
ٻَڪِيين ٻَڪَٽَهارَ! ڏيئي پاندُ پناهَ جو.

وائي

مُون کي نمدَ نه نيٺين نيٺين، ڪالهوُن[11] پوءِ لَڪَن[12] ٻه،
موتُ تُون آيَلِ اُمهنجي ماءُ! تان تُوڏُڪَ[13] نه ڪيٺين ڪيٺين،
هوءِ نه نيبِر[14] ٻاڪَ سين، جا ويندَڙي سيٺين سيٺين[15]،
ڪالهوُنٽِيان[16] اَڄُ[17] گهٽي، جھورڙِي جهيٺين جهيٺين[18]،
ٻيوُن سَڀَ واڳيوُن[19] ورن[20] سين، آئُون جا واڳڙِي[21] ويٺين ويٺين[22]،
هيئڙو ڏاڙهوُنءِ گُلَ جِئَن، روئي رَتُو نيٺين نيٺين،
اَلا! عَبدُاللطيفُ چئي، مُحِبَّ اَسان تُون ميڙ[23] ين ميڙ ين!

## سر ڏهر - داستان ٻئي جو سار

شاه صاحب "مديني جي مير" (حضرت محمد صلعم) کي سڏڙن مٿي سڏڙا ڀيو ڪري. گنهگارن کي "مديني جي ڌڻيءَ" کان سواءِ نه ٻيو آسرو آهي، نه ڪندي. واٽڙين تي نهاريندي ٻه ڪيڇي نظر ئي نه ٿا اچن. شل پنهون ڏونگرن مان جلد واپس وري! جيڏو ڌڻيءَ جو نالو آهي، اوڏيائي سندس ٻاجھه آهي. ڌڻيءَ جي ڪاند جو ڪو پرو پاند ڪونهي. سندس در جھڙو ڪو ٻيو در ناهي. هو تُنين ۽ توٽين کان سواءِ "ڇپر ۽ ڇانءِ" آهي. هو ڍڪڻهار آهي، جو پنهنجي "پناه جي پاند" سان اگهاڙن جو ستر ٿو رکي. جهڙو آهي سندس نالو مٺو، تهڙوئي آهي سندس آسرو وڏو. سندس ئي "نانءُ نلو" شاه صاحب جي دل ۾ وڃي رهيو آهي؛ ٻيو ڪو ٻلو ڪونهيس: "تُنهنجو نانءُ نلو، ونيو ويني آهيان."

۱- تو سندي، تنهنجي ۲- وس وارو ۳- تو جهڙو ۴- پردو ۽ ڇانو ۵- ڇوانءِ ۶- اي محب! ۷- توکان سواءِ ۸- آڌار ۹- رڳو ۱۰- پردو ۱۱- نيٺن ۾ ۱۲- ڪالهه کان وٺي ۱۳- هنن لاءِ ۱۴- وٺي وڃم ۱۵- سيٺن وٽ ۱۶- ڪالهه کان ۱۷- جهوري، ڏرد ۱۸- جهيٺي يا سنهي ٿيپ سان ۱۹- واڳيل، ٻڌل ۲۰- پتارن ۲۱- ٻڌل، ڳنڍيل ۲۲- ويٺن يا طعنن سان ۲۳- ملائين.
*هنن بيتن ۾ شاه صاحب ڌڻيءَ جي بي اِنتها صبر ۽ اطف جو ذڪر ڪيو آهي. ڌڻي تنين ۽ توٽين کان سواءِ ساري ڪائنات لاءِ پناه ۽ ڇانو آهي. هوئي عيبدارن جو ستر آهي.

## داستان ٽيون

۱

ڪَرِ ڪو پيرو ڪانڌَ! مُون نماڻيءَ جي نڄهري،
پرينَ! تُنهنجي پانڌَ، پولا! پَڪي آهيان.

۲

جنھن ٿون قائمُ، ڪانڌَ! تنھن آئون وُرا! وِلهي نه ٿيان،
پَڪي چِنا پانڌَ، ڳِنڍُ نه جاڻي ڪو پيو.

۳

ڪانڌَ پِڻِ ڪيترا، مُون وَرُ وَڏي وَٽُ،
مَتان ڏيٺي هَٽُ، جَنهن عَيبَ مُنهنجا پَڪيا.

۴

ڪانڌَ پِڻِ ڪيترا، مُون وَرُ وَڏي جوءِ،
لوڪَ نه آڇي اوءِ، جي ڏِسي عَيبَ اَکين سين.*

۵

ڪانڌَ پِڻِ ڪيترا، مُون وَرُ وَڏي ڪانڌ،
پاٽا پَڪي پانڌ، جي ڏِسي ڏوھَ اَکين سين.

۶

ڪانڌَ پِڻِ ڪيترا، مُون وَرُ وَڏي ذاتِ،
لوڪَ نه آڇي واسِ، جي ڏِسي ڏوھَ اَکين سين.

۷

وَرُ سين وِڃهيو ڪاڻِ، ڪُر سين ڪاڻُ پائيين،
پوري! مُندَ اَجاڻِ، ڪَٽا چَڏيو ٿُه ميڙئين.§

۸

سُنا! اُٿي جاڳُ، نِنڊَ نه ڪجي ايتري،
سُلطاني سُهاڳُ، نِنڊُنِ ڪندي نه ٿئي.

۹

ڪي سُمهُ، ڪي جاڳُ، نِنڊَ نه ڪجي ايتري،
اِي مانجهاندي جو ماڳُ، جو تو ساٽيھَ پاتبو.

۱۰

جاڳَڻَ مَنجهان جَسُ، آهي اَدا! جن کي،
لاهي جو لَطيفُ چئي، مَتان قَلبَ ڪَسُ،
وَرَنَھَ! ڪجان وَسُ، صُبحَ ساڻُ سَيّدُ چئي.

۱۱

سُتي نه سَرَنديا، ڪَرِ پَهارَ پِرِينِ جي،
وِهامي وينديا، گهڻا هَڻندين هَٿڙا.

---

۱- ڦيرو ۲- جهوپڙيءَ ۾ ۳- تنهنجي پلاند هيٺ ۴- موجود ۵- اي پيارا! ۶- سچي، مسڪين ۷- جهوپڙيءَ جا ۸- چِهل چِنيون ۹- صبر ۱۰- پاٽمرادو ۱۱- پلاند سان پڪي ۱۲- ماڻهن کي نه ٻڌائي ۱۳- واس سان ۱۴- پيار سان ۱۵- اُٿبٺت ڪري ۱۶- رقيب، ڏارئي ۱۷- ڪلون ڪرين، لهڪ ڏين، ۱۸- وسوڙي، نادان ۱۹- اياڻي ڙال ۲۰- ڪٽا ۲۱- ڪلون گڏ ڪرين ۲۲- اي سنڌل! ۲۳- راجائي ور جو سک (ڏڻيءَ جو وصال) ۲۴- عارضي (ٿوري وقت لاءِ) آسنان ۲۵- وطن (هميشه رهڻ جو مڪان) ۲۶- دل ڏان ۲۷- ڪاراڻ ۲۸- اي جوانمرد! ۲۹- حيلو ڪج ۳۰- ٿوڪي نه سرندي ۳۱- ويل گذري ويندي.

*جي هو اکين سان منهنجا عيب ڏسي ته به خلق کي جيڪر اهي نه ٻڌائي.

§اي نادان! تون اُن جي داڻن کي ڇڏي، سڪڻا ٿه پيئي ميڙين!

١٢

هي ٽان ٽورڙيون، جي ٽون، پورا![1] پسي پلئين[2]،

راليون پيون گهٽيون، جي تو اينديون هيڪلي[3].

١٣

سُمهڻان[4] ساڙو[5]، جيڏيون! جيڏوئي ٿيو،

پرين سين پاڙو[6]، منهنجو ننڍ نبيريو[7].

١٤

سُمهڻان ساڙو، جيڏيون جيڏوئي ٿيو،

هوت لنگهيا هاڙو[8]، ٽون آناسي![9] اوجهرين![10]

١٥

پره ڦٽي، رات گئي[11]، جهيڻا[12] ٿيا نکٽ[13]،

هاري![14] ويءِ وٽ، گهڻا هٿڻدين هٽڙا.

*١٦

پيئي جا پرڀات، سا ماڪ م پسو ماڙها![15]

روئي ڇڙي[16] رات، ڏسي ڏکوين کي.

١٧

سڄيون راليون سمهي، ڇڏيءِ پيءِ[17] پچار،

پانيئي سڀ جمار، سڄڻ هوندا مان گهرين[18].

١٨

ڍول[19] م ڪٽي پانهنڙي[20]، پره[21] م ڪٽي پاند[22]،

آئون پنهنجو ڪاند، لوڪان لڪي[23] رانئيان[24].

١٩

مسن[25] منهن سنرا[26]، ڪريا[27] گهٽو ڪلن،

سي ٽان وسرين، آيا جن ڪمن لاءِ.

٢٠

ڦريا پسي ڦيڻ، ڪرين ڪير[28] نه ڇڪيو،

دنيا ڪارڻ دين[29]، وڃائي ولها[30] ٿيا.

وائي

مون سين هوت نه ڪندڙا هيئن،

ماءِ! جام نه ڪندڙا هيئن، الا! مون نه ڇڏيندا ڇپرين[31].

هوتن جي هيڪاند[32] کي، آئون روئان راتو ڏينهن،

ڇيڙي وڌس ڇپرين، پاروچاڻي نينهن،

لڪون لڳن ڪوسيون، ڏاڍا ڏمن ڏينهن،

مون کي ميڙين ميڙئين[33]، روجهڙيون[34] ميڙئين مينهن،

الا! عبداللطيف کي، ساجن ميڙ، سميع![35]

١- اي پورڙا! ٢- پلڃي پئين ٣- اڪيلي (قبر ۾) ٤- سمهڻ کان ٥- ڪامڻ، پڃڻ ٦- ويڇڙائيءَ جو ناتو ٧- جدا ڪيو ٨- هاڙهو جبل ٩- اي آناسي! ١٠- جهوٽا کائين! ١١- گذري ويئي ١٢- جهڪا ١٣- تارا ١٤- اي ٻي عقل! ١٥- اي ماڻهو! ١٦- ڇڪي ١٧- پرينءَ جي ١٨- منهنجي گهر ١٩- پريتم (ڪانڌ) ٢٠- پانهن ٢١- پرڀات ٢٢- پلاند ٢٣- خلق کان لکي ٢٤- ريجهائيان ٢٥- تڪليف ۾ اچن ٢٦- سهڻا، سرها ٢٧- بدصورت، بگڙيل ٢٨- ڪير متان گڇي ٢٩- مذهب ٣٠- سچا ٣١- جبلن ۾ (ڪشالن ۾) ٣٢- وصال ٣٣- محبوبن سان ملائين ٣٤- اڇن پيرن واريون هرڻيون ٣٥- اي پڌندڙ! (ڏٺي).

*هن بيت ۾ نازڪ خيالي آهي. اي انسانو! هيءَ ماڪ جا آوهين اسر جو ٽا پسو، سا درحقيقت ماڪ ناهي. هي لڙڪ آهن، جي خود رات ڏکوين جي حال تي هاريا آهن.

## سر ڏهر - داستان ٽئين جو سار

ويچاري ولهي، ور ڪان سواءِ، ويڳاڻي آهي. ڪانڌ ٿي شل اُچي پنهنجي پلاند سان ڪپس ڍڪي ۽ سندس عيبن تي پردو رکي. ننڍن ڪڙ سان سلطاني سهاڳ، نه ٿو ملي. هيءَ دنيا "مانجهاندي جو ماڳ" آهي. جاڳڻ قلب تان ڪس ٿو لاهي؛ اُن ۾ وڏو جس آهي. ننڊ ٿي انسان ۽ ڏٺيءَ جي وچ ۾ وڇوڙو ٿي آڻي. سمهڻ مان ڪجهه ورڻو ناهي.

هن زندگيءَ جون راتيون ٿوريون آهن ۽ اڳيان جي قبر ۾ هيڪلي گهاريون پونديون، سي گهڻيون آهن. رات گذري ويئي آهي ۽ ننڊ جهيڻا ٿي ويا آهن، پر غافل سوچين نه ٿا: دنيا ۾ ڪريا ڪلن ٿا ۽ منهن سنوا آزار ۾ آهن. افسوس جو عام انسان حياتيءَ جي مقصد کي نه ٿا سڃاڻن:

"مسن منهن سنوا، ڪريا گهڻو ڪلن،
سي ٽان وسرين، آيا جن ڪمن لءِ."

•

## داستان چوٿون

۱

روهُ راماٽا ڪِنِ، اُڄ پڻ هَلَڪَ هاريُون،
ڪَرِڳِلُ ڪُونجڙيُن، راتي ۾ رابِ ڪيو.

۲*

وڳرُ اُڪيري، سُرُ سارِيو سُورُ چري،
جُهري جهڄندي ڏٺي، سَنيها ڪي سڄڻين.

۳

وڳرُ وِساري، وينيُنءَ ڪِٿِ مابِ ڪري؟
ڪِ ٿو نه ماري، رُڻُ جُهڻُ سَندي سَڄڻين؟

۴

وڳرَ وِيا وَهي، ڪالهَه ڪُنهنجا، ڪُونجڙي!
ڪَنديئنءَ ڪوهُ وَهي، سَرَ ۾ سُهيرِين ري؟

۵

وڳرَ ڪيو وَڻِن، پرت نه ڇنِن پاڻَ ۾.
پَسو پکيڙِن، ماڙهئان ميٺ گهڻو.

۶

وَڏي وڳرَ هيرُئين، چُٽي نه پِنِ ڪُڏُ،
ڪُونجَ ڪَريندي سَڏُ، ويئي وِهامي راتڙي.

۷

قسمت آنديُون ڪُونجڙيُون، وَطَنُ سَندُن روهُ،
ڪَنهنجو ڪونهي ڏوهُ، رِزقُ رازق هَٿَ ۾.

---

۱- جبل ۾ ۲- دانهون، ڪُوڪاٽون ۳- هل هلاچو ۴- جبل ۵- ميڙ (پکين جو) ٦- اُڪير سان ياد ڪري ۷- ٽلاءُ ۸- ياد ڪري ۹- درد ۾ گهاري ۱۰- غم ۾ گُرندي ۱۱- مٺي گفتگو ۱۲- گهمن، اڏامن ۱۳- پکين کي ۱۴- ماڻهن کان ۱۵- ميناج، محبت ۱٦- هريل ۱۷- داڻو چڳي ۱۸- جبل ۱۹- روزي، داڻو پاڻي ۲۰- رزق ڏيندڙ (ڌڻي تعاليٰ).

*وڳر کي اُڪير مان ياد ڪري ۽ سر کي ساري، ڪونج درد ۾ پيئي گهاري. ڳاراٽي ۾ گُرندي، هوءَ پنهنجن پيارن کي پيغام پيئي مڃي.

٨

مَ لَنئُن ڪُونجي! مات ڪَر، چورِ مَ هنئين چاڪَ،
ڦٽيون جي فراق، سي گهر گهاريندئُن ڪيترو؟

٩

مَ لنئُن ڪُونجي! مات ڪَر، چورِ مَ هنئين سَلَ،
ڳوڙها مَٿي ڳَلَ، جِم وِهاڻيءَ وَهائيين.

*١٠

ڪُونجڙيءَ ڪالهه لَنئي، سَڄَڻ وِڌَمِ چِتِ،
آئون جنهن رِءَ هِتِ، گهنگهر گهاريان ڏينهڙا.

١١

اَرَ ڏي آلاپَ، ڪالهون ڪَرَ ڪُونجَ ڪَري،
پرين پَسي مَنجهه خوابَ، وِهاڻيءَ وايُون ڪري.

١٢

ڪُونجون ليون ڪَٽڪن، جيڪس هلڻاهار يُون،
ڀَڳا پوءِ اَڳِن، وَڃِن والدا ڪنديُون.

١٣

آيُون ڀور ڀَرِي، اَصُلَ سَندي آسري،
ڪنيرَ يُونءِ ڪري، پاٽا ڀيرَ ڏکويا پکڻين.

١٤

آئيون اَڳين هيرَ، اَصُلَ سَندي آسري،
ڀَڄَ ۾ پَسان نه ڀيرَ، سيڻن ساڃهرُ لَڌيو.

١٥

وَڳَرَ ۾ وائي، ڪالهه ٻُڌيمي، ڪُونجڙيءَ!
سَرَ ۾ سارِينئي گهڻو، ڀينرَ ۽ ڀائي،
پسين نه ڦاهي، جا ماريءَ سندي مَنَ ۾.

١٦

ڪُونجَ نه لکيو ڀاڻُ، جو ماريءَ سندي مَنَ ۾،
اوچتي ڀرِياڻَ، وِڳَرَ هَٽي ويئون ڪيا.

١٧

ڪُونجَ! نه پسين ڪَڪَ، ڀَڀُ جنهن سين ڀَڀيو،
ماريءَ ماري لَڪَ، وَڳَرَ هَٽي ويئون ڪيا.

١٨

ڀَڳَلَ مَنجهه ڀندوقَ، ماريءَ مِرا ڪوڙا،
ماريو مير مَلوڪَ، لَناڙيو لَڪِ چڙهي.

١٩

ماري، مَرين شالَ! ڀَڀ وَڃنئي ڀَ ڀيُون،
جنهن تو اَڇي ڪالَ، وِڌو وِڃُ وِرهِنِ ڪي.

٢٠

ڇيڇا ڪيو ڇُٽيجِ، ڀداماڻيءَ ڀَٽِ ۾،

---

١- لاتِ يا ورلاپ نه ڪر ٢- دل جي زخم کي ٣- جي وڇوڙي جون ويڇل آهن ۴- سوراخ ۵- ڳلن تان ڳوڙها ٦- مٿان ٧- پرڀاتِ جو ٨- لاتِ ڪري ٩- دل ۾ ياد ڏياريم ١٠- مونجهاري يا درد ۾ ١١- ورلاپ ١٢- ڪالهه کان وٺي ١٣- ننڊ ۾ ١۴- آلاپ ١۵- ورلاپ ڪن ١٦- شايد ١٧- ورلاپ ١٨- تلاءُ يا نهر لي ١٩- نسل، پيڙهي ٢٠- ڪمهراڻين ٢١- زمين ٢٢- سخت ٢٣- پکين ٢۴- اڳين عادت موجب ٢۵- محبوبن ٢٦- سويل ئي ٢٧- پچار، ڳالهه ٢٨- تلاءُ ۾ ٢٩- لوڪي ياد ڪن ٣٠- پروڙيو ٣١- نشان ٣٢- نشان ٣٣- ڪوڙڪو ٣۴- ڀڪيو ٣۵- نشان، لڪين ٣٦- ڇڙوڇڙ ٣٧- شاهاڻا جيتو ۽ ٣٨- شڪار ڦاسائڻ جو سامان ٣٩- جدائي ۴٠- پريمين ۴١- چٺائي، سڃيت ئي ۴٢- ڇٽيج ۴٣- ڀدام جي ويرانيءَ ۾ (ڀدام ملڪ جو نالو آهي).

*ڪونج ڪالهه لنئي سڄڻ ياد ڏياريم، جن رِءَ هت مونجهاري ۾ ڏينهڙا ٿي گهاريان.

نيڻين نمد مَ ڏيج، ڇيڙون ڇپر آئيون.

٢١

سَنگهارن ساري، ساٿي! ڏيج سَنيهڙا،
سا هيڪلي گهاري، مُنڌ ڪاڇي ڪندئين.

٢٢

ڪيرَ ڪريندي ريس، آئل! سَنگهارن سين،
جنين جي خميس، وارين واري ڇڏيون.

٢٣

ڪاڇي ڪاهيائون، سَچُ ڪ سَنگهارن لڏيو؟
مان ڪنَ ماريائون، پاٽا وجهي گوندرين.

٢٤

ڪاڇي پيٽي ڪوڪ، سَچُ ڪ سَنگهارن لڏيو؟
ماد رِ! اوءِ مَلوڪ، اُني وِيڙا اُڪريِ.

٢٥

ڪاڇوءِ ڪوهيار، ڏونگر سَندن ڏيهڙو،
ساڄهر نهي بار، ڪوهُ نہ ويٺيءِ اُن سين؟

٢٦

ڇَپن سي سَنگهار، اڄهي جنين گهاريان،
مانَ لهنئون سار، وچ وِلهين ڏينهڙين.

٢٧

ڏَڪُ ڏارڪُ، ڏار رَهڪُ، اي‍ءِ نہ سَنگهارن سَتَ،
ڪاهي ايندا ڪَڏهين، مَتي وانڍ وَهتَ،
جي هاٺو هُونڻي مت، تہ ب اوڍ و لاهه مَ اُن جو.

٢٨

جهجان پسيو جهوڪ، آئل! سَنگهارن جي،
جن تي ئي پيارِيا، مَنجهان مَٽن موڪ،
لَڏي وِچان لوڪ، اُني وِيا اُڪري.

٢٩

جهوڪون نہ جهٽڪن، وَڳ نہ پسان وَٽ ۾،
آئل! سَنگهارن، جيڪُس ڇناٺو ڇت ڪيو.

٣٠

جي پانئين وَسَ چران، تہ سَنگهارن سين لَڏ،
تہ هاڇي سَندي هَڏ، ڪوڪَ نہ سُڻين ڪَڏهين.

٣١

مَڏيون مَت ڳُڙن، جهوڪ ب سؤنهن پهڙا،
سَندي سَنگهارن، جوءِ جٺاري جَڏڙين.

٣٢

پُورِيين پاند نمن، جهڳ جهاڳي آئيون،

---

١- شڪارين جون ٽوليون ٢- جبل ۾ ٣- ڏنارن ٤- سنيالي ٥- نياپا ٦- گذاري ٧- جبل جي دامن ۾ ميدان، ڪڇ ٨- جمع رات ٩ ۽ ١٠- خيراتون ڪري ڇڏيون (جمع رات سنگهار کير وڪڻندا ناهن، پر خيرات ڪندا آهن) ١١- منهنجو سرير ١٢- غمن ۾ ١٣- اي امڙ! ١٤- اُهي عمدا انسان.١٥- ميٺهن وسندي ويا ١٦- پار لنگهي ١٧- جبل ١٨- وطن ١٩- سويل ٿي ٢٠- پڌي ٢١- اُنهن سان ٢٢- شال ٢٣- آسانجي سار لهن ٢٤- غريباڻن ڏينهن ۾ ٢٥- ڏڪ پارڪ ٢٦- جدا ٢٧- سنگهارن جو دستور ٢٨- اڪيلي هند ٢٩- جانور ٣٠- سگهارا ٣١- هجنئي ٣٢- مانت ٣٣- اُڏڪو، انتظار ٣٤- دڙ ۾ گران ٣٥- آستان ٣٦- وانهڙو، مهمان ٣٧- جام ٣٨- وسڪار، ساوڪ ٣٩- نقصان ٤٠- هرگز ٤١- دانهن ٤٢- مانڊاٺيون ٤٣- مٽ ۾ گرڙا ڪيو ڦرن ٤٤- وانهڙو ٤٥- جاءِ ٤٦- جڏڙن ڪي ٤٧- پوُرين ميٺهن جا ٤٨- پاسا ٤٩- اونهو پاٽي، اُڃ.

ڪاڇو مينهڙين[1]، مُدائتوئي ماٺيو.

۳۳

واءَ[2] سين رُنا جي، تن جاڙيجن[3] جاڙ[4] ڪئي[5]،
ڪِئن ماٺيندا سي، چوڏهن[6] چارو ڪيڙو؟

۳۴

جاڳو، جاڙيجا! سَما! سُک م سمهو،
پَسو، آن[7] پاريا[8]، لاکو تو لوڙيون[9] ڪري.

۳۵

پُڇيان[10] پلي[11] پير، وِڌو راءِ[12] رِڪاب ۾،
ڪَڇ رَهندو ڪير[13]، لاکو لوڙائن سين؟

۳٦

ٽاٽونڪين[14] پلاڻ[15]، سَدا هَٿن[16] ڪرڪرا،
لاکي لوڙائن جا، اهڙائي اُهڃاڻ[17]،
ڏيئي ٽنگن[18] ٽاڻ[19]، ڪوڪ ڪاريندا ڪيڙي[20].

۳۷

لَکي[21] ۽ لاکو، ٻئي مُئا، ٻاجهه ٿي،
قادر[22] لاٿو ڪڇ تان، اَڏيون! اولاکو،
واٽين[23] ۾ واکو[24]، ريباري رَهي[25] ويا.

۳۸

ريبارڻ[26]! رِجهاءِ، لاکو لوڙائين[27] سين،
سائو مان سَدِياءِ[28]، نَٽُ[29] مٿائي ٽاڪرو[30].

۳۹

ريبارڻ روئي، واڙي وِڌا وَڇڙا[31]،
سَمُورا سوئي، هَٿي هِنان سائڻ وِيو.

۴۰

رَڙي ريبارڻ، روءِ[32]، اَپي پِنگر[33] جهل،
پَري هِتان پَل[34]، ڪيترِيون ڪاهي ويا!

۴۱

رَڙي ريبارڻ، روءِ، اَپي پِنگر پار[35]،
وَڃِن اَڄُ وَڳَ[36] هَٽِيو، سُنم[37] جي سوار،
ڪاڇي ٻين پار[38]، ڏاکو هِن جو ڏسيين[39].

۴۲

رَڙي ريبارڻ روءِ، واڙي پاڙو وَڇڙا،
ڪَرا وِڳا[40] ڪنگهار[41] ڪي، چِيهڙل[42] اَپي چوءِ،
واڙي وَڃُ نه ڪوءِ، لاکو لوڙائن سين.

۴۳

لاکا لَک سُڄن[43]، قُلاٽيءَ[44] پير پيو[45]

---

۱- مينهن ۲- راڄا ۳- سمن جي ذات (اَصل راجپوت) ۴- غلطي ۵- ڪئي ٦- چوڏهن چارڻ يا واٽن وارو ڪڇ ۷- اُوهانجي طرف کان ۸- هڪ سوره ڏاڙيل ۹- ڦرون ۱۰- پيچ مان ۱۱- پلڪار ڪري ۱۲- راڄا رڪاب ۾ پير وجهي پڳو ۱۳- لٽيرن ۱۴- صاف ڪن، چڪي ٻڌن ۱۵- زينون، پاکڙا ۱٦- گهوڙن صاف ڪرڻ جا کوڙا برش ۱۷- نشان ۱۸- زين يا پاکڙي کي ۱۹- چڪي ٻڌڻ ۲۰- هانيدوس مچائيندا ۲۱- لاکي جي گهوڙي ۲۲- هراس ۲۳- ڪنوارين اَڪيلين عورتن ۲۴- مالدار ۲۵- رهجي ويا ۲٦- مالدار استري ۲۷- نيزارين ۲۸- سوره، دلير ۲۹- ٽٽ، ڏيک ۳۰- ٽڪر، راجپوت راٺو ۳۱- لوڙهي ۾ ۳۲- روئي ۳۳- لوڙهي جي ٻڙ ۳۴- پلپون ميڻهون ۳۵- لوڙهي جي ٻڙ ۾ ۳٦- ڌڻ ۳۷- ٻڌم ۳۸- ٻئي طرفن ۳۹- چئني ڏسين ۴۰- ٽڪا طعنا ۴۱- راجپوت راڻي جي ذات ۴۲- چاولي ۴۳- سڄهن ۴۴- لاکي جي ذات ۴۵- نمونو

جَنهن پِرِ راتا، راڄيا، ڪوڙين منجهه ڪَنبَن،
جَنهن جو جاڙيجن، سُتي سَڌو نہ لهي. *

۴۴

لاکا لَکَ هُتا، ڦُلاڻيءَ پيرُ پيو،
آجا اوڏ ٿيا، پَليءَ لَڳي جَنهن جي.

۴۵

لاکو لکيءَ لي چڙهي، لَکي لاکي هيٺ،
سونهارِيُون سِرِ ڪَيو، پيڙي پَڌي پيٺ، §
ڪَندو ڏمر ڏيٺ، صُباح ساڻ سَيَڪنهين!

۴۶

اَڏيو جو اوڏَنِ، سو پينگَرُ پلاو م ٿئي،
جَنهن پِرِ ويهي ڪَنِ، ليکو لاکي جام سين.

۴۷

لاکي لَنج ڪئي، اَسان اوڏَڙِنِ جي، §
ڪندو ڪانَ ٿئي، اَڳِ وِسوَڙَلَ آهيُون.

۴۸

لاکا! لَنج سَنديا، اوڏِ اَکَلي آهيان،
پَکا سي پَرِتاءَ، جي اَجهي تُنهنجي اَڏِيا.

۴۹

اَڏيندي اوڏَنِ، لَذَتَ جي ڪانَ ڪئي،
لاکو مَٿان تَنِ، اوچتوئي آئيو.

۵۰

اَڏي اَڏي اوڏَ، ڇَڏي وِيا پيٽيُونِ،
ٽِڪاڻا ۽ ٽولَ، پِيا آهن پَٽَ ۾.

۵۱

چِنَلَ ڇَڄ هَٽَنِ ۾، کُلهَنِ ڪوڏارا،
پورهئي خاطِر پانهنجي، اُٿَنِ سَوارا،
اوڏَ ۽ ويچارا، لاکا! وَڃَنِ، لَڏيو.

۵۲

ڪَڏهين مُڙهُ مُقامَ ۾، ڪَڏهين ڳاڙهو گهوٽُ،
سَندو واريءَ ڪوٽُ، اَڏيو اَڏيو ڪيترو؟

وائي

هي سَڀ هَلَڪَ هارا، ڪونَ رهندو ڪو هيٺ، جيڏيُونِ!
اَڏِيا رَهندا اُنهين، هي سَڀ، ماڳ موچارا،
جن کي پاشاهيُونِ ڳَنڍَهيُونِ، سي وِيا ڇَڏي ويچارا،
"ڪُلُّ نَفسٍ ذائِقَةُ الموت"، سَمجهه اِهي اِشارا،
داڙو ڏڙي اُنهين، ڏَسيائيندو ٻَڌڪارا،
آلا! عَبدُاللّطيفُ چئي، اَپ سُتُر ڪَڄ، سَتارا!

١- راجائون ٢- اَيڙکو، چِنتا ٣- سندريون ۴- ڀاڳ سان ڪري ۵- سندرو ٦- سچاڻپ ٧- اوڏ = مٽيءَ جون پٽيون اَڏيندڙ ٨- اوڏ ذات جي زالن ٩- اوڏ ذات جي زال ١٠- ميري، گدلي ١١- جهوپڙا ١٢- لوڪي پرتا ١٣- مڪان، آستان ١۴- جايون ۽ سامان ١۵- ڪوڏرون ١٦- ننڍ مان اٿن ١٧- سويل ١٨- لاش ١٩- قبرستان ٢٠- ريتيءَ جو قلعو ٢١- بادشاهيون ٢٢- سڀ ڪنهن کي موت جو سواد چکڻو آهي ٢٣- ڀارت ڪندڙ ٢۴- سفارش ڪري ٢۵- ڍڪ ڍڪج.

*جاڙيجن ڪڇ جي راءُ سان ڦتائي هئي، جنهنڪري راءُ مٿانئن پناه جو هٿ کڻي ڇڏيو هو. هاڻي ڪير ستي بہ من تان لاکي جو هراس نہ ٿو لهي.

§لاکو سندرين جي سٽ جو رکپال هو. اُنهنجي حفاظت لاءِ هو هروقت سندرو ٻڌيو بيٺو هو. هو غريب پرور بہ هو ۽ مسڪين من تان اوڏن مٿان خاص هٿ هوس.

## سر ڏهر - داستان چوٿين جو سار

ڪونجڙين رات جو راتي ۾ ”راماڻا“ ڪيا آهن. شال ماري مٿا ٿي وڃي، جو هٿن پريمين کي اُچي ٿو وڇوڙي. هيٺر ڪاچي ۾ سنگهارن جو نشان به نه ٿو ڏسجي. نه سندن جهوڪون ٿيون پسجن، نه سندن جهٽڪون ٿيون ٻڌجن. هو ”اُني“ جي سانگي، ٻئي ڪنهن پاسي ٻري ويا آهن. لاڪي ۾ سندس لوڙائن، جاڙيجن ۾ ڏهڪاءُ وجهي ڇڏيو آهي. پنج ۾ پاڃڙ اُچي پيٺي آهي. ڪڇ ۾ هيٺر ڪير رهندو! لاڪو اهو لوڙائو آهي:

”جنهن جو جاڙيجن، سٽي سڄو نه لهي.“

ريبارن جا ويڙهائي سڀا ڪري وڏا آئس. هو غريب پرور به آهي. اوڏن جو ننگ رکندڙ آهي. هو سندرين جي ست جو به رکپال آهي. شاه صاحب لاکي ڦلاڻيءَ جي سيرت جا ٻئي پهلو پيش ڪيا آهن.

•

”سر ڏهر“- ٻرڪيترائي ڏهر (ڏاڍيءَ مٽيءَ وارا سڌا ميدان) آهن. ڪي صاحب ڏهر جي معنيٰ ”ٻن پٽن جي وچ ماٿر“ ٿا ڪن. هن سر لي اهو نالو اِنهيءَ ڪري رکيو ويو آهي، جو اُن ۾ سمايل خيال شاه صاحب کي هڪ ڏهر مان لنگهندي آيا آهن. اُڳي جڏهن ٿر مان درياه وهندو هو، تڏهن سندس ڪيڏو نه اوج هوا هيٺر اُتي ريگستان آهي. دنيوي اوج لي بقاءُ ناهي.

---

# سُر بِلاوَلُ

## داستان پهريون

۱

وِسهُ[۱] اُنهِين[۲] وِٽان کي، جِنِ دَعوَىٰ ڪِي[۳] دانا،
مَضمَضَهٗ[۴] وارا، وِجهُه نه ڏيئي واتَ ۾.

۲

ڪَڏهِين ڳَهلِ[۵] ڳَهران[۶]، صُلحُ ڪَرِ سُلطانَ سين،
نه تون[۷] ٿِين ڏَران، ڏِيهاڙي ڏاڻُ[۸] لَهِين.

۳

پِيئِي مَ طَهُورا[۹]، وانءِ[۱۰] اورانگهي[۱۱] اورِيان[۱۲]،
وِچان[۱۳] جي وِصالَ[۱۴] کي، سي سَبِ اَجُورا[۱۵]،
حاصُلُ حُضُورا[۱۶]، سَمي[۱۷] جي سَبِ ٿِئي.

۴

سَما! تو[۱۸] سِرِ ڇَٽُ[۱۹]، ناتهَ پاڳارا پُرِسَ[۲۰] پِيا،
ڳَهَٽا![۲۱] تُنهِنجي ڳَجَهڙي[۲۲]، آڇي جالَ[۲۳] جَڳَتُ[۲۴]،
جِنِ جيهاڙي[۲۵] پَٽُ[۲۶]، تِنِ ليهاڙي[۲۷] پَڪيا[۲۸].

۵

پيرِئون[۲۹] پيري پَچُ، هي جي مَنجهان پورِئون[۳۰]،
پِٺي دَرِ ڪَنهين مَ وَڃُ، رِءَ هاشِميءَ[۳۱] هيڪڙي.

۶

سَمو تِنِ سَڏُ ڪَري، جِنِ لي وَڏو وِيرُ[۳۲]،
اَٿي نه آجي[۳۳] ليان[۳۴]، پاڻي پاڪوڙي پيرُ،
تو رِءَ بِيو ڪيرُ، سَرَڪِّين[۳۵] جا سونا[۳۶] سَهي.

۷

سَرَڪِّين جا سونا سَهي، وَسيلو وِلَهِنِ[۳۷]،

---

۱- ويساهه رک ۲- انهيءَ سخن ۳- ڪٿي ۴- وات ۾ گرڙي ۵- چورن جو دل (ٻرابون) ٦- گهر ٻا آندر مان ۷- انهيءَ در مان ۸- اِنعام ۹- بهشت جو شراب ۱۰- وڃ ۱۱- لنگهي ۱۲- اڳتي ۱۳- وچ جون رڪاوٽون ۱۴- ميلاپ ۱۵- اِنعام (نيڪيءَ لاءِ) ۱٦- حضور مان ۱۷- سمي بادشاه ۱۸- تنهنجي سر لي ۱۹- پڳ وارا ۲۰- پرش ۲۱- ڳهٽا! ۲۲- در لي ۲۳- ڳچ ۲۴- جڳت ۲۵- جهڙولي ۲٦- ڪشتو ۲۷- ٿهڙيائي ۲۸- خيرات ۲۹- ٽعارا ۳۰- آندران خالي ۳۱- حضرت محمد صلعم ۳۲- آپدا ۳۳- آزاد ۳۴- پاڪڙي ۾ ۳۵- سرن وندڙن ۳٦- جوابدارِيون ۳۷- مسڪين.

لُڏي[1] ڪِينَ، لَطِيفُ چَئي، اَڳيان لالُ[2] لَڪَنِ[3]،
جِتِ ڪوڙين ڪِينَ ڪُڇَنِ[4]، اُتِ ٻاٻوهي ٻَڌِرو.

جو چَلِيوُن ٻَسي نہ چَڪِيو، تَنهن واڪاڻيو[6] وِڪَ،
لُڏي ڪِينَ، لَطِيفُ چَئي، لَڪَنِ[7] اَڳيان لِڪَ،
پيرُ نہ موڙي ٻانِهجو، لِڪيءَ پَنهنجي لِڪَ،
سَرَطِيَنِ ڏِٺي سِڪَ[8]، هَڪَلَ سين هالارَ[9] ڏَٽي.

٩

ٽِڙِ ٽِڙِ[10] ڪيمَ ٽَرَسُ[11]، سَرُ[12] نِهارِج سِيرُو[13]،
ڏِيندءِ لَڪَ، لَطِيفُ چَئي، راڄَ[14] راهوءَ جي رَسُ[15]،
وِلَها[16] جَنهِن وَنهيا ڪَيا، ٻاڳَ[17]، تَنهنجي پَسُ[18]،
ڪوڙين لاهي ڪَسُ[19]، جي ڳالهائي ڳاٽَ ڪَٽي.

١٠

آروڙجي اَليو، دِهَنِ[20] وِڏائين[21] ڏُڪَ،
لاتائين لَطِيفُ چَئي، عالَمَ[22] تان اَهُڪَ[23]،
لَنِ سَرَطِيُنِ لِيا سُڪَ، جي اَجهي آئيوُن آٻڙي[24].

١١

آروڙجي اَليو، ديمنِ وِڏائين دانهَن،
ٻاٻوهيو پيرَ ڪَٽي، سَمو سَرَطِيُنِ ڏانهَن،
مَٿان مَٿي ٻانهَن، اَيو آڇي سُلطانَ[25] کي.

١٢

عَلاؤالدِّينُ آئيو، تَنهنجي هائيءَ هاڪَ هَٿي،
آرَڻِ[26] ٻَڌي آٻڙي، ٽِي رَڻَ[27] ۾ رُڪَ[28] رَلي،
ليغين ٽاءِ[29] ٽِڪو[30] گهٽو، سَگهي ڪونَ سَهي،
"رَبِّ هَبْ لِيْ اُمَّتِيْ[31]"، چَڙهيو جامُ چَئي،
سَمي سامَ ڪَنئي، سَرَطِيُنِ جو سُڪُ ٿِيو.

١٣*

عَلاؤالدِّينُ آئيو، ڪَٽي[32] چَلِ[33] چُڪيرُ،
ڪَنهِن ڪِينَ هِمَٿِيو[34]، ڪانَ[35] جَهلِيندو ڪيرُ؟
سوُمرِنِ سامَ ڪَنئي[36]، آٻڙي ڪيو اُٿَ پيرُ[37]،
هو مُهانئين[38] مِيرُ[39]، پر مَستوُرالِنِ[40] مارِيو.

١- نہ گهٻرائجي ٢- سخي محبوب ٣- لکين سوالين ٤- مرڪي ٥- ماڻهن جا لشڪر ٦- دهليو ٧- ٽر ماٽر ٨- سکيا، آئت ٩- هالار جبل جو سردار جادم جکرو ١٠- هرهڪ ٽڙ لي ١١- واجهاءِ، اَچ مٿاءِ ١٢- چشمو ١٣- ڀرپور ١٤- راهوءَ جي راڄ ۾ ١٥- وڃي پهچ ١٦- مسڪين ١٧- شاهوڪار ١٨- پڳ، تاج ١٩- دل جو غبار ٢٠- جوش ۾ اچي ٢١- لشڪرن ٢٢- ساري جهان تان ٢٣- اُهڃ ٢٤- آٻڙي سردار ٢٥- مدد ٢٦- سندان (هٿي ڀال) ٢٧- جنگ جي ميدان ٢٨- رڪ (ترار جو ٽڪلو) ٢٩- ترارين ٣٠- تيج ٣١- "اي منهنجا رب! مونکي پنهنجي اُمت ڏي" (حديث) ٣٢- لشڪر ٣٣- چت ڀريندڙ ٣٤- همت ڪئي ٣٥- ٻاڻ، تير ٣٦- سومرن جي لڄ ڪنئي ٣٧- اُٿ تي سوار ٿيو ٣٨- بهادر ٣٩- سردار ٤٠- سنتر وارين (زالن).

*هن بيت ۾ اشارو دودي جي بهادريءَ ۽ ننگ پروريءَ ڏانهن ٿو ڏسجي. (ڏسو سار)

۱۴

سَرَڱِنِ جي سُکَ لَءِ، سامَ ڪَنئي سَردارَ،
جي آئُون اَبڙي جي آڌارَ،
سي سُونگ نه ڏيندئُون سُومِرئُون.

۱۵

ٻين مڙني ڏنيئُون، ڏلي نه ڏُونگرَ راءِ،
اَڪَ ڏنئين آڏو ڦري، ڏليئُون ڏني ڪاءِ؟
لوريئُون لکَ مَتاءِ، اَنَ مَتيري موٽائيئُون.

۱۶

اَبڙو اڳاهَنِ ۾، پَرَ جهلو پاري،
سَمي سُوالِيُنِ کي، ويلهَ وساري،
مَنهن مُڙي جکرو، طاماعُن ٽاري،
ٻيِهي سي پاري، جي عاجز اَجورن ۾.

۱۷

اَبڙو اڳاهَنِ ۾، سيرُ جنهن ٻيلي،
سي پَٽَ ڪَنهن نه پوريا، جي تو پَڙ پيلي،
سَچَرُ ساٿَرُ مينهن جنهن، رُچئُون تو ريلي،
اَچِن جي ويلي، لِن بور بخشي پَٽ ڏٽي.

۱۸

اَبڙ و وَڏُوڙو، سُوڙِو، سَمو، سُونهن سَيِنِ،
تنهن ڏرِ سَڀ اَچِن، ڪنڌ نه ڪَڏي ڪيهه ڏٽي.

۱۹

پَڙ ۾ اَبو پاڙ، ساٿيڙن سَڌ ڪري،
پَلي جي لاڏاڻ، سَڀ لنگهيندا لَڪيئُون.

وائي

مون ۾ عَيبَ اَپارَ،
آئون جا طامع آهيان تُنهنجي.
هيڪُ وِڃايم ويسري، جاڻي سَڀ جمارَ،
هِنَ مُنهنجي حالَ جي، توکي سُڌ، سَتارَ!
اُمرُ اوڏي نه ٿيان، نهيءَ ڪَيَس نِڪارَ،
جيڪي وَهي وُجودَ ۾، تون جاڻين، جاڻڻهارَ!
جيڏن سي گُلَ گُلابَ جا، ڪَڙيا ڪَتڻهارَ!
مون کي سِکَ، سَيدُ چئي، آهي مَدينِي موچارَ.

---

۱- محصول ۲- ڏونگر (پهاڙ) جو راجا ۳- اَڪ ڏنل ڏالن کي ۴- حفاظت ۾ رکي ۵- ڏنل ڏالون (پنهنجي ڪل جون) ٦- ڪنهن ۷- ٽير ۸- سردار ۹- سردارن ۱۰- آڌار ۱۱- زبردست ۱۲- سام پونديڙن ڪاڻ ۱۳- فرصت ۱۴- مکي، سردار ۱۵- آسائتن جو لڪيو ۱٦- اُنهن جي پيڇا ڪري ۱۷- پالبل، پناه ۾ آيل ۱۸- مسڪين ۱۹- ڪمزورن ۲۰- پرپور (وڏ) ۲۱- پيلي ۾ ۲۲- ميدان، پِڙ ۲۳- طي ڪيا، سفر ڪيا ۲۴- ماهر ۲۵- لتاڙي ۲٦- برپٽ پاڻيءَ سان سان آباد ٿو ڪري ۲۷- هڪ ويلي لاءِ ۲۸- عربي گهوڙا ۲۹- وڏا وڙ يا نوازشون ڪندڙ ۳۰- لائق پريو ۳۱- جنگ جي ميدان ۳۲- همراهن ۳۳- نيڪ مڙس ۳۴- بار ڪٽڻ سان ۳۵- اوکا جاءِ لنگهه (مشڪلاتون) ۳٦- طلبگار ۳۷- غفلت ۾ ۳۸- پردو رکندڙ ۳۹- خدائي حڪم ۴۰- انڪار، نفيءَ، اَمڃتا ۴۱- بيڪار، نڪمي ۴۲- موچاري مديني جي.

## سر بلاول - داستان پهرئين جو سار

شاهه کن سمن ۽ سومرن حاڪمن جي راڄ کي سونهري زمانو ڪري ٿو سمجهي. عالمن کي سمن ۽ سومرن جي تواريخ ۾ ڪيترييون پيچيدگيون نظر ٿيون اچن. هتي ته حاڪم ڪٿي "سمو" آهي ته ڪٿي "اُڙو"؛ ڪٿي "هالار ڏٺي" ته ڪٿي "ڏونگر راءِ"؛ ڪٿي "راهو" ته ڪٿي "ڪچ ڏٺي"؛ ڪٿي "جکرو" ته ڪٿي "پت ڏٺي". اُڙي جي سخاوت ۽ شجاعت بي مثل هئي. هتي شاهه سنڌ جي قديم وسيع صورت ڏيکاري آهي. اشارو دودي جي شجاعت ڏانهن ٿو ڏسجي. جڏهن چنيسر کي تخت نه مليو، تڏهن هو علاؤالدين کي پنهنجي پيءُ باگهل جو سڳ ٻاسي، وڏي ڪٽڪ سان سنڌ ۾ وٺي آيو. دودي، سومرن کي سام ڏيئي بچايو، پر نيٺ مڙس مارجي ويو: "هو مهانئين مير، پر مستورائن ماريو."

•

## داستان ٻيو

١

جکرو جوڙي، پاڻ ڏٺيءِ پيدا ڪيو،
ڪيهر جنهن ڪَرَ ڪٽي، مَهوُن مَلهه موڙي،
سمونڊ جنهن سيرَ ڪيو، تو بارِ جنهن ٻوڙي،
گهوٽ چڙهيو گهوڙي، ٻيهين لائي پيڙا.

٢

جکرا! تون جهين، تنهنجو ڪنين مَدو مُسٽان،
اَکين ۽ هنشين، ٻهي ٽاري تنهنجي.

٣

جکرا! جهين شالَ، تنهنجو ڪنين مَدو مُسٽان،
جنهن تو اَچي ڪالَ، نالائق نَوازيا.

٤

جکرو جَسَ ڪَرو، ٻيا مڙئي مَلَ،
سَمي جي سُهاڳَ جي، ڪنهين نه پيئي ڪَلَ،
مٿي لَنَ مُرسَلَ، اَصُلُ هُئي ايتري.

٥*

جکرو جَسَ ڪَرو، ٻيا سَڀ اَنيرا،
جيائين جڙيو جکرو، ليائين نه ٻيا،
مٿي تَنهن ماڳا، اَصُلُ هُئي ايتري.

---

١- سخي حاڪم جادم جکرو ٢- زبردست شينهن ٣- ڳاٽ اوچو ڪري ۴- پهلوان ٥- اونهي پاڻيءَ ٦- منجهلن، سوالين ٧- ڪنن سان ٨- دل کي ٩- آسرو ١٠- ڪالهه ١١- جس يا واکاڻ جو لائق ١٢- پهلوان ١٣- نيڪبختي ١۴- سردار ١٥- راجا اَنيراءِ (جنهن ٻيجل هٿان راءِ ڏياچ جو سر ورتو هو)، اَنيائي راجائون ١٦- جنان ١٧- لنان ١٨- هنڌان.

*جکرو ئي جس جو ڀاڳي آهي. سنڌس پٺ ۾ ٻيا سڀ راجائون "اَنيراءِ" آهن. جتي جکرو جڙيو هو، اتي ٻيو ڪوبه مخلوق نه جڙيو. اُنهيءَ هنڌ مٿي هئي ئي ايتري.

٦

ڏٺي[1] جادم[2] جکري، چت نہ ٻيا چڙهن،

نہ کي ڪوه کڄن، جي[3] سر[4] لهي سيرو[5]؟*

٧

هتان جادم جکري، ونئي[6] وچ م پوء[7]،

پي پي سو پر ليو، جو حاتم[8] پاسي هوء[9]،

کيف[10] ذاران[11] ڪوء[12]، جئي ڪو م جهان[13] م.

٨

هتان جادم جکري، ونئي پوء م وچ،

"اچو! آيا نچ!"[14] سمي واني وات م.

٩

راهوء[15] جا رهيام، سنيها سريو[16] م،

ٻيا ڏر وسريام، ڏٺي جادم جکري.

١٠

راهو! تنهنجي ريت، پرکندين پدري[17]،

گهٽا گهورن چاڙهيء، مسافر مسيت[18]،

پڇين[19] ڪانہ وڏيت، جي آيا، سي اگهيا.

١١

جکري جهو جوان[20]، ڏسان ڪون ڏيہ م،

مهڙ[21] مڙني مرسلين[22]، سرس سندس شان،§

"فکان قاب قوسين اوادني"[23]، اي ميسر ڪنهن مکان،§

اي آڳي جو احسان[24]، جنهن هادي ميڙيم هڙو.

١٢

سمو سوائي[25]، ٻهون[26]، پينان[27]! اڳرو،

داتا[28] جي دربار م، ورلي اي وائي،

گهٽ[29] گهاڻائي[30]، مهڙ سڀ ملهائيا[31].

١٣

جيهس[32] ڪون جهان م، هند، سنڌ، سورت[33] هاڻ،

---

١- دل ۾ ٢- ياد پون ٣- جڏهن ٤- تلاءُ، چشمو ٥- پرپور ٦ ۽ ٧- وچ ۾ وٺي نہ پوي ٨- عرب جو مشهور سخي (هتي جکرو) ٩- هجي ١٠- شراب (روحاني) ١١- سواءِ ١٢- ڪوہ ١٣- ڪونہ ١٤- "ڀلي آيا" ١٥- راڄ سان رهائيندڙ سردار ١٦- نياپا ١٧- دور ديس ١٨- مسجد جا مسافر = اي اَجهي مسافر ١٩- تفصيل ٢٠- جهڙو ٢١- مهندار ٢٢- روحاني رهبرن، پيغمبرن ٢٣- حضرت جن (پيغمبر صاحب) ٻن ڪمانن جيترو ويجهو آيا، بلڪ انهيءَ کان بہ نزديڪ (ق-ش) ٢٤- رهبر ٢٥- سرس ٢٦- گهڻو ٢٧- ٻين کان ٢٨- دانا ٢٩- گهٽي (سچي زيور) ٣٠- موهٽي ٣١- سرها ڪيا ٣٢- جهڙس ٣٣- سورت شهر ۾.

*جڏهن ڪو سڄو چشمو ليندو آهي، تڏهن بہ کي ڪوه کڄندا آهن؟

§هتي اشارو حضرت محمد صلعم ۾ معراج ڏانهن آهي.

دَرِ دانا مَڱڻ، مَڱڻا! ٻئي جي ڪَڍُ مَ ڪاڻِ،
پانوَندڙ[1] پاڻَ، حالُ پَسي پالَّ[2] ڪَري.

١٤

ڪَري آسَ اُپارَ، پارِيءَ[3] جهلِيو نه رهي،
ٻيلي ۽ ڪِرنارَ[4]، اُنو گَنگا[5] جَرُ جَکرو.

١٥

ٻيهي ٻِنُ پاڻارَ ۾، جِتِ پَڙِهَ[6] گَنگا جَرُ راءِ[7]،
چَڏي حيلا[8] هِنَ هَنڌَ جا، ٿِي جَکري پاسي جاءِ،
اوڏو ٿِيءُ اَللهَ کي، کاڄُ تَنهِين جو کاءِ،
سُکَنِ اينِدءِ ساءِ، ويلَهِ ويندءِ[9] وِسِري.

١٦

ڏَمِرِ[10] نه ڏِئي، پَڇي ٿان پاتَ اُري،
جُنگَ جَکري کي، ٻئي چَڱيئَن[11] چِتَ ۾
وائي

آسِرو آهي، مُون کي هوتَ حَبِيبَ جو.
جان جان اوڏا کَرَها[12]، ٻَهِڄان ٿان ڪاهي،
موتَ، مُنهِنجا سُپرِين! واڳُون وَرائي،
شَفاعَتَ[13] جا شَفِيعَ[14] جي، تَنهِن ۾ قِيرُ[15] هَڏِهِين[16] ناهي،*
مِيرُ مُحَمَّدُ ڪارَڻي، اَڙِيا[17] ڇُٽائي[18]،*
اِهي کَمَ[19] کَرِيمَ جا، جِنَ لَنگها[20] لَنگهائي،
لُطفَ ساڻُ، لَطِيفُ چَئي، مُونڙها[21] مِلائي.

## سُر بلاول - داستان ٻئي جو سار

جکرو، ڏٽيءَ پاڻ پنهنجن هٿن سان، کنهن خاص مٽيءَ مان جوڙي، جهان ۾ موڪليو:
”مٽي لڌهن ماڳا، اَصل هٿي ايتري.“

هو ڪيهر جهڙو بهادر ۽ حاتم جهڙو سخي آهي. ٻيا راجائون، سندس ڀيٽ ۾، اُنيراڻه مِثل آهن. هوُ اهو ساقي آهي، جو اُڃايلن کي پُر ٿو پياري. ونس کو ويلي لاءِ ٿو اچي نه هنکي عربي گهوڙا اِنعام ڏيو ڇڏي: ڪوڙين عاجز ۽ مسڪين ٿو نوازي. سندس سخاوت رڃن ۾ ريلو ڪندڙ ساوڻ جي مينهن مثل آهي. جهڙس ڪو سورٺ، سنڌ، هند، ملڪ جهان ۾ ناهي. سندس وجود، گنگا جل مثل پوتر ۽ ٻين کي اوجل ڪندڙ آهي:
”ٻيلي ۽ ڪرنار، اُنو گنگا جر جکرو.“

ٻيا سڀ حيلا ڇڏي، سندس در لي وڃڻ گهرجي. دنيا جا مڙيئي در ڪوڙا آهن.

---

١- سخي (در پٽيندڙ) ٢- نوازش ڪري ٣- ڪنڌيءَ، پانهيءَ ٤- وسيو ٥- گنگا جل (جکري کي گنگا جل يعني پوتر ۽ لاڀ ڏيندڙ سڏيو ويو آهي) ٦- قلعو ٧- راجا ٨- وج ٩- اُڻهوند ١٠- مگتا ١١- من ۾ ١٢- اُٺ ١٣- سفارش ١٤- سفارش ڪندڙ (حضرت محمد صلعم) ١٥- گمان ١٦- هرگز ١٧- اَڙيل ١٨- آزاد ڪرائي ١٩- مگڻهار، عيبدار ٢٠- پار اُڪاري ٢١- موڙهل.

*شاه صاحب ٿو فرمائي ته ”اِنهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته حضرت محمد صلعم قيامت جي ڏينهن شفاعت ڪندو ۽ اَڙين کي ڇٽائڻ جو ڪيس ڪل اَختيار آهي.“

# داستان ڏيون

١

ليٖمي لعنتيءَ کي، جو آٽيءَ ۾ آهي،
اَندو موُن عَليلَ سين، سيدو نہ ساهي،*
عَلي شاهَ! اڃيج تون، ٿنهن ڪافِرَ لي ڪاهي،
ڪُٽي وِجھہ لاهي، مٿو مَجوُسيءَ جو.*

٢

مارِ مُطِيعَ کي، مَجوُسيءَ کي مارِ،
وَڏي جَنگِ مَ وِسارِ، نَنڍيان نَفعو ناهِ ڪو.

٣

نَنڍيان نَفعو ناهِ ڪو، وَڏي مَ وِساري،
مَجوُسي ماري، اَڪبَرَ ڏي اڃيج تون.

۴

اَصغَرَ ڏي آهينِ گهَٽا، تون اَڪبَرَ ڏي آءُ،
مَٿان لوڙ و لاهِئين، مَجوُسيءَ مَٿاءُ،
حيدَرَ جي هَٿاءُ، وِڙهُ نہ وَيري مارِئين.

۵

پانڊپَ سين نہ پاڙيان، سَوين پيا سَردارَ،
آهي مِثلِ ميڻهَن جي، سَخي! تُنهِنجي سارَ،
حاتِمُ هَژدَهَ هَزارَ، جُهڙ تُنهِنجي جهَوِيا.

٦

جُهڙ تُنهِنجي جهَوِيا، هَزارين حاتِمَ،
ڪوجهَن سَندا ڪَمَ، ڪامِلَن ري ڪيرُ ڪَري؟

٧

جي تون آسائو آئيو، نہ وَنڻُن جَڪري لائي،
مَٿان وَڙُ وڃائيين، ڪَنهِن پِڻي دَرِ ليلائي،
سَمي ساماڻي، چِنتا لَٿي چارڻين.

٨

جي تون آسائو آئيو، نہ چانڊُڪ پِي مَ چورِ،
ڪيرا ڪُميٽن جا، ڪَٽي آٽي ڪوڙِ،
لَن دَرِ عِراقي گهَٽا، چانگوَن ڪيو چوڙ،
ٿَنهن سَيّدَ وَڏي سوڙِ، جَنهن ۾ مَٿو هَٽَن مَڱٽا.

٩

سَمو سَخاوَتَ جي، وينو پُڄي پِرِ،
ڪوئيو ڪَنگالَن کي، ڏني دلاسا ڏَرِ،
مَٿي وِلهَنِ وَرِ، ڏِيهاڙي ڏاتارَ جي.

١- ڪميڻو ٢- شيطان، جنهن تي لعنت پيل آهي ٣- خودغرضي، شرارت جي چوٽيءَ تي ۴- بيمار، ڪمزور ۵- حضرت علي ٦- وڍي ٧- آتش پرست، باه جو پوڄاري (نفس يا شيطان) ٨- تابعدار بانهي ٩- نفس ١٠- اندر جي جنگ، جنهنکي ”جنگ اڪبر“ چئبو آهي ١١- ننڍي جنگ مان ١٢- جنگ اڪبر (وڏي جنگ) ١٣- ننڍي جنگ ١۴- هڪل، حملو ١۵- حضرت علي ١٦- دشمن ١٧- سردار ١٨- برابر يا ثاني سمجهان ١٩- اَرڙهن هزار ٢٠- سخاوت ٢١- ماٺ ڪيا، پيڪي چڏيا ٢٢- آسائتو، اميد رکندڙ ٢٣- وج ٢۴- لاءِ، وٽ ٢۵- شان، لائقي ٢٦- پيدا ٿي ٢٧- چارڻن جي ٢٨- ڪلا ٢٩- گهوڙن ٣٠- عراقي گهوڙا ٣١- ڪٽڪ ٣٢- سوڙ، پناه ٣٣- ريت ٣۴- پنهنجي در يا گهر ۾ ٣۵- مسڪينن ٣٦- نوازش ٣٧- ڏهاڙي.

* لعنتي شيطان مون جهڙي ڪمزور تي حملو ٿو ڪري. اي علي شيرا تون اچي ڪيس کهي پورو ڪر.

١٠

ڪوهُ نہ جهارِئين جکرو، جنهن ڏيہَ پيا ڏيٿي ؟
جي اُڏيا ٿي ليڪُهن ۾، شالُن ۾ سيٺي،
سَمي سيپٽي، طاماعوَ تارِ ڪيا.

١١

اَلا! جُنگَ جيَن، جنين اَجهي گهارِيان،
شالَ مَرَ سُڪي ويٽري، جتان پئي پين،
مَرڪڻا! اَڪڙن، تو ڏني مون سُکُ ٿئي.

١٢

ايندي لَٿي اُڃ، پيرَ پَرِيندي ٿَريا،
مَنجهه ويٽريءَ سُجهَ، ڪَرَ لَڌي رڻ اُڪارِيين.

١٣

توُن اويڙ، توُن اوڀڪو، توُن اَجهو، توُن اُڳ،
هِتِ پڻ تُنهنجو تَڪيو، مَهندِ پڻ توُنهين ماڳ،
سي لوريئُون ڏين نہ لاڳ، جي اَجهي آيُون اَٻڙي.

١٤

سَڏُ شهتيرن ۾، پرِ جهلو پاري،
سَمي سُواليُن کي، ويلهين وِساري،
پِڇي سي پاري، عاجزَ عجوُزَن ۾.

١٥

اَکِين سوئي اوڙَکيو، جو ڪَميِن سوم ڪَرن،
ماءُ! مُهنجو مَنُ، جامَ پَسَندئي پٽيو.

١٦

پَسَندئي پُر ٿيا، جَکروئي جاڄڪ،
لِٿان ڏني لَگڻي، ڪھوُرا جي لِڪَ،
سَمي پَڳِين سِڪَ، واصِلُ ٿيا وِصالَ ۾.

١٧

جي اَڏيو اَڃُ، نہ وَسندو سونَ سُنگُ،
جالَ ڏئيندو جُنگُ، جَڳُ ڏئيندو جکرو.

وائي

جيان ڏاتُون پيرَ، جيان ڏاتُون.
پَڪا ڪوٽ ڪَڪارَ جا، اَڇي عَليءَ شيرَ،
مَٿي اُڳڻ آئيا، سوُنهڻا لِڳا سيرَ،
جيان ٿي نَبي نِگِيو، پَري مُبارڪَ پيرَ،
لَتا ڏُکَ، سُکَ ٿيا، ٿي واڌائيءَ ويرَ،
لُطفُ تو رِءَ، لَطيفُ چئي، ڪَندا پيا ڪيرَ؟

١- چو ٢- پوچين ٣- ڪيترا ماڪ ٤- چنل ڪپڙن ۾ ٥- اوني يا پشم جي شالن ٦- سوالي ٧- پيئي چڏيا ٨- ڪامل شخص ٩- ڪوهي ١٠- وانهڙو ١١- اي مرڪندڙ مرد! ١٢- آوائل ۾ ٿي ١٣- رڻ جي ڪوه ١٤- جاڻ حاصل ڪئي ١٥- رڻ اُڪرندڙن ١٦- اوڏڻ ١٧- پردو، پناه ١٨- سردار، پرد و ١٩- آسرو ٢٠- اُڳيان ٢١- راهه، رستو ٢٢- مسڪين عورتون ٢٣- محصول ٢٤- زبردست ٢٥- ڪامن ٢٦- آڌار ٢٧- زورآور ٢٨- سوالين ڪاٽر ٢٩- فرصت وساري ٣٠- پاليل، پناه ۾ آيل ٣١- نبل ٣٢- اَبلائن ٣٣- پسيو ٣٤- ڪنن سان بڌم ٣٥- جام جو نالو (جنن پانڌون ۾)٣٦- واصي ٿيو ٣٧- مڱڻهار ٣٨- پاڪ شراب ٣٩- سرڪي ٤٠- جلدي ۾ آيو ٤١- سون جو سنگ يا داٽا ٤٢- گهٽيئي ٤٣- سوره ٤٤- سار و جهان ٤٥- جتان ٤٦- ڀهڪڻ لڳا ٤٧- گس ٤٨- نڪتو ٤٩- واڌائيءَ جو وقت.

## سر بلاول - داستان ٽئين جو سار

مطيع (ٻانهي يا زيردست) کي نہ ٻر آندر جي مجوسيءَ (آتش پرست) يعني نفس کي مار. ننڍين جنگين مان ڪو نفعو ناهي. آندر جي جنگ (جنگ اَڪبر) نہ وسار. انهيءَ جنگ ۾ فتح حاصل ڪرڻ لاءِ حضرت عليءَ جهڙي شير جي مدد جي ضرورت آهي. هو روحاني ساقي آهي، جو طالبن کي سچي ڪيف جون سرڪيون ٿو پياري. جڪرو اهڙو "پانڌپ سردار" آهي، جنهن جي سار، مينهن مثل آهي. سندس جهڙ اُرڙهن هزار عالم جهڙيو ڇڏي. اهڙو راڄا سڀني جي "جهار" جو لائق آهي. جي اُڳ، لينگهن ۾ ئي لڌيا، سي سندس سخاوت جي ڪري اَڄ شالن ۾ آهن. هو سخا جو بحر آهي، جنهن مان لکين واهڙا ٿا وهن. شال اهڙا جنگ هن جهان ۾ هميشہ جيئرا هجن.

•

## داستان چوٿون

١

وَڳندُ وَري آئيو، وَسَن ڪين وِڌوسِ،
گُندي، مانِي، ماڳُ، موچارو، پاسي پير ٿيوسِ.

٢

وَڳندُ وَري آئيو، پيمارِنئون پوءِ،
مُڏڪَمُ لَڳسِ موچڙا، ڌرو نہ ڌِنُسِ جوءِ،
ويٺو لائين چوءِ، تہ پيران پاسي نہ لِيان.

٣

اَسوَرَ سَندي آسِري، ويٺو آهِ وَڳندُ،
هَڏِ نہ ڇَڏِيندو هَندُ، آيَسِ ٻوءِ ٻهارَ جي.

٤

اَسوَرَ سَندو آسِرو، وَڳندَ کي وَڏو،
جُسي ۾ جَڏو، ٻَرَ ڪِيڻَ لي ڪَڙا ڪَٽي.

٥

وَڳندُ وَري آئيو، ٻَدوُ سين ٻَدِٻوءِ،
خاوَندَ! ڏي خوشبوءِ، تہ سُرَهو لِيان، سُهرِين!

٦

وَڳندُ وَري آئيو، ڪِنو ٿِي ڪوجهو،
ڇَڏي نہ موزو، لَڳِسِ آرُ عَطّارَ سين.

٧

دانا سَندي دَرَ تي، وَڳندُ ويٺو ٻَسُ!
تَنهِن روڳِيءَ کي رَسُ، جو آلُودو آزارَ سين.

٨

دائِمُ آهي دَرَ تي، وَڳندُ ويچارو،

---

١- وڳند فقير ٢- حيان وسيلن ٣- پلئہ نہ وڌس ٤- ڪوڙو گندي ٥- قوت گذران ٦- سنئو هند رهڻ لاءِ ٧- پيرن وٽ ٿيس، هڪيو لڪيو ٿيس ٨- پيمارن يا مڱتن کان ٩- پختا ١٠- چوي ١١- پيرن کان (شاه صاحب جي) ١٢- آسر جي ڪاڄ ١٣- ٻهار جي خوشبوءِ (شاه صاحب جي صحبت) ١٤- بدن، سرير ١٥- ڪائڻ ١٦- ڪڙيون ڪٽي، ليار ٿي وهي ١٧- غليظ گدلو ١٨- چم جو جوراب، جنهن مان بدبوءِ ايندي آهي ١٩- نيڻهن ٢٠- عطر فروش، عطر وڪڻندڙ ٢١- مريض ٢٢- مزو، لطف ٢٣- مبتلا ٢٤- مرض، عليلائي.

عَطُرَ سين آرو، لَڳُسِ ني لِڏِ ڪَٽي.

دانا سَندي دَرَ ني، وَڳَندُ ٿي ويٺو،

بَصَرَ سين بازار ۾، ڪَرَ واٽيو جيٺو،

دَران ٽَنهين پيٺو، جت ڪُفُران ڪين ٿئي.

وَڳَندُ وري آئيو، نسورو ني نَرَڳُ،

گَندا گُلابي ڪَري، سَيدَ جو سَرَڳُ،

عَطُرَ سين اوَرَڳُ، ته هُئين سَدائين سُرهو.

وَڳَندُ وَري آئيو، ٻَدوُ اِي نمازُ،

جئن لَترَ مَٿي باڙُ، وَڳَندُ تئن سُرهاڻ ٿي.

وَڳَندُ وري آئيو، ڪَرُڙيان ڪُلاتُ،

سَندو ڪِرڙ ڪاتُ، هَڻُ نَرڳيءَ کي نِڪٽين.

ٻانڊو ٻيلي نه ٿيو، وَرُوُ اَڄُ وِيو،

پيٽُرُ پَنڌِ پيو، سوُنهاري سَيدَ ڏي.

وائي*

ٻَڪَ ٻَڪيندو، موُن نه ڇڏيندو، شَفيعُ شافعُ سُهڻِن.

اَندا، اوُندا، آڪُڙيا، سَڀ ٻاهي ٻيندو،

واڻان وهڪارِن جي، داروُن پاڻَ ڏَريندو،

ڏُهارِن کي ڏاڪُڙا، اَڪ سَڀِ لنگهائيندو،

نوُرُ ناڪارو نه ڪَري، مُحَمَّدَ مَنتَ مڃيندو،

هٿ هُٿ حامي هِن جو، اُڳيان آڏَرُ ڏيندو،

طَهوُرا ٽَڙِن کي، ٻانڊَپُ پياريندو،

ٻاڻُ سَجاٽي ٻاڪَهِين، ڪامِلُ ڪَرَمُ ڪَريندو،

تَپوُ آٽي تاءَ ۾، عاصِيُن ڪاڻِ اَڏيندو،

دانا دوزَخِيُن ٽان، ليکو لهرائيندو،

وَسَڻُ وارُ وَسي ڪَري، مُشِڪَ رَنگُ مَنيندو،

"رَحمَةٌ لِلعَالَمِينَ" اَهڪيءَ آڳهُ لَيندو،

اَلي عَبدُاللّطِيفُ جو، هادي هَٿَ جَهليندو.

---

۱- نينهن ۲- ننهن ڪري ۳- جهڙ ۴- در ڪان ۵- داخل ٿيو ۶- احسان فراموشي ۷- بدبو نرڳي يا دوزخي ۸- غليظ يا ناپاڪ اِنسان ۹- خوشبودار ۱۰- سيد جي سرڳ جهڙي صحبت ۱۱- وهدوار رک ۱۲- هجين ۱۳- ڪلچڙو ۱۴- کرڙ جي ڪاني ۱۵- نسوري، بدبو ۱۶- لفنگ ۱۷- صحبتي ۱۸- وڳند جو پيو نالو ۱۹- پيغمبر، پيٽ نڪتل ۲۰- سهڻي ۲۱ ۽ ۲۲- سفارش ڪندڙ ۲۳- ناپڙيل ۲۴- واڻن ۾ ۲۵- دوا ستي ۲۶- اونيندو ۲۷- خدائي نور ۲۸- اِنڪار ۲۹- هنن جو ۳۰- آڌار ۳۱- پاڪ شراب ۳۲- ٽڙيلن کي ۳۳- سردار ۳۴- پورن پرک ۳۵- ٻاجهه ۳۶- قيامت جي تاپش ۳۷- گنهگارن ۳۸- مدد وقت ۳۹- پهچي ۴۰- پنهي جهانن لاءِ رحمت ۴۱- مشڪلات ۴۲- پر جهلو ۴۳- رهبر.

*هيءَ وائي حضرت محمد صلعم جي شفاعت بابت چيل آهي.

## سر بلاول - داستان چوٿين جو سار

هي داستان، شاهه جي مذاقي شعر جو نمونو آهي. وڳڻ، جسم جو جلدو ۽ پيٽ جو پوڄاري هو. شايد ميراڻ سان ٻه ڪا خاص محبت هئس. اَفعال پيٽارن جهڙا هئس، ۽ جوٽس ٻه ڪا منجهانئس اهڙي بيزار هئي، جو "مڪم موچڙن" سان سندس مرحبا ڪندي هئي. شاهه صاحب، هن فقير کي گهڻن ئي لقبن سان ياد فرمايو آهي: جهڙوڪ "ٻڏوءِ ٻماڻ"، "گندو"، "ٻڏوُسين ٻڏاوءِ"، "نسوروئي نوڳ"، "ڪلات"، "پيٽر"، "روڳي"، "ٻانڊو"، "ڪنو ۽ ڪوجهو"، "آلوُد و آزار سين". اُسر جوئي ڪاڏي جي لوڙ اچي وراڻيندي هئس. جوءِ وٽان جتا ڪاٺي، اچي شاهه صاحب جا پير پڪڙيندو هو. شاهه صاحب عطار مثل هو ۽ سندس صحبت سرڳ مثل. "سيد جو سرڳ" گندن کي گلاب ڪندڙ هو.

•

"سر بلاول"- هندستان جي ڳائڻ وديا موجب، بلاول، رامڪليءَ وانگر، هنڊول راڳ جي پنجن استرين مان هڪ جو نالو آهي. ٻئي راڳڻيون ڏک ڪٽيندڙ ۽ اُسٽي اُچارڻ لاءِ موزون آهن. هن سر ۾ ڏٽيءَ، پيغمبر صاحب ۽ جادم جکري جي واڪاڻ اُچاريل آهي. هن سر ۾ "جادم" تمثيل طور ٻه آيل آهي. ڪٿي مراد اُنس ڏٽي، ڪٿي نبي سڳورو.

---

**پورو ٿيو**

